# سنڌي ٻوليءَ بابت
# مقالا ۽ مضمون
# (جلد II)

مرتب

خان محمد جروار



سنڌي لئنگويج اٿارٽي
حيدرآباد، سنڌ
٢٠٠٧ع

سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ جو ڪتاب نمبر (١٠۴)



سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون (جلد II)

مرتب: خان محمد جروار
ڇاپو: پهريون
سال: ٢٠٠٧ع
تعداد: ١٠٠٠
قيمت: ٢٥٠ روپيا/ ١٠ ڊالر/٦ پائونڊ

Catalogue Reference
Jarwar, Khan Muhammad
Papers on Sindhi Language
Sindhi Language
Sindhi Language Authority
ISBN: 978-969-9098-02-4

**Sindhi Boli _a_ Babat Maqala & Mazmoon (Vol_II)**

Compiled By: Khan Muhammad Jarwar

Edition: First, 2007

Quantity: 1000

Price: Rs. 250/=, $ 10/ £ 6

Published by: Sindhi Language Authority, National Highway,
Hyderabad, Sindh 71000, Pakistan.

Printed by: NTF Graphics, Qasimabad, Hyderabad

Tel: 022_9240050_53

Fax: 022_9240051

E_mail: sindhila@yahoo.com,
sindhila1@hotmail.com

Website: www.sindhila.com.pk

Composed by: Muhammad Ramzan

---

هيءُ ڪتاب اداري جي چيئرمئن عبدالقادر جوڻيجي، ميشرس اين ٽي ايف گرافڪس، حيدرآباد
مان ڇپرائي، سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ جي آفيس، نئشنل هاءِ وي، حيدرآباد، سنڌ مان پڌرو ڪيو.

# ناشر پاران

سنڌي ٻوليءَ بابت مقالن ۽ مضمونن تي مشتمل رٿا جو هيءُ ٻيو جلد ڇپائيندي، ادارو نهايت خوشي محسوس ڪري رهيو آهي. ان کان اڳ هن ئي رٿا جو پهريون جلد (مرتب: ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو) ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي. جڏهن ته ٽيون ۽ آخري جلد پڻ تيار آهي، جيڪو جلد ڇپجي پڌرو ٿيندو. هن ٻئي جلد کي اداري ۾ ڪم ڪندڙ نوجوان محقق خان محمد جروار وڏي محنت سان سهيڙيو آهي. خان محمد جروار اداري جو نهايت محنتي ڪارڪن آهي، جنهن پنهنجن دفتري ذميوارين کي احسن نموني سان نڀائڻ سان گڏوگڏ، هن اهم رٿا کي تڪميل تائين پهچايو آهي. سندس هيءُ ڪم سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا ۽ تاريخ جي سلسلي ۾ اهم ثابت ٿيندو.

هن ڪتاب ۾، ورهاڱي کان پوءِ لکيل سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون شامل ڪيا ويا آهن، جن مان سنڌي ٻوليءَ بابت مختلف دؤرن ۾ ٿيل ڪم جي ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي. جڏهن ته هن رٿا جي ٽئين جلد ۾ پڻ ورهاڱي کان پوءِ جا، هن وقت تائين لکيل مقالا شامل ڪيا ويا آهن. اهڙيءَ ريت مختلف دؤرن ۾ سنڌي ٻوليءَ بابت ٿيل ڪم جو احاطو ٿئي ٿو.

اسان سمجهون ٿا ته سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۽ ارتقا جي سلسلي ۾ هيءُ رٿا نهايت اهم ثابت ٿيندي. ان سلسلي ۾ ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي ۽ خان محمد جروار جي محنت کي ساراهڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي. مون کي اميد آهي ته سنڌي ٻولي ۽ ادب جي شاگردن توڙي ادب دوستن لاءِ هن رٿا جا سمورا جلد انتهائي مددگار ۽ ڪارائتا ٿيندا.

عبدالقادر جوڻيجو

چيئرمئن

30 مئي 2007

حيدرآباد سنڌ

# مرتب نوٽ

سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون سهيڙڻ جو خيال ان وقت آيو جڏهن مختلف تحقيقي مامرن ۾ اڳيرائي ۽ رهنمائي لاءِ اڳ ڇپيل تحقيقي مقالن ۽ مضمونن جي مطالعي جي ضرورت پيش ايندي هئي، جنهن لاءِ اڪثرتيءَ جي علامه غلام مصطفيٰ قاسمي لائبرري سميت ڊاڪٽر دائود پوٽه لائبرريءَ جا ٿلها پيا ٽوڙيا هئا. تنهن تي ويچار ڪيم ته اهڙن مقالن ۽ مضمونن جي هڪ جاءِ تي عدم دستيابي سبب جيڪڏهن مون کي ايترا مٿا ڪُٽ ڪرڻا ٿي پيا ته عام شاگردن ۽ نون محققن سان ڪهڙو حشر ٿيندو هوندو ۽ کين ان سلسلي ۾ ڪيترا ڪشالا ڪڍڻا پوندا هوندا!.

اها سوچ من ۾ رکي هڪ ڀيري اهڙي ڀچار روشني پبليڪيشن ڪنڊياري جي روح روان سائين علي نواز گهانگهري سان ڪيم، جنهن يڪدم آڇ ڏني ته جيڪر آئون ڪيس اهڙا مقالا ۽ مضمون سهيڙي ڏيان ته پاڻ اهي ڇپائڻ لاءِ تيار آهي.

ڳالهه چڱي هئي، تنهن ڪري بسم الله ڪري ڪٽي ڪم جي شروعات ڪيم ۽ ڪجهه مقالا گڏ به ڪري ورتم. تڏهن وري خيال آيو ته اڪثرتيءَ جي هڪ ڪارڪن جي حيثيت ۾ منهنجو هيءُ پورهيو جيڪڏهن منهنجي اداري جي نيڪ ناميءَ ۾ ياڳي ياڻيوار ٿئي ته ڪـر ڏاڍو چڱو. ان ڪان سواءِ اهڙن مقالن ۽ مضمونن جي اشاعت اڪثرتيءَ جي مول متن سان به بلڪل نهڪندڙ هئي، تنهن ڪري بسم الله ڪري اهي مقالا اداري جي اشاعتي ڪاميٽيءَ آڏو منظوريءَ لاءِ پيش ڪيم. رب طرفان اتي به ڪا سٽائي لکيل هئي، سو ڪاميٽيءَ جي معزز ميمبرن جهٽ ۾ ڪٽي مسودو ڇپائيءَ لاءِ منظور ڪري ورتو. جنهن لاءِ آئون سندن ٿورائتو آهيان.

مضمونن ۽ مقالن جي ترتيب سال وار رکي وئي آهي، جيتوڻيڪ ڪوشش اها هئي ته سيئي مقالا هڪ ئي وقت هٿ ڪري تحقيق ڪندڙن لاءِ وڌيڪ آساني پيدا ڪجي. پر وقت جي قلت سبب اهڙي ترتيب ممڪن نه هئي، تنهنڪري جيڪي مقالا ان وقت دستياب هئا تن تي اڪتفا ڪري اداري جي مقالن ۽ مضمونن واري سيريز جي ٻئي جلد طور پڌرو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

هن سيريز جو پهريون جلد ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي صاحب جي ترتيب تي ٻڌل آهي، جنهن ۾ ورهاڱي کان اڳ، سنڌ جي مختلف عالمن، اديبن ۽ تعليمي ماهرن، سنڌي ٻوليءَ بابت پنهنجي ڪيل تحقيق کي مقالن جي صورت ۾ پڙهندڙن آڏو پيش ڪيو آهي.

زير نظر جلد جا مقالا سنڌ جي معتبر علمي ادبي اداري سنڌي ادبي بورڊ جي ٽه ماهي ”مهراڻ“ رسالي تان ورتل آهن. جڏهن ته ايندڙ جلدن جا مقالا ماهوار نئين زندگي، ٽِه ماهي ”سنڌي ادب“، شاهه لطيف چيئر جي تحقيقي جرنل ”ڪلاچي“،سنڌ يونيورسٽيءَ سنڌي شعبي جي جرنل ”ڪينجهر“، ماهوار ”سهڻي “ ۽ ٻين ننڍين وڏن رسالن ۽ اخبارن تان ورتا ويا آهن. جيڪي هر لحاظ کان تحقيق ڪندڙن لاءِ ڪارائتا ثابت ٿيندا.

آئون انتهائي ٿورائتو آهيان پنهنجي محسن سائين عبدالقادر جوڻيجي صاحب جو جنهن اداري توڙي اشاعتي ڪاميٽيءَ جي چيئرمئن جي حيثيت ۾ نه صرف منهنجي همت افزائي ڪئي پر منهنجي هن پورهئي کي اداري طرفان ڇپائڻ جي منظوري پڻ ڏني، جنهن لاءِ سندس وڏا وڙ.

اداري جي پبليڪيشن ڊائريڪٽر سائين امين محمد لغاري صاحب جون محبتون وسارڻ سان به نه وسرنديون، جنهن اشاعتي معاملن ۾ وڏي ڀاءُ جيان نه صرف منهنجي ڀرپور رهنمائي ۽ مدد ڪئي پر منهنجي ترتيب ڏنل هن ڪتاب جي اشاعتي منظوريءَ تي دلي سرهائي جو اظهار ڪيو، جنهن لاءِ سندس ٿورا.

سندم انتهائي پياري دوست ۽ اداري جي پبليڪيشن آفيسر خالد آزاد جا ٿورا ته ڳائڻ کان به ڳرا، جنهن ڪتاب جي ترت اشاعت ۽ فني سٽاءَ تي دلچسپي ڏئي وڏا احسان ڪيا، جنهن لاءِ بخاريءَ صاحب جون هي سٽون ئي آئون ڪيس پيش ڪري سگهان ٿو ته:

تنهنجا مون تي ٿورا، ڪي ٿورا ته ناهن،
هوندي جي حياتي، ته من! لاهبا پيا.

ڪتاب جي ڪمپوزنگ، ٽائيٽل ۽ ٻين اشاعتي مرحلن جي تڪميل لاءِ منهنجي پيارن دوستن،محمد رمضان، اسد ڀُٽي ۽ شاهنواز ارباب جا به ٿورا. سندن دلچسپيءَ ۽ سهڪار نه هجي ها ته ڪتاب جي تڪڙي اشاعت ممڪن نه ٿئي ها. تنهن ڪري ڪين به شاباس هجي.

ڪتاب جي پروفن لاءِ منهنجو پراڻو ساٿي ۽ دوست مختيار احمد بلوچ ڪيرون لهڻي، جنهن مختصر عرصي اندر چڱي نموني ڪتاب جا پروف پڙهي اداري

جي حوالي ڪيا. سندس اهڙو تعاون به اشاعتي معاملن جي اڪيرائي ۾ مددگار رهيو.
آخر ۾ ٿورا اسان جي پياري دوست ڊاڪٽر ظفر عباسيءَ جا، جنهن ڪتاب کي وقت اندر سهڻي پني ۾ خوبصورت ڇپائيءَ سان، اوهان پڙهندڙن تائين پهچايو.
اميد ته سنڌي ٻوليءَ ۾ ادب سان چاهه رکندڙ دوست منهنجي هن پورهئي کي تحسين جي نظر سان ڏسندي قبول ڪندا.

30 مئي 2007ع

خان محمد جروار

## سنڌي ٻولي-اُن جي بقا ۽ بچاءُ

علامه آءِ آءِ قاضي

هن کان اڳ مون برادرانِ وطن جي آڏو، هن نڪتي کي بار بار پيش ڌهرايو آهي، ته هر ٻيءَ شيءَ وانگر، ٻوليءَ جي ترقي ۽ واڌارو فطرت جي قانونن مطابق عمل ۾ اچي ٿو ۽ ان جي تباهي به فطرت جي قانون مطابق آهي. ان حقيقت لاءِ جيڪڏهن ڪنهن ثابتيءَ جي ضرورت آهي، ته پوءِ قرآن حڪيم جا هي الفاظ هڪ قطعي ثبوت سمجهڻ گهرجن ته: "لِڪُل امة اجل-اذا جاء اجهلم فلايستاخرون ساعته ولا يستقدمون". (هر ڪنهن قوم لاءِ هڪ مقرر وقت آهي- جڏهن سندن اهو وقت اچي ٿو تڏهن نڪي هڪ گهڙي دير ڪن ٿيون. نڪي جلدي).

هر شيءَ جي بقا جو دارومدار ان جي صلاحيت ۽ صالحيت تي آهي- يعني ته هن ڳالهه تي آهي، ته ان ۾ زندگي پيدا ڪندڙ عمل باقي ڪيتريقدر وڃي رهيو آهي، ڪنهن به شيءِ ۾ جيڪڏهن تخليق جي قوت باقي نه رهي آهي، ته اها زنده رهي نه ٿي سگهي- بس يا واڌارو آهي يا موت.

زبان جو مسئلو سماجي شعورتي ٻڌل آهي. ظاهر آهي ته جيستائين هڪ کان زياده ماڻهو نه هوندا، تيستائين گفتگو واري ٻولي پيدا ٿي ڪانه سگهندي، ٻين لفظن ۾ ٻوليءَ جي اسرڻ لاءِ سماج جو هجڻ ضروري آهي، فقط هڪ ماڻهوءَ جي وس کان هيءَ ڳالهه ٻاهر آهي: انسان فطري طور "سماجي" آهي، ڇو ته بغير سماجي اجتماع جي، هو "انسان" بڻجي نٿو سگهي. بقول قرآن حڪيم "خلق الانسان علمه البيان"، اجتماعي زندگيءَ جي هيء فطري تقاضا آهي، ته انسان کي بيان جي قوت هجي، ڇاڪاڻ ته تبادلئه خيالات هڪ لازمي ضرورت آهي، انهيءَ ڪري ئي قوم جي اجتماعي زندگي ٻوليءَ کي تشڪيل ڏئي ٿي، يا ان کي ترقي وٺائي ٿي، ۽ ان کي باقي رکي ٿي، جيڪڏهن اهي ضرورتون باقي نٿيون رهن ته ٻوليءَ جو باقي رهڻ به بي معنيٰ آهي.

سنڌي ٻوليءَ کي بهترين ماحول هوندي به گهٽ ۾ گهٽ پنج هزار ورهيه نهڻ ۾ لڳا آهن، ان جي تشڪيل ۽ ترقي هڪ اهڙي خطي ۾ ٿي، جو اقتصادي

لحاظ کان ٻاهر جو محتاج نہ هو ۽ هتي جي زندگيءَ جون ضرورتون خود هتي جي باشندن جي هٿان پوريون ٿي ٿيون. مثلاً دنيا جا ڪي ڀاڱا ڪپهہ پيدا ڪن ٿا، ڪي چانور پيدا ڪن ٿا، تہ ڪي ڪڻڪ اپائين ٿا، مگر سنڌ اهي سڀئي اپائي ٿي، انهيءَ ڪري قديم وقت کان وٺي اقتصادي طور سنڌ پنهنجو پاڻ مڪمل ۽ خود ڪفيل ڀاڱو ٿي رهي آهي.

تقريباً ٽيرنهن سئو سال اڳ سنڌ ڪي تهذيب ۽ تمدن جو تڪميلي پيغام ٻاهران پهتو جنهن کي هن ملڪ سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ان کي اڳتي وڌايو ۽ ان جو قَل حاصل ڪيو. اهو سڀ ڪجهہ سنڌ اهڙي تہ خوش اسلوبيءَ سان ڪيو جنهن جو مثال هتي جو ڪو ٻيو صوبو پيش ئي نٿو ڪري سگهي. انهيءَ حاصلات جو نتيجو هڪ طرف ”لطيف“ ۽ سندس پيغام آهي، تہ ٻئي طرف سنڌيءَ ٻوليءَ جا هزارين پهاڪا آهن، جن جي رمزن ۽ اشارن ۾ دانائي سمايل آهي ۽ جي دنيا جي مهذب ترين ٻولين جي پهاڪن جي ڀيٽ ۾ هڪ امتيازي درجو رکن ٿا.

تقيريباً ڏيڍ سئو سال اڳ، سنڌي ٻولي توڙي سنڌ جا باشندا هر خيال کان دنيا ۾ برک هئا. وڏي ۾ وڏا شاعر، عالم، گرامر جا ماهر ۽ لغت نويس هن ننيڙي ايراضيءَ مان طلب ڪيا ويندا هئا. فقط پوين ڏيڍ سئو سالن ۾ ئي ڏارين جي غلاميءَ سببان، سنڌ جي ترقي ختم ٿي چڪي آهي، هاڻي اهو اوهان جي همت ۽ حوصلي تي منحصر آهي، جو اوهان سنڌ جي زندگيءَ ۽ اجتماعي خوبين کي وري نئين سر جياريو ۽ سنڌ جي باشندن ۾ فڪر، عمل ۽ مقصد جي وحدت ۽ يگانگي پيدا ڪريو. چو تہ انهيءَ وحدت ۽ يگانگيءَ کانسواءِ ڪنهن بہ قوم يا ٻوليءَ جو اسرڻ محال آهي، سنڌي ٻوليءَ جي بقاءَ ۽ بچاءَ واسطي ٻين اڳيان هٿ ڊگهيرڻ حماقت آهي، يائرو! سنڌي ٻولي فقط ايستائين زنده رهي سگهي ٿي، جيستائين اوهين زنده آهيو ۽ هڪ صحتمند زندگي گذاري رهيا آهيو. حقيقت ۾ سنڌ اڄ بہ اوهان جي طفيل زنده ناهي، مگر اهي جي بہ سئو ورهيہ اڳ جيئرا هئا تن خاطر پئي پساهہ کڻي. سنڌ انهن

جي نيڪين سببان تڳي رهي آهي ۽ نہ اسان جي عملن ڪري. جڏهن اوهان پنهنجي شاندار ماضيءَ مان سبق حاصل ڪرڻ ڇڏي ڏيندا ۽ پنهنجي فڪر ۽ تخليقي قوتن ذريعي نون خيالن پيدا ڪرڻ جي بدران محض جامد جسم بڻجي ويندا، تڏهن فطرت جي قانون مطابق نہ توهين رهندا، نہ توهان جي ٻولي، ڪو بہ سياستدان يا داناءُ انهيءَ حالت ۾ اوهان کي جياري نہ سگهندو ۽ ازلي آواز صدا ڏيندو تہ ”ظالم قوم کي پري ڪيو وڃي“. ”فبعداللقوم الظالمين!“

شال ڌڻي تعاليٰ اهڙو ڏينهن نہ ڏيکاري. آمين

(مهراڻ-2/1965ع)

# سنڌ ۽ سنڌي زبان

مولانا دين محمد صاحب وفائي مرحوم

سنڌي ٻولي، پنهنجي جهونائيءَ ۽ آڳاٽي هجڻ ڪري، پنهنجي مٿي هڪ اهڙي اَمٽ ٻولي آهي، جنهن جي پاسي ۾ هندستان (۽ پاڪستان) جي ڪا به ٻولي بيهي نٿي سگهي. عربي مسلمانن جي ڪاهن کان اڳ سنڌي زبان جو ڪهڙو روپ هو ۽ ڪيئن ڳالهائي ويندي هئي، ان جي کوجنا ڪرڻ ۽ اپٽار ۾ وجڻ ڪنهن ٻي صحبت تي اچلائي هت هي ڏيکارڻو آهي ته هاڻوڪي سنڌي جا ڳالهائي ٻولهائي وڃي ٿي، تنهن جي ڳڻپ به هڪ هزار ورهين کان وڌيڪ آهي. پوءِ ڪٿي ان ۾ وقتن ۽ حالتن جي ايرڦير ڪري ڪجهه ڦيرو گهيرو آيو به هجي، عربن جي ڪاهن ۽ ان کان پوءِ غزنوي ۽ مغلن جي راڄن ۾ سنڌيءَ ڪي عربي ۽ فارسي لفظ به جهڻي ورتا. مگر ان هوندي به سنڌيءَ جو خزانو پنهنجي جهونائيءَ قدامت جي ڪري، ڪو اهڙو ڪُتل ڪو نه هو. جهڙو هاڻي اسان جا نوجوان سمجهي ويٺا آهن. هڪ نج ۽ پنهنجي مٿي پيرن تي بيٺل زبان کي ريختہ بنائڻ جون رٿون رٿي رهيا آهن.

پاڪستان بنجڻ کان پوءِ هيءَ چرپر هلي رهي آهي ته ”سنڌي زبان“ کي بچايو وڃي. ان جو مقصد ڪڍيو وڃي ٿو ته پاڪستان مان جيڪي هندستاني حضرات، هت حڪمراني ۽ راڄ هلائڻ جي ارادي سان براجمان ٿيا آهن، تن کي سنڌي ٻوليءَ جي نه ٻوجهه آهي، ۽ نه ان تائين پهچ ۽ پرجهه، جنهن ڪري لازمي طرح هن کي نڪرائيندا ۽ سنڌيءَ جي جاءِ تي اڙدو زبان کي، جا پنهنجي ديس مان نيڪالي کائي، چڪي آهي، تنهنجو بچاءُ ڳوليندا ۽ رک رکاءُ ڪندا رهندا(1)

---

(1) مرحوم مولانا وفائيءَ جي پيشنگوئي حرف به حرف پوري ٿي. مگر وري به الله پلو ڪري، انهن باشعور اديبن ۽ عالمن جو، جن جي جدوجهد ڪامياب ٿي ۽ سنڌي زبان کي ڪنهن حد تائين، تعليمي حق دو باره مليا آهن. (گرامي)

ترڪيءَ 1918ع ۾ انقلاب کان پوءِ، ترڪي ٻوليءَ جي سڌاري لاءِ جيڪو ڪم هٿ ۾ ڪيو، تنهن ۾ سڀ کان پهريائين، هنن ترڪي ٻوليءَ جي هڪ لغت جوڙائي، ان کان پوءِ ڏٺائون ته پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڌارين زبانن جا ڪيترا لفظ آهن، ۽ انهن جي معنيٰ وارا لفظ اسان جي لغت ۾ لڀن ٿا يا نه؟ ترڪيءَ ۾ جيڪي ساڳيا هم معنيٰ لفظ ڪين ملندا ويا،اهي قائم رکندي، باقي ڌارين ٻولين جا لفظ ڪيندا ويا. پر جڏهن ڪين اهڙا لفظ نه ملي سگهيا، تڏهن ساڳيا عربي، فارسي لفظ، ائين جو ائين قائم رکيائون. ان ريت ترڪي ٻوليءَ کي سوڌي صفا ڪري، هڪ علمي زبان بڻائي ورتائون.

رضا شاهه پهلويءَ جي راڄ ۾ فارسيءَ کي سوڌڻ جي مهم شروع ڪئي وئي، ته عربي يا ترڪي لفظن کي سوڌڻ تي مجبور ٿيا. هن وقت، هنديءَ جي سوڌ به ساڳيءَ صورت ۾ هندوستان وارا ڪري رهيا آهن.

سنڌي زبان جي سوڌڻ لاءِ به ساڳي سڌريل قومن واري واٽ ورتي ويندي ته ان ريت نه فقط ٻوليءَ ۾ سڌارو ٿيندو، پر ايڏو وڏو واڌارو به ٿيندو جهڙو ٻين جاندار قومن جون زنده زبانون ڪري رهيون آهن.

اسان جي سنڌي مسلمانن گذريل پنجاهه ورهين ۾ جيڪا پنهنجي مادريءَ ٻوليءَ جي خدمت يا چاڪري ڪئي آهي، اها به سامهون رکو. وري اسان جي هندو وطني ڀائرن جيڪو سنڌيءَ جي واڌاري لاءِ پاڻ پتوڙيو آهي، سو به سامهون رکو! ته ٻنهين ڌرين ۾ ايڏو وڇوٽو نظر ايندو جيڏو مسلمانن ۽ هندن جي شاهوڪاريءَ ۽ شهري زندگيءَ ۾ هوندو هو. پروفيسر ڀيرومل مهر چند، ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي، ۽ مسٽر ڄيٺمل پرسرام جا ڪتاب ڏسو سندن سنڌي ڏسو سنڌي هندن جي شاعري ڏسو! اوهان سنڌي ساهتيه يا ادب جي لحاظ سان ڏسو! ته اوهان کي اچرج لڳندو ته هي ماڻهو سنڌيءَ جي واڌاري لاءِ ڪيڏو نه قدم ڪڍي رهيا آهن.

اسان جي سنڌي بزرگ مرزا قليچ بيگ، يا سنڌ جي اديب ۽ عالم مير عبدالحسين، ”سانگيءَ“ ۽ شمس الدين ”بلبل“ ۽ ٻين جي تصنيفن جي ڇپائڻ جي خدمت به هندن ادا ڪئي. گويا سنڌ ۾ ”سنڌيءَ ٻوليءَ“ جي واڌاري واري

ڪم جو وڏو ڀاڱو هندن جي هٿان ادا ٿي چڪو آهي، مسلمان، بہ ڪجھہ ڪندا رهيا آهن، مگر اهو ڇڻ ڪنهن ليکي ۾ آڻي ئي نٿو سگھجي.

هندن ۾ ڪي اهڙا بہ تعصبي هئا، جن سنڌيءَ جي گردن تي سنسڪرت جي اٽوٽندڙ اکرن جون ڀريون رکي، ساڳيءَ ريت گلو گھٽڻ گھريو ٿي، جهڙيءَ ريت اسان جا مسلمان نوجوان، عربيءَ جي اڙانگن اکرن جي مٿس مارا ماري ڪري رهيا هئا. مگر هندن پاران اهو دور ٿورو وقت هليو. ڪن خاص اصلاحي هندي الفاظن کان سواءِ، هو صاف سنڌي لکڻ لڳا. خاص طرح سرڪار پاران سنڌي زبان جي نگرانيءَ لاءِ جيڪو ”بورڊ، موجوده سنڌي ادبي بورڊ) برپا ڪيو ويو، تنهن ۾ جيترن بہ هندو مصنفن جا ڪتاب اچڻ لڳا، سي هندي اکرن، جي اکاڙي کان آجا ٿي آيا ٿي.

”سنڌيءَ کي بچايو“، اهو فقط نعرو ئي نعرو رهجي ويندو، جيستائين، سنڌي مسلمانن پاران عملي رنگ ۾ ڪنهن ڏاڍي وڏي ڪارج ڪرڻ لاءِ تياري ڪئي نہ ويندي. هن ڪم لاءِ وڏن جاکوڙن ۽ جهد جي گھرج آهي، جيڪڏهن بنگالي مسلمان، پنهنجي بنگالي ٻوليءَ کي نٿو ڇڏي، بلڪ ان جي بچاءَ لاءِ سينٽرل حڪومت سان بہ جڏ، جوٽيون ٻينو آهي(1) . جيڪڏهن پنجابي مسلمان پنهنجي ان ٻوليءَ کي جيئرو رکڻ گھري ٿو جا لکپڙھہ ۾ ئي ڪا نہ ٿي اچي تہ پوءِ کهڙو ڪارڻ آهي، تہ سنڌ جو مسلمان، پنهنجي جهونيءَ ٻوليءَ جي ”ٻيڙي“ تارڻ لاءِ ٻانهون ڪنجي نہ ٻيهي!

سنڌ جو هندو جو ورهان ورهيہ هزارن جي انداز ۾ ڪتاب ڇپائي، سنڌيءَ ۾ واڌارو ڪندو هو. ان سان سرڪار بہ ٻانهن ٻيلي ڪا نہ ڪئي، پر هن قوم جو پنهنجي ٻوليءَ سان پريم هو ۽ پيار هو جنهن ڪري ڪو رسالو يا ڪتاب يا ناول نڪرندو مس هو تہ هٿون هٿ کڄي ويندو هو.

---

(1) بنگالين، پنهنجي بنگله کي سرڪاري زبان مڃارائي، اڙدوءَ جهڙا مساوي حق حاصل ڪيا آهن.

جيڪڏهن اسان جا ”ڳپرو مسلمان“ نوڪرين تان آسرو لاهي، هندو نوجوانن وانگي هن علمي ڪم کي لڳي وڃن تہ سنڌ کان ٻاهريان تيرهن لک سنڌي هندو بہ سندن ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويندا. سنڌ جو هندو سنڌ کان ٻاهر آهي، پر وري بہ هو اُتي سنڌي ٻوليءَ جي خدمت ڪي لڳو پيو آهي، هو اڄ بہ سنڌ کي ياد ڪري چئي رهيو آهي تہ ”سنڌي جي ساٽيهہ کهہ ڪٿوري پانئيان، (شاهہ) سنڌ ساٽيهہ جي مِٽيءَ چَپٽيءَ کي بہ پٽائي گهوٽ ڪٿوريءَ (مشڪ) کان بہ مٿي سمجهي رهيو آهي، سنڌي مسلمانن لاءِ شاهہ جي هن شعر ۾ ڪو سبق ڪو نہ آهي ڇا! (1)

سنڌي مسلمان پنهنجي وطن، سان گذريل سالن ۾ جيڪو برو برتاءُ ڪيو آهي، تنهن جو ڏنڊ ڀوڳي رهيو آهي. سنڌي، ويچارو هڪ حيرت واري ٻاند ۾ ٻاندي آهي. هاٽي جڏهن ڪا چٽي، پريندو تڏهن هن لوڙائو مان لنگهي پار پوندو.!(2)

سنڌي مسلمان کي هن وقت شاهہ پٽائيءَ کي پنهنجو اڳواڻ بڻائي ڪم ڪرڻو آهي جنهن کان پوءِ هو وڃي ڪنهن ڏَني ڪَني لڳندو.

شاهہ جو ارشاد آهي:

الله ايئَن، مَ هوءِ، جِيئَن آءٌ مَران، بَندِ ۾،
جُسو زَنجيِرَن ۾ راتو ڏِينهان روءِ،
پَيرينءَ وَڃان لَوءِ، پوءِ مَرُ پُڄَنِم، ڏِينهَڙا!

—

واجهائي وَطَن کي، ساري ساهہُ ڏِيان،
هي سِرُ ساٽيهہ سامُهُون، مُنهنجو نِج مِيان،
مُقامِياٽي مارُوئين، وَڃِي ٿَر ٿِيان،

مُيائِي جيِان، جي وچي مَڙُهہ مَلير ۾.

(مهراڻ 4– 1964ع)

---

(1) ان طرح هندوستان جي سنڌي هندن،وڏي جدوجهد، احتجاج، ڪيسن ۽ جهگڙن کان پوءِ وچي سنڌي زبان کي هندوستاني ٻولين جي زندهه ٻولين ۾ مڃارايو آهي.اڄ اتي سنڌي زبان جا رسالا آهن. هزارين ڪتاب ڇپيا آهن ۽ ''نصاب'' ۾ داخل آهن. گرامي

(2) مولانا وفائي مرحوم جي هيءَ معنيٰ خيز پيشنگوئي به پوري ٿي سنڌي مسلمان پنهنجي وطن سان جيڪو برو برتاءُ ڪيو آهي. تنهن جو نه فقط ڏنڊ پيو ڏئي پر ڏيڍي جي ملهه کان ''پُنگ'' جي رقم وچي ٿي واڌ ڪائيندي! ''اَٺ'' ته ٽَري، پر جي پُڇ ٽري'' وارو قصو آهي ۽ اڄڪلهه بقول مولانا وفائيءَ مرحوم جي:

''سنڌي ويچارو هڪ حيرت، واري ٻاند ۾ ٻاندي آهي''

ڀلا ان مان جند ڇڏڻ جو ڪو چارو؟ مولانا ٿو فرمائي:

''هاڻي جڏهن ڪا ''چٽي '' پريندو تڏهن لوڙائو مان لنگهي پار پوندو .

مولانا جي اها پيشنگوئي به سورهن آنا صحيح نڪتي، فرق اهو ته، چَٽيءَ پرڻ ۾ ته اِگر نگر ڏئڻ ۾ ڪنهن به گهٽايو ڪونه آهي،پر مورڳو سَگُ ٿو وچِنِ! هٿ ته ڪٿو به ويو ته اُٽاٽي به وئي! وارو حساب پيو هلي، الله شال رحم ڪري.

هي جرم ضعيفي کي سزا مرگ مفاجات

# سنڌي زبان

شيخ محمد اسماعيل
لغت ڊپارٽمنٽ، سنڌي ادبي بورڊ

ٻوليءَ متعلق لوچيندڙن ۾ پهريون ئي شخص پنڊت، پاڻني، آهي، جنهن اج کان تقريباً ٽي هزار ورهيہ اڳ سنسڪرت جي صرف نحو تي هڪ مستند ڪتاب لکيو هو. جنهن ۾ سنسڪرت جا ڌاتو پڻ ڏنل آهن. ان بعد ٻوليءَ جي تاريخ ۾ عيسوي سن يارهين صدي ۽ ٻارهين صديءَ ۾ .’ڌنپال آچاريہ‘ ۽ ’هيمچندر آچاريہ‘ جون تصنيفون ”پايلڇي، ۽ ديسي نام مالا“ قابل ذڪر آهن. انهن صاحبن هندستان ۽ سنڌ جي ٻولين لاءِ جا ڪوجنا ڪئي آهي، سا نہ فقط هاڻوڪين ڏيهي ٻولين جي رهنمائي ڪري ٿي پر مُحققِين ۽ مُستَشرَقين جي تحقيق لاءِ مشعل راهہ ثابت ٿي آهي. جڏهن يوروپي لوڪ، واپاريءَ ۽ فاتح جي صورت ۾ هندستان ۾ گهڙيا، تڏهن انهن هندستان جي رسم و رواج، تهذيب ۽ تمدن سان گڏ هتي جي ٻولين، خصوصن سنسڪرت جو بہ مطالع ڪيو. بعد ۾ بالاتفاق هندستان جي ٻولين کي آرين زبان جي هڪ شاخ ”انڊو يوروپين ٻولين“ جي نالي سان سڏيو ۽ وري ڪن محققن تہ دنيا جي قديم زبان عبراني هجڻ واري نظريہ جي ترديد ڪري سنسڪرت کي ئي تمام زبانن جي ماءُ سڏيو.

انڊو يوروپين ٻوليءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي اصليت بنياد ۽ درجي متعلق هن وقت تائين هر هڪ مؤرخ، محقق ۽ علم السان جي ڄاڻوءَ جو جدا جدا رايو آهي، ڪو صاحب هنديءَ جي شاخ سمجهي ٿو تہ ڪو صاحب، پالي يا پراڪرت، جي بگڙيل صورت مڃائڻ لاءِ ڪوشان آهي، تہ ڪو وري ”لهندا، ٻوليءَ جي هڪ شاخ تسليم ڪرائڻ تي بَضِد آهي، لٽي پٽي ’اپ ڀرنش‘ يعني ڪريل ٻوليءَ جي نالي قبول ڪرائڻ لاءِ بہ جتن ڪيا اٿن. آفي باقي رهيل کهيل ڪسر شاهہ ڀٽائي جي هڪ شارح پوري ڪري ڇڏي. هن صاحب ايترو سو واضح ڪو نہ ڪيو آهي تہ سنڌي فلاڻي يا فلاڻي زبان جي شاخ آهي، پر شاهہ جي رسالي جي شرح لکندي، بيتن ۾ ڪم آيل لفظن جا بنياد يا ڌاتو هندستان جي ڪن ادبي يا غير ادبي ٻولين جهڙوڪ پنجابي ملتاني، بلوچي، گجراتي، مراٺي، سوراشٽري، ڪڇي، هندي، پوربي وغيره مان ونئي پس پرده اهو ثابت

ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ جملي الفاظ آسپاس جي انهن ٻولين مان ورتا ويا آهن، ۽ بذات خود سنڌي ڪا بہ بنيادي حيثيت نٿي رکي. بهرحال اڪثريت انهن صاحبن جي آهي، جي سنڌيءَ جو بنياد ’سنسڪرت‘ مان ۽ ٻوليءَ جي عمر وڌ ۾ وڌ ست سؤ ورهيہ. يعني ٻارهين صديءَ جي پيدائش يقيني طور ٺهرائين ٿا.

انهيءَ تڪرار جو خاص سبب اهو آهي جو جويو صاحب’هنديءَ‘ کان متاثر آهي، انهي سنڌيءَ ۾ هندي لفظن جي آميزش ڏسي فتويٰ ڏيئي ڇڏي تہ سنڌي، هنديءَ جي دختر آهي، وري جنهن ماهر لسان سنڪرت جو اڀياس ڪيو آهي، تنهن هرويرو بہ سنڌي لفظ کي پيچي ٽوڙي وجي سنسڪرت سان ملائي يقين سان چئي ڇڏيو تہ سنڌي ٻوليءَ جو بنياد سنسڪرت آهي. پالي ۽ پراڪرت جي کوجنا جي شوقينن وري انهن ٻولين جي شاخ هجڻ جو يقين ڪري ڇڏيو پر مون کي انهيءَ رقيبانہ تڪرار ۾ اصليت جو هڪ الڳ پهلو نظر اچي رهيو آهي، تاريخ عالم جا اوراق بار بار چئي رهيا آهن، تہ ٻوليءَ جي نشو و نما، تغير ۽ تبدل ائين نہ ٿيدو آهي، جيئن سنڌيءَ لاءِ سمجهيو ويو آهي. فارسيءَ ۾ سنسڪرت ٻوليءَ جا لفظ ڪثرت سان آهن، انهيءَ ڪري ائين ڪو نہ چئبو تہ فارسي ’سنسڪرت‘ جي بگڙيل صورت آهي، يا اڙدوءَ ۾ عربي ۽ انگريزي ٻولين جا لفظ جججهي انداز ۾ آهن، انهيءَ ڪري اڙدو، عربيءَ يا انگريزي ٻولين جي بگڙيل صورت آهي. اهو مسئلو تڏهن حل ٿيندو جڏهن اسين تاريخ جي روشنيءَ ۾ مختلف نظرين کي جاچيون.

هيءَ ڳالهہ تہ بلڪل ظاهر آهي، تہ اڄ کان چار هزار ورهيہ اڳ ”آريا“ وچ ايشيا کان واديءَ- سنڌ ۾ پهتا. هڪ هزار سالن جي رهائش بعد، انهنجا ڪي قبيلا گنگا نديءَ ڏانهن وڌيا ۽ اتي مستقل رهائش اختيار ڪري ويٺا. هي اهو زمانو هو جنهن ۾ گنگانديءَ جي ڪپن تي رهندڙ آرين پنهنجي مذهبي شلوڪن کي وٽن جي پنن، کلن ۽ ڇوڏن تي قلمبند ڪرڻ شروع ڪيو. سڀ کان اول سنسڪرت زبان جو مرتب ڪتاب ”رگ ويد“ جي نالي سان مشهور آهي ۽ باقي ”ويد“ ان کان گهڻو عرصو پوءِ لکيا ويا. جنهن زماني ۾ ويد لکيا ويا ۽ جيستائين ويدن واري ٻولي ڳالهائي ۽ سمجهي ويندي هئي،

ان زماني کي ”ويدن وارو زمانو“ ۽ ويدن ۾ ڪم آيل ٻوليءَ کي ”ويدڪ ٻولي“ سڏيو وڃي ٿو. ويدڪ ٻوليءَ کان پوءِ ”سنسڪرت“ جو دور آيو. آسان يا صاف ڪيل ويدڪ ٻوليءَ کي ’سنسڪرت‘ چيو ويو.

’سنسڪرت‘ جا ٽي دور آهن. پهريون دور، ٻيو دور ۽ ٽيون دور. انهن ٽنهي دورن جي سنسڪرت زبان ۾ ايترو فرق آهي،جيترو وچولي جي سنڌيءَ ۽ ڪوهستانجي سنڌيءَ ۾. سنسڪرت جي دور کان پوءِ ’پالي‘ زبان جو اوج ۽ پڇاڙيءَ ۾ ’پراڪرت‘ ٻوليون آهن. ڏنو ويو ته سنسڪرت کان اڳ ۾ پڻ هڪ ٻولي ”ويدڪ ٻوليءَ“ نالي هندستان ۾ موجود آهي. تنهنڪري سنسڪرت کي ايڏي تقديس ۽ تعظيم ڏيڻ اجائي آهي. پر سنسڪرت زبان جو مشهور محقق پنڊت ”پاڻني“ ته اجا به اڳتي وک وڌائي ويو آهي.هو صاحب سنسڪرت لفظ جا ڌاتو يا بنياد ڳوليندي ڪيترن لفظن جا بنياد ڇڏي ٿو ڏئي ۽ چوي ٿو ته ”اهي لفظ خود ويدن ۾ ٻي ٻيءَ ڪنهن ٻوليءَ مان آيا آهن“۽ اها ٻولي سواءِ هتي جي قديم ٻوليءَ جي ٻي ٿي نٿي سگهي جا آرين جي آمد کان اڳ ۾ ئي هتي رائج هئي. جنهن جي شاهدي موهن جي دڙي يا هڙپا جي دڙي جا ڪتبا آهن. ياد رهي ته موهن جي دڙي مان ظاهر ٿيل تهذيب کان به هزار ورهيه پوءِ ”آريه“ واديءَ سنڌ ۾ داخل ٿيا آهن. سنڌي ٻوليءَ جي آرين جي آمد کان اڳ هجڻ بابت هڪ انگريزي محقق گورڊن چائلڊ، ثابت ڪيو آهي ته ”وادي سنڌ“ شروع کان ئي جغرافيائي، نسلي، لساني، تهذيبي ۽ ثقافتي اعتبار کان هڪ مستقل وحدت رهي آهي، ۽ واديءَ ـ سنڌ جي تهذيب عراق ۽ مصر جي تهذيب کان زياده ترقي يافته هئي، هن ئي واديءَ کي اهو شرف حاصل آهي جو هن دنيا جي پهرين ۽ قديم تهذيب کي جنم ڏنو آهي“. سر جان مارشل جي راءِ آهي ته ”موهن جي دڙي جي تهذيب، هڙپا کان دجله، فرات ۽ نيل تائين پکڙيل هئي مگر اهو فيصلو ڪرڻ دشوار آهي ته انهن مان ڪهڙي واديءَ جي تهذيب اڳ ۾ آهي ۽ ڪهڙي پوءِ. ليڪن ايترو واضح آهي ته سنڌ جي تهذيب کي اول هجڻ جو فخر ضرور حاصل آهي“. حاصل ڪلام ته اهڙيون هزارين شاهديون آهن جن مان ثابت ٿئي ٿو ته آرين جي آمد کان اڳ ۾ ئي سنڌ جي قديم تهذيب نقطه ء عروج تي هئي ۽ سندن ٻوليءَ، ثقافت ۽ تهذيب کي امتيازي خصوصيت حاصل هئي.اها به حقيقت آهي ته هر شيءِ

جي ابتدائي صورت، ڪجھ نہ ڪجھ هر وقت ۾ اخير زماني تائين، چاهي کهڙي بہ رنگ ۾ هجي، موجود نظر اچي ٿي، ۽ هر ’فن ۾ اثر‘ جو ڪو نہ ڪو مثال دنيا ۾ موجود ضرور آهي. يعني هن دنيا ۾ شايد اهڙي ڪا شيءَ نہ ملي، جنهن جي اصليت ۽ ارتقاء متعلق ڪو مواد نہ ملي سگهي. دنيا جي هر تهذيب ۽ هر ٻولي ڪي قدر پنهنجي اصلوڪي رنگ ڍنگ ۾ ڪجھ بدليل نموني ۾ اسان جي اڳيان موجود آهي.

ٻوليءَ متعلق موجود مواد مان في الحال ڪجھ مثال اسان جي آڏو آهن جي آهن: 1۔ سنڌي الف ب جا ست حرف ”ٻ، ڄ، ڃ، ڏ، ڳ، ڱ، ڻ“ 2۔ عيسوي يارهين صديءَ ۾ ”ڏنپال آچاريہ“ جي تصنيف ڪيل ’پايلڇي‘، لغات ۾ ديشي يا ديسي لفظ؛ 3۔ آرين ٻولين ۾ سنڌي ٻوليءَ جا لفظ. 1۔ سنڌي ٻوليءَ جا خاص ست حرف پالي، پراڪرت، سنسڪرت تہ بجاءِ خود، پر هندستان يا دنيا جي ڪنهن بہ زبان ۾ ملي نٿا سگهن، ۽ جملي زبانون اهي هلڪا مخارج ادا ڪرڻ کان قاصر ۽ عاجز آهن. پوءِ جڏهن تہ اهي بنيادي حيثيت رکندڙ ٻوليون خود ئي انهن اکرن اُچارڻ کان معذور آهن، تڏهن اهي پنهنجي ڪنهن ”شاخ“ کي ڪٿان اهڙا حرف ۽ لفظ ڏيئي سگهن ٿيون؟ البتہ سنسڪرت ۾ هڪ اکر ”ڻ“ جي جهلڪ ڏسجي ٿي، پر اُهو بہ ويچارو ٿئي دور جي سنسڪرت ۾ اچي اُچارجڻ کان پڙ ڪيڏي ٻيهي رهيو آهي. تنهن ڪري صرف قديم ”سنسڪرت“ ۽ ويدڪ ٻوليءَ، جي الف، ب جي زينت بڻيو بيٺو آهي. انهيءَ هڪڙي اکر جي آڌار تي ائين چوڻ تہ سنڌي سنسڪرت جي شاخ آهي، محض اٽڪلٽائي آهي. اهي ئي خاص ”سَتَ“ حرف آهن جن هر دور ۾ ٻوليءَ کي ٻين ٻولين جي حملن وقت محفوظ رکيو آهي.

عيسوي يارهين صديءَ ۾ پنڊت، ڏنپال آچاريہ، پنهنجي مشهور تصنيف ”پايلڇي“ يعني پراڪرت ٻوليءَ جي ڊڪشنريءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لفظن کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهايو آهي: پهريان، تَتُسَم يعني اهي لفظ جي هوبهو سنسڪرت جا قائم آهن، جهڙوڪ سوريہ، ابلا، گئو وغيره. ٻيا تد ڀُو= اهي لفظ جن جو بنياد آهي، سنسڪرت تي، پر شڪل اصل لفظن کان بدلجي ويئي اٿن، جهڙوڪ ٻَيل، چَندُ، ڊيگهہ وغيره. ٽيان آهن: ديسي يا ديشي لفظ يعني اهي لفظ جي آرين جي آمد کان اڳ ۾ ئي سنڌ ۾ چالو هئا، جهڙوڪ ماني،

پاٽي، پَٽُ، گهوڙو ڄڄ، گَهرُ وغيره. اهي ديشي لفظ جي روز مرهہ استعمال ۾ ايندڙ لفظ آهن. انهن جو تعداد ويهين صدي عيسويءَ ۾ بہ ”پادري شرٽ“ ساڍا ٽي هزار ٻڌائي ٿو. پر سنڌي ڊڪشنريءَ جي ترتيب ۽ تدوين جي سلسلي ۾ اسان وٽ اهو تعداد چوڏهن هزارن تائين پهچي چڪو آهي، جڏهن هزارها ورهين جي خرد برد بعد بہ هن وقت چوڏهن هزار لفظ موجود آهن. تڏهن آڳاٽي زماني ۾ گهٽ ۾ گهٽ، پنجاهہ هزار لفظن جو هجڻ عوامي زبان لاءِ زندهہ رهڻ لاءِ ڪافي ذخيرو آهي.

عيسوي سن کان هزار ورهيہ اڳ ايران جو بادشاهہ دارا سنڌ تي ڪاهي آيو هو. هو پنهنجي ”تزڪ“ ۾ لکي ٿو ”تہ سنڌ ۾ بہ ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون: هڪڙي ٻولي تہ البتہ اسان جي سمجهہ ۾ آئي ٿي، پر ٻي ٻولي اسان ڪا نہ سمجهي.“ دارا بادشاهہ ايراني هو. انهيءَ وقت، ۾ ايران ۾ قديم پهلوي يا زنداوستان جي زبان ڳالهائي ويندي هئي، سنسڪرت خود ايران کان آيل هئي، ٻنهي ٻولين جو پاڙ ۾ جگري ناتو هو. جنهن ڪري گمان غالب آهي تہ دارا بادشاهہ فقط ”سنسڪرت“ سمجهي سگهيو آهي ۽ قديم سنڌي زبان سمجهڻ کان قاصر رهيو هجي!

آرين ٻولين ۾ سنڌي ٻوليءَ جا لفظ:

هندستان جي جملي ٻولين ۾ سنڌيءَ جا الفاظ يا سنڌي لفظن سان مشابهت رکندڙ لفظ گهڻي پاڻي ملن ٿا، جيئن تہ انهن ٻولين جو سلسلو سنسڪرت سان آهي، تنهن ڪري يقينن انهيءَ بنيادي ٻوليءَ کان ورثي ۾ اهي لفظ مليا اٿن. ۽ سنسڪرت زبان آرين جي زبان آهي، تنهن ڪري آرين جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي.

آريہ واديءَ سنڌ ۾ روزگار جي تلاش ۾ آيا. واديء سنڌ جي رهاڪن هنن سان همدردي ڪئي ۽ کين ڌنارن ۽ هارين جي حيثيت سان رهڻ ڏنو. آريہ هلندي هلندي ٽولن جون ٽوليون ٿي وچ ايشيا کان ايندا رهيا ۽ آباد ٿيندا رهيا. هي ڪو حملہ آور لشڪر تہ هو ئي ڪونہ. جو وچ ايشيا کان هلي: بنا دم پٽڻ جي هماليہ جي چوٽين کي عبور ڪري دڙن ۽ وادين مان اوچتو ئي اوچتو نڪري طوفان خيز ۽ سيلاب انگيز ڪڪرن وانگر وادي سنڌ تي ڇانئجي ويو هجي ۽ حاڪم بڻجي ويهي رهيو هجي ۽ سنڌين يا دنيا جي ٻي

ڪنهن قوم لاءِ اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ اصلي باشندا جي هر حالت ۾ هنن کان تعداد ۾ وڌيڪ هئا. متمدن ۽ مهذب هئا. آلات حرب جا موجد ۽ ماهر هئا ۽ واديءِ سنڌ - جي لکها ميلن ايراضيءَ تي قابض بہ هئا، سي اڪچنپ ۾ نڪري سنڌ خالي ڪري ڏيئي، پاڻ ڇپٽيون وڃائيندا وڃي دکن هندستان ۾ گوشہ نشين ٿيا! پر سنڌ ۾ هي اهو زمانو هو جو سڄي دنيا جو مذهب عمومن بت پرستي هو. خود آريہ بہ تارن، پٿرن، نباتات،جمادات ۽ حيوانات جي پوڄا ڪندا هئا. انهيءَ ڪري ئي آرين ۽ سنڌ جي اصلي باشندن درميان ڪنهن مذهبي جنگ و جدل جو سبب ئي ڪو نہ هو. ٿوري ئي عرصي ۾ هي ماڻهو قديم سنڌين سان ملي جلي هڪ ٿي ويا.انهيءَ عرصي ۾ آرين کي هتي جي بہ نيون شيون ڏسڻ ۾ آيون هونديون، جن لاءِ وٽن لفظ هوندائي ڪونہ. اهڙي حالت ۾ هنن ڪمي پوري ڪرڻ لاءِ ملڪي يا ديشي زبان کان نالا اڌارا ورتا هوندا ۽ اهي لفظ بعد ۾ سنسڪرت يا ويدڪ ٻوليءَ ۾ اهڙيءَ طرح داخل ٿي ويا هوندا جو انهن کي جدا ڪرڻ نهايت مشڪل امر هوندو. ڪجهہ اهڙا لفظ پيش ڪجن ٿا جي آريا پاڻ سان يقينن نہ کڻي آيا هوندا پر هتي جي رائج زبان مان ورتا ويا آهن: مينهن= ميگهہ، گهوڙو= گهوٽڪ، ڪمند= گنبڪ، هاٿي= هستن، ڪانگ = ڪاڪ، ڪنيار= ڪنيار، ڄمون= جمبو، ڪنول = ڪمل وغيره - ۽ يقينن "ڻ" بہ ويدڪ ٻوليءَ واري دور جي ڪنهن "ملڪي ٻوليءَ" کان ئي ورتو ويو آهي. اهڙيءَ طرح سان سنڌي ٻولي، پالي، پراڪرت، هندي پنجابي ۽ ٻين ٻولين کي پنهنجي لفظن سان مالا مال پئي ڪيو آهي.

مٿيان منقول يا معقول دلائل واضح ڪن ٿا تہ اسان جي سنڌي ٻوليءَ جا مخصوص حرف، الفاظ ۽ محاورا، اسان وٽ انهيءَ عظيم ۽ قديم، تهذيب ۽ تمدن جي امانت آهن؛ جنهن جي گود ۾ هو ڄاوا، نپنا ۽ وڏا ٿيا، زماني جي هر دور ۾ انهيءَ شان شوڪت سان سربلند رهيا، جيئن اڄ آهن. ڪين نہ سامي ختم ڪري سگهيا، نہ منگول ۽ آريہ. اڄا تائين اسان کي انهن لفظن جي پس- پشت انهن جا ڳالهائيندڙ نظر اچن ٿا. انهن جا آواز اسان جي ڪنن ۾ وڄن ٿا، ۽ اسان کي عهد ماضيءَ جي تاريڪ پردن ۾ گهلي وڃن ٿا. مگر زمانو بدلبو رهندو، جيئن جيئن بني نوع انسان جا اعمال ۽ اطوار بدلجن ٿا. رهڻي ڪهڻي

جي طريقن ۾ جدت ۽ اختراع جو ڪارگر هٿ قطع بُريد ڪري ٿو تيئن تيئن انهن جو اقتصادي معاشرتي، سياسي ۽ مذهبي ماحول پڻ بدلجي ٿو انهيءَ سان گڏوگڏ زبان بہ هر روز بدلجي ٿي، نوان نوان پهلو اختيار ڪري ٿي، نين نين ايجادن ۽ نون نون نظرين لاءِ، نوان لفظ ٺاهيندي وڃي ٿي.اهڙا لفظ هزارن جي تعداد ۾ ذهن ۾ پيدا ٿين ٿا، وڌن ٿا، نشوونما حاصل ڪري ”اظهار خيال“ جي مصرف ۾ اچن ٿا.مگر اهي الفاظ صرف اها ئي زبان پيدا ڪري ٿي جا زندهہ زبان چوائڻ جي مستحق آهي، جنهن ڪي ماڻهو ڳالهائين، پڙهن ۽ تحرير ڪن ٿا، جا روزمرهہ جي ڳالهين سمجهڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ استعمال ٿئي، جا خيالات جي خط و خال جي اڻ لَکن فرقن ۾ امتياز رکڻ جو استعداد رکي ٿي.

سنڌي ٻولي پنهنجي فطري ۽ خصوصي صلاحيت سان ضرورت مطابق لفظن ٺاهڻ کان سواءِ جدا جدا ٻولين کان هر دور ۾ لفظ ڪسي پنهنجا ڪندي رهي ٿي.انهيءَ جو اهو ثبوت آهي جو اڄ بہ سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ لک الفاظ، محاورا، چوڻيون ۽ پهاڪا موجود آهن ۽ اسان جي ٻولي، ان ڏس ۾ جيئن پوءِ تيئن وڃي ٿي وڌندي ۽ ويجهندي..

(مهراڻ-4- 1962ع)

# ٻوليون، سنڌن سٽاءُ ۽ ڦهلاءُ

محمد ابراهيم جويو

سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ ”جي چلهہ تي، سي دل تي.“ انساني لاڳاپن ۾ هيءَ ڳالهہ تہ شايد عام طرح صحيح بہ هجي پر ٻيا ڪيترا معاملا آهن، جن ۾ ڳالهہ مرڳوئي ان جي ابتڙ معلوم ٿي ٿئي، جيڪي چيزون انسان ڪي بنهہ ويجهڙيون هونديون آهن، تن ڏانهن هن جو ڌيان اڪثر ڪو نہ ڇڪبو آهي؛ مثلاً: ”ساهہ کڻڻ“ آهي، ”هلڻ“ آهي- انهن ڏانهن عام طرح ڪنهن جو بہ خاص ڌيان ڪو نہ ٿو وڃي. ٻولي بہ اهڙين ئي ويجهڙين شين مان هڪ ويجهڙي ۾ هميشہ ساڻ رهندڙ آهي، ڪڏهن ڪڏهن سو ماڻهوءَ جو خيال ٻوليءَ ڏانهن ضرور ڇڪبو آهي، جڏهن ان جي ٻن هم- معنيَ جملن يا ترڪيبن- مثلا؛ ”رت ڳاڙهو آهي“ يا ”رت ڳاڙهي آهي“- منجهان هن کي سوچڻو پوندو آهي تہ کهڙي ترڪيب صحيح آهي ۽ کهڙي غلط آهي، پر اهڙين حالتن ۾ بہ هن جي اڪثر هڪ ئي روش رهندي آهي؛ يا تہ هو ٻوڙي وڃي اڳيان لکيل ۽ ڇپيل ڪتاب ڏسندو آهي يا وري هڪدم ڪنهن نہ ڪنهن لغت کي وڃي ڦولهيندو آهي. ڇاڪاڻ تہ ٻوليءَ جي سلسلي ۾ سندس اڪثر عقيدو هيءُ هوندو آهي تہ اڳين عالمن ۽ اديبن ٻوليءَ جي اهڙن مسئلن متعلق دائمي ۽ آخرين فيصلا ڏيئي ڇڏيا آهن. عام طرح تہ ڪتابن ۽ لغتن ڏانهن رجوع ٿيڻ جي بہ هو ڪا ضرورت محسوس ڪا نہ ڪندو آهي،ڇاڪاڻ تہ گرامر جا عام قاعدا ۽

اصول– ”فاعل“، ”مفعول“، ”عدد“ ، ”جنس“، ”زمان“ وغيره متعلق- هن جي سامهون هوندا ئي آهن، جن جي آڌار تي هو سمجهندو آهي تہ ٻوليءَ جي اهڙن مونجهارن کي هو آسانيءَ سان حل ڪري سگهي ٿو پر حقيقت ۾ اهڙن سڌن سنون ۽ ساڳئي وقت ڪُتل ويچارن دوران ٻوليءَ بابت ڪا بہ بنيادي تحقيقات ممڪن نٿي ٿي سگهي. شايد سئو يا ڏيڍ سئو سال مس ٿيا آهن جو ٻوليءَ بابت مطالعي ۽ فڪر جو اهو آسان ۽ ٻاراڻو انداز ڇڏي ڪري،

ڪن عالمن ۽ مفڪرن نج علمي ۽ تحقيقاتي بنيادن تي انهيءَ ڏس ۾ سوچڻ ۽ ويچارڻ شروع ڪيو آهي، ٻوليءَ جي صحيح ۽ ڪارائتي مطالعي جو لازمي شرط هيءُ آهي تہ نظرثاني ڪرڻ جي ضرورت کي هميشہ سامهون رکيو وڃي ۽ اهڙي طرح ان مسئلي جي ذري پرزي جانچ پڙتال خالص عقل جي روشنيءَ ۾ نوس حقيقتن جي بنياد تي ئي ڪئي وڃي.

قديم يونانين روزمره جي عام واقعن ۽ بنهہ رواجي ڳالهين تي هڪ عجيب ۽ بيخوف انداز ۾ اورچائيءَ سان سوچيو ۽ ويچاريو ۽ ساري دنيا عام طرح ۽ مغربي دنيا خاص طرح اڄ بہ انهن جي عظيم احسانن کي پيئي ڳائي ۽ انهن مان پنهنجي فڪر جا رستا روشن ڪري، پر اڄ انهن اوائلي يوناني مفڪرن جي ٻڌايل نتيجن تي جيڪڏهن ڪو بنهہ ڳنڍ ٻڌي ويهي رهي تہ هوند علمي نقطہ نگاهہ کان اهڙي ماڻهوءَ کي شايد ئي ”سڌريل انسان“ سڏي سگهبو. مثلاً: 5 صدي قبل مسيح جو يوناني فيلسوف، هيروڊوٽس، پنهنجي ڪتاب ”تاريخ“ (جلد 2، باب 2) ۾ مصر جي هڪ بادشاهہ، ساميٽيڪس جي ڳالهہ ٿو ٻڌائي تہ ان بادشاهہ کي هڪ ڀيري اچي خيال ٿيو تہ معلوم ڪجي تہ دنيا ۾ سڀ کان پراڻي ٻولي ڪهڙي هئي- سو ڇا ڪيائين جو ٻن نون ڄاول ٻارن کي هڪ ٻوڙي ۽ گونگي شخص جي سنڀال هيٺ، هڪڙي جهنگ ۾ ڇڏي ڏنائين، سندس خيال هو تہ ٻي ڪا بہ ٻولي، جو هي ٻار ڪنين نہ ٻڌندا، سو هو آخرڪار جيڪو پهريون لفظ وات مان ڪڍندا، سوئي لفظ انسان جي پهرينءَ ٻوليءَ جو پهريون لفظ هوندو. چنانچہ هنن ٻارن نيٺ هڪڙو لفظ وات مان ڪڍيو- ۽ اهو هو ”بيڪوس“، جيڪو فِرجينَ ٻوليءَ جو لفظ هو ۽ معنيٰ هيس ”ماني“، بس انهيءَ تجربي جي بنياد تي اعلان ڪيو ويو تہ ”فرجين“ ٻولي انسان جي پهرين ٻولي هئي، هيروڊوٽس جي نظر ۾ بہ اهو تجربو فيصلا ڪُن هو- ڇو تہ سندس خيال ۾ ماڻهوءَ جي گهر ”ماني“ ئي ٿي ٿي سگهي! پر افسوس، جو هيروڊوٽس هن تجربي کي بيان ڪندي ان جو هڪڙو تفصيل هيءُ بہ بيان ڪري ٿو تہ ان گونگي ٻوڙي شخص وٽ رڍن ۽ ٻڪرين جو ڌڻ بہ

ساڻ هو، رڊون ۽ ٻڪريون تہ ظاهر آهي تہ سواءِ ”ب ي ي، ب ي ي“ جي ٻيو ڪو آواز ڪو نہ ڄاڻن، تنهن ڪري انهيءَ سوچ پٽاندر تہ وڌيڪ صحيح ڳالهہ هيءَ ليکي سگهبي تہ دنيا ۾ پهرين ٻولي رڍن ۽ ٻڪرين ئي ڳالهائي!

افلاطون پنهنجي هڪ ڊايالاگ، بعنوان ”ڪرئٽيلسَ“ ۾ لفظن جي اصليت تي بحث ڪندي، هڪڙو سوال پيش ڪيو آهي: ڇا شين ۽ شين جي نالن وارن لفظن جو باهمي تعلق فطري آهي، يا اهو انسان جو هٿراڌو ناهيل ۽ روايتي تعلق آهي؟ بس اتان ئي ٻولي وگيان ۾ ”لاڳاپي“ ”Anology“ ۽ ”نياراڻي“ ”Anomaly“ جو اختلاف شروع ٿيو. ”لاڳاپي“ جا حامي چوڻ لڳا تہ ٻولي هڪ فطري (يعني قدرت طرفان عطا ڪيل) چيز آهي ۽ منطقي ۽ پيمائتي آهي- (يوناني هن عقيدي جا هئا تہ فطرت منطقي ۽ پيمائتي آهي، ۽ رڳو انسان غير منطقي ۽ اڻ پيمائتو آهي) ۽ ”نياراڻيءَ“ جا حامي، جن جو انهيءَ ڳالهہ سان اختلاف هو، پنهنجي طرفان ٻوليءَ جي بيهڪ ۽ ڍانچي ۾ بيقاعدگيون ۽ ڏنگايون ڦڏايون ڳوليندا ۽ ٻڌائيندا رهيا. ”لاڳاپي“ جي حامين جو خيال هو تہ لفظن جي شڪل ۽ بناوت مان سندن اصل ۽ حقيقي معنيٰ لهي سگهجي ٿي- ۽ ان مطالعي کي هنن علم اشتقاق (Etymology) سڏيو. ”اشتقاق“ جو لفظ اڄ بہ عام استعمال ۾ آهي- جيتوڻيڪ هاڻي ان جو مفهوم قدري مختلف ليکيو وڃي ٿو.

قديم يونانين، پنهنجي ٻوليءَ جو خوب مطالعو ڪيو، پر اهو سڄو مطالعو سندن هن نظريي تي ٻڌل هو تہ سندن ٻوليءَ جي ڍانچي ۾ انساني فڪر جا همہ گير اظهاري نمونا موجود هئا، چنانچہ هنن گرامر جا عام قاعدا ۽ اصول واضح ڪيا ۽ انهن کي علمي ويس ڏنو، پر ظاهر آهي تہ اهي قاعدا فقط هڪڙيءَ ٻوليءَ تائين ئي محدود هئا. ٻيءَ صدي ق. م ۾ ڊيونيسس ٿرئڪس ۽ ٻي صدي بعد مسيح ۾ اپالونيس ڊسيونيس انهيءَ ئي فلسفانہ تعميمي پيرايي ۾ پنهنجا پنهنجا گرامر پيش ڪيا. ٻوليءَ جي جزئياتي مطالعي طور، هومر جي ”اليڊ“ ۽ آڊيسي“ ڪتابن جي هڪ ٻئي يوناني عالم، ”آرسٽارڪس“ (216_144 ق. م)،

تفصيلي ڇنڊڇاڻ ڪئي، سا پڻ پنهنجي وقت جي نهايت قابل قدر ڪوشش هئي. بهرحال هنن يوناني عالمن جيڪي ٻولي وگيان جي ميدان ۾ هڪ پاساوان ۽ مخصوص نتيجا پيش ڪيا، سي ارڙهين صديءَ تائين بحال ۽ قابل قبول رهيا. ان ڪانپوءِ عالمن، انهن خيالن کي ڇڏڻ شروع ڪيو ۽ اهو عام ويساهه ته ٻولي سنئين سڌي ۽ جيئن آهي تيئن خدا جي عطا ڪيل ذات آهي، ان جي بدران ٻوليءَ جي ابتدا متعلق نئين قسم جي سوچ ويچار ۽ تحقيق شروع ٿي ۽ هلندي هلندي، ان بابت هيٺيان نظريا پيش ڪيا ويا:

(1) ماڻهن جيڪي پنهنجي چوڌاري عام آواز ۽ شور ٻڌا تن جي نقل ڪرڻ جي هنن ڪوشش ڪئي ۽ ائين ٻولي شروع ٿي، هن کي ”هوهو“ يا ”وو وو“ (the bow vow) جو نظريو سڏين ٿا.

(2) ماڻهن پنهنجي ماحول ۾ جڏهن ڪي خاص ۽ ڏنگائتا آواز ٻڌا، تڏهن اهڙا آواز ازخود ڪڍڻ شروع ڪيائون ۽ ائين ٻولي شروع ٿي، هن کي ”ٽڻ ٽڻ“ (گهنڊ جي) يا ”ڊم ڊم“ (the ding dong) جو نظريو سڏيو ويو.

(3) ماڻهن پنهنجي اندروني اُڌمن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ خودبخود آواز – ڪاوڙ جا، عجب جا، خوشيءَ جا، ڊپ جا وغيره - ڪڍڻ شروع ڪيا ۽ ائين ٻولي شروع ٿي، هن کي ”آهه آهه“ يا ”واهه واهه“ (the pooh pooh) جو نظريو سڏيو ويو.

ٻئي پاسي يوناني عالمن جي ”علم اشتقاق“ بابت جڳ مشهور فرينچ فيلسوف، والٽيئر (1694 - 1778ع)، انهيءَ حد تائين چٽي ڏنو ته ”اشتقاق، هڪ اهڙو علم آهي، جنهن ۾ حروف علت جي ڪا اهميت ڪانهي ۽ حروف صحيح به ڪنهن خاص شمار ۾ ڪو نه ٿا رهن!“

انهيءَ وچ ۾، رومن لوڪن پنهنجي لئٽن جا پڻ گرامر مرتب ڪيا، پر انهن کي يوناني ٻوليءَ جي ئي گرامر جي سانچي ۾ نهڪائي پيش ڪيائون. چوٿين صديءَ ۾ ”ڊونيٽس“ نالي، ۽ ڇهين صديءَ ۾ پريسبان نالي، لئٽن ٻوليءَ جا ٻه گرامر نويس پيدا ٿيا، جن جا گرامر سڄي وچولي زماني ۾ حرف آخر طور شمار ٿيندا ۽ استعمال ٿيندا رهيا. انهيءَ سڄي دور ۾ جڏهن لئٽن ٻولي

ڳالهائجڻ جي حيثيت ۾ بدلجي سدلجي رومانس (1)[1] (Romance) يعني ڏيهي يوروپي ٻولين، جهڙوڪ: رومينين، فرينچ، اٽالين وغيره جا روپ وٺي رهي هئي، ٻوليءَ جي تحريري صورت اها ئي ڪلاسيڪي لئٽن واري اختيار ٿيندي رهي. يورپ جي اڪثر ملڪن ۾ ، انهيءَ زماني جا عالم رڳو ڪلاسيڪي لئٽن جي ئي مطالعي ۾ مشغول رهيا. هن صورتحال جا نشان اڄ ڏينهن تائين مغرب جي اڪثر يونيورسٽين ۾ موجود ڏسجن ٿا، جن جي نصاب ۾ ڪلاسيڪي لئٽن هڪ مضمون طور اڄ بہ موجود آهي. وچولي زماني جي عالمن لئٽن گرامر جا ڪي نوان اصول، مثلاً اسم ۽ صفت جو فرق وغيره ڳولي ڪڍيو پر جيڪا تحقيق ۽ جيڪو مطالعو ڪلاسيڪي لئٽن ٻوليءَ جو اڳيان گرامر نويس پيش ڪري چڪا هئا، تنهن جي مثال کي هو پوءِ بہ پهچي ڪو نہ سگهيا- جاڪاڻ تہ سندن زماني ۾ ٻولي، ڳالهائجڻ جي حيثيت ۾، پنهنجو روپ ڪافي بدلائي چڪي هئي ۽ هو ڪلاسيڪي لئٽن جي بيهڪ ۽ بناوت کي ئي انساني ڪلام جو عين منطقي ۽ مثالي ماڻ ڪري شمار ڪندا رهيا. هنن عالمن جي پيرويءَ ۾ ڪيترن نسبتاً جديد زماني جي عالمن پڻ گرامر جا ڪتاب لکيا، جن ۾ هنن پنهنجي پنهنجي پسند ۽ واسطي پٽاندر، لئٽن توڙي ٻين ٻولين جي بناوت کي منطق جي عالمي اصولن جو سيپ ڪان وڌيڪ مشهور (GRAMMAIRE GENERALE ET RAISONNIEE) نالي هڪ ڪتاب آهي، جو فرانس جي پورٽ رايل شهر جي هڪ خانقاهہ ۾ سن 1660ع ۾ لکيو ويو. ٻولين بابت هن قسم جو محض فلسفيانہ طرز خيال اڻويهين صديءَ تائين قائم رهيو. 1801ع، ۾ گاڏفريڊ هرمن نالي هڪ جرمن عالم ساڳئي قسم جو هڪ گرامر جو ڪتاب (1) تيار ڪيو، جنهن ۾ هن رڳو هيءَ ڳالهہ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي

(1) لفظ ''رومان''، ''رومانوي ادب'' پهريائين هر انهيءَ پيشڪش لاءِ استعمال ٿيو، جيڪا لئٽن ٻوليءَ بدران انهن رومانس (يعني ڏيهي) ٻولين ۾ لکي ويندي هئي.

(1) (De Emmendanda Ratione Graecae Grammaticae(1801) )

تہ دنيا ۾ جيڪڏهن ڪا عالمانہ ٻولي موجود هئي، تہ اها فقط لئٽن ٻولي ئي هئي.

مطلب تہ وچولي دور جي مغربي عالمن لاءِ ڏيان لائق ڪا ٻولي يا زبان فقط لکيل ڪلاسيڪي لئٽن ٻولي هئي، ٻيءَ ڪنهن ٻوليءَ ۾ سندن دلچسپيءَ يا ان جي مطالعي جو علمي دنيا ۾ خاص ڪو نشان ڪو نہ ٿو ملي، جڏهن يورپ ۾ سجاڳيءَ (Renaissance) جو دور آيو تڏهن البت يوناني ٻوليءَ جو وري ڪجهہ قدر چرچو شروع ٿيو ۽ لڙاين سبب عربي ۽ هيبريو ٻولين پڻ عالمن جي مطالعي هيٺ اچڻ شروع ٿيون، ساڳئي وقت، هيءُ زمانو عام تلاش ۽ کوجنا جو زمانو هو. ڪيترائي ڏورانهين ملڪن تان موٽندڙ مسافر ڪنهن قدر اُتان جون ٻوليون سکي واپس پنهنجن پنهنجن ملڪن ڏانهن موٽندا ٿي رهيا ۽ پڻ عيسائي پادرين هٿان مذهبي ڪتابن جا والاريل ملڪن جي ٻولين ۾ ترجما ٿيڻ شروع ٿيا. انهن ٻولين جي گرامرن ۽ لغتن ناهڻ جون پڻ ڪنهن حد تائين ڪوششون ٿيڻ شروع ٿيون، اسپين جي پادرين 1500ع کان پنهنجي تبليغ جي ڪم سان گڏوگڏ ڪيترين اصلوڪين (آمريڪي) ٻولين ۽ فلپائين جي ٻولين تي ڪافي ڪتاب لکيا پر پادرين جي انهن ڪتابن کي ٻولي وگيان جي دائري ۾ اڄ ڪا خاص اهميت ڪانہ ٿي ڏني وڃي. هڪ تہ هنن پادري عالمن کي ڌارين ٻولين جي آوازن سڃاڻڻ جي ڪا خاص تربيت حاصل ڪانہ هئي، تنهن ڪري هو انهن ٻولين کي صحيح صورت ۾ قلمبند ڪري ڪين سگهيا ۽ ٻيو تہ تڏهوڪي دستور موجب هو پڻ مختلف ٻولين جي گرامرن کي لئٽن ٻوليءَ جي گرامر جي سانچي ۾ ئي پلٽائڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا، جنهن ڪري محنت جي زبان سان گڏ انهن ٻولين متعلق ڪيتري وقتائتي معلومات پڻ جديد ٻولي وگيان کان گويا هميشہ لاءِ گم ٿي ويئي.

دنيا ۾ وڻج واپار جي واڌاري ۽ ملڪان ملڪ ماڻهن جي اچ وڃ سبب بهرحال ڪيترين ئي جاتل سڃاتل ٻولين جا گرامر ۽ لغتون ٺهڻ شروع ٿيون. ارڙهينءَ صديءَ جي آخر ڌاري ٻولي وگيان جي ترقيءَ جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو تہ روس جي مهاراڻي ڪئٿرين جي چوڻ تي يورپ ۽ ايشيا جي 200

ٻولين جي هڪ تقابلي شبد مالها (1 ) تيار ٿي، جنهن ۾ 285 لفظ گڏ ڪيا هئا، هن ڪتاب جو ٻيو ايڊيشن 1791ع ۾ شايع ٿيو جنهن ۾ وڌيڪ 80 ٻوليون، جن ۾ ڪي "آفريڪي" ۽ "آمريڪي" ٻوليون بہ هيون، شامل ڪيون ويون. هن "تقابلي شبد مالها" جي ترتيب ڪجهہ هن ريت هئي.

| انگريزي | ڊچ | جرمن | ڊئنش | سئڊش |
|---|---|---|---|---|
| مَئن(Man) | مان | مان | مانق | مان |
| هَئنڊ(Hang) | هانت | هانت | هانق | هاند |
| فُٽ(Foot) | وَٽ | فُس | فوقز | فوت |
| فنگر(Finger) | وِنگر | وِنگر | فينگقر | فنگر |
| هائوس(House) | هوئيس | هائوس | هُقس | هوس |

ٻئي طرف ڪن عالمن پنهنجين ٻولين جي آڳاٽين لکيتن ڏانهن ڌيان ڏنو. هن ڏس ۾ انگريزي ٻوليءَ ۽ ٻين قريبي ٻولين مثلاً: فِرسينَ، ڊچ، جرمن، اسڪئنڊينيوين ۽ گوٿوڪ وغيره جي مطالعي تي فرئنسسڪس جونس (1589_1677ع) نالي هڪ ٻولي وگيانيءَ وڏي محنت صرف ڪئي. جارج هائيڪس (1642_1715ع) نالي ٻئي هڪ عالم گوٿڪ ۽ ائنگلوسئڪسن ٻولين جو هڪ گرامر (2) تيار ڪيو ۽ پڻ انگريزيءَ ۽ ٻين قريبي ٻولين جي قديم صورتن متعلق هڪ متفرقہ معلومات جو ذخيرو (3) شايع ڪيو.

ارڙهين صديءَ جي هنن عالمن جي ٻولين بابت معلومات مجموعي طور هيئن بيان ڪري سگهجي ٿي: (1) ٻوليءَ جون گرامري خصوصيتون عام طرح، هنن رڳو فيلسوفي انداز جي تعميمي صورت ۾ بيان ٿي ڪيون ۽ ٻولين جي پنهنجي پنهنجي الڳ بناوت ڏانهن هنن ڪو خاص ڌيان ڪو نہ ٿي ڏنو. بلڪ اهڙن فرقن ۽ تفاوتن کي هنن لئٽن ٻوليءَ جي گرامر جي سانچي ۾ پِچائي، مرڳو ئي لَتي ٿي ڇڏيو. (2) ٻوليءَ جي آوازي صورت تي ويچار ڪرڻ بدران، ان کي رڳو لکيل الف-بي جي نشانين سان ئي لاڳاپيل سمجهيو ٿي ويو. (3) چاڪاڻ تہ هو اها ڳالهہ محسوس ڪو نہ ٿي ڪري سگهيا تہ

(1) Linguarium Folisorbis Vocabularia Oomparativa-St: Petersburg. 1786-89-edited by P.S.pallos
(2) Institutiones Garmmaticae Anglo Saxonicae et Mesogothicae-Oxford,1689.
(3) Linguarum Thesaurus-Oxford,1705.

ڪلاسيڪي لئٽن ٻوليءَ جي استعمال محض هڪ مصنوعي ۽ خالص علمي مشق جي حيثيت کي وڃي رسيو هو تنهن ڪري هو هن ڳالهہ کي چنبڙيا رهيا تہ ٻولي فقط پڙهيل ۽ باخبر ماڻهن جي خاص استعمال سبب ئي محفوظ رهي ٿي سگهي ۽ رڳو انهيءَ عقيدي ماتحت، هي گرامر جا عالم پنهنجي مرضيءَ موجب ٻولين جا عجيب غريب قاعدا مرتب ڪندا رهيا. جن جو بنياد سندن خيالن ۾ منطق تي ٻڌل هو جنهن ۾ اختلاف جي ڪا گنجائش ڪانہ هئي. هنڻن اٽپورن ۽ غلط خيالن سبب هي عالم گهربل حقيقتن ۽ ٺوس مواد جي موجود هوندي۔ مثلاً: قديم ٻولين جون لکيتون، جهنگلي قبيلن جي اڻ اپياشائون ۽ سڀ ڪان وڏيڪ، ساڳئيءَ ٻوليءَ مثلاً: لئٽن، جديد رومانس ٻولين، ائنگلوسئڪسن ۽ جديد جرمئنڪ ٻولين جي تدريجي اوسر بابت شهادتون وغيره — انهن سمورين حقيقتن ۽ ان سڄي مواد کي استعمال ڪرڻ کان هو قاصر رهيا. جيتوڻيڪ سندن علم ۾ هيءَ ڳالهہ هئي تہ ڪن ٻولين جي هڪٻئي سان مشابهت آهي، تنهن هوندي بہ انهن مشابهتن جي مطالعي کان هو حذر ڪندا رهيا، ڇاڪاڻ تہ سندن نظريي موجب اُهي مشابهتون محض اتفاقي بگاڙي جو نتيجو هيون ۽ بس. سندن ذهن ۾ جو هيءُ خيال ويٺل هو تہ لئٽن ٻوليءَ ۾ ڪا ڦير گهير ڪانہ آئي هئي ۽ اها جيئن اصل هئي، تيئن ئي وٽن موجود هئي، تنهن ڪري هو ائين سمجهڻ لڳا تہ ٻيون آسپاس جون ٻوليون ئي، اتفاقي بگاڙي سبب، هڪٻئي منجهان ڦٽي نڪتيون هيون. منجهانئن گهٽن هيبريو (عبراني) کي منڍ جي ٻوليءَ جو درجو ڏنو ٿي، پر ڪن جي راءِ اُن کان الڳ هئي. ائنٽورپ جي رهواسي، گوروپيس بيڪانس، جو پاڻ ڊچ هو، پنهنجي وطني حب جو مظاهرو ڪندي، هي ظاهر ڪيو تہ لئٽن ڪانسواءِ، يورپ جون ٻيون سڀ ٻوليون ڊچ ٻوليءَ منجهان نڪتل هيون.

تقريباً انهيءَ زماني ۾ يعني ارڙهين صديءَ جي آخر ڌاري يوروپي عالمن کي پاڻنيءَ جي گرامر جي سُڌ پيئي، سنسڪرت جي گرامر جو هيءُ ڪتاب ڪنهن مخصوص مفروضي بدران، حقيقتن ۽ مشاهدي جي روشنيءَ ۾ مرتب ٿيل هو ۽ ان جي وسيلي يوروپي عالمن جي سامهون ٻولين جي تقابلي مطالعي جا امڪان پڌرا ٿيا. پاڻنيءَ جي گرامر ٻولي جي ڇيد جو اصول سيکاريو، جنهن موجب ٻولين جي ترڪيبي جزن جي پيٽڻ سان سندن هڪجهڙايون، جيڪي هوندئن لڪل ۽ ڍڪيل رهن ٿيون، سي پوري پروسي سان ليجي سگهيون ٿي. سڀ کان اول ٻولي وگيان جي ماهر، وليم جونس (1716_1794ع)، هي وضاحت پيش ڪئي تہ لئٽن، سنسڪرت، انگريزي، فارسي وغيره ڪنهن هڪ ئي قبل از تاريخي ٻوليءَ جون الڳ الڳ صورتون هيون. سندس چوڻ موجب سنسڪرت، يوناني ۽ لئٽن ۾ ايتري تہ ويجهي مشابهت آهي، جو اها محض ڪنهن اتفاق جو نتيجو ٿي نٿي سگهي، بلڪ ان مان اهو انومان ڪڍي سگهجي ٿو تہ اهي ٽيئي ٻوليون، ڪنهن هڪڙيءَ مڊ واريءَ ٻوليءَ منجهان ڦٽيون آهن، جيڪا شايد اڄ ڪٿي موجود ڪانهي ۽ گوٿڪ (جرمئنڪ) ۽ ڪليٽڪ ٻوليون بہ شايد ان ساڳيءَ ئي مڊ واريءَ ٻوليءَ مان نڪتل آهن.(1) . وليم جونس جي انهيءَ بيان کانپوءِ يوروپي ٻوليءَ وگيانن جيڪو هن_يوروپي ٻولين جي تقابلي مطالعو ڪيو آهي، سو واقعي هڪ نهايت ڦلدائڪ ڪوشش ثابت ٿي آهي، وليم جونس جو هي چوڻ تہ جرمئنڪ ٻولين جو لئٽن، يوناني وغيره ٻولين سان تعلق آهي، سچو ثابت ٿي چڪو آهي ۽ ساڳيءَ طرح سندس اهو اندازو ڪليٽڪ ٻولين (آئرش، ويلش، ڪارنش وغيره ) بابت پڻ صحيح ثابت ٿي چڪو آهي، فارسي، الباني، هِٽي ۽ پڻ ڪيتريون مشرقي ٻوليون، جن جون بنهہ مختصر لکيتون ئي موجود هيون، سي پڻ هند_يوروپي سٽ منجهان ثابت ٿي چڪيون آهن.

---

(1)”Asiatic Researches>-   Calcutta,1788(1:422)

جيڪڏهن ڪا ٻولي ڪنهن وڏيءَ ايراضي ۾ يا لڏپلاڻ سبب، گهڻين الڳ الڳ ايراضين ۾ ڳالهائي وڃي ٿي تہ ان ٻوليءَ ۾ جدا جدا هنڌن تي جدا جدا انداز ۽ نموني سان ڦير گهير واقع ٿيندي، ان ڦير گهير جو نتيجو هيءُ نڪرندو تہ مختلف مگر لاڳاپيل ٻوليون وجود ۾ اينديون. مثلاً: اٽالين، فرينچ، پورچوگيز، رومينين، ڪئٽالين، اسپئنش ۽ ٻيون رومانس ٻوليون، جن کي هڪ ئي سٽ يا گروهہ جون ٻوليون سڏي سگهبو ساڳيءَ ريت ٻين لاڳاپيل ٻولين جي ٽولن ڪان پڻ، مثلاً: هند-پاڪستاني، سِلاو ۽ ٻين اهڙين ٻولين جي ٽولن کي، جن ۾ پڻ ساڳئي قسم جون هڪجهڙايون موجود ڏسبيون، ساڳئي ئي طريقي سان پيدا ٿيل سڏي سگهبو هيءُ هڪ خالص تاريخي اتفاق آهي جو اسان وٽ ٻوليءَ جو اوائلي تحريري رڪارڊ موجود ڪو نہ آهي، هنن اصلوڪين اڻ لکيل ۽ هن وقت غير موجود ٻولين کي ٻولي وگيان ۾ پروٽوسلاوڪ، پروٽوجرمئنڪ، پروٽوِانڊڪ وغيره نالا ڏنا ويا آهن، ان ڪانپوءِ جڏهن ٻولين جي هنن ٽولن جي وچ ۾، اهڙيون ڪي هڪجهڙايون ڏسجن ٿيون، جيڪي محض ڪنهن اتفاق جو نتيجو نٿيون ٿي سگهن، تڏهن اسان انهن کي هڪ ئي مُک سٽ (هند-يوروپي) جون ٻوليون شمار ڪري ٿا سگهون ۽ وليم جونس جي چوڻ موجب اها پختي راءِ قائم ڪري سگهون ٿا تہ اهي سڀئي ٻوليون ڪنهن هڪ ئي قبل از تاريخي ٻوليءَ منجهان اُسريل آهن، جنهن هڪڙيءَ بنهہ شروعاتي ٻوليءَ کي ٻولي وگيان ۾ اڄ "پروٽو-هند-يوروپي ٻولي" سڏيو وڃي ٿو.

هند- يوروپي ٻولين جي سلسليوار ڀيٽ جي شروعات سنسڪرت، يوناني، لئٽن، فارسي ۽ جرمئنڪ ٻولين جي فعلي گردانن جي ڀيٽ سان ٿي، ۽ جرمن عالم، فرئنز باپ، سن 1816ع ۾ هڪ ڪتاب(1) شايع ڪيو جو ان سلسلي جو هڪ بنيادي ڪتاب ليکيو وڃي ٿو. 1819ع ۾ هڪ ٻئي جرمن

(1) Franz Bopp:"Uber Das Konjugations Systeme Der Sanskritsproche",1816-Franfurt an main

عالم، جيڪب گرم، پنهنجي ڪتاب Grammatic Deutsch جو پهريون جلد ۽ ٽي سال پوءِ 1822ع ۾ ان جو ٻيو جلد پڌرو ڪيو جن ۾ هن جرمئنڪ ۽ ٻين هند –يوروپي ٻولين جي وچ ۾ صحيح حرفن جي آوازي مشابهت تي هڪ تفصيلي بيان پيش ڪيو جنهن ۾ جيتوڻيڪ بنيادي طرح ٻولين جي تاريخ جو ئي ورنن ڪيو ويو هو پر ان آوازي مشابهت يا هم آهنگيءَ جي ٻيءَ طرح بہ هڪ وڏي اهميت هئي. ان مان هيءَ ڳالهہ ثابت ٿي، تہ جيئن انساني عمل جي ٻين دائرن ۾ تيئن ٻولين جي طويل اوسر ۾، آوازن جو پيدا ٿيڻ ۽ ان ۾ ڦير گهير جو واقع ٿيڻ پڻ هڪ قسم جي باقاعدگيءَ ۽ ترتيب سان عمل ۾ اچي ٿو.

سن 1833ع ۾ مٿي ذڪر ڪيل جرمن عالمن، فرئنزباپ هند-يوروپي ٻولين جي تقابلي گرامر جو هڪ تفصيلي ڪتاب (2) پيش ڪيو جيڪو ٻوليءَ وگيان ۾ وڏيءَ اهميت جو ڪتاب شمار ٿئي ٿو. انهيءَ سال ساڳيءَ ئي اهميت وارو هڪ ٻيو ڪتاب(3) پڻ هند-جرمئنڪ ٻولين متعلق علم "اشتقاق" جي موضوع تي شايع ٿيو جنهن جي اشاعت سان ٻولي وگيان ۾ لفظ "اشتقاق" جي آخرڪار هڪ صاف ۽ واضح معنيَ مقرر ٿي. يوناني عالمن وٽ هن لفظ جو مطلب هيءُ هوندو هو تہ لفظن جي صورت ۾ متعلقہ شين سان سندن نسبت جو مطالعو ڪيو وڃي، پر هاڻي ان جي معنيٰ هيءَ مقرر ٿي تہ ڪنهن لفظ جي تاريخ جو اهڙيءَ ريت مطالعو ڪيو وڃي، جو ٻوليءَ ۾ ان جون پراڻيون صورتون ۽ ٻين لاڳاپيل ٻولين ۾ ان جون اُهي صورتون جيڪي سندس اصل صورت جا ڏار ڏار روپ يا نمونا آهن، اهي ظاهر ٿي سگهن. انهيءَ لحاظ کان انگريزي لفظ مدر (ماءُ = Mother) جو اشتقاق نائين صديءَ جي پراڻي انگريزي لفظ مُدور آهي، جيڪو پراڻيءَ نارس ٻوليءَ جي لفظ مُزير، پراڻي فِرسين جي مُدير، پراڻيءَ سئڪسن جي مُدار، پراڻيءَ جرمن جو مُوئوتير (جيڪو نڪتل آهي پروٽو جرمن جو مُدير

---

(2) "Vergelenchende Grammatik des Sanskrit, Zend, Greichischen. Lateinische, Littonischen, Gottischen und Deutschen Sprochen."
(3)H.F.pott."Eymologische der Indo –Germanischen"

مان) سان لاڳاپيل آهي. هن لفظ جون اهي جرمئنڪ صورتون وري سنسڪرت جي لفظ ماتا، اويستا (پراڻي پارسيءَ) جي ماتا، پراڻيءَ آرمينين جي ميييَر، قديم يونانيءَ جي مِيِيتير، آلبانيءَ جي موتر (هتي لفظ جي هن صورت جي معنيٰ آهي ”ڀيڻ“. جنهن سان ڏسي سگهجي ٿو تہ ڪيئن هڪ قديم اصل وارو لفظن معنيٰ ۾ ڦري ٿو)، لئٽن جي ماتير، پراڻيءَ آئرش جي ماٿر، پراڻيءَ سلاوڪ جي ماتي، لٿونين جي موتي، (هتي هن جي معنيٰ آهي ”زال“ - جيڪو البانيءَ ۾ معنيٰ جو ڦيرو ڏنوسون، هي ان جو ٻيو مثال آهي)، سان لاڳاپيل آهن. هن لفظ جون اهي مڙيئي صورتون هڪ ئي منڍ واريءَ يعني پروٽو هند-يوروپي جي گهڙيل يا فرض ڪري ورتل لفظ ”ماتير“ مان نڪتل شمار ڪيون وڃن ٿيون. ياد رکڻ گهرجي تہ مثال طور ڪنيل هن لفظ جون اصلوڪيون صورتون ڪا هروڀرو پراڻي يا وڏيڪ صاف معنيٰ اسان کي ڪانہ ٿيون ڏسين.

هڪ ڳالهہ تہ صاف آهي تہ ڪي ٻوليون هڪٻئي سان ايتريقدر تہ مشابهت رکن ٿيون، جو ان کي محض جيڪي رڳو اتفاق جو نتيجو سڏي نٿو سگهجي. هنن مان ڪي مشابهتون تہ واقعي اهڙيون آهن، جيڪي رڳو ٻوليءَ جي عام خصوصيتن سبب ئي ائين ڏسجن ٿيون. مثلاً آواز، پد، لفظ، جملا وغيره — اهي تہ هر ڪنهن ٻوليءَ ۾ موجود آهن، ۽ اهي خصوصيتون هر ٻوليءَ جي عمارت لاءِ گويا سرن ۽ گاري جو ڪم ڏين ٿيون. ٻيون بہ اهڙيون خصوصيتون، مثلاً اسم-نما لفظ ۽ فعل-نما لفظ، جيتوڻيڪ سڀني ٻولين ۾ مشترڪ نہ آهن پر اهي ايتريقدر تہ اڪثر ٻولين ۾ موجود آهن، جو ان سبب انهن ٻولين ۾ ڪنهن نہ ڪنهن لاڳاپي جو انومان ضرور ٿئي ٿو. ساڳئي وقت ڪي مشابهتون تہ ٻولين ۾ اهڙيون پڻ آهن، جي واقعي صرف اتفاق جو نتيجو آهن. مثلاً جديد يوناني ٻوليءَ ۾ لفظ ”ماٽي“ (=اک) ذري گهٽ ملايائي ٻوليءَ جي لفظ ”ماٽا“ جهڙو آهي، جنهن جي معنيٰ پڻ اک آهي، بهرحال هنن ٻنهي ٻولين جي اوسر جي جيڪا ڄاڻ موجود آهي، تنهن مان چئي سگهون ٿا تہ

منجهن اها مشابهت محض اتفاقي آهي، ملايائي ٻوليءَ ۾ لفظ ”ماٽا“ ان جي قديم ترين مثالن ۾ پڻ جيئن جو تيئن موجود آهي پر جديد يونانيءَ جو لفظ ”ماٽي“ نڪتل آهي قديم يونانيءَ جي لفظ ”اَمر ماٽيون“ مان، جيڪو نڪتل آهي سندس اصل ”امما (اک) منجهان، ساڳيءَ طرح ٻيون اهڙيون مشابهتون پڻ آهن، جيڪي ثابت ٿيل آهن تہ اڌاري طور ورتل آهن. مثلاً سنڌيءَ جو لفظ ”ڪتلي“ انگريزيءَ جي ”ڪيٽل“ مان، يا انگريزي لفظ پيچ (Peach) فرينچ جي ”پيش“ مان جيڪو هڪ پراڻيءَ فرينچ جي لفظ ”پيسڪا“ مان، جيڪو لئٽن جي ”پيرسڪا“ مان جيڪو پراڻيءَ ليئٽن جي ”پَرسڪا“ مان، جيڪو وري پراڻيءَ لئٽن جي اصطلاح جي ”پَرِسڪا فروٽا“ (Perseka Fruta) مان ورتل آهي، جنهن جي معنيَ آهي ”ايراني ميوو“، ههڙا لفظ يا انهيءَ قسم جا ٻيا خاصا ٻين ٻولين کان اڌارا ورتا ويندا آهن تہ جيئن ڪنهن سياسي ۾ نون عنصرن جي داخلا سبب ٻوليءَ جون پيدا ٿيل ضرورتون پوريون ٿي سگهن. انهيءَ قسم جي اڌارن کي ٻوليءَ جي سهل پسندي سڏي سگهجي ٿي، ڇاڪاڻ تہ جڏهن ڪو سياسي عنصر اڌارو ٿو ونجي، تڏهن ان جو نالو بہ اُن سان گڏ ڪٽي ٿو ونجي، البت اهڙين سياسي ضرورتن پوري ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ٻولي خالص پنهنجا لفظ گهڙي ٿي، جنهن جو مشهور مثال آمريڪا جي ريڊ انڊين قبيلن ۾ ملي ٿو جن جڏهن ريل جي انجڻ ڏٺي، تڏهن ان کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ سڏيائون ”لوهائون گهوڙو“. سنڌيءَ ۾ پڻ ان جا مثال ملن ٿا، جيئن تہ ”آگ گاڏي“ وغيره.

جڏهن ائين ٿو چئجي تہ ٻولين ۾ مشابهت يا هڪجهڙائي سندن لاڳاپي يا سنبنڌ سبب آهي، تڏهن ان جو مطلب هيءُ ٿئي ٿو تہ اهي ٻوليون ڪنهن هڪڙيءَ آڳاٽي ٻوليءَ جون پوءِ پيدا ٿيل صورتون آهن. مثلاً اڄوڪي بنگالي ۽ اڄوڪي سنڌي ڪنهن هڪڙيءَ آڳاٽيءَ ٻوليءَ مان نڪتل چئي سگهجن ٿيون، پراڻي زماني ۾ ڪنهن بہ خاص وقت جي نقطي تي آڱر رکي، ائين نٿو چئي سگهجي تہ اڄهو هتان اها نسبتا اصلوڪي ٻولي هنن ٻن يا

چئن نين ٻولين جي صورت ۾ ورهائجي ويئي، يا اجهو هن وقت کان اڄوڪي سنڌي ٻولي وجود ۾ آئي يا اجهو هتان اڄوڪي بنگالي ٻولي شروع ٿي، مجموعي طور ٻوليءَ جي منڍ ۽ قبل از تاريخي دور کي هٿ ڪرڻ لاءِ ٻولي وگيان جي جاکوڙ ۽ کوجنا ڪنهن گڏيل ۽ پروسي جهڙي نتيجي تي اڃا ڪانہ پهتي آهي. ٻولي هڪ سدا وهندڙ درياءُ آهي ۽ سندس رخ بدلائڻ جا، سندس سموري طئي ٿيل اکٽ رستي تي، ڪي بہ ڪليل ۽ هڪ هنڌاوان نشان ڪونہ ٿا ملي سگهن. ڪهڙين حالتن ۾ ٻولي پنهنجا رخ بدلائي ٿي، صرف اها ڳالهہ سمجهي سگهجي ٿي ۽ بيان ڪري سگهجي ٿي، ساڳيءَ ٻوليءَ ڳالهائڻ وارو ماڻهو خاص طرح ان جي لکيل صورت ۾ اچڻ کان اڳ، جڏهن ٽولن ٽولن ۾ ورهائجي، جاگرافيائي طور هڪٻئي کان علحده ٿي وڃن ٿا، ۽ منجهن ڪو جماعتي سنبنڌ ڪونہ ٿو رهي، تڏهن پنهنجي پنهنجي خاص ماحول ۽ الڳ الڳ روزمره جي ضرورتن پٽاندر سندن ٻوليءَ ۾، آوازن ۽ اُچارن، لفظن جي ذخيري، ساڳين لفظن جي الڳ معنائن ۽ پڻ اهڙين ڪيترين ئي ڳالهين ۾ علحيدگي ۽ اختلاف اُپري ٿو ۽ جيترا جيترا اُهي ٽولا پنهنجي پنهنجي نئين ماحول ۾ پنهنجو پنهنجون اندروني ۽ باهمي سنبنڌ قائم ڪري پنهنجي پنهنجي تاريخ جا ڪي دور گذارين ٿا، ايتريون ئي صورتون سندن اصلوڪي ٻولي اختيار ڪري وٺي ٿي، انهيءَ ڪري ماڻهن جي ڪنهن خاص تعداد جو هڪڙي خاص ٻولي ڳالهائڻ هڪ اهڙي تہ عظيم ۽ انتهائي ڳنڀير حقيقت آهي، جنهن جي اهميت جو اندازو ثقافتي توڙي سياسي ميدانن ۾، پوريءَ ريت لڳائي ئي نٿو سگهجي، ٻولي ئي آهي، جنهن جي بنياد تي قوم جو مخصوص مزاج ۽ علحده وجود نهي ٿو ۽ قائم رهي ٿو سون، هزارن بلڪ لکن سالن جي تاريخي پسمنظر ۾ ئي ٻولي پنهنجي مستقبل ۽ علحده صورت اختيار ڪري ۽ قائم رکي سگهي ٿي. قومون پڻ پنهنجي تاريخ ۾ ايتريون ئي قديم آهن، جيتريون سندن علحده علحده ٻوليون.

(مهراڻ 2_3/1964ع)

## سامي زبانون

پروفيسرواڃ. ايس. طاهر علي

گهڻو ڪري هر ڪنهن زبان جي تاريخ ان جي ادب جي تاريخ سان خلط ملط ٿي ويندي آهي. زبان ۽ ادب ٻئي ساڳيون شيون نہ آهن، انهيءَ ڪري ٻنهي ۾ جيڪو فرق آهي، ان کي چٽيءَ طرح ظاهر ڪرڻ ضروري آهي. ”ٻولي“ جي معنيٰ آهي: اهي آواز جن جي ذريعي خيالات ظاهر ڪيا وڃن. ٻوليءَ جي هن تعريف ۾ آواز لفظ ۽ جملا اچي وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح، هر زبان جي تاريخ آوازن، لفظن ۽ جملن يا ترڪيبن جو هڪ تاريخوار محفوظ يادگار آهي. هن ۾ هڪ ٻوليءَ جا ٻيءَ ٻوليءَ، يا ٻولين، سان جي تعلقات آهن، يا ٿي سگهن ٿا، انهن بابت ذڪر اچي وڃي ٿو ۽ آخر ۾ انهن قدرتي يا اتفاقي تعلقات ۽ نسبتن جي هڪ صورت مقرر ڪئي وڃي ٿي.

قدرتي تعلقات سلسليوار خانداني آهن، جهڙي طرح عربي ۽ عبراني يا سنسڪرت ۽ فارسي زبانن ۾ آهن پر اتفاقي نسبتون، سي وري ٻاهرينءَ ماهيت سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ سبب پيدا ٿين ٿيون، جهڙيءَ طرح فارسي ۽ اردو زبانن ۾، ڪو بہ ادب بغير ٻوليءَ جي ناممڪن آهي، بلڪ ڪنهن بہ ٻوليءَ کي جيستائين تحرير ۾ ضبط نہ ڪيو ويو آهي، تيستائين ان ٻوليءَ جو ادب قائم رهي نٿو سگهي، ان ڪري، ادب جي تاريخ ان ٻوليءَ جي ارتقا جي مختلف دورن متعلق بحث ڪري ٿي ۽ ڪيترن ئي انهن سماجي، سياسي، مذهبي ۽ جغرافيائي اثرن ۽ سببن کي ڳولي لهي ٿي، جي سندن ترقيءَ ۾ مددگار يا رڪاوٽ بنيا آهن.

### لسانيات

انگريزيءَ ۾ هن کي ”فلالاجي “ philology چئبو آهي. Philo جي معنيٰ آهي دوستي، ۽ (Logos) جي معنيٰ آهي لفظ . انهيءَ ڪري philologist جي معنيٰ ٿي ”ٻوليءَ جا دوست“ ۽ philology جي معنيٰ ٿي ”ٻوليءَ جي دوستي“. هن دوستيءَ جو اهو مطلب ناهي تہ هڪ يا ٻن ٻولين

ڪي ڄاڻڻ سان ڪنهن بہ ٻوليءَ سان واقفيت ٿي وڃي ٿي، بلڪ ان جي هيءَ معنيٰ آهي تہ ان ٻوليءَ کي حڪمت جي هر پهلوءَ کان ڄاتو وڃي.

تقابلي علم اللسان (comparative philology) جو متعلم اهو آهي، جيڪو مختلف ٻولين ۾ انهن سيني قدرتي يا اتفاقي تعلقات ۽ نسبتن کي مڪمل طرح ڄاڻندڙ هجي، جيڪي ٻولين جي مختلف گروهن ۽ سندن اصلي ماءُ جي وچ ۾ قائم آهن، يا ڪم از ڪم ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪري. ائين ڪرڻ سان هو هڪ ٻيءَ ٻولي سان تاريخي ۽ پيدائشي حيثيت معلوم ڪرڻ لاءِ ۽ باهمي يا اجنبي اثرن پروڙڻ لاءِ، پاڻ کي لائق بڻائي سگهي ٿو. هن طريقي سان، بعض اوقات، جيڪڏهن ڪنهن ٻوليءَ جي اصلي ماءُ (mother Tongue) وجود ۾ نہ آهي تہ ان کي هو مڪرر ترتيب ڏيئي سگهي ٿو.

ٻولين جي ماءُ

اهو نظريو تہ ”پوري انسانيت آدم ۽ حوا“ (عليهما السلام) جي ٿي نسل مان آهي“، ڪنهن وقت اهل ڪليسا جي اثر ڪري مقبول عام هو مگر هن وقت انهيءَ کي گوشہ گمناميءَ ۾ اُڇلايو ويو آهي.

تاريخي شهادتن مان هيءَ حقيقت واضح آهي تہ زمين تي انسانن جا ڪيترائي مختلف نسل آهن. مثلاً آريائي، سامي، حبشي ۽ چيني نسل، دنيا جي ڪشادن ڪنڊن ۾ پکڙجي وڃڻ کان اڳ، انهن مان هر هڪ نسل کي هڪ مقرر حد هوندي هئي، جتي اهونسل ڪنهن وقت آباد هوندو هو ۽ اتان لڏڻ جا بہ ڪيترائي سبب ٿي سگهن ٿا. ماهر اقتصاديات جي زبان ۾، ”مانيءَ ۽ مکڻ“ جي ڳولا بہ انهن مان هڪ سبب ٿي سگهي ٿو يا وري ماهر فلسفہ جي نقطہ ء نظر کان، ”تجسس جي پياس“ بہ هڪ سبب هجي. خير، سبب ڪهڙو بہ ڪٿي هجي، مگر انهيءَ ۾ تہ ڪو بہ شڪ ناهي تہ هر نسل پنهنجا خيال ۽ فڪر بلڪل اهڙي قدرتي نموني ۾ ظاهر ڪندو هو جيئن ان جا افراد پنهنجون خواهشون ۽ فطري ضرورتون پوريون ڪندا هئا. ليڪن جيئن ئي هو ڇڙوڇڙ ٿيڻ لڳا تہ زندگيءَ جي مختلف خارجي حالتن، مثلاً: آبهوا، طرز

زندگي، ۽ ٻين نسلي اثرن سبب، انهن ۾ تبديل اچي ويئي. مختصر طور، ائين ڪٽي چئجي تہ عمل ۽ رد عمل (action and reaction) جو سلسلو شروع ٿي ويو ۽ اهڙيءَ طرح سندن زبان بہ پنهنجي اصلي صورت وڃائڻ شروع ڪري ڏني.

انهيءَ ڪري، جنهن بہ نسل يا آڪهہ ٻين نين آبادين ڏانهن لڏي وڃڻ ۽ ٻين نسلن سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ وقت جنهن ٻوليءَ جو استعمال ڪيو هوندو، ان کي ”ٻولين جي ماءُ“ سڏيو وڃي ٿو.

## سامي

لفظ ”سامي“ (semltlo) ”سام“ (shem) مان نڪتل آهي، جو حضرت نوح عليہ السلام جي پٽ جو نالو هو. هي لفظ ڪيترن ئي اصطلاحن ۾ ڪتب ٿيندو آهي، مثلاً سامي نسل، سامي ٻوليون، سامي تهذيب، وغيره. آيشهورن (Elchhorn) پهرين اهو لفظ انهن قومن لاءِ استعمال ڪيو، جيڪي هڪجهڙيون ٻوليون ڳالهائينديون هيون، يا جيڪي هڪ ابي ڏاڏي مان پيدا ٿيل هيون، يا جيڪي سماجي طور طريقن ۾ هڪجهڙائي رکندڙ هيون، اهڙيءَ طرح، جيئن تہ عرب، يهودي، بابلي، اشوري ۽ فينيقي، سيئي ڪنهن وقت هڪ ئي ٻولي ڳالهائيندا هئا، انهيءَ ڪري انهن سڀني قومن کي ”سامي ٻولين جو گروهہ“ ڪري سڏيو ويو. ائين چيو ويو آهي تہ اُهي سڀ ماڻهو جيڪي سامي ٻوليون ڳالهائين ٿا، سي سڀ هڪ مُورثِ اعليٰ ”سام“ جو اولاد آهن. پر اهو خيال علم الانسان، علم الانساب خواهہ علم اللسان جي نقطہ نظر کان درست ناهي، بلڪ اهو سڀ جغرافيائي ۽ سياسي معيار تي مبني آهي.(1)

## سامين ۽ سامي ٻولين جو گهر

---

(1) عيلاميون (Elamites) ۽ لوديون (Lydians) کي بہ سام جي اولاد مان شمار ڪيو وڃي ٿو. اگرچ انهن نہ عبراني ٻولي ۽ نہ ان سان تعلق رکندڙ ٻي ڪابہ ٻولي ڳالهائي. ساڳيءَ طرح، وري فينيقي کي انهيءَ حلقي مان شمار نٿو ڪيو وڃي. حالانڪہ اهي عبراني ٻولي ڳالهائيندا هئا.

سامين جي اصلي ۽ پيدائشي گهر بابت ڪيترائي مختلف نظريا آهن. هڪ ماهر جو چوڻ آهي تہ اُهي ڪئسپين سمنڊ (Caspian cea) جي ڏکڻ يا ڏکڻ- اولهہ ۾ رهندا هئا. هڪ ٻئي ماهر جي راءِ مطابق، "بابل" سندن گهر هو. پر صحيح نظريو اهو آهي، جنهن مطابق "عربستان" کي سندن گهر قرار ڏنو ويو آهي.

سهوليت خاطر، اسين انهن خطن کي جن ۾ سامي ٻوليون ڳالهايون وينديون هيون، اتر-اوڀر، اتر –اولهہ ۽ ڏکڻ ڀاڱن ۾ تقسيم ڪريون ٿا.

اتر-اوڀر ۾ اشوري (اسيري) ٻوليون ڳالهايون وينديون هيون (2) . اتر – اولهہ ۾ آرامي ۽ ڪنعاني ٻوليون غالب هيون. هنن ٻنهي خطن کي پنهنجيون مقامي ٻوليون بہ هيون. اتر-اولهہ خطي ۾ فقط بہ مقامي ٻوليون، عبراني ۽ فينيقي، استعمال ٿينديون هيون، ڏکڻ ۾ وري عربي، حبشي ۽ حميري مقامي ٻوليون ڳالهايون وينديون هيون. سامي ٻولين جي ادبن ۾ پهريون نمبر عربي ادب کي مليل آهي، ان بعد عبرانيءَ کي، تنهن کانپوءِ سريانيءَ کي، ۽ آخر ۾ حبشي ادب کي.

سامي ٻولين جي عمر

سامي ٻولين ۾ سڀ کان جهوني ٻولي "عڪاديا" (اشوري) آهي. ان بعد، ٻيو نمبر پراڻي ٻولي "آرامي" آهي، ۽ سندس بہ ڏيئرون، "بابلي" ۽"سرياني" زبانون آهن. ان کانپوءِ "ڪنعاني" ٻوليءَ جو نمبر آهي. سندس وري بہ شاخون، هر هڪ "فينيقي" ۽ "عبراني" ٻوليون آهن. ڏکڻ ڀاڱي وارين سامي ٻولين ۾ پهريون نمبر جهوني زبان "حميري" آهي، ۽ ان کان پوءِ عربي ۽ حبشي جو نمبر آهي.

سن 2000 ق . م. کان 500 ق .م. تائين "اشوري" اسيريا ۽ "آرامي" شام ۽ بابل جي، "عبراني" فلسطين جي، "فينيقي" قبرص جي، "ڪارسيڪا" ۽ "ميجورڪا" الجزائر، جنوبي اندلس ۽ فرانس جي، "عربي" حجاز نجد ۽

---

(2) اشوري ۽ بابلي کي ڪڏهن ''عڪادي'' (Akkadean) به سڏيو ويندو آهي.

عمان جي ٻولي رهي؛ يمن ۾ حضر موت وغيره ۾ وري ڏاکڻي عربي ٻولي ڳالهائي ويندي هئي.

ان بعد، 500 ق.م کان 700 سن مسيحي وارو دور بہ قابل ذڪر آهي. هن عرصي ۾ بابلي ۽ اسيري سلطنت تباهہ ٿي ويئي ۽ آرامين اڳتي قدم وڌائي، اسيري ۽ بابلي خطي جي حڪومت کي والاريو. انهن ايشيا مائينر جو هڪ حصو پڻ هٿ ڪيو. اهڙيءَ طرح عبراني زبان جي وقعت گهٽجي ويئي، ۽ فينيقي زبان بہ پنهنجو اثر بحر روم جي ڀيٽن، فرانس جي جنوبي حصي ۽ اندلس ۾ وڃائي ڇڏيو. ساڳئي دور ۾ جتي آرامي ٻولي ڳالهائي ويندي هئي، مثلاً؛ بابل ۽ شام ۾، اتي هاڻي "غساني" ۽ "لخمي" نالي بہ مکيہ حڪومتون قائم هيون، جتي عربيءَ جو اثر موجود ڏسڻ ۾ اچي ٿو. حجاز، نجد ۽ عمان ۾ عربيءَ کي "ڳالهہ ٻولهہ" ڪرڻ واري زبان جي حيثيت ۾ اهميت حاصل هئي. جنوبي عربي ٻولين جو اثر بہ ساڳي ءَ طرح رهيو. البت حبش ۽ سومالي سرزمين ۾ "حبشي" نالي هڪ جنوبي عربي ٻولي پيدا ٿي.

سن 700 مسيحي بعد، يعني اسلام جي ابتدائي دور ۾، آرامي زبان پنهنجو اثر وڃائي چڪي هئي. فينيقي تہ بلڪل غائب ٿي ويئي. آرامي ٻولين ۾ هڪ اتر- اوڀر جي ڇيڙي وٽ، ۽ ٻي فلسطين جي نزديڪ- انهن ٻن کانسواءِ باقي آرامي ٻوليون مرده ٿي چڪيون هيون. عربستان ۾ پڻ "حميري" ۽ ٻيون جنوبي عربي ٻوليون، "حضرمي" جي، غائب ٿي چڪيون هيون. انهن سڀني جي جاءِ عربي زبان اچي سنڀالي. عربي زبان ڏکڻ ۾ مصر کان حبش تائين ۽ اتر طرف آفريڪا جي بحر روم کان مراقش تائين پکڙجي ويئي. هيءَ ٻولي بحر روم جي چند جزيرن، خاص ڪري سسلي ۽ آئبيريا ۾ ڳالهائي ويندي هئي. حبش ۾ حبشي زبان اڄ تائين ڳالهائي وڃي ٿي ۽ ڪيس ڪجهہ ادب پڻ آهي.

**اُم اللغات**

مٿي ذڪر ڪيل مختلف سامي ٻولين مان، نئين سر، ڪنهن مادري ٻوليءَ کي ”اُم اللغات“ ٻڌائي سگهجي ٿو. مثلاً، عربي ۽ حبشي زبانن ۾ هڪ لفظ ”اثر“ آهي؛ عبرانيءَ ۾ ساڳئي لفظ کي asar، شاميءَ ۾ ساڳئي لفظ کي asar، اشوريءَ ۾ ساڳئيءَ لفظ کي eseru، چئبو آهي. انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته عربي، حبشي ۽ اشوري ٻوليون، عبراني ۽ سرياني ٻولين کان ٻه گهڻو پراڻيون آهن، ڇاڪاڻ ته ”a“ ۽ ”u“ جو اڪر آخرالذڪر ٻولين ۾ ڪيرايو ويو آهي. اهڙيءَ طرح ڪيترين ئي ٻولين ۾ جدا جدا اچارن وارا هڪجهڙا الفاظ ملن ٿا، جنهن مان اهو يقين ٿو ٿئي ته سڀني ٻولين جي دراصل ڪا هڪ ماءُ آهي، جنهن مان ٻوليون سڀ شاخون ٿي ڦٽيون آهن ۽ اڳاٽي زماني ۾ اها هڪ ئي زبان ڳالهائي ويندي هئي.

سامي حروف تهجي

سامي زبانن جو خط پراڻي ۾ پراڻو آهي ۽ ماهرن تسليم ڪيو آهي ته سڀني يورپي زبانن جا حروف تهجي انهيءَ ئي خط مان نڪتل آهن. اڳاٽين سامي زبانن جي حروف تهجيءَ جي ترتيب هيٺين حرفن ۾ محفوظ آهي: ابجد(1) ، هوز، ڪلمن، سعفص، قرشت، ثخذ، ضظغ.

مٿين ترتيب هر حرف جي عدد جي لحاظ کان مقرر ڪئي ويئي آهي. هن وقت جيڪا ترتيب عربي حروف تهجي کي مليل آهي (يعني: ا ب ت ث ج ح خ د ذ ر ز س ش، وغيره کي)، اها پوءِ جي ٺاهيل ترتيب آهي. هن ترتيب ۾ ساڳيءَ شڪل وارا حرف ترتيب ۾ هڪ ٻئي سان گڏ رکيا ويا آهن ته جيئن ابتدائي پڙهندڙن کي حرفن ياد ڪرڻ ۽ سمجهڻ ۾ سهولت ٿئي. سامي ٻولين ۾ عربيءَ کانسواءِ ٻيءَ ڪنهن ٻه ٻوليءَ ۾ ث، خ، ذ، ض، ظ ۽ غ جا حرف نٿا لڀن. جيڪڏهن غور ڪيو ويندو ته معلوم ٿيندو ته ث، خ، ذ، ض، ظ

---

(1) ابن النديم پنهنجي ڪتاب ”الفهرست“ ۾ لکيو آهي ته اهي شخص جن پهريائين عربي لکي هئي، سي هئا، ابوجاد، هواز، حطي، ڪلمون ۽ قريسات، انهن بابت چيو وڃي ٿو ته اهي مدين جي بادشاهن جا نالا هئا، جيڪي هڪ زلزلي ۾ ختم ٿي ويا. ٻيءَ سند مطابق، اهي نالا هن طرح هئا؛ابجاد، هاوز، حلطي، ڪلمان، صاع قس ۽ قرشت.

۽ غ جا حرف، اهي سامي حروف تهجي جن جا هلڪا ۽ نرم آواز آهن، انهن جي ڳرن آوازن واري ٻي شڪل آهي. مثلاً: ث، ت جو نرم آواز آهي، خ، ڪ جو، ذ، د جو، ۽ غ ج يا گ جو. هن مان معلوم ٿيو تہ ث، خ، ذ ۽ غ ڳرا لفظ آهن، ۽ ت، ڪ، د ۽ ج هلڪا لفظ آهن. ض ۽ ظ جا حرف، ص ۽ ط جهڙائي آهن. هيءَ حقيقت انهيءَ ڪري صحيح آهي تہ عبراني زبان ۾ ڪي بہ ڳرا لفظ ناهن پر جيڪڏهن ان زبان (عبراني) ۾ ڪنهن بہ ڳري حرف جي استعمال جي ضرورت ٿيندي آهي تہ ان حرف کي ڳري ڪرڻ لاءِ اُن حرف مٿان رڳو هڪ نقطو وڌايو ويندو آهي. اهڙا حرف جملي ڇهہ آهن ۽ اصلاح ۾ کين "بِگَدُ ڪفت" (Begad Kephat) سڏيو ويندو آهي.

تقابلي لسانيات

آڳاٽي زماني جي عالمن لسانيات(ٻولين) جو مطالعو فقط هڪ ٻوليءَ تائين محدود رکيو. مثلاً؛ عرب لسانيات ڄاڻندڙن پنهنجو پاڻ کي صرف، نحو، لغت، عروض ۽ ٻين اهڙن موضوعن جي مطالعي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. جن جو تعلق فقط هڪ ئي ٻوليءَ يعني عربيءَ سان هو. سامي ٻولين جي پاڻ ۾ جيڪا مائٽي ۽ ويجهڙائي هئي، عربن ان کي نہ سڃاتو. انهيءَ ڪري سورة نحل جي هڪ آيت، "لسان الذي يلحدون اليهہ اعجمي و هذا لسان عربي مبين" جي بہ غلط تشريح ڪئي ويئي. هن آيت ۽ اهڙين ٻين آيتن جي روشنيءَ ۾، انهن جو خيال آهي تہ اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ عربيءَ ۾ ڌاريان لفظ آيل هجن.

انهيءَ ڪري، ابو عبيده (1) معمر ابن مثني کي "توافق اللغات" جو نظريو ٺاهڻو پيو. جنهن جو مطلب آهي تہ ڪجهہ اهڙا بہ لفظ آهن، جي سڀني ٻولين ۾ هڪجهڙا عام آهن ۽ عربيءَ ۾ بہ اهڙا لفظ موجود آهن.

---

(1)ابو عبيده سن 114هه ۾ پيدا ٿيو، ۽ سن 210هه ۾ وفات ڪيائين. ابو عمر بن علاء جو شاگرد، ۽ اصمعي جو همعصر هو. (2) ابو عبيد سن 157هه ۾ پيدا ٿيو ۽ سن 224هه ۾ وفات ڪيائين. اسمعي ۽ ابوزيد انصاريءَ جو شاگرد هو. (3) مجاهد؛ هن سن 101هه ۾،83 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي. عبدالله بن عباس جو شاگرد هو، (4) سعيد بن جبير: سن 95 هه ۾، 49 سالن جي ڄمار ۾، سندس سسي لاٿي ويئي هئي (5) عڪرمه؛ اصل بربري هو. عبدالله بن عباس جو غلام هو، ۽ اسي ورهين جي عمر ۾ ، سن 105 هه ۾ وفات ڪيائين. (6) عطا

ابو عبيد (2) القاسم بن سلام، مجاهد (3) جي سندَ مان، سعيد بن جبير (4)، عڪرمہ (5) ۽ عطا بن يسار (6) وغيرهم ڪان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جو سئوٽ (7) چوندو هو:

(الف) طه، حم، طور ۽ ربانيون- شامي زبان جا لفظ آهن؛

(ب) صراط، قسطاس ۽ فردوس-يوناني زبان جا لفظ آهن؛

(ت) مشڪاة ۽ ڪفلين-حبشي زبان جا لفظ آهن؛

(ث) هيت للڪ-حوراني زبان مان ورتل آهي.

هن مٿئين بيان، "عربي مبين" جي لفظ مان پيدا ٿيندڙ غلط فهميءَ کي مِٽائي ڇڏيو.

جيئن تہ عالمن کي ڪيترن ئي لفظن جي عربي اصليت متعلق شڪ هو، انهيءَ ڪري هنن اهڙن ڌارين لفظن جي تحقيق لاءِ پاڻ کي وقف ڪري ڇڏيو. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تہ اهڙا بہ ڪي الفاظ موجود هئا، جن جو عربيءَ ۾ ڪو اشتقاق ئي نہ هو پر جيڪڏهن ڪن لفظن جو ڪو اشتقاق هو تہ اهو وري اصولن مطابق مڪمل نہ هو. مطلب تہ انهيءَ خلط ملط، عالمن کي هن ڳالهہ تي مجبور ڪيو تہ هو اصليت معلوم ڪرڻ لاءِ ضرور ڪو اهڙو معيار ۽ قانون مقرر ڪن. انهيءَ ڏس ۾ ڪوشش ڪندڙ عالمن کي هن طرح بيان ڪري سگهجي ٿو: خليل بن احمد (1) ، سيبويہ (2)، جوهري (3)، ازهري (4)،

---

بن يسار:سن 94 هه ۾ وفات ڪيائين. (7) حضور صلي الله عليه و آله وسلم جن جو سئوٽ امجد، حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهه، جنهن سن 68هه ۾ وفات فرمائي.

(1) هي "ڪتاب العين" جو مصنف آهي ۽ علم عروض جو مشهور ڄاڻو آهي. سن 175هه ۾، 78 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. (2) هن جو نالو ابو بشر عمرو بن عثمان بن قنبر آهي، سن 138هه ۾ ڄائو ۽ سن 180هه ۾ 42 ورهين جي ڄمار ۾ شهر شيراز ۾ وفات ڪيائين ۽ اتي ئي کيس دفن ڪيو ويو. سندس مائٽ کيس لاڏ ۽ پيار وچان "سيبويه" ڪري سڏيندا هئا. (3) جوهري، ابو نصر اسماعيل بن حماد، (صحاح) جو مصنف آهي. سن 393 هجريءَ ۾ وفات ڪيائين. (5) الازهري، ابو منصور محمد بن احمد، "تهذيب اللغته" جو مصنف آهي. 83 سالن جي عمر ۾، سن 370 ۾ وفات ڪيائين. (412) ثعلبي، ابو منصور بن اسماعيل "فقهه اللغته" جو مصنف آهي. 83 ورهين جي ڄمار ۾ سن 425 ۾ وفات ڪيائين. (6) ابن جنڻي، ابو الفتح عثمان، 83 ورهين جي ڄمار ۾، سن 392 ۾ وفات ڪئي. (7) زجاجي، ابو اسحاق ابراهيم بن محمد، سن 310 هجريءَ ۾ وفات ڪئي. (8) حريري محمد قاسم، سن 446 ۾ بصره جي شهر ۾ ڄائو هو ۽ "دُرته الغواص" جو مصنف آهي. (9) ابن دريد، ابو بڪر

ثعلبي(5)، ابن جني(6)، زجاجي(7)، حريري (8)، ۽ ابن دريد (9). انهن مان آخري عالم (يعني ابن دريد)، جيئن

سندس تصنيف "جمهرته" مان ظاهر آهي، ڪنهن لفظ متعلق بحث ڪرڻ ۾ حڪيمانه، تخليقي ۽ جديد طرز رکي ٿو. هو صاحب چوي ٿو. "وَقَدُ سَالِتُ عَجُوزاً عِندنَا روميته عن نمط،فقلت؛ ماتُسمون هذا؟ فقالتُ،سِجِلاطُس" (مون اسان وٽ رهندڙ هڪ پوڙهيءَ يوناني زال کان "نمط" ڪپڙي بابت پڇيو ته توهان نمط ڪپڙي کي ڇا سڏيندا آهيو؟ جواب ڏنائين؛ (سجلاطس).

هي قاعدا ٻن قسمن جا هئا، داخلي ۽ خارجي.اچو ته انهن جوا پياس ڪريون.

داخلي(اندروني) قاعدا:

(الف) هيٺين حرفن جا آواز هڪ ئي عربي مصدر مان نه آهن:

١- "ج" ۽ "ت"، جيستائين ڪ "ذولقيه" حرفن، يعني ل، ن ۽ ر مان ڪو به هڪ طرف مصدر ۾ هجي. ٢- ج، د ۽ س. ٣- ج ۽ ص.٤ - ج ۽ ط. ٥- ج ۽ غ. انهن مصدرن کان سواءِ، جن ۾ به، ل ۽ ر يا ن هجي. ٦- ج ۽ ق. ٧- ذ يا ز ۽ س. ٨- ز ۽ ل. ٩- غ، ر ۽ هه.

(ب) عربيءَ ۾ ڪا به اهڙي مصدر جيڪا "ي ر ن" هجي، سا نه آهي.

(ت) مصدر جي ٽن ڪلمن (حرفن) مان ٻه ڪلما (حرف) "ء" هجن، اهڙي مصدر ممڪن ئي نه آهي. البت اهڙيون مصدرون آهن، جن ۾ پهرئين حرف يعني ف-ڪلمه ۽ ٽئين حرف يعني ل-ڪلمه جي جاءِ تي "ء" (همزا) آهن. انهن کي مستثنيٰ سمجهيو وڃي ٿو.

(ث) هيٺيان حرف عربي مصدر ۾ هڪٻئي پٺيان گڏوگڏ نٿا اچن؛

١- "د" جي پٺيان "ذ" يڪدم گڏ نٿي اچي. مثلاَ؛ "بدذ" وانگر مصدرئي ڪانهي.

---

محمد، بصره ۾، سن 223 ۾ ڄائو هو ۽ 321 هه ۾ وفات ڪيائين. ''الجمهرته'' ۽ ''ڪتاب الاشتقاق'' جو مصنف آهي.

٢- ”ن“ ساڪن جي پٺيان يڪدم ”ر“ ڪانه ايندي آهي.

٣- ڪنهن به اسم ۾ ”ن“ جي پٺيان ”ز“ نه ايندي آهي.

٤- ڪنهن به ”د“ جي پٺيان ”ز“ نه ايندي آهي.

٥- ڪنهن به ”ل“ جي پٺيان ”ش“ ڪانه ايندي آهي.

(ج) رباعي ۽ خماسي مصدرن ۾ هيٺين ڇهن حرفن مان هڪ ضرور هوندو: هه، ر، ل، ن، ب، ف ۽ م.

(ح) اهي سڀ لفظ، جن ۾ مصدرن جا ٻه حرف (پهريون ۽ ٻيو) ساڳيا هجن، سي اصل ۾ عربي ناهن. مثلاً ”قاقوذة“، جيڪو حقيقت ۾ عربيءَ سان نه، بلڪه آرامي سان تعلق رکي ٿو.

(خ) اهو اسم جيڪو ”فَاعَل“ جي وزن تي هجي ۽ ٻيو نمبر حرف ”و“ هجيس، سو عربي نه هوندو آهي.

(د) ”فعلن“ جي مصدرن مان مشتق ٿيل رباعي ۽ خماسي اسمن ڪانسواءِ، ٻيا اسم انهن حرفن سان شروع ٿي نٿا سگهن، جيڪي بذات خود مصدر ۾ ناهن.

(ذ) اهي الفاظ جيڪي بلڪل غير مستعمل وزنن تي هوندا آهن، سي پڻ اصليت جي نقطه نظر کان عربي نه هوندا آهن. مثلاً: (١) فَعل. (٢) فُعُلِيل. (٣) فُعَيل. (٤) فَعُلِل، (٥) فَعيل (سواءِ انهن لفظن جي، جن جو ٻيو حرف ”ي“ هجي- مثلاً سيد، ميت. (٦) فَعُلُول (سواءِ ڪن اسماء معرفه جي.). (٧) فَعُلِيل. (٨) اَفعُول. (٩) فاعُلي. (١٠) فَعلِياء (ابن سيده (١) پنهنجي تصنيف ”المخصص في اللغته“ ۾ لکي ٿو ته ”زڪرياء“ هن کان مستثنيٰ آهي، ڇو ته اسان سيني کي خبر آهي ته اهو لفظ مُستعار آهي). (١١) فيعوليٰ (”فيضوضي“ ڪانسواءِ). (١٢) فِعليٰ. (١٣) فاعُول.

خارجي قاعدا:

هاڻ اسين صوتيات جي ٻاهرين قاعدن متعلق بحث ڪنداسين. اهي هي آهن:

(١) الالحاق.

(٢)a, 00, 0 ۽ ee جي يڪسانيت (هڪجهڙائي).

(٣) ”و“ ۽ ”ز“ ڪي بعض اوقات ”ي“ ۽ ”ا“ سان ظاهر ڪيو ويندو آهي. مثلاً: ”فيروز“ ۽ نوروز“، ”نوخت“. اصل فارسي لفظ ”نوروز“ ۽ ”نويخت“ آهن.

(۴) الف: آ (1)• ڪي ڪنهن بہ لفظ جي شروع ۾ خفيف (هلڪو) ڪيو ويندو آهي، پر جيڪڏهن اهو حرف ڪنهن عربي الاصل لفظ جي شروع ۾ ايندو تہ ڪيس هٿ بہ نہ لاتو ويندو آهي.

ب: ”ا“ حرف کي ڪنهن بہ لفظ جي شروع ۾ ننڍي ”اِ“ ۾ بدلايو ويندو آهي. مثلاً اِبريق ۽ اِبريسم.

(۵) الف: ”ا“ کي ڳرن حرفن (٢) جي ويجهو هئڻ سبب ڪڏهن ”ع“ ۾ بدلايو ويندو آهي، مثلاً ”عراق“.

ب: عربن صحيح حرفن (حروف صحيح) کي صاف طرح ادا ڪرڻ لاءِ ڪافي ڪوشش ڪئي. هن ڪوشش خفيف آواز کي قدري ثقيل آواز ۾ تبديل ڪيو. جڏهن عربي علامت ”ال“ کي اهڙن لفظن جي اڳيان رکيو ويندو آهي تہ اهي زبان تي ظاهر ٿي پوندا آهن. اهڙيءَ حالت ۾ ضروري سمجهيو ويو تہ معمولي آواز غائب ٿي نہ وڃي. اها ڳالهہ الفرا (٣) جهڙي مشهور لغتدان جي هيٺين لفظن مان اخذ ڪئي ويئي: ”العربون والعربان لغتہ في الاربون والاربان ولايقال الربون.“

(٦) ”پ“ کي ڪڏهن ”ف“ سان تہ ڪڏهن ”ب“ سان بدلايو ويندو آهي.

(٧) ”ت“ کي ”ط“ سان پڙهيو ويندو آهي. اها حالت انهن يوناني حرفن سان لاحق ٿيندي آهي، جيڪي دوائن ۽ علم نجوم متعلق هوندا آهن.

---

(١) ابوالحسن علي بن اسماعيل: هي اسپين جو رهاڪو هو. سن ٤٥٨هه ۾ وفات ڪيائين.
(٢) حرف ڳرا هي آهن: ح، خ، ق ۽ ع . ابو زڪريا يحيٰ بن زياد آهي. سن ٢٠٧هه ۾ وفات ڪيائين. ڪسائي جو شاگرد هو. سندس متعلق مشهور آهي تہ ”ڪان يتفلسف في تصانيفه“ يعني پنهنجين تصنيفن کي فلسفيانو رنگ ڏيندو هو.

انهيءَ جو سبب هي آهي تہ يوناني ۽ ايراني ”ت“ جو آواز بغير ڪنهن aspiration جي ڪڍيو ويندو آهي؛ پر عربيءَ جي ”ت“ ٺوري aspiration سان ڳالهائي ويندي آهي، ۽ اهو ئي سبب آهي جو يوناني ۽ فارسي ”ت“ کي اچارڻ لاءِ عربن ”ط“ جي استعمال کي ترجيح ڏني.

(٨)”د“ کي ”ذ“ سان ظاهر ڪيو ويندو آهي، جيئن تہ ”پياده“ مان ”پياذه“، جنهن جي معنيٰ آهي شطرنج راند جي ڳوٽي (ساري). هتي اهو بہ بيان ڪجي تہ آڳاٽي فارسيءَ ۾ ”ذ“ هوندي هئي، جنهن کي بعد ۾ ”د“ سان تبديل ڪيو ويو. مثلاً، بغداد_بغداد_بغ+ داد. (”بغ“ هڪ بت جو نالو هو ۽ ”داد“ معنيٰ سوغات(١).

(٩) ”چ“ کي عام طرح ”ص“ ۾ تبديل ڪيو ويندو آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن ”ش“ ۾. البت لفظ ”سراج“ اسان کي مشڪل ۾ وجهي ٿو. پر ان جو حل تڏهن ٿي سگهي ٿو جڏهن اسان کي معلوم هجي تہ ڏارين ٻولين جي ”ش“ يا ٻين سامي ٻولين جي ”ش“ عربيءَ ۾ ”س“ سان تبديل ٿيندي آهي. اهو پڻ معلوم هجڻ گهرجي تہ لفظ ”سرا“ عربي زبان ۾ آرامي زبان جي ”سراغ“ لفظ مان آيل آهي.

(١٠) فارسي جي ”خ“، عام طرح، جهڙي آهي تهڙي ئي قائم رهندي پر ڪڏهن ڪڏهن اهو حرف عربيءَ جي ”ح“ ۾ تبديل ٿي ويندو آهي، جيئن ”سلحفاتہ“ (ڪُمي) ”سلخفاه“ مان اخذ ڪيل آهي.

(١١) فارسي ”س“ کي عربيءَ ۾ بہ ”س“ سان بدلايو ويندو آهي پر ڪڏهن ڪڏهن ”ص“ ۾.

(١٢) فارسي ”گ“ کي ”ج“ سان بدلايو ويندو آهي پر ڪڏهن ان کي ”ڪ“ يا ”ق“ سان بدلايو ويندو آهي.

---

(١) شهاب الدين خفاجي، انهيءَ کي ”درته الغواص“ جي شرح ۾ لکيو آهي.

(١٣) فارسي ”س“ کي بہ عام طرح ”س“ ۾ بدلايو ويندو آهي، جيئن ”سابور“، ”طس“ ۽ ”مسڪ“.

(١۴) فارسيءَ جي ”ڪ“ کي عام طرح ”ق“ ۾ تبديل ڪيو ويندو آهي، جيئن ”زنديق“ ”زنديڪ“(1) مان نڪتل آهي.

**سامي ثلالي مصدرون.**

علم لغت جي ماهرن ڳولي لڌو آهي تہ سڀيئي سامي مصدرون اصل ۾ ثلاثي آهن. اها ڳالهہ عربيءَ ۾ وڏيڪ ثابت ٿئي ٿي. مثلاً دَخَلَ، خَرَجَ، شڪر، وغيره. پر ساڳئي وقت تي وري عربيءَ ۾ رباعي، خماسي ۽ ٻن حرفن وارن لفظن جي موجودگيءَ ۾ مٿين تحقيق باطل ٿيو پوي ٿي. سيني اهڙن لفظن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪانپوءِ اهو واضح ٿي چڪو آهي تہ اهڙا لفظ مذڪوره حقيقت کي ڪوڙو نٿا ڪن. مثلاً، اڪثر رباعي (چئن حرفن وارا) لفظ ساڳين پدن مان جڙيل آهن، ۽ اصلي آواز سان مشابهت ٿا رکن. مثلاً، مَضمَض–مض+مض، يعني گرڙي(gargling)جو آواز آهي. ساڳيءَ طرح خماسي (پنجن حرفن وارا) لفظ بہ يا تہ ثلاثي (ٽن حرفن وارا) لفظن جو وڌايل نمونو آهي، جن کي ”مزيد فيه“ چيو تہ وڃي، يا اڌارا ورتل آهن، مثلاً: اصطرلاب، صراط، قسطاس، برهان وغيره

انهيءَ ڪانسواءِ دوحرفي الفاظ – مثلاً اخ، اب ۽ فم–بہ وضاحت طلب آهن. اها حقيقت تہ ”اخ“ ۽ ”اب“ پڻ ثلاثي لفظ آهن، تڏهن ظاهر ٿئي ٿي، جڏهن انهن کي حالت فاعليءَ ۾ ڏسجي ٿو. مثلاً، جيئن اسين چئون ٿا: ”جاء اخوڪ“ (آيو تنهنجو ڀاءُ) ۽ ”جاء ابوڪ“ (آيو تنهنجو پيءُ)، ساڳيءَ طرح، لفظ ”فم“ بہ اصل ۾ دو حرفي ناهي، جيئن اسان کي حريريءَ جي تصنيف ”درتہ الغواص“ ۾ ڏنل تشريح ”افمام جمع فم“ جي موضوع هيٺ معلوم ٿئي ٿو. هو لکي ٿو تہ ”فم“ اصل ۾ ”فوه“ هو بروزن ”سوط“ پوءِ ٻون حرف ”هہ“ هلڪو آهي ۽ حرف علت سان مشابهت رکي ٿو، ان ڪري ڪيس حذف ڪري، اصل لفظ

(1) زنديڪ: پروفيسر ”بيون“ ان کي آرامي ٻوليءَ جي ”زديق“مان ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي پر اها تشريح تہ تاريخي خيال کان ۽ نہ لغوي لحاظ کان صحيح آهي.

ڪي دو حرفي لفظ ۾ آندو ويو. پر ان ڪانپوءِ بہ پويون حرف (و) حرف علت جو هو جنهن تي اعراب ڏيڻ مشڪل، اچارڻ ۾ ڳرو ۽ ان کي حذف ڪرڻ ناموزون هو ان ڪري ان "و" کي "م" سان بدلايو ويو. اهڙيءَ طرح، لفظ "فوه" کي "فم" جي شڪل ۾ آندو ويو ۽ هن وقت اهو لفظ اسان کي دو حرفو نظر اچي رهيو آهي. عربي ڪلام مان اهو بہ ثابت آهي تہ "فم" ۾ "م" نقل آهي ۽ "و" اصل. ڇو تہ عرب چوندا آهن "تفوهت بڪذا"، پر "تفممت ڪذا" ڪو نہ چوندا آهن: "رجل'افواه' " چيو ويندو آهي، ۽ نہ "رجل. 'افم' ".''فم'' جو اسم تصغير "فويه" آهي ۽ هيءَ حقيقت آهي تہ لفظن جا اصلي حروف اسم تصغير وسيلي ئي صحيح طرح معلوم ٿي سگهن ٿا.

لسانيات جي ماهرن عربي زبان ۾ استعمال ٿيندڙ هر لفظ جي بناوت جو نهايت ئي اونهو مطالعو ڪيو آهي ۽ انهن کي هيٺين مختلف درجن ۾ ورهايو آهي: (١) المعرب، (٢) المولد، (٣) الدخيل، (۴) الاعجمي، (۵) الفصيح، (٦) المشترڪ، (٧) الاضداد، (٨) المترادف، (٩) المستعمل والمهمل، (١٠) الوحشي، (١١) الغريب، (١٢) النادر، (١٣) المتروڪ، (١۴) المصنوع، وغيره. انهن جو مختصر بيان هن طرح آهي.

(١) المعرب: هن لفظ جي معنيٰ آهي "عربي شڪل ڏنل" معرب جي دائري ۾ جيڪي بہ لفظ اچن ٿا، سي دراصل زبان جا ناهن، بلڪ ٻين ڌارين ٻولين کان اڌارا ورتل آهن. ان بعد عربن پنهنجي اختراعي قابليت ۽ ذوق مطابق انهن لفظن جا اچار ڪيپا آهن. اهڙن لفظن جو گهڻو تعداد آهي. مثلاً "ڪنز" اصل ۾ فارسي لفظ "گنج" مان ورتل آهي، ۽ "جوهر" اصل فارسي لفظ "گوهر" کان ورتل آهي، يا سنسڪرت لفظ "گوترا" کان ورتل آهي. ساڳيءَ طرح، "مسڪ" بہ معرب آهي. سن پنجين هجريءَ ۾ ابو منصور الجواليقيءَ اهڙن لفظن متعلق هڪ ڪتاب لکيو ۽ ان جو نالو "ڪتاب المعرب" رکيائين. جوهريءَ جي خيال مطابق، "المعرب" جي تعريف هن طرح آهي:

"تعريب الاسم العجمي ان تتفوه بهہ العرب علي منهاجها"

(٢) المولد: معنيٰ نئون پيدا ڪيل لفظ. هن اصطلاح مان اهي لفظ مراد آهن، جن جو عربي زبان ۾ ڪو وجود ئي ناهي پر پوءِ ان ۾ نئين سر پيدا ٿيا آهن، مثلاً "قحبہ" ۽ نحرير".

(٣) الدخيل: هن اصطلاح جي دائري ۾ سڀ غير عربي الفاظ اچي وڃن ٿا. هن قسم جي لفظن کي عربي شڪل ڏجي يا نہ، ٻنهي حالتن ۾ ڪو بہ تفاوت نہ ٿيندو.

(۴) الاعجمي: هن دائري ۾ بہ غير عربي الفاظ اچن ٿا. هي اصطلاح اهڙن سامي لفظن لاءِ آهي، جيڪي عربي زبان ۾ مستعمل ناهن، پر انهن کي عربي عبارت کي سهڻي بنائڻ خاطر اڌاري طور آندو وڃي، مثلاً "مور" ۽ "لور".

(۵) الفصيح: اهو لفظ، جيڪو نہ ڪنن کي ناگوار لڳي ۽ نہ اُچارڻ ۾ ڳرو محسوس ٿئي، نہ غير مشهور هجي ۽ نہ رواج جي خلاف هجي. الفصيح جو تنقيدي معيار هي آهي تہ ان جو استعمال گهڻو ۽ متواتر (لڳو لڳ) هجي. جيڪڏهن ڪو لفظ "اقل فصيح" آهي تہ ان کي "منڪر"، ۽ جي "غير فصيح" آهي تہ ان کي "ضعيف" چيو وڃي ٿو.

(٦) المشترڪ: ٻن معنائن وارو لفظ، جيڪي معنائون هڪٻئي جي خلاف نہ هجن. مثلاً "عين" لفظ جي معنيٰ "اک"، ۽ ان جي ٻي معنيٰ "چشمو" آهي.

(٧) اَلاَضُداد: هي اصطلاح انهن لفظن لاءِ آهي، جيڪي هڪٻئي کان معنيٰ جي لحاظ کان بلڪل مختلف هوندا آهن، يعني ساڳئي لفظ جون ٻہ معنائون هونديون آهن، جي ٻئي هڪٻئي جو ضد هونديون آهن: مثلاً لفظ "جون"، ڪاري ۽ اڇي، ٻنهي معنائن ۾ استعمال ٿيندو آهي. ساڳيءَ طرح، لفظ "عابر"، گذريل زماني خواهہ حال، ٻنهي معنائن ۾ استعمال ٿيندو آهي.

(٨)المترادف: هي اصطلاح "هم معنيٰ" لفظن لاءِ استعمال ٿيندو آهي. مثلاً "السيف" ۽ "الصارم" ٻئي ساڳيءَ معنيٰ وارا لفظ آهن، ٻنهي جي معنيٰ آهي "تلوار". "المترادف" ۽ "التوڪيد"، انهن ٻنهي اصطلاحن ۾ هي

فرق آهي تہ پهريون مفهوم بيان ڪري ٿو ۽ ٻيو ان جي شرح ڪري ٿو. ساڳيءَ طرح "مترادف" ۽ "تابع" ۾ هي فرق آهي تہ پهرئين کي پنهنجو ذاتي مفهوم آهي ۽ اڪيلي سر بہ استعمال ٿي ٿو سگهي، برخلاف تابع جي. ان کي نڪا پنهنجي ڪا معنيٰ آهي نہ اڪيلي سر استعمال ٿي سگهي ٿو. مثلاً "عطشان و نطشان": هن ترڪيب ۾ عطشان لفظ جي معنيٰ آهي اڃايل، مگر "نطشان" لفظ، جيڪو "عطشان" جو تابع آهي، ان کي بذات خود ڪابہ معنيٰ ناهي ۽ نہ وري ان کي "عطشان" کانسواءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو.

(٩) المستعمل و المهمل: "المستعمل" جو اصلاح ان لفظ لاءِ آهي، جيڪو روزمره جي استعمال ۾ اچي ٿو ۽ "المهمل" جو اصطلاح ان لفظ لاءِ آهي، جيڪو هيٺين سببن جي ڪري استعمال ۾ نٿو اچي: (الف) لفظ ۾ اچارن ۽ آوازن جو غير متوافق هجڻ؛ (ب) لفظ جو عربن وٽ استعمال ۾ نہ هجڻ، مثلاً "عضنح"؛ ۽ (ت) اهي خماسي حرف جيڪي "حروف الذلق" يا "حروف الاطباق" مان نہ هجن.

(١٠) الوحشي: هي اصطلاح ان لفظ لاءِ آهي، جيڪو ڪنن کي نہ وڻي، ابن رشيق پنهنجي ڪتاب "العمدتہ" ۾ هن اصطلاح جي تعريف هن طرح ڪري ٿو: "الوحشي من الڪلام ما نفرعن السمع."

(١١)الغريب: اهو لفظ جو ڪنهن ٻوليءَ ۾ استعمال ٿئي، مگر سندس معنيٰ عام فهم نہ هجي ۽ عالم کانسواءِ هر ماڻهو ان جي معنيٰ نہ سمجهي. مثلاً ، "البرت" جي معنيٰ آهي "الرجل الذليل".

(١٢) النادر: هن اصطلاح جو مفهوم بہ "الغريب" جهڙو ئي آهي. النادر جي تعريف آهي "اقل من القليل"، يعني گهٽ ۾ گهٽ، ورلي.

(١٣) المتروڪ: هي اصطلاح ان لفظ لاءِ استعمال ٿئي ٿو، جيڪو قديم يا بلڪل شاذ هوندو آهي.

(١٤) المصنوع: هي اصطلاح اهڙن لفظن لاءِ استعمال ٿئي ٿو جيڪي ساڳئي مفهوم کي ظاهر ڪن ٿا. "المصنوع" ۽ المولد" ۾ ڪافي فرق آهي. پهريون فصيح آهي، ۽ ٻيون غير فصيح.

عالمن ۽ ماهرن، لفظن جي مختلف نمونن ۽ معنائن جي مطالعي ڪرڻ بعد مٿين تقسيم ڪئي آهي. ڪين مطالعي جي دوران ۾ اهڙا الفاظ به نظر آيا، جن جي قرآة (پڙهڻي) مختلف هئي، مثلاً "صقر" کي "سقر" ۽ زقر" جي شڪلين ۾ پڻ لکيو ويندو آهي. اهڙا الفاظ عموماً هر ٻوليءَ ۾ موجود آهن ۽ جن جا ڪيترائي سبب ٿي سگهن ٿا. مثلاً، لفظ کي ڪنهن مشهور شاعر هڪ خاص انداز ۾ استعمال ڪيو ۽ اهو شاعر عوام جي هڪ گروهه ۾ پسنديده آهي، ته لازمي طرح اهو گروهه ان لفظ کي سندس محبوب شاعر وانگر ئي استعمال ڪري ٿو. يا ڪو لفظ ڪنهن اهڙي علائقي ۾ اچي استعمال ٿئي، جنهن جا باشندا ان لفظ جو اصلي اچار ڪري نه سگهن؛ يا هي به سبب ٿي سگهي ٿو ته ڪن ماڻهن اهڙا الفاظ ٻڌا هجن، ۽ ٻڌڻ جي غلط فهميءَ سبب، استعمال ۾ غلط رائج ٿي ويا هجن. اهڙن لفظن کي لسانيات جي ماهرن "تداخل اللغفات" جي نظريي هيٺ آندو آهي. انهيءَ ڪانسواءِ هڪ ٻيو به نظريو آهي، جنهن کي بعد جي ماهرن ايجاد ڪيو آهي. مگر اهو نظريو حڪمت تي ٻڌل نه آهي، ان ڪري عالمن طرفان ان کي تسليم نه ڪيو ويو. هن نظريي جو نالو "اشتقاق ڪبير"، يعني "وڏو اشتقاق" آهي. ابو علي فارسيءَ (٣٧٧-٦٨٨ هه) وٽان ان جو آغاز ٿيو. پر سندس شاگرد رشيد ابوالفتح عثمان جني (٣٣٠-٣٩٢هه)، پنهنجيءَ تصنيف "الخصائص" جي پهرئين حصي ۾، صفحي ٥٢٥-٥٢٦، تي لکي ٿو ته "ماهرين لسانيات مان ابو علي ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن به صاحب اشتقاق ڪبير جي نظريي جو سهارو نه ورتو آهي. جڏهن اشتقاق صغير ڪيس ناڪام بنائيندو هو، ته اُن مان مدد وٺندو هو. ان تي اعتماد رکڻ جي باوجود، هو اهو فقط ضرورت وقت استعمال ڪندو هو ۽ لاچاريءَ ۾ پاڻ کي ان سان وندرائيندو هو. " مطلب ته لسانيت جي ماهرن طرفان هن نظريي کي تسليم نه ڪيو ويو آهي، ۽ نه وري اهو نظريو اسان جي

**گهريءَ توجهہ لائق آهي. هتي انهيءَ کي فقط پڙهندڙن جي معلومات خاطر آندو ويو آهي.**

(مهراڻ 21/1965ع)

# ٻولي ۽ ڪلچر

الهداد ٻوهيو

(1) ڪلچر، هڪ سرشتو:

هڪ سرشتي (System) جي حيثيت ۾ ڪلچر جو مامرو بلڪل آسان ۽ سنئون سڌو آهي، شايد هن باري ۾ ڪلچر جي بهترين تعريف هيئن ٿئي تہ ”ڪلچر“ نالو آهي انسان ذات جي انساني ماحول جو(١). ڪلچر جو هي پهلو لاڳاپن جو هڪ اهڙو ميلاپ ۽ سنگم آهي، جنهن انسان ذات لاءِ اهو ممڪن ڪري وڌو آهي تہ اُها:

(الف) هڪ انساني سماج کي پيدا ڪري ۽ وڌائي.

(ب) انساني نسل جي گڏيل حاصلات (Common heritage) کي هڪ نسل کان ٻئي نسل تائين پهچائيندي هلي.

(ت) حاصلات کي ميڙيندي سهيڙيندي ۽ وڌائيندي هلي تہ جيئن انسان پنهنجو انسانيت وارو درجو قائم رکندو اچي ۽ جيئن انسان ۽ گهٽ درجي وارن حوالن ۾ فرق ۽ امتياز باقي رهندو اچي.

انسان جي حاصلات ۽ ان جو عظيم ورثو آهن اهي سمورا تصور (Concepts) ۽ اهي سمورا مقصد (Motives)، جيڪي انسان جي ملڪيت بڻجي ويا آهن.

ڪلچر جي مامري ۾ جن ڳالهين کي تصور (Concepts) ٿو چئجي، سي هنن ڳالهين سان تعلق رکن ٿا:

(الف) ماحول سان گهرائپ، ڏيٺ ويٺ ۽ واقفيت.

(ب) هڪ فرد يا معاشري جون پيدا ڪيل ڳالهيون.

(ت) ڪارڪردگي ۽ هنرمنديون،جيڪي هن دور ۾ انسان کي وڏي درجي تي رسائڻ لاءِ ذميوار آهن.

هڪ سرشتي جي حيثيت ۾ ڪلچر هڪ ڪُلُ قومي ، هڙ قومي، يا هڙ ملڪي (International) مامرو آهي، پر هڪ ذيلي سرشتي جي حيثيت ۾

ڪلچر هڪ گھڻ پٽاٽي، سڄي ساري or (comprehensive) (Varrigated) ڪلچر جو هڪ اڻچڄندڙ جزو (Element) آهي. جيڪڏهن ڪلچر پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ جدا مامرو ۽ هڪ سرشتو آهي ته پوءِ ڏسڻو هي آهي ته آخر اهي ڪهڙيون ڳالهيون آهن، جن جي ڪري ڪلچر انسانن جو ۽ فقط انسانن جو مامرو آهي. هن خيال کان ڪلچر جو بنياد فقط اهي ڳالهيون آهن جن جو واسطو انسان جي باهمي اظهار سان آهي پر ياد رکڻ گھرجي ته باهمي اظهار ٻن قسمن جو آهي ۽ جنهن اظهار سان اسان جو واسطو آهي، اهو انسانن جو باهمي اظهار آهي.

اهو اظهار، جيڪو ”ڪيو ٿو وڃي“ يا ”ارادي“ آهي، سو پاڻ هڪ سرشتو آهي ۽ اهو ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان مقرر ٿيل ضابطي جو پابند هوندو آهي؛ پر اهو اظهار، جيڪو ”ٿي ٿو وڃي“، سو نه ته ڪنهن ارادي جو پابند آهي ۽ نه ڪنهن طريقي جو.

ماڪيءَ جون مکيون ۽ ٻيا اهڙا جيوَ پنهنجي ڄاڻ ۽ تجربو ٻين جيون تائين پهچائيندا آهن. هي به هڪ اظهار آهي، پر هن قسم جي اظهار جو بنياد سياويڪ ۽ فطري تحرڪ (Instinctive Response) جو نتيجو آهي. ان ڪري هن قسم جو اظهار اوس ٿيندو رهندو ۽ ان حالت ۾ به ٿيندو رهندو، جنهن حالت ۾ ان کي سمجھڻ وارو ڪو به نه هوندو. ڪن جانورن ۽ پکين جي وچ ۾ به موج مستي، ڏک سور ڪاوڙ قصور جو اظهار ٿيندو رهندو آهي، پر هن قسم جي اظهار ۾ ڄاڻي واڻي ڪنهن خيال (Idea) کي ظاهر ڪرڻ جو ارادو موجود نه هوندو آهي. هن قسم جو اظهار غير ارادي ۽ غير طريقي آهي.

هن قسم جي اظهار کي ٻولي چئي نٿو سگھجي، ان ڪري هي ڳالهيون جيڪي هن قسم جي اظهار جي لاءِ سببن جي حيثيت رکن ٿيون، اهي به ڪلچر ۽ ٻوليءَ جي مامرن ۾ شامل ڪري نٿيون سگھجن. ٻولي ان

اظهار ڪي چئجي ٿو جيڪو اظهار ”ارادي“ (Delibrate) آهي ۽ جيڪو ”طريقي“ (Systematic) آهي.

ظاهر آهي تہ هن خيال ڪان ٻولي ۽ ڪلچر ٻنهين جا مامرا ساڳيا ۽ هڪجهڙا آهن.

ٻوليءَ جي باري ۾ ”ارادي“ جو تعلق خيال، سوچ، ويچار، تجربي، مشاهدي، ضرورت جي احساس ۽ فطري گهُر يا تقاضا ڪانسواءِ علم ۽ احساس سان آهي ۽ ”ضابطي“ جو تعلق ٻوليءَ جي خارجي نظامن- جهڙوڪ لفظي نظام، صوتياتي نظام ۽ معنوي نظام وغيره سان آهي.

ٻين جيوَن ۽ جانورن جي وچ ۾ هڪٻئي سان جيڪو اظهار ٿئي ٿو ان ۾ نہ ”ارادي“ کي ڪو دخل آهي ۽ نہ ”طريقي“ کي.

هن مان ظاهر آهي تہ ڪلچر سرشتي جي صورت فقط تڏهن ٿو وٺي، جڏهن هن سان لاڳو معاملا ٻوليءَ جي وسيلي انسانن جي باهمي اظهار جي صورت اختيار ڪن ٿا. ان ڪري ڪلچر جو مامرو جيوَن، پکين ۽ جانورن جو مامرو نہ آهي. اهو خالص انساني مامرو آهي ۽ ان جو وڏي ۾ وڏو سبب ٻولي آهي.

انهيءَ سوال جو جواب تہ اهڙي قسم جو اظهار رڳو انسان ئي ڇو ٿو ڪري سگهي؟ باندر ڀلا اهڙو اظهار ڇو نٿو ڪري سگهي؟ توڙي جو باندر بہ انسان جهڙو ئي هڪ جانور آهي، اهو ڏنو ويو آهي تہ اهڙي قسم جي اظهار يعني ٻوليءَ جي لاءِ گهٽ ۾ گهٽ نوَ سئو کان وٺي هڪ هزار دماغي طاقت جا يونٽ (د طي) گهرجن. هيترا يونٽ باندر ۾ نہ پر انسان ۾ ٿين ٿا. ان ڪري ٻولي رڳو انسان ٿو ڳالهائي سگهي. پر ٻوليءَ کانسواءِ ٻيون بہ ڪيتريون ئي اهڙيون ڳالهيون آهن، جيڪي انسان کي سڌريل ۽ ڪلچر وارو بنائين ٿيون، اهي ڳالهيون هيٺ ڏجن ٿيون:

(١) انسان جا آڱوٺا مُڙيل ۽ آڱريون ڊگهيون آهن، ان ڪري هو شين کي چوري پوري، ورائي سرائي، پرکي ۽ هڪٻئي کان جدا ڪري يا اچلائي ٿو سگهي.

(٢) انسان ٻہ چڱ ڪنيو ۾ چوٻازيو آهي پر هن جا ٻہ بازو يعني ٻانهون گُهمڻ ۾ بار ڪڻڻ جي حالت ۾ وانديون آهن. ان ڪري هو گُهمڻ سان گڏوگڏ ٻيا ڪم بہ ڪري ٿو سگهي.

(٣) انسان جي آواز پيدا ڪرڻ وارا عضوا اهڙا آهن، جو انهن تي ضابطو رکي انسان گهڻن قسمن جا آواز ڪڍي ٿو سگهي، ان ڪري هن کي ڳالهائڻ ۾ وڏي سهوليت ٿي ٿئي.

(٤) انسان جي ٻار جي واڌ جي رفتار تمام ڍري آهي، ان ڪري انسان کي سکڻ جو وقت تمام گهڻو ٿو ملي.

(٥) انسان کانسواءِ ٻيا سڀئي جانور جنسياتي مامرو رڳو ان وقت ٿا ڪن، جڏهن نَر ۽ مادي ان لاءِ تيار ٿي ٿا وڃن. جانورن جي حالت ۾ اهڙو وقت ڪڏهن ڪڏهن ٿو اچي پر انسان جي حالت ۾ جنسياتي مامري جو ڪو مقرر وقت آهي ئي ڪو نہ. انسان- نَر ۽ مادي، جنسياتي مامري لا هميشہ تيار رهن ٿا، ان ڪري انسان، نَر ۽ ماديءَ جو پاڻ ۾ لاڳاپو هميشہ رهي ٿو ۽ اُهو لاڳاپو وڏيڪ اثرائتو ۽ گهاٽو ٿو ٿئي، ان ڪري انساني سماج ۾ آباديءَ جو اضافو ٿيندو ٿو رهي، ان ڪري سماجي ضرورتن ڪري ڪلچر ۾ ٻولي جلد ترقي ٿا ڪن (٢).

اهڙيءَ طرح ڪلچر هڪ سرشتو بڻجي ٿو پوي.

(٢) ڪلچر ۽ سماج:

”سماج نالو آهي ماڻهن جي انهيءَ گروهہ جو، جنهن جي سڀني فردن جو ڪلچر ساڳيو آهي“ (٣.)

هن جو مطلب اهو آهي تہ ڪلچر جو تصور ڪنهن سماج جي تصور کان ٻاهر ڪري ئي نٿو سگهجي ۽ ڪنهن سماج جو تصور ڪنهن ڪلچر جي تصور کان ٻاهر ممڪن ئي ناهي. ڪلچر جي خيال کان ڪنهن خاص سماج جون جيڪي خصوصيتون مقرر ڪري ٿيون سگهجن سي هي آهن:

(١) زندگيءَ جي مقصد جو خاص تصور.

(٢) پورهيو، جنهن سان روزگار جي وسيلن جو تعلق آهي، تنهن جوخاص تصور.

(٣) سماج ۾ رهندڙ ماڻهن ۽ ٻين مخلوقن جي وچ ۾ لاڳاپا.

(۴) سماجي رسمون، عادتون ۽ لاڙا.

(۵)وهم ۽ گُمان.

(٦) ٻولي.

(٧) عام رواجي زندگيءَ جو طور طريقو.

(٨)وطن ۽ انسان ۽ زمين ۽ انسان جي وچ ۾ مخصوص لاڳاپا، جن جو تعلق وطن ۽ زمين جي تصورن سان آهي.

(٩)مخصوص تاريخي روايتون.

(١٠)انسان جي وس کان ٻاهر وارا مامرا.

(١١)خاص طبعي حالتون.

هي سڀئي ڳالهيون اُهي ڳالهيون آهن، جن سان ڪنهن سماج جا سڀ فرد هڪٻئي تي اثر انداز ٿين ٿا. ههڙي قسم جي ڏي – وٺ (Inter Action) ان ڪري سماج جي هڪ لازمي خصوصيت ۽ ضرورت آهي.

ٻئي طرف هي سڀ ڳالهيون اُهي ڳالهيون آهن، جيڪي ڪنهن ڪلچر جي وجود کي ثابت ڪرڻ لاءِ گهربل آهن. اهو ئي سبب آهي جو سماج ۽ ڪلچر لازم ۽ ملزوم آهي.

هن خيال کان ڪلچر ڪنهن نہ ڪنهن زنده ۽ موجود سماج جي اُپت ۽ ان جو نتيجو آهي.

**(٣) ڪلچر ۾ مواد:**

عام طور تي انسان جو ذهن فقط بہ ڳالهيون حاصل ڪري ٿو سگهي، اُهي بہ ڳالهيون هي آهن:

(١) شين جا تصورات (Concepts) .

(٢) وٿون يا قدرون (Values)، جن جي تصورن سان گهاٽو لاڳاپو آهي، هاڻي ڇاڪاڻ تہ انسان جي ذهن کان ٻاهر واري ڪنهن بہ شئي کي ڪلچر ۾ شامل ڪري نٿو سگهجي، ان ڪري ڇئبو تہ ڪلچر جي مواد ۾ رڳو اُهي بہ ڳالهيون ئي شامل آهن پر هن باري ۾ عالم هڪ راءِ جا نہ آهن.

ليزلي وائٽ، ڪلچر جي مواد ۾ پنج ڳالهيون شامل ٿو ڪري، اُهي ڳالهيون هي آهن:

(١) نظرياتي معاملا.

(٢)عمراني مامرا.

(٣)جذباتي مامرا.

(٤)طور ۽ طريقا.

(٥)تڪنيتي مامرا (٤).

ٻيو صاحب مانائتو هانگ من (Honigmann) ٿو چوي تہ ڪلچر جي مواد ۾ جن ڳالهين کي شامل ڪري ٿو سگهجي سي آهن خيال ۽ جذبا، انسان جا ناهيل شاهڪار جدا جدا حالتن ۾ انسان جي ڪارڪردگي (٥).

هنن راين پڙهڻ کانپوءِ ڏسجي ٿو تہ مانائتي ليزلي وائٽ (Leslie white) ۽ هانگ مَن جي خيالن کي هرويرو ٻهرئين خيال کان جدا ڪري نٿو سگهجي. ڇاڪاڻ تہ هت اسان جو موضوع ڪلچر نہ پر "ٻولي ۽ ڪلچر" آهي، ان ڪري ڪلچر جي مواد تي تفصيلي بحث کان هٽي اسان کي رڳو ايترو ڏسڻو آهي تہ ڪلچرل مواد ۾ ٻوليءَ جو ڪيترو هٽ ۽ حصو آهي.

تصور ۽ وٿون پنهنجي وجود لاءِ هڪ اهڙي ضابطي ۽ طريقي جون محتاج آهن، جيڪو هنن کي انسان جي باهمي مامرن ۾ ڪم ڪرڻ جو ميدان ڏئي، جيڪڏهن تصور ۽ وٿون انسان جي حقيقت ۽ سچي پچي زندگيءَ ۾ هن جي عمل تي ڪو اثر نٿيون ڪن تہ پوءِ تہ انهن کي انسان جي ڪلچر ۾ ڪابہ جاءِ ملي نہ سگهندي. پر جيڪڏهن اهي ئي بہ شيون انساني

سماج کي ٻل ۽ قوت ڏين ٿيون تہ پوءِ اُها شيءِ، جا هنن ٻن کي انساني معاشري ۾ ڪا قيمت يا ڪا معنيٰ ڏئي ٿي، سا ڪلچر جي مواد جي وڏي ۾ وڏي حقيقت ۽ نهايت ئي اهم حقيقت آهي. هن راءِ جي پنيرائيءَ ۾ دنيا جي مڃيل عالمن ۽ ٻولين جي ڄاڻن جا رايا بہ موجود آهن، اجهو هن طرح:

مانائتو ايڊورڊ ساپر (Edward Sapir) لکي ٿو تہ ”ٻوليءَ جي حيثيت ڪلچر جي سائنسي اڀياس جي رهبر جهڙي آهي. هن خيال کان ٻوليءَ جي قيمت ۽ ضرورت روزبروز وڌندي ٿي وڃي. هڪڙي خيال کان ڪلچر جو سچو تاڃي پيٽو، جيڪو ڪنهن بہ هڪ دور جي تهذيب ۾ موجود آهي، سو سچو ئي ان ٻوليءَ ۾ سمايل آهي، جيڪا ٻولي ان تهذيب کي کولي ۽ سمجهائي رهي آهي يا ان جي ترجماني ڪري رهي آهي. ائين سمجهڻ وڏي غلطي آهي تہ اسان ڪلچر جي اهم ۽ خاص ڳالهين کي رڳو ڏسڻ ۽ پسڻ سان بہ سمجهي ٿا سگهون ۽ ان ۾ ٻوليءَ جي انهيءَ سمبل واري سرشتي جي ڪا ضرورت نہ آهي، جيڪو هنن ڳالهين کي سماج ۾ اهم ۽ سمجهڻ جهڙو ٿو بڻائي.“

ساپر صاحب جي ئي سند مان هئري هوجر (Harry Hoijor) هيئن ٿو لکي: ”ساپر ۽ هورف (Whorf) جي لکڻ مان پڌرو آهي تہ ڪلچر جي ڪليت (Totality) ۾ ٻوليءَ جو ڪردار وڏو ۽ ڏاڍو اهم آهي. ٻولي رڳو اظهار جي طريقي جو نالو نہ آهي. ٻولي تہ هڪ اهڙي طاقت آهي، جا پنهنجي ڳالهائيندڙن جي خيال کي ضابطي هيٺ ٿي رکي ۽ انهن لاءِ سياويڪ طريقا مهيا ٿي ڪري، تہ جيئن اُهي پنهنجن خيالن کي سلسليوار ۽ ترتيب سان بيان ڪري سگهن“(٦).

ظاهر آهي تہ ٻولي، سماج ۽ ڪلچر جي وچ ۾ هڪ اهڙيءَ پُل جيان آهي، جنهن جي وسيلي سماج ڪلچر تي اثرانداز ٿو ٿئي ۽ ڪلچر سماج تي. انهيءَ ڪري ئي ٻولي، سماج ۽ ڪلچر واري ٽڪنڊي ۾ وڏيڪ اهم ڪنڊ ٻوليءَ کي حاصل آهي. ان ڪري ٻولي پاڙهڻ واري استاد جي لاءِ ٻوليءَ جو اهڙو

اپياس، جيڪو ٻوليءَ جي ڪلچر ۽ ٻوليءَ جي سماج کي سمجهڻ ۾ مدد ڪري، سو تمام ضروري آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي حالت ۾ ٻوليءَ جو هن طرح جو اپياس ڪيو ئي نہ ويو آهي، ان جا ڪي سبب هي آهن:

(١) اسان ماڻهن جي ٻوليءَ ۾ دلچسپي اجا هاڻوڪي ڳالهہ آهي، ٻوليءَ جي ماهري تي اسان تمام گهڻو دير سان سوچڻ شروع ڪيو آهي.

(٢) سياسي ابتري ۽ ڇڪ ـ گهڙ جي حالت ۾ اسان جا عالم رڳو ٻوليءَ جي وجود کي بچائڻ جي ڪم ۾ ئي پورا نہ ٿي پيا. اهو ڪم وڏيڪ اهم هو ۽ ڀهريون ڪم هو.

(٣) ٻوليءَ جي ماهري ۾ دلچسپي عالمن کان بہ وڏيڪ انهن جوانن ۾ پيدا ٿي، جيڪي اصولي ۽ نظرياتي طور تي تہ ٻوليءَ جا عاشق هئا، پر علمي لحاظ کان سندن مطالعو اهڙو نہ هو جو هو ٻوليءَ جي ماهرن تي لکن يا راءِ ڏيئي سگهن.

(۴) ڪلچر جي باري ۾ اسان جو اپياس ۽ سوچ، سائنسي ۽ حقيقت پسندانہ ئي نہ آهن.

(۵) سنڌ ۾ مختلف ڪلچر وارن ٽولن سان ٿاهہ ۽ ڀاڱيڀيءَ واري هلت جي ڪري اسان ڪلچر جي مخصوص سوالن تي سوچيو ئي نہ آهي.

(٦)سنڌي پاڙهڻ وارن استادن جي پيشائي تربيت غلط ۽ ڪمزور رهي آهي، ان ڪري ٻوليءَ جي پاڙهڻ واري ڪم ڏانهن سندن رويو تصوراتي ۽ سطحي رهيو آهي.

(٧) انگريزيءَ ۽ اردوءَ جي انهيءَ اثر جي ڪري، جيڪو اسان جي مٿاهين طبقي جي مٿي ۾ گهر ڪري ويو هو اسان مادري ٻوليءَ جي سوال کي اهميت ڏئي نہ سگهيا آهيون.

(۴) ٻولي ۽ ڪلچر

”ٻوليون خلا ۾ پيدا ڪو نہ ٿينديون آهن. ٻوليون قومن جي ڪلچرن جو حصو آهن، ٻوليون سماج ۾ سڀني ماڻهن جي پاڻ ۾ اندروني لاڳاپي ۽ اظهار جو خاص وسيلو آهن. ٻوليون اهڙيءَ ريت ڪلچر جو ترڪيبي جزو بہ آهن تہ مرڪزي نظام بہ ڪلچر جا ٻيا ترڪيبي جزا بہ انهيءَ ئي نظام جي ماتحت ڪم ڪري رهيا آهن.“

چاڪاڻ تہ ٻولي ڳانڍاپي جو خاص ۽ مکيہ وسيلو آهي، ٻولي ڪي خاص لفظ ۽ محاورا ڪلچر جي عام معنيٰ سان ملائيندي آهي. مثال طور سنڌي ماڻهن جي ڪلچر ۾ پاڻيءَ جي وڏي اهميت حاصل رهي آهي. ان ڪري ڏٺو ويندو تہ سنڌي ماڻهن جي زندگيءَ ۾ ”پاڻي“ جي لفظ کي خاص ڪلچرل معنيٰ تمام ججهي آهي. اهڙيءَ حالت ۾ ”پاڻي جي اُها معنيٰ عام معنيٰ کان تمام نرالي آهي ۽ انهيءَ معنيٰ کان مختلف آهي جيڪا معنيٰ انگريزي لفظ (Water) پاڻ ۾ رکي ٿو. مثال طور ”منهن جو پاڻي، مڙس کي پاڻي (تيز يا غيرت) ناهي تہ اهو مڙس ئي ناهي. وعدي کي پاڻي ڏي، هن ڏاند کي ڏاڍو پاڻي آ، ٻيهي ٻيهي پيرن جو پاڻي سڪي ويو. ڪاتيءَ کي پاڻي چڱيءَ ريت نہ آيو آهي. هو هينئر پنهنجي پاڻيءَ ۾ نہ آهي“. هن جو مطلب اِهو آهي تہ ٻوليءَ جو ڪلچرل مواد (Cultural Content) ظاهر ڪرڻ ۽ سمجهڻ لاءِ هڪ جدا لغت جي ضرورت آهي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ شعر جو تمام وڏو حصو ڪلچرل مواد وارو آهي ۽ شاهہ جو سڄو ئي شعر ڪلچرل مواد آهي، ان ڪري ان کي سنڌ جي ڪلچر کان ٻاهر رکي سمجهڻ ممڪن ئي نہ آهي، اهو ئي سبب آهي جو شاهہ جي شعر جو ترجمو ممڪن ئي نہ آهي. ٻوليءَ جي ڪلچرل مواد ۾ معنيٰ جو هڪڙو جُزو (Unit of meaning) رڳو تڏهن ترجمي ۾ آڻي سگهبو جڏهن ٻيءَ ٻوليءَ ۾ بہ ڪلچرل معنيٰ جو ساڳيو ئي جُزو موجود هجي. هن جو مطلب رڳو اهو آهي تہ ڪنهن بہ ڪلچر جو ترجمو فقط ساڳيءَ طرح جي ڪلچر (Identical Culture) ۾ ئي ممڪن آهي. شاهہ جي شعر جو اِيپاس ڪلچر جي مواد جي خيال کان ڪبو تہ شعر وڏيڪ عمدو لڳندو ۽ پوءِ شاهہ جي شعر جو اردو ترجمو

۾ ڪن بيتن جو انگريزي ترجمو پڙهبو تہ خبر پئجي ويندي تہ ڪيئن نہ ٻولي رڳو پنهنجي ئي ڪلچر ۾ ڪم ڪري ٿي سگهي. ڪنهن بہ ڪلچر جي مواد ۾ وڏو حصو آهي لور (Lore)، مٿ (Myth)، ليجينڊ (Legend) ۽ ڀرم (Belief) جو. اُهي ئي شيون ٻوليءَ جو روح آهن ۽ اهي ئي شيون ڪلچر جو روح آهن.

شاهہ جي شعر جو اردو ۾ ڪن حصن جو انگريزي ترجمو موجود آهي. هن طرح سان هڪڙو ئي بيت اسان کي اردو، سنڌي ۾ انگريزيءَ ۾ ملي ٿو. اهڙيءَ حالت ۾ هڪڙي ئي بيت جون ٽيئي صورتون سامهون رکي معلوم ڪري سگهبو تہ:

(١) انگريزي ۾ اردو ترجمن ۾ لفظن جي رڳو اُها معنيٰ آئي آهي، جا عام آهي ۽ ڪلچرل مواد ۾ شامل نہ آهي.

(٢) سنڌي ٻوليءَ واري ڪلچرل مواد جو ترڪيبي جزو ٻي ٻوليءَ ۾ اٿلي نہ سگهيو آهي.

(٣)اردوءَ ۾ ڇاڪاڻ تہ ڪلچرل مواد پنهنجو ڪونهي، ان ڪري اردوءَ واري ترجمي ۾ تہ خالص ڪلچرل مواد جي اڻاٺ آهي.

(٤) انگريزيءَ جي حالت ۾ گهڻن هنڌن تي سنڌيءَ جو رڳو اُهو مواد اٿلي سگهيو آهي، جنهن ۾ سنڌي ڪلچرل معنيٰ موجود ڪانہ هئي.

(٥) انگريزيءَ ۾ وري بہ پنهنجو ڪلچرل مواد آهي، ان ڪري ترجمي جي حالت ۾ سنڌيءَ جو ڪلچرل مواد، جنهن حد تائين اُهو عام انساني معيارن تي پورو آهي، انگريزيءَ ۾ تہ منتقل ٿي ويو آهي پر اردوءَ ۾ منتقل ٿي نہ سگهيو آهي.

(٥)ڪلچرل اتحاد

ڪلچر جي خيال کان ڪي بہ ٻہ سماج بلڪل هڪجهڙا ٿي نٿا سگهن، ڇو تہ ڪو بہ هڪ ڪلچر فقط ڪنهن بہ هڪ سماج ۾ ئي پيدا ٿي ٿو سگهي ۽ فقط هڪ سماج کي ئي پنهنجو ڪري ٿو سگهي. رهيو سوال تہ آخر اُها ڪهڙي شيءِ آهي، جنهن کي ڪلچرل اتحاد (Cultural

(Amalgamation ٿو چئجي. منهنجو ويساهه آهي ته ڪلچرل اتحاد يا ميلاپ جو مطلب اهو نه آهي ته ٻه يا ٻن کان وڌيڪ ڪلچر ملي هڪ ٿي سگهن ٿا. ڪلچرل ميلاپ جو مطلب آهي ڪلچرل ٽَڪر ۽ تصادم (Cultural Conflict) جنهن جو نتيجو ميلاپ نه پر موت يا زندگي هوندو آهي. ٻه ڪلچر پاڻ ۾ ملڻ کانپوءِ هڪٻئي کي کائڻ ۽ پائڻ شروع ڪندا آهن، تان جو ڪنهن وقت کان پوءِ ٻن سماجن مان هڪڙو سماج ۽ ٻن ڪلچرن مان رڳو هڪڙو ڪلچر وڃي بچندو آهي. "ڪلچر ان ڪري ڪنهن سماج جي مخصوص زندگيءَ جو مخصوص نالو آهي. "ڪلچر معنيٰ سماجي زندگيءَ جو نمونو" (Way of Social Life of a people)

ٻولي پاڙهڻ جي مامرن ۾ ڪلچر انهيءَ ڪري اهم آهي جو ٻولي ۽ ڪلچر هڪ ڪلاس ۾ جدا ڪري ئي نٿا سگهجن. ان ڪري ٻوليءَ جو قابل استاد اُهو آهي جيڪو اهو ڄاڻندو هجي ته جا ٻولي هو پاڙهي ٿو ان ۾ ڪلچر ڪهڙو ۽ ڪيترو ڪٿي آهي. ٻار پاڻ سان ٻولي ٻه وٺيو ٿا اچن ته ڪلچر ٻه. جيڪڏهن پاڙهڻوارو ٻوليءَ جي سماج کان واقف نه هوندو ته پوءِ هو ٻارن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي نه سگهندو. ڪلچر کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ (Cultural Anthropology) جي ڄاڻ تمام ضرور آهي.

(٦) ڪلچر ۽ ڌاري ٻوليءَ جي تعليم

ڌاري ٻولي سکڻ جا مقصد:

(١) ٻوليءَ کي استعمال ڪرڻ جي لياقت حاصل ڪرڻ.

(٢)ڌاري ٻوليءَ جي معنيٰ ۽ مطلب کي ان جي ڪلچر جي لحاظ کا سمجهڻ.

(٣) ڌاري ٻوليءَ ۾ آيل ادب ۽ خيالن کي سمجهڻ.

هنن ٽن مقصدن کي حاصل ڪرڻ جي رستي ۾ جي رنڊڪون اچن ٿيون، سي هي آهن:

(١)ڌاري ٻوليءَ جو ڪلچرل مواد.

(٢) ڌاري ٻولي ڳالهائڻ وارن ماڻهن جي سماجي زندگيءَ ۾ ڪلچرجو حصو.

(٣) ڏاري ٻوليءَ جي ڪلچرل مواد ۾ خام ۽ اجايا ڪلچرل اهڃاڻ ۽ سطحي ۽ عارضي ڳالهيون، جن جو ڪلچر جي اصل سان ڪو واسطو ڪو نہ آهي.

هن باري ۾ ڏاري ٻولي پاڙهڻ واري استاد کي ٻن ڳالهين جو خيال خاص طور تي ڪرڻو پوندو، اُهي هي آهن:

(١) هن جو وڏو فرض، اِهو آهي تہ هو ٻوليءَ ۾ ڪلچر جي بنياد ۽ حقيقت سان واسطو رکندڙ لفظن، اڏ جملن، لفظي سرشتن (Word Series) کي انهن لفظن ۾ جملن کان جدا ڪري، جيڪي ڪلچرل مواد سان حقيقي واسطو نٿا رکن.

(٢) هن جو ٻيو فرض هي آهي تہ هن ٻن ڪلچرن ۽ ٻن ٻولين جي حالت ۾ يا ٻوليءَ جي ٻئي سرشتي جي حالت ۾ اهڙا لفظ جدا ڪري رکي، جن جو ڪلچرل مطلب ۽ ان جي سٽا گهڻو ڪري هڪجهڙي آهي يا لڳ ڀڳ هڪجهڙي آهي.

(٧) ڪلچر، ادب ۽ ٻولي

ڪو زمانو هو جو پهرين ٻوليءَ جي سکيا سان گڏوگڏ ٻي ٻوليءَ جو اڀياس رڳو انهيءَ ڪري ڪيو ويندو هو تہ دنيا جي ڪنهن نہ ڪنهن ٻئي عظيم ادب جو اڀياس بہ ڪري وٺجي، اُهو مقصد بہ پنهنجي جاءِ تي وڏو مقصد هو پر اجا بہ وڏو مقصد ٻيو آهي، اڄڪلهہ ڏاري ٻوليءَ جي سکيا جو مقصد ڏارئي ڪلچر، آرٽ، تڪنيڪ ۽ ٻوليءَ کي سمجهڻ آهي. اهو ئي مامرو آهي، جنهن کي اڄڪلهہ ٻوليائي ڪلچر جو زاويو (Linguistic cultural view) سڏيو ٿو وڃي.

هن خيال کان ڪلچر، ادب ۽ ٻولي هڪ ئي شئي جا ٽي نالا آهن. هو ٽيئي هڪ ٻئي جي واڌاري ۽ بقا جي لاءِ ڪوشان آهن ۽ هڪٻئي جا مددگار آهن. مثال طور جيئن ماڻهوءَ کي پير ٿيندا آهن، تيئن هر جانور کي بہ پير ٿيندا آهن. ”پير“ لفظ جي هيءَ معنيٰ سنڌي ٻوليءَ جي بنيادي ۽ عام معنيٰ

آهي پر ساڳيءَ ريت سنڌي ٻوليءَ ۾ ”پير“ رڳو ماڻهوءَ جي پير کي چئي سگهبو آهي. گهوڙي جي پير کي سنب، ٻڪريءَ جي پير کي کُر ۽ اٺ جي پير کي داڦوڙو چئي سگهبو آهي. جيڪڏهن ڪو سنڌي ٻارڙو چوندو ته ”اُٺ جي پير ۾ ڪنڊو لڳو آهي“ ته اهو اديبانه نه چئي سگهبو ڇو ته هن جملي ۾ ڪم آيل ٻول ”ٻوليءَ جو ادب“ ڪو نه ٿو سيکاري. بنيادي معنيٰ جي خيال کان ته ٻار جيڪي چيو سو غلط نه هو پر ڪلچرل يا ادبي معنيٰ جي خيال کان ٻار غلطي اها ڪئي جو ”داڦوڙي“ لفظ جي بجاءِ لفظ ”پير“ استعمال ڪيائين. هن مان پڌرو ٿيو ته ٻوليءَ کي گهٽ ۾ گهٽ ٻن قسمن جا مواد مليا آهن، ۽ ادبي مواد فقط اُهو آهي جيڪو ڪلچرل مواد آهي ۽ جنهن ۾ معنيٰ جي يونٽن کي ”معنيٰ“ جا ڪلچرل حصا (Cultural meaning units) چئبو جڏهن ته عام يا بنيادي مواد جي يونٽن کي (Elementary meaning units) چئبو آهي. (انگريزيءَ ۾ هنن کي E.M.Us ۽ C.M.Us چيو ويو آهي.)

ادب، ٻولي ۽ ڪلچر جو ڪمال ۽ بلندي رڳو ٻوليءَ جي ڪلچرل مواد جي يونٽن کي سمجهڻ سان حاصل ڪري ٿا سگهجن.

(٨) ڪلچرل امتياز يا ست ڀيد: (Cultural Distinction)

ڪلچر ماڻهن جي وچ ۾ محبت، نفرت، فخر، وڏائي، عزت، لڄ، ليچائي ۽ ذلت جو معاملو به آهي. سنڌ ۾ جيڪڏهن ساهتي حصي جا ماڻهو ڪولهين ۽ مينگهواڙن سان برابريءَ جو ورتاءُ نٿا ڪن ته ان جو مطلب اهو آهي ته هنن ۾ ڪلچرل برتريءَ جو بيجا احساس آهي ۽ گهٽ ذاتين ۾ ان جي نتيجي ۾ ڪلچرل ڪمتريءَ جو. هن احساس جا سبب ٻوليءَ کانسواءِ ٻيا به آهن ۽ انهن مان وڏي ۾ وڏو آهي جمالياتي ۽ اخلاقي نقطء نظر.

ڪلچر هڪڙي طرف کان جماليات جو مامرو آهي ته ٻئي طرف کان اخلاقيات جو. سنڌ ۾ پيل ۽ ٻاگڙي ڳوهون ۽ نانگ ماري کائيندا آهن. سماجي علمن جي خيال کان هن قسم جو عمل هنن ماڻهن ۾ رائج جمالياتي ۽ اخلاقي طريقن ۽ نظامن ڏانهن اشارو ٿو ڪري. ڏنو وڃي ته هنن ماڻهن جي گهرن ۾

ڪرپيون، رنبا، بگليون ۽ رسيون اهڙيءَ طرح رکيون آهن، جهڙيءَ طرح ساهتي پرڳڻي جي ماڻهن جي گهرن ۾ اجرڪ، لوبون، سوسيون، لونگيون ۽ رلهيون. هن طرح هڪڙي ئي هنڌ تي جمالياتي ۽ اخلاقي قدرن جو اختلاف ظاهر ٿي ٿو سگهي، پر ڇاڪاڻ ته هڪڙي ڏر انهيءَ حيثيت ۾ نه آهي جو اها تصادم کي قبول ڪري، ان ڪري اهڙن حصن ۾ ۽ اهڙن هنڌن تي ڪلچرل تصادم جي ڪري نقصان ڪو نه ٿو ٿئي.

پر جيڪڏهن ڪنهن هنڌ تي ڪلچرل تصادم وارن ماڻهن مان ڪابه ڌُر اهڙي نه آهي جو اها تصادم کي قبول ڪري ته پوءِ تصادم اوس ٿيندو آهي، ۽ نقصان به ضرور ٿيندو آهي. هاڻي سوال ٿو اٿي ته هن ڪلچرل امتياز کي برداشت ڪرڻ لاءِ ڪهڙو نظريو اختيار ڪجي. ڇا هن امتياز کي ختم ڪرڻ لاءِ ٻن گروهن کي هڪٻئي سان وڙهڻ ۽ هڪٻئي کي قتل ڪرڻ گهرجي.

وڙهڻ ۽ قتل ڪرڻ جي اجازت ته نه اخلاقيات ٿي ڏئي ۽ نه جماليات، ماڻهوءَ جي رت مان خوشبو ڪانه ٿي اچي. ڪنهن به اخلاقي معيار تي اهو جائز ناهي ته ماڻهوءَ کي قتل ڪيو وڃي. ان ڪري اهڙي ڪلچرل تصادم کي ختم ڪرڻ جو فقط هڪ ئي رستو آهي ۽ اهو آهي ."سهڻ" جو. پر برداشت ڪرڻ لاءِ به ڪو معيار ضرور هئڻ گهرجي.

آدمخورن جي تهذيب ۽ ڪلچر ۾ ائين آهي ته هو دشمن کي دعوت ڏيئي، کين کارائي پيئاري، پوءِ هنن جي چوڌاري ناچ ڪري، پوءِ هنن کي ڪُهي پچائي کائڻ ويهندا آهن ۽ کائيندي کائيندي پنهنجي تهذيب جي برتريءَ ۾ ۽ پنهنجي قوم جي ۽ نسل جي شان ۾ قصيدا ڳائيندا آهن. هاڻي سوال ٿو اٿي ته انهيءَ ڪلچر کي برداشت ڪجي يا نه ڪجي.

ظاهر آهي ته ڪلچر کي برداشت ڪري نٿو سگهجي، ته پوءِ ڇا انهيءَ جو مطلب اهو آهي ته هن گروهه کي ماري ناس ڪجي؟ نه، هن جو مطلب

اهو به ناهي، ڇو ته ماري ناس ڪرڻ ته خود ڪلچر جي نظرين جي خلاف آهي، ته پوءِ آخر ڇا ڪجي؟

هن باري ۾ رستو ته فقط هڪڙو آهي ۽ اهو آهي وڏي انساني سماج جي تهذيب ۽ ڪلچر جي معيارن جو ۽ اصولن جو. ان سلسلي ۾ غير تهذيبي ۽ غير فطري طريقن کي اختيار ڪرڻ گروهن ۽ ٽولن جو ڪلچر ته ٿي ٿو سگهي، پر ڪل انساني ۽ ڪل قومي معيارن لاءِ مناسب نه آهي.

ڪل انساني معيار اهي آهن ته انسان فطري طور تي ۽ سياويڪ طور تي نيڪ آهي ۽ نيڪيءَ ڏانهن مائل آهي. هو سياويڪ طور تي سڌارڪ آهي ۽ ترقي پسند آهي. هو سياويڪ طور تي خير ۽ امن ڏي مائل آهي، ان ڪري ڪل انساني جوڙجڪ ۽ ڪل قومي سٽاء جي خيال کان هڪڙو ڪلچر اهڙو به آهي جيڪو پوري انساني برادريءَ ۾ نيڪي، امن، خوشحالي، سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ڪم ڪري رهيو آهي.

ان ڪري جيڪڏهن ڪٿي ڪلچرل امتياز جو مامرو سامهون اچي ته چڱو ائين آهي ته ڏسجي ته ڪهڙي ڪلچر ۾ ڪل انساني معيارن سان ٺهڪي اچڻ جون ڳالهيون وڌيڪ آهن. اهڙي حالت ۾ انساني برادريءَ جو پهريون فرض اهو آهي ته هوءَ انهيءَ ڪلچر جي حفاظت ڪري، جيڪو ڪل انساني معيارن سان ٺهڪي ٿو اچي.

ڪل انساني معيارن ۾ ٻوليءَ جو مامرو به شامل آهي، ڇو ته ٻولي انسان جي اخلاقي ۽ جمالياتي نظامن جي تمام ويجهو آهي. اهي ٻوليون جيڪي تمام گهڻو عرصو انساني برادريءَ ۽ ڀائپيءَ واري لاڳاپي کي قائم رکندي ڌرتيءَ تي چر پر ۾ رهيون آهن ۽ اُهي ٻوليون جن جو ادب گروهي ۽ تفريقي ادب نه پر انساني ۽ اجتماعي ادب آهي ۽ اُهي ٻوليون جن جو ڪلچرل مواد گروهن ۽ ٽولن تي ٻڌل نه پر مجموعي انساني ڪلچر جي بنياد تي ٻڌل آهي ۽ اُهي ٻوليون جيڪي پنهنجن سماجن کي انسان جي گڏيل ورثي يعني خير، امن ۽ خوشحاليءَ جي طرف وڌڻ ۾ مدد ڪن ٿيون، سي سڀ انهيءَ لائق آهن ته انهن کي زنده رکيو وڃي ۽ انهن کي وڌايو وڃي. لازم آهي

تہ انساني وسيلن سان انهن کي سماجن ۾ وڏي ۾ وڏو رتبو ۽ مرتبو وٺي ڏنو وجي.

هن خيال کان اسان جي اڳيان وڏي ۾ وڏو ڪم هي آهي تہ اسان پنهنجي ٻوليءَ جي عظمت کي ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڪلچر ۽ سماجي وٿن کي ماڻهن جي عظيم ورثي يعني انساني ڀائپيءَ ۽ امن جي مامرن ۾ سچو سپاهيڪ، اهم ۽ ضروري ثابت ڪريون. هي ڪم اسان سنڌي ٻوليءَ جي سماجي تاريخ لکڻ سان ڪري سگهنداسون، جنهن ۾ اُهو ڏيکاريو ويندو تہ سنڌي ٻوليءَ سماج ۾ ڪهڙو ڪم ڪيو آهي ۽ خود سنڌي سماج پنهنجي ٻوليءَ جي معرفت ڪل انساني سماج ۾ ڪهڙو ڪردار ادا ڪيو آهي، پر هيءُ ڪم ڪري ڪير؟(٧)

Alfred Khun_Study of Society Page 205(١)

Alfred Khun_Study of Society Pages 208, 211, 212(٢)

Alfred Khun_Study of Society Page 212(٣)

Evolution of Culture Page 6(٤)

The World of Man Page 12(٥)

In Language in Culture Pages 94, 161, 162(٦)

(٧)"سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪردار" الهداد ٻوهيو_نئين زندگي پوہون پرچون.

(سنڌي ٻوليءَ جي سماجي تاريخ تي هيءَ هڪ بنيادي ڪوشش آهي)

(مهراڻ 1972/4ع)

# سنڌي حرفن جي صورتخطي
## ا ب ٻ ڀ پ ت ٿ ٽ ٺ ج ڄ ڃ چ
## ڇ د ڏ ڊ ڦ ڪ ک ڳ گھ ڻ (ڏڙڻ)

غلام مصطفيٰ قاسمي

سنڌي زبان پنهنجي قدامت ۽ حروف تهجيءَ جي وسعت جي خيال کان اها زبان آهي، جنهن سان دنيا جون ڪي ٿوريون ٻوليون ڪر ساهي سگهن ٿيون، پر افسوس جو ان جو بنهه آڳاٽو تحريري ادب اسان سنڀالي نہ سگهيا آهيون، نہ تہ ان جي مختلف دورن ۾ ترقي ۽ اوسر جو فيصلو ڪرڻ آسان ٿي پئي ها. اسلام جي ظهور کان اڳ واري سنڌي ٻوليءَ جي ساخت ۽ ادب بابت اسان وٽ ڪابہ ثابتي نہ آهي، پر ان جي ويجهڙائيءَ ۾ هن ٻوليءَ جو ثبوت ملي ٿو جنهن مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ڪن ٿورن حرفن جي اُچارن واري تبديليءَ کانسواءِ سنڌي ٻوليءَ جي سٽا ساڳي رهي جا اڳ هئي. هن بابت سڀ کان قديم حوالو حديث جي ڪتاب مسند امام احمد بن حنبل ۾ ملي ٿو تہ نبي اڪرم ﷺ واپار جي خيالن کان نبوت کان اڳ بحرين جي مشهور عالمي واپاري ميلي ۾ واپار لاءِ ايندا هئا. هڪ ڀيري پاڻ ان ميلي ۾ ويٺا هئا تہ پنهنجي ساٿين کي ڪن ماڻهن ڏانهن اشارو ڪندي فرمايائون تہ اهي سنڌي واپاري آهن ۽ سنڌي ٻولي ڳالهائي رهيا آهن.اهڙو اشارو پاڻ سڳورن ﷺ چيني ماڻهن ڏانهن بہ فرمايو.هن واپاري ميلي بابت تاريخن ۾ اچي ٿو تہ اهو ايڏو واپاري ميلو لڳندو هو جو ان ۾ سنڌ، هند ۽ چين جا واپاري بہ وڻج واپار لاءِ سفر جا ڪشالا ڪڍي پهچي ويندا هئا. حضور اڪرم ﷺ جي انهيءَ فرمان مان اهو پتو پئي ٿو تہ جيئن پاڻ سنڌين جي صورت، ويهڪ ۽ پوشاڪ کان واقف هئا، تيئن سنڌي زبان بابت بہ ڪين ڪجهہ ڄاڻ ضرور هئي.

هن لاءِ حديث جي سڀ کان قديم ڪتاب مؤطا امام مالڪ جي هڪ روايت مان بہ تائيد ملي ٿي تہ آنحضرت صلي الله عليہ وسلم جي گهرو

---

نوٽ: مٿين الف-ب ۾ آيل ٻن حرفن،''د'' ۽ ''ڦ''، تي اصل ۾ ٽي ٽي ٽُٻڪا آيل آهن. ان قسم جي ٽائيپ جي عدم موجودگيءَ سبب اهي موجوده ٽائيپ ۾ رکيا ويا آهن.....ادارو

خدمتگارن ۾ هڪ سنڌي خادمہ بہ هئي، جنهن هڪ ام المومنين کي بيمار هجڻ جي حالت ۾ سنڌي سُتي بہ ڏسي هئي. عربيءَ جي مشهور جاگرافي نويس بزرگ بن شهريار سندس جڳ مشهور ڪتاب عجائب الهند جي بنهہ ابتدائي صفحن ۾ اها روايت آندي آهي تہ منصوره سنڌ جي هڪ عالم ٽين صدي هجريءَ جي وچ ڌاري هڪ راجا لاءِ قرآن حڪيم جو سنڌي زبان ۾ ترجمو لکيو هو. اها روايت بہ سنڌي ٻوليءَ جي اهميت کي شاندار بنائي ٿي.

سنڌي زبان جڏهن عربيءَ وانگر سڄي کان کٻي پاسي ڏانهن لکڻ ۾ آئي تہ افسوس جو ان جي مخصوص اکرن جي ڪا هڪ صحيح صورت مقرر نہ ڪئي ويئي، جنهن کي جيئن ٺي وڻيو ان ائين ٺي لکيو. اهو ئي اصلي ڪارڻ آهي جو اسان وٽ هن قديم زبان، جي نثري تحرير ٽن صدين کان مٿي نہ ملي سگهي آهي. جس هجي ميون ابوالحسن سنڌيءَ کي جنهن يارهين صديءَ جي آخر ڌاري سنڌي حرفن جي لکڻ لاءِ ڪا صورت بنائي ۽ مقدمتہ الصلواة نالي سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکيو. انهيءَ دور ۾ رني ڪوٽ جي هڪ عالم علم ورثي جي مشهور ڪتاب سراجيءَ جو سنڌي نظم ۾ ترجمو لکيو. اهو ڪتاب احقر راقم وٽ موجود آهي. ميون ابوالحسن ٻارهين صديءَ جي شروع ۾ سن ١١٢٨هہ ڌاري وفات ڪري ويو. سندس ڪتاب اها مقبوليت حاصل ڪئي جو مخدوم هاشم ٺٽوي ان جي ڪن مسئلن تي اعتراض ڪيو جنهن جو مخدوم محمد قائم ٺٽوي عربيءَ ۾ هڪ رسالو لکي جواب ڏنو ۽ مقدمت الصلوات سنڌيءَ کي عربيءَ ۾ ترجمو بہ ڪيو. هڪ ٻئي تي اهو علمي رد ڪد هلندو رهيو پر افسوس جو مخدوم محمدقائم جلدي وفات ڪري ويو ان جي وفات کانپوءِ بہ مخدوم محمد هاشم ان جي رد ۾ رسالو لکيو. مخدوم محمد قائم ميون ابوالحسن سنڌيءَ جو مريد ۽ معتقد هو. اهي رسالا بہ احقر راقم وٽ موجود آهن، جو پير جهنڊي جي علمي ڪتاب خاني مان نقل ڪيا ويا هئا.

هن کان پوءِ عالمن سنڌي تحرير ۾ انهيءَ رسم الخط کي اختيارڪيو ۽ سنڌي جو ديني ادب وجود ۾ آيو. جو هزارن صفحن جي ڪتابن واري صورت

۾ موجود آهي، جنهن مان گهڻا ڪتاب بمبئيءَ مان ڇپجي پڌرا ٿيا. ان لاءِ سنڌي ڪاتبن جي گهرج محسوس ڪئي ويئي ۽ ڪيترا سنڌي زبان جا ڪاتب پيدا ٿيا. جن وچي بمبئي وسائي، انهن مان احمد سمو ڪاتب وڏي شهرت رکي ٿو. اڳ سنڌ ۾ مسجدن ۽ ديني مدرسن ۾ جيڪي قرآن پاڪ هوندا هئا سي گهڻو ڪري بمبئي جا ڇپيل هوندا هئا ۽ احمد ۽ محمد سمي جا لکيل هوندا هئا. انهن جو خط ايڏو ته صاف ۽ سنو هو جو ان سان برصغير جي ڪنهن ٻئي ڪاتب جو مقابلو نه ٿي سگهندو هو. افسوس جوا سان جي بيقدري ڪري اهو فن به اسان کان ڇڏائجي ويو.

انگريزن جي دور ۾ سنڌي حروف تهجيءَ لاءِ وڏي ڪوشش ورتي ويئي. ٽائيپ ۾ ڪتاب ڇپجڻ لڳا ۽ ليٿو جو اڳ وارو رواج گهٽجڻ لڳو. هن جو هڪ پاسي اهو ته وڏو فائدو پهتو جو سنڌي نثر توڙي نظم ۾ هزارين ڪتاب لکجي پڌرا ٿيا. ٻئي پاسي اسان جي وڏن عالمن جو ديني ادب، جيڪو هزارن صفحن تي مشتمل هو ۽ ان ۾ عربي حوالن ڪري اعراب ڏنل هئي، ٽائيپ ۾ اعراب نه هجڻ ڪري اهو هتي ڇپجڻ کان رهجي ويو. بمبئيءَ سان به سنڌ جي جدائيءَ ڪانپوءِ رابطو ڪپجي ويو ۽ سنڌي ڪتابن جي اشاعت وارو سلسلو رڪجي ويو.

اسان جا اڳوڻا ديني عالم انفرادي طور سنڌي زبان جي اشاعت لاءِ چڱي خدمت ڪندا رهيا. تازو مون کي هڪ ننڍو رسالو هٿ آيو آهي، جيڪو به سئو سال اڳ جو معلوم ٿئي ٿو. ان ۾ قديم سنڌي رسم الخط ۾ مخصوص سنڌي حرفن جي لکڻ جي تعليم ڏني ويئي آهي. اهو رسالو ڊيمي سائيز جي چئن صفحن تي مشتمل آهي. منڊ ۾ سنڌي الف . ب جو ڪجهه نمونو ڏنو ويو آهي، جيئن ان کي هن مضمون جي شروع ۾ آندو ويو آهي.

رسالي ۾ ڪتب آيل سنڌي اکرن جي صورت هن طرح آيل آهي: ڻ کي ن، ڙ کي ر، پڙهيو کي پڙو، ٿ کي ت، ڀ کي ب ڪري آندو ويو آهي، هاڻي

هتي اسان هاڻوڪي رسم الخط کي خيال ۾ رکيو آهي ته جيئن سڀ ڪنهن کي پڙهڻ ۾ سولائي ٿئي:-



ساراهجي سو ڏٽي جو خاوند ملڪ خدا
جِهُ جَهانُ اُپائيو ڪري ڪامل قدرتا
صدقي ۾ حضرت رسول صه جي جِهُ جوڙيا جهانا
پڙهو صلوات رسول ڪريم تي دائم درودا
هاڻي حرفَ سنڌي جا ساريان (ساريم) سِنڌي واءِ
اتي صورت بي (بِ) جي اکر لکجن ٿي،
جان ٺپڪا هينس ٽي ٿيا تان پروڙج پي
پاڻي، پيالو پيئندو انهيءَ منجهه اچي.
۽ جان ٺپڪا هينس چار ٿيا تان ڀير سنڌي ڀي
ڀرون، ڀالو ڀرڪو انهيءَ منجهه اچي.
۽ جان ٺپڪو ٺپڪي هيٺ ٿيو تان ٻير سنڌي ٻي
ٻير، ٻانهي، ٻيراني منجهه اچي.
۽ مٿي صورت تي جي اکر لکجن ٿي
۽ جان ٺپڪا مَٿَس چار ٿيا تان پروڙج سان ٿي.
ٿاءُ، ٿَهُرَ ٿَهُرِيو انهيءَ منجهه اچي.
۽ جان ٺپڪا مٿس ٽي ٿيا، هيڪڙو هيٺ
ٻه مٿي تان ٽ کي پروڙج ٽي
ٽِڪَرُ، ٽڪاءُ، ٽورِ ۾ انهيءَ منجهه (انپر) اچي.

-

۽ جان ٺپڪو ٺپڪي تي ٿيو تان پروڙج سا ٺي
ٺپن، ٺوبي انهيءَ منجهه اچي.
۽ پڻ صورت جيم جي سا چئي ڀتين لکجي

ٻ جان ٽپڪا هينس چار ٽيا چوها پروڙج ڇي.
چنون، ڇپر، چار انهيءَ منجھ اچي.
ٻ جان ٽپڪا هينس ٽي ٽيا تان ڇئج ڇٽائي ڇي
چون، چاچو، چوندو انهيءَ منجھ اچي.
ٻ جان ٽپڪا هينس ٻہ ٽيا تان ڄاٽي سمجھ يجي
ڄاوء، ڄمندو، ڄاپڻ انهيءَ منجھ اچي.
ٻ جان ٽپڪو ٽپڪي هيٺ ٽيو تہ آهي اها ڄي
ڄنگھہ، ڄانگھي ڄوڪڻ انهيءَ منجھ اچي.
ٻ پڻ صورت دال جي ڇئين پتين آهي
جان ٽپڪا مٿس ٽي ٽيا تان ڏسي سڄج ڏي
ڏاند، ڏناءِ ڏيندو انهيءَ منجھ اچي
ٻ جان ٽپڪا مٿس ٻہ ٽيا تان ڌرن سمجھج ڌي
ڌاء ڌئارڻ، ڌوئڻ انهيءَ منجھ اچي.
ٻ جان ٽپڪو هينس هيڪ ٽيو تہ آهي اها ڊي
ڊيل، ڊنڊُ، ڊورا انهيءَ منجھ اچي.
چوٿين طرح دال جي اها دال ٻ ري لکجي
ڊروڪڻ (ڊڪڻ) ڊرورڻ ڊورائڻ انهيءَ منجھ اچي.
ٻ پڻ صورت ڪاف جي جي ڇئين پتين آهي
اول ڪي جھڙو ڪيڻ ڪائڻ ڪارائڻ انهيءَ منجھ اچي.

–

ٻيو گھي جھڙو گھہ، گھٽو گھوڙو انهيءَ منجھ اچي.
ٽيون ڳي جھڙو ڳھڻ، ڳوهڻ، ڳيهون انهيءَ منجھ اچي.
چوٿون ڱي جھڙو منڱڻ، ٽنڱڻ منڱٽو انهيءَ منجھ اچي.
ٻ پڻ هيڪڙو اکر سنڌي جو اها تي ٻ ري لکجي.
جھڙو ترپڻ ترهَڻ تِررڻ انهيءَ منجھ اچي.

-

جيڪو هي حرف سنڌي جا صحيا سڃاڻي

سو ٿيندو ماهر سنڌيءَ ۾ سين فضل سڀاجهي،

پڙهو صلوات ۽ سلام سرور تي جو سرور سونهارو

لنگهائيندو لڪيون مرسل موچارو.

ويندا سي ايمان سين ڪلمو جن چيو.

لااله الا الله محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم

(مهراڻ 2_3/1983ع)

# ڀنڀور جا آثار-سنڌي ٻولي ۽ سنڌي سماج جو مطالعو

ڊاڪٽر غلام علي الانا

ڀنڀور جي ڪنڊرن ۾ قديم آثارن پنهنجي سيني ۾ واديءَ سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن، ثقافتي ۽ سماجي تاريخ جا دفتر سانديا رکيا آهن. جيتوڻيڪ آثار قديمه جي ماهرن طرفان هنن آثارن کي ديبل بندر جا آثار ثابت ڪيو ويو آهي، پر اڃا به ڪي عالم ۽ سڄاڻ انهيءَ راءِ کي غور طلب راءِ سمجهن ٿا ۽ انهيءَ راءِ کي قطعي ۽ آخري راءِ تسليم نٿا ڪن.

١٩٥٦-٥٧ع ۾ پنهنجي پي-ايچ-ڊي واري ٿيسز تي تحقيق جي سلسلي ۾ مون ٺٽي طرف واري ساري ساموندي ساحل جو سفر ڪيو هو. اُن زماني ۾ ڀنڀورجي اڃا کوٽائي ڪانه ٿي هئي، اها سڄي ايراضي دڙن جي صورت ۾ هئي. البت قلعي واري ديوار جا ڪي آثار نظر اچي رهيا هئا. ان وقت جنهن جهوني مرد مون کي اهي دڙا گهمايا هئا، اُن جي چوڻ موجب هنن آثارن کانسواءِ سمنڊ اندر ٻيا به ڪيترائي آثار موجود هئا. ان مان رتوڪوٽ، جاکي بندر ۽ ڏيو. مون وٽيجي ۽ ٻوهارن وٽان کارين ذريعي هُڙن وسيلي وڃي گهمي ڏٺا هئا ۽ سر زمين تان سڪا ۽ ٻيو به ڪجهه سامان هٿ ڪيو هو.

ڀنڀور جي کوٽائيءَ سنڌ جي قديم تاريخ جا اهم باب کوليا آهن. هن کوٽائيءَ مان اهو ثابت ٿيو آهي ته هت اسلامي دور کان به اڳ ڪيترن ئي خاندانن جي حڪومت رهي آهي. هنن دڙن جي کوٽائيءَ مان اهو پڻ ثابت ٿيو آهي ته هن شهر ۾ مسلمانن اٺين صديءَ کان وٺي رهڻ شروع ڪيو هو ۽ سڀ کان اول جن مسلمانن هت رهڻ شروع ڪيو هو سي عرب هئا. جيڪي تيرهين صديءَ عيسويءَ تائين هت رهيا. انهن حقيقتن جو ثبوت اُموي دور جا اُهي سڪا آهن، جيڪي آرڪيالاجي کاتي جي ماهرن کي کوٽائيءَ مان هٿ آيا هئا.

پر حقيقت هيءَ آهي ته هي شهر مسلمانن جي سنڌ تي فتح کان به گهڻو اڳ آباد هو. اُن سلسلي ۾ جيڪي اسلامي دور کان اڳ جا آهن ۽ ٻيا اهي

برتن آهن، جن تي اردنا گري ۽ لاڙي يعني لوهاڻڪي رسم الخط ۾ ان وقت جي ٻوليءَ جا لکت ۾ نشان ۽ آثار ملن ٿا (1) . هتان جيڪي بُت لڌا ويا هئا، تن مان هڪ تي هڪ عورت جي چهري جا سڀ نقش چڱيءَ طرح اُڀريل آهن ۽ ان جي مٿي تي خاص قسم جو لباس آهي. ان ڪانسواءِ هڪ برتن تي هڪ نچندڙ جوڙي ۽ سورج مکيءَ جون تصويرون پڻ اُڪريل آهن.

انهن ڪانسواءِ هتان مليل ٿانون تي جاميٽريءَ جي ڊزائين جون شڪليون، نقش، چٽ، گل، انساني ۽ حيواني مورتيون ۽ دريائي پکي، مڇي، نانگ، مور، هاٿي، هرڻ ۽ ڪن گلن ۽ ٻوٽن جون شڪليون، جن ۾ سورج مکيءَ جو گل ۽ ڪنول جو گل، اُن ڪانسواءِ سج ايرڻ وغيره اڪريل نظر اچن ٿا. ان ڪانسواءِ مٽيءَ جا برتن، رانديڪا، جانورن ۽ انسانن جون مورتيون هتي جي فن ۽ فنڪاريءَ جو ثبوت ڏين ٿيون.(2).

ڀنڀور مان لڌل سامان نہ فقط هن شهر جي تهذيب ۽ تمدن جي تاريخ بيان ڪري ٿو پر ان سامان جي مطالعي جي مدد سان، واديءَ سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت جي تاريخ تي چڙهيل پڙدا هٽي وڃن ٿا ۽ ائين ٿو معلوم ٿئي تہ هن تهذيب جي تاريخ، آمري، ڪوٽڏيجي، موهن جي دڙي کان هلندي، مختلف تهذيبن جا اثر تسليم ڪندي، ماضي ۽ حال جي وچ ۾ رابطو رکندي، ڀنڀور واريءَ تهذيب سان پنهنجا ناتا جوڙيندي، اڳتي سفر جاري رکندي هلي رهي آهي.

آرڪيالاجي کاتي جي ماهرن کي ڀنڀور مان جيڪي ڳاڙها برتن مليا آهن سي پنهنجي کهاڻي ٻڌائيندي چون ٿا تہ ٿانو ڪاري سمنڊ جي اثر ۽ اوپر واريءَ قديم تهذيب سان واسطو رکن ٿا. انهيءَ تهذيب جو زمانو هڪ صدي ق. م کان شروع ٿئي ٿو ۽ هڪ صدي ق. م ۾ ختم ٿئي ٿو. ڪاري سمنڊ

---

(1) Khan f. A., Bhambhore, Karachi, department of Archeology Govemment of Pakistan, IVth Edtion 1976, p.15.
(2) Khan. F.A, (Lbid).

جي اتر ۾ اوڀر جي قديم رهاڪن کي ساڪ يا سٿيا سڏيو ويو آهي. ساڪ يا سٿيا قوم هڪ صدي ق .م ڌاري قديم ايران کان هت آئي.

ماهرن جو خيال آهي تہ هن واديءَ ۾ هڪ صدي عيسوي ڌاري ”پارٿيا“ قوم جي ماڻهن، ساڪن (سٿين) جي جاءِ والاري، هن قوم ٻڌ ڌرم اختيار ڪيو هو پر سندن تهذيب يوناني هئي، ڪاري سمنڊ جي اوڀر ۾ اتر جي انهن قديم قومن يعني سٿين ۽ پارٿين جي تهذيب ۽ ثقافت جو جيڪو سامان ڀنڀور مان لڌو آهي، تنهن واديءَ سنڌ جي ثقافت جي تاريخ ۾ هڪ نئون ۽ اهم باب کوليو آهي. (1)

پر هن ڏس ۾ ڀنڀور جي کوٽائيءَ واري رپورٽ ۾ ڄاڻايل مواد کان اڳتي ڪابہ تحقيق ڪانہ ٿي آهي، خبر نہ آهي تہ اسان جي ماهرن ۽ مورخن ڀنڀور جي کوٽائيءَ واريءَرپورٽ کي آخري رپورٽ يا آخري تحقيق سمجهي هن ڏس ۾ پنهنجو قلم ڇو رکي ڇڏيو آهي ۽ اڳتي سوچڻ لاءِ ويچار ڇو نہ ڪيو آهي؟ ٿيڻ تہ هيئن کپندو هو تہ ڀنڀور واريءَ رپورٽ ۾ جن پهلوئن طرف ڊاڪٽر ايف. اي خان طرفان اشارا ڪيا ويا هئا ۽ جن جن نقطن طرف هن صاحب نشاندهي ڪئي هئي. تن تي وڌيڪ سوچ، ويچار، غور فڪر ۽ تحقيق ڪئي وڃي ها. هن ڏس ۾ آرڪيالاجيءَ جي ماهرن، فنون لطيفہ جي ڄاڻُن، فن تعميرات جي فاضلن، مختلف هنرن تي ڄاڻ رکندڙن، رياضيدانن، علم الانسان (Anthropology) جي اڪابرن ۽ لسانيات جي شاگردن ۽ مورخن توڙي جاگرافيءَ جي استادن کي پنهنجن پنهنجن مضمونن جي لحاظ کان هن ڏس ۾ سوچڻ گهرجي ۽ تحقيق ڪرڻ گهرجي.

هن وقت تائين ڀنڀور جي کوٽائيءَ مان مليل مواد تي فقط ٻن نقطن جي لحاظ کان سوچيو ويو آهي ۽ ان سلسلي ۾ کوجنا ڪري نتيجا ڪڍيا ويا آهن. انهن مان هڪ نقطو هي آهي تہ هي آثار سنڌ جي قديم ۽ تاريخي شهر ديبل بندر جي قتل شهرجا آثار ثابت ڪيو آهي. ٻيو نقطو هي آهي تہ ڀنڀور

---

(1) Khan F.A, of. Cit: P.11and 12.

واري مسجد برصغير جي سڀ کان پهرين مسجد آهي، جيڪا هن شهر جي فتح کانپوءِ فورن جوڙائي ويئي هئي. هن سلسلي ۾ هن عمارت وٽان حاصل ٿيل پٿر تي اڪريل ڪتبا هن دعويٰ لاءِ آخري دليل سمجهيا وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح هنن آثارن مان سنڌ ۾ اسلامي دور ۽ اسلام کان اڳ واري دور جا سڪا پڻ هٿ آيا آهن، پر انهن تي بہ اجا تائين ڪا تفصيلي تحقيق ڪانہ ڪئي ويئي آهي.

منهنجيءَ نظر ۾ مٿي ڄاڻايل ٻئي نقطا ڀنڀور واريءَ تهذيب لاءِ واقعي اهم نقطا آهن، ان ڳالهہ کان ڪو بہ انڪاري نہ آهي تہ جنهن جاءِ وٽان اهي ڪتبا لڌا ويا هئا سا ڪا مسجد نہ آهي، ڪنهن کي بہ اعتراض نہ آهن تہ ڪو ڀنڀور واري تهذيب تي اسلامي تهذيب ۽ ثقافت جو اثر نمايان نہ آهي. ڪو بہ انڪار نٿو ڪري تہ هن عرب مسلمان اٺين صديءَ کان علم الانسان جي فاضلن ۽ علم اللسان جي شاگردن کي اها تہ چڱيءَ طرح ڄاڻ آهي تہ هن شهر جي آبادهجڻ جا ثبوت سنڌ ۾ اسلام جي آمدکان ڪافي اڳاٽا، يعني هڪ صدي ق. م ۾ ملن ٿا. هتان لڌل سڪا، برتن ۽ ٻيو سامان اهڙي گواهي ڏئي ٿو. هت ٻڌمت، هندومت، شوينٽ ۽ انهن کان بہ اڳ جي انسانن جي آباد هجڻ جا اهڃاڻ ملن ٿا. پر ماهرن هنن آثارن جي کوٽائيءَ مان حاصل ٿيل موادکي مختلف دورن ۾ ورهائڻ جي باوجود ۽ سڀني دورن کي اهميت ڏيڻ جي بدران فقط هڪ دور کي وڌيڪ اهميت ڏيئي ان جي وڌيڪ اپٽار ڪئي ۽ واديءِ سنڌ جي تاريخ جي ٻين پهلوئن تي لکڻ تہ پري رهيو پر انهن کي ڇُهڻ بہ مناسب نہ سمجهيو. هن ڏس ۾ ماهرن جي مراد فقط هيءَ هئي تہ هت عربن جي آمد ۽ عربي تهذيب جي اثرن جا اهڃاڻ ڳولي، ثابت ڪري، انهن جي نشاندهي ڪئي وڃي. هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر فضل احمد خان پنهنجيءَ رپورٽ ۾ لکي ٿو:

”ڀنڀور جي کنڊرن تي هن وقت جيڪا تحقيق ٿي رهي آهي، ان جو بنيادي مقصد آهي هن بستيءَ جي آغاز ۽ اٺين صديءَ جي اوائل ۾ سنڌ ۾ آباد

ٿيندڙ مسلمانن جي بود و باش جي طريقي ۽ ان دور جي تهذيب ۽ ثقافت جو پتو لڳائڻ“(1) .

واديءَ سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن سان محبت رکندڙن کي عربي دور جي تهذيب ۽ تمندن، سنڌ جي معاشري ۽ معاشرتي تاريخ تي ان (اسلامي) دور جي اثر ۽ ڇاپ لاءِ قدر احساس آهي. تهذيبون هڪٻئي تي اثر ڪنديون آهن، اها هڪ مڃيل حقيقت آهي، سنڌي تهذيب تي عربي ۽ اسلامي تهذيب جي اثر کان سنڌ جو ڪو به ماڻهو انڪار نٿو ڪري پر ڀنڀور مان مليل سامان جي ابياس مان ائين ظاهر ٿئي ٿو ته هت ٻين تهذيبن جا به نشان ۽ اهڃاڻ ملن ٿا، جن تي اڃا تائين قلم نه کنيو ويو آهي.

ڊاڪٽر فضل احمد خان صاحب جي مٿي بيان ڪيل راءِ مان اهو بلڪل واضح آهي ته سندس سامهون فقط هڪ مقصد هو ۽ اهو هو ائين صديءَ جي شروعات ۾ سنڌ ۾ آباد ٿيندڙ عربن جي رهڻي ڪهڻيءَ جي طريقي ۽ عربي دور جي تهذيب ۽ ثقافت جي باري ۾ کوجنا ڪرڻ. ڊاڪٽر صاحب جي راءِ مان اهو چٽيءَ طرح ظاهر آهي ته سندس دلچسپي هن قديم شهر ۾ رهندڙ ٻين قومن يا تهذيبن سان ڪانه هئي. انهيءَ سوچ جو نتيجو اهو نڪتو جو سواءِ مسٽر عبدالغفور مرحوم ۽ شيخ خورشيد حسن جي، آرڪيالاجي کاتي جي ٻئي ڪنهن به ماهر هنن آثارن جي حوالي سان اڳتي ڪا به کوجنا ڪانه ڪئي.

ڊاڪٽر فضل احمدخان صاحب جي نظريي ۽ راءِ جو ثبوت هن حوالي مان به ملي ٿو، جنهن ۾ هو صاحب لکي ٿو:

”انهن کوٽاين مان هتان نه صرف هڪ وسيع ساحلي قلعبند شهر جا آثار مليا آهن، پر هتان ان ابتدائي زماني جي فن تعمير ۽ ٻين لطيف فنن متعلق تمام گهڻيون شيون پڻ هٿ آيون آهن، هتان مٽيءَ جي برتنن جو

---

(1) Khan F.A. Bhambhore, Karachi, Deptt: of Archaeology, Govt of Pakistan,IV Edition, 1976, P.9.

جيڪو وڏي ۾ وڏو تعداد هٿ آيو آهي، ان جي مدد سان محققن کي پهريون دفعو مسلمانن جي اوائلي دور جي برتنن جي مطالعي جو موقعو مليو آهي، اميد آهي تہ هي مطالعو وڏيڪ تحقيقات لاءِ بنيادي حيثيت رکندو(1) .

”پنجن ڇهن جڳهين تي جيڪا گهري کوٽائي ٿي آهي، ان جي مدد سان انهن دڙن جي هر تهہ جي خبر پئجي سگهي آهي. انهن هيٺين تهن کان مٿين تهن تائين ”ساڪ“ گهراٽي ايرانين (ساسانين)، هندو ۽ ٻڌ مت ۽ اسلام جي ابتدائي ٽن دورن جا آثار معلوم ٿين ٿا، جيڪي پهرين صدي قبل مسيح کان وٺي تيرهين عيسويءَ تائين هڪ ڊگهي زماني تي حاوي آهن. (2).

هاڻ سوال هي ٿو پيدا ٿئي تہ سٿين ۽ پارٿين، ايرانين ۽ ٻڌ مت ۽ هندو دور واري هن قديم تهذيب متعلق اسان جا مورخ ۽ ماهر خاموش ڇو رهيا آهن. ڀنڀور واري تهذيب جي ملڪ ۾ پچار ڇو نہ آهي؟ ڇا انهن دورن جا برتن، رانديڪا، روزانہ زندگيءَ جو سامان، سڪا، اُن قديم تهذيب ۽ ثقافت جي باري ۾ ڪجهہ بہ نٿا بيان ڪن؟ اهو سامان پنهنجي دور جي معاشري ۽ معاشرتي زندگيءَ تي ڪابہ روشني نٿو وجهي؟ جيڪڏهن انهيءَ سرمايي ۽ مواد جي مطالعي جي مدد سان اسان جي ملڪ جي قديم تاريخ، قديم تهذيب ۽ قديم ثقافت جي باري ۾ معلومات ملي ٿي تہ پوءِ انهن جي باري ۾ اسان جا ماهر خاموش ڇو رهيا آهن ۽ انهيءَ دور کي اهميت ڇو نہ ڏني اٿن؟

ڀنڀور جي کوٽائيءَ مان مليل سامان جي اپياس مان ظاهر ٿئي ٿو تہ هن ۾ ڌار ڌار مذهبن جا ماڻهو رهندا هئا. سڀ کان اهم نقطو هي آهي تہ هتان مليل مواد تي جيڪي چٽ، گل، نقش، ڊزائينون ۽ جاندارن جون شڪليون وغيره آهن، انهن مان هن تهذيب جي رهاڪن، ماڻهن جي روزانہ زندگيءَ جي فلسفي، سوچ، فڪر، مذهب، فن، هنرن،ڪاريگرين ۾ ذوق ۽ نفسيات جي خبر پوي ٿي.

---

(1) Khan F.A Op. Cit, P.17
(2) Khan F.A. Op. cit, P.15.

ماهرن کي  خبر آهي تہ ڪنهن بہ ملڪ جي ٻولي اُن ملڪ جي سماجي، ثقافتي تهذيب ۽ تمدني تاريخ جي آئينہ دار هوندي آهي، ڪنهن بہ قوم جي ٻوليءَ جي مطالعي مان ان قوم جي معاشي ۽ معاشرتي قدرن، سوچ ۽ فڪر جي ارتقا، تهذيبي ۽ تمدني تاريخ جي خبر پوندي آهي. ڀنڀور جي آثارن مان مليل مواد جو مطالعو هت رهندڙ ماڻهن جي ذهني ارتقا، معاشي ۽ معاشرتي حيثيت، فن ۽ فنڪارانہ قابليت، مذهب ۽ مذهبي اصولن وغيره جو املهہ مواد سامهون آڻي ٿو جنهن جي ڏسڻ سان علم الانسان جا ماهر هتي جي ماڻهن کي وڏي قدر ۽ احترام جي نگاهن سان ڏسن ٿا.

هن ڏس ۾ مٿي بيان ڪيل نقطن ۽ هتي جي ماڻهن جي اخلاقي ۽ اقتصادي تاريخ متعلق گهڻي ۾ گهڻي ۽ مفيد معلومات انهن ٺڪرين جي ذريعي ملي ٿي، جن تي ڪلڪ سان اُن زمان جي ٻوليءَ جا ڪجهہ اکر لکيا ويا آهن، جن کي ڊاڪٽر خان Proto Nagari اکر ٿو سڏي (1).

انهن ٺڪرين تي لکيل هي لفظ ثابت ٿا ڪن تہ هن شهر جا ماڻهو نہ فقط هڪ پراڻي تهذيب ۽ ثقافت جا ڏڻي هئا پر هو پنهنجي روزانہ زندگيءَ ۽ وهنوار، اُٿڻي ويهڻيءَ ۾ پنهنجي ٻولي ڪم آڻيندا هئا، جيڪا هو نہ فقط ڳالهائي سگهندا هئا، پر هو اُها ٻولي باقاعدگيءَ سان لکي بہ سگهندا هئا، انهن ٺڪرين تي لکيل اکرن مان ائين پڻ واضح ٿئي ٿو تہ هن شهر جا ماڻهو هڪ کان وڌيڪ رسم الخط لکي سگهندا هئا. هن مان اها بہ دعويٰ ڪري سگهجي ٿي تہ هت رهندڙ ڌارڌار قومن جو ڌار ڌار رسم الخط هوندو هو يعني لوهاڻا پنهنجو لوهاڻڪو يا لاڙي رسم الخط ڪم آڻيندا هئا تہ ٻيا هندو ارڏنا گري رسم الخط ڪم آڻيندا هئا. اهڙيءَ طرح هت مانوشاو يا ملوالي رسم الخط پڻ رائج هو.

ٻوليءَ قومن جي زندگيءَ، ثقافت، تهذيب  ۽ تمدن جو آئينو آهي. سنڌي ٻولي سان دلچسپي رکندڙ دوستن کي اها تہ خبر آهي تہ انهن ٿن

---

(1) Khan F.A. Op. cit, P. 10.

ٺڪرين مان هڪ جنهن تي لوهاڻڪي (1) يا لاڙي رسم الخط ۾ ڪجهہ اکر لکيل آهن، اُن ٺڪريءَ واري لکت مون سال ١٩٦٨ع ۾ پڙهي، نئين زندگي رسالي ۾ مضمون جي صورت ۾ ڇپائي هئي. وري اُن تي وڌيڪ اپياس ڪري، ١٩٧٩ع ۾ پنهنجي ڪتاب ”سنڌي صورتخطيءَ“ ۾ اُن جي باري ۾ تفصيلي بحث ڪيو هئم. ان ٺڪريءَ تي لکيل اکرن جي پڙهڻ ڪانپوءِ مون جيڪي نتيجا ڪڍيا هئا، انهن کي هت دهرائڻ مناسب ٿو سمجهان. اهي نتيجا هي آهن:

(الف) ”ينيور واريءَ لکت مان هڪ يعني تصوير نمبر 10 واري لکت پڙهي ويئي آهي؛ اُن لکت جي پڙهڻي آهي ”بڄُر هيدر“. پهرينءَ سٽ ۾ لکيل آهي ”بڄُر“ ۽ ٻيءَ سٽ ۾ لکيل آهي ”هيدر“. انهيءَ ٺڪريءَ توڙي ٻين ٺڪرين تي لکيل لفظ، سنڌ ۾ اسلام جي آمد کان اڳ جي زماني جي سنڌي ٻوليءَ جي لکيل صورت جي املهہ نشاني آهن.

(ب) اسلام جي آمد کان اڳ سنڌي ٻولي ديسي رسم الخطن ۾ لکي ويندي هئي، جنهن جا هڪ کان وڌيڪ رسم الخط هئا، يعني هر قوم کي پنهنجو پنهنجو رسم الخط هو. ٻولي اها ئي ساڳي يعني سنڌي هئي، پر لوهاڻا ان کي پنهنجي نموني پيا لکندا هئا تہ ڀاٽيا پنهنجو رسم الخط پيا ڪم آڻيندا هئا.

(ت) اهو بہ ثابت ٿو ٿئي تہ سنڌي ٻولي واپاري ڏي – وٺ ۽ عام استعمال واري ٻولي هئي. اُن ۾ نجوم، هيئت، رياضي، طب ۽ ٻين علمن توڙي واپار، تجارت روزانہ استعمال جي ٻين شين، مختلف قسمن جي ڪپڙن، دوائن وغيره لاءِ لغوي خزانو موجود هو.

(ج) ”بڄُر هيدر“ لفظ وياڪرڻ جي لحاظ کان توڙي نحوي نقطہ نگاهہ کان نهايت ئي دلچسپيءَ وارو آهي. هن لفظ جي ڇنڊڇاڻ ڪانپوءِ ڇئي سگهجي ٿو تہ اڄ کان ڇوڏهن سئو سال اڳ بہ سنڌي ٻوليءَ جي صفتي فقرن جي ساخت ۽ سٽاءَ ساڳي هئي.

(١) خواجه غلام علي الانا، ”سنڌي صورتخطي“، حيدرآباد، سنڌي زبان پبليڪيشن، ٽيون ڇاپو، ١٩٧٩ع ، ص ٢٢-٢٣.

ڀنڀور واريءَ لکت جي مطالعي کانپوءِ انهيءَ نتيجي تي پهچي ٿو تہ هتي لوهاڻڪويا لاڙي رسم الخط، اردنا گري رسم الخط ۽ مالواري رسم الخط رائج هئا، جنهن جو ثبوت عرب سياحن جاحظ، ابن نديم ۽ البيرونيءَ جي بيان مان ملي ٿو. هن سلسلي ۾ جاحظ (٨٦٤ع) لکي ٿو:

"سنڌ (هند) جي ماڻهن کي اسان نجوم ۽ حساب ۾ گهڻو اڳتي ڏٺو انهن جو هڪ خاص سنڌي (هندي) خط آهي.......(الخ)"(1)

مسعودي (٩٥٧ع) لکي ٿو:

"سنڌ جي زبان هندستان کان مختلف آهي. سنڌ اسلامي ملڪن سان قريب تر آهي. مهانگر يعني وليراءِ جي سلطنت جي تختگاهہ جي ٻولي ڪڙي آهي. هيءَ انهيءَ طرف ۽ پسگردائيءَ جي زبان آهي، مگر ثقيل آهي. سامونڊي ساحل، چيمور، سوپاره ۽ ٿائي وغيره ساحلي شهرن جي زبان "لاڙي" آهي."(2)

ساڳيءَ طرح بشاري مقدسي (تصنيف ٩٨٥ع) لکي ٿو:

"ديبل هڪ سامونڊي شهر آهي، هن سان هڪ سؤ ڳوٺ مليل آهن، هتي جا رهاڪو زياده تر هندو آهن. سمنڊ جو پاڻي طغيانيءَ جي وقت شهر جي ديوارن سان اچي لڳندو آهي.هتي جا باشندا واپاري آهن. سنڌي ۽ عربي زبانون ڳالهائين ٿا" (3).

اهڙيءَ طرح ابن نديم (٩٩٥ع) جو رايو آهي:

"سنڌ جي ماڻهن جون زبانون ۽ مذهب باهم مختلف آهن، ۽ رسم الخط متعدد آهن. هن جا تقريباً بہ سئو رسم الخط آهن.سنڌ جي ماڻهن وٽ 9 رسم الخط آهن.... الخ" (١)

---

(١)جاحظ: ''رساله فخر السودان علي البيضان''، اردو ترجمو، ''هندوستان عربون کي نظرمين'' اعظم گڙهه، دارالمصنفين ١٩٢٠ع، ص ٧٢.

(٢) ابو الحسن مسعودي: ''مروج الذهب و معاون الجوهر'' اردو ترجمو، حوالو ڏنو ويو آهي، ص ٢٨٨. ٢٨٩.

(٣) بشاري مقدسي: ''احسن التقاسيم في معرفته'' ايضاً، ص ٣٨٥. ٣٨٦.

(1) ابن نديم: الفهرست، ايضاً، جلد دوم، ١٩٦٢ع، ص ٣-٤.

(2) Edward C-Sachau, Alberuni's India, kegan Pyal Trench Tribner London, 1910,P.173.

بلڪل ساڳيءَ طرح البيروني لکي ٿو:

”ڏکڻ سنڌ ۾ ڪماري واري خطي تائين،مالوشائو (Malwashau) نالي جيڪو رسم الخط ڪم ايندو آهي، اُن کي مالوالي به چئبو آهي. بهمنو (منصوره) ۾ سئندو رسم الخط ڪم ايندو هو. لاڙي خط لاڙديس ۾ ڪم ايندو هو. ارڌنا گري رسم الخط پاتيا ۽ سنڌ جي ڪن حصن ۾ لکيو ويندو هو“ (٢).

عرب سياحن جا مٿي جيڪي رايا ڏنا ويا آهن، تن مان ظاهر ٿو ٿئي ته سنڌ نه فقط ثقافت، وڻج واپار، علم ادب ۽ ٻين ڳالهين کي لکت ۾ ثبوت طور پيش ڪيو آهي، پر انهن سفر نامن مان سنڌي ٻوليءَ ۽ ان لاءِ ڪم ايندڙ لکيت ۽ انهن جي ڌار ڌار نمونن بابت به پتو پوي ٿو. جاحظ، ابن نديم ۽ البيرونيءَ جي احوالن مان ثابت ٿئي ٿو ته سنڌ ۾ اسلامي جي آمد وقت سنڌي ٻولي نه فقط ڳالهائي ويندي هئي، پر اها روزمره جي استعمال واري ٻولي هئي. ماڻهن جي خيال جي اظهار جو ذريعو هئي ۽ اها ڌار ڌار رسم الخطن ۾ لکي به ويندي هئي ۽ اهو پڻ ثابت ٿو ٿئي ته ان وقت جي ٻولي ان وقت جي تهذيب، ثقافت ۽ ان جي قدرن کي اجاگر ڪري ٿي.

ڀنڀور جي کوٽائيءَ مان مليل ٺڪرين مان لکيل اکرن جي وڏيڪ اڀياس ڪانپوءِ هن نتيجي تي پهچجي ٿو ته ابن نديم ۽ البيرونيءَ جيڪا راءِ ڏني هئي، سا سچي ۽ صحيح هئي، ان سلسلي ۾ پهرين ١٩٦٨ع ۾، پوءِ ١٩٧٦ع ۾ ۽ ان ڪانپوءِ ١٩٧٩ع ۾ ڪيل نتيجن ۾ اهو عرض ڪيو ويو هو ته هتان لاڙي يا لوهاڻڪي ۽ ارڌنا گري رسم الخط جا ثبوت ۽ نمونا مليا آهن. تازو ڊاڪٽر محمد رفيق مغل صاحب طرفان منصوره ۾ ڪيل کوٽائي مان مليل ڪن ٺڪرين تي به لوهاڻڪي يعني لاڙي خط جا ثبوت مليا آهن.

جڳ مشهور ماهر قديم آثار ڊاڪٽر داني پنهنجي ڪتاب Indian Paleography ۾ برصغير جي هندستان واري اڪثر حصن ۾ رسم الخط جي مختلف نمونن جو مطالعو ڪيو آهي ۽ ان سلسلي ۾ حوالا به ڏنا آهن پر ڊاڪٽر صاحب کي سنڌ جي باري ۾ شايد ڪا معلومات ملي ڪانه سگهي، جيتوڻيڪ عرب سياحن سنڌي رسم الخط ۾ سنڌ ۾ مروج رسم الخط ڪتاب

۾ پرانتڪ يعني صوبائي لپين جو پڻ ذڪر ڪيو آهي ۽ انهن ۾ هندستان جي مشرقي، مغربي، اتر، اتر –اولهه. ذڪڻ وارن صوبن جي لپين جو ذڪر ڪيو آهي، پر ڊاڪٽر صاحب جو ڪتاب صرف سنڌ جي ذڪر کان خالي آهي. ڊاڪٽر صاحب پنهنجي ڪتاب XVIa Plate ۽ XVIb تي ”ملوالي“ رسم الخط جا مثال ۽ حوالا ڏنا آهن، پر هي خط سنڌ ۾ ڳولڻ جي تڪليف ڪانه ورتي اٿن، جنهن جو ذڪر البيروني به ڪيو آهي.

منهنجي خيال ۾ جنهن رسم الخط کي سر گريئرسن ڪراچي ضلعي جو رسم الخط ٿو سڏي، سو اصل ۾ لاڙي يا لوهاڻڪو رسم الخط آهي.

هن کان اڳ هڪ ٺڪريءَ تي لکيل لاڙي يا لوهاڻڪي اکرن جي پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي هئي ۽ باقي رهيل ٻن ٺڪرين تي لکيل اکرن جي پڙهڻيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻي هئم. هن ڪانفرنس (ڀنڀور سيمينار – ۱۹۸۳ع) لاءِ اهو مناسب سمجهيم ته ڀنڀور وارين انهن باقي ٻن ٺڪرين جي پڙهڻيءَ جي باري ۾ ڪجهه عرض ڪريان. اڳ ۾ جاحظ جي حوالي سان بيان ڪيو اٿم ته سنڌ جا ماڻهو علم رياضي، علم نجوم ۽ حسابن ۾ ڪافي اڳتي هئا، جاحظ جي هن دعويٰ جو دليل ڀنڀور مان لڌل هڪ ٺڪريءَ تي لکيل اکرن مان ملي ٿو.

هن ٺڪريءَ جي اڀياس مان هڪ ته ان دورجي انگن لکڻ جي خبر پوي ٿي. انگن جي لکيل صورت مان پتو پوي ٿو ته ان زماني ۾ به سنڌ ۾ علم رياضيءَ جو عام رواج هو. ماڻهن کي انگن ۽ انهن جي ڳاڻيٽن ۽ حساب ڪتاب رکڻ جي پوري ڄاڻ هئي. هو نه فقط انگن جي سچي صورت مان واقف هئا ۽ ان جي لکڻ جو وٽن رواج هو پر ماپ ۽ تور ۾ وڏيڪ آسانيءَ لاءِ انگن جي ڀاڱن ۽ جزن جي به ڪين نه فقط زباني طور ڄاڻ ۽ خبر هئي پر ان جو لکت ۾ به اظهار ڪري سگهندا هئا، ڪنهن به قوم وٽ اهڙي ترقي يافته طريقي جو هجڻ ان قوم جي ذهانت جو ثبوت آهي، هن ٺڪريءَ (نمبر پهرين ص ۱۵) جي ٻي سٽ ۾ ”..........“ اکر دراصل سچي لفظ جي ”لُنڊي“ ڇوٽي يا مخفف

صورت آهي. هن سٽ ۾ مراد آهي ”ماپ“. سنڌ ۾ اڄ بہ واپاري وٽ ائين لکڻ جو رواج آهي. هن سِٽ ۾ ”..........“ اکر مان مراد آهي سوا هڪ پاءُ، سڄيءَ سٽ جي پڙهڻي ٿيندي ”ماپ سوا هڪ پاءُ“ هن مان هي ٿو اندازو لڳائي سگهجي تہ دڪاندار پنهنجي وقت بچائڻ لاءِ ڪنهن شيءِ جون سواءِ هڪ پاءُ جون تور جيتريون پڙيون يا ويڙهيون اڳواٽ ئي ٻڌي تيار ڪري رکندا هئا تہ جيئن دڪاندار ۽ خريداري جو وقت ضايع نہ ٿئي.

علم رياضيءَ سان دلچسپي رکندڙ ماهرن لاءِ وڏيڪ دلچسپيءَ وارو نقطو هي آهي تہ پنيور جا ماڻهو ڪنهن بہ شيءَ جي ننڍن جزن مان بہ چڱيءَ طرح واقف هئا، ٻين لفظن ۾ هيئن چئبو تہ سجو اڌ، پاءُ ۽ مُنو وغيره جهڙا جزا، ان وقت بہ سنڌ ۾ روزمره جي زندگيءَ ۾ استعمال ٿيندا هئا.

هن لفظ کان هيٺ، ٽينءَ سٽ ۾ لکيل آهي ”..........“ جنهن جي پڙهڻي آهي سوا ٻہ. يعني تہ پنيور جا رهاڪو نہ فقط انگ اکر لکي سگهندا هئا، پر جزن جي ڄاڻ ڪانسواءِ انهن جزن جي لکڻ جو بہ وٽن رواج هو. يعني هو وڏا حسابدان ۽ رياضيدان هئا، جنهن جو ذڪر جاحظ پڻ ڪيو آهي.

اهڙي نموني صفحي ١٥ تي شڪل نمبر ٣ ۾ ڏنل ٺڪريءَ تي جيڪي اکر لکيل آهن تن جي پڙهڻ جي پڻ ڪوشش ڪئي ويئي آهي، جيتوڻيڪ انهيءَ ٺڪريءَ جي پڙهڻيءَ مان آئون اڃا مطمئن نہ آهيان ۽ اها دعويٰ نٿو ڪريان تہ جيڪا پڙهڻي مون مقرر ڪئي آهي اها آخري ۽ بلڪل درست آهي، پر ماهرن جي ڌيان ۾ سوچ فڪر لاءِ آئون پنهنجا رايا پيش ڪريان ٿو ۽ ٻين ماهرن کي پڻ دعوت ٿو ڏيان تہ هو بہ هن ڏس ۾ ڪوشش ڪن، انهيءَ ٺڪريءَ تي پهرين سٽ ۾ جيڪي اکر لکيل آهن، اهي آهن:

ان جي پڙهڻي آهي (رمڊريها پٽ) ”پٽ“ مان مراد تہ ريشم آهي، پر رمڊريها ڇا آهي، ان تي سوچڻو پوندو. ممڪن آهي تہ ڪو ريشم جو قسم هجي.

ٻي سٽ هن ريت لکيل آهي:

ان جي پڙهڻي آهي ”ڍيرو هنڌرو“

ٿينءَ سٽ ۾ هي اکر لکيل آهي:

ان جي پڙهڻي آهي ”ننڍو“.

انهن ٺڪرين جي پڙهڻيءَ مان خبر پوي ٿي، تہ ان وقت کهڙو کهڙو کپڙو يا سامان عام طور وڪامندو هو. کهڙين کهڙين شين جو واپار هلندو هو. کهڙا کهڙا رنگ استعمال ٿيندا هئا. هنن ٺڪرين جي اڀياس کانپوءِ سنڌ جي معاشي ۽ سماجي حالت ۽ ماڻهن جي نفسيات، سندن طبيعت جي لاڙن، تهذيب ۽ تمدن جي باري ۾ ڪافي ڪجهہ چئي سگهجي ٿو(1).

(پنيور نيشنل سيمينار ١٩٨٣ع ۾ پڙهيل)

(مهراڻ 3 ـ 1983)

# ٻولي،اُن جي ابتدا ۽ اوسر

ڊاڪٽر غلام علي الانا

١. ٻوليءَ جو علم هڪ سائنس آهي، هيءَ سائنس سماجي علومن (Social Sciences) سان واسطو رکي ٿي. ٻولي انسان ذات سان گڏ وجود ۾ آيل آوازن، آوازي نشانين ۽ علامتن جو هڪ اهڙو سرشتو آهي، هڪ اهڙو نظام آهي، هڪ اهڙي تنظيم ۽ عمل آهي، جنهن جي مدد سان هڪ سماجي گروهه جا ماڻهو هڪ ٻئي سان وهنوار رکن ٿا، واسطو ۽ تعلق رکن ٿا ۽ هڪ ٻئي کي سمجهن ٿا(١).

جيئن هيءَ ساري ڪائنات ۽ اُن جو نظام هڪ فطرتي عمل آهي، جيئن سج جو اُڀرڻ ۽ لهڻ، موسمن جو ڦرڻ ۽ بدلجڻ، فصلن جو پوکجڻ ۽ لُڻجڻ، برسات جو وسڻ، هوائن جو لڳڻ، هڪ فطرتي عمل آهي، ۽ جيئن هر فطرتي عمل ۾ قدرت ڪارفرما آهي، تيئن ٻولي به هڪ فطرتي عمل آهي، قدرتي نظام آهي، هڪ تنظيم آهي، جيئن آوازن جي اُچارڻ ۽ لفظن جي جُڙڻ ۾ صوتياتي سٽاء، سرشتي ۽ تنظيم جو واسطو آهي، تيئن وري فقرن ۽ جملن ۾ لفظن جي ويهڪ ۽ انهن جي جڳهه جي مٽجڻ ۽ ڦير ڦار، جملي ۾ آواز جي جهيلار ۾ لاهه ۽ چاڙهه، لفظن جي ڦيرن، گردانن ۽ صيغن ۾ وياڪرڻي جوڙجڪ، سرشتي، سٽاء، ترتيب ۽ تنظيم جو دخل آهي.ٻوليءَ جي علم جا اهي سڀ شعبا ڪنهن فطرتي ۽ قدرتي نظام ۽ تنظيم جي اصولن موجب عمل ڪن ٿا.اهي سڀ حصا ڪنهن نظام موجب جڙيل آهن، جنهن جي جوڙڻ ۾ ڪنهن به انسان جوڪڏهن به عمل دخل نه رهيو آهي.

٢. دنيا ۾ ٻوليءَ/ٻولين جي ابتدا ڪيئن ٿي، ڪڏهن ٿي، ڪٿي ٿي ۽ ڪهڙيءَ ريت ٿي، اهي سڀ اهڙا موضوع آهن، جن جي باري ۾ لسانيت جي ماهرن وڏي جاکوڙ ۽ تفتيش ڪئي آهي. هڪ ماهر گورڊن هيوز (Gordon Hewes) جي راءِ موجب، انهيءَ سلسلي ۾، لڳ ڀڳ ڏهه هزار ڪن حوالا ملن ٿا (3). هن جي

(1) Sturtevant, E.H, An Introduction to Linguistic Science, New Hawen Yale University Press, 1947, p.21.

راءِ موجب انهيءَ موضوع تي، اوڻهين صديءَ کان وٺي جدا جدا رايا ڏنا ويا آهن ۽ آخر ١٨٦٦ع ڌاري هڪ اهڙو وقت بہ آيو جو پئرس جي Linguistic Society طرفان هن موضوع تي وڌيڪ ڪنهن بہ قسم جي راءِ ڏيڻ کان منع ڪئي ويئي (2). بهرحال هن موضوع تي سنڌي ۽ ٻين پاڪستاني ٻولين ۾ مواد پيش ڪرڻ جي تمام گهڻي ضرورت آهي، ڇو جو هن موضوع تي انهن ٻولين ۾ سچ پچ تہ اڃا ڪجھہ لکيو ئي نہ ويو آهي.

انهيءَ سلسلي ۾ (ٻولي/ٻولين جي ابتدا) هڪ رايو هي بہ آهي تہ انسان ذات جيڪا ٻولي ڳالهائي ٿو تنهن جي ابتدا تڏهن کان ئي ٿي هئي، جڏهن کان ابتدائي انسان فطرتي طور ڳالهائڻ يا نقل ڪرڻ (Imitate) شروع ڪيو هو. هن ”اُهي آواز“ اُچارڻ شروع ڪيا هئا جيڪي سندس ماحول ۾ فطرتي طور، ان وقت موجود هئا. فطرتي آوازن ۾ پکين جون لاتيون، دريائن ۽ نالن جي پاڻيءَ جي وهڪري جي گڙ گڙ، هوا جي سرسر، ڪڪرن جي ڪڙڪڙ، جيتن جي چرچر، جانورن جي ٻر ٻر، ۽ اهڙيءَ طرح ڪائڻ پيئڻ ۽ کنگهڻ وغيره جا آواز بہ هن دائري اندر شامل ڪري سگهجن ٿا. ماهرن جو رايو آهي تہ انسان ۽ پکين ۾ اها ذات هوندي آهي تہ اهي ڪنهن بہ ماحول اندرپيدا ٿيل آوازن جو نقل ڪري سگهندا آهن(3).

هن سلسلي ۾ ڌار ڌار ماهرن پنهنجي سماج ۽ سماجي ماحول، تهذيب ۽ تهذيبي روايتن ۽ خاص ڪري مذهب جي آڌار تي، ٻوليءَ جي ابتدا جي باري ۾ ڌار ڌار نظريا قائم ڪيا آهن. انهيءَ ڪري اهو بہ مناسب ٿيندو تہ ڏسجي تہ اهي ماهر، جن اسان جي تهذيب ۽ تمدن کي سنواريو آهي، جن اُن کي سينگاريو آهي، ناهيو آهي ۽ اُن کي ڪا صورت بخشي آهي، تن گفتگو، ٻوليءَ ۽ اُن جي لکت جي باري ۾ ڪهڙا ڪهڙا خيال ظاهر ڪيا آهن؟

---

(1) Gordon Hewes, Language Origins, a bibliography, second edition, Morton, the Hague, 1974.
Also see: Ibid, ‘‘Primate Communication and the Gestural Origin of Language’’. An article published in Current Anthropology, 14, 1973, pp.5-24.
(2) Brian Stross, The Origin and Evolution of Language, University of Texas, W.M.C Brown Company Publishers,1976,p,20.
(3) Ibid.

انسان هڪ عجيب جانور آهي. ماهرن انسان ذات کي گونگي جانور کان الڳ شمار ڪيو آهي. دراصل اها ڳالهائڻ جي قوت ئي آهي، جنهن اسان کي اشرف المخلوقات بنايو آهي. انسان ذات جو اهو پختو يقين آهي تہ الله پاڪ انسان ذات کي ڳالهائڻ جي قوت انهيءَ لاءِ عطا ڪئي آهي تہ جيئن اُن ۾ سياڻپ، ڏاهپ، دانائي، طاقت ۽ تخليق جي صلاحيت پيدا ٿئي. هن سلسلي ۾ ڌار ڌار ملڪن ۽ مذهبن جي ماهرن ڌار ڌار رايا ڏنا آهن، جن جو مختصر جائزو هيٺ پيش ڪجي ٿو.

(الف)قديم مصرين جو رايو:

مصر جي قديم ديوتا جو نالو ثوث (Tehuti/Thoth) (1) چون ٿا. Thoth جي نالي ۾ وڏي قوت سمجهي ويندي هئي، ڪنهن بہ جاندار يا بيجان شيءِ جو وجود، ثوث (Thoth) جي وجود کان پوءِ تسليم ڪيو ويندو هو مصرين جي عقيدي موجب هن (Thoth) ڪي منتر پڙهيا ۽ ڪي ٻول ٻوليا، جن جي برڪت سان هيءَ دنيا وجود ۾ آئي. هن کي چنڊ جو ديوتا تسليم ڪيو ويندو آهي. هن کي منترن، ٻولن ۽ لکڻ جو سرجڻهار، خالق، مصنف ۽ محتسب مڃيو ويندو آهي. هُو جادوءَ جي منترن ۽ مُنڊن، پاڪ لکت ۽ مس جو ڪرتار، ڪتابن جو ليکڪ ۽ ڪتابت جي فن جو ديوتا مڃيو ويندو آهي. مصرين جي عقيدي موجب لکت جي فن جي ديوي سيشت (Seshet) سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ هن سان هميشہ گڏ هوندي هئي. (ثوث) Thoth فقط هڪ جادو بيان مقرر، سخنور، گفتگو ڪندڙ نہ هو پر هو علم شماريات، گفتگو ۽ تحرير جي فن ۾ بہ مهارت رکندو هو. مصرين جي عقيدي موجب ثوث Thoth نہ فقط ”ڪتابت“ جو ديوتا سمجهيو ويندو آهي، پر هڪ وڏو طبيب، وڪيل ۽ معمار پڻ هوندو هو. هو جيڪي ڪجهہ فرمائيندو هو تنهن کي عهد نامو (Gospel) سمجهيو ويندو هو.

(ب) بابلي تهذيب:

---

(1) Firth, J.R, The Tongues of Men and speech, Oxford University Press, 1964, P,3.

بابلي تهذيب جي هڪ ڏند ـ ڪٿا موجب، بابلي تهذيب جو پهريون مهذب انسان Oannes هو جو هڪ راڪاس جي روپ ۾، اڌ ماڻهو ۽ اڌ مڇيءَ جي شڪل ۾ هوندو هو جيڪو ايراني نار ڏانهن تري ويو اُتي لکت جو فن ۽ بيا فن جاري ڪيائين.

**(ج) چيني تهذيب:**

چيني ڏند ـ ڪٿا موجب قدرت طرفان درياءَ مان هڪ ”دريائي گهوڙو“ يا ”ڪچون“ پيدا ٿيو، جنهن چيني ٻوليءَ ۾ گفتگو ڪئي. هن ”لکت“ واري ڏات پنهنجي وات ۾ ڪانءُ ڪنئي، پر هن جي پٺيءَ تي جيڪي چٽ يا نقش هئا، تن انهيءَ ڏات يعني ”لکت“ جي نشاندهي ٿي ڪئي. ان ڪانپوءِ قانون لکيا ويا، ۽ نيم ۽ اصول جڙيا (1).

چينين وٽ شهنشاهه Celestial جي لاءِ گهڻو احترام هوندو هو، هُو پکين جون لاتيون ۽ تنوارون گهڻي چاهه سان ٻڌندو هو ۽ انهن جي اُڏامي وڃڻ ڪانپوءِ، خاموشيءَ سان نرم واريءَ تي، انهن جي ڇڏيل پيرن جي نشانن کي نقل ڪندو هو. هڪ هزار سال اڳ چينين بهترين ڊڪشنريون جوڙيون، انهن ۾ لفظن کي ”نظرياتي“ (Ineologically) ترتيب ڏني.

عيسوي سن کان ڇهه يا ست صديون اڳ، ٻوليءَ ۽ اُن جي ڳالهائڻ جي سلسلي ۾ ڀارت ورش جي پنڊتن ۽ ودوانن جو نظريو ڏند –ڪٿائن تي مبني، دلچسپ پيرايي ۾ ظاهر ڪيو ويو. انهن جي قديم لکتن ۾ ٻوليءَ کي انساني روپ (Personified) ۾ ”واڪ“ (Vak) يعني ”ٻولي جي ديوي“ يا ”واگديوي“ سڏيو ويو آهي ۽ اُن کي برهما جو مظهر (Manifestation) سمجهي عزت ڏني ويئي آهي. انهن ودوانن جي راءِ موجب پوتر (پاڪ) آواز (واڪ) کي نڪا ابتدا آهي ۽ نڪا انتها، پر اها انسان جي هم عصر (Co_ eval) آهي. واڪ (ٻولي) برهما جي تخليقي قوت آهي. آڳاٽن هندو ودوانن

---

(1) Ibid,pp 4-5.

جي راءِ موجب هيءَ دنيا خدا جي امر (واڪ) يعني ٻولن ٻولڻ(حڪم) سان هڪدم وجود ۾ آئي. هن جي خيال موجب الله تعاليٰ ”ڪُن“ (يعني ٿي پئو) جو حڪم ڏيئي هيءَ دنيا خلقي.

هندو ودوانن جو رايو آهي تہ الله تعاليٰ جاندارن طرفان ڳالهائڻ ۾ ايندڙ ڪيترين ئي ٻولين خلقيون. انسان کي ٻوليءَ ذريعي اها قوت عطا ٿي تہ هُو ”منتر“ پڙهي سگهي يا بندگيءَ لاءِ جيڪي ٻول يا اسم اعظم آهن، سي ورجائي سگهي. ”تانترن“ ۾ ٻولي ۽ منترن کي جادوءَ واري سگهہ يا جادوگريءَ جي معنيٰ ڏني ويئي آهي. منتر زنده ديوتا/ديويءَ جي علامت سمجهيا ويندا آهن(١) .

(هہ) يهودين جو نظريو:

يهودين جي نظريي موجب انسان خدا جي تخليق جو عڪس آهي. هن کي بهشت مان هڪاليو ويو ۽ درياءَ ۽ طوفان جي وچ ۾ سزا طور ڇڏيو ويو. هُو هڪ ئي ٻولي ڳالهائي سگهندو هو. فرشتن محنت ڪري ڪاميابيءَ سان شهر اڏيا ۽ آسمان سان ڳالهيون ڪندڙ منارا جوڙيا.

(و) مسلمانن جو نظريو:

ڪيترن ئي مسلمان مفڪرن ۽ عالمن جي راءِ موجب زبان جي تعليم الله تعاليٰ سندس ”پهرئين خلقيل انسان“ يعني انسان اول کي وحي ۽ الهام جي ذريعي ڏني. هُو(عالم) اُن دعويٰ جو دليل قرآن ڪريم جي حوالي سان ڏين ٿا.

عَلمَ آدَمَ اْلاَسْماءَ ڪُلها

يعني: الله تعاليٰ آدم کي سڀني شين جا نالا سيکاريا(1).

قرآن پاڪ ۾ ٻئي هنڌ فرمايل آهي:

وَمِنْ ايَاتِهِ خَلْق السمواتِ وَالارَضِ وَ اختِلاف اَلسِنَتِڪُم وَالوانِڪُمْ(2)

يعني: آسمان ۽ زمين جي تخليق ۽ توهانجي ٻولين ۽ رنگن ۾ اختلاف الله تعاليٰ جي نشانين مان آهن.

---

(1) Firth, J.R,Op.Cit,P.5.

(1) القرآن:٢: ٣١.

اهڙيءَ طرح قرآن شريف ۾ هڪ ٻئي هنڌ فرمايل آهي:

اَلُرحمنُ o عَلمَ القُرآنo خَلَق الاِنسانo عَلمَهُ الُبَيانُo(3).

يعني: رحمان قرآن سيکاريو، انسان کي پيدا ڪيو ان کي بيان ڪرڻ سيکاريو.

گويا جهڙيءَ طرح پهرئين خلقيل انسان (انسان اول) جي تخليق، ڪنهن تدريجي طريقي ڪار ڪانسواءِ عمل ۾ آئي، اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ انسان اول کي پنهنجي قدرت ڪامله ۽ حڪمت بالغه جي ذريعي زبان ۽ بيان جي صلاحيت سان روز اول کان ئي نوازي ڇڏيو هو.

انهيءَ سلسلي ۾ حضرت ابن عباس جي روايت مان معلوم ٿو ٿئي ته آدم کي سڄي دنيا جون ٻوليون سيکاريون ويون هيون ۽ آدم ۽ آدم جو اولاد انهن زبانن ۾ پنهنجي ضمير موجب اظهار ڪندو هو. پوءِ جڏهن آدم جو اولاد مختلف علائقن ۾ پکڙجي ويو، تڏهن هر هڪ گروهه انهن زبانن مان هڪ کي عام استعمال ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ٻيون زبانون متروڪ ٿينديون ويون. (4).

جيڪي علماء زبان کي الهامي قرار ڏين ٿا، انهن کي جواب ڏيندي ابن جني فرمائي ٿو ته ”آدم کي تمام شين جي نالن سيکارڻ يا انسان کي بيان جي تعليم ڏيڻ جو مطلب هي نه آهي ته زبان وحيءَ جي وسيلي سيکاري ويئي، بلڪه اُن مان مراد هيءَ آهي ته الله تعاليٰ آدم کي گفتگو جي صلاحيت سان نوازيو آهي“(1).

(٣) ٻوليءَ جي ابتدا لاءِ ڌار ڌار نظريا:

لسانيات جي ماهرن ٻولي/ٻولين جي ابتدا جي سلسلي ۾ ڌار ڌار نظريا بيان ڪيا آهن. انهن مان ڪي ڏيان جوڳا نظريا هي آهن(2).

(ب) ڊنگ-ڊانگ (Ding_Dong) وارو نظريو.

---

(2) القرآن: ٣٠، ٢٢

(3) ايضا: ٥٥؛ ١-٤

(4) الرزي فخر الدين: تفسير ڪبير، طهران، ٢، ١٧٥.

(1) ابن جني: ١، ٤٦.

۽ پڻ ڏسو سراج الحق ميمڻ: سنڌي ٻولي، حيدرآباد، عظيم پبليڪيشن، ١٩٦٤ع، ديباچو، ص ص ٤-٥.

(2) Bloomfield,L,Language.

(ت) يو-هي-هو (Yo_he_ho) وارو نظريو.

(ث) اشارن (Gesture) وارو نظريو

انهن مان هر هڪ نظريي جو مختصر تعارف هيٺ ڏجي ٿو:

(الف) واھہ واھہ يا (Pooh_Pooh) وارو نظريو: هن نظريي جو باني يا هن نظريي جي نشاندهي ڪندڙ مئڪس مولر (Max Muller) هو جنهن اوڻهين صديءَ ۾ هن نظريي جو ذڪر ڪيو. هن نظريي کي "ندائي نظريو" (Interjection theory) بہ سڏيو ويو. هن نظريي موجب ڄاڻايو ويو آهي تہ انسان ذات ڪنهن تعجب، ڏک، درد، ڇوٽڪاري، خوشي ۽ ڪاوڙ وغيره ۾ اچي ڪي آواز اُچاريا، جن اڳتي هلي ٻوليءَ جو روپ ورتو.

(ب) Ding –Dong وارو نظريو: هن نظريي مان اهو نتيجو ڪڍيو ويو تہ ٻولين جي آواز ۽ مفهوم جي وچ ۾ تعلق آهي، تنهن ڪري اوائلي انسان تي ٻاهرين دنيا جا جيڪي اثر پيدا ٿيا، تن جي صحيح اظهار لاءِ مناسب آوازن کي استعمال ڪيائين (١) ، جن ٻوليءَ جو روپ ورتو.

(ت) Yo_he_ho وارو نظريو: هن نظريي موجب ماهرن جو خيال آهي تہ جڏهن ڪن ماڻهن گڏجي ڪو ڪم ڪيو هوندو تڏهن خاص قسم جا آواز اُچاريا هوندائون. جهڙوڪ: هي، هو ها، هو هون، هان وغيره (٢).

(ث) اشارن (Gesture) وارو نظريو: علم الانسان جي ڪن ماهرن جو رايو آهي تہ اشارن واري ٻولي سڀ کان پراڻي آهي(٣). هنن جي خيال موجب هٿن جا اشارا يا جسم جي ڪنهن حصي جهڙوڪ: ڇپن جي موڙڻ، ڪنڌ جي لوڏڻ، اکين کي ڦيرائڻ يا چنبڙ ۽ نرڙ تي آنڊل گهنجن وغيره جي مدد سان بہ ڪنهن ڳالهہ يا مقصد جو اظهار ڪري سگهجي ٿو. ڪنهن بہ شيءَ

---

(١) علي نواز جتوئي: علم لسان ۽ سنڌي زبان، ڄام شورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ١٩٨٣ع، ص ٢٨.
(٢) ايضاً.

Aldo See: Brian Stross, Op. cit, p.22.
(3) Brian Stross, Op,Cit, p. 22.
(4) Brian Stross, Op.cit,p.23.
(5) Gordon Hewes, Primate communication and the Gestural Origin of Language, Current Anthropologv 14-1973,pp 5-24.

جي موجود نہ هجڻ جي باوجود اهڙن اشارن جي مدد سان اُن جو مطلب سمجهائي/ ڪيڏي سگهجي ٿو. ماهرن جو خيال آهي تہ جڏهن ڪنهن ڳالهائڻ واريءَ ٻوليءَ کان اڳ، اُن وقت جو انسان هٿن جي اشارن، ٻانهن کي ڦيرائڻ ۾ هيٺ مٿي ڪرڻ، چپن جي موڙڻ جي وسيلي پنهنجي ڪنهن مقصد جو اظهار ڪري ٿي سگهيو تہ اُن مان اهو ظاهر ٿو ٿئي تہ خيالن جي اظهار واريءَ ٻوليءَ جي انهيءَ وسيلي /ذريعي (Communication) اڳتي هلي، ڳالهائڻ جا وسيلا پيدا ڪيا هوندا، ۽ انسان ڪا ٻولي يا ڪنهن ٻوليءَ ذريعي ڳالهائڻ شروع ڪيو هوندو(4).

اشارن واريءَ ٻوليءَ ۾ اشارن ۽ آوازن جي همسري هوندي آهي، جنهن ۾ لفظن جي گهٽائيءَ جي ضرورت هوندي آهي، چو تہ ڪيترين ئي شين جي نالن يا انهن جي نعم البدل جي ضرورت پوندي آهي. هن ڏس ۾ Goldon Hewes جو چوڻ آهي تہ ڳالهائڻ واريءَ ٻوليءَ کان اڳ اشارن واري ٻولي وجود ۾ آئي.(1).

وات ۽ چپن کي چپو ڪري، اشارا ڏيڻ واري طريقي کي بہ ڪنهن مقصد يا حقيقت جي اظهار جو وسيلو يعني ٻولي سڏيو ويو آهي، هن نظريي مان اهو نتيجو ڪڍيو ويو آهي تہ انسان جي ابتدائي ٻولي اشارن واري هئي، جنهن ڪجهہ زماني کانپوءِ ڳالهائڻ ۽ ٻُڌڻ واري ٻوليءَ جي صورت ورتي، ماهرن جو خيال آهي تہ وات اندر، آوازن ۾ اُچارڻ واري "پيڙ" (track) وٽ ڦڦڙن کان ڏوڪي ايندڙ هوا جي لنگهڻ/گذرڻ سان گڏ، ڪي آواز پيدا ٿيا ، جن اڳتي هلي، لاشعوري طور لفظن جي صورت اختيار ڪئي ۽ اهڙيءَ طرح لفظن مان جملا ٺهيا ۽ ڳالهائڻ واري ٻولي وجود ۾ آئي(1).

(د) موسيقيت /سر تار وارو نظريو: پکي تنوارين ٿا، پر سمجهدرا جانورن (Primates) ۾ فقط انسان ذات ئي ڳالهائي سگهي ٿي. ماهرن جو

---

(1) Richard paget, Human Speech, London, Rontedge and Kegan Paul, 1963.
(2) Grace de Laguna, Speech-its Function and Development, Bloomington Indiana University Press,1927,p.24.
(3) Ibid.

خيال آهي تہ هن نظريي جي مدد سان خبر پوي ٿي تہ ٻولي ڪيئن وجود ۾ آئي.(2).

(ج) لڳ لاڳاپي/سهڪار (Co_operation) وارو نظريو: ١٩٢٧ع ۾ Grace de Laguna هيءَ وضاحت ڪندي سماجي وهنوار ۾ ٻوليءَ جي بنيادي ضرورت ۽ ڪارج تي روشني وڌي. هو لکي ٿو:

”انساني سهڪار، ٻوليءَ جي ٽن بنيادي طريقن جي استعمال سان، ڪامياب ٿي سگهي ٿو. اُهي ٽي طريقا آهن: سوال ڪرڻ، حڪم ڏيڻ ۽ اظهار ڪرڻ. انهن مان هر هڪ طريقو قديم انسان جي ٻوليءَ جي قديم آوازن (جنهن کي انساني دانهن animal cry چئجي ٿو مان ترقي ڪندو وجود ۾ آيو آهي“(3).

هن جي راءِ موجب:

”انساني آواز (animal cry) ماحول مطابق طلب جو هڪ حصو آهي، جنهن جي مدد سان جاندارن جي اُمنگ، اُتساهہ ۽ جذبن تي اثر انداز ٿجي ٿو. هو اڳتي لکي ٿو:

”فرض ڪريو تہ قديم انسان جو هڪ گروهہ خوراڪ جي تلاش ۾ ٽڙي پکڙي ويو آهي، اتفاق سان اُت هڪ خطرناڪ شينهن اچي ٿو نڪري، اُن ٽولي مان هڪ ماڻهوءَ جي نظر اُن شينهن تي پئجي ٿي وڃي، هو ٻين ساٿين کي خبردار ڪرڻ لاءِ هڪ قسم جي دانهن ٿو ڪري، ۽ پوءِ هو پنهنجن ساٿين سان، ڪنهن بچاءَ واري هنڌ تي وڃي ٿو پناهہ وٺي. ٻوليءَ جي هن طريقي موجب خطري کان بچڻ لاءِ دانهن ڪندڙ هڪ ساٿيءَ جي نظر ”بچاءَ واري گهُر (Stimuli) جو ”جواب“، ٻين ساٿين هن طريقي سان ڏنو جو خطري کان خبردار ٿي بچڻ ڪاڻ هنن وڃي پناهہ ورتي. چاهي شينهن انهن کي ماري وجهي ها يا نہ، پر ائين ممڪن آهي تہ اُن ٽولي مان ڪي ساٿي، بچاءَ لاءِ، شينهن واري واٽ وٺي آيا هجن ۽ شينهن جي وَر چڙهي ويا هجن، ۽ شينهن انهن کي ماري ڇڏيو

(1) Grace de Laguna, Speech-Its Function and Development, Op.cit p.24.

هجي. خطري کان خبردار ڪرڻ واري هن اصول موجب ”طلب جواب“ جي وچ ۾ جيڪو رشتو يا لاڳاپو آهي، تنهن کي Laguna ”ٻولي“ سڏيو آهي“(1).

Laguna جي خيال موجب:

”انساني عمل ۾ ڪي شيون ڌار ڌار حالتن ۾ ڌار ڌار نموني سان ڪم اچڻ لڳيون، اهڙيءَ حالت ۾ قديم زبانن (Primitive Languages) جا لفظ زياده محدود ۽ مخصوص هئا، انهن جو دائرو ايترو وسيع نہ هو.

انسان پهرين پهرين يڪ_لفظا جملا (One_word Sentences) استعمال ڪيا هوندا، اڳتي هلي اُن جي ٻولي ۾ ترقي آئي، لفظن ۾ اضافو ۽ واڌارو آيو ۽ يڪ –لفظي جملي واري گفتگو /گفتار هاڻ گهڻ_لفظي جملي واري گفتار جي جاءِ ورتي“ (1).

هن جي راءِ موجب:

”آڳاٽي زماني وارو مڪمل جملو انفرادي (Isolationg type) صورت واري سٽاء تي ٻڌل هو، جنهن ۾ اضافي لفظن (Constituent words) جو واسطو ڳالهائڻ جي لفظن جي مقرر صورتن يعني اسم، فعل، صفت يا ظرف سان نہ هو پر انهن ۾ اندروني تبديلي آئي، يا اُن ۾ اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون ملائي، مطلب ڪڍيو ويندو هو“(2).

(ح)فعل وارو نظريو (verb theory) ۱۹۵۹ع ۾ A.S.Diamond نالي هڪ وڪيل پنهنجي ڪتاب (3) ۾ ٻوليءَ جي ابتدا ۽ ارتقا تي بحث ڪيو. هن هيٺين لفظن تي روشني وڌي.

(i) ڳالهائڻ جا لفظ هڪ آڳاٽي فعلي ڌاتوءَ مان ڦُٽي نڪتا آهن

(ii)ٻوليءَ جو ابتدائي ڪارج

(iii) آڳاٽن لفظن جون اصواتي (Phonological) صورتون

(iv) آڳاٽن لفظن جي معنوي حيثيت.

---

(1) Ibid p.24.

(2) Grace de Laguna, Op cit.p.24.

(3) Diamond, A.S,The History and Origin of Language, New Yark Philosophical Library, 1959, p 26.

ڊائمنڊ جي نظريي جو تَت هيءُ آهي تہ نيم-خانہ بدوش ۽ مقامي ٽولن ۾ هڪ ٻئي کان مدد ۽ سهاري وٺڻ وارين التجائن وارن لفظن، ابتدائي ٻوليءَ جي صورت ورتي ۽ هن جي راءِ موجب اُهي التجائون پوءِ اڳتي وڌي، عملي ڪمن جهڙوڪ پيچڻ، وڍڻ، مارڻ ۽ ختم ڪرڻ جهڙين فعلي صورتن ۾ تبديل ٿيون. اهي صورتون اڄ جي فعلي صورتن جي ڀيٽ ۾ زياده مبهم هيون.

ڊائمنڊ جي راءِ موجب فعل هڪ اهو بنياد آهي، جنهن تي ٻولي مدار رکي ٿي، ۽ ٻوليءَ اُن تي جڙيل هوندي آهي. جيئن جيئن ٻوليءَ ۾ سماجي اثر کان واڌارا ٿيندا ويا، تيئن تيئن اُن ۾ ٻين وياڪرڻي صورتن، جهڙوڪ اسمن ۽ صفتن جنم ورتو ۽ انهن جو لفظي ۽ لغوي خزاني ۾ اضافو ٿيو. هن انهيءَ سلسلي ۾ شيڪسپيئر جي ڊرامن جا حوالا ڏنا آهن ۽ لکي ٿو تہ "انهن ڊرامن ۾ فعلن جي گهڻائي آهي ۽ جيڪي لفظ گهٽ ڪم آيا آهن، انهن ۾ اسمن جي اڪثريت آهي ۽ گهٽ ۾ گهٽ صفتون استعمال ٿيون آهن(1). جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن تيئن فعلن جي مقابلي ۾ اسمن ۽ صفتن جو اضافو ٿيندو ويو. هن اڳتي هلي قديم زماني جي "شڪارين" (Hunters) ۽ "کاڌي خوراڪ جي تلاش ڪندڙ" (Food Collectors) قديم انسانن جي ٻوليءَ جي، ان کانپوءِ جي دور جي انسان جي ٻوليءَ، ۽ خصوصاً موجوده انسانن جي ٻوليءَ سان تقابلي مطالعو ڪيو آهي (2). ۽ هن نتيجي تي پهتو آهي تہ "موجوده وقت جي ٻوليءَ ۾ فعلن جي استعمال جو تعداد ڏهہ سيڪڙو آهي." هو هن راءِ جو آهي تہ "ڪڏهن اهو وقت بہ هو جڏهن ٻوليءَ جي ڳالهائڻ ۾ فعل جو استعمال گهڻي ۾ گهڻو ٿيندو هو پر هاڻي لفظن جي اضافي ۽ واڌاري، ۽ ٻوليءَ جي ترقيءَ جي مطالعي مان هيءُ نتيجو ٿو نڪري تہ ڳالهائڻ جي ٻين لفظن جهڙوڪ اسمن، صفتن، ضميرن ۽ ظرفن جو تعداد، فعلن جي مقابلي ۾ وڌي ويو آهي"

---

(1) Diamond, A. S, Op. cit,p.26.
(2)Ibid.

ڊائمنڊ وڌيڪ وضاحت ڪندي لکي ٿو ته فعل جو اڀياس ڪندي، اهو به ثابت ٿيو آهي ته فعل جي ڏاتوءَ ۾ ٻين صورتن جي مقابلي ۾، اڳياڙين ۽ پڇاڙين ملائڻ جا اصول گهٽ لڳن ٿا. يعني تمام گهٽ حالتن ۾ فعل سان پڇاڙيون ملائي نيون صورتون ناهيون ويندڀون آهن، پر اڳياڙين جي ملائڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي، پر ٻين صورتن جي حالت ۾ ائين ٿيندو آهي. ڊائمنڊ جي هن راءِ مان هيءُ ثابت ٿو ٿئي ته "فعل" ، ٻوليءَ جون آڳاٽيون صورتون آهن(1).

مورس سوئڊيش (Morris Swadesh) جو نظريو:

لسانيات جي هڪ ٻئي هم عصر ماهر، مورس سوئڊيش، ۱۹۷۱ع ۾ پنهنجو نظريو، پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ بيان ڪيو آهي(2). هن ٻوليءَ جي ارتقا کي هيٺين چئن دورن ۾ ورهايو آهي.

(الف) اوائلي پٿر جو زمانو (Eoglottic period)

(ب) قديم پٿر جو زمانو (Paleoglottic period)

(ت) نئون پٿر جو زمانو (Neo_glottic period)

(ث) موجوده زمانو يا تاريخي دور (Historical period)

انهن مان هر هڪ جو تعارف هيٺ ڏجي ٿو:

(الف اوائلي پٿرجو زمانو (The Eoglottic period) _ هن دور جو عرصو ٽيهه لک سال اڳ تائين شمار ٿئي ٿو. هن زماني ۾ اُن دور جو "جاوا وارو انسان" (Australopithecus) آفريڪا جي جهنگلن ۽ چراگاهن ۾ گهمندو وتندو هو. هن کان اڳ واري زماني وارو انسان مفرد لفظن ۾ ڦير گهير آڻي، اُن کي ڊگهو ڪري، يا زور سان ڳالهائي، يا آوازن ۾ چاڙهه ۽ لاٿ (چڙهاءُ ۽ اُتراءُ) آڻي يا لفظن کي وري وري دهرائي (تڪراري طريقي موجب)، اُن مان مختلف معنائون ڪڍندو هيو. ائين به ممڪن آهي ته هُو ڪنهن شيءِ جي

(1) Diamond, A.S, OP.cit p 26.
(2) Morris Swadesh, The Origin and Diversification of Language, Chicago, Aldine-Atherton, Inc, 1971,p. 57.

نالي ونڻ مهل، اُن جي معنيٰ ۽ مفهوم ظاهر ڪرڻ لاءِ وات يا چپن جي شڪل ۽ صورت ۾ ڦير گهير آڻي، معنيٰ ظاهر ڪندو هو. مثال طور گول شين جي معنيٰ جي اظهار لاءِ چپن کي گول ڪري اُچاريندو هو.

مورس جي راءِ موجب اوائلي پٿر جو زمانو (Eoglottic period) تڏهن کان شروع ٿيو جڏهن ندائي طريقو (exclamatory system) بيان ڪرڻ واري طريقي (expressive message) ۾ تبديل ٿيو. اُن زماني ۾ ممڪن آهي ته فقط ٻه بنيادي لفظ موجود هئا. جن ۾ جهيلار، اُچار جي طريقي، ترنم يا موسيقيت يا سُر - تار واري اُچار جي مدد سان ڌار ڌار معنائون ڪڍي سگهبيون هيون.

(ب) قديم پٿر وارو زمانو (paleoglottic period) – هن زماني ۾ شين جي صورتن ۽ علامتن ۾ تبديلي آئي ۽ ڌاتوءَ ۾ ڦير گهير آڻي، لفظن ۾ اضافو آندو ويو. يعني نوان لفظ ٺاهيا ويا ۽ انهن جي اصلي معنيٰ ۾ پڻ فرق ظاهر ڪيو ويو. هن زماني ۾ ٻن چپن وارن آوازن جي اُچارڻ ۾ ٻه گهٽو فرق هوندو، پر نرم تارونءَ وارن آوازن جي اُچارڻ ۾ فرق ڪجهه گهٽ هوندو.

(ت) نئون پٿر جو زمانو (Neoglottic period) ـ هن دور ۾ اڳوٽن دورن ۾ ڪم ايندڙ ڌاتن ۾، وينجنن يا سُرن کي اڳياڙين ۽ پڇاڙين طور ملائي، نوان لفظ ٺاهيا ويا ۽ اهڙيءَ طرح نوان لفظ جوڙيا ويا. اڪثر تبديليون، لفظن جي وچ ۾، يعني پد ۾، سُر کي وڌائي، يا گهٽائي يا حذف ڪري يا منجهس صوتي تبديليون آڻي يا نڙگهٽ ۾ يا چپن ۾ ڦير گهير آڻي يا سُر جي صورت (مهڙ وارا، پوڇڙ وارا ۽ وچترا) ۾ ڦير ڦار آڻي، لفظ جي اُچار ۾ ڦير گهير ڪري، معنيٰ ۾ تبديل /ڦير گهير سان آنديون ويندڙيون هيون. اهڙيءَ طرح اڳياڙين۽ پڇاڙين (Inflections) جي مدد سان، لفظ جي صورت مٽائي يا تڪراري صورت (دهرائڻ، وري وري چوڻ) سان لفظ جي معنيٰ ۾ تبديلي آندي ويئي ۽ اهڙيءَ طرح ٻن لساني خصوصيتن جي مدد سان لفظ جي معنيٰ ۾ فرق آندو

ويو. اُن زماني ۾ جنس ۽ عدد جو فرق ڪو نہ هو بلڪ ائين ڪٿي چئجي تہ انهن جو رواج ئي ڪو نہ هو.

(ث) تاريخي دور (Historical period) ـ هن دور ۾ ڳالهائڻ جي لفظن، انهن جي ڪردنتن، مشقتن، اڳياڙين ۽ پڇاڙين ۽ علم صرف جي اصولن ۾ واڌارو ٿيو. مقامي زبانن، ڪلاسيڪي ٻولين ڪي جنم ڏنو ۽ اسمن، ضميرن وغيره ۾ اضافو آيو.

سوئڊيش جو هڪ هي بہ اهم نقطو هو تہ دنيا جون سڀ زبانون هڪ ئي خاندان مان ڦُٽي نڪتيون آهن ۽ پٿر جي دور (Paleolithic) ۾ اُهي اُن (هڪ) خاندان مان ڦُٽي نڪتيون آهن، ۽ اهو عمل گهٽو ڪري پٿر جي وچئين زماني (Middle Paleolithic) ۾ اُن وقت شروع ٿيون، جڏهن ”چين وارو انسان“ (Neanderthal Man) موجود هو.

مٿي بيان ڪيل (سوئڊيش جي) نظرين جي گهري اڀياس ڪانپوءِ ڪئين سوال ذهن ۾ اُڀرن ٿا. مثال طور: ٻوليءَ جا ابتدا جا آثار ڪڏهن ڪان ملن ٿا؟ ٻولي پهرين ڪٿي پيدا ٿي؟ ڇا اهڙي ڪا هڪ ٻولي وجود ۾ اچي چڪي هئي، جنهن مان ٻيون ٻوليون اُسريون يا ڦُٽي نڪتيون هيون؟ اشارن واري ٻولي، گفتگو واري ٻوليءَ کان پهرين وجود ۾ آئي يا پوءِ؟ اوزارن، خوراڪ ۽ انسان، ٻوليءَ جي ابتدا ۽ اوسر ۾ ڪيتري قدر حصو ورتو؟ آڳاٽي زماني جي انسان لاءِ فطري ماحول ڪيتري قدر سازگار هو جڏهن هو ٻوليءَ جون حدون ٽپي رهيو هو؟ ڇا ٻوليون/ٻولي آهستي آهستي، بتدريج وجود ۾ آئيون/آئي يا ٻولين/ٻوليءَ هڪدم/فورن ڪا صورت ورتي؟ ڇا ”چين وارو قديم انسان“ (Neanderthal) ڳالهائي سگهندو هو؟ ڇا جاوا واري اوائلي انسان (Australopithecus) وٽ ڪا ڳالهائڻ واري ٻولي رائج هئي؟ ڇا غير ـ ٻوليائي درجي کان ٻوليائي درجي تائين تبديلي اختيار ڪرڻ لاءِ ڪا رٿا يا ڪو منصوبو تيار ڪيل هو؟ ٻوليءَ جي وجود کان اڳ هڪ ٻئي سان وهنوار يا واسطو (Communication) لاءِ ڪو ذريعو هو؟ جيڪڏهن ها، تہ پوءِ اهو

ذريعو ڪهڙو هو؟ انهن سيني يا اهڙن ٻين سيني سوالن جي جوابن لاءِ اجا تائين بحث هلندڙ آهي، ڇو تہ انهن جا اجا تائين آخري جواب ملي نہ سگهيا آهن ۽ جيڪي جواب مليا آهن، انهن لاءِ رد بہ موجود آهن؛ پر انهيءَ هوندي بہ ڪن چوندڙ سوالن جي جوابن تي هيٺ غور ڪيو ويو آهي. اُهي سوال هي آهن:

(i) ٻولي ڪڏهن وجود ۾ آئي؟ سڀ کان اهم سوال هيءُ آهي تہ ٻولي ڪڏهن وجود ۾ آئي؟ هن سوال جو جواب هن ڳالهہ تي مدار رکي ٿو تہ توهين ٻوليءَ جي وصف بيان ڪرڻ لاءِ ڪهڙيون ڪهڙيون خصوصيتون ۽ ڪهڙا ڪهڙا اصول پرک طور اختيار ڪريو ٿا. ماهرن جي خيال موجب مشرق قريب جي قديم شهرن جي قائم ٿيڻ کان پنج هزار سال اڳ ٻوليون وجود ۾ اچي چڪيون هيون، ڇو تہ انهيءَ زماني ڌاري ٻوليءَ جي لکت جا ثبوت مليا آهن. انهيءَ ڪري اهو ثابت ٿو ٿئي تہ اُن زماني ۾ ڪا ٻولي ضرور ڳالهائبي هئي، جنهن جي لکيل صورت موجود آهي. جيڪڏهن برتن سازي، ٻوليءَ جي حقيقت طرف رهنمائي ڪري ٿي تہ پوءِ هيئن چئبو تہ ٻولي اجا بہ گهڻو وجود ۾ اچي چڪي هئي. برتن سازيءَ جا ثبوت جپان مان ڏهہ هزار سال اڳ مليا آهن، ائين پڻ ثابت ٿيو آهي تہ مِٽيءَ جون پڪل مورتيون ويهہ هزار سال اڳ تيار ڪيون وينديون هيون. اهڙو ثبوت آرڪيالاجيءَ جي ماهرن مورتين جي مطالعي کان پوءِ ڏنو آهي(١).

هن ڏس ۾ خوردبينيءَ ذريعي اهو پڻ معلوم ٿيو آهي تہ هڏيءَ تي اُڪر جو ڪم ٽيهہ هزار سال اڳ ڪيو ويندو هو(٢). ڪوجنائن ٻوليءَ جي ابتدا واري زماني کي گهٽ ۾ گهٽ پٿر جي دور جي اوائلي زماني (Upper Paleolithic) تائين ڏڪي ڇڏيو آهي. هن دور ۾ ٻوليءَ جا ڪجهہ ثبوت Cro_Magnon غار وارين تصويرن (Paintings) مان ملن ٿا(٣).

(1)Brian Stross, Op.cit p.32.
(2) Ibid.
(3) Ibid.

هنن تصويرن ذريعي ثابت ڪيو ويو آهي تہ ان دور جو انسان ڪا ٻولي ڳالهائيندو هو. Cro_Magnon غار وارو انسان پهريون ڀيرو چاليهہ هزار سال اڳ منظر عام تي آيو. پر علم الانسان (Anthropology) جي اڪثر ماهرين کي يقين آهي تہ ٻولي Cro_Magnon واري انسان جي منظر عام تي اچڻ کان بہ اڳ موجود هئي. ڪي ماهر هن راءِ جا بہ آهن تہ چين وارو انسان (Neanderthal) ٻوليءَ کان واقف هو. هن (چين وارو) انسان جي آبادي هڪ لک سال اڳ چٽي وڃي ٿي (1) ۽ Cro_Magnon واري انسان جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ ختم ٿي ويئي (2).

ماهرن اهو پڻ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ چين واري انسان جي آباديءَ کان اڳ آفريڪا واري انسان (Pithecanthropus) (3) جي آبادي هئي. هيءَ آبادي ڏهہ لک سال اڳ چٽي وڃي ٿي (4). هيءَ آبادي پهرين آفريڪا ۾ وجود ۾ آئي ۽ پوءِ جنوب ايشيا ۾ ۽ ان ڪانپوءِ پورو پنو ڪمر بند (Temperate zone) ۾ پکڙجي ويئي (5). هن گروهہ وارو انسان باهہ استعمال ڪندو هو(6)هيءُ انسان ڳالهائي بہ سگهندو هو (7).

"آفريڪا واري انسان" (Pithecanthropus) کان اڳ, "جاوا واري انسان" (Australopithecus) جا ثبوت مليا آهن(8) . هن جي آبادي چاليهہ لک سال اڳ جي چٽي وڃي ٿي(9). هن (جاوا واري انسان) کان اڳ پٿر واري زماني جي قريب (Pliocene) واري دور ۾ هڪ ڪروڙ ويهہ لک سال (12 ملين) اڳ "اتر –اولهہ هندستان واري انسان" (Ramapithecus) جا ثبوت مليا آهن

---

(1) Brian Stross,p.33.
(2) Ibid, p.33
(3) هن کي Homo erectus بہ چوندا آهن.
(4) Ibid.
(5) Ibid.
(6) Ibid, Op, Cit, p. 33
(7) Ibid
(8) Ibid
(9) Ibid

(1). •"جاوا وارو انسان" اڻ گهڙيل اوازا ڪم آڻيندو هو. هن جو مٿو وڏو هوندو هو ۽ ٽنگن تي اُيو هلندو هو(2). علم الانسان جي ڪن ماهرن جي راءِ موجب "جاوا وارو انسان" ڪا ٻولي پڻ ڳالهائيندو هو (3). ۽ ڪن جي راءِ موجب، هنن کان اڳ اُتر-اولهه هندستان وارو قديم انسان (Ramapithecus) پڻ ڪا ٻولي ڳالهائي سگهندو هو(4).

4- ٻوليءَ ڪٿي جنم ورتو؟

هاڻ هي سوال تہ ٻوليءَ ڪٿي جنم ورتو. اُن جو جواب قديم انسان جي مليل پندپهڻ وارين صورتن (Fossils) جي اپياس تي مدار رکي ٿو. هن سلسلي ۾ اهڙين پند-پهڻ وارين صورتن (Fossils) جي اپياس مان معلوم ٿو ٿئي تہ قديم انسان مشرقي آفريڪا ۽ اتر-اولهہ هندستان وارين جاگرافيائي حدن اندر رهندو هو. پر پوءِ ڏکڻ -آفريڪا ۽ جاوا، ۽ اُن کان پوءِ يورپ جي ائٽلانٽڪ سمنڊ جو ڪنارو، آفريڪا ۽ چين هن (قديم انسان) جي وجود جي حدن ۾ شامل ڪيا ويا. هاڻ جيڪڏهن اهو فيصلو ڪيو ويو تہ ٻولي سڀ کان پهرين اوائلي پٿر جي دور (Upper Paleolithic) ۾ Cro_Magnon انسان يونوچ سمنڊ(Mediterrameon) جي چوڌاري ڳالهائڻ شروع ڪئي ۽ ساڳي طرح جيڪڏهن هيئن بہ تسليم ڪجي تہ ٻولي اول چين واري قديم انسان ڳالهائڻ شروع ڪئي، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن هيئن بہ ڪٿي مڃجي تہ ٻولي پهرين پهرين جاوا واري قديم انسان ڳالهائڻ شروع ڪئي تہ پوءِ ڪنهن نتيجي تي پهچڻ ٿي مشڪل ٿيندو. هن سلسلي ۾ لسانياتي تجزيي جي آڌار تي مورس سوئڊيش (Morris Swadesh) جو رايو آهي تہ مشرق بعيد اهو مرڪزي خطو آهي، جتي مکيہ ٻولي/ٻوليون پيدا ٿيون(1).

۵-هڪ خاندان مان نڪتل يا گهڻ-خاندان واريون ٻوليون:

---

(1) Ibid
(2) Ibid
(3) Ibid
(4) Brian Stross, Op.cit.p 33.

هن حقيقت لاءِ يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ دنيا ۾ هن وقت هزارين ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون، جڏهن تہ ڪجهہ زمانو اڳ انهن جو تعداد ايترو نہ هو پر گهٽ هو. اها بہ حقيقت آهي تہ ڪو اهڙو زمانو بہ هو جنهن ۾ ٻولين جي باري ۾ ڪا بہ ڄاڻ ڪانہ هئي.

هاڻ سوال هي ٿو پيدا ٿئي تہ دنيا جون موجوده سڀ ٻوليون ڪنهن هڪ ٻوليءَ مان ڦٽي نڪتيون آهن يا اهي سڀ ٻوليون، جدا جدا خاندانن ۽ گروهن جون شاخون آهن. اهو بہ سوال اُٿي ٿو تہ ٻولي هڪدم هڪ ئي دفعي سان وجود ۾ آئي يا ڌار ڌار وقتن تي ڌار ڌار ٻوليون پيدا ٿيون، جن مان ٻين ٻولين جنم ورتو؟ هن سلسلي ۾ مورس سوئڊيش (Morris Swadesh) ٻولين جي تقابلي مطالعي کانپوءِ راءِ ڏيندي چوي ٿو تہ دنيا جون ٻوليون هڪ ئي خاندان مان ڦُٽي نڪتيون آهن(2) پر ٻين ماهرن سوئڊيش جي هن راءِ سان اختلاف ڪيو آهي (3). هنن جي راءِ موجب ڌار ڌار ٻولين ۾ ساڳين لفظن جي موجود هجڻ جي آڌار تي هن اها دعويٰ ڪئي آهي، پر حقيقت ائين نہ آهي. هن جي خيال موجب ائين ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ ٻولين اهي لفظ هڪ ٻئي کان اُڌارا ورتا هجن يا هڪ ٻوليءَ جو ٻيءَ ٻوليءَ تي اثر ٿيو هجي؛ پر اڃا تائين اهو فيصلو ٿي نہ سگهيو آهي تہ دنيا جون ٻوليون هڪ ئي خاندان مان ڦُٽي نڪتيون آهن يا ڌار ڌار خاندانن مان.

٦-ٻولي بتدريج وجود ۾ آئي يا هڪدم، هڪ ئي دفعي سان:

ٻوليءَ جي وجود ۾ اچڻ جي سلسلي ۾ سڀ کان اهم سوال هي آهي تہ ٻولي هڪدم هڪ ئي دفعي سان وجود ۾ آئي يا بتدريج، آهستي آهستي، حالتن جي تبديليءَ ۽ ڦيري سان گڏ، ڦرندي گهرندي، سڌرندي ۽ مايدار ٿيندي رهي.

---

(1) Morris Swadesh, The Origin and Diversification od Language, Chicaho, Aldine-Atherton Inc, 1971.
(2) Ibid.
(3) Brian Stross, Op.cit p.37

هن سلسلي ۾ ايرڪ لينيبرگ (Eric Lenneberg) جو رايو آهي ته ٻوليءَ واري قوت، انسان ذات کي، هڪ خاص ڏات طور عطا ٿي، پر اهو ياد رکڻ گهرجي ته ڪو به ذهني طور اپاهج انسان (Vetarted humanbeing) ٻولي سکي نه سگهندو. يا جيڪڏهن اهڙن ماڻهن مان ڪو، ڀڳل ٽٽل ٻولي ڳالهائي به سگهندو هوندو، ته صوتي ۽ صرفي لحاظ کان، هو سؤ في صد صحيح نه ڳالهائيندو هو (1). لينيبرگ (Lenneberg) جو خيال آهي ته ٻولين جو وجود انسان ذات جي وجود سان گڏ، شروع کان شامل رهيو آهي(2). هو دليل طور لکي ٿو:

”(i) هر انساني سماج ڪا نه ڪا ٻولي ڳالهائي ٿو.

(ii) ٻولي علم طبعي (Anatomy) سان واسطو رکي ٿي. علم طبعيءَ جي لحاظ کان دماغ ۾ اهڙا به /پاڳا (Cell) موجود آهن، جن جو واسطو ڳالهائڻ (ٻولي) سان ثابت ڪيو ويو آهي.

(iii) ڪافي وقت تائين لڳاتار ڳالهائڻ جاري رکڻ لاءِ قدرت طرفان انسان هوا ڪڍڻ ۽ ڦوڪڻ جي خاص سهوليت (Respiratory adjustment) طور

وات واري ڪوپي ۾، ”آوازن جو پڙ“ (Sound track) عطا ڪيو ويو آهي، جتي آواز پيدا ٿين ٿا. انسان ذات کانسواءِ ، ٻئي ڪنهن به جاندار کي جسم ۾ آوازن جي پڙ جهڙي ڪا جاءِ عطا ٿيل ڪانهي، جتي هو آواز پيدا ڪري سگهي“(1).

---

(1) Lenneberg, Eric,Biological Foundations of Language, New Yark, John C. Wiley & sons, Inc. 1976
(2) Ibid.
Also see: Hymes, D, Functions of speech: an Evolutionary Approach, in Anthropology and Education, ed,F.C. Gruber Philadelphoa University of Pennsylvania Press,1961,pp.55-83.
(1) Lenneberg, Eric, Op.cit.
(2) Firth, J.R, The Tongues of Men and Speech, London, Oxford Universtity Press, 1964,p.19.

ماهرن جو رايو آهي تہ انسان ذات هن جادوءَ روپي وايو منڊل ۾ ڳالهائڻ سکي ٿو. هنن جي خيال موجب جڏهن ٻہ ڪو ٻار ڄمندو آهي، تڏهن سندس چوڌاري ماحول وارو گوڙ ۽ گهمسان سندس ڪنن تائين رسندو آهي، ماءُ جي مامتا وارا مٺا ٻول، پيءُ جو پيار ڀريو آواز عزيزن قريبن، مٽن ۽ مائٽن جا سڪ ڀريا سڏ، نوڪرن چاڪرن ۽ پاڙي وارن جا چاهت ۽ قربن ڀريا قول هن جي ڪنن تي پهچندا آهن.

جڏهن هو (ٻار) ٿورو وڏو ٿي ڳالهائڻ لڳندو آهي، تڏهن ڄڻ تہ وايومنڊل ۾ جادوگري جاءِ وٺندي آهي. اها جادوگري، جيڪا شين جي سڃاڻپ ڪرائيندي آهي ۽ ٻار محسوس ڪرڻ لڳندو آهي تہ ڪيس ڪو ٻڌي ٿو، سمجهي ٿو ۽ سندس آواز تي ڪو ڌيان ڏري ٿو.

هر انسان اهو سمجهي ٿو تہ ڳالهائڻ جي قوت، خوف ۽ هراس، پيار ۽ نفرت توڙي اهڙين ٻين خواهشن ۽ احساسن ۽ گهرجن جي لاءِ اظهار جو وسيلو آهي. ٻين لفظن ۾ هيئن چئبو تہ ٻولي دانائي ۽ ناداني، ڪم، وندر ۽ وروnهن ۾ هڪ سماجي ڪارج ادا ڪري ٿي.

پروفيسر فرٿ (Firth) جي راءِ موجب ”هيءَ دنيا، جنهن ۾ اسين رهون ٿا، انسان اُن جو هڪ اٽوٽ حصو آهي(2). انسان جيڪا ٻولي ڳالهائي ٿي، سا فقط چپ جو ڏندن، سخت تارونءَ، نرم تارونءَ، مورڙن يا ڪاڪڙي ڏانهن مٿي ڪڇي وڃڻ ۽ انهن مخرجن سان ميلاپ ڪرڻ سان پيدا ٿئي ٿو. ٻولي فقط نڙي يا نڙگهٽ وٽ سوڙهہ (گُهٽَ) پيدا ڪري آوازن جي اُچارڻ وارو عمل نہ آهي، پر ٻولي دراصل دماغ جي عمل جو نتيجو آهي، جيڪو نسن (نبضن) تي قبضو ڪري، اُنهن کان ڪم وٺي ٿو. انهيءَ ڪري هيئن چوڻ تہ ڪنن جو ڪم آهي ٻُڌڻ صحيح نہ آهي، ڇو تہ اسين ڪنهن آواز جي ٻڌڻ لاءِ ڪن ڪڙا نہ ڪندا آهيون، پر حقيقت ۾ دنيا ۽ معاشري ۾ جيڪي ڪجهہ وهي واپري ٿو تنهن جي ٻڌڻ لاءِ انسان جا ڪن باخبر هوندا آهن.

انسان جو آواز انسان جي دماغ جي عمل ((Postural Scheme) جو مجموعو آهي، انساني آواز ڪنهن عمل جو هڪ جز آهي، ان لحاظ کان هيئن چئبو تہ انسان جي ڳالهائڻ

جو عمل سندس سڄي جسم سان واسطو رکي ٿو. خصوصن سندس انهن عضون سان جن جي مدد سان هُو ساهہ کڻي ٿو، پر اُن ۾ دماغ جو عمل دخل ڪجهہ وڌيڪ آهي، انسان جي آواز کي، انسان کان ڌار ڪري ٿو سگهجي، خصوصاً انسان جي دماغ جو سندس ڳالهائڻ واري عمل تي قبضو رهي ٿو يا ان لحاظ کان هيئن چئبو تہ دماغ هڪ منتظم وانگر ڪم ڪري ٿو. انسان جي ڳالهائڻ جي آواز جو مدار هوا تي آهي. جڏهن هوا ۾ رڪاوٽ پيدا ڪبي آهي تڏهن ڌار ڌار حالتن ۾ ڌار ڌار آواز پيدا ٿيندا آهن ۽ آواز پيدا ڪبا آهن، پر ڳالهائڻ جو عمل ”طلب“ (Stumili) ۽ جواب (Response) واري عمل سان واسطو رکي ٿو(١).

ننڍو ٻار جڏهن ڪنهن ٻوليءَ جا آواز اُچارڻ شروع ڪندو آهي تڏهن هن جا اُچاريل ابتدائي ٻول ڏاڍا پيارا ۽ دلچسپ لڳندا آهن. هن جي ٻاتائڻ واري منزل، هن جي ڳالهائڻ واري عمل جي ابتدائي منزل هوندي آهي، ٻار شروع ۾، اهي آواز اُچاريندو آهي، جيڪي هن جي ماحول ۾ ڦهرين ڦهرين، هن جي ڪن تي پهتا هوندا، يا هن ڦهرين ڦهرين ٻُڌا هوندا. هُو (د، ب يا م) آواز، ڦهرين ڦهرين سڪندو ۽ اُچاريندو آهي: اڳتي هلي، هن جي ماءُ، پيءُ، ياءُ، ڀيءُ يا ٻين عزيزن کي ٻڌڻ سان، اول هن جي آوازن ۽ پوءِ لفظي /لغوي خزاني ۾ اضافو ٿيندو آهي. هُو نوان نوان لفظ نقل ڪندو آهي، هن جا ڪن عادي ٿي ويندا آهن ۽ هُو لاشعوري طور نون لفظن جو اضافو ڪري، پنهنجي لغوي خزاني ۾ واڌارو ڪندو ويندو آهي.

---

(1) Firth,J.R.Op,cit,p.20.
Also see: Boomfield,L.Language.

ٻولي ٻين جسماني عملن سان گڏ ترقي ڪئي آهي. انسان پنهنجن خواهشن ۽ ضرورتن لاءِ ٻوليءَ جو سهارو ورتو ٿو. هن ترقي پذير دنيا ۾ انسان جون خواهشون پڻ وڌنديون رهيون آهن.علم حياتيات (Biology) ۽ بايو ڪيميا (Bio_Chemisty) جي علمن جي اڀياس مان پتو پوي ٿو تہ انسان جي فطرت بہ سدائين بدلبي رهي آهي. انسان جي ٻين خاص عادتن وانگر، نقل ڪرڻ ۽ سکڻ جي عادت بہ انسان جي هڪ خصوصيت رهي آهي، انسان جي عظمت جو مدار سندس انهن عادتن تي آهي، ڳالهائڻ واري قوت انسان لاءِ هڪ قيمتي هٿيار مثل آهي، ڇو تہ ان جو انسان جي جسم ۾ نڙي ۽ نڙگهٽ ۽ اُن جي مٿان هوا جو لنگهہ، اوائلي قديم انسان جي جسم ۾ پڻ ائين ئي موجود هئا، جيئن اڄ جي انسان جي جسم ۾ موجود آهن. پوءِ ڇاهي اهو قديم انسان غارن ۾ رهندو هو يا وڻن تي گذاريندو هو يا جانورن جي پالڻ لاءِ هُو ميداني زندگي گذارڻ لڳو هو.

لينيبرگ (Lenneberg) جو اهو بہ رايو آهي تہ ڪنهن بہ ٻار جي ٻوليءَ جي ارتقا لاءِ ڪو معياد مقرر آهي. هن سلسلي ۾ اهو معلوم ڪيو ويو آهي تہ ٻار پهرين (د، ب ۽ م) ٽن آوازن مان ڪو بہ هڪ آواز اُچارڻ سکندو آهي(١). يعني ڪو بہ ٻار سڀ کان پهرين يا تہ ٻن چپن وارن آوازن (ب ۽ م) مان ڪو بہ هڪ آواز اُچارڻ لڳندو آهي يا ڏندن وارو آواز (د) اُچاريندو آهي، يعني تہ ٻار پهرين ڳرا/ڳرو اوسرگ آواز اُچارڻ سکندو آهي. انهن آوازن جي اُچار سکڻ کانپوءِ ٻار پهرين يا تہ مفرد لفظ يعني پهرين اسم ڳالهائيندو آهي ۽ يا تہ فعل، هُو گهٽو ڪري پهرين فعل ڳالهائيندو آهي.

تجربي مان ثابت ٿيو آهي تہ ڪو بہ ٻار سڀ کان پهرين اهي ئي آواز (د، ب ۽ م) هڪ ٻئي پٺيان ڳالهائڻ شروع ڪندو آهي. پوءِ جيئن جيئن هو وڏو ٿيندو ويندو آهي، تيئن تيئن سندس ذهني نشونما ٿيندي ويندي آهي، ۽ هُو (ٻار) ماحول

(1) Lenneberg, Eric,Op.cit.

سان وڏيڪ مانوس ٿيندو ويندو آهي ۽ اهڙيءَ طرح سندس ٻوليءَ جي خزاني ۾ واڌارو ٿيندو آهي. هن مان ائين واضح ٿئي ٿو ته ٻار پهرين پهرين هڪ لفظ يا هڪ لفظو جملو (One Word Sentence) ڳالهائڻ شروع ڪندو آهي. پوءِ آهستي آهستي ٻن لفظن وارو جملو ڳالهائيندو ۽ اهڙيءَ طرح سندس ٻوليءَ ۾ اضافو ٿيندو ويندو آهي. اهو به ياد رکڻ کپي ته ٻار جنهن ٻوليءَ واري ماحول سان واسطو رکندو هوندو، اُن ٻوليءَ يا ويا ڪرڻي سٽاءَ موجب جملا ڳالهائيندو.

اها ته حقيقت آهي ته ڪنهن به انسان کي ڪا ٻولي سکڻ کان روڪي نٿو سگهجي. ڪو به ٻار گونگي، ٻوڙي ۽ انڌي هجڻ جي به ڪا ٻولي سکي سگهي ٿو. اها به حقيقت آهي ته انسان کان سواءِ ٻيو ڪو به جاندار ڪا به ٻولي سکي سگهي ٿو. اها به تمام گهڻي ڪوشش ڪئي ويئي آهي ته باندرن کي به ڳالهائڻ سيکارجي، پر ماهرن کي اڄا تائين هن ڏس ۾ ڪاميابي نصيب ڪانه ٿي آهي.

مٿي بيان ڪيل حقيقتن مان اهو واضح ٿيو ته جيئن ٻار جي دماغي نشونما ۽ ماحول سان وابستگيءَ سان گڏ، سندس ٻولي، اُن جي خزاني ۽ اُن جي سٽاء ۾ اضافو ٿيندو ويندو آهي، تيئن ٻولي به انسان سان گڏ وجود ۾ آئي ۽ انسان سان گڏ ترقي ڪندي رهي. جيئن جيئن انسان جي ذهني نشونما وڌندي ويئي ۽ جيئن جيئن انسان جي ماحول ۾ اضافو ٿيندو ويو تيئن تيئن هُو پنهنجي ضرورت آهر نوان نوان لفظ گهڙيندو ويو ۽ پنهنجي ٻوليءَ ۾ اضافو ڪندو ويو يعني ٻولي سادي (Simple) کان ڏکيري (Complex) ٿيندي ويئي. اهو سلسلو اڄ به جاري آهي. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ کانپوءِ انگريزي زبان ۾ سائنسدانن، سماجي علمن جي ماهرن ۽ عالمن هزارن جي تعداد ۾ نوان لفظ ٺاهي، ٻوليءَ ۾ انهن جو اضافو ڪيو. ان سلسلي ۾ نه فقط نوان نوان لفظ ٺاهيا ويا پر ڪيترن ئي نون علمن جو پڻ تعارف ڪرايو ويو.

هِمز (Hymes) جو رايو آهي ته ”ائين نه آهي ته سڀ ٻوليون ڪي سندن ڳالهائيندڙن جي گهرجن، موجب مناسب ثابت ٿيون آهن، ۽ ائين به نه

آهي تہ ڪو سيني ٻولين ۾ اها صلاحيت هوندي آهي تہ اُهي پنهنجي ماحول جي لاءِ مناسب مدد ڪري سگهن ٿيون“ (١).

ماهرن جي تحقيق ۾ کوجنا موجب انسان ذات تهذيب ۾ تمدن جي الڳ الڳ دورن مان ارتقا پذير رهيو آهي. قديم تهذيبي دور، قديم پٿر وارو دور (Upper Paleolithic) هو، جنهن ۾ انسان پٿر جا ٻي ڊولا هٿيار ٺاهي ڪم آڻيندو هو، پوءِ ماريل جانورن جي هڏن مان هٿيار ٺاهي ڪم آڻڻ لڳو، ان ڪانپوءِ باهہ پيدا ڪري، پڪل کاڌو کائڻ لڳو ۽ ائين بتدريج ترقي ڪندو، ماحول سان گڏ سڌرندو ويو.

ماهرن جو خيال آهي تہ تهذيبي ترقيءَ جو واسطو ٻوليءَ جي ترقيءَ سان آهي، تنهنڪري يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ تهذيب ۾ تمدن جي شروعات سان گڏ، ٻوليءَ جي بہ شروعات ٿي هوندي ۽ تهذيب جي ترقي سان گڏ ٻوليءَ بہ ترقي ڪئي هوندي. جيئن جيئن تهذيب نئون رنگ، نئين صورت ۽ نئون روپ وٺندي، ترقي پذير ٿيندي رهي، تيئن تيئن ٻوليءَ تي بہ اُن جو اثر ٿيندو رهيو ۽ پوءِ تهذيب جي نئين روپ ۽ نئين اثر کان متاثر ٿيندي، پاڻ کي بنائيندي، ٺاهيندي ۽ پاڻ ۾ تبديلي آڻيندي، اڳتي وڌندي رهي آهي.

هن سڄي بحث جو اختصار هيءُ آهي تہ ٻولي انسان جو فطرتي ۽ قدرتي ورثو آهي، جيڪو انسان ذات کي ابتدا کان عطا ٿيو آهي جو بتدريج، انسان ذات سان گڏ آهستي آهستي ترقي ڪندو رهيو آهي.


ببليو گرافي

عربي ڪتاب

١-القرآن.

٢-ابن جني.


---

(1) Hymes, D: Functions of Speech, an Evolutionary Approach in Anthropology & Education, ed.F.C. Gruber, Philadelphia University of Penhsylvania, Press, 1961, pp. 55-83.

٣_الرازي فخر الدين: تغسير ڪبير طهران.
سنڌي ڪتاب
٤_سراج الحق ميمڻ: سنڌي ٻولي، حيدرآباد. عظيم پبليڪشنس ١٩٦٤ع.
٥_ علي نواز جتوئي: علم لسان ۽ سنڌي زبان  چام شورو. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ١٩٨٣ع.
انگريزي ڪتاب
6. Bloomfield, Language.
7. Brian Stross, The Origin and Evolution of Languages, University of Texas, W.M.C. Brown Company Publishers, 1976.
8. Diamond, A.S. The History and Origin of Language, New York, Philosophical Library, 1959.
9. Firth, J.R, The Tongues of Men and Speech, Oxford University Press, 1964.
10. Gordon Hewes, Language Origins, a bibliography, second edition, Morton, the Hague, 1974.
11.Ibid. Primate communication and the Gestural Origin of Language, an article published in "Currrent Anthropology", 14_1973.
12. Grace de Laguna. Speech Function and Development, Bloomington, Indiana Univerity Press. 1927.
13. Hymes, D, Function, ed.F.C.Gruber, Philadalphia, University of Pennsylvania Press, 1961.
14. Lenneberg, Eric, Biological Foundations of Language, New York, John C. Wiley & sons, Ine, 1976.
15. Morris Swadesh, The Origin and Diversification of Language, Chicago Aldine_Atherton, Inc, 1971.

16. Richard Paget, Human Speech, London, Rontedeg and Kagan Paul 1963.
17. Sturtevent E.H. An Introduction of Linguistic Science, New Hawean YaleUniversity Press, 1947.

(مہراٹ 1_1986ع)

## رسالي جي جامع مستند متن لاءِ صورتخطي

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

(هن موضوع تي هيٺين مختصر وضاحت ان مقدمي جو حصو آهي، جيڪو شاهه جي رسالي جي مستند ۽ معياري متن، جلد -۱، لاءِ مسودي جي صورت ۾ لکيل آهي.)

زير طبع جامع مستند متن ۾ صورتخطي، سنڌي ٻولي جي مزاج مطابق ۽ گهڻي ڀاڱي هاڻوڪي صورتخطي موافق رکي ويئي آهي ته جيئن بيتن ۽ واين کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي. اڳين ڪاتبن "شاهه جي رسالي" جا قلمي نسخا سندن پنهنجي دور واري صورتخطي (جيڪا سندن دور کان اڳ هلندي پئي آئي) ۾ لکيا. انهيءَ صورتخطي جو عڪس ڪنهن حد تائين "ٽرمپ" ۽ بمبئي وارن ٻن اوائلي ڇاپن ۾ پڻ نظر اچي ٿو جيڪي سن ۱۲۸۷هه ۽ ۱۲۹۲هه ۾ شايع ٿيا.

(الف) ڪاتبن جي اختيار ڪيل صورتخطي

هن سلسلي ۾ هيٺيون وضاحتون غور طلب آهن:

(۱) جدا جدا ڪاتبن، جدا جدا وقتن تي جيڪي رسالا اتاريا يا نئين سر لکيا، تن ۾ "خاص سنڌي اُچارن" وارا حرف ڪيئن لکيائون، تنهن تي ڪنهن حد تائين اسان ڪتاب " شاهه جي رسالي جا سرچشما" ۾ روشني وڌي آهي. گهڻوڪري هر ڪاتب، نج سنڌي اُچارن وارا اکر (ٻ، ٽ، ٿ، ڳ، ڱ، ڏ، ڊ، ڍ، ڄ، ڃ، ڻ وغيره) توڙي ٻيا ڪي حرف ۽ لفظ ٿوري گهڻي فرق سان لکيا آهن. ڪاتبن جي اهڙن جزوي اختلافن کي نظر انداز ڪيو ويو آهي، ڇاڪاڻ جو سندن پنهنجي انفرادي لکڻي جي باوجود انهن لفظن کي بنا شڪ شبهي جي چڱيءَ طرح سڃاڻي سگهجي ٿو. مثلاً:

| | |
|---|---|
| جِي =جئن، جيئن | ڪِي = ڪيئن |
| تِي = تئن، تيئن | پِرِيَ = پرين |
| سِي = سيئن | مَنَهِي = مَنَهِين |

(۲) ڪي لفظ جدا جدا ڪاتبن اهڙين صورتن ۾ لکيا آهن، جو انهن ڪي جدا جدا نموني سان پڙهي سگهجي ٿو اهڙيءَ حالت ۾ صحيح نتيجي تي پهچڻ لاءِ قلمي نسخن کي پڙهڻ جا جيڪي اصول آهن، تن کي سامهون رکيو ويو آهي، پرک جا مکيہ معيار ہہ آهن: هڪ اصل صورتخطي مطابق جدا جدا پڙهڻين کي سمجهڻ ۽ ٻيو انهن پڙهڻين مان وڌيڪ سهڻي معنيٰ واري پڙهڻي کي ترجيح ڏيڻ، يعني ڏسبو تہ اصل صورتن مان گهڻين پڙهڻين مان وڌيڪ سهڻي معنيٰ واري پڙهڻي کي ترجيح ڏيڻ، يعني ڏسبو تہ اصل صورتن مان گهڻين ۾ زير زبر ڪيئن آيل آهي، يا لفظ جي سٽاء ۾ ڪهڙا اکر ڪيئن بيٺل آهن. ٻيو تہ ڏسڻو آهي تہ اهڙيءَ سٽاء مان ڪهڙيون جدا جدا پڙهڻيون نروار ٿي سگهن ٿيون ۽ ڪهڙين مان ڪا معنيٰ نڪري ٿي. ان بعد سوچڻو پوندو تہ ڪهڙي معنيٰ وارو لفظ سٽ ۾ ٺهي ٿو. جيڪڏهن اصل صورتخطين مان هڪ کان وڌيڪ لفظ ٺهن ٿا ۽ انهن مان معنيٰ بہ نڪري ٿي تہ پوءِ پيٽ ۾ نسبتا وڌيڪ سهڻي معنيٰ وارو لفظ ڪٽڻو پوندو. جدا جدا. ڪاتبن (ب، د، ا، ظ، ت، ج ح خ رسالن ۾) ساڳئي لفظ کي ڪيئن جدا جدا صورتن ۾لکيو آهي، تنهن لاءِ هيٺيون مثال غور طلب آهي:

| | |
|---|---|
| ڪَٽُئُو (ب) | ڳِنيُو (ظ) |
| ڪَنڻِو(د_ا) | ڳٽيئو(ح) |
| ڪنيو (ت، ج) | گنڻَو (خ) |

مٿين صورتن مان ڪَٽنو، ڪَنيو، ڳَٽيو، ڳنيو (ڳنهيو) لفظن جو گمان نڪري ٿو. انهن سيني لفظن مان معنيٰ بہ نڪري ٿي: پهريان ہہ لفظ (ڪٽڻ مان) ساڳي معنيٰ وارا، پوءِ ہہ لفظ (ڪٽڻ مان) ٻي ساڳي معنيٰ وارا آهن، ۽ آخري لفظ (ڳنهڻ =وٽڻ مان) جدا معنيٰ وارو آهي، بيت جي هيٺ ڏنل سٽ جي لحاظ سان ڏسبو تہ ، 'ڪٽئو، توڙي ڳنيو' ٻئي لفظ معنيٰ وارا آهن، پر جيئن تہ لفظ جي اصل صورتخطي ۾ "ڻ" واريون صورتون گهڻيون آهن، انهيءَ ڪري "ڪٽئو" واري صورت کي ترجيح ڏبي:

”ڪچو ڪان ڪنيار، اوڳي ڪٽئو اُٿئين“

ڊاڪٽر گربخشاڻي هيءُ لفظ ”ڳنهيو“ ڪري پڙهيو آهي، جنهن مان بہ معنيٰ نڪري ٿي پر اها پڙهڻي قلمي نسخن وارين ”اصل صورتن“ مطابق ناهي، ڇاڪاڻ جو اصل صورتن مان ٽن ۾ پهرئين حرف مٿان ”زبر“ ڏنل آهي ۽ ٻين ۾ بہ پهرئين اکر هيٺان ”زير“ ڏنل ناهي، انهيءَ ڪري هيءَ لفظ زير سان نہ پڙهبو. باوجود انهيءَ جي جيڪڏهن ڪو پڙهندڙ چاهي تہ هو پنهنجي ذوق موجب ڪا بہ پڙهڻي اختيار ڪري سگهي ٿو. انهيءَ لاءِ اسان متن جي پويان هر بيت ۽ وائي جي تفصيلي تشريح ۾ سمجهاڻي ڏني آهي، جنهن ۾ لفظن جون اهي جملي اختلافي صورتون، جن مان ڪا معنيٰ نڪري ٿي، تن کي احتياط سان قلمبند ڪيو آهي.

(٣) ڪن سنڌي لفظن کي، جن ۾ نج سنڌي اُچارن وارا حرف اچن ٿا، تن کي ڪاتبن گهڻو ڪري جدا جدا نمونن ۾ لکيو آهي، اهڙن لفظن جي اصلي صحيح صورت کي سمجهڻ البت ڏکيو آهي، ڇاڪاڻ جو ڪن مختلف صورتخطين مان جدا جدا پڙهڻين جو پڻ گمان نڪري ٿو. انهيءَ ڪري اسان متن جي آخر ۾ پيش ۽ سمجهاڻي هيٺ ڪن لفظن جون اهڙيون اختلافي صورتون، جن مان ڪا معنيٰ نڪري ٿي، سي احتياط سان قلمبند ڪيون آهن، تہ جيئن هر پڙهندڙ پنهنجي ذوق ۽ ترجيح موجب مناسب پڙهڻي اختيار ڪري.

(۴) حضرت شاهہ صاحب پنهنجي ڪلام ۾ گهڻو ڪري ”پٽ شاهہ“ جي پيڙهي واري عام ٻولي ڪم آندي آهي، ڇاڪاڻ جو اها سندس قريبي مادري زبان هئي. مگر ان سان گڏ ڪيترن ئي بيتن ۽ واين ۾ سنڌ جي جدا جدا ڀاڱن جي ٻولين جا الفاظ ۽ اصطلاح پڻ آندا اٿس، جن مان ڪن جي تہ چٽي سڃاڻپ ٿي سگهي ٿي، پر ڪن ٻين کي سمجهڻ ايترو سولو ناهي. شروع ۾ جن فقيرن شاهہ جو ڪلام ياد ڪيو ۽ لکايو يا جن ڪاتبن لکيو

سي بہ سڀ ساڳئي پاسي جا رهندڙ ڪين هئا ۽ انهيءَ ڪري هنن ڪي نہ ڪي لفظ پنهنجي پاڳي واري لب و لهجي موجب لکيا. مثلاً:

- جَنُه، جِنُه - جِهُڙو، جِهڙو، جِهڙَو، جَهڙو
- تَنُه، تِنُه - ڪيتَرو، ڪيِترو
- ڪَنُهِ، ڪِنُهِ - ڪَڏَهين، ڪَڏِهين
- سانُ، سانِ، سانَ - سانڍَڻُ، سانڍِڻُ
- سَپَ، سَپِ، سَپُ - ٿيين، ٿئين
- اَڳرو، اَڳِرو - سُپِرين، سُپَرين

مختلف قلمي رسالن ۾ اهڙن جدا جدا لهجن ۾ لکيل ڪن لفظن متعلق اهو چوڻ مشڪل آهي تہ ڪهڙا اصلي شاهہ صاحب واري ٻوليءَ جا آهن ۽ ڪهڙا پوءِ ڪاتبن پنهنجي پنهنجي ٻوليءَ مطابق لکيا آهن. اهڙي حالت ۾ ”پٽ شاهہ جي تر واري ٻولي“ مطابق اُچار ڏنا ويا آهن. پر جيڪڏهن هر پڙهندڙ اهڙا الفاظ پنهنجي لهجي موجب پڙهي تہ بہ غلطي ڪانہ ٿيندي، ڇاڪاڻ جو معنيٰ هر حالت ۾ ساڳي ئي رهندي. تنهن هوندي بہ مقامي لهجن ۽ محاورن جي لحاظ سان، صورتخطي ۾ ڪمي پيشي جي لحاظ سان، جدا جدا ڪاتبن جيئن ڪنهن لفظ کي لکيو آهي، تيئن ان جون سڀ صورتون اسان جدا هڪ ”الف-بي وار پٽي“ ۾ ڏيکاريون آهن. جيڪا رسالي جي معياري متن جي مڪمل ٿيڻ تي آخر ۾ ڏني ويندي تہ جيئن سنڌي صورتخطي جي اوسر تي پڻ روشني پوي.

(۵) آڳاٽي ”سنڌي ٻولي“ ۾ ”غُني، نون“ وارا اُچار بلڪل گهٽ هئا، اهي پوءِ آهستي آهستي وڌيا. تان جو ”ڪتابي يا درسي زبان“ جي گذريل سوا سئو کن سالن واري دور ۾ اهڙن اُچارن جي گهٽائي ٿي. شاهہ جي رسالي جا ڪي قلمي نسخا بہ سئو ورهيہ يا اجان بہ اڳ لکيا ويا، جن ۾ گهڻا لفظ ”نون غُني“ بنا ائين لکيل آهن. جيئن اهِي آڳاٽي ٻوليءَ ۾ ڳالهائبا هئا. مثلاً:

جِيَ (جئن)، تِيَ (تئن)، تِه (تنه)، ڪه (ڪنه) مُه(مُنه)،

لَئُ(لَنئہ لَئون)، پِري(پرين)، جا (جان)، تا (تان)، وٽا (وٽان)، ڏارا (ڏاران)، منجها (منجهان)، مِرئا (مِرُئان، مروئان)، ماڙهُو(ماڻهو).

وغيره. پر شاهہ صاحب واري دور ۾ ”غني نون“ جو اُچار البت ڪجهہ وڌي چڪو هو ۽ ”شاهہ صاحب جي ٻولي“ (يٺ شاهہ جي تر واري) ۾ ڪن لفظن جو جُز بنجي چڪو هو. انهيءَ ڪري ان دور ۾ (ٻين ڪاتبن وانگر) رسالي جي ڪاتبن پڻ لفظن جي آخر ۾ ”اُن“، ”اِبن“ يا ”اُون“ واري غُني آواز کي، موجوده دور واري صورتخطي بدران، حرف ”م“ يا ”تنوين“ ذريعي نروار ڪيو. ”م“ جا مثال جيئن تہ: ڪڏهم (=ڪڏهن، ڪڏهين)، جڏهم (جڏهن، جڏهين)، اڳهم(اڳهن، اڳهين)، پريم (پرين)، سائم، سائنم (سائين)؛ ”تنوين“ جا مثال جيئن تہ : اڳه (اڳهين)، اُنِ (اُنِين)، ڏَءِ (ڏئين)، پِڪِ(پِڪين)، اوڏاهِ (اوڏاهين) وغيره. وڌايل”م“ وارين صورتن ۾، لفظن جي پوئين پاڱي ”هم“ کي ”قديم سنڌي جي نشاني“ سمجهڻ صحيح نہ ٿيندو، جيئن ڊاڪٽر گربخشاڻي سمجهيو ( ۽ انهيءَ ڪري رسالي جي متن ۾ پڻ انهن لفظن کي ائين لکيو). سندس خيال ۾:

”يٺ واري نسخي ۾ ڪيترن لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ ”هين“ جي بدران ”هم“ آيل آهي. هي جهوني سنڌيءَ جو هڪ نشان آهي. شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي ڪلام ۽ پڻ ڪن قديم مولودن ۾ بہ اها پڇاڙي استعمال ڪيل آهي.“

(رسالو جلد - ١، سر ڪلياڻ جي پنجين بيت جي تشريح، ص. ٣٣)

جيڪڏهن ”جهوني سنڌي“ مان سندس مراد ”جهوني سنڌي صورتخطي“ هئي تہ پوءِ صحيح آهي؛ مگر ”هم“ ”جهوني سنڌي ٻولي“ جي نشاني ڪانهي ۽ نڪي ان جو شاهہ ڪريم جي ڪلام يا قديم مولودن سان ڪو واسطو آهي. البت هيءَ آڳاٽي ڪتابت يا جهوني صورتخطي لفظن جي آخر ۾ غُنائي واري اُچار کي ”م“ ذريعي نروار ڪيو. چاڪاڻ جو ”م“ جي اُچار ۾ بہ غنائي وارو آواز آهي. قلمي نسخن مان نہ فقط يٺ واري نسخي ”گنج“ جي

ڪاتب پر ٻين نسخن جهڙوڪ ص ل نص هہ پ ظ ح ع ب (١٢٨٣) د حس ن جي ڪاتبن پڻ اها صورتخطي آندي آهي. رسالي ڪانسواءِ ٻين آڳاٽن سنڌي ڪتابن جي ڪن قلمي نسخن ۾ پڻ اها صورتخطي استعمال ٿيل آهي. سمجهڻ لائق هيءَ ڳالهہ آهي تہ شاهہ صاحب جي ٻولي "جڏهہ، ڪڏهہ" ڪانہ هئي، پر اها ڪن ڪاتبن جي اڳئين دور واري روايتي صورتخطي آهي. مثلاً:

-اَڳِهہ، اگهِہ، اَگهِہَ=اَڳِهين (ص ل هہ پ ظ ح ع د حس ن نسخن مطابق)

-اَڪَہِ= اَڳَہِين(ڻ-٢)

-اَڳَہِينُ(ش ب ۽ ٻيا پوئين دور جا نسخا)

اهڙيءَ طرح (ل) جي ڪاتب آخري "اون" توڙي "آن" واري آواز کي "هُہ" ۽ "هُہ" جي صورتخطي سان ۽ (ح) جي ڪاتب آخري "اِين" واري آواز کي "ہ" جي غنائي سان پڌرو ڪيو آهي:

-سامُهہ (ل) =سامهون — ٿِهہ (ع)=ٿئين

-تِهَہ (ل)= تِهانُ — پانِهہ (پ)=پاڻهين

-هُهہ (ح)= هئين — تونهہ، مونهِہ، توڏاهہ (نص هہ پ)=

-ٿيهہ (ح)= ٿئين — تونهين، مونهين، توڏاهين

البت ٻين ڪاتبن ساڳيا لفظ "نون غني" سان لکيا آهن، جيئن تہ: سانمُهَن (ٿ)= سامهون.

(٦) جيئن تہ جدا جدا ڪاتبن، سڏي اُچارن وارن حرفن کي اڪثر جدا جدا صورتن ۾ لکيو آهي، تنهن ڪري جيستائين ڪنهن بہ ڪاتب جي خاص لکڻيءَ کي ڌيان ۾ نہ رکبو تيستائين لفظ کي صحيح طور پڙهڻ ۾ غلطيءَ جو امڪان رهندو. اڪثر پڙهندڙ جيڪي گذريل سئو کن سالن واري ڪتابي صورتخطيءَ سان مانوس ٿي چڪا آهن، تن کان اهڙي غلطي ٿي سگهي ٿي.

ڪن ڪاتبن ”ٺ“ کي ”ٿ“ جي صورت ۾ لکيو ۽ انهيءَ لحاظ سان هيٺين سٽ هن طرح لکي ته:

پاٻوهيو پڇن، ڪٿي هٿ حبيب جو

مگر ڪاتب جي مراد هئي ته :

پاٻوهيو پڇن، ڪٿي هَٺُ حبيب جو

حضرت شاهه صاحب به ائين ئي چيو: يعني ته عاشق وڏي چاهه مان ٿا پڇن ته حبيب جو ”هٺ“ ڪٿي آهي، جنهن سان هو پنهنجي عاشق کي پالو هٽي ٿو ۽ جيڪڏهن پاڻ پنهنجن عاشقن کي ماري ته هوند اسين به سندس هٺ آڏو اچي بيهون ۽ قربان ٿيون. شاهه صاحب جي ٻئي بيت ۾ اها معنيٰ صاف آهي:

هڻ حبيب هٺ ڪٽي، ٿيڪ مَ ٿورو لاءِ

مگر موجوده صورتخطي جي ڪري، ڪاتب جي لکيل ”ٺ“ کي ”ٿ“ بدران موجوده ”ٿ“ ئي ڪري پڙهيو ويو. يعني ته ”هٺ“ کي ”هٿ“ ڪري سمجهيو ويو.

(ب) ٻولي جي تاريخي روايت ۽ مختلف پاڱن ۾ رائج مقامي اُچارن مطابق صورتخطي

هن سلسلي ۾ هيٺيون وضاحتون توجهه طلب آهن:

(١) اڳين ٻوليءَ ۾ ”غني نون“ وارو اُچار گهٽ هو انهيءَ ڪري ڪن ڪاتبن ڪي لفظ ”نون غني“ کان سواءِ لکيا آهن. جيئن ته:

= ٿُهجو= تنهنجو =ڪا = ڪان

=مُهجو= منهنجو =هَٿا= هٿان

=مَٿا= مٿان

=منجها= منجهان

(٢) ڪي لفظ اهڙا آهن جن ۾ ”پٽ شاهہ جي تر واري ٻولي“ مطابق ”و“ يا ”ي“ ساڪن آهي. ٻهراڙيءَ جي نج ٻوليءَ ۾ اهي اڄان بہ ائين ڳالهائجن ٿا، پر ڪتابي ٻولي جي اثر سببان ”پڙهيل طبقو“ انهن ڪي متحرڪ ”و“ يا ”ي“ سان اُچاري ٿو. مثلاً:

=چُون، چِين=چَوَن =چُوندا= چَوَندا

=هُون=هُجَن، هُئَن =پِيندا=پَوَندا

=ٿين=ٿيَن

=ڏِين=ڏَيَنِ

=رُونِ=رُئَنِ

(٣)ڪن لفظن ڪي اڳين صورتخطي واري سٽاء مطابق لکڻ ضروري آهي تہ جيئن سنڌي صورتخطي جي تاريخي ارتقاء جا نشان باقي رهن:

مثلاً: تنوين جو استعمال =۾، ۽

(٤) سنڌي اُچارن جي نظام (صوتيات) مطابق ڪن اُچارن جي پاڻ ۾ مٽ سٽ هلندي آئي آهي ۽ اڄ تائين اها رائج ٻوليءَ ۾ موجود آهي. ان جو هڪ مثال ”ء“ ۽ ”ي“ جي مٽ سٽ آهي. رسالي جي ڪاتبن جي صورتخطي ۾ پڻ اها مٽ سٽ موجود آهي. مثلاً تاريخي طور سنڌي ٻوليءَ جي ”صوفي مجمعن“ يا ”سميٽيل اُچارن“ واري مزاج مطابق فعل جي ماضي جي صيغن توڙي ٻين لفظن ۾ ”ي“ جو اُچار سميٽيل آهي، ۽ انهيءَ ڪري هلڪو ”ء“، جنهن ڪي (جيئن اڄ ٻولي ڳالهائبي هئي، تيئن) اڳين ڪاتبن بہ ”ء“ رکيو. جيئن ٿئا، ڪِئا وغيره لفظ ”ء“ سان لکيائون. ”ڪتابي ٻولي“ جي رائج ٿيڻ سان صورتخطيءَ ۾ ”ي“ جو استعمال وڌيو. انهيءَ ڪري پوئين دور جي ڪاتبن ”ي“ کي وڌيڪ آندو_مثلاً:

ٿئا: ط ل گ ث _ ا ث _٢ ڻ _ ا ڻ _٢ نص هہ پ ڪ ح ع ب ي د _ ا د _ ٢ حس

ٿيا: ش ٿ خ ک ت ر م غ

ڪِئا: ط ل گ ث —ا ست نص هہ ش ح ع ب ي ج

ڪيا: پ ث د حس خ ڪ ت و ر م غ

باوجود انهيءَ جي ڏسبو تہ پ د حس نسخن ۾ "ٽئا" ڪي (ء) سان تہ "ڪيا" ڪي "ي" سان لکيو ويو آهي: يعني تہ ان وقت بہ انهن اُچارن جي مٿ ست عام هئي، "متن" ۾ پڻ "ء" توڙي "ي" ڪي آندو ويو آهي، پر وزن جي لحاظ سان هلڪا اُچار "ء" سان ۽ وڏيڪ چٽا اُچار "ي" سان آندا ويا آهن.

(۵) سنڌي صوتيات جي تاريخي سلسلي ۾ "ء"، "هہ" ۽ "ي" جا اُچار هڪ ٻئي سان ويجهائي سببان پئي مٽيا سٽيا آهن. لاڙ ڪوهستان، ٻيلي، ڪاري ۽ ڪڇ جي "مقامي ٻولين" ۾ اها "مٽا سٽا" اڃا تائين موجود آهي. اڳين صديءَ ۾، ڪاتبن "شاهہ جا رسالا" لکندي انهن اُچارن جي رد بدل واريون صورتون پڻ قائم رکيون. مثلاً:

ٽِهين (گ نص هہ پ ظ ب ي د حس ن)= ٽئين

ڪارِيده، ڳارِيده، ڳاڙِيده، ڳاڙِيندِ نُہ (ص عل گ مدح ع ب)= ڳاڙيندين

پَڙَندَہ، پڙَنُدِنہ(گ مد نص ح ع ب ي مص) =پڙهندين

متن ۾ اهڙن لفظن ڪي موجوده صورتخطي جي تقاضائن موجب رکيو ويو آهي.

(٦) آڳاٽي لاڙي ٻوليءَ جي ڪن لفظن ۾ "و" جو اُچار ڪوتاهہ هو ۽ ذري گهٽ چوٽي پيش (ـُ) برابر هو. آڳاٽن ڪاتبن اهڙا لفظ "و" بدران صرف "پيش" سان لکيا. جيئن تہ :

چُندا=چوندا

گُندر= گوندر

سامُنبڊي= سامونڊي

متن ۾ اهڙن لفظن ڪي موجوده اُچار موجب "و" جي واڌاري سان لکيو ويو آهي.

(ج) عربي ۽ فارسي لفظن جي صورتخطي

عربي ۽ فارسي لفظن کي ڪن ڪاتبن عربي يا فارسي واري اصل صورت ۾ لکيو آهي جيڪو علمي لحاظ سان صحيح آهي، پر ڪن ڪاتبن وري اهڙن لفظن کي سنڌي اُچار واري صورت ۾ لکيو آهي، يعني تہ جيئن اهي آڳاٽي وقت کان وٺي سنڌي ٻولي ۾ ڳالهايا ٿي ويا، يا خود ڪاتبن جي وقت ۾ ڳالهايا ويندا هئا، ڪن ٿورن ڪاتبن سندن اڻ ڄاڻائي سببان مٿين ٻنهي اصولن کان الڳ اهڙا ڪي الفاظ غلط صورت ۾ لکيا آهن.

شد وارا عربي لفظ: عربي لفظ هڪڙا اهي آهن، جن جي ڪنهن حرف تي اصل ۾ "شد" آهي. سنڌي ٻوليءَ جي مزاج ۾ "شد" وارو اُچار ڪونهي ۽ شاهہ جي ٻولي (يٽ شاهہ جي تر واري ٻولي ) ۾ بہ اهي لفظ بنا شد جي ڳالهائجن ٿا. ٻيو تہ اهي لفظ جيڪڏهن "شد" سان پڙهبا تہ "وزن" ۾ خلل پوندو. مثلاً اصل عربي لفظ "سَتارُ" آهي، پر جيڪڏهن هيٺينءَ سٽ ۾ اهو (اصل اُچار موجب "ت" جي شد سان پڙهبو تہ وزن ٽُٽندو. انهيءَ ڪري بنا شد پڙهبو.

"شرڪ ساڻ سَتار، گهڻا گهاريم ڏينهڙا."

جيتوڻيڪ ڪن نسخن ۾ علمي صحت جي لحاظ سان لفظ "ستار" اصلوڪي صورت ۾ شد سان لکيل آهي، مگر گهڻن نسخن (ص ط ف گ سٽ ڻ-١ پ ظ ٺ د-٢ حس ن خ ج ک و ر م) ۾ سنڌي اُچار مطابق بنا "شد" جي لکيل آهي، اهڙيءَ طرح ٻيا عربي لفظ جهڙوڪ: حقّ، شڪّ، سيد، مُحِب، مَحبّتُ، جنّتُ، صِحّتُ، توڪّلُ وغيره بہ ڪن ڪاتبن اصلوڪي صورت ۾ "شد" سان تہ ڪن سنڌي لهجي مطابق بنا شد جي لکيا آهن. پر جي "شد" سان پڙهبا تہ وزن ٽٽندو- مثلاً: هيٺين بيت ۾ جڏهن "حق" ۽ "شڪ" بناشد جي پڙهبا تڏهن وزن پورو بيهندو.

ڏسڻ ڏسين جي، تہ همه کي حق چئين
شارڪ شڪ م ني، انڌا انهيءَ ڳالهہ ۾.

اصل شد وارا عربي لفظ سنڌي لهجي ۾ ڪيئن بدلجي هلڪا ٿيا آهن، تن جا هيٺيان مثال خاص توجهه طلب آهن ڇاڪاڻ تہ اهي رسالي ۾ گهڻو استعمال ٿيا آهن، ڪن ڪاتبن انهن کي اصل اُچار جي لحاظ سان شد سان لکيو آهي.

مُحِبّ (گ ظ ب) مُحِبُ

مَحبتَ مَحَبت، مَحِبَتَ، مُحُبَتَ

تَوَڪلُ تَوڪَلَ،توَڪَلَ

صِحّتَ صِحُتَ، صِحِتُ، صَحَتَ

ڪيترن ئي ڪاتبن، عربيءَ کانسواءِ سنڌي لفظن کي پڻ شد سان لکيو آهي، خاص طرح ڪن اهڙن لفظن کي جيڪي بيتن يا واين ۾ "قافيي" طور آيل آهن. مثلاً:

*سر ڪلياڻ، داستان- ٢، بيت نمبر ٣ ۾ (ط ل ث- ا ث- ٢ نص هہ پ ب "١٢٨٣ ۾ ببين ڇاپن" مص د -١ ۽ ت ) نسخن جي ڪاتبن ڪمّ، ذَمّ، ڇَمّ، قافيا "شد" سان لکيا آهن. پر (ف گ سٽ ڻ-١ ڻ — ٢ ظ ڪ ح ع ث ب "١٢٩٢- ١٣٠٦" د -٢ حس ن ج ک و ر م غ) نسخن جي ڪاتبن ۽ پڻ (س ق) ڇاپن ۾ اهي بنا شد جي ڏنل آهن.

*سرجمن، داستان ٢، بيت نمبر ١١، ۾ (ص ط ل ث- ١ نٿ نص پ ظ ح ع ب د -1 د- ٢، حس مص) نسخن جي ڪاتبن ڪّن، وَڄَنُ، ڀِيَن، قافيا شد سان لکيا آهن پر (گ ث- 2 ڻ- 2 سٽ مد ش ٿ ي ن ج ک ت و ر م غ) نسخن جي ڪاتبن بنا شد جي لکيا آهن.

*سر ڪلياڻ، داستان- ۴، بيت نمبر ٣٧ ۾ (ص ط ل ث- ١ نٿ نص هہ پ ح ع ب ي د -١ د -٢) نسخن جي ڪاتبن مَڄّ سڄّ، ڳڄّ قافيا شد سان لکيا آهن، پر (ف گ ث- ٢ ڻ -١ مد ش ظ ٿ حس ن ج ک ت و ر م غ) نسخن جي ڪاتبن اهي بنا شد جي لکيا آهن.

• سر ڪلياڻ، داستان -4، بيت نمبر 30 ۾ [ش ب خ] نسخن جي ڪتابن جَهل، اُڇلّ، قافيا شد سان لکيل آهن، پر [حس ج ق ڪ ورم غ] نسخن جي ڪاتبن اهي بنا شد جي لکيا آهن.

*سرڪلياڻ، داستان —٣، بيت نمبر ١٠ ۾ (ص ط ل ث-١ ث-٢ ٽٿ نص هہ پ ش ظ ب "١٢٩٣، ١٣٠٦" ي د ر) نسخن جي ڪاتبن اِيّ، ٽِيّ، هِيّ، قافيا سان لکيا آهن، پر (گ سٽ ٿ ب (١٢٨٣ ۽ ان جي ٻين ڇاپن) حس ن ڪ ت و م غ) نسخن جي ڪاتبن ۽ پڙ (ق س) ڇاپن ساڳيا لفظ بنا شد جي لکيا آهن.

*سر يمن، داستان-٢، بيت نمبر ٩ ۾ ]نص هہ ع ٽٿ ب "١٢٨٣، ١٢٩٢، ١٣٠٣، ١٣٢٩، ١٣٤٠" مص] نسخن جي ڪاتبن ڳُويڄَن، ڏَڏن قافيا شد سان آندا آهن، ، پر [ط ف ل گ ث-١ ث-٢ سٽ ڙ-٢ ظ ح ٿ ب(١٣٠٦) ي د-١ د-٢ حس ن ج ڪ ت ر م غ] نسخن جي ڪاتبن هي بنا شد جي آندا آهن.

*سر يمن، داستان ٢، بيت نمبر ٢٤ ۾ (ع د-١ د-٢) نسخن جي ڪاتبن وَٽ، سَٽ، قافيا شد سان لکيا آهن، پر (گ نص هہ ظ ح ٿ ب ي مص حس ن س خ ج ق ڪ ت و ر م غ) نسخن جي ڪاتبن ساڳيا لفظ بنان شد جي لکيا آهن. ڪن ڪاتبن اهڙن لفظن ۾ بہ شد آندي آهي،جيڪي قافيي طور استعمال نہ ٿيا آهن، جئين تہ 'ڪَڄَ ڪُنو' (ي)؛ 'ٽِڪَ ترندو ڪيترو' (نص).

اها 'شد' حقيقت ۾ 'راڳ جي لحاظ' سان ڏني ويئي آهي، ڇاڪاڻ جو راڳ ۾ قافيي واري لفظ کي تار ۽ ترنم جي لحاظ سان ڇٽو ڪري نباهبو 'شاهہ جي راڳ' ۾ راڳائي فقير ڪن لفظن کي پيچي لچڪائي ڏگهو ڪندا، ڪن کي ڇوٽو ڪندا، ڪن کي زور ڏيئي ڇٽو ڪندا ۽ پڙ ڪي زائد لفظ آڻيندا. اهو راڳ جو اصول آهي، جنهن کي صورتخطي ۾ نہ آڻبو. يعني تہ

نڪي لفظن کي پيچي ڏگهو ڪبو تہ نڪو وري ”شد“ ڏبي. صورتخطي جي لحاظ سان اهو صحيح نہ ٿيندو.

انهيءَ ڪري متن ۾ ڪنهن بہ سنڌي لفظ کي ”شد“ سان نہ لکيو ويو آهي. سمجهندڙ ڪاتبن پڻ ”شد“ ڪانہ ڏني آهي، جيئن مٿين مثالن ۾ واضح ڪيو ويو آهي. ”شد“ بابت متن ۾ صورتخطي هيٺين اصولن موجب قائم ڪئي ويئي آهي:

- ڪنهن بہ سنڌي لفظ کي ”شد“ سان نہ لکيو ويو آهي.

- سنڌي ٻوليءَ جي مزاج، شاهہ جي ٻولي، ۽ وزن جي عام تقاضا موجب، ڪنهن بہ عربي لفظ کي پڻ شد سان نہ لکيو ويو آهي، سواءِ ٽن صورتن جي: هڪ تہ ڪي خاصئون خاص اسم جيئن تہ ”الله“ (يا ٻيا صفاتي نالا، جيئن تہ رَب) ۽ مُحمدُ؛ ٻيو تہ اصل عربي عبارتون، جيئن تہ قرآن شريف جون آيتون، حديثون وغيره؛ ٽيون تہ اهي سٽون جن ۾ جيڪڏهن اصل عربي لفظ ”شد“ سان نہ اچاربو تہ وزن ٽُٽندو. مثلاً:

عِلتِي آرامُ، پَسِي عِلَتَ آئيو:

باوجود انهيءَ جي ڪن نسخن (سٽ ع حس خ ج ک ر م) ۾ هن سٽ جي انهن عربي لفظن تي ”شد“ نہ ڏني ويئي آهي.

٢ـ جزم وارا عربي لفظ: رسالي ۾ ڪيترائي ”جزم“ وارا عربي ۽ فارسي لفظ آيل آهن، جيڪي صدين کان وٺي سنڌي ٻولي جو جز بنجي ويا آهن، ۽ سنڌي لهجي مطابق اُچاريا وڃن ٿا، حالانڪ انهن جو اُچار ٻيو آهي. مثلاً:

| عربي لفظ (اصل اُچار) | سنڌي لهجو | عربي لفظ (اصل اُچار) | سنڌي لهجو |
|---|---|---|---|
| اَلفُ | اَلفُ، اَلِفَ | صُلحُ | صُلِحُ |
| اَجلُ | اَجَلُ | ڪُفرُ | ڪُفُرُ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| اَصُلُ | اَصُلُ | فِڪرُ | فِڪِرُ |
| عَقُلُ | عَقُلُ | عاجِزُ | عاجُزُ |
| سَترُ | سَتُرُ | قاتِلُ | قاتُلُ |
| قَدُرُ | قَدُرُ | حاصِلُ | حاصُلُ |
| وَهمُ | وَهَمُ | حاَضِرُ | حاضُرُ |
| فَرقُ | فَرقُ، فَرُقُ | ڪافِرُ | ڪافَرُ |
| عِشقُ | عَشِقُ، عَشقُ | حُجرَه | حُجِرو |
| حُسنُ | حُسُنُ | | |

اهي ٻيا اهڙا عربي لفظ، ڪن ڪاتبن، علمي صحت جي مدنظر، اصل عربي اُچار واري صورت ۾ تہ ڪن ڪاتبن سنڌي لهجي واري اُچار مطابق لکيا آهن. مثلاً:

*اَلف. اَلفَ (اڪثر نسخا) آلِفَ (ب١٢٩٢، ١٣٠٦)؛ الفَ (ڪ)

* شِرُڪُ (اڪثر نسخا)؛ شِرِڪُ (هہ)

* قدرُ (ص گ نص هہ پ ب د ن)؛ قَدُرُ (هہ ش ح ع ب ي د حس ن)؛ قَدُر (ڪ)

*وَهمُ (گ)؛ وَهَمُ (ٻيا اڪثر نسخا)

*حُسُنُ (اڪثر نسخا)؛ حُسُنُ (ٿ س ق)؛ حُسُنِ (ٿٿ)؛ حُسِنُ (ف)؛ حُسنِ(م)

*فِڪرُ (نص)؛ فِڪِرُ (ٻيا اڪثر نسخا)

*صُلحُ (نص هہ پ ش ح ع ٿ ي)؛صُلحُ (گ ظ ب) سنڌي لهجي جي مدنظر ”ل“ جي زير زبر ڇڏي ڏنل

*حاضِرُ (ٿ_٢)؛ حاضُرُ (ص ط ف گ ٿ_١ ٿ _2 نص هہ پ ظ ح ع ب ي د _١ د_٢ حس ن ج ڪ و ر م غ)

*قاتِلُ (ص ط ف ل گ ش ظ ح ع ٿ ب ج ت و ر غ)؛ قاتَلُ (هہ پ ي د _١ د _٢ حس (ن ڪ و ر م غ)

*حُجُرَه. حُجرو (ط ف)؛ حُجِرو (ٿ_١)

*سَجَدَه: جمع واري صورت ۾ سَجِدا (ل ب ي)؛ سَجُدا (گ ٿ)؛ سَجَدا (ج ڪ)؛

*صِحتَ (گ)، صِحَت (ط ڻ ـ ١ هہ ڪ ح ع ن)؛ صِحَتِ (ش د ـ ١ د ـ ٢ حس خ)؛ (ث ب ي)؛ صِحِتَ (نص پ)

*مَحَبتَ (ڻ ـ ١ ظ ع)؛ مُحَبتَ (ت ب)؛ مَحَبَتَ (ص ط ل ڻ ـ ٢ نص پ ش د ـ ١ د ـ ٢ حس)؛ مَحبَتَ (هہ)؛ مُحُبَتَ (ي)

٣ ـ فارسي جا لفظ: ڪن فارسي لفظن جو سنڌي لهجي وارو اُچار جدا ڳاڻ آهي. مثلاً:

| فارسي لفظ (اصل اُچار) | نسخن جي پڙهڻي | سنڌي لهجي وارو اُچار |
|---|---|---|
| *دَرد | دَردُ (ش)، دَ آ د (ڻ ـ ١)، دَ ر دُ (غ) | دَرُدُ |
| *جِگر | جِگَر (ف)، جَڳَر | جِگَرَ، جَڳَرَ (آڳاٽو اُچار)<br>جِگِرُ (هاڻوڪو اُچار) |
| *دَريا | دَرِياءُ | دَرياهُہ، دَرياهُہ |
| *پَند | پَندِ (ط ف گ ث ـ ١ سٽ نص پ ش ح ع ث)، پَندُ (ظ) | پَندِ، پَندَ |

اهڙن جزم جي اُچار وارن لفظن جي صورتخطي هن اصول مطابق قائم ڪئي وئي آهي:

(١) جيڪي لفظ سنڌي لهجي ۾ عام مقبول ٿي ويا آهن، اهي ان لهجي موجب رکيا ويا آهن جهڙوڪ اَلفُ، اَجَلُ، اَصُلَ، عَقُلُ، سَتُرُ، صُلحُ، قَدُرُ، حُسُنُ، ڪُفُر، فِڪِرُ، حاضُرُ، عاجُزُ، حُجِرو، پَهَرُ، پَندِ. (٢) باقي بيا لفظ اصل صورت ۾ لکيا ويا آهن، جئن: عَبدُ، شِرُڪُ، ڪن اهڙن لفظن جو وچون حرف خالي ڇڏيو ويو آهي تہ پڙهندڙ جيئن چاهي تيئن انهن کي عربي اُچار مطابق يا سنڌي لهجي موجب پڙهي، ڇاڪاڻ جو معنيٰ ۾ بهرحال فرق ڪو نہ پوندو. (٣) ڪي عربي ۽ فارسي لفظ ڪنهن گهڻي وقت کان وٺي اصل صورتون مٽائي، سنڌي صورتن ۾ رائج ٿي چڪا آهن، جيئن تہ ڦَرهِي (فَرحي)، جَڳَرَ (جِگر)، ساٿَر (سَعتر) وغيره. اهڙن ڪن خاص لفظن کي سنڌي صورتن ۾ ئي رکيو ويو آهي.

(مهراڻ 4ـ1986ع)

## سنڌي ۽ براهوئي زبانن جو تقابلي جائزو

عزيز الله ”عزيز“ بروهي

برصغيرجي مختلف زبانن جي مقابلي ۾ براهوئي زبان جو دامن بلڪل محدود سمجهيو وڃي ٿو. ڇاڪاڻ تہ براهوئي لٽريچر جو دائرو ٻين زبانن جي ڀيٽ ۾ گهڻو تنگ رهيو آهي. پنجابي، سنڌي ۽ لهندا زبانون، جيڪي سنسڪرت سان گهڻو ملندڙ جلندڙ آهن. تن لاءِ سن ١٩١٠ع جي معلومات مطابق ست ملين ماڻهو اهي زبانون ڳالهائين ٿا. پنجابيءَ، بهاري، بنگالي، هندي، اڙيسا ۽ آسامي زبانون توڙي رسم الخط سنسڪرت کي گهڻو ويجهيون آهن. انهن مان هندي ١٣٥ ملين جي زبان ۽ ٤٤ ملين بنگالي ڳالهائين ٿا. مرهٽي زبان جيڪا سنسڪرت سان لاڳاپو رکندڙ آهي، سا ١٨ ملين ماڻهو ڳالهائين ٿا. مرهٽي زبان جيڪا سنسڪرت سان لاڳاپو رکندڙ آهي، سا ١٨ ملين ماڻهو ڳالهائين ٿا. گجرات ۽ راجپوتي زبانون بہ سنسڪرت مان نڪتل آهن، اٽڪل ٢٠ ملين ماڻهو اهي ٻوليون ڳالهائين ٿا. تامل، تيليگو ڪانيري ۽ ملايم، ڇئني زبانن جو خط سنسڪرت کان ڌار آهي. انهن ڇئني دراوڙي زبانن جو دائرو بلڪل وسيع آهي. اتر مدراس ۾ تيليگو زبان ٢١ ملين ماڻهو ڳالهائين ٿا ۽ ڏکڻ مدراس ۾ ٢١ ملين ماڻهو اها زبان ڳالهائين ٿا.(١)

سن ١٩١١ع ۾ ڪيل آدمشماريءَ جي انگن اکرن مطابق بلوچستان ۾ جملي ست زبانون رائج آهن. اتي ١٤٥٢٩٩ ماڻهو براهوئي ڳالهائين ٿا ۽ سڄي ايشيا ۾ براهوئن جو تعداد ٽي لک آهي. ٻي زبان بلوچي آهي، جنهن ۾ ٢٣٢٩٨٧ ماڻهو ڳالهائين ٿا. ماهرين جو خيال آهي تہ بروهي، پسماندگيءَ سبب جابلو يا ڏوراهين صحرائي بياباني علائقي ۾ رهڻ ۽ وري خصوصي طور خانہ بدوشيءَ سبب قريب قريب سندن اڌ حصو مردم شماريءَ کان رهجي ويو ۽ هن وقت ايشيا ۽ مشرق وسطيٰ کي ڇڏي، رڳو سنڌ بلوچستان ۾ ئي بروهين جو تعداد اٽڪل پنجاهہ لک آهي. پشتو يا افغاني، بلوچستان جي ٢٢٧٥٥٣ رهاڪن جي ۽ سنڌي ٥١٨٧٥٧ ماڻهن جي زبان آهي. هن وقت بہ اتي آدم

شماري توڙي پکيڙ جي حساب سان سنڌي زبان سڀ کان اڪثريتي ۽ پهريون نمبر زبان آهي. ضلعي نصيرآباد، ڪڇي، سبي ويندي ڪوئيٽا مستونگ ۾ هيءَ زبان ڳالهائي وڃي ٿي. لس ٻيلو مڪمل سنڌي علائقو آهي. جهلاوان جا ماڻهو اڏ تي سنڌي ڳالهائيندا آهن. قلات، خضدار، سوراب ۽ پنڌراڻ وغيره جا براهوئي ته سنڌيءَ مائل سرائڪي ڳالهائيندڙ آهن. سبي ۽ ڪڇيءَ جي سنڌيءَ کان جهلاواني سنڌيءَ جو لهجو گهڻو مختلف ۽ عجيب و غريب ۽ نهايت پيارو لڳي ٿو. سن ١٩١١ع جي رپورٽ موجب سنڌيءَ مائل سرائڪي ڳالهائيندڙن جو تعداد بلوچستان ۾ ٥٥٥٤٥ آهي، تنهن ڪري ٽيڻ ائين گهرجي ته بلوچستان ۾ ٽن صوبائي زبانن براهوئي، بلوچي ۽ پشتو سان گڏوگڏ سنڌيءَ کي به اُتي صوبائي حيثيت ڏيئي ابلاغ عامہ جي ادارن ريڊيو ۽ ٽي وي توڙي ادبي ۽ تعليمي ادارن ويندي بورڊ ۽ يونيورسٽيءَ تائين تسليم ڪيو وڃي. انهيءَ موٽ ۾ سنڌ اندر ڪم از ڪم براهوئي ۽ بلوچي زبانن کي ساڳين ادارن ۾ نمائندگي ملڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته سنڌ ۾ لکين بروهي ۽ بلوچ آباد آهن ۽ احسن طريقي سان خدمتون سرانجام ڏين پيا. هن کان سواءِ لهنڊا ۽ موڪاڪي يا لوزي چيني (جيڪا بلوچستان جي لورن لُنگهن جي ٻولي آهي) به بلوچستان جون مقامي ٻوليون آهن.(٢)

براهوئي زبان سڄي بلوچستان يعني سراوان، جهلاوان ۽ اتر- الهندي بلوچستان توڙي سڄي سنڌ ۾ رائج آهي، مگر مختلف علائقن ۾ سندس لهجو ٿورو مختلف ضرور آهي. اهڙو فرق سنجراڻي علائقي وارن بلوچن ۽ ڪڇيءَ جي بلوچن، توڙي سنڌ يا مڪران جي بلوچيءَ ۾ پڻ موجود آهي. ائين ئي لس ٻيلا، جهلاوان، سراوان ۽ ڪڇي توڙي خود سنڌ ۾ وچولي، لاڙ ۽ سَري جي سنڌي پڻ مختلف لهجن ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. مورخ لکن ٿا ته سنڌ اندر سومرن جي صاحبيءَ ۾ سنڌي زبان رائج ٿي. شريف ادريسي ۽ مارڪوپولو جي بيانن مان پتو پوي ٿو ته مڪران ۾ ان وقت براهوئي زبان رائج هئي. مسعودي جيڪو سن ٣٠٣ هہ ۾ برصغير ۾ آيو هو تنهن جي بيان موجب،

مڪران ۾ براهوئي ، سنڌ ۾ سنڌي ۽ گجرات ۾ لاڙي زبانون چالو هيون. خبر نہ ٿي پوي تہ انهن مختلف زبانن جي ڪيفيت ڪهڙي هئي ۽ هاڻوڪي ٻولي يا آڳاٽي ۾ ڪيترو فرق هو پر ايترو ضرور معلوم ٿئي ٿو تہ اهي هڪ ٻئي کان گهڻو مختلف هيون(٣). اڪثر محقق ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ قديم بروهي ۽ سنڌي زبانن جي نحوي ۽ لغوي بناوت هڪ جهڙي آهي. بزرگ بن شهريار جي بيان موجب سن ٢٧٠هہ ۾ منصوره جي هڪڙي عراقي مسلمان عالم، جيڪو برصغير جي مختلف زبانن مان واقف هو، تنهن الور جي راجا جي فرمائش تي قرآن پاڪ جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيو. گهڻا ائين بہ چون ٿا تہ ان وقت جي سنڌي گهڻي ڀاڱي هندي ۽ سنسڪرت سان ملندڙ هئي(٤). ابن نديم بغدادي جنهن ٣٧٧ هہ ۾ پنهنجو ڪتاب الفهرست تصنيف ڪيو هو سو بلوچستان، سنڌ ۽ هند متعلق لکي ٿو تہ هن علائقي ۾ مختلف مذهبن وارن جون مختلف زبانون رائج هيون، مگر انهن ملڪن ۾ ٻن قسمن جا خط رائج هئا (٥).

البيروني، جيڪو سلطان محمود غزنوي جو معاصر هو ۽ هندستاني علوم و فنون ۽ زبانن جو ماهر هو، سو ڪشمير کا بنارس ۽ مڌيہ پرديش جي خط کي سڌماترڪ، مالوه جي خط ناگر، ڪڇ ۽ سنڌ ۾ ڀاٽيہ خط، ڏاکڻي سنڌ جي خط کي ملواري، ڪرناٽڪ ۾ ڪنتري خط، گجرات ۾ لاڙي، دکن ۾ دراوڙي ۽ بنگال ۾ گوڙي خط جو ذڪر ڏئي ٿو. سندس بيان آهي تہ هندي خط کابي کان ساڄي طرف لکڻ ۾ اچي ٿو. امير خسرو، جيڪو ستين صديءَ جي آخر ۽ اٺين صديءَ جي شروعات ۾ ٿي گذريو، پنهنجي مثنوي ۾ هندستان جي مختلف صوبن جي ٻولين مان سنڌي، لاهوري، ڪشميري، بنگالي، گجراتي، ڪنتري، معبري، اوڏڪي ۽ دهلوي زبانن جو ذڪر ڏئي ٿو. کانئس ٽي سو وريهہ پوءِ اڪبر جي زماني جي ٻولين جا نالا ابوالفضل، آئين اڪبريءَ ۾ هن ريت ڏيکاريا ويا آهن: (i) دهلوي (ii) بنگالي (iii) ملتاني (iv) مارواڙي (v) گجراتي (vi) تلنگي (vii) مرهٽي (viii)بروهڪي(ix) سنڌي(x) ڪرناٽڪي (xi)افغاني (xii) شمالي (جيڪا سنڌ ۽ ڪابل جي وچ واري

علائقي ۾ رائج هئي) (xiii)ڪشميري . ڏسجي ٿو تہ اهي زبانون اڄ بہ رائج آهن، مگر بلوچستان ۾ سڀ کان آڳاٽيون بہ زبانون هيون، يعني براهوئي ۽ پشتو. براهوئي جو سلسلو ادريسي ۽ مارڪو پولو تائين ملي سگهي ٿو. اڪبري دور ۾ عام طرح بلوچستان جي زبان براهوئي سڏجي ٿي. وري عرب سياحن ۽ جاگرافيدانن جي بيانن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اسلام جي ڪاهہ کان اڳ فارسي، براهوئي، سنڌي ۽ پشتو زبانون سنڌ بلوچستان ۾ رائج هيون. اسلام اچڻ کانپوءِ عربي زبان بہ رائج ٿي. مثال طور ابو اسحاق ابراهيم بن محمد فارسي جيڪو بغداد جو رهاڪو هو، اصطخري جي نالي سان مشهور آهي، سو ۳۴۰هہ ۾ محمود غزنوي کان اڳ ڪل سٺ ورهيہ اڳ مڪران، سنڌ ۽ ملتان ۾ آيو هو. سندس بہ جاگرافيون ”ڪتاب الاقاليم“ جيڪا ۱۸۳۹ع ۾ ۽ ٻي ”مسالڪ والممالڪ“ جيڪا ۱۸۷۰ع ۾ ليڊن مان شايع ٿي، سو ۳۴۰ هہ مطابق سن ۹۵۱ ع ۾ هندستان آيو هو. ابن حوقل جو همعصر هو. لکي ٿو تہ منصوره ۾ ملتان تائين عربي ۽ سنڌي زبانون رائج آهن. هوڏانهن مڪران وارن جي زبان براهوئي ۽ فارسي مڪراني آهي. ابن حوقل جو بہ ساڳيو بيان آهي(٦).

عربي ۽ فارسيءَ جو ميلاپ پهريائين بلوچستان ۽ پوءِ هندستان جي ٻين علائقن کان اڳ سنڌ ۾ داخل ٿيو تہ پوءِ براهوئي سنڌيءَ جو لاڳاپو تہ سندن وجود ۾ اچڻ واري زماني کان آهي، هڪٻئي تي پنهنجو اثر ڪيئن نہ ڇڏيو هوندو. بشاري مقدسي جيڪو پڻ سن ۳۷۵هہ مطابق ۹۸۵ع ۾ ايران ۽ مڪران واري رستي کان ئي آيو هو تنهن جو بہ ساڳيو بيان آهي. انهن سڀني شاهدين مان ظاهر آهي تہ براهوئي زبان جو ميلاپ سنڌي زبان سان گهاٽو رهيو آهي. اهڙي قدامت هوندي بہ هن ٻوليءَ ڪا خاص ترقي نہ ڪئي. هوڏانهن تامل ۽ تيليگو زبانن ۾ يونيورسٽيون قائم آهن، ان جو هڪڙو سبب هي آهي تہ هن زبان جا ڳالهيئندڙ پسمانده ۽ پنهنجائپ واري احساس کان خالي هئا، ٻيو تہ

اسلامي دنيا ۾ موراڪو کان وٺي لکنو ۽ مرشد آباد تائين عربي مذهبي زبان ۽ فارسي دفتري زبانن جو چرچو هو. ان ڪري براهوئي زبان ۽ سندس ادبيات جو دائرو فقط شاعرن جي بيتن ۾ محفوظ رهيو(٧). اهڙو ماحول گهڻي دير تائين هليو جنهن جي ڪري ادبي محفلن ۾ براهوئي ادب يا تاريخ جو بنهه چرچو نه رهيو. اهڙي گهٽتائيءَ جو سبب هن قوم جي پنهنجي غفلت به آهي. موجوده دور ۾ براهوئي ادب ڪافي ترقي ڪئي آهي ۽ نثر ۽ نظم ۾ سوين هزارين ڪتاب ملندا. نظم ۽ نثر جي تقريباً هر صنف ۾ لوڪ ادب تي ڪافي طبع آزمائي ڪئي ويئي آهي.

براهوئي خط جو نمونو

براهوئي خط جو نمونو اردو فارسي طرز تي آهي، بلوچستان جا براهوئي ادبي ادارا فارسي طرز جي خط کي گهڻو استعمال ڪن ٿا، جڏهن ته سنڌ جا بروهي اديب هتان جي پرنٽنگ پريسن مان سنڌي عربي خط جي نموني تي مگر اردو ٽائيپ سان پنهنجا بروهڪي جا ڪتاب ڇپائيندا آهن، جيئن مرحوم جوهر بروهي صاحب ڪيتري وقت تائين پنهنجو ”سنگت“ رسالو ان صورت ۾ ڇپائيندو رهيو. هينئر اردو فارسي خط جي ڪتابت سان ان کي ميدان تي آڻيندو آهي. ائين ئي راقم الحروف جو ڇهه ماهي ڪتابي سلسلو ”ڪَپَرت“ (ڪبوتر، پيامي) پڻ سال ١٩٨٣ع کان ڇپبو رهيو آهي. محترم جوهر صاحب جا به تخليقي ڪتاب ”گوريچ“ ۽ ”دُردانه“ پڻ ٽائيپ جي صورت ۾ ميدان تي آيا. بزم سوز شهدادڪوٽ، بزم مولائي شيدائي، محمد پورا وڏو ضلع جيڪب آباد، محترم داد محمد ”خادم“ بروهي صاحب جو ادارو براهوئي ادبي ثقافت سنگت جيڪب آباد، براهوئي پبليڪيشن فريد آباد ميهڙ، جناب تراب لاڙڪاڻوي صاحب جو ادارو انقلاب ادب ۽ محترم محمد اسحاق سوز صاحب طرفان قائم ڪيل براهوئي ادبي دنيا يا براهوئي ادبي سنگت شهدادڪوٽ، هي سڀ

اشاعتي ادارا سنڌ اندر مختلف نوعيت جا براهوي ڪتاب ميدان تي آڻڻ ۾ سرگرم آهن. حيدرآباد جو محترم علي احمد ”شاد“ بروهي صاحب پڻ هن سلسلي ۾ پاڻ پتوڙي رهيو آهي. انهن ادارن طرفان ڪيترائي ادبي ۽ ثقافتي ميڙ پڻ ڪوٺايا ويا آهن. بلوچستان ۾ بہ بيشمار سرڪاري ۽ غير سرڪاري ادبي ادارا هن سلسلي ۾ قابل، تحسين حد تائين ڪم ڪري رهيا آهن، انهن مان ڪن جا نالا هن ريت آهن (١) براهوئي ادبي سوسائٽي رجسٽرڊ ڪوئٽہ (٢) براهوئي آرٽس اڪيڊمي رجسٽرڊ ڪوئٽہ (٣) براهوئي ادبي تنظيم ڪوئٽہ (۴) براهوئي اڪيڊمي جناح روڊ ڪوئٽہ (۵) پريس انفارميشن ڊپارٽمينٽ ڪوئٽہ (٦) براهوي ادبي ديوان مستونگ (٧) اداراه ”ايلم“ مستونگ بلوچستان. ياد رهي تہ سمورا براهوئي ڪتاب توڙي قومي هجره ڪاميٽي طرفان ڇپايل قرآن پاڪ جو براهوئي ترجمو جناب نورمحمد پروانہ صاحب، براهوئي ڪتاب گهر ”ايلم“ مستونگ، ضلع قلات، بلوچستان کان ملي سگهن ٿا. اٽڪل ٽيهن سالن کان محترم پروانہ صاحب جي ادارت هيٺ ڇپجندڙ هفتيوار براهوئي اخبار ”ايلم“ مستونگ، هن زبان جو گهڻو ادبي سرمايو پڙهندڙن تائين پهچايو آهي. براهوئي تهذيب ۽ ثقافت، تاريخ ۽ ادب، مطلب تہ هرپهلوءَ کي دنيا سان متعارف ڪرايو اٿس.

براهوئي زبان متعلق مغربي محققن جا بہ طبقا آهن. هڪڙو اهو آهي جيڪو بروهين کي آريا ۽ سامي تسليم ڪري ٿو. هن طبقي ۾ ڊاڪٽر گستاولي بان، ايل ڊئس، ڪرنل ٿامس، هالڊچ سر، خانيڪاف، آرهيوجس بلر ۽ ڊبليو هيوجس وغيره. ٻيو طبقو جيڪو بروهين کي ڊروبڊي شمار ڪري ٿو ان ۾ ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ، ڊاڪٽر ڪاڊويل ۽ سَر ڊينس بري وغيره اچي وڃن ٿا. پوئين طبقي وارا زبان دان آهن، ان ڪري سندن فيصلي کي زياده اهميت ڏني وڃي ٿي. براهوئي زبان ۾ بيشمار ڊروبڊي الفاظ شامل آهن مثلاً: پال (پاله) يعني کير، حئي يعني گاهہ، تيل (تيله) يعني وڇون، خِيسُن يعني ڳاڙهو، اَسِٽ يعني هڪ، اِرَٽ يعني بہ ۽ مُسِٽ يعني ٽي وغيره.

اهڙن بگڙيل لفظن جي موجودگيءَ سبب هن کي ڪر گالي يعني اڍنگي زبان سڏين ٿا (٨) . موجوده دور ۾ سنڌي زبان جي ملاوٽ هن کي وڌيڪ آسان بڻائي ڇڏيو آهي. تاريخ شاهد آهي تہ اتر هندستان توڙي سنڌ بلوچستان ۾ دراوڙن کان اڳ ئي ڪول ۽ سنٿال قومون آباد هيون، جن کي ڌرويڌين ڀونوچ سمنڊ جي ڪناري ۽ عراق کان اچي انهن ملڪن مان لوڏي ڪڍيو هو. موهن جي دڙي مان لڌل ڪولن، سنٿالن ۽ دراوڙن جا اهڙا لاش عراق ۽ مصري تهذيب سان هن علائقي جو لاڳاپو ظاهر ڪن ٿا( ٩). ان کانپوءِ ٢٣٢ ق. م هن ملڪ ۾ پالي زبان جو عام رواج هو. ان جا آثار ٻڌ جي ڪتبن تي موجود آهن (١٠). انهن حالتن ۾ ناممڪن هو تہ هڪ زبان جو اثر ٻئي زبان تي نہ پوي. براهوئي زبان ۾ فارسي ۽ عربي کانسواءِ ڪجهہ اهڙا لفظ بہ آهن جيڪي نج براهوئي ليکجن ٿا، حالانڪہ اهي انگريزي آهن، بر صغير توڙي دنيا جي ٻين سيني ٻولين جي ڀيٽ ۾ براهوئي زبان تي سنڌي جو تمام گهڻو اثر آهي. هزارين سنڌي لفظ ساڳي صورت ۾ براهوئي زبان اندر مروج آهن، جيڪي هيٺ ڏجن ٿا:

| سنڌي لفظ | براهوئي لفظ | سنڌي لفظ | براهوئي لفظ |
|---|---|---|---|
| نگاهہ | نگاهہ | مِهر، محبت | مِهر، محبت |
| نظر | نظر | توان، طاقت | توان، طاقت |
| جيتوڻيڪ، توڙيڪ | توڻيڪ | پرواهہ | پرواهہ |
| جگر | جغر | نصيب | نصيب |
| سربراهہ | سَربَر | خير | خير |
| سَرڪرده (وڏو) | سرڪڑده | دامَن | دامون |

قوت، طاقت          قوت، طاقت          وطن

وطن

مرهم، مَلم          ملهم، مرهم          منزل          منزل

شاد (خوش)          شاد          جذبو          جذبہ

جوزه

جهان، دنيا          جهان، دنيا          رهزن

رهزن

نشاني          نشاني          آزاد          آزات، آجو

سنگت          سنگت          خلاص (ختم)          خلاص، ختم

درد (سُور)          دڙد          روشني          روشنائي

ڏک          ڏک          ڦٽ          ٽپ

سخت          سخت          پڙي (مال جي)          پِڙي

مدد          ڪُمَڪ، مَدت          بها (مُلھہ)          بها

غُصو غُصہ (ڪاوڙ)          غُصہ          دوا، دارون

دوا، دارون

گُل ڦُل          ڦُل          پلٽ (بدلو)          پَلٽو

مند، موسم          مُد          ڪونج          ڪونج

باغ          باغ          خاص          خاص

سال          سال          عام          عام

برف          برف          جُدا (الڳ)          جِتا، جدا

ڏار، ٽار، شاخ          ٽول، ٽال، ٽال          زنده (جيئرو)          زنده

چاري          چاري          سحر (صبح صادق)          سَحُور

خيال          خيال          فرصت،          واندڪائي

وارڪائي

ڳِٽتي          گڙتي          سئر (سفر، چڪر) سَل

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڏِڪو | ڏِڪ | گلي، دروازو | گلي، |
| دروازه | | | |
| تار | تار | آرزان (سستو) | اڙزان |
| صبح | صُحبہ | رنگ | رنگ |
| راست (سڌو) | راست | ننگ | ننگ |
| شِيخ، سِيخ | شِيخ، سِيخ | | تنگ |
| تنگ | | | |
| ڳُلَو (پيغام) | ڳُلو پيغام | ظاهر | ظاهر |
| فقير | ڦخير | چاقو (ڇُري) | چاقو |
| دوست | دوست | لشڪر | لشڪر |
| دشمن | دشمن | همعصر | همسر |
| جَهت (ساعت، گهڙي) | جهَت | هوش | هوش |
| دلاسو | دلاسہ | شوق | شوق |
| يڪدم | يڪدم | اَهل | اَهل |
| جڳهہ، جاءِ | جاڳہ | لائق | لائخ |
| مزو، لطف | مِزه، مَزه | ڪُند | ڪُنڊ |
| ٻڌي جُفت (جوڙو) | جُفت | پاڪ | پاڪ، پهڪ |
| اڪي | اڪي | طيب | طيب |
| ڳُنگ، ڳُنگو | ڳُنگ | آرام | آرام |
| مُڱ (دال) | مُنُڱ | ٻج | ٻج |
| ناز نخرو | ناز نخره | پنڌ | پنڌ |
| نماز | نماز | پيادو (پيادل) | پياده |
| مهربان | مهروان | خبرچار | خبرچار، سماچار |
| ڪاوڙ | ڪاوڙ | سبق | سبق |
| جنگ (لڙائي) | جنگ | مجبور، لاچار | مجبور، لاچار |

| | | | |
|---|---|---|---|
| چَنگ (ساز) بخشش | چَنگ | بخشش | بَشخِيچ، |
| مَنڊو (معذور) | منڊ | تيمار | تيمار |
| حق | حق | قطار | قطار |
| ناحق، ظلم تنوار | ناحق، ظلم | | تنوار (آواز) |
| رعب تاب تلاوَ | رعب تاب | | تلاءُ |
| خراب | خراب | ڊوڏو (ماني) | ڊوڏو |
| محتاج | محتاج | پيتي (پيٽي) | پيٽي |
| ساز | ساز | رِلهي | رِلهي |
| زيب (سونهن) | زيب | والي ڳَنَ جي | والي |
| آسودو | آسودو | ٻانهين (هٿ ۾ پائڻ جي) | ٻاهِينڪ |
| عالم (دنيا) | عالم | پاچو (سٿڻ جو) | پاچہ |
| ديدار ڏُنگ | ديدار | ڏُنگي يا ڏُنگ (بوتل) | ڏُنگي، |
| پالڻ | پالينگ | ڪُڪُڙ | ڪُڪُڙ |
| توب | توپ | چورو، چوزو | چوزه |
| دَم گورستان، قبرستان | دَم | قبرستان، | گورستان |
| گو | گو | قوڙهہ (پيتر) | قوڊ |
| سخي | سخي | تيل | تيل |
| ٻيڙي (ڪِشتي) | ٻيڙي | ميٽ | ميٽ |
| سزا | سزا | صابڻ | صابڻ |
| تَند (تار) | تند | پهلو (پاسري) | پهلو |

| | | | |
|---|---|---|---|
| تعويذ | تاويت | واڻ (ڪٽ جو) | واڻ |
| ڪَٽَ | ڪَٽَ | سينو | سينہ |
| ڊِلو | ڊِلو | گَڏون (لوٽو) | گڏو |
| ٿالھ | ٿال | ڦڦڙ | ڦِڦ |
| عينڪ، چشمو | عينڪ، چشمڪ | ٻَبرُ (وڻ) | ٻَبُر |

براهوئي زبان جيڪڏهن ڌارين ٻولين جا الفاظ اخذ نہ ڪري ها تہ جيڪر اڄ زنده بہ نہ رهي سگهي ها. سنڌ ۾ سنڌي زبان ۽ بلوچستان ۾ وري فارسيءَ جو اثر مٿس نمايان آهي. انگريزن جي اچڻ ڪانپوءِ ٻين ٻولين وانگر هن زبان ۾ بہ هزارين انگريزي لفظ شامل ٿي ويا، جيڪي اڄ سوڏو هتان جي سيني ٻولين ۾ ساڳيائي ڪم اچن ٿا. مثلاً گلاس، ٽڪيٽ، اسٽيشن، ريل، ڪوپ، ٽيبل، بسڪوٽ، بوٽ، پالش ۽ سُوٽ وغيره. انگريزي تہ پنهنجي ماڳ عربي پڻ ڪافي عرصي تائين هتان جي مروج زبان رهي آهي. ان ڪري هن ٻوليءَ جا بہ ڪئين لفظ اچي ويا آهن. جيئن رب، انسان، قلم، ورق، قلب، طوق، آخرت، ادب، عقل، اصل، بخال (واٽيو) يا بقال، فنا، بقاء، شاهد وغيره. فارسي زبان تہ طويل عرصي تائين برصغير جي حڪمران ٻولي رهي آهي، تنهنڪري هتان جي ٻين سيني ٻولين وانگر براهوئي زبان تي بہ هن جو خاصو اثر پيو. براهوئي زبان ۾ تونگر، بالش، تمن، سامان، رڪاب، ابريشم، آزاد، ارزان، آسمان، راست، چلم، چهار (چار)، پنج، شش، هفت، هشت، نُہ، ده وغيره فارسيءَ کان آيل الفاظ آهن. سنڌ جي سدا حيات شاعر، صوفي ۽ بزرگ حضرت شاهہ عبداللطيف رحہ جن بہ هن ٻوليءَ جي ڪيترن اڙانگن لفظن کي پنهنجن سنڌي بيتن ۾ سموهي جس کٽيو آهي. نموني طور هڪ بيت ملاحظہ فرمايو:

داسا داڪا داڙي، هنداڙي هئام،
هُر داسا هن حال جي، هتي هوت ڏنام،
پڏيري ايندام، پائي پيچ پريت جو. (١١)

داسا= هاڻي، داڪا= هِتان، داڙي= هِتي، هنداڙي = هِتي، هُر =ڏِس، پڏيري =پوءِ،

حوالا


(1) Studies of Indian Life and Sentiments, CHP Diversity of Language, PP 52_55, London 1910.

(2) Modern Review July 1918 Balochistan, P. 45 (ii) R. Hughes Buller, Makran the Languages.

(٣) مروج الذهب: مسعودي، جلد پهريون، ص ٣، پئرس.

(۴) عجائب الهند: بزرگ بن شهريار، ص ٣، پئرس.

(۵) ڪتاب الفهرست: ابن نديم، ص ۴۴، مصر.

(٦) ڪتاب المسالڪ والممالڪ: اصطخري، ص ٧٧، ليڊن

(٧) سنڌي زبان جي تاريخ: ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي.

(8) A.W.Hughes: Balochistan Brahvis, KURGALLI

(9) Sir John Marshall: Mohen_jo_daro Indus Civilization, Vol: I, Preface, P.5.

(10) A. W. Hughes: Balochistan, CHP Archaeology.

(١١) شاهه جو رسالو: مرزا قليچ بيگ، سال ١٩٥١ع، فصل ١٧ ص ٣٥٧، بيت ٦.


(مهراڻ 4_1986ع)

## انسان، زبان ۽ ثقافت

ڊاڪٽر غلام علي الانا

انسانذات جي تهذيب ۽ تمدن جو سڀ کان اعليٰ خزانو ٻولي ئي پئي رهي آهي. ٻوليءَ جو علم، علم الانسان سان واسطو رکي ٿو. ٻوليءَ جو اڀياس ڪنهن قوم، ڪنهن سماج، ڪنهن تهذيب ۽ ڪنهن تمدن جو اڀياس آهي، ڇاڪاڻ ته ٻولي انساني عمل، انساني سماج، تهذيب ۽ تمدن جي پيداوار آهي. ٻولي قومن جي زندگي، ثقافت، رهڻي ڪهڻي ۽ روزانه زندگيءَ جي عمل جو عڪس آهي. ٻوليءَ جي تاريخ ۾ قومن جي تاريخ، قومن جي زندگيءَ جي تاريخ ۽ قومن جي ارتقاء جي تاريخ سمايل هوندي آهي.

علم الانسان جي ماهرن جي نظر ۾ "ٻولي انساني معاشري جي پيداوار آهي. ٻولي ڪنهن عالم ويهي ڪانه جوڙي يا پيدا ڪئي آهي ۽ نه وري ڪنهن استاد ويهي ناهي" (1). عالم ۽ استاد ٻوليءَ کي سنوارين ۽ سڌارين ضرور ٿا، ان کي مائدار ضرور بنائين ٿا، ان جي خزاني ۾ نوان نوان لفظ گهڙي، ناهي ۽ ملائي اضافو ضرور ڪن ٿا، پر ٻولي پنهنجي سماجي ماحول ۽ پنهنجي ڌرتيءَ مان انسانذات سان گڏ اڀري ۽ اُسري آهي. ٻوليءَ کي پنهنجي ڌرتي هوندي آهي. ان کي پنهنجو سماج هوندو آهي. ان جون پاڙون پنهنجي زمين ۾ کتل هونديون آهن. جيڪڏهن ٻوليءَ کي پنهنجي زمين، پنهنجي ڌرتي ۽ پنهنجو سماج نه هجي ها ته اڄ جيڪر اسپرنتو ٻولي، جنهن کي يونيسڪو (Unesco) جهڙي عالمي اداري جي سربراهي حاصل آهي، ساري دنيا ۾ ڇائنجي وڃي ها، پر ان کي پنهنجو سماج ۽ پنهنجي زمين يا ڌرتي نه هجڻ سبب هيءَ ٻولي ڪٿي به پنهنجون پاڙون پختيون ڪري نه سگهي آهي. پاٽر جو رايو آهي ته "بهترين ٻولي اها آهي جنهن جو بنياد ڪنهن سماج ۽ سماجي قدرن ۽ روايتن تي رکيل هجي" (2).

ٻوليءَ جي انهيءَ وصف جي اڀياس جي آڌار تي جڏهن سنڌي ٻوليءَ جو جائزو وٺجي ٿو، تڏهن چئي سگهجي ٿو ته سنڌي ٻولي به هڪ سماجي

قوت، علم ۽ عقل جو اُٿاهہ مهاساگر آهي، لغت، معنيٰ علم ادب، خيال ۽ اظهار جو هڪ گنج آهي. جنهن جو ڪو بہ انت ڪونهي. سنڌي ٻوليءَ جي مطالعي کانپوءِ اهو چئي سگهجي ٿو تہ هن ٻوليءَ جون پاڙون سنڌي سماج ۽ سنڌ جي ڌرتيءَ ۾ گهڻيون اونهيون کُتل آهن. ٻين لفظن ۾ هيئن چئبو تہ سنڌي ٻوليءَ جو سرچشمو سنڌ جي ڌرتي ۽ سنڌ جو سماج آهي.

ڊاڪٽر سورلي جي راءِ ۾: "سنڌي ٻوليءَ جي لغت تي سنڌ جي سماج، سنڌي معاشري ۽ سنڌ جي معاشي حالتن جو گهڻو ۽ گهرو اثر آهي"(3).

ٻولي ۽ سماج:

انسانذات، هن دنيا ۾، پنهنجي ابتدا ۽ آمد کان وٺي قوت گويائي يعني ڳالهائڻ واري قوت/ٻوليءَ ساڻ نوازيل هو. هو ڳالهائي بہ سگهندو هو ۽ پنهنجي خيال يا بيان جو اظهار بہ ڪري سگهندو هو. جيئن جيئن آسپاس جي ماحول ۾ هو ترقي ڪندو ويو، تيئن تيئن هن جي ٻوليءَ ۾ لفظن جو ذخيرو وڌندو ويو. جيئن جيئن انسان جي سمجهہ، عقل، فهم ۽ تجربي ۾ بتدريج وسعت ۽ واڌارو ايندو ويو، تيئن تيئن هن جي روزانہ زندگيءَ ۽ وهنوار جي دائري اندر هن جون ضرورتون، سندس ترقيءَ ساڻ گڏوگڏ وڌنديون ويئيون. پنهنجن انهن ضرورتن ۽ پنهنجي جياپي لاءِ هو سڀ کان وڌيڪ پنهنجي ڌرتيءَ سان لهہ وچڙ ۾ آيو ۽ ڌرتيءَ جي اهميت کان واقف ٿيو. جيئن جيئن هن جو تجربو پختو ٿيندو ويو ۽ ضرورتون وڌنديون ويئيون، تيئن تيئن هن جي ماحول ۾ بہ اضافو ايندو ويو ۽ هن جي ٻولي (لغت) جي خزاني ۾ بہ واڌارو ٿيندو ويو. هو لاشعوري طور پنهنجو تجربو، پنهنجي ٻوليءَ جي ذريعي ظاهر بہ ڪندو ويو ۽ ان (ٻولي) کي مضبوط بہ ڪندو ويو.

مون پنهنجي هڪ مقالي "ٻولي جي ابتدا ۽ اوسر" ۾ بيان ڪيو آهي: "اوائلي انسان ڳالهائي سگهندو هو. هو زبان جي ذريعي پنهنجي خيالن جو اظهار بہ ڪري سگهندو هو." اڳتي هلي جيئن جيئن هن جي معاشري ۽

معاشي حالتن ۾ تدبيلي ايندي ويئي، تيئن تيئن هن جي ٻوليءَ ۾ بہ تبديلي ايندي ويئي ۽ ان ۾ واڌارو بہ ٿيندو ويو. جيئن هن نيون شيون ڳولي لڌيون يا ٺاهيون، تيئن تيئن هن جي ٻوليءَ واري ذخيري ۾ بہ نوان نوان لفظ شامل ٿيندا ويا.

مٿئين بيان مان اهو واضح ٿو ٿئي تہ زبان پنهنجي ماحول ۽ معاشري جي علامت آهي. ائين پڻ ثابت ٿو ٿئي تہ زبان صرف انساني معاشري ۾ ئي زندهہ رهي سگهي ٿي ۽ پنهنجي معاشري ۾ ئي وڌي ۽ ويجهي سگهي ٿي. ظاهر ٿيو تہ زبان ڪنهن انساني معاشري کانسواءِ گرهز زندهہ رهي نٿي سگهي.

زبان، گفتگو ۽ مقصد جي عمل جو ڪردار ادا ڪندي آهي، انهيءَ ڪري ان جي هر لفظ، هر فقري ۽ هر جملي ۾ ڪو نہ ڪو مقصد يا مفهوم هوندو آهي. دراصل اهو مقصد يا مفهوم ئي آهي جو ڪنهن زبان جو عمل يا استعمال جي ضرورت طرف اشارو ڪندو آهي. اهو ئي ڪارڻ آهي، جو زبان انساني برادري يا انساني معاشري اندر ئي زندهہ رهي سگهندي آهي. ڊاڪٽر سورلي جو چوڻ آهي تہ: ”سنڌي زبان جي لغت تي سنڌي معاشري، معاش ۽ معاشي حالتن جو وڏو اثر رهيو آهي.سنڌي زبان سنڌ جي معاشري ۾ اهڙيءَ طرح اثر پذير رهي آهي. جهڙيءَ طرح ان جو سماجي عمل“ (4).

جهڙيءَ طرح يوناني معاشرو، فرينچ معاشرو وغيره يوناني، فرينچ يا ٻيءَ زبان جي مطالعي جي سلسلي ۾ مددگار سمجهيو ويندو آهي، تهڙيءَ طرح سنڌي زبان لاءِ سنڌي معاشرو مطالعي جو بهترين ميدان آهي.

زبان جو مطالعو دراصل بني نوع انسان ۽ علم الانسان جو مطالعو شمار ڪيو ويو آهي. پاٽر بلڪل درست چيو آهي تہ: ”بهترين زبان اها آهي جنهن جو بنياد ڪنهن معاشري ۽ معاشرتي قدرن ۽ روايتن تي ٻڌل هجي“(5).

زبان بذات خود زندگيءَ جي هڪ معيار کي ممڪن بنائي ٿي. زبان جي مدد سان اسين پنهنجي وسيع ترين دنيا جي علائقن ۽ خطن ۾ داخل ٿي، ان جو سير ڪريون ٿا.

مٿي بيان ڪيل نقطن جي روشنيءَ ۾ جڏهن ڪنهن زبان جو جائزو ورتو ويندو آهي تڏهن معلوم ٿيندو آهي تہ هرڪا زبان هڪ معاشرتي قوت، علم ۽ عقل جو اُٿاهہ مهاساگر، لغت، معنيٰ، علم ادب ۽ اظهار جو وسيلو آهي. هر زبان، هر زماني ۾ پنهنجي دائري جي اندر روزمرهہ جي ماحول ۾ هميشہ مروج ۽ مستعمل رهندي آهي. ڪنهن بہ ملڪ يا قوم جي زبان جو مطالعو گويا ان ملڪ يا قوم جوئي جائزو يا مطالعو هوندو آهي. جنهن ملڪ يا قوم ۾ اها زبان مروج ۽ مستعمل هوندي آهي. زبان انسانذات جي تخيلات، نظريات ۽ قوت احساسات جو هڪ رڪارڊ آهي، جو انسان ۽ انسان جي روح لاءِ هڪ تاريخ جي مانند آهي. مطلب تہ عمل، تجربي، ارادي، مقصد، اعتقاد، اعتماد، ميل ميلاپ، اظهار، پيار جي جذبي، روح لاءِ سڪون، تهذيب ۽ تمدن، تخيل، نظريي، سوچ جي طريقي ۽ روزمره جي زندگيءَ جي اصل اصول وغيره سڀ زبان جي وصف عمل جي دائري ۾ داخل آهن، پر اهي سڀ اهي بنيادي ڳالهيون ۽ نقطا آهن، جن جي آڌار تي ڪو معاشرو قائم هوندو آهي. انهيءَ ڪري ائين چيو ويندو آهي تہ زبان ۽ معاشري جو هڪٻئي سان چولي ۽ دامن جهڙو رشتو آهي. هيءُ هڪ اهڙو اٽوٽ رشتو آهي جو هميشہ لاءِ جاري رهڻ وارو آهي. يعني زبان ۽ معاشرو هڪٻئي لاءِ لازم ۽ ملزوم هوندا آهن. گويا زبان جو مطالعو معاشري جو مطالعو آهي ۽ انهيءَ لحاظ سان معاشري جو مطالعو دراصل ان معاشري ۾ مروج ۽ مستعمل زبان جو مطالعو سمجهيو ويندو آهي. اهي ٻئي (معاشرو ۽ زبان) هڪٻئي کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ ۾ مدد ڪندا آهن ۽ ٻنهي جو اڀياس يا مطالعو انسانذات، ملڪ ۽ قوم جي تاريخي پسمنظر جي مطالعي ۾ مددگار رهندو آهي.

هن ڪان اڳ اهو عرض ڪيو ويو آهي تہ ڪنهن بہ معاشري جي روزمره جي زندگيءَ ۽ ان معاشري جي فردن جي تهذيب ۽ تمدن، اٿڻي ۽ ويهڻي، رهڻي ڪهڻي، کاڌ خوراڪ، لباس ۽ اهڙن ٻين جزن جو سڀ کان اعليٰ ۽ اهم رڪارڊ ۽ انمول خزانو هر دور ۾ ٻولي ئي رهي آهي. جيئن جيئن ڪنهن قوم جي رهڻي ڪهڻي ۽ سماجي قدرن ۾ فرق ايندو رهيو آهي، تيئن تيئن انهيءَ ترقيءَ ۽ تبديليءَ جو ”اثر“ ان قوم جي ٻوليءَ تي پڻ ٿيو آهي. ڊاڪٽر الله داد ٻوهئي، ان ڏس ۾ لکيو آهي تہ:

”هر ڪا ٻولوي پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ گوناگون گنج ۽ عجب اسرار آهي. ٻولي عقل ۽ عمل جو وڏو وسيلو آهي. ٻولي انساني عمل جو هڪ نمونو آهي. ٻولي ماڻهن جي ثقافتي ڪارڪردگيءَ جوحصو آهي“(6).

ٻين لفظن ۾ هيئن چئبو تہ ٻوليءَ جو مطالعو ڪنهن قوم، ڪنهن سماج، ڪنهن تهذيب ۽ ڪنهن تمدن جو مطالعو آهي ڇو تہ ٻولي انساني عمل جي پيدوار آهي. ٻوليون مثل ماڻهن جي هڏين مان نہ، پر زنده ماڻهن جي روزمره جي زندگيءَ مان اُپريون ۽ اُسريون آهن. انهيءَ ڪري هيئن چئبو تہ ٻولي قوم جي زندگي، ثقافت، رهڻي ڪهڻيءَ جو عڪس يا آئينو آهي. ٻوليءَ جي تاريخي مطالعي/تاريخ ۾ ئي قوم/قومن جي زندگيءَ جي جهلڪ نمايان هوندي آهي. حاصل مطلب تہ زبان انساني روح لاءِ هڪ اهڙو سداحيات ۽ پاڪ چشمو آهي جو ان (زبان) جو سرسبز رهڻ لاءِ دائما آبياري ڪندو رهندو آهي ۽ جنهن ۾ اها (زبان) ڳالهائيندڙ قوم جا فرد پنهنجن تمنائن، اُميدن، تجربن، سوچن، تخيل ۽ مطالعي جو عڪس ڏسي سگهندا آهن.

مون پنهنجي مذڪوره مقالي ”ٻولي، ان جي ابتدا ۽ اوسر“ (7) ۾ عرض ڪيو آهي تہ ”ٻوليءَ ٻين جسماني عملن سان گڏ ترقي ڪئي آهي. انسان پنهنجين خواهشن ۽ ضرورتن لاءِ ٻوليءَ جو سهارو وٺندو آهي. هن ترقي پذير دنيا ۾، انسان جون خواهشون وڌنديون رهيون آهن.“

علم حياتيات (Biology) ۽ بايو-ڪيميا (Bio Chemistry) جي علمن جي اڀياس مان پتو پوي ٿو تہ انسان جي فطرت بہ سدائين هڪجهڙي ڪانہ رهي آهي، بلڪ بدلبي رهي آهي. انسان جي ٻين خاص عادتن وانگر، نقل ڪرڻ ۽ سکڻ جي عادت بہ انسان جي هڪ خصوصيت رهي آهي. انسان جي عظمت جو مدار سندس انهن عادتن تي آهي. ڳالهائڻ واري قوت (ٻولي) انسان لاءِ هڪ قيمتي هٿيار مثل آهي، ڇو تہ ان جو انسان جي روزانہ زندگيءَ سان سندس زندگيءَ جي ابتدا کان وٺي واسطو رهيو آهي، ٻولي ۽ انسان جي وجود جو هڪٻئي سان اول کان ساٿ رهيو آهي. ٻنهي (انسان ۽ ٻولي) جي ابتدا گڏ ٿي آهي ۽ ٻنهي جي ارتقاء گڏوگڏ ٿيندي رهي آهي. گويا ٻولي بہ انسان سان گڏ وجود ۾ آئي ۽ ان سان گڏوگڏ بتدريج ترقي ڪندي، اڳتي وڌندي رهي ٿي.

ماهرن جو رايو آهي تہ تهذيبي ترقيءَ جو واسطو ٻوليءَ جي ترقيءَ سان آهي، تنهنڪري يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ تهذيب ۽ تمدن جو وجود ۽ ٻوليءَ جي وجود جو هڪٻئي سان ساٿ ابتدا کان رهيو آهي. تهذيب جي ترقيءَ سان گڏ ٻوليءَ بہ ترقي ڪئي ۽ جيئن جيئن انسان جي ذهني ترقيءَ ۾ اضافو ايندو ويو. تيئن تيئن ٻوليءَ جي ترقي ۽ وسعت ۾ بہ اضافو ايندو رهيو/ويو.

حاصل مطلب تہ ٻولي انسان جو فطرتي، پيدائشي ۽ قدرتي ورثو آهي، جيڪو انسانذات کي قدرت جي طرفان سندس (انسان) ابتدا کان وٺي عطا ٿيو آهي ۽ انسانذات جي وجود سان گڏ قائم ۽ دائم رهيو آهي ۽ تيستائين فنا نہ ٿيندو، جيستائين انسان جو وجود قائم ۽ دائم آهي.

ڪنهن بہ انسان ۽ انساني معاشري لاءِ زبان جو استعمال ضروري آهي، هر انسان اهو سمجهي ٿو تہ ڳالهائڻ واري قوت هن لاءِ هر لحاظ کان ضروري آهي. ٻولي هن لاءِ هر خواهش-خوف، هراس، پيار، نفرت، احساس ۽

گهرج- جي اظهار جو وسيلو آهي. هن ڏس ۾ پروفيسر فرٿ فرمايو آهي تہ ”هيءَ دنيا جنهن ۾ اسين رهون ٿا. انسان ان جو هڪ اٽوٽ حصو آهي.“( 8).

هن سلسلي ۾ ٻئي ماهر ايرڪ لينيبرگ(Eric Leneberg) جو رايو آهي تہ: ”ٻوليءَ واري قوت، انسانذات کي هڪ خاص ذات طور قدرت جي طرفان عطا ٿي آهي(9).“ هن جو خيال آهي تہ: ”ٻولين جو وجود انسانذات جي وجود سان گڏ، انسان جي ابتدا کان ئي شامل رهيو آهي(10). ڇو تہ:

(i) هر انساني سماج کانہ کا ٻولي ڳالهائي ٿو.

(ii) ٻولي علم طبعي (Anotorny) سان واسطو رکي ٿي. علم طبعيءَ جي لحاظ کان دماغ ۾ اهڙا خانا/ ياڱا (Cells) موجود آهن، جن جو واسطو ڳالهائڻ (ٻولي) سان ثابت ڪيو ويو آهي.

(iii) انسانذات کانسواءِ ٻئي ڪنهن بہ جاندار کي سندس جسم ۾ آواز پيدا ڪرڻ جي جاءِ (پڙ) عطا ٿيل کانهي، جتي هو آواز پيدا ڪري سگهي.

انهيءَ ڪري ماهرن جو خيال آهي تہ انسانذات، هن جادو- روپي وايو منڊل ۾، اڪ ڪولڻ سان ئي ڳالهائڻ سکي ٿو. هنن جي خيال ۾ جڏهن ڪو ٻار ڄمندو آهي، تڏهن سندس چوڌاري ماحول وارو گوڙ گهمسان سندس ڪنن تائين رسندو آهي. جڏهن هو (ٻار) ٿورو وڏو ٿي ڳالهائڻ لڳندو آهي، تڏهن ڄڻ تہ وايو منڊل ۾ جادوگري جاءِ وٺندي آهي(11).

اڳ ۾ ماهرن جي حوالي سان بيان ڪيو ويو آهي تہ ڪنهن بہ ملڪ جي ٻولي، اُن ملڪ جي سماجي، ثقافتي، تهذيبي ۽ تمدني تاريخ جي آئينہ دار هوندي آهي. ڪنهن بہ قوم جي ٻوليءَ جي مطالعي مان اُن قوم جي معاشي ۽ معاشرتي قدرن، سوچ ۽ فڪر جي ارتقا، تهذيبي ۽ تمدني تاريخ جي خبر پوندي آهي. مهر ڳڙهہ، آمري، موهن جو دڙو، ڪوٽ ڏجي ۽ ٻين آثارن مان مليل مواد جو مطالعو انهن خطن ۾ رهندڙ ماڻهن جي ذهني ارتقا، معاشي ۽ معاشرتي قدرن، فن ۽ فنڪارانہ قابليت، مذهب ۽ مذهبي قانونن ۽ ٻوليءَ جي باري ۾ معلومات ملي ٿي، جنهن جي ايپاس جي آڌار تي علم الانسان (بشريات) جا

ماهر انهن قديم شهرن ۽ آبادين ۾ رهندڙ ماڻهن جي باري ۾ راءِ قائم ڪري سگهن ٿا. فقط ٻوليءَ جي اڀياس ڪان پوءِ اهو چئي سگهجي ٿو تہ ڪنهن بہ قوم جي ٻولي، ان قوم جي زندگي، ثقافت، تهذيب ۽ تمدن جو آئينو آهي. صرف موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان حاصل ٿيل مهرن جي مطالعي مان هن وقت تائين جو ڪجهہ پتو پيو آهي، ان جي آثار تي واديءَ سنڌجي رهاڪن جي باري ۾ گهڻو ئي ڪجهہ بيان ڪري سگهجي ٿو.اهڙيءَ طرح ڀنڀور، برهمڻ آباد، آمري، ڪوٽڏجي ۽ مهر ڳڙهہ جي کوٽاين مان مليل مواد جي مطالعي جي مدد سان انهن شهرن ۽ اتي رهندڙ ماڻهن، انهن جي رهڻي ڪهڻي، کاڌي خوراڪ، گذر معاش وغيره لاءِ گهڻو ئي ڪجهہ بيان ڪري سگهجي ٿو.

زبان ۽ ثقافت جو سڀنڌ

زبان ثقافت جو آئينو آهي. ڪنهن بہ قوم جي ثقافت جو مرڪزي عنصر زبان ئي هوندي آهي، ڇو جو زبان، علم ادب جي خالق ۽ ادبي روايتن جي محافظ هوندي آهي. زبان جي حلقہ اثر ۾ ڪنهن قوم ۽ خطي جي فن، تهذيب ۽ تمدن توڙي علم ادب جو مطالعو اچي وڃي ٿو. زبان جي مدد سان قومي تشخص جي تعمير ۽ نشوونما ٿيندي آهي. ثقافت مان مراد صرف فنون لطيفہ، فن تعمير، تهذيب ۽ تمدن جو مطالعو نہ آهي، پرثقافت جي مطالعي ۾ ڪنهن جي ٻولي ۽ علم ادب جو مطالعو پڻ شامل آهي، ڇو تہ ٻولي قوم ۽ علم جي اُٿاهہ ۽ بي انت بحر ۾ ئي، قوم جي سماجي، ثقافتي، تهذيبي ۽ تمدني تاريخ جا تهہ ويڙهيل هوندا آهن.

سنڌي ٻوليءَ جو علم ادب، دراصل سنڌي ثقافت جو بي پايان بحر آهي، انهيءَ ڪري جيڪڏهن ڪو شخص/ ماهر چاهي تہ سنڌي ثقافت، تهذيب ۽ تمدن جو مطالعو ڪري تہ بيشڪ سنڌ جي ميوزيئمن، قديم آثارن مان مليل مواد، فن تعميرات مان واقف ٿيڻ لاءِ مڪلي، سونڊا، روهڙي، سيوهڻ جو سير بيشڪ ڪري، پر سنڌ جي ماڻهن جي سوچ ۽ فڪر جي ارتقا تخيل جي پرواز سنڌي سماج جي قدرن ۽ سنڌ ۾ انسانذات جي اڀياس لاءِ هن کي

سنڌي ادب جو اڀياس بہ ڪرڻو پوندو. هن ڪي لطيف، سچل، سامي، سانگي، قليچ، شاهہ عنايت، بلڪ پيراڻي پنيري، وتائي فقير ڪانسواءِ سنڌ جي جديد ادب، ڪهاڻين، ناول، گيتن، دوهن، واين ۽ نظمن جو اڀياس بہ ڪرڻو پوندو. مطلب تہ سنڌ جي معاشي، معاشرتي ۽ ثقافتي تاريخ لاءِ سنڌ جي علم ادب جو مطالعو ضروري آهي، ڇو تہ سنڌي ثقافت، تهذيب ۽ تمدن جو آئينو سنڌي ٻولي ئي آهي. هن (ٻولي) ۾ ئي سنڌ جي ثقافت زندگيءَ جو عڪس ۽ جهلڪ نظر ايندي. ٻولي ثقافت جي دائري اندر سماج گروهن جي خيالات، تصورات، اظهار، سوچ ويچار ۽ ذهني ارتقا جي مطالعي ۾ مدد ڪري ٿي(12). حاصل مطلب تہ ثقافت ڪنهن قوم جي سماجي ۽ معاشرتي زندگي. نظرين، اعتقادن، اخلاقي لاڙن ۽ قدرن جي آئينہ دار آهي، جنهن جي جهلڪ ٻوليءَ ۾ ڏسي سگهجي ٿي(13). ٻين لفظن ۾ هيئن چئبو تہ ڪنهن بہ قوم جي ثقافتي تاريخ، ان قوم جي پوري سماجي تاريخ جو عڪس ۽ نچوڙ آهي.

اڳ ۾ عرض ڪيو ويو آهي تہ پهرئين انسان (انسان اول) پنهنجي معاشري جي تڪميل زبان جي مدد سان ڪئي. زبان ڪانسواءِ اها تڪميل انهيءَ ڪري بہ ممڪن نہ هئي جو انسان ۽ معاشري جو وجود هڪ ٻئي جي وجود تي انحصار ڪري ٿو. انهيءَ ڪري زندگي گذارڻ جي عمل لاءِ هن (انسان) جتن ڪيا، اصول واضح ڪيا، جيڪي اڳتي هلي، انساني معاشري ۽ ثقافت جي تخليق جا جز بڻيا. پوءِ جيئن جيئن انساني ارتقا ۾ تيزي ايندي ويئي. تيئن تيئن زبان جو سهارو بنجندي ويئي. تان جو ثقافت ۽ زبان هڪ ٻئي لاءِ لازم ۽ ملزوم بنجي ويا.

علم الانسان جي ماهرن جو خيال آهي تہ انساني ارتقا جو نظريو دراصل اُن معاشري ۽ ثقافت جي ابتدا ۽ ارتقا جو نظريو آهي. ڪنهن تهذيب ۽ تمدن جي نشوونما جو مطالعو دراصل اُن تهذيب ۽ تمدن ۾ مروج ۽ مستعمل زبان جي ترقيءَ جو تاريخي مطالعو آهي.

زبان انساني معاشري ۽ ثقافت کي زندهہ رکڻ جو واحد وسيلو ۽ ذريعو آهي. يعني زبان ڪانسواءِ انساني زندگي ۽ معاشري جو تصور ئي نٿو ڪري سگهجي. تهذيب ۽ تمدن جو خالق معاشرو ئي هوندو آهي، پر زبان معاشري لاءِ آئيني مثل هوندي آهي، جنهن جي اندر ان تهذيب، تمدن ۽ معاشري جو عڪس نمايان طور ايندو آهي(14).

ڊاڪٽر جميل جالبي پنهنجي ڪتاب ”پاڪستاني ڪلچر)“ ۾ لکي ٿو:

”زبان جيئن تہ هڪ سماجي فعل آهي، ان ڪري معاشري جو پورو ڪلچر زبان جي اندر ئي پنهنجو مواد جوڙي ٿو. زبان جي ذريعي سان ئي اُن زبان جي ڳالهائيندڙن جي مزاج ۾ مطابقت پيدا ٿئي ٿي ۽ فڪر ۽ عمل جو اشتراڪ ۽ تهذيبي يڪجهتيءَ جو عمل پيدا ٿئي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو هڪ زبان جا ڳالهائيندڙ ڪنهن ٻيءَ زبان جي ڳالهائيندڙن جي مقابلي ۾ ڪلچر جي هر سطح تي هڪ ٻئي جي زياده قريب هوندا آهن. مشترڪ زبان جي ذريعي معاشري ۾ پنهنجي اجتماعي ۽ قومي وجود جو شعور پيدا ٿيندو آهي(15).

جالبي صاحب اڳتي لکي ٿو:

”جيئن مون عرض ڪيو آهي تہ ڪلچر زبان ۾ ظاهر ٿيندو آهي، ان ڪري زبان، ڪلچر جي هڪ اهم ترين علامت آهي.جهڙو ڪلچر هوندو، تهڙي زبان هوندي، جهڙي زبان هوندي، تهڙو ڪلچر هوندو. زندهہ زبان معاشري جي تقاضائن جي ڪري وجود ۾ ايندي آهي ۽ خيال توڙي احساسن جي هڪ اهڙي نظام کي جنم ڏيندي آهي، جنهن جي ذريعي زبان جو تعلق معاشري جي مختلف طبقن سان يڪسان ٿيندوآهي“(16).

حاصل ڪلام تہ معاشري ۾ هڪجهڙين طبعي حالتن اندر زندگي گذاريندڙ انساني گروهن کي هڪ ئي تهذيب ۽ تمدن جي ڏوريءَ ۾ موتين وانگر مڙهڻ يا پوئڻ جو ڪم زبان ئي سرانجام ڏيندي آهي. انهيءَ لحاظ سان

ڪنهن ثقافت کي پنهنجي معاشري جو عڪس چئبو تہ زبان کي وري ان معاشري جي روشني تصور ڪرڻو پوندو.

جيئن عرض ڪيو ويو آهي تہ زبان ۽ ثقافت جو پاڻ ۾ گهاٽو ۽ گهرو سنبنڌ آهي. علم الانسان ۽ لسانيات جي ماهرن جو گڏيل خيال آهي تہ انساني ارتقا جي باري ۾ مڪمل معلومات تڏهن حاصل ٿي سگهندي آهي، جڏهن زبان ۽ ثقافت جي ڪارڪردگيءَ ۽ عمل جو جائزو ورتو ويندو آهي.

لسانيات جي تحقيق جو عرق، علم الانسان جي تجربن جو تجزيو، ساري معاشرتي علمن جو اختصار ۽ انساني معاشري جي پيداوار ثقافت آهي، ليڪن ان جي برعڪس زبان انسان جي وجود سان منسلڪ آهي. اهڙيءَ طرح انساني وجود کي زبان جي وجود کان جدا ڪري نٿو سگهجي، بلڪہ اهو (انساني وجود)، ان سان گڏوگڏ سفر ڪندو رهيو آهي. ثقافت کي زبان ئي پروان چڙهايو آهي، انهيءَ لحاظ سان ڪنهن بہ ملڪ ۽ قوم جي ثقافت جو مطالعو ان قوم ۽ ملڪ جي زبان ، تهذيب ۽ تمدن توڙي معاشري جو مطالعو تسليم ڪيو ويو آهي.

سنڌ جي ثقافت جو مطالعو صرف آثار قديمہ جو مطالعو نہ آهي، يا صرف فن تعميرات، خطاطي، اجرڪ سازي، ڀُر، ڪاشي ۽ جنديءَ جي ڪم جو اڀياس نہ آهي، پر سنڌ جي ثقافت جو مطالعو سنڌي زبان جو مطالعو پڻ آهي.سنڌ جي ثقافت، سنڌي زبان جي مرهون منت آهي. سنڌي ثقافت جي پرچار لاءِ سنڌي زبان هڪ اهم ذريعو آهي ۽ وسيلو آهي. سنڌي ثقافت جو مطالعو شاهہ لطيف، سچل، سامي، شاهہ عنايت، سانگي، قليچ ۽ جديد علم ادب جو مطالعو آهي. اڳ ۾ عرض ڪيو ويو آهي تہ ڪنهن بہ قوم جي ثقافتي تاريخ، ان قوم جي پوري سماجي ۽ انساني تاريخ جو عڪس ۽ نچوڙ آهي، ڇاڪاڻ جو سماجي ۽ ثقافتي تاريخ جي سيني پهلوئن، جزن، ڀاڱن ۽ نقطن

جو رڪارڊ ٻولي ئي هوندي آهي، ان ڪري هيئن چئبو تہ ثقافت ۽ ٻوليءَ جو پاڻ ۾ گهاٽو ۽ گهرو تعلق آهي.

سنڌي ٻولي ئي سنڌ جي ماڻهن جي سماجي ۽ ثقافتي زندگيءَ جو عڪس پيش ڪري ٿي. هن(سنڌي ٻولي) ۾ سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن جي جهلڪ ڏسي سگهجي ٿي، اها جهلڪ يا اهو عڪس سنڌي ٻوليءَ جي علم ادب وسيلي پسي سگهجي ٿو. سنڌي ٻوليءَ جو علم ادب – معياري توڙي لوڪ ادب ـ سنڌ جي ثقافتي تاريخ جو هڪ ناياب ۽ بي مثال سرمايو آهي. هن ادب جي مدد سان سنڌ جي هر خطي جي ماڻهن جي ثقافتي، تهذيبي، تمدني ۽ معاشرتي زندگيءَ جو مطالعو ڪري سگهجي ٿو. مذڪوره مطالعي سان هتي جي ماڻهن جي مخصوص روايتن، ذهني لاڙن، سماجي قدرن ۽ قومي مزاج جو پتو پوي ٿو.

سنڌ جي علم ادب ۾ مختلف خطن جي مخصوص ماحول جي عڪاسي ٿيل آهي. ان ۾ سنڌ جي ماڻهن جي روزانہ زندگيءَ جو روح رچيل هوندو آهي. سنڌي ثقافت جا سمورا پهلو، سنڌي مزاج جون مڙيئي مهارتون، سنڌي ادب ۾ موضوع جي طور ڪم آندل آهن(17).

حاصل مطلب تہ ٻوليءَ ۾ لکيل توڙي صدري ادب جي مطالعي مان ڪنهن قوم، ڪنهن ملڪ، ڪنهن معاشري، ڪنهن تهذيب ۽ تمدن، ماڻهن جي ذهني، فڪري ارتقا ۽ تخيل جي گوناگون پهلوئن جو پتو پوندو آهي. انهيءَ ڪري ڪنهن بہ قوم جي ٻوليءَ جو مطالعو معنيٰ ان قوم، ان ملڪ، ان ملڪ جي ماڻهن معاشري، تهذيب، تمدن ۽ ثقافت جو مطالعو. هن دعويٰ جي دليل لاءِ جيڪڏهن ادب جي ڏار ڏار صنفن مان مثال ڏيئي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي تہ هڪ ڪتاب ٺهي پوندو، جو هن مقالي جي منشا نہ آهي.

ببليو گرافي:

(1) Potter, Simeon, "Language in Modern World", Harrel Watson, Ltd: 1960, p. 24.

(2) Ibid

ﺀ ﭘﮣ ڏسو: ڊاڪٽر غلام علي الانا "سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس"، ڇام شورو انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي. 1987ع، ص 246.

(3) Sorley, H.T., "Shah Abdul Latif of Bhit", London, 1940.

(4) Ibid.

(5) Ref I.

(6) الله داد ٻوهيو ڊاڪٽر: "سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج"، ڄام شورو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1978ع، ص 133.

(7) ڏسو سه ماهي مهراڻ 1_1986ع، ص ص 57_ 76.

(8) Firth, J.R., "The Tongues of Men and Speech" London, Oxford University Press, 1964, p.19.

(9) Lenneberg, Eric, "Biological Foundation of Language" New York, John C. Willey & Sons, INC, 1976.

(10) Ibid.

(11) غلام علي الانا، "ٻولي، جي ابتدا ۽ اوسر"، مقالو ٽماهي مهراڻ 1_ 1986ع.

۽ پڻ ڏسو: "زبان اور ثقافت:، اسلام آباد، علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي، 1987ع، ص 72.

(12) Harold Rugg & Williams Withers, "Social Foundations of Education", Second Edition, Prentice Hall INC,USA.

(13) Hornby S and Others, "The Advanced Learners Dictionary of English", London, Oxford University Press, 1963, p.238.

(14) Robert A. Hall (Jr) "Linguistice & Your Language" New Yark, Anchor Books, Double Day & Company, INC, 1960, p.121.

(15) جميل جالبي، ڊاڪٽر: ”لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ“، ڇام شورو انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي 1978ع ۾ ڇپيل ڏسو: ”سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس“، حوالو ڏنو ويو آهي، ص 247.

(مهراڻ 4/1988ع)

# سنڌي ٻوليءَ جون مکيہ خاصيتون

ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي

ڀارت ـ پاڪ اُپکنڊ ۾ جيڪي ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون، انهن مان کن ٿورن جو ئي جديد علم لسان جي اصولن موجب اڀياس ڪيو ويو آهي، جيئن هر هڪ گل کي پنهنجي سرهاڻ هوندي آهي، تين هر هڪ ٻوليءَ ۾ پنهنجيون ڪجهہ نراليون وصفون هونديون آهن. انهن جي ڪري هر هڪ ٻوليءَ جو روپ ٻين ٻولين سان مشابهت رکندڙ هوندي پڻ ڪيترين ئي ڳالهين ۾ پنهنجي پاڙيسري ٻولين کان بہ ڦريل نظر ايندو آهي. چوٽي آهي تہ ٻارهين ڪوهين ٻولي ٻي. ٿوري ٿوري مفاصلي بعد هڪ ئي ٻوليءَ جي بيهڪ ۾ پڻ باريڪ تفاوت اچيو وڃي. سنڌي ٻوليءَ جو مثال کڻو اها هڪ طرف پنجابي، اردو، هندي، گجراتي، مراٺي، راجستاني وغيره ٻولين سان ڪيترين ئي اهڙين خاصيتون پڻ ظاهر ڪري ٿي، جيڪي ٻين ٻولين ۾ نٿيون ملن. انهيءَ کان سواءِ سنڌ جي جدا جدا ايراضين ۾ سنڌي ٻوليءَ جا الڳ الڳ لهجا پڻ اسان کي نظر اچن ٿا.

سنڌي ٻوليءَ جي بُڻ ـ بنياد جي سوال تي سنڌ ۽ ڀارت جي عالمن مختلف رايا ظاهر ڪيا آهن. ڪنهن سنڌ جي اوائلي سنڌي پراڪرت ۾ انهيءَ جو اصل ـ نسل ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ ڪنهن سامي سٽ جي ٻوليءَ سان سنڌيءَ جو بنيادي رشتو ڏيکارڻ چاهيو آهي تہ ڪنهن تواني ۽ دراوڙي ٻولين ۾ سنڌي ٻوليءَ جو بنياد ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهي عالم جيڪي سنڌي ٻوليءَ جو بڻ – بنياد ڪنهن غير آريائي زبان ۾ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، اهي پڻ انهيءَ حقيقت کان انڪار نٿا ڪري سگهن تہ موجوده سنڌي ٻولي، صرف و نحو لفظ ـ ڀنڊار ۽ لساني بيهڪ جي ٻين وصفن جي لحاظ کان تمام گهڻي قدر ڀارت ـ پاڪ اُپکنڊ جي ٻين آريائي ٻولين سان مشابهت رکي ٿي. هتي آءٌ سنڌي ٻوليءَ جي بڻ – بنياد واري بحث تي ويچار ظاهر ڪرڻ نٿو چاهيان، چاڪاڻ تہ انهيءَ لاءِ هڪ الڳ

مقالي جي ضرورت آهي، هتي منهنجو مقصد فقط انهيءَ ڳالهه تي روشني وجهڻ آهي تہ موجوده سنڌي ٻوليءَ جون ڪهڙيون نراليون وصفون آهن، جيڪي پارت پاڪ اُپکنڊ جي ٻين آريه ٻولين ۾ نٿيون ملن يا اهي ورلي ملن ٿيون. هتي مون اهڙن وياڪرڻي روپن ۽ لفظن جا پڻ مثال ڏنا آهن. جيڪي موجوده سنڌي ٻوليءَ، سنسڪرت پراڪرت، اُپڀرنش وغيره آڳاٽين ٻولين کان ورثي ۾ حاصل ڪري، اجا تائين پاڻ وٽ سنڀالي رکيا آهن. ٻئي طرف اهي ٻين هاڻوڪين ٻولين ۾ واهپي ۾ نٿا اچن يا عام نہ آهن.

پارت- پاڪ اُپکنڊ جي ٻولين ۾ سنڌيءَ کي مکيه درجو حاصل ٿيل آهي، انهيءَ جي خاصيتن کي ڏسي پرڏيهي عالمن جنسي ساراهہ جا ڏڪ پريا آهن. سنڌي ٻوليءَ جي ماهر ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ لکيو آهي تہ سنڌي نج سنسڪرت سٽ جي ٻولي آهي. جيڪڏهن اسين سنڌيءَ جي ڀيٽ انهيءَ جي ڀينر ٻولين سان ڪريون تہ اسان کي ويا ڪرڻ جي لحاظ کان سنڌيءَ کي انهن ۾ پهريون نمبر ڏيڻو پوندو. اڄڪلهہ جي مرائي هندي، پنجابي، بينگاليءَ جي ڀيٽ ۾ سنڌيءَ جو آڳاٽي پراڪرت سان وڌيڪ ويجهو رشتو آهي. سنڌي ٻوليءَ ويا ڪرڻ جا ڪيترائي روپ پاڻ وٽ اجا تائين قائم رکيا آهن، جن کي ڏسي سندس ڀينر ٻوليون پلي ساڻس ريس ڪن.

ڪئپٽن جارج اسٽئڪ پنهنجي تيار ڪيل سنڌي گرامر ۾ لکيو آهي : "مون کي خاطري آهي تہ سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس لسانيات جي ماهرن لاءِ ٻين ڪيترين ئي پارتي ٻولين جي اڀياس جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ دلچسپ ثابت ٿيندو. ضميرن ۽ انهن سان لاڳو حرف جر جي بدران لفظن ۾ پڇاڙين جو استعمال، ڪرمڻي پريوگ جو پڇاڙين ذريعي اظهار، پاوي پريوگ ۽ ٻٽن بالواسطہ فعلن جو استعمال ۽ ٻيون ڳالهيون جيڪي هن ٻوليءَ جي سکندڙ کي اڳتي وڌڻ تي معلوم ٿينديون. اهي اهڙيون خوبيون آهن، جيڪي سنڌي ٻوليءَ کي ٻين ڪيترين ئي پارتي ٻولين جي ڀيٽ ۾ هڪ نرالي نزاڪت عطا ڪن ٿيون. "

جنهن سنڌي ٻوليءَ جي پرڙيهي عالمن ايتري ساراهہ ڪئي آهي، انهيءَ جون لساني بيهڪ جي لحاظ کان مکيہ خاصيتون هن ريت آهن:

(1) سنڌي ٻوليءَ ۾ چار اهڙا آواز آهن، جن جي اُچار ڪرڻ ۾ هوا کي وات ۾ اندر ڇڪڻو پوي ٿو. انهيءَ ڪري لسانيات جي ماهرن انهن کي چوسٽا آواز (Implosives) نالو ڏنو آهي. اهي آواز آهن: ڳ، ڄ، ڏ، ٻ. سنڌي ٻوليءَ جي آوازي سرشتي ۾ اهي چوسٽا آواز معنيٰ پريو پارٽ ادا ڪن ٿا. مثال طور، جيڪڏهن لفظن ۾ انهن جي جاءِ تي سندن ويجهن آوازن- گ، ج، د، ب جو استعمال ڪبو تہ لفظن جي معنيٰ بدلجي ويندي. جيئن تہ:

ڳلا- گلا، ڳارو- گارو.

ٻارو- بار، ٻلو- بلو.

ڄارو- جارو، ڄامر- جامر.

ڏائي- ڊائي- دائي.

پڏ- پد- پڊ- پڙ.

پارت- پاڪ جي ٻين ڪيترين ئي هاڻوڪين ٻولين ۾ اهي چوسٽا آواز ڪين ٿا ملن. ملتاني زبان ۾ سنڌيءَ وانگر اهي چارئي آواز معنيٰ پريو پارٽ ادا ڪن ٿا. پر ڪڇي ۽ مارواڙي ٻولين ۾ سنڌيءَ جي اثر هيٺ فقط هڪ- ٻن چوسٽن صوتين جو واهپو ٿئي ٿو.

(2) سنڌيءَ ۾ پنج نڪاوان (Nasal) آواز آهن. ڱ، ڃ، ڻ، ن، م. اسان جي ٻوليءَ ۾ اهي پنج ئي اواز معنيٰ پريو پارٽ ادا ڪن ٿا، ۽ ٻن سُرن يعني حرف علت جي وچ ۾ پڻ اُچاريا وڃن ٿا. جيئن تہ:

مَڱي- مَڃي، مَڻي- مَني- مَمي.

مَڱ- مڃ- مَڻ- مَنَ، مَم.

سنسڪرت، هندي، اردو ۽ ٻين ڪيترين ئي هاڻوڪين پارت- پاڪ ٻولين ۾ ڱ ۽ ڃ آوازن جو اُچار ٻن حرف علت جي وچ ۾ نہ ايندو آهي.

انهيءَ ڪري اردو هندي ڳالهائيندڙ سنڌي لفظن، مُڱ، مُڄ، ڄڄ،، سڱر وغيره جو صحيح اُچار نہ ڪري سگهندا آهن.

(3) سنڌي ٻوليءَ جي آوازي سرشتي ۾ ٻين هاڻوڪين هند- آريائي ٻولين جي ڀيٽ ۾ گهٽي ۾ گهڻا وينجن (حرف صحيه) صوتيه آهن. انهيءَ جو سبب اهو آهي تہ سنڌيءَ ۾ چئن چوسٽن آوازن سان گڏ، عربي فارسي ٻولين جي اثر ڪري خ، غ، ز، ف جو اُچارڻ پڻ صوتين جي روپ ۾ ڪيو وڃي ٿو. معياري سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪل ايڪيتاليهہ حرف صحيح صوتيہ (consonant Phonemes) آهن.

ڪ ک گ ڳ گهہ ڱ

ڃ ڇ ج ڄ جهہ ڃ

ٽ ٺ ڊ ڏ ڍ ڻ

ت ٿ د ڌ ن

پ ڦ ب ٻ ڀ م

ي ر ل و ڙ

ش س ھ

خ غ ز ف

(نوٽ: پروفيسر علي نواز جتوئيءَ، علم لسان ۽ سنڌي زبان، ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا، سنڌي صوتيات، ۾ مهہ، نهہ، ڙهہ، لهہ، ٽهہ/ کي وينجن صوتين جي چارٽ ۾ ڏيکاريو آهي. اهي حقيقت ۾ ٻن وينجن صوتين جو ميل conjunct consonants آهن.

(4) سنڌي ٻوليءَ جي اُچارن موجب گهڻا لفظ حرف علت ۾ ختم ٿيندڙ آهن. انهيءَ ڪري ٻين ٻولين مان سنڌيءَ ۾ جذب ٿيلن لفظن جو اُچار بہ گهڻو ڪري آخر ۾ / آ، ا، اُ/ مان ڪو حرف علت لڳائي ڪيو وڃي ٿو. جيئن تہ ماستر، ڪاليجُ، اسڪولُ، نرسِ، بئنڪَ، ڪورٽِ، بسِ، ڪوششِ، ثبوتُ، رازُ سببُ. انهيءَ عادت ڪري، سنڌي ماڻهو جڏهن اردو، هنديءَ وغيره ۾

گفتگو ڪن ٿا، تڏهن اتي پڻ لفظن جي آخر ۾ حرف علت اُچار ڪن ٿا، جيڪو انهن ٻولين جي سرشتي موجب صحيح اُچار نہ آهي، انهيءَ ڪري سنڌي ڳالهائيندڙن جو سنڌيپڻو اڪثر ظاهر ٿيو پوي. تاريخي اوسر جي خيال کان جيڪي سنسڪرت لفظ اردو ۽ هنديءَ ۾ بدلجي ساڪن پڇاڙيءَ وارا ٿي پون ٿا، انهن جو اُچار سنڌيءَ ۾ آخري حرف علت لڳائي ڪيو وڃي ٿو. جيئن تہ:

| سنسڪرت | اردو – هندي | سنڌي |
|---|---|---|
| ڪَرڻَ | ڪان | ڪنَ |
| هَست | هاٿُ | هٿُ |
| دَنتَ | دانت | ڏندُ |
| راترِ | رات | راتِ |
| باهُ | بانهہ | ٻانهُن |
| واٽَ (رستو) | باٽ | واٽَ |
| اَڪشِ | آنکہ | اکِ |

جيئن تہ سنڌيءَ ۾ گهڻا اسم حرف علت ۾ پورا ٿين ٿا، انهيءَ ڪري انهن جي جنس سڃاڻڻ ۾ بہ گهڻي آساني ٿئي ٿي. مثال طور، سنڌيءَ ۾ 'او'، پڇاڙيءَ وارا سڀ اسم مذڪر آهن. (گهوڙو، چوڪرو، دلو روپيو) ٻئي طرف (اَ) حرف علت ۾ پورا ٿيندڙ سڀ اسم جنس مونث وارا آهن (ڪٺَ، عادتَ، زالَ، ڪڏَ)

(5) سنڌي ٻوليءَ ۾ (اُ) حرف علت ۾ ختم ٿيندڙ لفظن جو تعداد تمام گهڻو آهي. اسان جي ٻوليءَ ۾ سڀ مصدر (اُ) حرف علت لڳائي اُچار ڪرڻ جي عادت سنڌين ۾ تمام آڳاٽي آهي. ان حقيقت طرف ڀرت مُنيءَ پنهنجي مشهور گرنٿ "ناٽيہ شاستر" ۾ بہ اشارو ڪيو آهي. اهو ڪتاب عيسوي ٻي صديءَ جي آس پاس لکيو ويو آهي. ڀرت مُنيءَ ناٽڪن ۾ ڪردارن جي ٻوليءَ بابت لکندي ڄاڻايو آهي تہ جدا جدا علائقن جي ماڻهن لاءِ انهن علائقن جي اُچارن ڪي ڌيان

۾ رکيو ويجي. انهيءَ سلسلي ۾ هو لکي ٿو. ”هماليا، سنڌ ۽ سؤاوير ايراضين ۾ جيڪي ماڻهو رهن ٿا، انهن جي لاءِ ناٽڪ نويسن کي ( اُ ) حرف علت جي گهڻائيءَ واري ٻوليءَ جو استعمال ڪرڻ گهرجي.

انهيءَ حوالي سان ثابت ٿئي ٿو تہ پرت مُنيءَ جي زماني ۾ (عيسوي ٻي صدي) سنڌ ۾ جيڪا پراڪرت ڳالهائي ويندي هئي، انهيءَ ۾ ( اُ ) حرف علت پڇاڙي وارن لفظن جو گهڻو استعمال ٿيندو هو. اپڀرنش ٻوليءَ م (پنجين عيسوي صديءَ کان وٺي اٽڪل ٻارهين عيسوي صدي تائين لکيل جيڪو ادب روشني ۾ آيو آهي، انهيءَ ۾ پڻ ( اُ ) حرف علت وارا لفظ گهڻا ملن ٿا. پراڻي گجراتي، پراڻي راجستاني، پراڻي مراٺيءَ ۾ بہ ( اُ ) حرف علت ۾ پورا ٿيندڙ لفظ گهڻي انداز ۾ ملن ٿا. جيڪي انهن ٻولين جي هاڻوڪي روپ ۾ نٿا ملن. انهيءَ مان ظاهر آهي تہ موجوده سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظن جي آخر ۾ ( اُ ) حرف علت لڳائي اُچار ڪرڻ جي عادت، عيسوي سن جي شروعات واري زماني کان وٺي هلندي پئي اچي. سنڌيءَ ۾ مصدر ۽ گهڻا اسم ( اُ ) ۾ پورا ٿين ٿا. جيئن تہ : هلڻُ، ڊوڙڻُ، سمهڻُ، پڄڻُ، نڪُ، واٽُ، پٽُ، پاءُ، ماءُ، رسُ، مَسُ، وغيره.

(6) سنڌيءَ ۾ هن وقت پائر، پيئر، پينر، مائر، نهر، ڏيئر عدد جمع جا روپ ٻي قاعدي ليکيا وڃن ٿا. سنڌيءَ ۾ ( اُ ) پڇاڙيءَ وارن مذڪر اسمن جو عدد جمع ۾ روپ، ( اُ ) کي بدلائي ( اَ ) ڪرڻ سان ٺهندو آهي. جيئن تہ : پٽُ۔ پُٽَ. ٻارُ۔ ٻارَ. گهرُ۔ گهرَ. ساڳيءَ طرح ( اَ) ۽ ( اُ ) پڇاڙيءَ وارن مونث اسمن جو عدد جمع ۾ روپ، اسم جي آخري سُر کي ڪڍي، ان جي جاءِ تي اسم ۾ اون، پڇاڙي ڳنڍڻ سان ٺهندو آهي، جيئن تہ : زالَ۔ زالون. سسُ۔ سَسُون. عدد جمع ٺاهڻ جو اهو عام قاعدو آهي. پائر، پيئر وغيره روپ انهيءَ قاعدي جي خلاف آهن. حقيقت ۾ ڏٺو وڃي تہ عدد جمع ۾ انهن اسمن جا اهي ٻي قاعدي روپ، پراڪرت اپڀرنش جي عدد جمع جي روپن موجب ٺهيل آهن. پراڪرت ۾ ’پاءُ‘ جو عدد جمع آهي، ’پاپارا‘ ۽ ’پيءُ‘ جو عدد جمع آهي، ’پيئرا‘ انهن جي طرز تي پينر، مائر، نهر، ڏيئر، روپ بہ واهپي ۾ اچي ويا آهن. نہ فقط ايترو پر

اسين انهن ۾ عدد جمع جي باقاعدي روپ ناهڻ واري پڇاڙي (اون) لڳائي، وري ٻيا بہ عدد جمع ناهيون ٿا: پيئرون، مائرون، نهرون، ڏيئرون. انهن کان سواءِ انهن اسمن جا باقاعدي روپ: پيٽون، مائون، نهون، ڏيئون پڻ سنڌيءَ ۾ مروج آهن. انهن مثالن مان ظاهر آهي تہ سنڌيءَ پراڪرت اسمن موجب ٺهندڙ عدد جمع جا ڪجھہ روپ پاڻ وٽ اجا تائين محفوظ رکيا آهن.

(7) سنڌيءَ ۾ ڪجھہ اسمن پٺيان پڇاڙي لڳائي حرف جر جو مطلب ظاهر ڪيو وڃي ٿو اهو طريقو سنسڪرت ۽ پراڪرت ٻولين جو آهي، جيڪو اڄ تائين سنڌيءَ ۾ هلندو پيو اچي. مثال طور :

| سنسڪرت | پراڪرت | سنڌي |
|---|---|---|
| گرهي (گھر ۾) | گِهي | گھَر (گھر ا+) |
| ڳوشٺات (ڳوٺ مان) | گوناءَ، گونا | ڳوٺئون، ڳوٺان |
| | | (آئون، آن) |

جهوني سنڌيءَ ۾ حرف جري پڇاڙيون ضميرن ۾ اسمن جي عدد جمع وارن روپن ۾ پڻ لڳنديون هيون. اهو نمونو هاڻوڪي ٻول چال واري سنڌيءَ ۾ گھٽو ڪري ختم ٿي ويو آهي، مثال طور شاھہ لطيف جي ڪلام ۾ اهڙا روپ ملن ٿا، جن جو اڄڪلھہ واهپو ڪو نہ ٿو ٿئي. جيئن تہ – دوسنئان (دوسن + آن)، ڏاگھنئون (ڏاگھن + اون)، ڪُلھنئون (ڪلھن + اون)، هيجا (هيج + آ)، مونهان (مون + هان)، هُننئان (هنن + آن).

(8) سنڌيءَ ۾ اسين ضميرن کي پڇاڙينجي روپ ۾ اسم، حرف جر ۽ فعل ۾ لڳائي پڻ استعمال ڪندا آهيون. سنڌيءَ ۾ اها اهڙي خاصيت آهي، جيڪا ڀارت۔ پاڪ اپکنڊ جي ٻين ٻولين ۾ گھٽو ڪري ڪا نہ ٿي ملي. اهو طريقو ملتاني ۽ ڪشميري ٻولين ۾ پڻ ملي ٿو. پر جيترو گھٽو استعمال سنڌيءَ ۾ آهي، اوترو انهن ٻولين ۾ نہ آهي. مثال طور – پُٽس (هن جو پٽ)، سسٽس (هن جي سس)، ڀاڻهين (تنهنجو ڀاءُ، کيس (هن کي)، وٽس (هن وٽ)،

چيومانس (مون هن کي چيو)، لکيائينس (هُن هُن کي لکيو)، ڏنُئس (تو هن کي ڏنو).

(9) هاڻوڪين هند- آريائي ٻولين ۾ ڪرمڻي پريوگ گهڻو ڪري فعل معاون جي استعمال ذريعي ظاهر ڪيو ويجي ٿو. جيئن تہ چور پڪڙيو ويو. دشمن ماريا ويا. سنڌيءَ ۾ ڪرمڻي پريوگ جوڙڻ جو هڪ ٻيو بہ طريقو آهي. انهيءَ موجب مکيہ فعل جي ڌاتوءَ ۾ ڪرمني پريوگ ڏيکاريندڙ / اج /يا/ ج / نشاني لڳائبي آهي، جيئن تہ :

| ڪرتري پريوگ | ڪرمڻي پريوگ |
|---|---|
| هو ماري ٿو | هو مارجي ٿو |
| هو پڪڙن ٿا | هو پڪڙجن ٿا. |

هنن مثالن ۾ مارجي ۽ پڪڙجڻ فعلن ۾ /اِج / نشاني لڳل آهي، جيڪا ڪرمڻي پريوگ ڏيکاري ٿي. سنڌيءَ اهو طريقو سنسڪرت ۽ پراڪرت کان ورثي ۾ حاصل ڪيو آهي ۽ اجا تائين پاڻ وٽ سلامت رکيو آهي. ٻئي طرف ٻين آريہ ٻولين ۾ اهڙا روپ هاڻي ڪتب نٿا اچن. سنسڪرت ۾ ڪرمڻي پريوگ ناهڻ لاءِ فعل جي بنياد ۾ /ي / نشاني لڳائبي آهي، اها پراڪرت ۾ بدلجي / ايئہ / يا /اِج/ ۽ سنڌيءَ ۾ /اِج / يا / ج / ٿي آهي.

| سنسڪرت | پراڪرت | سنڌي |
|---|---|---|
| پيپَتي (پئجي ٿو) | پِيئجَئي | پيئجي |
| گِييَتي (ڳائجي ٿو) | گائِجئہ | ڳائجي |

سنسڪرت ۽ پراڪرت وانگر سنڌيءَ ۾ اسين فعل لازميءَ ۾ پڻ اهي پچاڙيون لڳائي سگهندا آهيون. اهڙن فعلن وارا جملا ڀاوي پريوگ جا مثال آهن. جيئن تہ سنسڪرت : جيويتي (جيئجي ٿو) ، پراڪرت: جيئجئي، سنڌي: جيئجي. سنڌيءَ ۾ ٻيا مثال آهن: هلجي، نچجي، ٻيهجي، وغيره.

(10) سنڌيءَ ۾ اسم مفعول (Past Participle) ناهڻ لاءِ فعل جي بنياد ۾ / ي / نشاني لڳائبي آهي. جيئن تہ پڙهيو لکيو ٻوڙيو پر سنڌيءَ ۾

ڪيترائي اسم مفعول اهڙا آهن، جن جا روپ / ي/ لڳائڻ سان ان ريت نٿا ٺهن. انهن کي بي قاعدي اسم مفعول چيو وڃي ٿو. حقيقت ۾ سنڌيءَ ۾ اها بي قاعدگي سنسڪرت ۽ پراڪرت جي آڳاٽن اسم مفعول جي روپن کي پاڻ وٽ سانڍي رکڻ ڪري پيدا ٿي آهي. هيٺ ڏنل ڪجهہ مثالن مان اها ڳالهہ صاف ظاهر آهي.

| سنسڪرت | پراڪرت | سنڌي |
|---|---|---|
| تپت | تَت | تتو |
| گيات | جاڻئہ | ڄاتو |
| لَبڌَ | لَڌ | لڌو |
| گهرشٿَ | گَٺ | گٺو |
| پڳنَ | پگ | پڳو |
| تُشٿَ | تُٺءِ | تُٺو |

سنڌيءَ ۾ اهڙن بي قاعدي اسم مفعولن جو تعداد اٽڪل ٻہ سؤ کن آهي. ٻين هند- آريائي ٻولين ۾ ان طرح جا بي قاعدي ٺهيل اسم مفعول هاڻي گهڻي قدر نٿا ملن.

(11) فعل متعدي ۽ فعل لازمي ۾ /اِب/ نشاني لڳائي سنڌيءَ ۾ ڪردنت ٺاهيا آهن. جيئن تہ : کائبو، هلبو وغيره اهڙا روپ ٻين ٻولين ۾ ورلي آهن، پر سنڌيءَ ۾ اهي سنسڪرت ۽ پراڪرت جي قاعدن موجب ٺهيل آهن. سنسڪرت جي / تويہ / پڇاڙي پراڪرت ۾ / تَو / ۽ سنڌيءَ ۾ /اِب/ ۾ بدلي آهي.

| سنسڪرت | پراڪرت | سنڌي |
|---|---|---|
| نرتِتويہ | نَچئو | نَچبو |
| شروتَويہ | سُڻئو | سُڻبو |
| هَنتويہ | هَڻئو | هَڻبو |

(12) ويا ڪرڻ جي جهونن روپن وانگر اسان جي سنڌي ٻوليءَ ويدن واري سنسڪرت، ڪلاسيڪل سنسڪرت، پراڪرت ۽ اپڀرنش جا ڪيترائي آڳاٽا لفظ پڻ هو بهو ساڳيءَ صورت ۾ يا ٿوري گهٽي تبديليءَ سان پاڻ وٽ سنجوئي رکيا آهن. هتي اهڙن لفظن جا ڪجهه مثال ڏجن ٿا: جيڪي سنڌيءَ ۾ تديوَ (ٿوري بدليل) صورت ۾ سلامت آهن.

| سنسڪرت | سنڌي |
|---|---|
| اَناسهہ | اَٽاسو |
| جوريہ | جهورُ |
| يوُت | جُوءِ (جاءِ) |
| وَلپَ | وَلهو |
| جنيہ | ڄڃ |
| اَنگارڪَ – وار | اڱارو |
| آدِتيہ – وار | آچر |

شاهہ لطيف جي ڪلام ۾ جهونا پراڪرت ۽ اپڀرنش لفظ، هاڻوڪي سنڌيءَ جي ڀيٽ ۾ گهٽي تعداد ۾ ملن ٿا.

ڪجهہ مثال ڏسو:

| سنڌي | پراڪرت | سنسڪرت |
|---|---|---|
| چِٿَ (چِتا) | چِٿَہ | چِتا |
| رَئي (چمڪ) | رئي | رچي |
| نيرَ (زنجير) | نِئرَ | نِگَڊِ |
| رانءُ (رسي، ڏاڳو) | راءُ | رَجُ |
| رائُرَ (حڪومت طرفان ٽئڪس) | رائُرَ | راجڪَرَ |
| ڏاءُ (ڏاتو) | ڏاءُ | ڏاتُو |

اوڙ (قطار)		اول		آولي

گجرات جي عالم آچاريہ هيمچندر (1088_1172ع) ديشي نام مالا، نالي تيار ڪيل ديشي لفظن جي ڊڪشنريءَ ۾ ڪيترائي ديشي لفظ ڏنا آهن، جيڪي ساڳئي يا ڪي قدر بدليل صورت ۾ اڄ پڻ سنڌيءَ ۾ ڪتب اچن پيا. جيئن تہ :

ڏونگر (ڊونگور)، مينڍا (وارن جون چڳون_ موڊو)، وانڍو (ڪنوارو_ ونٺو)، ڇوهہ (تيز وهڪ_ ڇوهو)، اوڍڻ (بدن کي ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو — اوڍڻ) سنڌيءَ ۾ رشتو ڏيکاريندڙ لفظ پڻ ٻين ٻولين جي ڀيٽ م وڏيڪ آهن. مٿي مائٽي ڄاڻائڻ لاءِ جتي اردو، هندي وغيره ٻولين ۾ ٻہ — ٽي لفظ ڪتب آڻڻا پون ٿا، اُتي سنڌيءَ ۾ هڪ لفظ استعمال ٿئي ٿو. مثال طور :

| سنڌي | هندي_ اردو |
|---|---|
| سؤٽ | چچيرا ڀائي |
| ماروٽُ | مميرا ڀائي |
| ماروٽَ | مميري بهن |
| ماساٽُ | موسيرا ڀائي |
| ماساٽِ | موسيري بهن |
| ڦڦاٽُ | ڦوڦيرا ڀائي |
| ڦڦاٽِ | ڦوڦيري بهن |
| نراٽوٽُ | نند کا لڙکا |
| ڏيروٽُ | ديور کا لڙکا |
| سيٽوٽُ | سَمڌي کا لڙکا |

ان طرح، پسون_ پکي، جيوَ_ جنت، جڙيون_ ٻوٽيون ۽ ٻيون ڪيتريون ئي شيون آهن، جن لاءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ خاص جدا جدا ۽ تز معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ ملن ٿا. انهيءَ جي ساک پليءَ پٽ (جامع سنڌي لغات) (سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ) جي پنجن ڀاڱن مان ملي سگهي ٿي. شاهہ لطيف

جي ڪلام ۾ بہ جهونن سنڌي لفظن ۾ ويا ڪرڻ جي آڳاٽن روپن جو اڪٿ ڀنڊار نظر اچي ٿو. ان تي الڳ مضمون ۾ روشني وڌي ويندي.

هن مضمون ۾ ڪجهہ مثال ڏيئي ٿوري ۾ اها حقيقت ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي تہ اسان جي سنڌي ٻوليءَ جو ڀارت – پاڪ اُپکنڊ جي آڳاٽين ٻولين (ويدن جي سنسڪرت، ڪلاسيڪل سنسڪرت، پراڪرت، اپڀرنش سان گهاٽو لاڳاپو آهي. ڪيترائي آڳاٽا لفظ ۾ ويا ڪرڻ جا روپ جيڪي هاڻوڪين ڀين هند- آريائي ٻولين مان گم ٿي ويا آهن، اهي سنڌيءَ اجا تائين پاڻ وٽ حفاظت سان سانڍي رکيا آهن. ان لحاظ ڪان اسان جي سنڌي ٻوليءَ کي مڙني هند- آريائي ٻولين ۾ گهٽي اهميت ڏني ويئي آهي.

(مهراڻ 1988/4ع)

# سنڌيءَ ۾ مرڪب لفظ

ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي

سنڌي ٻوليءَ جو بڻ-بنياد ۽ بناوت سمجهائڻ لاءِ سنڌ ۽ ڀارت جي عالمن ڳچ ڳالهه تحقيقي مقالا ۽ ڪتاب لکيا آهن. انهيءَ هوندي به سنڌيءَ ۾ 'لفظن جي رچنا' هڪ اهڙو موضوع آهي، جنهن تي جديد لسانيات جي اصولن مطابق تمام گهٽ لکيو ويو آهي انهيءَ ۾ به سنڌي مرڪب لفظن جي بناوت تي گهرائيءَ سان بلڪل نه سوچيو ويو آهي. سنڌي ٻوليءَ جا روايتي طرز جا لکيل وياڪرڻ جيڪي منهنجيءَ نظر مان نڪتا آهن، انهن مان ڪنهن به هڪ ۾ سنڌي لفظن جي رچنا صحيح نموني سمجهايل نه آهي. سنڌ جي عالمن ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا پهريون عالم آهي، جنهن سنڌي گرامر جي مسئلن هيٺ لفظ، سنڌي، ڌاتو ۽ مصدر وغيره موضوعن تي، جديد لسانيات جي اصولن مطابق بحث ڪيو آهي. انهيءَ ڏس ۾ سندس تازو شايع ٿيل ڪتاب 'سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس' هڪ ساراهه جوڳو اضافو آهي(1) . انهيءَ ڪتاب ۾ هن لفظن جي قسمن، بناوت، مرڪبن ۽ مرتب وغيره لفظن جي رچنا ۽ سنڌي صرفيات جي ٻين به پهلوئن تي ٿوري ۾ بحث ڪيو آهي.

غلام علي الانا، علي نواز جتوئي، نبي بخش بلوچ، سراج الحق ميمڻ ۽ ٻين ڪيترن ئي عالمن سان، سنڌ ۾ سچل بين الاقوامي ڪانفرنس جي موقعي تي ملاقاتون ٿيون، پر ساڻس اڪيلائيءَ ۾ ويهي، علمي موضوعن تي ويچارن جي ڏي وٺ ڪرڻ جو وجهه نصيب ٿي نه سگهيو. وري به شڪر آهي ٻاجهاري ڏٽيءَ جو، دلبرن جو ديدار ته ٿيو. سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظن جي وصف، لفظن جا قسم، مرڪب، مرتب ۽ ڊُهراءَ وارن لفظن جي بناوت، صرفيه ۽ صرف جي سمجهاڻي وغيره موضوعن تي غلام علي الانا جيڪي ڪجهه لکيو آهي، انهيءَ ۾ ڪيترن هنڌن تي سڌارن ۽ واڌارن جي ضرورت آهي، فرصت ۾ ساڻس گڏ ويهي، انهن سوالن تي ويچارن جي ڏي وٺ ڪرڻ جي گهڻي خواهش هئم، جيڪا پوري ٿي

---

(1) ڊاڪٽر غلام علي الانا: ''سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس'' ڄام شورو سنڌ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي، 1987ع.

نہ سگھي. انهيءَ ڪري هتي ٿوري ۾، سنڌي ٻوليءَ ۾ مرڪب لفظن جي بناوت بابت پنهنجا ويچار عالمن اڳيان رکان ٿو.

’سنڌي ٻوليءَ جي صرفي بناوت‘ (1) نالي پنهنجي ٿيسز ۾ مون سنڌي لفظن جي بناوت، قسمن ۽ ٻين واسطيدار سوالن تي وستار سان بحث ڪيو آهي. هتي انهن مڙني ڳالهين کي پيش ڪرڻ مشڪل آهي. انهيءَ ڪري هن مضمون جي محدود دائري ۾ فقط سنڌي مرڪب لفظن جي بناوت ۽ انهن جي مکيہ قسمن تي پنهنجا ويچار رکڻ منهنجو مقصد آهي.

**لفظن جا قسم**

بناوت جي لحاظ کان لفظن جا گهڻا قسم آهن، انهيءَ تي ويچار ڪرڻ کان اول اچو ڏسون تہ لفظ ڇا کي ٿو چئجي؟ سونهاري شاهہ لطيف جو هيءُ بيت ڏسو:

سائينم! سدائين ڪرين مٿي سنڌ سُڪارَ،
دوست! مِٺا دلدار! عالم سڀ آباد ڪرين.

ڪنهن کان بہ پڇبو تہ هن بيت ۾ گهڻا لفظ آهن، تہ هڪدم ڳڻي ٻڌائيندو تہ تيرنهن. انهيءَ مان ظاهر آهي تہ عام طور هرڪو ماڻهو انهيءَ روپ کي لفظ سمجهي ٿو جيڪو ڳالهائڻ ۾ الڳ اُچارجي ٿو يا لکڻ ۾ ٻئي روپ کان جدا لکيو وڃي ٿو. حقيقت ۾ ”لفظ“ جي سمجهاڻي ايتري آسان نہ آهي، جيتري هتي محسوس ٿئي ٿي. لسانيات جا ماهر ”لفظ“ جي اهڙي عام وصف اڃا تائين تيار ڪري نہ سگهيا آهن، جيڪا سڀني ٻولين جي لفظن سان لاڳو ٿي سگهي. انهيءَ ڪري هتي اسين لفظن جي وصف تي وستار سان بحث نہ ڪري ٿلهي ليکي چئي سگهون ٿا تہ ڪوبہ معنيٰ ڀريو روپ، جيڪو عام طور ڳالهائڻ ۾ اڪيلي سر اُچاري سگهجي ٿو تنهن کي ”آزاد روپ“ يا ”لفظ“ (Free form or word) چئجي ٿو. انهيءَ سمجهاڻيءَ موجب

(1) Jetley, Murlidhar K., Morphology of Sindhi (thesis in English), awarded Ph. D. in 1964, by Universiy of Poona. Pp.506.

هتي ڏنل بيت ۾ جيڪي تيرهن روپ استعمال ٿيا آهن، انهن ۾ هرڪو آزاد روپ يعني لفظ آهي.

هاڻي اچو تہ اِنهن لفظن تي وڌيڪ باريڪيءَ سان ويچار ڪريون. ڇا اِهي سيئي لفظ ساڳئي قسم جا آهن؟ ڇا اسين اِنهن سيني لفظن کي ننڍڙن معنيٰ ڀرين جزن ۾ ڀڃي سگهون ٿا؟ "سائينم"، لفظ جي ڀيٽ ڏيرم، سهرم، پُٽم، ڏيٽم سان ڪري، اسين خاطريءَ سان چئي سگهون ٿا تہ انهن لفظن ۾ آخري "-م" جو مطلب آهي- "منهنجو منهنجا"، ساڳئيءَ طرح، "سُڪار" لفظ جي ڀيٽ سُپٽ، سُڳنڌ، سُويل سان ڪري، اسين چئي سگهون ٿا تہ انهن لفظن ۾ "سُ-" جي معنيٰ "سُنو"، "دلدار" لفظ وانگر سنڌيءَ ۾ ٻيا لفظ آهن: جاگيردار، مٽيادار، ڀهريدار، لهٽيدار، وغيره. انهن جي آڌار تي اسين هتي "-دار" جزو ڀڃي الڳ ڪري سگهون ٿا. اهو "وارو" يا اسم فاعل جو مطلب ظاهر ڪري ٿو. انهن مثالن ۾ "-م"، "-دار" اهڙا ننڍڙا معنيٰ ڀريا جزا آهن، جيڪي ڳالهائڻ ۾ اڪيلي سر استعمال نہ ٿيندا آهن. اهي هميشہ ڪنهن لفظ جي آخر ۾ ڳنڍيل هوندا آهن. ساڳيءَ طرح "سُ-" بہ ننڍڙو معنيٰ ڀريو جزو آهي. جيڪو عام ڳالهائڻ ۾ اڪيلو نہ اُچاريو آهي. اهو هميشہ ڪنهن لفظ جي اڳيان ڳنڍيل هوندو آهي. ڪوبہ معنيٰ ڀريو روپ جيڪو عام طور ڳالهائڻ ۾ اڪيلي سر ڪتب نٿو اچي ۽ هميشہ ڪنهن لفظ ۾ ڳنڍيل جزو بڻجي اسعمال ٿئي ٿو تنهن کي "ٻَڌل روپ" (Bound form) چئبو آهي.

"سُ-" ۾ بہ آواز آهن-س +اُ؛ "دار" ۾ چار آواز آهن- دُ+آ+ر+اَ؛ "مِ" ۾ بہ آواز آهن-م +اِ. ساڳيءَ طرح، مٽي (م+اَ+ٽ+اي)، سِنڌ(س+اِ+ن+ڌ+اَ) وغير لفظن کي بہ انهن آوازن ۾ ڀڃي سگهجي ٿو جن مان اهي لفظ جڙيا آهن. پر انهن آوازن کي اڪيلي سر پنهنجي ڪابہ معنيٰ نہ آهي. اُهي جڏهن ڪنهن مقرر ترتيب ۾ اچن ٿا، تڏهن گڏجي ڪو معنيٰ ڀريو لفظ ٺاهين ٿا. ڪنهن بہ ٻوليءَ جي آوازي سرشتي ۾ ننڍو جزو آهي 'آواز' (Sound, Phone) . انهيءَ کي پنهنجي معنيٰ نہ هوندي آهي، پر

اُهو ڪنهن ترتيب ۾ اچي معنيٰ جو اظهار ڪندو آهي. ٻئي طرف، ٻوليءَ جي وياڪرڻي سرشتي ۾ ننڍي ۾ ننڍو معنيٰ ڀريو جزو آهي، ”صرف يا روپ“ (Morph) انهيءَ ڪي پنهنجي سر معنيٰ ضرور هوندي آهي. اُهو يا تہ آزاد هوندو آهي (جيئن تہ سنڌ، عالم، آباد) يا پرَوَس، (جيئن تہ سُ-، دار، مِ).

انهيءَ لحاظ کان چئبو تہ هتي ڏنل بيت ۾ جيڪي تيرهن لفظ ڪتب آيا آهن، اُهي صرفي بناوت جي خيال کان هڪ قسم جا نہ آهن. انهن ۾ هڪڙا لفظ اُهي آهن جيڪي هڪ صرف يا روپ مان ٺهيل آهن؛ ٻيا لفظ آهن جن کي ٻن يا وڌيڪ صرفن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هاڻي اچو ڏسون تہ انهيءَ بيت ۾ صرف يا روپ گهڻا آهن؟

(1) سائينم: (سائين+ م) = ٻہ صرف

(2) سدائين: (سدا+اِين) = ٻہ صرف

(3) ڪرين: (ڪر+اِين ”ضمير حاضر واحد“) = ٻہ صرف

(4) متي: (مَٿ+اي ”ظرف جي معنيٰ“) = ٻہ صرف

(5) سنڌ: (سنڌ) = هڪ صرف

(6) سُڪارَ: (سُ+ڪار+آ ”جمع جي معنيٰ) = ٽي صرف

(7) دوستَ: (دوست+اَ، حالت ندا جي معنيٰ) = ٻہ صرف

(8) مِٺا: (مِٺ+اَ ”حالت ندا جي معنيٰ“) = ٻہ صرف

(9) دلدارَ: (دل + دار+اَ حالت ندا) = ٽي صرف

(10) عالم: (عالم) = هڪ صرف

(11) سڀ: (سڀ) = هڪ صرف

(12) آباد: = (آباد) = هڪ صرف

(13) ڪرين: (ڪر+اين ”ضمير حاضر واحد“) = ٻہ صرف

انهيءَ طرح ڏسبو تہ هن بيت ۾ تيرهن لفظ آهن، پر چوويهہ صرف آهن. سنڌ، عالم، سڀ، آباد، اهي اهڙا لفظ آهن، جن ۾ هر هڪ لفظ، هڪ

صرف مان ٺهيل آهي. يڪ- صرف لفظ کي ”مفرد“ يا سادو لفظ“ (Simple word) چئبو آهي. ٻئي طرف اَهو لفظ, جنهن کي هڪ يا هڪ کان وڌيڪ پروس صرف (روپن) ۾ پيچي سگهجي, تنهن کي (مرتب لفظ Complex word) چئبو آهي.

هاڻي لفظن جا ڪجهه وڌيڪ مثال ڏسو: گهر ڏٽي, اُتر واءُ, خوشبو, ڏيڳي گاڏي, هردلعزيز, هرفن مولا. انهن لفظن کي ٻن يا ٻن کان وڌيڪ لفظن ۾ پيچي سگهجي ٿو: جيئن تہ گهر ڏٽي (گهر+ڏٽي= گهر جو ڏٽي)؛ اَتر واءُ (اُتر+واءُ=اُتر جو واءُ)؛ خوشبو (خوش+ بو= سٺي بو)؛ ڏيڳي گاڏي(ڏيڳي+ گاڏي= ڏيڳي جي گاڏي)؛ هردلعزيز (هر+دل+عزيز= هر هڪ دل جو عزيز)؛ هرفن مولا (هر+ فن+مولا= هر هڪ فن ۾ مولا يعني هوشيار). اهو لفظ جنهن کي هڪ يا هڪ کان وڌيڪ لفظن ۾ پيچي سگهجي, تنهن کي مرڪب لفظ (Compound word) چئبو آهي.

لفظن جي رچنا جو هڪ ٻيو قسم ڏسو: گهر گهر, هٿون هٿ, مِنائي ٻِنائي, ٿٽ ٿٽ, ڪڙڪڙ, ٿناٿٽ, ٻڪ ٻڪيو وغيره انهن لفظن ۾ بنيادي روپ يا لفظ جو هوبهو يا ڪي قدر تبديل سان دهراءُ آهي. ”گهر گهر“ ۾ ”گهر“ لفظ ٻہ دفعا آيو آهي. ”هٿون هٿ“ ۾ ”هٿ“ لفظ ڪي قدر تبديل سان ٻہ دفعا ڪتب آيو آهي. ”ٻڪ ٻڪيو“ ۾ ”ٻڪ“ لفظ کي ٻہ دفعا دُهرائي, پٺيان ”يو“ پڇاڙي لڳائي ويئي آهي. اهڙن لفظن کي دهراءُ وارا يا ”دهرايل لفظ“ (Reduplicated words) چئجي ٿو.

هتي بناوت جي لحاظ کان سنڌي لفظن جا جيڪي قسم ڄاڻايا ويا آهن, انهن کي چارٽ ۾ هيٺينءَ ريت سمجهائي سگهجي ٿو.



لفظن جي اندروني رچنا جو ابياس ڪرڻ لاءِ مفرد لفظن جي ابياس ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي يڪ-صرفيا لفظ آهن. انهن جي ابتڙ مشق لفظ اُهي آهن، جن جو ڇيد ٻن يا ٻن کان وڌيڪ صرفن ۾ ڪري سگهجي ٿو. اهي ڪنهن بنيادي صرف مان ڦُٽي نڪتا آهن.

(i) هڪدم ويجها جزا (Immediate Constituents)

ڪنهن بہ مشق لفظ جي رچنا ۾ جڏهن ٻن کان وڌيڪ جزا ڪتب آيا آهن، تڏهن انهيءَ جي صحيح ڍنگ سان رچنا سمجهڻ لاءِ ضروري آهي تہ ان کي ٻن هڪدم ويجهن جزن ۾ ڀيججي، جن مان ڪوبہ هڪ جزو يا ٻئي جزا وري وڌيڪ جزن ۾ ڀيجي سگهجن ٿا. هر هڪ لفظ جي رچنا ۾ ڪا مقرر ترتيب هوندي آهي، جنهن ۾ جوڙجڪ جون الڳ الڳ سطحون هونديون آهن.

انهن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ سان ئي لفظ جي صحيح رچنا جي تصوير چٽي ٿي بيهندي آهي. جزن جي فقط لسٽ ڏيڻ سان رچنا جي ترتيب معلوم ٿي نہ سگهندي. مثال طور، هيٺ ڏنل لفظن جي رچنا ڏسو:

”بيهوشي“ هڪ مرتب لفظ آهي، جنهن ۾ ٽي جزا يا صرف: بي+هوش+اِي. انهيءَ لفظ کي جڪڏهن هڪدم ويجهن جزن ۾ ڀيجبو تہ اهي آهن: بيهوش+اِي (هتي ”اِي“ پڇاڙي اسم ذات ڏيکاري ٿي. ان طرح، سڄي لفظ جو مطلب آهي ’بيهوش هئڻ جي حالت‘ ان بعد ”بيهوش“ کي بہ ٻن صرفن ۾ ڀيجي سگهجي ٿو. ’بي+هوش‘ (هتي ”بي“ اڳياڙي، ”ڪانسواءِ“ جو مطلب ظاهر ڪري ٿي، يعني ’هوش ڪانسواءِ‘. هن لفظ کي پهرين سطح تي ”بي+هوشي“ ۾ ڀيجڻ ٺيڪ نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ٻوليءَ جي رواج موجب سنڌيءَ ۾ ”هوشي“ غلط رچنا آهي. هن لفظ جي رچنا کي هيٺينءَ ريت ڏيکاري سگهجي ٿو:

بيهوشي= بي+هوش+اِي

2

1

(الف)_ خط لڪارايائينس: هن جملي ۾ ”لڪارايائينس“ مرتب لفظ آهي، جنهن جي رچنا هيٺينءَ طرح آهي:

(1) لڪارايائين+س (”س“ يعني هُن کي)

(2) لڪارايہ +اَئِين (_اَئِين يعني هُن)

(3) لڪارا+ را (”را“ ٻتو بالواسطہ صرف)

(4) لڪا+را (”را“ ٻتو بالواسطہ صرف)

(5)لڪ+آ(”آ“ بلواسطہ صرف)

هن مثال ۾ لڪارايہ — مشتق فعل-بنياد آهي، ”آئِين“ ۽ ”سِ“ ضمير متصل ڏيکاريندڙ صرف آهن.

هن لفظ جي صرفي رچنا کي چارٽ ۾ هيٺ ڄاڻايل طريقي سان سمجهائي سگهجي ٿو.

لڪ+آ +ا+يہ+اَئِين+سِ

5

4

3

2

1

(ب)_ نِهَٿيَاربندي (Disarmament) مرتب لفظ آهي، جنهن جي صرفي رچنا هيٺ ڏيکاريل نموني سمجهائي سگهجي ٿي. انهيءَ جي معنيٰ آهي_ ”هٿياربند هئڻ جي حالت تي بندش“.

نِهَٿياربندي_ هن ۾ ڇهہ صرف آهن:

نِ + هَٿِ + يا+ آر + بند + اِي.

(1) نِ + هٿياربندي(”ن“ ناڪاري معنيٰ)

(2) هِٿياربند+اِي(”اِي“ اسم ذات صرف)

(3) هِٿيار+بند (هٿيارن سان تيار ٿيل)

(4) هِٿيا+آر (اسم جي نشاني)

(5) هٿَ +يو(هٿي ”يو“ ڦري ”يا“ ٿيو آهي)

”هٿيار“ لفظ جي ويتپتي ڪيترين ڊڪشنرين ۾ هن ريت سمجهايل آهي: هٿ+يو. هندي، اُردو، راجستاني وغيره ٻولين ۾ ”هَٿِيا“ لفظ آهي، يعني اَها شيءِ جنهن کي هٿ سان جهلي ڪتب آڻجي. سنڌيءَ ۾ ان کي اسين ”هٿيو“ چوندا آهيون. هنديءَ ۾ ”هاٿ“ مان نهيل فعل ”هٿيانا“ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”هٿ ۾ ڪٽڻ، هٿ ڪرڻ“ ”هٿيا“ پٺيان ”آر“ صرف لڳل آهي، جيڪو سنسڪرت ”ڪار“ پڇاڙيءَ جو بگڙيل روپ آهي. جيئن تہ: ڪنپ+ڪار(سنڌيءَ ۾ ڪنپ+آر= ڪنيارُ ڪنڀر يعني جيڪو دلا وغيره ٺاهي ٿو)، لوهہ+ڪار (سنڌيءَ ۾ لوهہ+ آر= لوهار لُهر يعني جيڪو لوهہ مان برتن، اوزار وغيره ٺاهي ٿو). اِن طرح، هٿيار لفظ جي اشتقاقي معنيٰ آهي، اُها شيِ جنهن کي هٿ ۾ پڪڙي ٻئي کي مارڻ، زخمي ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻجي ٿو يعني اوزار، لٺ، بندوق، تلوار وغيره.

نِ+هٿِ+يا+آر+بند+اِي

5

4

3

2

1

(ت)_ هرفن مولا هڪ مرڪب لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”هر هڪ فن ۾ مولا، يعني اُستاد، هوشيار“ انهيءَ ۾ پهرين سطح تي هڪدم ويجها جزا آهن، هر فن +مولا. ”هرفن“ ٻن لفظن جي ميل مان ٺهيل آهي: هر+فن. هن مرڪب لفظ ۾ پهرين سطح تي فن ۽ مولا کي هڪدم ويجهن جزن جي صورت ۾ ليکڻ غلط آهي، ڇاڪاڻ تہ ٻوليءَ جي رواج موجب اها رچنا ڪانہ ٿي ملي.

هر+ فن+ مولا

2

1

(ث) بَڪ بَڪيو= بڪَ + بڪَيو. هتي ”بڪَ – بڪَ دهرايل لفظ آهي، جنهن ۾ ”يو“ پڇاڙي لڳائي مرتب صفت لفظ ٺاهيو ويو آهي.

هڪدم ويجهن جزن جي اصولن موجب، مشتق جي رچنا ۾ جدا جدا سطحون پرکڻ ئي صحيح طريقو آهي. انهيءَ کي ڌيان ۾ رکي، هاڻي اسين مرتب ۽ مرڪب لفظ جي تز وصف هن ريت ڏيئي سگهون ٿا.

**”مرتب لفظ“** (Complex word) اهو آهي، جنهن ۾ هڪدم ويجهن جزن مان گهٽ ۾ گهٽ هڪ جزو پَروس روپ آهي.

**”مرڪب لفظ“** (Compound word)اهو آهي، جنهن ۾ ٻئي هڪدم ويجها جزا آزاد روپ هوندا آهن.

مرتب لفظن جا اهڙا ٻه مثال سنڌيءَ ۾ ملن ٿا، جن جي رچنا ٻن پروس روپن مان ٺيل هوندي آهي، مثال طور: اٽاٽ (اَٽ+ اَٽ)، سَٽيو اَٽيو سٽائو ۽ اَٽائو. مرڪب لفظ ۾ جڏهن ڪو پروس روپ لڳائي ان مان ٻيو لفظ ٺاهجي ٿو تڏهن اهو مرتب ٿي پوندو آهي. جيئن تہ پنجٽيهہ (پنج+ٽيهہ) مرڪب لفظ آهي، پر ”پنجٽيهون“ مرتب لفظ آهي، ڇاڪاڻ تہ هتي پنجٽيهہ+اون هڪدم ويجها جزا آهن، جن ۾ ”–اون“ پروس روپ آهي. ”چوٽيءَ ڦل“ مرڪب لفظ آهي، جنهن ۾ هڪدم ويجها جزا آزاد روپ آهن: چوٽيءَ +ڦلُ. هتي ”چوٽيءَ“ مرتب لفظ آهي– ”چوٽي+ اَ“ (هتي ”اَ“ پڇاڙي حالت عام جي نشاني آهي).

صرف (Morph) ۽ صرفيو (Morpheme)

اسان ڏٺو تہ ٻوليءَ جي وياڪرڻي سرشتي ۾ ننڍي ۾ ننڍو معنيٰ ڀريو جزو آهي ”صرف“ اهو يا آزاد هوندو آهي جيئن تہ: هوا، باهہ، پاڻي، ها، نہ، يا پروس هوندو آهي جيئن تہ: (سُڪار) لفظ ۾ سُ؛ ”دلدار“ لفظ ۾ –دار. ٻوليءَ ۾ ڪجهہ صرف اهڙا بہ هوندا آهن، جن جي صورت ۾ ڪڏهن بہ تبديلي نہ ايندي آهي. مثال طور : هوا، ها، صاف، بہ. پر ٻيا گهڻي ئي صرف اهڙا آهن، جن جي صورت ۾ تبديلي پڻ ايندي آهي، جيئن تہ: راتيون“ اِن لفظ ۾ عدد جمع جي

پڇاڙي/ـاون/لڳائڻ کان اڳ ۾ رات جي صورت ڦري /راتيہ ـ/ٿئي ٿي. /ـ ڪو/پڇاڙي لڳائڻ سان ”رات“ جي صورت /ڦري/راتو ـ/ٿئي ٿي ـ ”راتوڪو.“ (پيٽيو: اَڄوڪو ڏينهوڪو هِندُڪو وغيره).

ان طرح هن مثال ۾ چئبو تہ ”رات“ هڪ صرفيو (Morpheme) آهي، جنهن کي ٽي صرف آهن: (1) رات: اَڻ ڦريل يا بنيادي صورت؛ (2) راتيہ: هيءَ صورت عدد جمع جي پڇاڙيءَ اڳيان اچي ٿي(راتيہ+اون= راتيون)؛ (3) هيءَ صورت ”ڪو“ پڇاڙيءَ اڳيان اچي ٿي (راتو+ڪو=راتوڪو)

ساڳيءَ طرح، اسمن جي ڦيري ۾ عدد جمع ڏيکاريندڙ پڇاڙي هڪ صرفيو آهي، جنهن جا جداجدا اسمن پٺيان لڳندڙ الڳ الڳ صرف آهن. جيئن تہ:

اَ ـ ڇوڪرو ـ ڇوڪرا (ڇوڪر+اَ )

اَ ـ پُٽ ـ پُٽَ (پٽ+اَ )

اون ـ زال ـ زالون، سَسُ ـ سسون(س+اون)

رات ـ راتيون (راتيہ+اون).

0 ـ ٻڙي پڇاڙي يعني جتي عدد جمع ڏيکاريندڙ ڪابہ پڇاڙي ڪانہ ٿي لڳي. ان کي ٻڙي صرف چئبو آهي.

ماڻهو ـ جمع ماڻهو (ماڻهو+0 =ماڻهو)

هاٿي ـ جمع هاٿي (هاٿي+0 = هاٿي)

سنڌي ٻوليءَ جي وياڪرڻي سرشتي جو وستار سان اڀياس ڪرڻ لاءِ اسان کي انهيءَ سرشتي ۾ صرفن جي سڃاڻپ ڪرڻي پوندي. ان بعد اهو فيصلو ڪرڻو پوندو تہ ڪهڙا صرف ڪهڙن صرفين جي اندر رکجن. صرفيو (Mrpheme)، ڪنهن ٻوليءَ جي وياڪرڻ ۾ اُهو معنيٰ ڀريو بنيادي ايڪو (Unit) آهي، جنهن جي ترتيبوار ورهاست تي ئي ٻوليءَ جي وياڪرڻي سرشتي جو مانڊاڻ منڊيل آهي.

سنڌي مرڪب لفظن جون خاصيتون

مرڪب لفظ جي وصف سمجهائيندي چيو يو آهي تہ هن قسم جي لفظ ۾ ٻئي هڪدم ويجها جزا آزاد روپ يعني لفظ هوندا آهن. هتي سوال ٿو پيدا ٿئي تہ پوءِ لفظي ميڙ (Phrase) ۽ مرڪب لفظ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ انهيءَ جي جواب ۾ هتي مرڪب لفظ جي بناوت جون مکيہ خاصيتون سمجهائجن ٿيون، جيڪي انهيءَ ڪي رواجي لفظي ميڙ ڪان علحدو درجو عطا ڪن ٿيون. هيٺ ڏنل مثال ڏسو:-

(1) هن جو "وڏو وات" آهي.

هو "وڏ واتو" آهي.

(2) اَج "وڏن ڦڙن وارو" مينهن پيو.

اَج "وڏڦڙو" مينهن پيو.

(3) هن جي "چڱائي ۽ ڀلائيءَ" جو احوال آيو آهي.

هن جي "چڱيلائيءَ" جو احوال آيو آهي.

انهن جملن ۾ "وڏو" "وات"، "وڏن ڦڙن وارو" ۽ "چڱائي" ۽ "ڀلائي"، لفظي ميڙ آهن، پر انهن مان نهيل "وڏ واتو"، "وڏ ڦڙو" ۽ "چڱيلائي"،- مرڪب لفظن جا مثال آهن. ان مان ظاهر آهي تہ مرڪب لفظ جي صرفي بناوت ۾ ڪي خاصيتون ضرور آهن، جيڪي انهيءَ ڪي ساڳين لفظن جي ميڙ ڪان الڳ ڪري بيهارين ٿيون.

سنڌيءَ ۾ مرڪب لفظن جي صرفي بناوت جون خاصيتون هتي ڏجن ٿيون. اهو ضروري نہ آهي تہ هر هڪ مرڪب لفظ ۾ اهي سڀ خاصخيتون ميسر هجن، پر هر هڪ مرڪب لفظ ۾ انهن مان ڪنهن بہ هڪ خاصيت جو هئڻ لازمي آهي. اهو ممڪن آهي تہ ڪنهن هڪ مرڪب لفظ ۾ ساڳئي وقت هڪ ڪان وڌيڪ خاصيتون ملن.

(1) لفظن جي اُچار ۾ ويجوڻي گهٽجڻ (Phonological Fusion)_

جڏهن ڳالهائڻ ۾ اسين لفظن جو اُچار ڪريون ٿا، تڏهن جدا جدا لفظن جي اُچار ۾ ڪي قدر ويڇوٽي هوندي آهي. مرڪب لفظ جي رچنا ۾ ڪتب آيل لفظن جي اُچار ۾ اُها وٿي گهٽجي ويندي آهي ۽ آواز جي زور (Stress) واري ترتيب ۾ بہ تبديلي ايندي آهي: مثال طور:

(i) هن کي ڏسي منهنجي ”دل خوش“ ٿي (لفظي ميڙ).

ٻولي ۾ ”دلخوش“ ٽاڪيز آهي (مرڪب لفظ).

(ii) هن جي ”صاف دل“ آهي (لفظي ميڙ).

هو ”صافدل“ انسان آهي (مرڪب لفظ).

**(2) لفظن جي صورت ۾ تبديل**

جن لفظن مان مرڪب لفظ ٺهندو آهي، انهن جي صورت ۾ اڪثر تبديل اچي ويندي آهي.

مثال طور:

(i) وڏائي +ننڍائي = وڏ ننڍائي

(ii) چڱائي + ڀلائي = چڱڀلائي

(iii) راجا+ڪمار = راجڪمار

(3) لفظن جي ترتيب ۾ پختائي-

مرڪب لفظن جي رچنا ۾ جيڪي لفظ اچن ٿا، انهن جي ترتيب، نحوي رچنا جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ پختي هوندي آهي. مطلب تہ انهن جي سلسلي ۾ ڦيرگهير ممڪن نہ آهي، مثلاً:

(i) تون ڀهريائين اَڇ ڀوءِ وڇ (جملو).

تون ڀهريائين وڇ ڀوءِ اڇ (جملو).

(ii) تون ايتري ”اڇ – وڇ“ ڇا لاءِ ڀيو ڪرين؟

هتي ٻئي مثال ۾ ”اڇ – وڇ“ مرڪب لفظ آهي، اُن ۾ لفظن جي ترتيب ٻوليءَ جي رواج موجب مقرر ٿي ويئي آهي. ان کي بدلائي، اسين ”وڇ-اڇ“ مرڪب

لفظ ناهي نہ سگھنداسين. ساڳيءَ طرح ”اُٺ-ويھہ“ کي بدلائي ”ويھہ-اُٺ“ چوڻ ٻوليءَ جي رواج موجب غلط آهي.

**(4) ڳنڍيندڙ لفظ گم ٿيڻ-**

نحوي رچنا ۾ ڪتب ايندڙ حرف جر يا حرف جملو مرڪب جي رچنا ۾ گم ٿي ويندو آهي،

مثال طور:

| لفظي ميڙ | مرڪب لفظ |
|---|---|
| پاپ يا پيچ | پاپ- پيچ |
| اِتي ۽ ڏڪر | اِتي ڏڪر |
| ديش مان نيڪالي | ديش نيڪالي |
| گنگا جو جل | گنگاجل |

(5) گردان ۾ ڦرندڙ لفظن جو نہ ڦرڻ-

گردان ۾ ڦرندڙ لفظ جڏهن مرڪب لفظ جي شروع ۾ اچن ٿا، تڏهن اُهي اڻ ڦرندڙ لفظ بڻجي پون ٿا. جيڪڏهن سمورو مرڪب لفظ اڻ ڦرندڙ (Indeclinable) آهي، تہ پوءِ ڦرندڙ لفظ چاهي مرڪب لفظ جي شروع ۾ هجي يا آخر ۾ هجي، اهو اڻ ڦرندڙ ٿي پوي ٿو.

ڍڳي گاڏي، ڍڳي گاڏيون، ڍڳي گاڏيءَ ۾ ڍڳي گاڏين ۾- انهن مثالن ۾ ”ڍڳي گاڏي“ هڪ مرڪب لفظ آهي، جنهن جا ٻئي جزا (ڍڳو+گاڏي) ڦرندڙ لفظ آهن. چاهي گاڏيءَ ۾ هڪ ڍڳو ٻڌل هجي يا ٻہ ڍڳا ٻڌل هجن، پر مرڪب لفظ ۾ پهريون جزو ”ڍڳو“، هميشہ حالت عام واري صورت ”ڍڳي“ اختيار ڪندو آهي. هيءُ مرڪب لفظ جڏهن جملي ۾ ڪتب اچي ٿو، تڏهن انهيءَ جو فقط آخري لفظ گردان ۾ ڦري ٿو. انهيءَ ڦيري جو اثر پهرئين جزي (ڍڳي) تي نٿو ٿئي.

هن غريب کي ”ناحق“ ڇو ٿو مارين؟

هو روز ”ٻوقتو“ گهمندو آهي.

انهن جملن ۾ ناحق(نہ+حق) ۽ ”ٻوقتو“ (ٻہ+ وقت) مرڪب لفظ آهن.
اِهي هتي صرف جو ڪم ڪن ٿا ۽ اڻ ڦرندڙ لفظ آهن، ان ڪري منجهن آيل لفظ ”حق“، ”ٻہ“ ۽ ”وقت“ جيڪي گردان ۾ ڦرندڙ آهن، اُهي مرڪب لفظ ۾ اڻ ڦرندڙ ٿي پيا آهن.

(6) لفظ جي جنس ۾ تبديل ٿيڻ

مرڪب لفظ جي شروع ۾ اچڻ تي لفظ جي جنس جو جملي جي ٻين لفظن تي ڪو بہ اثر نٿو ٿئي. ڪن حالتن ۾ جن لفظن ڪي ٻوليءَ ۾ جنس نہ آهي، انهن ڪي مرڪب لفظ جو جزو بڻجڻ تي جنس حاصل ٿئي ٿي. مثال طور، ”هٿ ڪڙي“ مرڪب لفظ آهي، جنهن ۾ پهريون اسم مذڪر ۽ ٻيو اسم مونث آهي. جملي ۾ انهيءَ جو ڦيرو آخري جزي جي جنس مطابق ٿئي ٿو.

مثال طور: هٿڪڙي، هٿڪڙيون، هٿڪڙيءَ ۾، هٿڪڙين ۾.

اچ- وڃ، لهہ- وچڙ مرڪب لفظ اَمر واحد جي فعلن مان ٺاهيا آهن.
اَمر جي صيغي ۾ فعل جنس مطابق نہ ڦرندو آهي، پر انهن جي ميل مان ٺهيل مرڪب لفظ اسم ٿي پون ٿا ۽ هميشہ جنس مونث ۾ هجن ٿا. جيئن تہ:

هن سڄو ڏينهن ”اچ - وڃ“ پئي ڪئي.

گهڻي ”لهہ-چڙهہ“ ڪندين تہ ٿڪجي پوندين.

(7) لفظ جو ڪلاس بدلجڻ

مرڪب لفظ جي رچنا ۾ اچڻ بعد، لفظ جو اصلوڪو ڪلاس گهڻو ڪري بدلجي ويندو آهي. مثال طور، اَچ-وڃ، لهہ چڙهہ مرڪب لفظن ۾ فعل بدلجي اسم مونث ٿيو آهي. ”ناحق“ مرڪب لفظ ۾ ظرف ۽ اسم جي ميل مان ٺهيل سمورو مرڪب لفظ ظرف ٿي پيو آهي.

(8) نحوي بناوت ۾ مفرد لفظ وانگر ڦرڻ

ٻن يا وڌيڪ لفظن جي ميل مان ٺهيل مرڪب لفظ جملي جي بناوت ۾ هڪ مفرد لفظ وانگر ڦرندو آهي ”ٻہ+آنا“ جي ميل مان مرڪب

لفظ ”ٻياني“ ٺهيو آهي. هتي آخري جزو ”آنو“ مذڪر آهي، پر مرڪب لفظ ۾ اهو مونث ٻڌجي ڦري ٿو. جيئن تہ:

ٻياني، ٻيانيون، ٻيانيءَ ۾، ٻيانين ۾.

”چار+ واٽون“ مان مرڪب لفظ ٺهيو آهي: ”چُوواٽو“. هتي ”واٽ“ اسم مونث آهي، پر مرڪب لفظ جي آخر ۾ اچڻ تي ڦري اسم مذڪر ٿي پيو آهي:

چؤواٽو، چؤواٽا، چؤواٽي تي، چؤواٽن تي.

(9) اصل لفظ جي معنيٰ ۾ تبديل

جن لفظن جي ميل مان مرڪب لفظ ٺهي ٿو، انهن لفظن جي اصلوڪي معنيٰ ڪان مرڪب لفظ جي معنيٰ ڪڏهن ڪڏهن بدلجي ويندي آهي. جيئن تہ:

”وڏو وات“ مان ٺهيل مرڪب لفظ ”وڏ واتو“

اصطلاحي معنيٰ ۾ ڪتب ايندو آهي، جيڪا آهي ”گهڻو ڳالهائيندڙ“ ”مک+چوسڻ“ مان ٺهيل ”مکِيچوس“ مرڪب لفظ جي معنيٰ آهي، ”ڪنجوس“، ”چور بازار“ جو اصطلاحي مطلب آهي ”اُها بازار جتي چوريءَ جو مال وڪامي ٿو“.

مرڪب لفظن جا قسم

سنسڪرت ۾ مرڪب لفظن کي ”سماس“ سڏيو ويو ويو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، ”اختصار يا ٿور اکرائي“. سنسڪرت ۾ سماسن جي ڪتب آڻڻ جو تمام گهڻو رواج آهي. ان ٻوليءَ جي ترتيب اهڙي آهي، جو ٽيهارو ڪن لفظ بہ پاڻ ۾ ملائي سماس ٺاهي سگهبو آهي پر پاڪ-پارت اُپکنڊ جي هاڻوڪين ٻولين ۾ مرڪب لفظن جو واهپو گهڻو گهٽجي ويو آهي ۽ عام طور ٻن لفظن کان وڌيڪ لفظ، مرڪب لفظ ۾ نہ ايندا آهن. ٽن-چئن لفظن جو تعداد تمام گهٽ آهي. سنڌيءَ ۾ بہ ٻن لفظن وارا مرڪب لفظ گهڻيئي ملن ٿا. مون سنڌيءَ ۾ ڏهاڪو هزار مرڪب لفظ گڏ ڪيا آهن، جن کي جدا جدا

ڪلاس ۾ ورهايو ائُمر. هتي اُهي سڀ قسم ڏيڻ مشڪل آهي، انهيءَ ڪري فقط نموني طور مکيہ قسم هتي ڏجن ٿا.

مرڪب اسم (Compound Nouns)

(1) اسم + (ڳجهو حرف جر) +اسم = مرڪب اسم

هن قسم جي مرڪب اسم ۾ پهريون اسم هميشہ گردان جي عام صورت ۾ هوندو آهي. نحوي رچنا ۾ ان جي پٺيان ”ڪو“ حرف جر هوندو آهي، جيڪو مرڪب لفظ ۾ نڪري ويندو آهي. مرڪب لفظ جو ٻيو جزو بہ اسم هوندو آهي. جيڪو نحوي رچنا ۾ حرف جر ذريعي پهرئين اسم سان لاڳو رکندڙ هوندو آهي.

چندنَ چورو (چندن جو چورو)

اُٺَر واءُ (اُٺر جو واءُ)

چوٽيءَ ڦُل (چوٽيءَ لاءِ ڦُل)

راهہ خرچ (راهہ لاءِ خرچ)

ڏِڳي ڳاڏي (ڏِڳي جي ڳاڏي)

هنن مرڪب لفظن ۾ ڪڏهن ڪڏهن جزن جي اصلوڪي صورت ۾ ڪجهہ تبديلي بہ اچي ويندي آهي. راجڪمار (راجا جو ڪمار)؛ لکاپتي (لکن جو پتي يعني مالڪ)؛ گهڙامنجي (گهڙي يا گهڙن لاءِ منجي).

(2) اسم + (ڳجهو حرف جملو ”۽“) + اسم = مرڪب اسم دال روٽي (دال ۽ روٽي)؛

مڇي ماني (مڇي ۽ ماني)؛ آبهوا (آب ۽ هوا).

(الف) ٻن همر۔ معنيٰ اسمن مان ٺهيل مرڪب اسم:

ڪپڙو لٽو مارڪٽ، جن-ڀوت، ٻار ٻچو ٽوٽو ڦيٽو ڪم ڪار، مٽي مائٽي، ڌن دولت، سار سنڀال، هلت چلت، ريت رسم، ڪن ڪچرو شان شوڪت، عيش آرام.

(ب) اُبتڙ معنيٰ وارا بہ لفظ:

گهٽ وڌ، لاهي چاڙهي، ڏيتي ليتي، هارجيت.

(ٻ) ويجهيءَ معنيٰ وارا ٻہ لفظ:

اَن-جل، ڏاٽوپاٽي، هيرا جواهر، هار سينگار، لاڏڪوڏ، چنڊچاڻ، مان تول، روڪ ٽوڪ، گهر گهاٽ.

(پ) امر واحد صيغي جا ٻہ لفظ:

ڏي وٺ، اُٿ ويهہ، اَچ وڃ، لهہ چڙهہ

(ڀ) ٻہ مصدر:

اُٿڻ ويهڻ، لهڻ چڙهڻ، لڪڻ پڙهڻ، رلڻ پنڻ

(ت) ٻہ اسم مفعول:

ڪاڏو پيتو، اڏي ڪُٽي، اُٿي ويٺي، رڌو پڪو.

(3) اسم (ڳجهو حرف جملو "يا") اسم= مرڪب اسم

نفعو نقصان (نفعو يا نقصان)

پاپ پيچ (پاپ يا پيچ).

(4) صفت+ اسم= مرڪب اسم:

خوش بو، بدبو، جوان مرد، مهاپرش (مهان+پرش)، خوشخبري (خوش+خبر)، مهاتما (مهمان+آتما)، ستوگڻ (ست+گڻ)

(5) صفت + صفت = مرڪب:

ڪتمنو (ڪتو+منو)

(6) اسم+اسم= مرڪب اسم (پهرئين لفظ سان پيٺ):

گهنشيام (گهن يعني بادل وانگر شيام يعني سانورو):

چندر مکہ (چندر يعني چنڊ جهڙو مکہ يعني منهن):

پراڻ پيارو (پراڻن جهڙو پيارو)

پيل پائو (پيل يعني هاٿي، هاٿيءَ جي ٽنگ جهڙو پائو).

(7) اسم+ اسم= مرڪب اسم (ٻئي لفظ سان پيٺ).

چرڻ ڪمل (ڪمل گل وانگر ڪومل چرڻ)

ڪرڪمل (ڪمل گل وانگر ڪومل ڪَرَ يعني هٿ)

(8) اسم+اسم = مرڪب اسم (ڳجهي پيٽ يا اِستعارو)
پوَ ساگر (پوَ معنيٰ دنيا، دنيا روپي ساگر)
گرديو (گروءَ جي روپ ۾ ديوتا)
ڪرم ٻنڌن (ڪرم جي روپ ۾ ٻنڌن؛ ڪرم ئي ٻنڌن آهن).
(9) اسم+ فعل ڌاتوءَ مان نڪتل پروس روپ= مرڪب اسم؛
پيچ ڪش (پيچ کي ڪشيندڙ)
مکيچوس (مک کي چوسيندڙ؛ اصطلاحي معنيٰ ڪنجوس)
ڳنڊيچوڙ (ڳنڊ کي چوڙيندڙ)
ڳنڊيڪپ (ڳنڊ کي ڪپيندڙ)
سنگتراش (سنگ يعني پٿر کي تراشيندڙ)
ڪاٺڪُٽو (ڪاٺ کي ٽڪُيندڙ؛ هڪ قسم جو پکي)
(10) عددي صفت + اسم= مرڪب اسم:
يڪتارو يعني هڪ تار وارو ساز)
چؤ راهو(چئن راهن وارو هنڌ)
ٻيا مثال: ٽڪنڊو، ٻياني، ٻپهري، سئوپيري، چوماسو ڏُپٽو، چوديواري، ٽِپائي، پنجاب
(11)ناڪاري ظرف+اسم يا صفت = مرڪب اسم:
ناستڪ (نہ+آستڪ) يعني جنهن ماڻهوءَ جو پرماتما جي هستيءَ ۾ وشواس نہ آهي؛ مڃڏ يا مڃڏو (م+ چڏيندڙ)؛ نالائق (نہ+لائق). هتي ان ڳالهہ جو ڌيان رکڻ گهرجي تہ (نہ، نا، م) اِهي ناڪاري معنيٰ ڏيکاريندڙ ظرف آهن. اهي آزاد روپ يعني لفظ آهن. پر اَنا، اَڻهوند لفظن ۾ ”اَ، اَن“ اڳياڙيون آهن، جيڪي پروس روپ آهن. اِنهيءَ ڪري اُنهن سان ٺهيل لفظ مرتب ليکبا ۽ نہ ڪہ مرڪب.
(12) اسم+ (ڳجهو صفت لفظ) + اسم= مرڪب اسم

شيش محل (شيشي جو ٺهيل حال)، کنڊ پڳڙا(کنڊ چڙهيل پڳڙا يا کنڊ جا ٺهيل پڳڙا)، ڏهي وڙا (ڏهيءَ ۾ ٻڏل وڙا)، ڳُڙ ڏاٽي (ڳُڙ چڙهيل ڏاٽي يعني اناج)، انهن مرڪب لفظن ۾ ٻن اسمن جي وچ ۾ لڪل صفت لفظ هوندو آهي، جيڪو مرڪب لفظ کي پيچڻ بعد ظاهر ڪري لکبو آهي.

ٻيا مثال: ٽِڙ پاپڙي، سورج گهڙي، ميڻ بتي، آگ گاڏي، ڪنَ رس.

مرڪب صفت لفظ

(1) صفت +اسم= مرڪب صفت:

صافدل (اِنسان)= صاف آهي دل جنهن جو اُهو (اِنسان).

خوبصورت (عورت) = خوب آهي صورت جنهن جي اُها (عورت)

وڏ ڦڙو (مينهن) = وڏا آهن ڦڙا جنهن جا اُهو (مينهن)

ڳاڙهڳٽو (ڇوڪر)= ڳاڙها آهن ڳٽا جنهن جا اُهو (ڇوڪرُ)

(2) اسم+ صفت= مرڪب صفت

جڳ مشهور (ڳالهہ) = جڳ ۾ آهي مشهور جيڪا اُها (ڳالهہ).

زرخريد (ٻانهو)= زر سان آهي خريد ڪيل جيڪو اُهو (ٻانهو).

(هنن مثالن ۾ وچ ۾ حرف جر ڳجهو آهي، جيڪو مرڪب لفظ پيچڻ بعد ظاهر ٿئي ٿو).

(3) اسم+ اسم = مرڪب صفت:

رت ورنو (رت جهڙو آهي ورن جنهن جو اُهو).

سون ورنو (سون جهڙو آهي ورن جنهن جو اُهو).

مومدل (موم وانگر نرم آهي دل جنهن جي اَهو).

ڪلمڪہ (ڪِل آهي مُکہ تي جنهن جي اُهو)

ننڊا ڪڙو(ننڊ آهي اکڙين ۾ جنهن جي اُهو).

(4) صفت+ صفت= مرڪب صفت

ڪٺمنڙو (ڪٺو ۽ منو آهي جيڪو اُهو).

چڱو ڀلو (چڱو ۽ ڀلو آهي جيڪو اُهو).

(5) اسم + اسم مفعول= مرڪب صفت

ميندي‌ءَ رتو (ميندي‌ءَ سان آهي رتل جيڪو اُهو).

ماڪَ ڀنو (ماڪ سان آهي ڀنل جيڪو اُهو).

منَ گهريو (من سان آهي گُهربل جيڪو اُهو).

(6) ناڪاري ظرف +اسم= مرڪب صفت

نِپاڳو (نہ ٿئي ڀاڳ جنهن جو اُهو)

نِپُٽو (نہ ٿئي پٽ جنهن کي اُهو).

نامُراد (نہ ٿئي مراد پوري جنهن جي اُهو).

نِنانئون (نہ رهي نانءُ جنهن جو اُهو).

(7) ناڪاري ظرف+ صفت = مرڪب صفت

ناچڱو (نہ آهي چڱو جيڪو اُهو).

نروڳي (نہ آهي روڳي جيڪو اُهو).

(8) عددي صفت+ عددي صفت= مرڪب عددي صفت

گهڻا انگ مرڪب صفت لفظ آهن، جيئن تہ:

ٻاويهہ(ٻہ+ ويهہ)، ڇاهتر (ڇهہ+ستر)، اَٺانوي (اَٺ+نوي)، نوانوي (نو+نوي)، ”اوڻو“ جي معنيٰ آهي گهٽ. اِهو لفظ ڏهائيءَ وانگر انگن ۾ لڳائي مرڪب صفت لفظ ٺاهجن ٿا. مثال طور، اوڻٽيهہ، اُڻهتر (اوڻو+ستر) اوڻهٺ (اوڻو+سٺ).

(9) عددي صفت+ (يا حرف جملو ڳجهو) + عددي صفت= مرڪب عددي صفت.

ٻہ چار (ٻہ يا چار)؛ ست_اَٺ (ست يا اَٺ).

مرڪب ضمير

سنڌي ٻوليءَ ۾ مرڪب ضمير لفظن جا مثال تمام گهٽ آهن، جيئن تہ: سڀڪو (سڀ= ڪو)، هرڪو (هر+ڪو)، جيڪو (جو+ڪو).

مرڪب ظرف

جملي ۾ ظرف جو لاڳاپو فعل سان هوندو آهي، جڏهن ڪو به مرڪب لفظ جملي ۾ ظرف جو ڪم ڪري ٿو تڏهن انهيءَ کي ”مرڪب ظرف“ چئبو آهي. هن قسم جا مرڪب لفظ هميشه اَوڪاري يعني اڻڦرندڙ هوندا آهن.

مرڪب ظرف جا ڪجهه مثال هن ريت آهن:

(1) ٻه اسم حرف جر جي پڇاڙيءَ سان= مرڪب ظرف.

دليئون جانيئون (دل ۽ جان سان)؛

واتين ويٽين (وات جي ويڻ سان يعني زباني طور)؛ ٻارين ٻچين (ٻارن ۽ ٻچن سان)؛ هنڌين ماڳين(هر هڪ هنڌ ۽ ماڳ تي)

(2) اسم مفعول+اسم= مرڪب ظرف

بيٺي پير(بيٺو+ پير يعني بيٺل حالت ۾ ئي، جلدي)

(3) اسم+ اسم مفعول= مرڪب ظرف

سج لٿي (سج جي لهڻ تي)

واٽ ويندي (واٽ تان ويندي)

(4) عددي صفت +اسم= مرڪب ظرف

هڪ دم(هڪ+دم)، يڪجاءِ (يڪ+جاءِ)

(5) ضمير+اسم=مرڪب ظرف

هر روز (هر روز تي)، هردم (هردم ۾)

(6) ظرف+ظرف= مرڪب ظرف

جيئن تيئن، اڳي پوءِ، هيٺ مٿي

(7) صفت + اسم= مرڪب ظرف وڏي واڪي(وڏي واڪي سان)

(8) ڪردنت+ڪردنت = مرڪب ظرف

ايندي ويندي، نچندي ٽپندي، جاڻي ٻجهي، ڏسي وائسي، ڪائي پي.

(9) اڻڦرندڙ لفظ +اسم= مرڪب ظرف

ناحق(نه+حق: حق کانسواءِ اَجايو)

يٿاشڪتيءَ (يٿا+شڪتي:طاقت موجب)

### ٽن لفظن مان ٺهيل مرڪب لفظ

سنڌيءَ ۾ ٽن لفظن مان ٺهيل مرڪب لفظ تمام گهٽ آهن، ڪجهه مثال هن ريت آهن:

هر فن مولا، هر دل عزيز، هرديگي چمچو، تن من ڌن، وڏيءَ دل داتا، آمر لال سائين، جئجئڪار، جل ٿل واسي.

ڪيترائي سنڌي نالا (اسم خاص) ٽن لفظن مان ٺهيل مرڪب اسم هوندا آهن. جيئن ته، سترامداس (ست+رام+داس)، جئرامداس (جئه+رام+داس)، هرنامداس (هر+نام+داس)، گڻيشانند (گڻ+ايش+آنند)، پيتامبرلال (پيت+آمبر+لال).

### ڊُهرايل مرڪب لفظ (Reduplicated Compound words)

ڊُهرايل لفظن جي رچنا عام رواجي لفظن کان علحدگي آهي. اهي مرتب هوندا آهن، (جيئن بڪبڪيو يا ڦتڦتي مرڪب هوندا آهن. ڊُهرايل لفظ ۾ بنيادي لفظ سمورو يا انهيءَ جو ڪو حصو ڊُهرايو ويندو آهي. اُهو ڊُهراءُ بنيادي روپ جي اڳيان يا پٺيان، اندروني تبديل سان گڏ يا انهيءَ ڪانسواءِ، يا ڊُهراءَ جي وچ ۾ ڪو ظرف وجهڻ سان گڏ هوندو آهي، ڊُهرايل مرڪب لفظن جا مکيه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

1ـ بنيادي لفظ جو سمورو ڊُهراءُ (تبديل ڪانسواءِ) گهڙيءَ گهڙي، طرحين طرحين، قسمين قسمين، واهه واهه، پل پل، ڇَٽ، ڇَٽِ، ڀُڄُ ڀُڄُ، مان مان.

2ـ بنيادي لفظ جو سمورو ڊُهراءُ تبديل سان گڏ:

هٿون هٿ، ڏينهون ڏينهن، واتون وات، لبالب، زوران زور، ويران وير، منهان منهن، ڏوڪ ڏوڪان، دوس دوسان، ڇئه-ڇاءُ، گس گساءُ ماراماري، گرما گرم، گڏوگڏ يڪا يڪ.

3ـ بنيادي لفظ جو سمورو ڊُهراءُ وچ ۾ ظرف سان گڏ:

وقت بہ وقت، دربدر، رنگ برنگي، پيڙهي در پيڙهي.

4ـ سموري ڊُهراءُ ۾ پٺيان ڊُهرايل روپ ۾ اندروني تبديل ڪرڻ:

ڏٽي ڏوٽي، جاچ جوچ، چيڙ چاڙ، ٽينپر ٽانپر، ناچ-نوچ، ٽيڪ ٽاڪ، سادو سودو.

5- اَڳپورو ڌُهراءُ ڪرڻ (ٻئي نمبر لفظ جي شروعات ۾ ”ٻ“ وينجن وجهڻ سان).

منائي ٻنائي، شربت ٻربت، پاپڙ ٻاپڙ.

6- بنيادي لفظ کي اهڙي طرح ڌُهرائڻ جو اهو ساڳئي بنيادي لفظ جي وينجن سان شروع ٿئي يا اُهو بنيادي لفظ جي آخري حرف سان ٽُڪ ملائي ختم ٿئي. ان طرح ڌُهرايل روپ ٻوليءَ ۾ اڪيلو ڪتب نه ايندو آهي.

(الف) ديوان دڙو، مهمان مڙو، ننڊو نيٽو، تيوڻ تلهو، ڏنڊو ڏاڙي، نڪر نوبر، چور چڪار، ٻوڙ ٻاڙي، چني چپاٽي، ڀاڄي ڀُتي، ڇڙو ڇانڊ، ڳجهه ڳوهه، وهٽ وانو.

(ب) پڪوڙو ڏڪوڙو، پچا ڳاچا، ڏٿو مُٿو، سوٽو موٽو، ٻڪ شڪ، يٽ شٽ، وڻ ٽڻ.

7- بنيادي لفظ اڳيان اٽپورو ساڳيءَ طرز وارو ڌُهرايل روپ رکڻ:

آمهون سامهون، آس پاس، اوسي پاسي، تڙتڪڙ، حالو چالو لاءُ لشڪر.

ڌُهرايل لفظن کي سنڌيءَ ۾ ٻٽا لفظ به چئبو آهي. اهڙن لفظن جي استعمال سان عبارت سياويڪ ٻول چال وارو رنگ وٺي بيهندي آهي. شمس الدين بلبل جي نثر ۾ ان طرح اصطلاحي ٻوليءَ جا مثال گهڻا ملن ٿا.

مرڪب لفظن جي استعمال سان ٻوليءَ کي هڪ نرالي نزاڪت حاصل ٿئي ٿي. انهيءَ جي ثابتي شاهه لطيف جي ڪلام مان بخوبي ملي ٿي. لاکيڻي لطيف مرڪب لفظ جو اهڙو ته جوڳو استعمال ڪيو آهي، جو ٻوليءَ کي هڪ اَنوکي سونهن عطا ٿي ويئي آهي. ڪجهه مثال ڏسو:

(1) سون ورنيون سوڊيون، رڀي رانديون ڪن. (مومل راڻو)

(2) وهسن واڙيءَ ڦل جنءَ، محبتي مچ لاءِ (يمن ڪلياڻ)

(3) عاشق زهر پياڪ وهه پسئو وهسن گهڻو. (سر ڪلياڻ)

(4) سجڻ مان اچي، ڪَرَ لاهو ٿي ڪڏهم (يمن ڪلياڻ)

(5) آڻي اُتر واءُ مو کيءَ مٽ اُپٽئا (يمن ڪلياڻ)

(6) سجڻ سوپارو، پيچ پنيءَ گهر آئيو (سر ڪنيات)

(7) وڏ ڦڙو ۽ واءُ، ڪرهي ڪاڏو ڪوڙئو (سر ڪنيات)

(8) وليون واس ورنيون پهريون مٿي پٽ (سر ڪنيات)

(9) پاڙِهه آوءِ پيهي، كندِ كيڙائو آئيا (سر سريراڳ)

(10) چوڏس چنيسر ڄام جو، ڏِهه ڏِهه ڏهڪار. (ليلا چنيسر)

(11) تاڪر اکين ٺار مٽئي تي ٿي متين (ليلا چنيسر)

(12) اصل آهي اڳهين، سندو ڪوڙڪٽيون (ليلا چنيسر)

(13) پسو سُنهَ ساميءَ جي، رت ورنو روءِ. (مومل راڻو)

(14) هٽي حاڪمين ڪي، زور پريون زبرون (مومل راڻو)

(15) ڪائن ڪڳمارو ڪانئر پئو ڪِنو ٿئي. (سر ڪيڏارو)

(16) چوڏهيءَ ماهه چندِ جنءَ، پڙ ۾ پاڳڙياس. (سر ڪيڏارو).

هتي سنڌي مرڪب لفظن جي فقط هڪ جهلڪ ڏيکاري ويئي آهي. انهن جو وستار سان اڀياس مون ”سنڌي ٻوليءَ جي رچنا“ نالي پنهنجي لکيل ڪتاب ۾ پيش ڪيو آهي، جيڪو جلد شايع ٿيندو.

(مهراڻ 4_1990ع)

## عربي-سنڌي رسم الخط جي ابتدا لاءِ ويچار

ڊاڪٽر غلام علي الانا

سنڌي زبان، دنيا جي ٻين زبانن وانگر هميشہ ۽ هر دور ۾ تحقيق ۽ تجسس جو موضوع رهي آهي. هر دور جي عالمن ۽ ودوالن، سنڌي زبان جي مختلف موضوعن تي کوجنا پئي ڪئي آهي. تحقيق مان معلوم ٿو ٿئي تہ قبل مسيح ۾ آيل چيني سياحن کان وٺي پوءِ جيڪي بہ ماهر ۽ ودوان وادي سنڌ ۾ پهتا، انهن سنڌ جي ماڻهن، انهن جي ثقافت، رهڻي ڪهڻي، معاشي ۽ معاشرتي حالتن ۽ ٻوليءَ جي باري ۾ پنهنجا رايا ضرور ڏنا آهن. اهو سلسلو هر دور ۾ جاري رهيو آهي.

سنڌي ٻولي جيئن تہ قديم زماني ۾ روزمره جي استعمال، وڻج واپار، لوڪ ادب ۽ عوام جي وهنوار ۾ مروج ٻولي رهي آهي، انهيءَ ڪري سنڌ جي سماجي زندگيءَ تي سنڌي ٻولي بہ اثر انداز رهندي آئي آهي. سڀ کان وڏي ڳالهہ هيءَ آهي تہ قديم زماني کان وٺي هن ٻوليءَ کي هڪ ۽ هڪ کان وڌيڪ رسم الخط حاصل رهيا آهن، جنهن ڪري هيءَ ٻولي سدائين لکيل صورت ۾ رهندي آئي آهي، جنهن ڪري هيءَ ٻولي زندهہ ٻولين ۾ شامل رهي آهي ۽ هميشه زنده رهندي . لکڻ واري صلاحيت حاصل ڪرڻ سبب، هن ٻوليءَ پنهنجي سماج جي قدرن ۽ ان ۾ جيڪي تبديليون ايندڙيون رهيون آهن، تن کي رڪارڊ طور محفوظ رکيو آهي، مون پنهنجي هڪ مقالي بعنوان ”سنڌي لسانيات، صوتيات، لغت ۽ گرامر تي ٿيل تحقيق ۽ اشاعت ۾ عرض ڪيو هو:

”سنڌيءَ ٻوليءَ جي اپياس اندر سنڌ جي معاشي، معاشرتي زندگي، ذهني ۽ فڪري ترقيءَ جي تصوير چٽي نظر ايندي آهي. سنڌي ٻولي هڪ سماجي قوت، علم ۽ عقل جو اٿاهہ مهاساگر، لغت، معنيٰ ۽ علم ادب، خيالن ۽ اظهار جو هڪ گنج آهي، ٻين انساني ٻولين وانگر، هيءَ ٻولي بہ ڪنهن هڪ ماڻهوءَ، ڪنهن هڪ عالم يا ڪنهن هڪ ماهر يا استاد ويهي ڪانہ ٺاهي آهي، پر ٻين انساني ٻولين وانگر، هيءَ ٻوليءَ بہ قدرت طرفان عطا ٿيل آهي، ۽

هيءَ ٻولي سنڌ جي ڌرتي ۾ پيونءَ سان گڏ وجود ۾ آئي ۽ جڳان جڳ جيئندي، ترقي ڪندي، منزلون طي ڪندي، مقابلن کي منهن ڏيندي، سختيون سهندي، ساٿيهہ سان گڏ ساهہ کڻندي، اڳتي وڌي رهي آهي، ۽ وڌندي رهندي، ۽ انهيءَ لحاظ سان هن جون پاڙون سنڌي سماج ۽ سنڌ جي ڌرتيءَ اندر ايتريون تہ اونهيون کُتل رهيون آهن، جن کي اکوڙڻ ۽ پٽي ڪيڻ مشڪل ڪم ۽ ناممڪن ڪوشش آهي. هيءَ ٻولي هر زماني ۾، عوامي ٻولي رهندي آئي آهي ۽ روزمرهہ جي ماحول ۾ سدائين مروج، سدائين جاري ۽ استعمال واري ۽ سندس حيثيت مواتر ۽ مقام هر زماني ۾ سدائين مجيل ۽ موثر رهيو آهي. ٻين لفظن ۾ هيئن چئبو تہ سنڌي ٻوليءَ جوسرچشمو سدائين عوام ئي رهيو آهي." (1)

سنڌي ٻوليءَ جي تاريخي ارتقا جي سلسلي ۾ اهو بہ عرض ڪيو ويو هو تہ سنڌي ٻولي قديم سنڌ ۾ ، اسلام جي آمد کان بہ گهڻو اڳ، عوام جي روزمرهہ جي زندگيءَ ۽ وهنوار ۾ ڪم ايندڙ ۽ روزانہ استعمال ۾ ايندڙ زبان هئي، جنهن ۾ ڳالهائڻ ٻولهائڻ کانسواءِ واپار ۾ تاجر پنهنجو ليکو چوکو لکت ۾ رکندا هئا ۽ دڪانن تي وکرن ۽ وٿن جا نالا بہ پنهنجي ماحول ۾ مروج رسم الخط ۾ لکندا هئا، ان زماني ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لکت لاءِ مختلف رسم الخط ڪم ايندا هئا، جن جو ذڪر ۽ نالا ڏار ڏار مقالن، مضمونن ۽ ڪتابن ۾ ملن ٿا.

هن سلسلي ۾ موهن جي دڙي واري لکت جي باري ۾ جيستائين ڪا آخري راءِ، ثبوتن ۽ دليلن سان ظاهر ٿئي، تيستائين سنڌ ۾ رسم الخط جا ٻيا ڪئين نالا ۽ ڪي نمونا پڻ مليا آهن (2)، جن ۾ برهمي ۽ کروشٽيءَ کانسواءِ

---

(1) غلام علي الانا، ڊاڪٽر: ”سنڌي لسانيات، صوتيات، لغت ۽ گرامر تي ٿيل تحقيق ۽ اشاعت“، سماهي مهراڻ ڇام شورو، سنڌي ادبي بورڊ 1983ع

(2) Stack, G, “Grammar of Sindhi Language also see: Aitken E.H.” Gazetteer of the Province of Sind”, Karachi, Merchantile Steam Press, 1907. p 472.

ارڏناگري نموني تي ٺاهيل رسم الخطن جا جيڪي نالا حاصل ٿيا آهن، اهي هي آهن:

(i) لوهاڻڪو رسم الخط: هي رسم الخط ٺٽي ۽ برهمڻ آباد ۾ لوهاڻا استعمال ڪندا هئا.

(ii) ڀاٽيا رسم الخط: هي خط ٺٽي جا ڀاٽيا ڪم آڻيندا هئا.

(iii) لاڙائي يا لاڙي رسم الخط: هي رسم الخط لاڙ ۾ لاڙي بندر، فتح باغ، جوڻ، رڙي، بدين، رهموڪي بازار جا عام ماڻهو ۽ واپاري ڪم آڻيندا هئا.

(iv) راجائي رسم الخط: هي رسم الخط دبي، ميرپورساڪري، جاڪي بندر ۽ سنڌي بندر جا واپاري ۽ عام ماڻهو ڪم آڻيندا هئا.

(v) ميمڻڪو رسم الخط: هي رسم الخط ٺٽي، حيدرآباد، راهموڪي بازار ۽ ٻين شهرن جا ميمڻ (واپاري ۽ عام ماڻهو) ڪم آڻيندا هئا.

(vi) خواجڪا اکر: هي رسم الخط نو ملسم خواجه جيڪي اڪثر لوهاڻن مان مسلمان ٿيا هئا سي ڪم آڻيندا هئا، هي خط لوهاڻڪي خط ۾ تبديليون ۽ واڌارا آڻي ٺاهيو ويو هو.

(vii) ڏاڪڻي لهندا رسم الخط: هي رسم الخط چاچڪان سرڪار جي جوڻ، فتح باغ، بدين ۽ لاڙ جي ٻين حصن ۾ لوهاڻن ۽ ڀاٽين ڪانسواءِ ٻيا هندو واپاري ۽ عام ماڻهو ڪم آڻيندا هئا.

(viii) لُنڊا يا واڻڪا اکر: هي رسم الخط ڀائيبند واڻيا، واپاري بدين ۾ ڪم آڻيندا هئا.

(ix) ونگائي رسم الخط: هي رسم الخط بدين طرف جي ونگي پٽڻ، ڪوچي، باغ جي پٽڻ، بنگهار جي شهر ۽ ولهار جا واپاري ۽ عام ماڻهو ڪم آڻيندا ٿا.

(x) خداوادي رسم الخط (1): هي رسم الخط خداآباد جا واپاري ۽ عام ماڻهو ڪم آڻيندا هئا.

---

(1) Burton, R.F., “Sind and the races thet inhabit the valley of river Indus”, W.H.Allen and Co.1851,p.152.

(xi) سيوهاڻي ٻاڙڪا اکر: هي رسم الخط سيوهڻ ۾ هلندو هو. سيوهڻ جا ٻاڙا واپاري ڪم آڻيندا هئا.

(xii) شڪارپوري رسم الخط: شڪارپور جا واپاري ۽ عام ماڻهو پنهنجو شڪارپوري رسم الخط ڪم آڻيندا هئا.

(xiii) ساکرو رسم الخط: هي رسم الخط سکر ۾ عام هوندو هو.

(xiv) گرمکي اکر: سنڌ ۾ گرو نانڪ جا پوئلڳ، نانڪ-پنٿي هندو هي رسم الخط ڪم آڻيندا هئا.

انهن ڪانسواءِ البيروني بہ ڪنهن رسم الخطن جا نالا ڏنا آهن، جيئن اڳتي بيان ڪيو ويو آهي. البيرونيءَ کان اڳ ۾ اسان کي عرب سياحن جي سفرنامن مان سنڌي ٻوليءَ جي رسم الخطن جي فقط تعداد جي باري ۾ معلومات ملي ٿي. هن (البيروني) عالم کان پوءِ انگريز ماهرن نہ فقط نالا ڏنا، پر انهن لکتن ۽ لپين جا نمونا پڻ پيش ڪيا.

هن ڏس ۾ ڀنڀور ۽ برهمڻ آباد جي کوٽاين مان حاصل ٿيل ٺڪرين تي لکيل اکرن، عرب سياحن جي دعويٰ کي دليل طور پيش ڪيو. ڀنڀور مان لڌل ٺڪرين کي پڙهڻ کانپوءِ نہ فقط رسم الخط جي باري ۾ ڪجھ چيو ويو آهي پر، ان وقت ڪم ايندڙ سنڌي ٻوليءَ جي ساخت، سٽاء، مواد ۽ ٻوليءَ جي مجاز جي باري ۾ بہ راءِ ڏني ويئي آهي (1) ؛ البتہ برهمڻ آباد (المنصوره) مان لڌل ٺڪرين تي لکيل اکرن (رسم الخط) جي باري ۾ اجا ڪا راءِ يا رايو ڪونہ ڏنو ويو آهي، جنهن جي آثار تي ڪجھ چئي سگهجي، پر ايترو سو چئي سگهجي ٿو تہ ڀنڀور ۽ برهمڻ آباد جي کنڊرن جي کوٽائيءَ مان حاصل ٿيندڙ ٺڪرين تي لکيل اکر ثابت ٿا ڪن تہ هنن شهرن جا ماڻهو نہ فقط پراڻي تهذيب ۽ ثقافت جا ڌڻي هئا، پر هو پنهنجي روزاني زندگي، وهنوار ۽

---

(1) غلام علي الانا، ڊاڪٽر: مقالو ”ڀنڀور جا آثار-سنڌي ٻولي ۽ سنڌي سماج جو مطالعو“، سماهي مهراڻ ، 4-1983ع، ص ص 61- 62.

(2) غلام علي الانا، ڊاڪٽر مقالو ”ڀنڀور جا آثار-سنڌي ٻولي ۽ سنڌي سماج جو مطالعو“. سماهي مهراڻ، 4-1983ع، ص ص 61، 62.

اٿڻي ويهڻي ۾ پنهنجي ٻولي ڪم آڻيندا هئا. جيڪا هو نه فقط ڳالهائي سگهندا هئا، پر هو اها ٻولي باقاعدگيءَ سان لکي به سگهندا هئا(2).

سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي سماجي، تجارتي، علمي، ادبي ۽ لساني ڪارج جي سلسلي ۾ اسان کي سڀ کان آڳاٽي ۾ آڳاٽي ۽ ان وقت جي لحاظ کان گهڻي ۾ گهڻي معلومات ، عرب سياحن جي سفرنامن مان ملي ٿي. انهن سياحن ۽ ماهرن ۾ سڀ کان پهرين جاحظ (864ع) (1)، پوءِ اصطخري (951ع) (2)، پوءِ مسعودي (957)(3)، پوءِ ابن حوقل (245هه/956ع) (4)، پوءِ بشاري مقدسي (958ع) (5)، پو ابن نديم (985ع ڌاري) (6) ۽ پوءِ البيروني (1017ع کان 1030ع) پنهنجن پنهنجن ڪتابن ۾ تذڪرن ۾، ان وقت جي ماڻهن جي حالت، ثقافتي ۽ سماجي پهلوئن، وڻج واپار ۽ ٻوليءَ لاءِ مستعمل رسم الخط جو ذڪر ڪيو آهي. انهن سياحن، ماهرن ۽ محققن ۾ البيرونيءَ ته ان وقت جي چالو رسم الخطن جا نالا پڻ ڏنا آهن. هو لکي ٿو:

”ڏکڻ سنڌ ۾“ ڪاري واري خطي تائين ”مالوَشائو“ (Malwashau) نالي جيڪو رسم الخط ڪم ايندو آهي، ان کي ”مالواڙي“ (ملقاري) به چئبو آهي، ٻهمنوا (المنصوره) ۾ ”سئندو“ رسم الخط ڪم ايندو آهي. ”لاڙي خط“، ”لاڙديس“ ۾ ڪم ايندو آهي. ”اردناگري“ رسم الخط ”ڀاٽيا“ ۽ سنڌ جي ڪن حصن ۾ لکيو ويندو آهي“ (7).

---

(1) جاحظ: ”رسالته فخرالسودن علي البيضان“، اردو ترجمو ”هندوستان عربون کي نظر مين“. حصه اول اعظم ڳڙهه ، حصو اول، دارالمصنفين، 1965ع، ص 73 ۽ 74.
(2) اصطخري: ”المسالک الممالک“، ايضا، ص 375
(3) ابوالحسن مسعودي : ”مروج الذهب و معاون الجوهر“ ايضا، ص ص 288 ۽ 289.
(4) ابن حوقل ڌار ڌار ملڪن جا نقشا تيار ڪيا، ان ۾ هن سنڌ جو نقشو پڻ ٺاهيو، جو غالبا سنڌ جو پهريون نقشو هو، جنهن ۾ پهريون دفعو سنڌ جي شهرن جا نالا عربي رسم الخط ۾ لکيائين.
(5) بشاري مقدسي: احسن التقاسيم في معرفته“، اردو ترجمو، حوالو ڏنو ويو آهي، ص ص 385- 386.
(6) ابن نديم: ”الفهرست“ ، اردو ترجمو، جلد دوم، 1962ع، ص ص 3-4.
(7) Sachau, E.C., “Alberuni’s India”, London, Kegen Paul Trench Trubner, 1910. p. 173.
(8) See Stack G.Op.cit.

البيرونيءَ جي هن راءِ پڻ عرب سياحن طرفان رسم الخط جي باري ۾ ڏنل معلومات پنيور ۽ برهمڻ آباد (المنصوره) مان رسم الخط جا حاصل ٿيل نمونا، جارج اسٽئڪ (8) ۽ سر گريئرس جي جڳ مشهور تحقيق(9) مان ائين نٿو معلوم ٿئي تہ سنڌي زبان لاءِ عربي-سنڌي رسم الخط يا عربي حروف تهجيءَ جي ابتدا ڪڏهن ٿي؟ سنڌي صورتخطي ڪتاب (ڇاپي ٿئين) ۾ صفحي 27 تي، عربي-سنڌي صورتخطيءَ جي عنوان هيٺ، هڪ سوال ڪيو ويو هو. اهو سوال هو:

”هي سوال اجا تحقيق طلب آهي تہ سنڌ ۾ عربي-سنڌي صورتخطيءَ جي شروعات ڪيئن ٿي ۽ ڪڏهن ٿي (1)“

ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم جي خيال موجب: ”عربي-سنڌي خط جو قديم نمونو شاهہ ڪريم بلڙائيءَ (1537ع کان 1663ع) جي ڪلام ۾ ملي ٿو. شاهہ ڪريم کانپوءِ پڻ بزرگن جو ڪلام بہ عربي-سنڌي رسم الخط ۾ لکيل آهي“(2).

هن سلسلي ۾ البيرونيءَ جي راءِ جو جائزو وٺندي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو: ”پنهنجي هن بيان ۾ بيرونيءَ ڪم از ڪم ٽن صورتخطين جو پتو ڏنو آهي، جيڪي 1020 - 1030ع واري عرصي اندر رائج هيون. پاٽيه (جيسلمير) ۽ سنڌ جي ڪن پاڳن ۾، يعني جيسلمير واري سرحد لڳ، سنڌ جي ايرندين پاڳن ۾، ”اڌ-اکري ناگري“ هلندڙ هئي. انهيءَ مان پائنجي ٿو تہ اندازن موجوده سکر، خيرپور، سانگهڙ ۽ ٿرپارڪر ضلعن جي ايرندين پاڳن ۾ ”اڌ-اکري ناگري“ هلندڙ هئي، ساموندي ڪناري يعني موجوده ٺٽي ضلعي جي ڏاکڻي پاڱي ۾ ”ملقاري“ رسم الخط رائج هئي. تاريخي اعتبار سان درياءَ کان اولهہ طرف ميرپورساڪري واري علائقي ۾ آڳاٽي وقت کان ”نڱامرا“ قوم آباد

---

(9) Grierson E.H.”Linguistic Survey of India, Vol: viii.

(1) غلام علي الانا، ڊاڪٽر: ”سنڌي صورتخطي“، حيدرآباد، سنڌي زبان پبليڪيشن 1969ع ص 17.

(2) Daudpota, U.M., Article, “Sindhi Literature”, Cultural Heritage, of Pakistan, Karachi Oxford University Press, 1955,P.156.

(3) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر : ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ“، ڇاپو ٻيو، حيدرآباد، زيب ادبي مرڪز 1980ع، ص 74- 75.

هئي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ انهن جي صورتخطي ”نڱامري“ ڏانهن اشارو هجي. وچ سنڌ واري علائقي ۾ گاديءَ جي شهر بهمنوا يا منصوره ۾ ”سيندب“ يعني ”سئندو“ يا ”سنڌي صورتخطي“ هلندڙ هئي. اها ”عربي- سنڌي“ صورتخطي هئي، جيڪا پهريائين منصوره واري علائقي ۾ استعمال ٿي ۽ اتان آهستي آهستي سڄيءَ سنڌ ۾ رائج ٿي(3).“

ڊاڪٽر صاحب اڳتي لکي ٿو:

”عربي-سنڌي صورتخطيءَ جو آڳاٽي ۾ آڳاٽو نمونو خود محقق بيرونيءَ جي لکيت ۾ ملي ٿو. هن ”ملقاري“ لفظ ۾ ”ق“ حرف ڪم آندو آهي: ”مڱر“ (منگر) ۽ ”اڱل“ (آڱر)

لفظن ۾ ”ڱ“ جي اُچار لاءِ ”ڱ“ حرف ڪم آندو اٿس: يعني تہ خود محقق بيروني، سنڌ جي مقامي اُچارن کي ادا ڪرڻ لاءِ عربي حرفن مٿان ٽپڪا ڏيئي نوان اکر ڪيڍيا (1).

عرب سياحن جي سفر نامن ۾ انهن کان اڳ جي لکيل تاريخي مواد جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ انهن ڪتابن ۾ سنڌ جي باري ۾، لکيل احوالن ۾ ڪيترن ئي مقامي سنڌي لفظن کي عربي رسم الخط ۾ لکڻ جو رواج يا ابتدا البيرونيءَ جي آمد واري دور (1010ع- 1030ع) کان گهڻو اڳ ٿي چڪي هئي،البيروني 1017ع کان 1030ع واري عرصي ۾ هت آيو. جڏهن تہ پهريون عرب سياح جاحظ هو. جنهن جو احوال 864ع ۾ ملي ٿو. يعني البيرونيءَ جي اچڻ کان 153 سال اڳ. جاحظ کان پوءِ هڪ ٻئي پٺيان ٻيا سياح بہ آيا، جيئن اصطخريءَ جو سن 951ع آهي، ابن حوقل جو سن 245هہ- 956ع جي لڳ ڀڳ آهي. جاگرافيدان مسعودي 303 هہ/16- 915ع ڌاري سنڌ ۾ آيو. بشاري مقدسيءَ جي تصنيف جو سن 985ع/ 375هہ آهي، ابن نديم 377 هہ/ 86- 985ع ڌاري سنڌ جو احوال لکيو پر البيرونيءَ جو احوال 1017ع کان 1030ع جو آهي، انهن سيني سياحن، مورخن، ماهرن

---

(1) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ“، ڇاپو ٻيو، حيدرآباد زيب ادبي مرڪز، 1980ع ص ص 74- 75.

۽ جاگرافيدانن جي سفرنامن ۽ تذڪرن مان نہ فقط سفرنامن جي ثقافت، وڻج واپار، علم ادب ۽ ٻين ڳالهين ڪي لکت ۾ بيان ڪيو ويو آهي، پر انهن سفرنامن مان سنڌي ٻولي، ان لاءِ ڪم ايندڙ رسم الخط جي تعداد جي باري ۾ خبر پوي ٿي ۽ البيرونيءَ تہ انهن رسم الخطن جا نالا بہ ڏنا آهن. انهن سفرنامن ۽ تذڪرن ۾ سنڌي ماڻهن، سنڌ جي ماڳن، مڪانن ۽ دريائن وغيره جا نالا عربي رسم الخط ۾ ڪجهہ تبديليءَ ڪانپوءِ ڏنا ويا، ان ڪري سنڌي زبان ۾ ڪافي وسعت اچي چڪي هئي،. هزارن جي تعداد ۾ عربي ٻوليءَ جا لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ داخل ٿي ويا ۽ سنڌي لغت جو حصو بڻيا.

هڪ ڳالهہ هيءَ بہ توجهہ جي لائق آهي تہ عرب سياحن ۽ جاگرافيدانن جي اچڻ واري عرصي جي لڳ ڀڳ ڪيترائي تاريخي ڪتاب قلمبند ٿي چڪا هئا، جن ۾ سنڌ ۾ اسلامي فتوحات جي باري ۾ تفصيل سان ذڪر ڪيو ويو هو. هن وقت تائين جن تاريخي ڪتابن جا نالا مليا آهن، انهن مان ڪي هي آهن.

(i)فتوح البلدان: هيءَ بلاذريءَ جي لکيل تاريخ آهي، جنهن ۾ هڪ باب سنڌ جي فتوحات جي عنوان سان آهي، بلاذريءَ جي وفات 279/80ع ۾ ٿي، يعني ابن حوقل کان 34/ 35 سال پوءِ.

(ii) تاريخ يعقوبي: هن تاريخ ۾ محمد بن قاسم جي سنڌ جي فتح جو احوال تفصيل سان ڏنل آهي. يعقوبيءَ جي وفات 284ع ۾ ٿي.

(iii) تاريخ طبري: هن تاريخ جو مصنف ابوجعفر محمد بن جريد الطبري آهي. هيءُ 224هہ ۾ ڄائو هو ۽ 310هہ ۾ وفات ڪيائين. هن تاريخ ۾ سنڌ جي فتوحات جي باري ۾ ذڪر آهي ۽ حوالا ڏنل آهن، گويا هن تاريخ جو مصنف ابن حوقل جو هم عصر هو.

(iv) الڪامل في التاريخ: هي ڪتاب ابن الاثير جو لکيل آهي. هي عالم 555هہ کان 630هہ تائين ٿي گذريو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي اوائلي فتوحات جي باري ۾ ذڪر آهي.

(v) فتح نامہ سنڌ عرف چچنامو: سنڌ جي تاريخ بابت هي پھريون مڪمل ڪتاب آهي، هي ڪتاب اصل ۾ عربيءَ ۾ لکيو ويو هو جنھن جو فارسي ترجمو 613هہ (1216ع) ۾ ٿيو. هن ڪتاب ۾ هزارن جي تعداد ۾ سنڌ جي ماڳن، ماڻھن، دريائن، ندين، ڍنڍن، قومن ۽ ذاتين جا نالا عربي-سنڌي حروف تھجيءَ ۾ ڏنل آهن.

انھن سيني تاريخي ڪتابن ۾ سنڌ جي ڳوٺن، ماڻھن، دريائن، ماڳن ۽ مڪانن جا نالا عربي- سنڌي رسم الخط جي نموني ۾ لکيا ويا آهن، پر هن ڏس ۾ سڀ کان وڏيڪ اهم ڪتاب چچنامو آهي، جنھن ۾ سنڌي ٻوليءَ جا هزارين لفظ، عربي - سنڌي رسم الخط ۾ لکيل آهن، جيئن اڳ ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي.

عربي دور حڪومت ۾ سنڌي ٻوليءَ جي معيار، مقام ۽ شڪل جو ذڪر ڪندي ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو:

”عربي دور حڪومت ۾ ٻوليءَ ۾ مرڪزيت پيدا ٿي. سنڌ جي مختلف ڀاڱن ۽ قبيلن جي ٻولين ۾ وڏيڪ مرڪزيت پيدا ٿي، جنھن ڪري هڪ جامع سنڌي ٻوليءَ جي تشڪيل وجود ۾ آئي.

سنڌ ۾ عربي دور جي ابتدا کان ئي عربن جون آباديون قائم ٿيون. سنڌ وارن جا عرب ملازمن، ڪاريگرن ۽ عالمن سان گھرا معاشرتي تعلقات پيدا ٿيا. عربن سنڌ کي پنھنجو وطن بنايو. سندن دائمي سڪونت سبب، عربن ۽ سنڌين جي وچ ۾ شادين مرادين ۽ مٽين مائٽين جا سلسلا قائم ٿيا. عرب ۽ سنڌي پاڻ ۾ ايتري قدر تہ سڳيڙا ٿيا، جنھن ڪري سنڌ وارن جي سماجي زندگيءَ تي اثر وڌيو. اسلام جي اثر ماڻھن جي روزانہ زندگيءَ تي وڌو اثر ڪيو.

انھيءَ اجتماعي نفسيات جو ٻوليءَ جي نفسيات تي اثر گھڻو پيو. بيشمار عربيءَ جا لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ داخل ٿيا، انھيءَ ڪري ٻوليءَ جي لغت ۾ واڌارو ٿيو. انھن ۾ مذهب، معاشيات، معاشرتي زندگي، زراعت، تجارت، ابلاغ،

صنعت، مواصلات (Communication)، جنگ، انتظامي اُمور ۽ ٻيا ڪيترائي لفظ داخل ٿيا“(1)

اسلامي حڪومت جي اثر ڪري، جتي هزارن جي تعداد ۾ عربي لفظ، سنڌي لغت جو حصو بڻيا، اُتي ٻنهي تهذيبن جي ميل جول ڪري، ڪيترائي سنڌي لفظ، عربي ٻوليءَ ۾ شامل ٿي ويا. عرب سياحن ۽ محققن پنهنجي سفر دوران سنڌ ۾ بيشمار سنڌي لفظ، عربي ٻوليءَ ۾ استعمال ٿيندي ڏٺا. سنڌي ٻوليءَ جي انهن ۽ اهڙن ٻين لفظن جي عربيءَ ۾ عام استعمال جو خاص سبب هي بہ هو جو ڪيتريون ئي پسارڪيون شيون ۽ وکر، توڙي روزمره جي استعمال جا وڙ جهڙوڪ ’ٿوم‘، ’گرم مصالحو‘ ڪپڙو ستيون ڦڪيون“ ۽ ٻيون شيون سنڌ جي مَنڊين ذريعي عربستان، ايران ۽ ٻين ملڪن ڏانهن اماڻيون ويندیون هيون. سنڌي ويدن، ويڄن ۽ طبيبن، طب جي ڪتابن ۽ ويدن ڪي عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو انهيءَ ڪري سَوَن جي تعداد ۾ سنڌي لفظ معمولي صوتي تبديل سان، عربيءَ ٻوليءَ ۾ جيئن جو تيئن رهيا ۽ رکيا ويا، جيڪي اڄ بہ سڃاڻي سگهجن ٿا، البتہ ڪي لفظ گهڻي صوتي تبديل سبب عربيءَ ۾ اهڙا تہ مدغم ٿي ويا جو اهي هاڻ سڃاڻڻ ۾ نٿا اچي سگهن، مثلا اهڙا لفظ آهن:

| سنڌي لفظ | عربيءَ ۾ شموليت ڪانپوءِ | سنڌي لفظ | عربيءَ ۾ شموليت ڪانپوءِ |
|---|---|---|---|
| ٿوم | ثوم/فوم | ڪنڊ | قند (1) |
| سڙهہ | شرعه | ڪک | ڪَخ |
| جت | زط | گڄ | قز |
| ڪاٻارو/ڪاٻالو | قباله | ڪپور | ڪافور |
| ڦردو | فَرضه | نيل | نيلج |
| ڪرمچ | ڪرمز | ڪرڻ ڦل | قرنفل |

(1) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: حوالو ڏنل آهي ص ص 74- 75.
(1) سيد سليمان ندوي: ”عرب و هند ڪي تعلقات“، هندوستاني اڪيڊمي، 30-1929ع، ص 69 ۽ پڻ ڏسو بزرگ بن شهاريار: ”عجائب الهند“، اردو ترجمو، ص 202.

| | | | |
|---|---|---|---|
| پوٽي/پوٽو | فوطه | جاءِ ڦل | جائفل |
| هندورو | هندول | ٽِڦلو | آطرفل |
| ٻيانو | هندول | مِک | مِخ |
| ڇيٽ | شِيت | | |

اهڙيءَ طرح هيٺ مثال طور اهي سنڌي لفظ ڏجن ٿا، جيڪي سنڌ ۾ رهندڙ عربن جي ٻوليءَ ۾ داخل ٿيا، جن کي هنن جيئن جو تيئن قائم رکيو. اهڙن لفظن مان ڪي هي آهن:

| سنڌي | عربيءَ ۾ شموليت ڪانپوءِ | سنڌي | عربيءَ ۾ شموليت ڪانپوءِ |
|---|---|---|---|
| انب | انبه، انبج | سڪاڻ | سُڪان |
| ڀَت | بهطه، بهطا | ڪات | قاطع |
| ڪاسو | ڪاسه | مُترڪو | مطرقه |
| سنداڻ | سندان (1) | هليلا | هليله |
| اَڪرو | عاڪره | | |

مٿي ڏنل لفظن توڙي اهڙن ٻين لفظن کي عربي حروف تهجيءَ ۾ لکڻ لاءِ ڪيترن ئي سنڌي آوازن کي، عربي اکرن ۾ لکيو ويو يا عربي اکرن ۾ واڌارو ڪري نوان اکر جوڙيا ويا ڇو ته عربي رسم الخط ۾ انهن سنڌي آوازن لاءِ حروف هئا ئي ڪونه. مثلاً:

| سنڌي آواز | عربي سنڌي حروف | سنڌي آواز | عربي سنڌي حروف |
|---|---|---|---|
| ڦ | ف | ک | ڪ |
| ڙ | ر | پ | ف |
| ڻ | ن | ڪ | ق/ک |
| ڀ | ٻه | ڱ | نگ |
| ٿ | ف/ث | ڃ | نج |
| ٻ | ب | | |

(1) جاحظ: ''رسالهِ فخر السودان علي البيضان''، اردو ترجمه، حوالو ڏنل آهي، ص 55.

سنڌيءَ جا اُهي لفظ جيڪي ”او“ پڇاڙيءَ وارا هوندا هئا، اهڙن لفظن کي عربي-سنڌي رسم الخط ۾ لکڻ لاءِ ”او“ کي ”ـه“ ۾ تبديل ڪيو ويو. مثلاً:

| سنڌي | عربي |
|---|---|
| متروڪو | مطرقه |
| ڪاسو | ڪاسه |
| بيانو | بيانه |
| ڪاٻارو | قباله |
| ڦڙدو | فرضه |
| توتيو | توتيه |

اٺين صدي عيسويءَ ۾ بغداد جي خليفن سنڌ مان ڪيترائي پنڊت، ودوان، طبيب ۽ ويد گهرايا ۽ کين تعليمي ۽ طبي عهدن تي مقرر ڪيو(1) . انهن مان ڪن جا نالا هئا: پنڊت ماڻڪ، پنڊت پلو، پنڊت ڏنو پنڊت بکر ۽ پنڊت گنگو وغيره. انهن پنڊتن، ودوانن، ويدن ۽ حڪمين بغداد ۾ رهي، عربي زبان ۾ ويد، طب، ستارن جي علم ۽ ٻين علمن جا ڪتاب ترجمو ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. هنن جڙين ٻوٽين، پسارڪي وڙن ۽ وکرن ۽ دوائن جا ڪيترائي سنڌي لفظ ۽ نالا جيئن جو تيئن عربي ۾ قائم رکيا. اهڙن لفظن جا نالا اڳ ۾ ڏنا ويا آهن، ۽ اڳتي پڻ مثال طور ڏنا ويندا.

هن ڏس ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو خيال آهي تہ:

”عربن ۽ سنڌين جي مسلسل ميل جول ۽ عرب عالمن جي سنڌي داني ۽ علمي تصنيفن جي اضافي سان، لفظن جي اُچارن جي صحت ۽ صورتخطيءَ تي توجهہ ٿيو. سنڌ ۾ ئي اڪثر سنسڪرت ڪتابن جا ترجما شهر منصوره ۾ ٿيا. جيڪي قابل عالم ۽ اديب موجود هئا، ۽ سنڌيءَ سان گڏ ”هندي“، ٻولين جا پڻ ڄاڻو هئا تن يقيني طور ترجمن وقت لفظن جي صحت ۽ صحيح تلفظ تي ڌيان ڏنو هوندو. هن علمي ماحول ۾ سنڌي ٻوليءَ

(1) بزرگ بن شهريار: عجائب الهند، حوالو ڏنو ويو آهي، 1920، ص 101 ۽ پڻ ڏسو، سيد سليمان ندوي: حوالو ڏنو ويو آهي، ص ص 67 ۽ 69.

جي لفظن کي صحيح صورتخطيءَ مطابق لکيو ويو. جنهن ڪري اچ بہ سنڌي لفظن جي ذريعي اصلي پراڪرت لفظن جو پتو لڳائي سگهجي ٿو. سنڌي ٻولي ڀهريون ڀيرو عربي رسم الخط ۾ لکجڻ لڳي“(1).

سنڌ جي عالمن ۾ ابو عطا سنڌي ٻي صدي هجريءَ ۾ هڪ وڏو سنڌي عالم ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. هن پنهنجي دور ۾ سنڌي لفظن کي عربي-سنڌي حروف تهجيءَ ۾ لکيو هوندو. اهڙيءَ طرح ابو معشر سنڌي تاريخ جو وڏو راوي ٿي گذريو آهي. هن بہ سنڌي ٻوليءَ جا لفظ عربي-سنڌي صورتخطيءَ ۾ لکيا هوندا. اهڙيءَ طرح ابو ضلع سنڌي ۽ ٻيا سنڌي عالم بہ سنڌي ٻوليءَ جا لفظ عربي-سنڌي رسم الخط ۾ لکندا هوندا. هڪ طرف سنڌي نسل جي عالمن عربي علوم ۾ شهرت حاصل ڪئي تہ ٻئي طرف وري عربي نسل جي عالمن، سنڌ ۾ سنڌي ۽ هندي ٻولين جي مطالعي ۾ مهارت حاصل ڪئي. سنڌ ۾ هڪ طرف منصوره علم ادب جو مرڪز هو، تہ ٻئي طرف ديبل بہ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو:

”سر زمين سنڌ ۾ نہ صرف عربيءَ جي اپياس لاءِ درسگاهون هيون، مگر سنڌي بلڪ هند جي زبانن جي مطالعي لاءِ بہ جوڳو بندوبست ٿيل هو. سنڌ ۾ سنڌي توڙي عربي ٻنهي ٻولين کي وڏي اهميت هئي، ڇو تہ عربن ۽ سنڌين جي گڏيل رهڻي ڪهڻيءَ سبب ٻئي، هڪ ٻئي جي ٻولي سمجهندا ۽ ڳالهائيندا هئا. سيني عرب سياحن جو بيان آهي تہ سنڌ ۾ سنڌي توڙي عربي ٻولي، ٻئي رائج هيون، جنهن مان ثابت آهي تہ عرب حڪومت، سنڌي ٻوليءَ کي، وڏي اهميت ٿي ڏني ۽ ان جي ترقي ۽ واڌاري جو باقاعدي انتظام هو(1).“

سيني محققن جو هي بہ رايو آهي تہ ”سنڌي زبان“ جي هڪ شاعر، سنڌي زبان ۾ بغداد جي برمڪي وزيرن جي تعريف ۾ هڪ قصيدو ٺاهيو. هي قصيدو يحيٰ برمڪيءَ جي دربار ۾ پڙهيو ويو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو خيال آهي تہ:

---

(1) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: حوالو ڏنو ويو آهي، ص 49.
(1) ايضا حوالو ڏنو ويو آهي، ص 60.

”جيئن تہ هارون الرشيد، جعفر بن يحيٰ برمڪيءَ کي 187ھ ۾ مارايو هو انهيءَ ڪري ان مان ظاهر آهي تہ هي بيت 187ھ کان اڳ قلمبند ڪيو ويو هوندو (2).“

اهو بيت هو:

اره بره ڪنڪره ڪرا ڪري مندره.

هن مصرح مان اهو ثابت ٿو ٿئي تہ سنڌي ٻوليءَ کي عربي-سنڌي رسم الخط ۾ پهريون ڀيرو 187ھ کان بہ اڳ لکيو ويو هو يعني تہ سنڌي زبان ۾ چيل هن شعر جي عربي –سنڌي رسم الخط ۾ هيءَ پهرين لکٽي آهي، جيڪا هاڻ اهڙي صورت اختيار ڪري چڪي آهي، جو اصل لفظن جي مفهوم جو پتو ئي نٿو پوي. انهيءَ هوندي بہ بقول ڊاڪٽر بلوچ صاحب تہ:

”هيءُ آڳاٽو حوالو سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ لاءِ هڪ قيمتي وٿ آهي. هي سنڌي ٻوليءَ جو عربي-سنڌي صورتخطيءَ ۾ سڀ کان پهريون لکيل نمونو آهي (3)“.

چوٿين صدي هجري (ڏهين صدي عيسوي) جي وچ ڌاري، يعني تہ عربي حڪومت جي قائم ٿيڻ کان ٻن اڍائي سون سالن واري عرصي ۾، سنڌي ۽ عربي ٻنهي ٻولين کي اهميت حاصل هئي. هن دور ۾ عربي سياح، جاگرافيدان سنڌ ۾ آيا، جن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، انهن سنڌ ۽ سنڌي زبان جي باري ۾ اکين ڏٺا احوال قلبند ڪيا. انهن جي احوالن مان ظاهر ٿو ٿئي تہ سنڌ کان ملتان تائين، سنڌي ٻولي ڳالهائي ويندي هئي. هنن سنڌي زبان جي مختلف محاورن ۽ رسم الخطن جو بہ ذڪر ڪيو آهي. البيرونيءَ تہ پنهنجي ڪتاب، ”ڪتاب الهند“ ۾ 1017ع کان 1030ع تائين واري عرصي ۾ پشاور کان وٺي ملتان تائين هند-سنڌ جي ماڻهن جي تهذيب ۽ ثقافت جو مطالعو ڪيو ۽ ان جو ذڪر ڪيو. البيرونيءَ کان اڳ آيل سياحن ۽

---

(1) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: حوالو ڏنو ويو آهي، ص 60.
(2) ايضا، ص 23.

جاگرافيدانن پنهنجن سفرنامن ۾ جابجا اصل سنڌي، هندي ۽ سنسڪرت وارا الفاظ ۽ فقرا، جدولون، ماڻهن، ماڳن، مڪانن، دريائن ۽ جڙين ٻوٽين جا نالا، ان وقت ۾ رائج مقامي ٻولين جا لفظ، عربي-سنڌي رسم الخط ۾ ڏنا آهن. البيرونيءَ سميت سيني ماهرن خالص سنڌي حروف عربي رسم الخط جي حروفن ۾ تبديليون آڻي جوڙيا. اهڙيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ جا ڪي لفظ، ان وقت عربي حروف تهجيءَ جي مدد سان جنهن نموني جوڙي لکيا ويا، ان نموني سان عربي –سنڌي حروف تهجي چئي سگهجي ٿو ۽ اها دعويٰ ڪري سگهجي ٿي ته عربي-سنڌي رسم الخط جي ابتدا 187هه کان اڳ ٿي چڪي هئي، جنهن جو هڪ نمونو "اره بره ڪنڪره، ڪرا ڪري مندره" مان ته ملي ٿو پر ٻيا نمونا ابو عطا سنڌي، ابومعشر سنڌي ۽ ابوضلع سنڌيءَ جي لکڻين ۾ به ڳولهڻ کپن. ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

علائقن/ملڪن جا نالا     ڳوٺن، ماڳن،مڪانن ۽ شهرن جا نالا

ماڻهن جا نالا

حروف     حروف

حروف

سن عر عر س سنڌ عر عر س سن عر عر س

ڏي بي بي } نڌ ي بي بي نڌ ڏي بي بي نڌ

م م ي ي ي

ڪ ڪ

ران ران

م م

ک ڪ ٻڏا بده ب پ را را ک ڪ

س س

ڪ ک

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| ميوو | مهوا | _ _ | ڪچڙي | ]ڪشري | ڪ ڪ | چندن |
| صندل | ص | چ | | | |

ش چ

ر ڙ

فتح نامو (چچنامو) اصل عربي ٻوليءَ ۾ لکيو ويو هو جنهن کي پوءِ علي ڪوفي نالي هڪ عالم سنہ 613 هہ (1216ع) ڏاري فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. اُن ۾ نج سنڌي لفظن کي عربي-سنڌي صورتخطيءَ ۾ هيٺ موجب لکيو ويو:

| موجوده سنڌي | عربي سنڌي رسم الخط | حروف عربي | حروف سنڌي |
|---|---|---|---|
| ٻڏرڪو | بده رکهو | ب | ٻ |
| | | دهہ | ڏ |
| | | کهہ | ک |
| ڀاٽيا | بهاتيہ | بهہ | ڀ |
| | | ت | ٽ |
| ڀٽي | بهتي | بهہ | ڀ |
| | | ت | ٽ |
| ٽاڻو | تانہ | ت | ٽ |
| | | ن | ڻ |
| جهم | جهيم | جهہ | جهہ |
| راوڙ | راور | ر | ڙ |
| ٻيٽ | بيت | ب | ٻ |
| | | ت | ٽ |
| ٽڪر | تکر | ک | ڪ |
| | | ت | ٽ |
| ڪاڪا راج | کاکا راج | ک | ڪ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | ج | ڄ |
| ڍنڍ | دندھ | دھ | ڍ |
| | | د | ڊ |
| ڏاهر | داهر | د | ڏ |
| جوڻو | جونہ | ڻ | ن |
| چڱي | چنگي | گ | ڱ |

مرحوم عبدالڪريم لغاريءَ چچنامي ۾ نج سنڌي آوازن لاءِ ڪم آيل جيڪو عربي-سنڌي حروفن جو چارٽ ڏنو آهي، سو هيٺ نقل ڪري ڏجو ٿو:

| نج سنڌي آوازن لاءِ موجوده سنڌي صورتخطي ۾ حرف | چچنامي ۾ ڪم آندل حرف |
|---|---|
| ٻ ۽ ڏ | ب+ دھ |
| ڀ ۽ ڏ | بھ + د |
| ٻ ۽ د | ب + د |
| ٿ ۽ ڍ | ت + دھ |
| ٿ ۽ ڙ | ت + ر |
| ٺ ۽ ڪ | ت + ک |
| ڦ ۽ ڳ | ؟ + گ |
| ڄ ۽ گھ | ج+ گھ |
| جھ ۽ ڱ | جھ + نگ |
| ڃ ۽ ڻ | نج + ن |

لغاري صاحب لکي ٿو تہ: ”مٿئين چارٽ کي ڏسڻ ڪانپوءِ هيءَ ڳالھ البتہ ڌيان ۾ رکڻي پوندي تہ انوقت جي انهن عربي ۽ فارسيءَ جي مصنفين سنڌي لفظن کي لکڻ وقت سنڌي الف —ب ناهڻ جو قصد ڪري، نج سنڌي اُچارن لاءِ مٿيان حرف مقرر نہ ڪيا، محض پنهنجي مقصد کي ظاهر ڪرڻ

خاطر انهن اهي حرف مقرر ڪيا ۽ لکيا، تاهم اڳتي هلي ٻين فارسيدانن بہ اهائي واٽ ورتي ۽ نج سنڌي اچارن کي انهن ئي حروف ۾ تحرير ڪيو“ (1).

مٿي ڏنل لفظن جي لڙهين جي جائزي ڪانپوءِ ائين چئي سگهجي ٿو تہ عرب ماهرن، سنڌيءَ جي خاص آوازن لاءِ عربي حروفن جي مدد ورتي ۽ انهن ۾ تبديليون آڻي سنڌي آوازن لاءِ عربي-سنڌي حروف جوڙيا. هنن اهي نوان ٺاهيل حروف ڪم آڻي، انهن جي مدد سان نج سنڌي آواز لکيا ۽ حروفن جون چارئي صورتون—ابتدائي، وچين، آخري ۽ سالم— ڪم آنديون، مثلاً ”ب“ جو مثال وٺو:

| ابتدائي صورت | وچين صورت | آخري صورت | سالم صورت |
|---|---|---|---|
| بـ | ـبـ | ـب | ب |

حاصل مطلب تہ عرب ماهرن، محققن ۽ مورخن سنڌي ماڻهن، ماڳن، مڪانن، جڙين ٻوٽين وغيره لاءِ عربي-سنڌي حروف تهجيءَ لاءِ 28 عربيءَ جا حروف ڪم آندا، جن ۾ 16 حروف اهي هئا، جيڪي عربي ۽ سنڌي زبانن ۾ عام طور ڪم ايندا هئا؛ (13) حروف اهي هئا، جيڪي خالص عربي آوازن لاءِ ڪم ايندا هئا ۽ اهڙيءَ طرح نج سنڌي آوازن لاءِ ”22“ حروف عربي حروفن ۾ واڌارو يا ڦيرڦار آڻي، ٺيڪا ڏيئي جوڙيا ويا؛ تفصيل هن ريت آهي:

عربي ۽ سنڌيءَ ۾ هڪجهڙن آوازن لاءِ حروف:

ا، ب، ت، ج، د، ر، ز س، ش، ل، ڪ، م، ن، و، ہ ۽ ي = جملي 16 حروف.

عربن ”ک“، حرف ”ڪ“ لاءِ ڪم آندو.

عربيءَ جي خالص آوازن لاءِ حروف:

ث، ح، خ، ذ، ض، ط، ظ، ع، غ، ف ۽ ق = جملي 13 حروف.

خالص سنڌي آوازن لاءِ جوڙيل عربي-سنڌي حروف:

| نج سنڌي آواز | جوڙيل حرف | نج سنڌي آواز | جوڙيل حرف |
|---|---|---|---|
| ٻ | ب | ڇ | ش |

(1) عبدالڪريم لغاري: ”سنڌي الف-ب جي ارتقا“، ڇام شورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، سنڌ يونيورسٽي، 1976ع، ص ص 32 ۽ 33.

| | | | |
|---|---|---|---|
| پ | ف | ڇ | – |
| ڀ | ٻھ | ڌ | ڌھ |
| ٿ | ف/ت | ڏ | د |
| ٽ | تر | ڊ | ڊر |
| ٺ | ت | ڍ | ڊر |
| ڦ | ف | ڙ | ر |
| ڄ | ج | ک | ک |
| جھ | جھ | گ | گ |
| ڃ | نج | ڳ | گ |
| | | گھ | گھ |
| ڱ | | نگ/نج | |
| | | جملي | 23 حروف |
| | | ڻ | ن |

اهڙيءَ طرح عربي–سنڌي حروف تهجيءَ لاءِ جملي 52 حروف ڪم آندا ويا، جن جي مدد سان عرب سياحن، مورخن، ماهرن ۽ محققن سنڌي ٻوليءَ جا لفظ لکي، پهريون پيرو عربي–سنڌي رسم الخط جي شروعات عربن جي ابتدائي دور ۾ ڪئي. هنن جي لکيت مان معلوم ٿو ٿئي تہ سنڌي جي سُر صوتين لاءِ آتَ حروف ڪم آندا ويا، اهي آهن:

اَ، آَ، اِ، اِي، اُ، اوُ، اي ۽ او.

هن سلسلي ۾ سڀ کان وڏيڪ مدد چچنامي، البيرونيءَ جي تحقيق ”ڪتاب الهند“ ۽ ٻين عرب عالمن ۽ ماهرن جي تذڪرن ۽ سفرنامن مان ملي ٿي، چچنامي ۾ تہ هزارين نج سنڌي لفظ ڪم آندل آهن، جن ۾ ماڻهن جا نالا، ملڪن، ماڳن، مڪانن، ذاتين، قومن، قبيلن، دريائن، ڍنڍن، واهن ۽ شين جا نالا اچي وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح عرب سياحن ۾ جاحظ، اصطخري، ابن حوقل، مسعودي، بزرگ بن شهريار ۽ ابن نديم بہ گهڻائي نج سنڌي لفظ، عربي–

سنڌي رسم الخط ۾ لکيا آهن، جيڪي هن ڏس ۾ ڪا راءِ قائم ڪرڻ ۾ مدد ڪن ٿا.

چچنامي ڪانپوءِ گهڻي ۾ گهڻا نج سنڌي لفظ محقق البيرونيءَ بيان ڪيا آهن. هن جو ڪتاب "ڪتاب الهند" تہ سنڌ ۽ هند جي سماجي ۽ ثقافتي تاريخ آهي، جنهن ۾ ٻاٽيتي جي انگن ڪانسواءِ ڏينهن، هفتن، مهينن ۽ رنگن جا نالا، علم هيئت جا لفظ، گرهن ۽ سيارن جا نالا، طرفن ۽ ڏسين جا نالا، مهل ۽ گهڙيون، جدولون، مفاصلي جي ماپ لاءِ لفظن جون لڙهيون وغيره ڏنيون آهن، انهن مان ڪي هي آهن(1):

| سخاؤجي ڪتاب | البيرونيءَ جا | موجوده سنڌي | | حروف |
|---|---|---|---|---|
| جوصفحو | لفظ | لفظ | البيروني | سنڌي |
| 19 | مليج | مليچ | ج | چ |
| 40 | دهرم | ڌرم | ده | ڌ |
| 42 | وديُت | وڄ | ڏيَ | ڄ |
| 42 | روپ | روپ | پ | پ |
| 70 | موڪش | موک | ـڪش | کس |
| 101 | ڪشتري | کتري | ڪش | ک |
| 165 | سموندر | سمنڊ | در | ڊ |
| 116 | وِنتي | وِٽي | ست | ٽ |
| 117 | چيتر | چيٽ | تر | ٽ |
| | جيشت | ڄيٺ | شٺ | ڄ |
| 177 | باگن | ڦڳڻ | ب | ڦ |
| | | | گ | ڳ |
| | | | ڻ | ن |

(1) غلام علي الانا، ڊاڪٽر: ”سنڌي صورتخطي“، ڇاپو ٿيون، حيدرآباد، سنڌي، زبان پبليڪيشن، 1969ع ص 93 ۽ 98.
۽ پڻ ڏسو: نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر: ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ“، حوالو ڏنل آهي، ص 71.

اهڙيءَ طرح ٻيا بيشمار لفظ، ”ڪتاب الهند“ ۾ مطالعو ڪري سگهجن ٿا. البيرونيءَ جي طرفان ڏنل لفظن جي اڀياس مان اُن وقت جي سنڌي لفظن جو صوتياتي (Phonetics) ۽ اصواتي (Phonological) جائزو توجهہ جي لائق آهي. هڪ تہ هُن (البيرونيءَ) نج سنڌي آوازن لاءِ يا تہ نوان حرف جوڙيا آهن ۽ يا تہ اُن جي ويجهو عربي رکي پنهنجو مقصد ظاهر ڪيو اٿس، مثال طور:

| نوان جوڙيل حرف | | | نج سنڌي آوازن جي ويجهو حرف | | |
|---|---|---|---|---|---|
| سنڌي آواز | جوڙيل حروف | سنڌي آواز | ويجهو حرف | سنڌي آواز | ويجهو حرف |
| ڌ | دھ | ڇ | ج | ٿ | ت |
| ڊ | در | ڦ | ب | گ | گ |
| | | | ڳ | گ | |
| | | | ڻ | ن | |
| | | | ڄ | ج | |
| | | | ڃ | ج | |

اهڙيءَ طرح سنسڪرت ۽ هنديءَ جي مرڪب آوازن (Compound Sounds) لاءِ سنڌيءَ جي قانون (Law of assimilation) جو سهارو ورتو اٿس. سنڌيءَ جي قانون موجب، مرڪب آواز ۾ ڪم ايندڙ آواز هڪ ٻئي تي اثر ڪري، ڪنهن نئين آواز ۾ تبديل ٿي ويندا آهن. هيٺ البيرونيءَ جا مثال ڪڍي اهو قانون سمجهايو ويو آهي:

| البيرونيءَ واري لفظ | مرڪب آواز | مرڪب آواز جا جزا | آوازن ۾ جزن جي اثر ڪانپوءِ نئون نهيل آواز |
|---|---|---|---|
| وديت | ديَ | د+ ي | ڄ |
| موڪش | ڪش | ڪ+ش | ک |
| ڪشتري | ڪش | ڪ+ش | ک |

| | | | |
|---|---|---|---|
| سموندر | در | د+ر | ڊ(اُترادي لهجي ۾ ”در“ ۾ استعمال ٿيندو آهي) |
| جيتر | تر | ت+ر | ٽ |
| جيست | شت | ش+ت | ٽ |
| وتسي | ست | س+ت | ٿ |

سنڌي ٻوليءَ ۾ ”سنڌيءَ وارو مطالعو“ ڏاڍو دلچسپ آهي پر هن مقالي واري موضوع سان هن نئين موضوع جو واسطو ڪونهي(1).

ڊاڪٽر بلوچ صاحب البيروني طرفان ڏنل لفظن سان ڪن جي فهرست ڏيندي لکي ٿو:

”مٿين مثالن مان ڏسبو تہ محقق البيروني خالص سنسڪرت لفظن کانسواءِ ٻيا جيڪي عام مروج مڪاني نالا ۽ الفاظ استعمال ڪيا آهن، تن مان اڪثر موجوده سنڌيءَ سان ملن ٿا. ايڊورڊ سخاو جنهن ”ڪتاب الهند“ کي ايڊٽ ڪيو آهي، تنهن پنهنجي مقدمي ۾ البيرونيءَ جي استعمال ڪيل مڪاني لفظن خصوصاً ڳاڻيٽي جي انگن بابت لکيو آهي تہ اُهي جنهن ٻوليءَ جا آهن، سا بنسبت ٻين جديد هند-آريائي ٻولين جي، سنڌيءَ سان وڌيڪ مناسبت رکي ٿي ۽ ملي ٿي(2) اهي ڳاڻيٽي جا انگ هن ريت آهن:

| عدد قطاري | | حروف | | | عدد قطاري | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| البيروني | موجوده سنڌي (البيروني سنڌي) | البيروني | سنڌي | البيروني | موجوده | سنڌي |
| برقه | برک، برڪت (ڏ) | ق | ک/ڪ | نويہ | نائون | د |

(1) سنڌيءَ جي اڀياس لاءِ ڏسو: غلام علي الانا، ڊاڪٽر: ”سنڌي ٻوليءَ جوا ڀياس“ ڄام شورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1987ع،
(2) نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر: حوالو ڏنو آهي، ص 71

| | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ٻيه | ٻيو | ب | ٻ | دهين | ڏهون | – | – |
| تريه | ٽيو | تر | ٿ | يارهي | يارهون | دوَ | ٻ |
| چوٿ | چوٿون | ت | ٿ | ٻواهي | ٻارهون | دوَ | ٻ |
| پنجيَ | پنجون | – | – | تروهي/ترهي | تيرهون | | تر |
| | ت | | | | | | |
| ست | ڇهون | س | ڇ | چودهي | چوڏهون | – | – |
| اتين | اٺون | ت | ٺ | پنچاهي | پنجاهون | – | – |

مٿي پيش ڪيل مثالن کانپوءِ هي سوال ٿو پيدا ٿئي تہ عربي-سنڌي رسم الخط جي شروعات ڪڏهن ٿي، ڪٿي ٿي ۽ پهرين پهرين هيءُ رسم الخط ڪنهن شروع ڪيو؟ هن ڏس ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي راءِ ڏيندي لکي ٿو:

”پنهنجي هن ڪتاب”ڪتاب الهند“، ۾ بيرونيءَ ڪم از ڪم ٽن صورتخطين جو پتو ڏنو آهي، جيڪي 1020ع – 1030ع واري عرصي ۾ سنڌ اندر رائج هيون. ڀاٽيه (جيسلمير) ۽ سنڌ جي ڪن ڀاڱن يعني تہ جيسلمير واري سرحد لڳ سنڌ جي اُپرندين ڀاڱن ۾ ”اڌ-اکري ناگري“ هلندڙ هئي. انهيءَ مان ڀانئجي ٿو تہ اندازن موجوده سکر، خيرپور، سانگهڙ ۽ ٿرپارڪر ضلعن جي اُپرندين ڀاڱن ۾ ”اڌ-اکري ناگري“ ، هلندڙ هئي، ساموندي ڪناري يعني موجوده ٺٽي ضلعي جي ڏاکڻي ڀاڱي ۾ ”ملقاري“ رسم الخط رائج هئي. تاريخي اعتبار سان درياء کان اولهہ طرف ميرپورساڪري واري علائقي ۾ آڳاٽي وقت کان ”نڱامرا“ قوم آباد هئي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ انهن جي صورتخطي منصوره ۾ ”سينڌَبَ“ يعني ”سينڌو“ يا ”سنڌي صورتخطي“ هلندڙهئي، اها عربي-سنڌي صورتخطي هئي، جيڪا پهريائين منصوره واري علائقي ۾ استعمال ٿي ۽ اتان آهستي آهستي سڄي سنڌ ۾ رائج ٿي(1)“.

هي هڪ اهڙو رايو آهي جنهن تي بحث ڪري سگهجي ٿو ۽ اهو قبول ڪري نٿو سگهجي تہ سئندوَ رسم الخط عربي-سنڌي رسم الخط جو

---

(1) نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر: حوالو ڏنل آهي.ص 24

نالو هو. برهمڻ آباد(المنصوره) مان جيڪو ديسي رسم الخط ٺڪرين تي لکيل مليو آهي، احو لوهاڻڪي رسم الخط جهڙو آهي ۽ اهوئي "سئندوَ رسم الخط" هو.

"سئندوَ" عربي-سنڌي رسم الخط جو نالو نہ هو جنهن منصوره ۾ اها شڪل اختيار ڪئي. پر جيڪڏهن اهو قبول بہ ڪٽي ڪجي تہ سئندوَ عربي-سنڌي رسم الخط جو نالو تہ اهو قبول ڪري نٿو سگهجي تہ هي رسم الخط ڪو البيرونيءَ ايجاد ڪيو هو ڇو تہ البيرونيءَ کان گهڻو اڳ، جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي تہ جاحظ، اصطخري، مسعودي، ابن حوقل ۽ ٻين سياحن جي تاريخي ڪتابن ۾ ڪن نج سنڌي لفظن کي عربي سنڌي حروفن ۾ تبديليون آڻي، عربي-سنڌي رسم الخط ۾ لکڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي هئي. اهي تاريخون، جن جا نالا مٿي ڏنا ويا آهن. البيرونيءَ جي آمد کان ٽي – چار سئو سال اڳ لکجي چڪيون هيون. انهن ۾ عربي–سنڌي رسم الخط ڪم آندو ويو هو ۽ عربي حروفن جي مدد سان نج سنڌي آوازن لاءِ حروف – تهجي جوڙيا ويئي هئي. انهيءَ دليل جي آڌار تي قابل احترام شخصيت، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي راءِ سان، گهڻي معذرت سان، اتفاق نٿو ڪري سگهجي، جنهن ۾ ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو:

"عربي-سنڌي صورتخطيءَ جو آڳاٽي ۾ آڳاٽو نمونو خود محقق بيرونيءَ جي لکت ۾ ملي ٿو. هن "ملقاري" لفظ ۾ "ق" حرف آندو. "مڱر" (منگر) ۽ اڱل (اَڱر) لفظن ۾ "ڱ" جي اُچار لاءِ "ڱ" حرف آندو اٿس. يعني تہ خود محقق بيروني سنڌ جي مقامي اُچارن کي ادا ڪرڻ لاءِ عربي حرفن تي ٽبڪا ڏيئي نوان اکر ڪيا. اُن مان ظاهر آهي تہ "سنڌي-عربي صورتخطي" جيڪا اسان تائين پهتي آهي، ان جا لکت ۾ تاريخي آثار 1025ع- 1030ع واري عرصي ۾ ملن ٿا"(1).

(1)نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر: حوالو ڏنو آهي، ص - 24

انهيءَ حقيقت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ محقق البيرونيءَ ڪن نج سنڌي آوازن لاءِ نوان حروف گهڙيا، اُن لاءِ هن عربي حروفن ۾ ٽِبڪا ڏيئي يا ٻئي طريقي سان نج سنڌي آوازن لاءِ حرف جوڙيا، پر البيرونيءَ کان لڳ ڀڳ ٽي-چار سئو سال اڳ، عرب ۽ مقامي ماهرن، نج سنڌي آوازن لاءِ حرف ٺاهڻ لاءِ، عربي حروفن ۾ تبديليون آنديون، يا اُن نج سنڌي آواز جي ويجهو عربي ٻوليءَ جا حروف مقرر ڪيا. منهنجي هن رايي کي خود ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي ڪتاب ۾، اڳتي هلي، صفحي 75 تي قبول ڪيو آهي. هو لکي ٿو:

”عرب-اسلامي دور ۾ نئين علمي، ثقافتي، سماجي ۽ سياسي ماحول جي زير اثر، سنڌي ۽ عربيءَ جو پاڻ ۾ گهاٽو رشتو، عمل ۽ رد عمل پيدا ٿيو، جنهن سان سنڌي ٻوليءَ جي لساني انفراديت مضبوط ٿي ۽ پڻ اها بين الاقوامي سطح تي تسليم ڪئي ويئي. انهيءَ انفرادي حيثيت ۽ اهميت سببان، سنڌي ٻوليءَ بابت بين الاقوامي سطح تي تحقيق شروع ٿي، جنهن ۾ جاحظ، ابن حوقل ۽ ٻين عالمن سنڌي ٻوليءَ متعلق حوالا قلمبند ڪيا. چوٿين صدي هجريءِ جي ٻئي نصف ۾ اسحاق ابن النديم انهيءَ تحقيق ۾ اڳتي وک وڌائي ۽ پڻ ساڳئي دور ۾ بشر بن عبدالوهاب الفزاري سنڌي لغت جو وڏيڪ گهرو مطالعو ڪيو. ان بعد پنجين صدي هجريءَ جي پهرئين اڌ ۾ بيرونيءَ سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ بابت وسيع پيماني تي معلومات قلمبند ڪئي“(1).

ڊاڪٽر صاحب اڳتي لکي ٿو:

”ٻين ٽين صدي هجريءَ کان وٺي عرب عالمن ”علم طب“ تي تحقيق شروع ڪئي ۽ دوائن ۾ استعمال ٿيندڙ معدنيات، جڙين ٻوٽين ۽ پسارڪي وکر بابت ڪتاب لکجڻ لڳا.

---

(1) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: حوالو ڏنو آهي ، ص 24. (2) ايضا، ص 75.
(2) ايضاً، ص 75.

جدا جدا ملڪن ۾ جڙين ٻوٽين ۽ دوائن جي سمجهه ۽ سڃاڻپ خاطر ضروري هو تہ انهن جا نالا ٻين اهڙين ٻولين ۾ ڏنا وڃن، جن جي ان دور ۾ بين الاقوامي حيثيت تسليم ٿيل هئي، يا جن ۾ جڙين ٻوٽين ۽ پسار جي ڄاڻ جو علم ڪافي ترقي ڪري چڪو هو.

سنڌ نہ فقط ان وقت ۾ بين الاقوامي حيثيت رکندڙ هئي، پر سنڌ ۾ پسارڪي وکر جو واپار ايترو تہ وڌيل هو جو هند جي ٻين ڀاڱن جون جڙيون ٻوٽيون پڻ سنڌ مان اولهہ طرف ٻين ملڪن ڏانهن موڪليون وينديون هيون. انهيءَ ڪري ٻين معاصر ٻولين سان گڏ سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ جڙين ٻوٽين ۽ پسارڪي وکرن جا نالا ڏيڻ ضروري سمجهيو ويو(2). "

ڊاڪٽر صاحب ساڳئي صفحي تي، اڳتي لکي ٿو:

"اهو چئي نٿو سگهجي تہ سڀ کان پهريائين ڪڏهن کان وٺي پسارڪي وکر جا نالا سنڌي ۽ هنديءَ ۾ ڏنا ويا. غالبن اهو سلسلو ٻي صديءَ هجريءَ ۾ سنڌ ۾ ، منصوره جي عالمن کان شروع ٿيو ۽ پوءِ بغداد تائين پهتو(1). "

ڊاڪٽر صاحب جي، هن راءِ جي آخري پئرا گراف مان صاف ظاهر آهي تہ محقق البيرونيءَ کان لڳ ڀڳ ٻہ سئو سال اڳ، سنڌي زبان ۾ پسارڪي وکرن، دوائن ۽ جڙين ٻوٽين جي نالن کي عربي-سنڌي رسم الخط ۾ لکڻ شروع ڪيو ويو هو ۽ نج سنڌي آوازن لاءِ عربي حروفن ۾ ڦيرڦار ڪري، موزون حروف بنايا ويا هئا. ڊاڪٽر صاحب جي حوالي مان معلوم ٿئي ٿو تہ:

"چوٿين صدي هجريءَ جي آخر ۾، بشر بن عبدالوهاب الفزاري، پنهنجي ڪتاب، "تفاسير الادويه" ۾ پسارڪي وکر ۽ دوائن جا سنڌي ۽ هندي نالا وڏيڪ تفسير سان درج ڪيا. ان کانپوءِ محقق البيرونيءَ سن 1050-1051ع (1) ۾ پنهنجو ڪتاب، "الصيدنہ في الطب" لکيو. جنهن ۾ جڙين

ٻوٽين ۽ دوائن جا نالا يوناني، سرياني، عربي، فارسي، سنڌي ۽ هندي توڙي ٻين مقامي ٻولين ۾ قلمبند ڪيائين. بيروني منصوره پڻ آيو(2).

”بيرونيءَ پنهنجي ڪتاب، ”ڪتاب الصيدنہ في الطب“ ۾ مني سئو کن جڙين ٻوٽين ۽ دوائن جا نالا سنڌيءَ ۾ ڏنا آهن، جن مان اڌ کان وڌيڪ بشر جي ڪتاب، ”ڪتاب تفاسير الادويہ“ جي حوالن سان ڏنا اٿس ۽ باقي پنهنجي طرفان تحقيق ڪري لکيا اٿس. اهي نالاي سنڌي ٻوليءَ جي انفرادي اهميت ۽ بين الاقوامي علمي حيثيت بابت هڪ تاريخي دستاويزي حيثيت رکن ٿا“. (3)

هيٺ بشر ۽ البيرونيءَ جي ڪتابن ۾ ڏنل انهن دوائن ۽ جڙين ٻوٽين جا نالا، ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڪتاب مان سندن حوالي سان ڏجن ٿا تہ جيئن انهن لفظن جي صورتخطين جي باري ۾ خبر پوي:

---

(1) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: حوالو ڏنو آهي، ص 76.
(2) البيرونيءَ جو سن ولادت 973ع ۽ وفات 1048ع بيان ڪيل آهي، انهيءَ حساب سان، هي ڪتاب 1050-1051ع کان اڳ لکيو هوندائين، ممڪن آهي تہ شايع 1050- 1051ع ۾ ٿيو هجي.
(3) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: حوالو ڏنل آهي، ص 78.

| بشر جي كتاب تفاسير الادويه ۾ سنڌي لفظ جي لکت | البيروني جي كتاب الصيدونه ۾ سنڌي لکت | موجوده سنڌي لفظ | حرفن ۾ قير قار ۽ تبديل: سنڌي لکت | عربي لکت |
|---|---|---|---|---|
| لِمُ | لِمُ | لِمِ/نِمُ | ڻ | ن |
| – | وَنُ | وَڻُ | | |
| – | جاماها | جاماهو/ڊراماهو/ ڊاماهو | ڊر | ڊ |
| بنج | دهطورا | ڀنگ/ڌاتورو | ب<br>نج<br>دهـ | ڀ<br>ک<br>ڌ |
| توتيه | توتيه | توتيو | – | – |
| – | منبهل | ميڻ ڦل | بهـ | ڦ |
| حَرمُل | هملو | هرملو/هرمرو | ل<br>ح | ر<br>هـ |
| – | هين | هڱ | ن | ڱ |
| – | رفاقُطي | رپاڪُٽي (چانديءَ جي ڪٽ) | ف | پ<br>ط |
| | ت | | | |
| | | | ق | ڪ |
| – | بولو | ٻُلهڻ | ب | ٻ |
| – | سند | سنڊ | د | ڊ |
| – | كتوره | كٽوري | ت | ٽ |
| – | شنكر | سڱر | ک | ڱ |

مٿين مثالن مان ثابت ٿو ٿئي تہ عربي-سنڌي رسم الخط جي ابتدا، 187هہ کان اڳ (لڳ ڀڳ 898ع ڌاري)، 864ع ڌاري عرب سياح جاحظ ڪئي هئي، جنهن جا مثال جاحظ جي ڪتاب "رسالتہ فخرالسودان علي البيضان" مان ملن ٿا، يعني البيرونيءَ جي آمد پنجين صدي هجري) کان ٽي سئو کن سال اڳ ٿي چڪي هئي، البت اهو تسليم ڪرڻو پوندو تہ محقق البيرونيءَ اُن ۾ تبديليون آنديون ۽ اُن کي وڌيڪ مناسب ۽ معياري بنايو، جنهن کي نستعليق توڙي نسخ رسم الخطن ۾ لکيو ويندو هو. سنڌيءَ جي انهن ٻنهي قسمن جي لکت جا نمونا، ڪيترن ئي عربي ۽ فارسي ڪتابن توڙي ڪتبن تختين ۽ تحريرن ۾ ملن ٿا.

حاصل مطلب تہ عربي-سنڌي رسم الخط جا سڀ کان پهريان مثال 864ع ۾، جاحظ جي ڪتاب "رسالة فخرالسودان علي البيضان" ۾ ملن ٿا. ان کانپوءِ ترت عربي-سنڌي رسم الخط جو نمونو اُن قصيدي ۾ ملي ٿو جيڪو 187هہ (898ع) کان اڳ قلمبند ڪيو ويو، جيڪو يحيٰ بن خالد برمڪيءَ جي دربار ۾، پڙهيو ويو هو. بلوچ صاحب پڻ اهائي دعويٰ ڪئي ۽ لکيو هو تہ:

"سنڌي زبان جي هڪ شاعر سنڌي زبان ۾ بغداد جي برمڪي وزيرن جي تعريف ۾ هڪ قصيدو ٺاهيو. هي قصيدو يحيٰ بن خالد برمڪيءَ جي دربار ۾ پڙهيو ويو هو. جيئن تہ 187هہ ۾ هارون الرشيد جعفر بن يحيٰ برمڪيءَ کي مارايو هو، انهيءَ مان ظاهر آهي تہ هي بيت 187هہ کان اڳ قلمبند ڪيو ويو هوندو. اهو بيت هو:

اره بره کنکره کرا کري مندره

ڊاڪٽر صاحب اڳتي فرمائي ٿو:

"سنڌي زبان ۾ چيل بيت جي، عربي رسم الخط ۾ هيءَ پهرين لکڻي آهي، جيڪا هاڻ اهڙي صورت اختيار ڪري چڪي آهي جو اصل لفظ جو پتو ئي نٿو پوي، انهيءَ هوندي بہ هيءُ آڳاٽو حوالو سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ لاءِ

هڪ قيمتي ”وَٿ“ آهي، سڀ کان اول تہ هي سنڌيءَ ٻوليءَ جو عربي –سنڌي صورتخطيءَ ۾ سڀ کان پهريون لکيل نمونو آهي(1)“

بهرحال مٿي ڏنل دليلن جي روشنيءَ ۾ اهو چئي سگهجي ٿو تہ سنڌي ٻوليءَ لاءَ عربي-سنڌي رسم الخط جي ابتدا 864ع ۾ جاحظ جي ڪتاب، ”رسالتہ فخر السودان في علي البيضان“ ۾ نج سنڌي لفظن کي عربي- سنڌي رسم الخط ۾ لکڻ سان ٿي، انهيءَ عرصي کي سنڌ ۾ عربن جي حڪومت شروع ٿيڻ ۾ ( 93 هہ ۾ عربن جي حڪومت سنڌ ۾ شروع ٿي هئي)، هڪ سئو کن سال گذريا هئا، هن رسم الخط ۾ اڳتي هلي چچنامي جي مصنف، البيروني ۽ ٻين ماهرن ۽ محققن پنهنجي نموني سڌارا ۽ واڌارا آڻي، اُن کي وڌيڪ معياري بنايو.

## مددي ڪتابن جي فهرست

### عربي ڪتاب

(2) ابن نديم: ”الفهرست“، اردو ترجمو جلد دوم، ”هندوستان عربون کي نظر مين“ اعظم ڳڙهہ، دارالامصنفين، 1962ع، ص ص 3_4

(3) ابوالحسن مسعودي: مورج الذهب و معاون الجواهر، اردو ترجمو حصو اول ”هندوستان عربون کي نظر مين“ حوالو ڏنل آهي، ص ص 288 ۽ 286.

(4) اصطخري: ”المسالک الممالک“، اردو ترجمو حصو اول، حوالو ڏنل آهي، ص ص 23_ 74.

(1) جاحظ سنڌي حرفن لاءِ ويجهي ۾ ويجها عربي حرف ڪم آندا: ”ڻ لاءِ ن“ جهڙوڪ ”سنداڻَ لاءِ سندانِ“ هو لکي ٿو تہ سنڌ لوهارڪي ڏنڌي ۾ شهرت رکندڙ هئي.سنڌ مان ٻئي سامان سان گڏ تلوارون بہ عربستان موڪليو هيون (ص 5).
ٻيا مثال آهن:

| | |
|---|---|
| ”چ“ لاءِ ”ش“ ۽ ”ٿ“ لاءِ ”ت“ | چيٿ > شِيت |
| ”چ“ لاءِ ”ص“ | چُندن > صندل |
| ”و“ لاءِ ”ب“ | واٽيا > بنيانيہ |
| ”ڪ“ لاءِ ”ڪ“ ۽ ”پ“ لاءِ ”ف“ | ڪپور > ڪافور |
| ”گ“ لاءِ ”ج“ | دنگي > دُونيج |
| ”ڍ“ لاءِ ”د“ | هنڍول > هندول |

(5) بشاري مقدسي: ”احسن التقاسيم في معرفتہ“، اردو ترجمو حصو اول، حوالو ڏنل آهي، ص ص 385 ۽ 386.
(6) بزرگ بن شهريار: ”عجائب الهند“، اردو ترجمو جلد اول، حوالو ڏنل آهي، ص ص 101 ۽ 202.
(7) جاحظ: ”رسالتہ فخر السودان علي البيضان“، اردو ترجمو حوالو ڏنل آهي، ص ص 55، 73 ۽ 74.
اردو ڪتاب
(8) سيد سليمان ندوي: ”عرب و هند کي تعلقات“ دهلي، هندوستان اڪيڊمي، 1929ـ30ع، ص ص 67ـ69.
سنڌي ڪتاب
(9) ڀيرومل آڏواڻي: ”الف ـــ ب ڪيئن ٺهي؟“، حيدرآباد ڀارتواسي پريس، ص 6.
(10) عبدالڪريم لغاري: سنڌي اـ ب جي ارتقا، ڄام شورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1976ع ص ص 32 ۽ 33.
(11) غلام علي الانا، ڊاڪٽر: ”سنڌي صورتخطي“، ڇاپو ٽيون، حيدرآباد سنڌ، سنڌي زبان پبليڪيشنس 1969ع ص ص 27، 93، 98.
(12) ايضا: ”لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ“، ڄام شورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1979ع.
(13) ايضا: مقالو ”سنڌي لسانيات، صوتيات، لغت ۽ گرامر تي ٿيل تحقيق ۽ اشاعت“، سماهي مهراڻ، ڄام شورو، سنڌي ادبي بورڊ 1983ع.
(14) ايضا: مقالي ”ڀنڀور جا آثار ـ سنڌي ٻولي ۽ سنڌي سماج جومطالعو“، سماهي مهراڻ، ڄام شورو، سنڌي ادبي بورڊ 84ـ 1983ع ص ص 61ـ 62.
(15) ايضا: ”سنڌي ٻوليءَ جو ارتقا“، ڄام شورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1987ع.
(16) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ“، ڇاپو ٻيو، حيدرآباد، زيب ادبي مرڪز 1980ع، ص ص 49، 60، 63، 65، 71، 44، 78.

**انگريزي ڪتاب**

(17) Aitken, E.H., Gazetteer of the Province of Sinh, Karachi, American Steam Press, 1907, P 472.

(18) Burton, R.F., Sind and the Races that inhabit the Valley of River Indus, London W.H. Allen and Co: 1851,p 152.

(19) Daudpota, U.M Dr: Article, “Sindhi Literature”, published in Cultural Heritage of Pakistan, Karachi, Oxford University Press, 1955, p 156

(20) Sachau, E. C., Alberuni’sIndia, London, Kegan Paul Trench, Trubner, 1910, p 173.

(21) Stack, G., Grammar of Sindhi Language, 1849, pp.3_8.

(مهراڻ 4_1990ع)

# سنڌي زبان ۾ سرائڪي پهاڪا

سليم ميمڻ

پهاڪو اهڙين چوڻين کي چيو ويندو آهي، جنهن ۾ عقل مشاهدو ۽ ڏاهپ سمايل هوندي آهي. اسان پنهنجي رومزه جي زندگيءَ ۾ ڏسون ٿا، ته ٻڪري جي اڳيان جيڪا شيءِ اچي ٿي، ان کي کائي ٿي وڃي ۽ ڪيس جنهن به وڻ سان ٻڌجي ٿو پوءِ اهو ڪڙو هجي ڪسارو هجي يا ڪسو. ان کي به کائي وڃي ٿي ته ان مشاهدي کي اسان پهاڪي طور هيئن بيان ڪيو ته ”ٻڪري جنهن وڻ سان ٻڌجي ان وڻ کي کائي.“

ان جي پيٽ ۾ جڏهن اسان چئون ٿا ته ”دوست اهوجو آئيءَ ويل ڪم اچي،“ يا ”جهڙي ڪرڻي تهڙي پرڻي“ ته ان ۾ مشاهدي کي زياده عقل، سمجهه ۽ ڏاهپ سمايل آهي.

سنڌي ادب جي سرموڙ مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب ”پهاڪن جي حڪمت“ جي ديباچي ۾ پهاڪن جي وصف مختصر طور هيئن بيان ڪئي آهي: ”پهاڪو هڪ ننڍڙي چوڻي يا ڪهاوت آهي جنهن ۾ وڏو سچ لڪل ٿو رهي، جو عملي طور ڪمائتو ٿو ٿئي. پهاڪو پهرين هڪڙي ڄڻي جو چرچو آهي، پر پوءِ گهڻن جي ڏاهپ آهي.“

ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي پنهنجي ڪتاب ”پهاڪن جي پاڙ“ ۾ ڄاڻايو آهي ته : ”پهاڪو سنسڪرت جو لفظ آهي پٽڪ =پٽ+ آڪو =ستُ سلجهائڻ، سلت، ويچار ڪرڻ.“

پهاڪو پر معنيٰ هجڻ سان گڏ سلوڻو وڻندڙ ۽ مزيدار هوندو آهي. سنڌي پهاڪن جيِ اها خوبي آهي ته انهن ۾ گهڻي قدر شعريت ۽ ميناج هوندو آهي ۽ ڪيترن پهاڪن ۾ تڪ بندي ۽ قافيابندي به هوندي آهي، جنهن ڪري وڏيڪ سلوڻا ۽ سهڻا ٿي پوندا آهن، جيئن:

1: اٽو چي گهوپاٽو.

2: هرڻي اڳيئي نچڻي، ويتر پيس گهنڊڻي.

3: ڏاچي هڻي ڏهه، توڏو هڻي تيرنهن.

پهاڪا ٻولين جو قيمتي سرمايو آهن ۽ انهن جي سونهن ۽ سينگار پڻ، ڪنهن به ٻوليءَ جي شاهوڪاريءَ جو اندازو ان جي پهاڪن ۾ لڳايو ويندو

آهي. دنيا ۾ ترقي يافته ٻولين جون جيڪي خوبيون ڄاڻايون وڃن ٿيون، تن منجهان هڪ خوبي اها به آهي ته ان ٻوليءَ ۾ پهاڪن جو تعداد ڇڱو هجي.

سنڌي ٻولي هڪ شاهوڪار ٻولي آهي، جنهن ۾ نه صرف لفظن، محاورن ۽ اصطلاحن جو بي انت خزانو آهي پر اُها پهاڪن ۾ به مالا مال آهي. ڀيرو مل آڏواڻي "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" ۾ لکي ٿو: "سنڌي ٻوليءَ جو ڳچ جيترو خزانو سندس اصطلاحن ۽پهاڪن ۾ آهي. اڪثر انهن ۾ نج سنڌي ڪم آيل آهي."

دنيا جون مختلف ٻوليون جڏهن ڪنهن نه ڪنهن سبب يا نموني هڪ ٻئي سان لهه وچڙ ۾ آيون آهن ته انهن هڪ ٻئي جي جهوليءَ ۾ ڪجهه وٺو ڪجهه ورتو آهي. اهو هڪ قدرتي امر آهي. سنڌي ٻوليءَ جي وقت به وقت ڪيترين ئي پرڏيهي ٻولين سان ويجهڙائي ۽ قربت رهي آهي، جن مان سنسرڪت، پالي، عربي، فارسي، انگريزي جا نالا قابل ذڪر آهن. انهيءَ ڪانسواءِ سنڌي پنهنجي پاڙيسري زبانن جهڙوڪ سرائيڪي، بلوچي، گجراتي، بروهڪي ۽ ڪڇي سان لهه وچڙ ۾ رهي آهي، جنهن ڪري انهن جون ڪي اصلوڪيون شيون پنهنجي صورت ۾ سنڌي زبان ۾ موجود آهن. انهن زبانن مان سرائيڪي جو سنڌي زبان سان وڏيڪ سنبنڌ رهيو آهي، جنهن ڪري سرائڪي زبان سنڌي زبان جي دامن ۾ جتي ٻيون شيون ڏنيون آهن اتي پهاڪا به ڏنا آهن، جي سنڌيءَ ۾ اڄ به ائين بيان ڪيا وڃن ٿا، جيئن سرائڪي علائقن ۾:

سرائڪي ٻوليءَ جي سلسلي ۾ عرب سياحن ان کي سنڌي زبان سڏيو آهي. اصطخري پنهنجي ڪتاب "المسالڪ والممالڪ" ۾ چوي ٿو ته: "منصوره، ملتان ۽ ان جي آس پاس علائقن جي ماڻهن جي ٻولي سنڌي آهي." ساڳي طرح ابن حوقل پنهنجي سفرنامي ۾ لکي ٿو: "منصوره ملتان ۽ ان جي آس پاس علائقن ۾ عربي ۽ سنڌي زبانون رائج آهن." بهاول پور جي هڪ عالم محمد بشيرظامي بهاولپوري سرائڪي زبان بابت چوي ٿو ته:"سرائڪي پنهنجي ليکي هڪ خود مختيار زبان آهي جا نندي ڪنڊ ۾ سڀ کان پراڻي زبان آهي." اها هڪ اصلوڪي زبان آهي ۽ آرين جي اچڻ کان اڳ ڳالهائي ويندي هئي. انهيءَ مان سنڌي، پنجابي، پشتو ۽ ڪشميري زبانون ڦٽي نڪتيون آهن."

تاريخي نقطهٔ نگاه کان جي اسان سرائڪي زبان جي خاص علائقن ڏانهن ڏسنداسين تہ انهن علائقن ۾ سنڌ جو هڪ ٻئي سان گهرو واسطو رهيو آهي. ملتان ۾ ان جو سارو علائقو نہ فقط برهمڻ گهراڻي جي دور حڪومت تائين، سنڌ جي حڪومت جو اهم علائقو هو پر مسعودي جي بيان مان واضح ٿئي ٿو تہ عربن جي حڪومت جي زماني ۾ پڻ هن علاقي کي سنڌ جو اهم علائقو سمجهيو ٿي ويو. ان وقت سنڌجي عربي حڪومت جون حدون منصوره کان شروع ٿينديون هيون ۽ اتر ملتان تائين پکڙيل هيون.

ابن بطوطہ سلطان محمد تغلق جي دور ۾ جڏهن سنڌ ۾ آيو هو تہ هن پنهنجي سفرنامي ۾ لکيو آهي تہ: ”اچ کان پوءِ آءُ ملتان پهتس، هي شهر سنڌ جو تختگاهہ آهي.“

ڊاڪٽر غلام علي الانا ”سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي“ ۾ لکي ٿو تہ ”873ع ۾ جڏهن اسماعيلي فرقي جا داعي سنڌ ۾ آيا، تڏهن ملتان وري سنڌ جو تختگاهہ هو.“ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“ ۾ لکيٿو تہ ”سومرن جي دور ۾ بهاولپور واري ايراضي سنڌ جي زير اثر رهي، جنهن ڪري ”سنڌي سرائڪي جو رشتو قائم رهيو.“

مير علي شير قانع ”تحفتہ الڪرام“ ۾ سمن جي دور ۾ سنڌ جي ملتان سان تعلقات بابت لکي ٿو تہ ”ڄام نظام الدين عرف ڄام نندو جڏهن سنڌ جو حاڪم هو هن ملتان جي حاڪم سان دوستيءَ جو رستو ڳنڍيو ڇڏيو.“ تحفتہ الڪرام ۾ وڌيڪ بيان ڪيل آهي تہ ارغون گهراڻي جي حاڪم مرزا شاهہ حسن سنہ 930هہ ۾ ملتان فتح ڪيو ۽ اهو بابر بادشاهہ کي نذراني طور ڏنائين، پوءِ بابر پنهنجي پٽ ڪامران کي عطا ڪيو.

1002هہ ۾ اڪبر بادشاهہ ملتان جي گورنر کي ٺٽي جو گورنر مقرر ڪيو. 1059هہ ۾ شهزادي اورنگزيب کي ٺٽي جو مالڪ بنايو ويو ۽ ملتان جو صوبو کيس تنخواهہ ۾ مليو.

ايڪسٽريڪٽس فرام دي ڊسٽرڪٽ ۽ اسٽيٽس گزيٽئرس آف دي پنجاب (پاڪستان) ۾ ڄاڻايل آهي تہ جڏهن ميان نورمحمد ڪلهوڙو حڪمران ٿيو تہ هن صادق آباد ڪارداري ۽ خانپور ڪارداري کي فتح ڪري سنڌ سان ملائي ڇڏيو. هن ديره اسماعيل خان جي هوتن سان جنگيون ڪيون. ليهہ (Leiah) سنڌ ساگر دوآبي کان چناب تائين هٿ ڪيائين. ميان

غلام شاهه جسڪاڻين کي شڪست ڏئي ديره غازي خان تائين ملڪ فتح ڪيو. ان زماني ۾ ملتان مان مراد ”سنڌ“ ۽ ملتاني مان ”سنڌي“ ورتي ويندي هئي.

مولائي شيدائي ”تاريخ تمدن سنڌ ۾ لکي ٿو ته ”شيخ الاسلام (بهاو الدين زڪريا ملتاني) جو فرزند شيخ صدرالدين ”سنڌي“ جي لقب سان سڃاتو ويندو هو. سنڌ جا ملتان ۽ ٻين سرائڪي ڳالهائيندڙ علائقن سان روحاني رشتا پڙ رهيا آهن. قديم زماني ۾ ملتان ۾ سورج ديوتا جو وڏو مندر هو. ان ڪري ان کي اموِل آستان يعني سج جو آستان ڪري سڏيندا هئا، جتي سنڌ ۽ هند مان ڪيترا ياتري ايندا هئا. سومرن جي دور ۾ سهروردي طريقي جي وڏي صوفي درويش بهاوءِ الدين زڪريا جي تبليغ جو سنڌ تي وڏو اثر پيو. خاص طرح سما قبيلا هن بزرگ جا مريد ٿيا. تغلقن جي دهليءَ تي حڪمراني واري دور ۾ پهريان محمد تغلق سنڌ تي ڪاهي آيو، مگر سنڌ کي فتح ڪري نه سگهيو. ان گهٽتائي جو انتقام وٺڻ لاءِ سلطان فيروز شاهه تغلق، ڄام ڄنيي سمي جي ڏينهن ۾ ٺٽي تي ڪاهه ڪئي، مگر هن کي فتح نصيب نه ٿي. تاريخ فيروز شاهي جي مصنف شمس سراج عفيف جي بيان مطابق شيخ الاسلام صدر الدين ملتاني ۽ اُچ جي بزرگ مخدوم جهانيان (جهان گشت) ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ پئي صلح ڪرايو.“

اڄ تائين سنڌ جا هزارين ماڻهو شيخ بهاوءِ الدين زڪريا جي درگاهه جا مريد آهن ۽ هر سال سندس عرس جي موقعي تي ملتان ويندا آهن. سنڌ ۾ قديم دور کان وٺي ملتان ۽ ٻين سرائڪي ڳالهائيندڙ خطن مان ماڻهو لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا آهن. ڪلهوڙن جي وقت ۾ ڪڪرالي جي ڄام راڻي اجمال نصرپور جي ڪپن وٽ قرلٽ ڪئي. سرائين جي فوج کين آڻ مڃرائي. اهي سرائي ملتان جي آس پاس جا زميندار هئا ۽ ٻارين ٻچين ملازمت خاطر لڏي آيا هئا. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ سندن ٽالپر مريد ديره غازي خان مان لڏي اچي سنڌ ۾ رهيا. اڳتي هلي ايترو زور ورتائون جو پنهنجن مرشدن جي جاءِ تي سنڌ جا حاڪم ٿي ويٺا، جنهن ڪري اهو پهاڪو مشهور ٿيو ”آيا مير ڀڳا پير“.

ڀيرومل آڏواڻي ”سنڌ جي هندن جي تاريخ“ ۾ لکيو آهي هت سنڌ جون خاص ذاتيون لوهاڻا ۽ ڀاٽيہ وغيره اصل ملتان جا رهاڪو هئا. جتان لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا.

سنڌ ۾ سرائڪي ڳالهائيندڙن جي ڪثرت سان آمد سبب سنڌ جي سري واري علائقي ۾ سرائڪي ڳالهائڻ جو رواج پيو. خاص طرح ٽالپرن حڪمرانن جي دور ۾ جن جي زبان سرائڪي هئي، سنڌ ۾ سرائڪي شاعري جو رواج پڻ پيو. ڪي سرائڪي وايون شاهہ عبداللطيف رحہ ڏانهن منسوب ڪيون ويون آهن، جي ڪن پراڻن رسالن ڪانسواءِ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي نئين مرتب ڪيل رسالي ۾ بہ ملن ٿيون. ٽالپرن جي دور ۾ سچل سرمست سرائڪي ۾ ڀرپور ڪلام چيو.جنهن ڪري سنڌ ۾ سرائڪي شاعري جو عام رواج پئجي ويو. سندس مريدن بيدل، نانڪ يوسف، ميان غلام محمد گدا قادري ۽ ٻين پڻ سندس پيرويءَ ۾ سرائڪي ڪلام چيو.

سنڌ ۾ سرائڪي ڳالهائيندڙن جي رهائش سبب سنڌ جي ماڻهن ۾ ڪيترائي سرائڪي پهاڪا مروج ٿي ويا، جي سنڌي ماڻهو ائين استعمال ڪرڻ لڳا جيئن سنڌي پهاڪا. انهن مان ڪجهہ هي آهن، جيڪي اڄ بہ جيئن جو تيئن اصلوڪي صورت ۾ سنڌ ۾ ڳالهايا وڃن ٿا.

”ٻلي شير پڙهايا، ڦر ٻلي نون کاوڻ آيا“.

ڪهاڻي ائين مشهور آهي تہ ٻليءَ شينهن کي چستين ۽ چالاڪين جا هنر ۽ حرڪتون پڙهايون ۽ سيکاريون، پر وڻ تي چڙهڻ نہ سيکاريو. جڏهن شينهن پڙهي پڙ ٿيو تہ ٻلي کي کائڻ لڳو. ٻلي ٽپ ڏئي وڻ تي چڙهي ويئي. هي پهاڪو ان وقت ڏنو ويندو آهي، جڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن ٻئي ڪم ظرف ماڻهوءَ کي علم هنر ۽ حرفت ڏيندو آهي ۽ اهو ماڻهو وري پنهنجي محسن جي خلاف ٿي بيهندو آهي ۽ ان جا سيکاريل حربا ان جي ئي خلاف استعمال ڪندو آهي.

”ماءُ جڻي سين ٻچڙي، ونڊ نہ ڏيسين ڀاڳ“

ماءُ اولاد تہ جڻيندي پر ڀاڳ ان جي هٿ ۾ نہ آهي،اِهو رب جي هٿ ۾ آهي، تنهن ڪري هڪ ئي ماءُ جو اولاد هڪ تونگر ۽ ٻيو سڃو. جيڪڏهن ڀاڳ، ماءُ جي هٿ هجي ها تہ ان جو سمورو اولاد سکيو ۽ ستابو هجي ها.

”پاڻ نہ پلي ڏوجهيان متيان ڏيوي“

هن پهاڪي جومطلب آهي تہ انسان پاڻ تہ ڪنهن گندي، ڪُڌي يا ڪني ڪم ۾ ڦاٿل هجي پر ٻين کي وتي نيڪ نصيحتون ۽ چڱا مشورا ڏيندو.

”شينهن نہ ويکيائي ويک ٻلاڙا. چور نہ ويکيائي ويک سونارا.

عام طرح چيو ويندو آهي تہ سونارو اهڙو ڪپتيو ۽ چور آهي جو ماڻ جي نڪ مان بہ سون کوٽ ڪري ڪڍي وٺندو آهي. سياڻن پهاڪي ۾ مزو ۽ مزاح پيدا ڪندي، سونارن تي طنز ۽ ٺٺولي ڪندي چيو آهي تہ شينهن نہ ڏٺو اٿئي تہ ٻلو ڏس ۽ جي چور نہ ڏٺو اٿئي تہ سونارو ڏس. هي پهاڪو ان وقت بہ ڪم ايندو آهي، جڏهن ماڻهو ڏسڻ ۾ سادو نظر ايندو آهي پر هوندو بيڙو آهي.

”لچان چوران پت نہ ڪائي، توڙي هوون سڀي ڀائي“.

هن پهاڪي ۾ بيڙن ۽ خراب ماڻهن جي فطرت ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي تہ بيڙي فطرت وارا ماڻهو ڪٽي ڪيترا بہ ويجها عزيز ۽ رشتيدار هجن، پر انهن تي ڀروسو ۽ پت نہ ڪرڻ گهرجي. تي سگهي ٿو تہ اهي ڪڏهن بہ پنهنجي بيڙي فطرت کان مجبور ٿي ڪو ڇيهو رسائي وجهن.

”مينهان اُٺان دا ڪيها ميلا، او چرن جهنگ تہ او چرن ٻيلا“.

هن پهاڪي ۾ مختلف طبيعتن وارن جانورن ڏانهن اشارو ڪندي ٻڌايو ويو آهي تہ جهڙي طرح مينهن ۽ اٺن جو پاڻ ۾ ميل ميلاپ ۽ سنگت ٿي نہ ٿي سگهي، اهڙيءَ طرح ٻن مختلف طبيعتن ۽ لڇڻن وارن انسانن جي پاڻ ۾ ياري ٿي نہ ٿي سگهي. نيڪ ۽ بد، ڪڏهن بہ هڪ ٻئي جا يار ٿي نہ سگهندا.

”لڳي هو وَءِ تہ ڪل پَوَءِ، نہ تہ پڇ لڳي واليان نون“.

جنهن ماڻهوءَ کي ڪا تڪليف، درد يا ڏک رسندو آهي تہ ان جو سور ۽ پيڙا اهو ئي چڱي طرح محسوس ڪري سگهندو آهي، ٻئي کي ان درد جي شدت جو اندازو ٿي نٿو سگهي. ٻيو ماڻهو زباني همدردي تہ ڪري سگهندو پر جنهن ڪيفيت ۾ اڳيون مبتلا آهي ان جو پتو ڪيس تڏهن ئي پئجي سگهجي ٿو جڏهن پاڻ ساڳي مصيبت ۾ ڦاسي. هي پهاڪو عام طرح ان ماڻهوءَ جي طرفان ڏنو ويندو آهي جيڪو عشق ۾ مبتلا هوندو آهي ۽ ڪو ماڻهو ان کي سمجهائڻ ۽ متيون ڏيڻ لڳندو.

”هنڌ اهو سڙي جتي باهہ ٻلي، کهڙا سيڪ آوي پاڙي واليان نون“.

هي پهاڪو بہ مٿئين پهاڪي واري ساڳي معنيٰ ۾ مفهوم رکي ٿو. هن ۾ چيو ويو آهي تہ جت باهہ ٻرندي هوندي جتي ۾ تپش انهيءَ کي ايندي. پاڙي وارين جيڪي ان باهہ جي پنيٽ کان دور آهن، انهن کي ان باهہ جي جلائڻ ۾ ساڙڻ جو ڪهڙو سيڪ هوندو.

"اپڻي گهوٽ تہ نشا ٿيوَءِ".

ڪن موالين ڀنگ گهوٽي. هڪ سواليءَ کين چُڪيءَ لاءِ سوال ڪيو. هنن کيس ڪونڊي مان جمني ڀنگ جي پري ڏني. ٿوري وقت کانپوءِ سواليءَ چيو تہ توهان جي ڀنگ تہ ڪو نشوئي نہ ڪيو. ان تي موالين چيس تہ "اپڻي گهوٽ تہ نشا ٿيوَءِ". هن پهاڪي جو مطلب آهي تہ ماڻهوءَ کي پنهنجي همت ۾ محنت تي ڀاڙڻ گهرجي نہ ڪہ مفت خورو ٿي ويهڻ گهرجي. پنهنجي ڪمائي ۾ جو مزو آهي اهو خيرات ۾ ڏنل مفت جي ٽڪر ۾ نہ آهي. پنهنجي ڪمائي جي رکي سکي ٽڪر ۾ اهو مزو آهي، جيڪو بادشاهن کي ست رڃي طعا ۾ بہ نٿو ملي.

"اپڻا مال هي، روسان پيي ڪاسان پيي".

هڪڙي ماڻهو بصرن سان ماني پئي کاڌي، بصرن جي تيز بوءِ تي هن جي اکين مان پاڻي ٿي وهيو. تنهن تي ڪنهن ماڻهو کيس چيو تہ بصرن سان ماني ڇو ٿو کائين جو تنهنجي اکين مان پاڻي ٿو وهي. ان تي هن چيو تہ: "اپڻا مال هي، روسان پيي ڪاسان پيي".

مطلب آهي تہ پنهجي شئي آهي اها اهنج ڏي يا سهنج ڏي، پر هر حالت ۾ ان کي استعمال ڪرڻو آهي.

"مرويسون پر سنڌ نہ ڏيسون".

هوش محمد قمبراڻي جو لڳايل مٿيون نعرو جيڪو هن انگريزن خلاف لڳايو هو اڄ بہ پهاڪي طور استعمال ٿيندو آهي. سنڌ جي حڪمران ميرن جڏهن انگريزن جي ان مطالبي تہ سنڌ سندن حوالي ڪئي وڃي، جي سلسلي ۾ جڏهن پنهنجي برادري، اميرن وزيرن ۾ مختلف خيرخواهن سان مشورو ٿي ڪيو تڏهن هوش محمد آواز بلند ڪري چيو هو تہ: "مرويسون پر سنڌ نہ ڏيسون." اڄ بہ جڏهن سنڌ جي سلامتي ۾ حقن جو آواز بلند ڪيو ويندو آهي تہ سنڌ جي هر فرد جي زبان تي هوندو آهي :"مرويسون پر سنڌ نہ ڏيسون".

مٿي بيان ڪيل ڀاڪا ڪاسي مان ڪٽو آهن. مگر تحقيق، ميڙ چونڊ ۽ سهيڙڻ سميٽڻ سان ٻيا سوين سرائڪي ڀاڪا ملندا، جيڪي اسان رزمره جي زندگي ۾ استعمال ڪندا آهيون.

حوالا

1_ ڀاڪن جي حڪمت،مرزا قليچ بيگ ، سنڌي ادبي بورڊ
2_ ڀاڪن جي پاڙ، عبدالڪريم سنديلو انصاف پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو 1975ع
3_ گل شڪر، ڪيولرام، سنڌي ادبي بورڊ
4_ سنڌي ٻولي جي تاريخ، ڀيرومل آڏواڻي، سنڌي ادبي بورڊ
5_ المسالڪ والممالڪ (اردو ترجمو اصطخري، دارالمصنفين اعظم ڳڙه ڀارت 1960ع
هندوستان عربون ڪي نظر مين)
6_ هندوستان عربون ڪي نظر مين، مسعودي، دارالمصنفين اعظم ڳڙه ڀارت 1960ع
7_ عهد هائي قديم مين سرائڪي زبان ڪا ارتقا،محمد بشير ظامي، مرڪز سرائڪي زبان تي ادب حبيب ڪالوني بهاولپور
8_ سنڌي ٻولي جي لساني جاگرافي،ڊاڪٽر غلام علي الانا،انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي سنڌ يونيورسٽي ڇاپو ٻيو 1983ع
9_ سنڌي ٻولي جي مختصر تاريخ،ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ،زيب ادبي مرڪز حيدرآباد 1880ع
10_ تحفته الڪرام ،مير علي شير قانع(مترجم مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ 1957ع)
11_ تاريخ تمدن سنڌ، مولائي شيدائي، سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد
12_ ابن بطوط جو سفر،سنڌي ادبي بورڊ 1976ع
13_ تاريخ فيروز شاهي،شمس سراج عفيف، اردو اڪيڊمي اردو بازار ڪراچي 1980ع
14_ Extracts form the District and States Gazetteers of Pakistan University of Punjab 1977

(مهراڻ 1_2/1994ع)

# ضميري پڇاڙيءَ صحيح سنڌي ٻولي

محبت ٻرڙو

”اسين توهان وٽ شام جو نيڪ ڇهين وڳي پهچنداسون.“ جيئن ئي مون اهو جملو ڳالهايو، منهنجي ذهن ۾ هڪ خيال آيو: ”ڇا، مون اهو جملو سنڌي ٻوليءَ جي وياڪرڻي اصولن ۽ قاعدن پٽاندر صحيح ڳالهايو“؟

هڪ ٻه ٿي.... ڪيترائي ڀيرا سوچيم ۽ مون کي پڪ ٿي ويئي ته مون اهو جملو سنڌي ٻوليءَ جي وياڪرڻي اصولن ۽ قاعدن پٽاندر غلط ڳالهايو.

پوءِ مون پاڻ وٽ ايندڙ ۽ ڪچهري ڪندڙ استادن ۽ ليکڪن ۽ ٻين هر قسم جي عام ۽ خاص ماڻهن جي گفتن تي ڌيان شروع ڪيو ۽ پاسيم ته اهڙيون چڪون اسان جي عام ڳالهه ٻولهه ۾ عام جام پيون ٿين.

فطري هو ته سنڌي ٻوليءَ جي ليکڪن ۽ خاص طرح عالمن جي لکت ڏانهن ڌيان ڌيان. پروسو ڪريو يا نه، اها حقيقت آهي ته هڪ ٻن عالمن جي لکڻين کان سواءِ ٻن سون کان وڌيڪ نثر توڙي نظم لکندڙ چوٽيءَ جي ليکڪن جي لکتن ۾ اها ساڳي چُڪ ٿوريءَ ڦير گهير سان هزارين ڀيرا ورجائجندي نظر آئي، جيڪا مٿي ڏنل منهنجي جملي ۾ موجود آهي. (ڇا اوهان اها چُڪ پڪڙي؟)

سنڌي ٻوليءَ جي هڪ گهڻگهري ۽ شاگرد جي حيثيت ۾، سنئو اهو ئي رستو هو ته پنهنجن خيالن کي سنڌيءَ جي ليکڪن توڙي عالمن جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ جي همت ڪريان ۽ کانئن رهنمائي وٺان. پنهنجي ڳالهايل جملي، ۽ عام طرح ڳالهائجندڙ ۽ لکجندڙ جملن تي جيڪا سوچ ڪيم ۽ ان جي نتيجي ۾ جيڪو ڪجهه (صحيح يا غلط) پلئه پيو، هيٺ پيش ڪجي ٿو. انهيءَ نيڪ نيت سان ته جيڪو صحيح هجي، ان کي قبولجي ۽ جيڪو غلط هجي، ان کي رد ڪجي ته جيئن صحيح ۽ سٺي جو واڌارو ٿئي پڇاڙي ڇا آهي؟

دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾، ۽ سنڌيءَ ۾ ٻہ، ڪي آواز يا اکر اهڙا آهن، جيڪي (بظاهر) ڪا بہ معنيٰ نٿا رکن ۽ گھٽي ياڳُي مقرر آهن، جيڪي ڪنهن بہ مقرر لفظ جي اڳيان، پٺيان يا ان جي وچ ۾ جڏهن رکجن ٿا، تڏهن هڪ مخصوص معنيٰ ظاهر ڪن ٿا.

اهڙو اکر يا آواز يا اهڙا اکر يا آواز، جيڪي ڪنهن لفظ جي اڳيان، مُنڍ ۾ اچي. ڪانہ ڪا يا مقرر معنيٰ ظاهر ڪن، انهن کي "اڳياڙي" چئجي ٿو. مثال طور، "ٻيٽ" جي آڏو "اُپ_" اڳياڙي اچي "اُپٻيٽ" ۽ "جاڳ" جي آڏو "سُ_" اڳياڙي اچي "سجاڳ" ناهي ٿي.

اهڙو اکر يا آواز، يا اهڙا اکر يا آواز، جيڪي ڪنهن لفظ جي وچ ۾ اچي ڪانہ ڪا يا مقرر معنيٰ ظاهر ڪن،، انهن کي "وچاڙي" (وچياڙي) چئجي ٿو. مثال طور، "مرڻ"، "ڪرڻ"، "ترڻ" ۽ اهڙن ٻين ڪيترن ئي لفظن جي پهرئين اکر ڪانپوءِ "_آ_" اٽڻ سان واريسر "مارڻ"، "ڪارڻ"، "تارڻ" وغيره ٺهن ٿا.

اهڙو اکر يا آواز يا اهڙا اکر يا آواز، جيڪي ڪنهن لفظ جي آخر ۾ اچي ڪانہ ڪا يا مقرر معنيٰ ظاهر ڪن، انهن کي "پڇاڙي" سڏجي ٿو. مثال طور "لوهہ" ۽ "ڪُنپ" جي پٺيان "_اَر" يا "_ آر" اچي "لوهر" يا "لوهار" ۽ "ڪنپر"
يا "ڪنپار" ۽ "ٻُگنڊ" جي پوپان "_اَپ" اچي "ٻُگنڊپ" ۽ "ميل" جي پوپان "_ آپ" اچي "ميلاپ" ٺهن ٿا.

ضميري پڇاڙي ڇا آهي؟

اهڙو اکر يا آواز يا اکر يا اهڙا آواز، جيڪي ڪنهن لفظ جي آخر ۾ اچي ڪانہ ڪا يا مقرر معنيٰ ظاهر ڪن، پر اهو اکر يا آواز هڪ "ضمير" جي بہ نمائندگي ڪري، يا ان جو مَٽ هجي، تہ اهڙي اکر يا آواز کي "ضميري پڇاڙي" چئجي ٿو. مثارل طور، "ڏسندا"، "ويهندا"، "گھمندا"، "ڳالهائيندا" ۽ اهڙن ٻين ڪيترن ئي لفظن جي پٺيان "_اسي" (يا "_اسون") ملائجي ٿو تہ

واريسر ”ڏسنداسي“ (ڏسنداسون)، ”ويهنداسي“ (ويهنداسون)، ”گهمنداس ي“
(گهمنداسون) ۽ ”ڳالهائينداسي“ (ڳالهائينداسون)، جهڙا ٿهيل لفظ فعل سان گڏ هڪ ضمير جو بہ ڏس ڏين ٿا ۽ اهو ضمير آهي ”اسان“ يا ”اسين“. هنن لفظن ۾ ”-اسي“ (يا ”-اسون“) هڪ ”ضميري پڇاڙي“ آهي.

ڇا ضميري وچاڙيون ۽ ضميري اڳياڙيون بہ ٿينديون آهن؟

هن مهل تائين ”ضميري وچاڙي“ ۽ ”ضميري اڳياڙي“ جي عنوان تي (شايد) نہ لکيو ويو آهي. ”لکيو مانءِ“ (مون توڏانهن لکيو) ۾ بظاهر بہ ضميري پڇاڙيون آهن، پر قاعدي موجب انهن مان آخريءَ کي ”ضميري پڇاڙي“ ۽ ان کان اڳ واريءَ کي ”ضميري وچاڙي“ سڏڻ گهرجي. ساڳيءَ طرح، ”لکانءِ ٿو“، ”لکينمِ ٿو“ ۾ اصولن ”بہ- بہ ضمير“ ظاهر ڪندڙ آواز آهن، جيڪي مڪمل فعل جي وچ ۾ آيا آهن، تنهن ڪري بنهي کي ”ضميري وچاڙي“ سڏڻ گهرجي، يعني ”لکانءِ ٿو“ ۾ بہ بہ ضميري وچاڙيون آهن تہ ”لکينم ٿو“ ۾ بہ.

”ضميري اڳياڙي“ جي لاءِ البتہ آئون ڪجهہ چئي نٿو سگهان- ٿي سگهي ٿو تہ هجي- باقي اها پڪ اٿم تہ هن وقت تائين ڪوجيل يا جاچيل ناهي. ان سلسلي ۾ هن مضمون اندر هڪ بہ اشارا ملن ٿا، وڏيڪ عالمن جي راءِ جو اوسيئڙو رهندو.

زمان حال

(١) فعل ”لازميءَ“ جو ڦيرو اسان کي هن طرح پڙهايو/سيکاريو وڃي ٿو:

| (الف) | هيڪل/نَرُ | هيڪل/نارِ |
|---|---|---|
| ١-ضمير متڪلم | * مان/ آءُ لکان ٿو. | *مان/آءُ لکان ٿي. |
| ٢-ضمير حاضر | * تون لکين ٿو. | * تون لکين ٿي. |
| ٣-ضمير غائب | * هي/ هو/اِهو/ اُهو لکي ٿو | *هيءَ/هوءَ/اِها/اُها لکي ٿي. |
| | گهڻ/نر | گهڻ/نارِ |
| ٤-ضمير متڪلم | *اسان/اسين لکون ٿا | *اسان/اسين لکون ٿيون. |

۵_ضمير حاضر*توهان/اوهان/توهين/اوهين لکو ٿا. *توهان/ اوهان/ توهين/اوهين لکو ٿيون

٦_ضمير غائب*هي/هو/اِهي/اُهي لکن ٿا. * هي/هو/اِهي/اُهي لکن ٿيون

(٢) فعل "لازميءَ" جي ڦيري ۾ فعل جي صورت هن طرح رهي ٿي:

ب

١_ هيڪل، نر، ضمير متڪلم لاءِ * لکان ٿو پڙهان ٿو، گهمان ٿو.

* ڏسان ٿو، ويهان ٿو، بيهان ٿو.

٢_ هيڪل، نار ضمير متڪلم لاءِ *لکان ٿي، پڙهان ٿي، گهمان ٿي،

* ڏسان ٿي، ويهان ٿي، بيهان ٿي،

٣_ گهڻ، نر، ضمير متڪلم لاءِ *لکون ٿا، پڙهون ٿا، گهمون ٿا.

* ڏسون ٿا، ويهون ٿا، بيهون ٿا.

٤_ گهڻ، نار، ضمير متڪلم لاءِ * لکو ٿيون، پڙهون ٿيون، گهمون ٿيون.

* ڏسون ٿيون، ويهون ٿيون، بيهون ٿيون.

(ٻ)

١_ هيڪل، نر، ضمير حاضر لاءِ *لکين ٿو پڙهين ٿو، گهمين ٿو.

* ڏسين ٿو ويهين ٿو، بيهين ٿو.

٢_ هيڪل، نار، ضمير حاضر لاءِ * لکين ٿي، پڙهين ٿي، گهمين ٿي.

* ڏسين ٿي، ويهين ٿي، بيهين ٿي.

٣_گهڻ، نر، ضمير حاضر لاءِ * لکو ٿا،پڙهو ٿا، بيهو ٿا.

* ڏسو ٿا، ويهو ٿا، بيهو ٿا.

٤_ گهڻ، نار، ضمير حاضر لاءِ * لکو ٿيون، پڙهو ٿيون، گهمو ٿيون.

* ڏسو ٿيون، ويهو ٿيون، بيهو ٿيون.

(پ)

١ ـ هيڪل، نر، ضمير غائب لاءِ * لکي ٿو، پڙهي ٿو، گهمي ٿو.

* ڏسي ٿو، ويهي ٿو، بيهي ٿو.

٢ ـ هيڪل، نار، ضمير غائب لاءِ *لکي ٿي، ويهي ٿي، بيهي ٿي.

* ڏسي ٿي، پڙهي ٿي، گهمي ٿي.

٣ ـ گهڻ، نر، ضمير غائب لاءِ * لکن ٿا، پڙهن ٿا، گهمن ٿا.

*ڏسن ٿا، ويهن ٿا، بيهن ٿا.

٤ ـ گهڻ، نار، ضمير غائب لاءِ * لکن ٿيون، پڙهن ٿيون، گهمن ٿيون.

* ڏسن ٿيون، ويهن ٿيون، بيهن ٿيون.

(٣)فعلي صيغي جي بناوت، روپ، بيهڪ جو واسطو فاعل سان ڳنڍيل رهي ٿو مفعول (جيڪڏهن هجي) يا نہ. ۽ فعل هڪ مقرر صورت ۾ تبديل ٿئي ٿو (مفعول هيڪل هجي يا گهڻ ۽ نر هجي يا نار فعلي صيغي تي ڪو بہ اثر نٿو وجهي)

(ت)

١ ـ فاعل نر، هيڪل ۽ ضمير متڪلم آهي تہ *مان خطُ /چٺي لکان ٿو.

* مان خطَ / چٺيون لکان ٿو.

فعل (لکڻ ) جي ڌاتو (لِک) سان ”ـ آن ٿو“ ڳنڍجي ٿو:

* لکان ٿو، پڙهان ٿو، ڏسان ٿو.

٢ ـ فاعل نار، هيڪل ۽ ضمير متڪلم آهي تہ *مان خطُ /چٺي لکان ٿي.

* مان خطَ /چٺيون لکان ٿي.

فعل (لکڻ) جي ڌاتو (لک) سان ”ـ آن ٿي“ ڳنڍجي ٿو:

*لکان ٿي، پڙهان ٿي، ڏسان ٿي.

٣ـ فاعل نر، گهڻ ۽ ضمير متڪلم آهي تہ * اسين خطُ / چٺي لکون ٿا.

* اسين خطَ / چٺيون لکون ٿا.

فعل (لکڻ) جي ڏاتو (لک) سان ”-اُون ٿا“ ڳنڍجي ٿو:

* لکون ٿا، پڙهون ٿا، ڏسون ٿا.

۴- فاعل نار، گهڻ ۾ ضمير متڪلم آهي تہ * اسان خطُ / چٺي لکون ٿيون

* اسان خطَ / چٺيون لکون ٿيون

فعل(لکڻ) جي ڏاتو (لک) سان ”-اُون ٿيون“ ڳنڍجي ٿو:

* لکون ٿيون، پڙهون ٿيون، ڏسون ٿيون.

۵- فاعل نر، هيڪل ۾ ضمير حاضر آهي تہ * تون خطُ / چٺي لکين ٿو.

* تون خطَ / چٺيون لکين ٿو.

فعل (لکڻ) جي ڏاتو (لک) سان ”- اين ٿو) ڳنڍجي ٿو:

* لکين ٿو، پڙهين ٿو، ڏسين ٿو.

٦- فاعل نار، هيڪل ۾ ضمير حاضر آهي تہ * تون خطُ / چٺي لکين ٿي.

* تون خطَ / چٺيون لکين ٿي.

فعل (لکڻ) جي ڏاتو (لک) سان ”- اين ٿي“ ڳنڍجي ٿو:

* لکين ٿي، پڙهين ٿي، ڏسين ٿي.

۷- فاعل نر، گهڻ ۾ ضمير حاضر آهي تہ * توهين خطُ / چٺي لکو ٿا.

* توهين خطَ / چٺيون لکو ٿا.

فعل (لکڻ) جي ڏاتو (لک) سان ”-او ٿا“ ڳنڍجي ٿو:

* لکو ٿا، پڙهو ٿا، ڏسو ٿا.

۸- فاعل نار، گهڻ ۾ ضمير حاضر آهي تہ * توهين خطُ / چٺي لکو ٿيون.

* توهين خطَ / چٺيون لکو ٿيون.

فعل (لکڻ) جي ڏاتو (لک) سان ”- اَو ٿيون“ ڳنڍجي ٿو:

* لکو ٿيون، پڙهو ٿيون، ڏسو ٿيون.

٩_ فاعل نر، هيڪل ۾ ضمير غائب آهي تہ *هي/هو/اِهو/اُهو خطُ / چٺي لکي ٿو.

*هي/هو/اِهو/اُهو خط/چٺيون لکي ٿو.

فعل (لکڻ) جي ڌاتو (لک) سان "_اي ٿو" ڳنڍجي ٿو:

*لکي ٿو، پڙهي ٿو، ڳنڍي ٿو.

١٠_ فاعل نار، هيڪل، ضمير غائب آهي تہ *هيءَ/هوءَ/اِها/اُها خطُ/چٺي لکي ٿي

*هيءَ/هوءَ/اِها/اُها خَطَ/چٺيون لکي ٿي

فعل (لکڻ) جي ڌاتو (لک) سان"_اي ٿي" ڳنڍجي ٿو:

* لکي ٿي، پڙهي ٿي، ڏسي ٿي.

١١_ فاعل نر، گهڻ ۾ ضمير غائب آهي تہ * هي/هُو/اِهي/ اُهي خطُ / چٺي لکن ٿا.

*هي/هو/اِهي/اُهي خَطَ/چٺيون لکن ٿا.

فعل (لکڻ) جي ڌاتو (لک) سان "_اَن ٿا" ڳنڍجي ٿو:

* لکن ٿا، پڙهن ٿا، ڏسن ٿا.

١٢_ فاعل نار، گهڻ ۾ ضمير غائب آهي تہ *هي/هو/اِهي/اُهي خطُ /چٺي لکن ٿيون

*هي/هو/اِهي/اُهي خَطَ/چٺيون لکن ٿيون

فعل (لکڻ) جي ڌاتو (لک) سان "_ان ٿيون"ڳنڍجي ٿو:

* لکن ٿيون، پڙهن ٿيون، ڏسن ٿيون.

(۴) هر قسم جي فاعل/ضمير (نر هجي يا نار، هيڪل هجي يا گهڻ) جي پٺيان ايندڙ فعل جي صورت ڪنهن بہ ٻئي فاعل/ضمير کان ڌار ۾ نرالي نموني جي ٿهي ٿي ۽ اهو ان ڪري ٿئي ٿو جو ڌاتو سان ڳنڍجندڙ "پڇاڙي" ٻي، ڌار نرالي قسم جي آهي. ڇا، توهان پرکي /تاڙي ورتو آهي تہ فعل سان مخصوص پڇاڙي ڳنڍجڻ جي ڪري پاڻ فعل ۾ اهو گڻ بہ پيدا ٿي پيو آهي تہ اهو پاڻ ۾ هڪ مخصوص ضمير کي بہ سمايل ڏيکاري سگهي؟

(ٿ)

١ ـ ضمير متڪلم، هيڪل، نر / نار جي حالت ۾:

* خطُ لکان ٿو/ ٿي.

* مضمون پڙهان ٿو/ٿي.

* نظارو ڏسان ٿو/ٿي

هنن ٽنهي جملن (۽ اهڙن ٻين) ۾ اڳيان فاعل ڄاڻايل ناهي. پر، ڇا، توهان فاعل نہ سڃاتو؟ فاعل ”مان/آءُ“ آهي.

فعل جي ڌاتو سان ”ـ آن“ پڇاڙي ڳنڍجڻ جي ڪري منجهس اهو گڻ پيدا ٿي پيو آهي جو ”مان/آءُ“ (جيڪو ضمير متڪلم آهي) جي موجودي ڏيکاري سگهي.

* ”ـ آن“ مَٿُ آهي ”مان/آءُ“ جو. ”مان“ جو ”م ـ“ ڪيرائڻ سان اسان ڪ ”ـ آن“ ملي ٿو. جنهن لفظ ڪي اسين ”آءُ“ لکون ٿا، ان جو حقيقت اُچار ”آن“ (آنءُ) آهي.

*مان جو ”م ـ“ ڪيرائڻ سان مليل ”ـ آن“ يا ”آءُ“ جو حقيقتي اُچار ”آن“ هِتي هن زمان ۾ ”ضميري پڇاڙيءَ جو ڪم ڪري ٿو ۽ ان جي ڪري ٿي فعل جي هڪ مخصوص صورت – لکان، پڙهان، ڏسان، ٻُڌان ـ ٺهي ٿي.

* فعل جي ان مخصوص صورت کانپوءِ ايندڙ لفظ ”ٿو“ – لکان ٿو پڙهان ٿو – ٻڌائي ٿو تہ هيءُ ضمير مذڪر (نر) آهي ۽ لفظ ”ٿي“ – لکان ٿي، پڙهان ٿي ـ ٻڌائي ٿوتہ هيءُ ضمير مونث (نار) آهي.

٢ ـ ضمير متڪلم، گهڻ، نر /نار جي حالت ۾ *خط لکون ٿا/ ٿيون.

* مضمون پڙهون ٿا/ ٿيون.

* نظارو ڏسون ٿا/ٿيون.

* هنن ٽنهي جملن (۽ اهڙين ٻين) ۾ اڳيان فاعل ڄاڻايل ناهي، پر، ڇا، توهان فاعل نہ سڃاتو؟ فاعل”اسان/اسين“ آهي.

*فعل جي ڌاتو سان ”_اُون“ پڇاڙي ڳنڍجڻ جي ڪري منجهس اهو گڻ پيدا ٿي پيو آهي جو ”اسان/اسين“ (جيڪو ضمير متڪلم آهي) جي موجودي ڏيکاري سگهي.

*”_آن“ مَٽ آهي” مان/ آءٌ“ جو. ”مان“ جو ”م_“ ڪيرائڻ سان اسان ک”_آن“ ملي ٿو. جنهن لفظ کي اسين ”آءٌ“ لکون ٿا، ان جو حقيقي اچار”آن“ (آنءُ) آهي.

*مان جو ”م_“ ڪيرائڻ سان مليل”_آن“ يا ”آءٌ“ جو حقيقي اُچار ”آن“ هِتي هن زمان ۾ ”ضميري پڇاڙي“ جو ڪم ڪري ٿو ۽ ان جي ڪري ئي فعل جي هڪ مخصوص صورت – لکان، پڙهان، ڏسان، ٻڌان ـ ٺهي ٿي.

* فعل جي اُن مخصوص صورت کان پوءِ ايندڙ لفظ”ٿو“ _ لکان ٿو، پڙهان ٿو– ٻڌائي ٿو تہ هيءُ ضمير مذڪر(نر) آهي، ۽ لفظ ”ٿي“ – لکان ٿي، پڙهان ٿي_ ٻڌائي ٿو تہ هيءَ ضمير مؤنث (نار) آهي.

2 ضمير متڪلم، گهڻ، نر/نار جي حالت ۾ *خط لکون ٿا/ ٿيون

* مضمون پڙهون ٿا/ ٿيون.

* نظارو ڏسون ٿا/ ٿيون.

* هنن ٽنهي جملن (۽ اهڙن ٻين) ۾ اڳيان فاعل ڄاڻايل ناهي. پر، ڇا، توهان فاعل نہ سڃاتو؟ فائل”اسان/ اسين“ آهي.

* فعل جي ڌاتو سان”_اُون“ پڇاڙي ڳنڍجڻ جي ڪري منجهس اهو گڻ پيدا ٿي پيو آهي جو ”اسان/ اسين“ (جيڪو ضمير متڪلم آهي) جي موجودي ڏيکاري سگهي.

* ـ ”اُون“ مَٽ آهي ”اسان/اسين“ جو. هن جو ڌاتو ڳولڻ لاءِ اسان کي ٽي امڪان ذهن ۾ رکڻا ۽ ڇنڊڻا ڇاڻڻا پوندا:

۱. ”اسان“ ٿي سگهي ٿو تہ ٻن جزن ”اس“ ۽ ”آن“ (اس+آن) جو ٺهيل هجي. ”اس“ هي/هيءَ/اهو/اهو/هو/هوءَ/هِن/ هن جي بدران ڪم اچي ٿو (اها ڳالهہ هن مضمون ۾ ڪجهہ دير پوءِ ڄاڻي سگهنداسين) ۽ ”آن“ بابت ٿورو اڳ (ٿ ا) ۾ پڙهي آيا آهيون. ”اس“ + ”آن“ (هي ۽ مان)= ”اسان“.

۲. ”اسين“ ٿي سگهي ٿو تہ ٻن جزن ”آس“ ۽ ”اِين“ (اس +اِين) جو ٺهيل هجي. هن/هي جي بدران ”اس“ ۽ ”-اين“ نار کي گهڻ ڪرڻ جو/لاءِ هڪ آواز يعني اس+ -اِين = اسين.

”اَسُون“ بظاهر نئون لفظ ۽ اڻٻڌو ياسي ٿو. پر ”لکيوسون“ ۽ لکنداسون“ جهڙن هزارن ضميري پڇاڙي رکندڙ لفظن کي جاچيو تہ ايڏو اوپرو بہ نہ لڳندو. ٿي سگهي ٿو تہ هي لفظ ”اس“ ۽ ”-اُون“ جي ميلاپ سان ٺاهيو ويو هجي. ”اس“ (هي/هن) ۽ ”-اُون“، نر کي گهڻ ڪرڻ جو آواز.

* ”-اُون“ هِتي، هن زمان ۾، ”ضميري پڇاڙيءَ“ جو ڪم ڪري ٿو ۽ ان جي ڪري ئي فعل جي هڪ مخصوص صورت- لکون، پڙهون، ويهون، ڏسون، ٻُڌون- ٺهي ٿي.

*فعل جي ان مخصوص صورت کانپوءِ ايندڙ لفظ ”ٿا“ — لکون، پڙهون ٿا- ٻڌائي ٿو تہ هيءُ ضمير نر آهي، ۽ لفظ ”ٿيون“- لکن ٿيون، پڙهن ٿيون- ٻڌائي ٿو تہ هي ضمير نارِ آهي.

۳. ضمير حاضر، هيڪل، نر/نار جي حالت ۾: *خط لکين ٿو/ٿي.

* مضمون پڙهين ٿو/ٿي

* نظارو ڏسين ٿو/ٿي.

* هنن ٽنهي جملن (۽ اهڙن ٻين) ۾ اڳيان فاعل ڄاڻايل ناهي، پر، ڇا، اوهان فاعل نہ سڃاتو؟ فاعل ”تون“ آهي.

* فعل جي ڌاتو سان ”-اِين“ پڇاڙي ڳنڍجڻ جي ڪري منجهس اهو گڻ پيدا ٿي پيو آهي جو ”تون“ (جيڪو ضمير حاضر آهي) جي موجودي ڏيکاري سگهي.

* ”-اِين“ مَٽ آهي ”تون“ جو. ”-اِين“ جو ڌاتو هن وقت منهنجيءَ ڄاڻ ۾ نہ آهي. پر جيڪڏهن ”لکندين“، ”پڙهندين“، ”ڏسندين“، جهڙن هزارن ضميري پڇاڙي رکندڙ لفظن کي جاچبو تہ پڌرو ٿي پوندو تہ ”-اِين“ ”تون“ جو مَٽ آهي.

* ”-اِين“ هِتي، هن زمان ۾ ”ضميري پڇاڙيءَ“ جو ڪم ڪري ٿو ۽ ان جي ڪري ئي فعل جي هڪ مخصوص صورت-لکين، پڙهين، ڏسين، ٻُڌين-ٺهي ٿي.

*فعل جي ان مخصوص صورت ڪانپوءِ ايندڙ لفظ ”ٿو“ —لکين ٿو، پڙهين ٿو- ٻڌائي ٿو تہ هي فاعل نر آهي، ۽ لفظ ”ٿي“ — لکين ٿي، پڙهين ٿي- ٻڌائي ٿو تہ هي ضمير نارِ آهي.

۴. ضمير حاضر، گهڻ، نر/نار جي حالت ۾: * خط لکو ٿا/ ٿيون

*مضمون پڙهو ٿا/ٿيون.

* نظارو ڏسو ٿا/ٿيون.

*هنن ٽنهي جملن (۽ اهڙين ٻين ) ۾ اڳيان فاعل ڄاڻايل ناهي.

پر، ڇا، اوهان فاعل نہ سڃاتو؟ فاعل ”توهان/اوهان/ توهين/ اوهين“ آهي.

*فعل جي ڌاتو سان ”-او“ پڇاڙي ڳنڍجڻ جي ڪري منجهس اهو گڻ پيدا ٿي پيو آهي جو ”توهان/اوهان/توهين/اوهين“ (جيڪو ضمير حاضر آهي) جي موجودي ڏيکاري سگهي.

”-او“ مَٽ آهي ”توهان/...“ جو ”-او“ جو ڌاتو هن وقت منهنجيءَ ڄاڻ ۾ ناهي، پر جيڪڏهن لکندوء، پڙهندوء، ڏسندوء جهڙن هزارن ضميري پڇاڙي رکندڙ لفظن کي جاچيو تہ پڌرو ٿي پوندو، ”-او“، ”توهان/.......“ جو مَٽ آهي.

* ”-او“ هِتي، هن زمان ۾ ”ضميري پڇاڙيءَ“ جو ڪم ڪري ٿو ۽ ان جي ڪري ئي فعل جي هڪ مخصوص صورت --- لکو پڙهو ڏسو ٻڌو- ٺهي ٿي.

*فعل جي ان مخصوص صورت کانپوءِ ايندڙ لفظ ”ٿا“ — لکو ٿا، پڙهو ٿا- ٻڌائي ٿو تہ فاعل نر آهي ۽ لفظ ”ٿيون“- لکو ٿيون، پڙهو ٿيون- ٻڌائي ٿو تہ فاعل نار آهي.

۵- ضمير غائب، هيڪل، نر/نار جي حالت ۾: *خط لکي ٿو/ ٿي.

* مضمون پڙهي ٿو/ٿي.

* نظارو ڏسي ٿو/ٿي.

* هنن ٽنهي جملن (۽ اهڙين ٻين) ۾ اڳيان فاعل ڄاڻايل ناهي، پر، ڇا، اوهان فاعل نہ سڃاتو؟ فاعل ”هي/هو/ هيءَ / هوءَ/ اِهو / اُهو/ اِها /اُها“ آهي.

* فعل جي ڌاتو سان ”-اي“ پڇاڙي ڳنڍجڻ جي ڪري، منجهس اهو گڻ پيدا ٿي پيو آهي جو ”هي/.....“ (جيڪو ضمير غائب آهي) جي موجودي ڏيکاري سگهي.

*”-اي“ مَٽ آهي ”هي/....“ جو. ”-اي“ بگڙي ”هي“ ٿيو آهي (ڪو ائين بہ چئي سگهي ٿو تہ ”هي“ جي ”هہ“ ڪيرائي ”-اي“ پڇاڙي ٺاهي وئي آهي).

* ”-اي“ هتي، هن زمان ۾ ”ضميري پڇاڙيءَ“ جو ڪم ڪري ٿو ۽ ان جي ڪري ئي فعل جي هڪ مخصوص صورت — لکي، پڙهي، ڏسي، ٻُڌي- ٺهي ٿي.

* فعل جي ان مخصوص صورت- کانپوءِ ايندڙ لفظ ”ٿو“ — لکي ٿو پڙهي ٿو- ٻڌائي ٿو تہ فاعل نر آهي ۽ لفظ ”ٿي“ — لکي ٿي، پڙهي ٿي- ٻڌائي ٿو تہ فاعل نار آهي.

٦. ضمير غائب، گهڻ، نر/نار جي حالت ۾: * خط لکن ٿا/ٿيون.

* مضمون پڙهن ٿا/ٿيون.

* نظارو ڏسن ٿا/ٿيون.

*هنن ٽنهي جملن (۽ اهڙين ٻين) ۾ اڳيان فاعل ڄاڻايل ناهي، پر، ڇا، اوهان فاعل نہ سڃاتو؟ فاعل ”هي/هو/اِهي/اُهي“ آهي.

* فعل جي ڏاتو سان ”-اَن“ پڇاڙي ڳنڍجڻ جي ڪري منجهس اهو گڻ پيدا ٿي پيو آهي، جو ”اهي/.....“ (جيڪو ضمير غائب آهي) جي موجودي ڏيکاري سگهي.

*”- اَن“ مَٽ آهي ”هي /هو/اِهي /اُهي“ جو ۽ ”-اَن“ سنڌي ٻوليءَ ۾ جانورن، آسمانن، گلن، ميون.........) اِنَ، اِنَن ۽ اُنَ — اَنن (جن ۾ اسين ”هہ“ ملائي ”اِنهن“ چئون ٿا) پڻ ان جو چٽو مثال آهي. اهڙيءَ طرح، اسان وٽ وَٽِن، سندن، ڪِين ڪانئن، ڏانهِن، مٿنَ، مٿائن، هيٺائن، منجهن،، جهڙا ڪيترائي لفظ آهن، جن جي پڇاڙي ”-اَن“، ”هي/هو/هي/اهي/اُهي“ جي نشاندهي ڪري ٿي.

*”- اَن“ هتي، هن زمان ۾، ”ضميري پڇاڙيءَ“ جو ڪم ڪري ٿو ۽ ان جي ڪري ئي فعل جي هڪ مخصوص صورت_ لکن، پڙهن — ٺهي ٿي.

* فعل جي ان مخصوص صورت کان پوءِ ايندڙ لفظ ”ٿا“ — لکن ٿا، پڙهن ٿا_ ٻڌائي ٿو تہ فاعل نر آهي ۽ لفظ ٿيون_ لکن ٿيون پڙهن ٿيون_ ٻڌائي ٿو تہ فاعل نار آهي.

۵. هن زمان جي فعلي ڦيري جي حوالي سان ياد رکڻ جهڙيون ڪجهہ ڳالهيون: (ٽ)

۱. ضميري پڇاڙي هر ”ضميري اَکهہ“ لاءِ ڌار، نر الي ۽ مقرر آهي:

*مان/مون/آنءُ/آءُ/آئون لاءِ ”-اَن“

نر توڙي نار، هيڪل *تون/تو لاءِ ”-اَ ين“

*هي/هو/هيءَ/هوءَ/اُهو/اِهو لاءِ ”-اي“

* اسان /اسين/اسون لاءِ ”-اَون“

نر توڙي نار. گهڻ                                    ❋ توهان/توهين/اوهان/اوهين لاءِ "ــَو"
❋هي/هو/اِنهن/اُنهن/هنن/هنن لاءِ "ــَن"

٢. ضميري پڇاڙي ملڻ جي ڪري، هر ضميري آڪهه لاءِ فعل جي صورت پڻ ڌار. نرالي ۽ مقرر صورت وٺي بيهي ٿي.

❋لکان

هيڪل                                    ❋لکين

❋لکي

❋لکون

گهڻ                                    ❋لکو

❋ لکن

٣. ❋ هر هڪ هيڪل، نر فاعل جي پٺيان فعل جو حصو "ٿو" اچي ٿو.
❋ هر هڪ هيڪل، نار فاعل جي پٺيان فعل جو حصو "ٿي" اچي ٿو.
❋ هر هڪ گهڻ، نر فاعل جي پٺيان فعل جو حصو "ٿا" اچي ٿو.
❋ هر هڪ گهڻ، نار فاعل جي پٺيان فعل جو حصو "ٿيون" اچي ٿو.

٤. فعل جي مڪمل صورت ٻن حصن ۾ ظاهر ٿئي ٿي ۽ فاعل جي جنس ۽ ڳڻپ بابت ڄاڻ ڏئي ٿي:

| | نر | نار |
|---|---|---|
| | ❋ لکان ٿو پڙهان ٿو | ❋لکان ٿي، پڙهان ٿي. |
| هيڪل | ❋ لکين ٿو پڙهين ٿو | ❋ لکين ٿي، پڙهين ٿي. |
| | ❋ لکي ٿو پڙهي ٿو | ❋ لکي ٿي، پڙهي ٿي. |
| | ❋ لکون ٿا، پڙهون ٿا | ❋ لکون ٿيون، پڙهون ٿيون. |
| گهڻ | ❋ لکو ٿا، پڙهو ٿا | ❋ لکو ٿيون، پڙهو ٿيون. |
| | ❋ لکن ٿا، پڙهن ٿا | ❋ لکن ٿيون، پڙهن ٿيون. |

٥. فعل جي هر صورت ۾ هڪ مقرر ضمير لڪل آهي.
٦. اهو ضمير "ضميري پڇاڙيءَ" جي صورت ۾ موجود آهي.

۷. اها ضميري پڇاڙي (يعني ضمير) فاعل جو ڪم ڪري ٿو ۽ ٺيڪ ان ڪري
۸. پڪ سان چئي سگھجي ٿو تہ هن زمان جي حوالي سان اسان کي جيڪو فعلي ڦيرو پڙهايو ويو آهي ٿو (ڏسو 1-الف). ان ۾ حقيقتا ساڳيو فاعل بہ پيرا موجود آهي. ڇا ان کي ويا ڪرڻ جي درست سکيا سڏي سگجي ٿو؟

هاڻي اچو تہ فعل جي هڪ ٻي صورت جاچيون، جنهن کي ”هئڻ“ يا ”هجڻ“ جو فعل سڏجي ٿو. هن جو زمان بہ ”حال“ ئي آهي.

۱. هن فعل جو ڦيرو اسان کي هن نموني پڙهايو/سيکاريو وڃي ٿو:
(ث)

| | هيڪل/نر | هيڪل/نار |
|---|---|---|
| ۱. ضمير متڪلم | ٭مان (سُنو) آهيان. | ٭ مان(سُني) آهيان. |
| ۲. ضمير حاضر | ٭ تون (سنو) آهين. | ٭ تون (سني) آهين. |
| ۳. ضمير غائب | ٭هي/هي/اِهو/اُهو(سنو) آهي. | ٭هيءَ/هوءَ/اِها/اُها (سني) آهي. |

| | گھڻ/نر | گھڻ/نار |
|---|---|---|
| ۴. ضمير متڪلم | ٭اسان (سنا) آهيون. | ٭اسان (سُنيون) آهيون. |
| ۵. ضمير حاضر | ٭ توهان(سنا) آهيو. | ٭ توهان (سُنيون) آهيو. |
| ٦. ضمير غائب | ٭هي/هو/اِهي/اُهي(سنا) آهن. | ٭هي/هو/اِهي/اُهي(سنيون آهن. |

۲.اچو ڏسون تہ اکر ۽ لفظ ڪيئن ٺا ڳالهائن:
ث

۱- ”آهيان“:
- ڪير؟
+ ”مان/آءُ/آنءُ/آئون“ –جنهن کي ”ضمير متڪلم“ چئبو آهي.
- زمان؟

+ حال (هن وقت، هاڻي، اجهو هينئر)

- ڳڻپ؟

+ هڪ (اڪيلو هيڪل، واحد، ڇڙو)

- جنس؟

+ اها سڌ تيستائين نہ پوندي، جيستائين آڏو اسم يا صفت نہ اچي- اسم يا صفت نر هوندي تہ ”نر“ آهيان ۽ جي نار هوندي تہ ”نار“ آهيان.

- بناوت؟

+ بظاهر هڪ لفظ (۽ هڪ لفظ ئي سمجهيو وڃي ٿو)، پر حقيقت اها آهي تہ ٻن لفظن، درست ڪري چئجي تہ هڪ ”لفظ“ ۽ هڪ ”پڇاڙيءَ“ جو ميلاپ.

آهيان: ”آهہ“ + ”-آن“ = ”آهيان“.

”آهہ-“ ”زمان حال“ ۾ ”هجڻ“ جو ڏس ڏئي ٿو ۽ ”-آن“ مان /مون/آءُ/آئون/آنءُ“ جو. ان جو مطلب ٿيو تہ ”آهہ-“ سان مليل پڇاڙي ”-آن“ هڪ ”ضميري پڇاڙي“ آهي، جيڪا ”ضمير متڪلم“ ۽ ”هيڪل“ هجڻ جو ڏس ڏئي ٿي.

- جيڪڏهن ضمير موجود آهي تہ پوءِ اسان ڪي ساڳيو ئي ضمير متڪلم ”مان“ ڳڻيدي، ”مان آهيان“ چو ٿو پڙهايو/سيکاريو وڃي؟ ڇا، ان نموني فاعل جو ڏس ڏيندڙ ضمير ”ٻہ“ نہ ٿي پوندا؟

+اهو سوال پنهنجن عالمن کان پُڇو.

٢- ”آهين“:

- ڪير؟

+ ”تون“ — جنهن کي ”ضمير حاضر“ چئبو آهي.

- زمان؟

+ حال.

- ڳڻپ؟

+ هيڪل.

- جنس؟

+ اها سڏ تيستائين نہ پوندي، جيستائين آڏو اسم يا صفت نٿي اچي۔ اسم يا صفت نر هوندي تہ نر سڏبس ۽ جي نار هوندي تہ نار سڏبس.

۔بناوت؟

+ بظاهر هڪ لفظ (۽ هڪ لفظ ئي سڏيو وڃي ٿو)، پر حقيقت اها آهي تہ ٻن لفظن، درست ڪري چئجي تہ هڪ "لفظ" ۽ هڪ "پڇاڙيءَ" جو ميلاپ. "آهہ" + "۔اِي" = "آهي". "آهہ۔" زمان "حال" ۽ "هجڻ" جو ڏس ڏئي ٿو ۽ "۔اين" "تون" جو. ان جو مطلب ٿيو تہ "آهہ۔" سان مليل پڇاڙيءَ "۔اين" هڪ "ضميري پڇاڙي" آهي، جيڪا "ضمير حاضر" ۽ "هيڪل" هجڻ جو ڏس ڏئي ٿي.

۔ "تون آهين" ڇو ٿو سيڪاريو وڃي؟

+ اهو سوال پنهنجن عالمن کان پُڇو.

٣۔ "آهي":

۔ ڪير؟

+ "هي" (هي/هيءَ/هُو/اِهو/اُهو/اِها/اُها)۔ جيڪو ضمير غائب آهي. زمان "حال" اٿس ۽ ٻُڌپ "هڪ". "نر" يا "نار" هجڻ جي خبر تڏهن پوندي، جڏهن اڳيان اسم يا صفت هجي.

۔ بناوت؟

+ بظاهر هڪ لفظ (۽ هڪ لفظ ئي سمجهيو وڃي ٿو)، پر حقيقت اها آهي تہ ٻن لفظن، درست ڪري چئجي تہ هڪ "لفظ" ۽ هڪ "پڇاڙيءَ" جو ميلاپ. "آهہ" + "۔اي" ="آهي". "آهہ۔" زمان "حال" ۽ "هجڻ" جو ڏس ڏئي ٿو ۽ "۔اي" "هي/ هو/ هيءَ/ هوءَ/ اِهو/ اُهو/ اِها/ اُها" جو. ان جو مطلب ٿيو تہ "آهہ" سان مليل پڇاڙي "۔اي" هڪ "ضميري پڇاڙي" آهي جيڪا "ضمير غائب" ۽ "هيڪل" هجڻ جو ڏس ڏئي ٿي. باقي "هي آهي" سيکارجڻ جو سبب پنهنجن عالمن کان پُڇو.

(4) "آهيون":

+ ”اسان/ اسين“ جيڪو ”ضمير متڪلم“ آهي، زمان ”حال“ اٽس ۾ ڳٽپ ”هڪ ڪان وڏيڪ“ . ”نر“ يا ”نار“ هجڻ جي خبر تڏهن پوندي جڏهن اڳيان اسم يا صفت هجي. بظاهر هڪ لفظ (۾ هڪ لفظ ئي سمجهيو وڃي ٿو)، پر حقيقت اها آهي تہ ٻن لفظن، درست ڪري چئجي تہ هڪ ”لفظ“ ۾ هڪ ”پڇاڙيءَ“ جو ميلاپ. ”آهہ_“ + ”_ اُون“ = ”آهيون“. ”آهہ“ زمان ”حال“ ۾ ”هجڻ“ جو ڏس ڏئي ٿو. ۾ ”_ اُون“ ”اسان/اسين/اسون“ جو. ان جو مطلب ٿيو تہ ”آهہ“_“ سان مليل پڇاڙي هڪ ”ضميري پڇاڙي“ آهي، جيڪا ”ضمير متڪلم“ ۾ ”گهڻ“ هجڻ جو ڏس ڏئي ٿي. باقي ”اسين“ آهيون“ سيڪارجڻ جو سبب پنهنجن عالمن کان پڇو.

۵_ ”آهيو“:

+ ”توهان/اوهان/توهين/اوهين“_ جيڪو ”ضمير حاضر“ آهي. زمان ”حال“ اٽس ۾ ڳٽپ ”هڪ ڪان وڏيڪ“ . ”نر“ يا ”نار“ هجڻ جي خبر تڏهن پوندي، جڏهن اڳيان اسم يا صفت هجي. بظاهر هڪ لفظ (۾ هڪ لفظ ئي سمجهيو وڃي ٿو)، پر حقيقت اها آهي تہ ٻن لفظن، درست ڪري چئجي تہ هڪ ”لفظ“ ۾ هڪ ”پڇاڙيءَ“ جو ميلاپ. ”آهہ_“+ ”_ او“ = ”آهيو“، ”آهہ“ زمان ”حال“ ۾ ”هجڻ، جو ڏس ڏئي ٿو ۾ ”_او“ ”توهان/ توهين/اوهان/اوهين“ جو. ان جو مطلب ٿيو تہ ”آهہ_“ سان مليل پڇاڙي هڪ ”ضميري پڇاڙي“ آهي، جيڪا ”ضمير حاضر“ ۾ ”گهڻ“ هجڻ جو ڏس ڏئي ٿي. باقي ”توهان آهيو“ سيڪارجڻ جو سبب پنهنجن عالمن کان پُڇو.

٦_ ”آهن“:

+ ”هي/هو/اِهي/اُهي“ — جيڪو ضمير غائب آهي. زمان ”حال“ اٽس ۾ ڳٽپ ”هڪ ڪان وڏيڪ“. ”نر“ يا ”نار“ هجڻ جي خبر تڏهن پوندي، جڏهن اڳيان اسم يا صفت هجي. بظاهر هڪ لفظ(۾ هڪ لفظ ئي سمجهيو وڃي ٿو)، پر حقيقت اها آهي تہ ٻن لفظن، درست ڪري چئجي تہ هڪ ”لفظ“ ۾ هڪ ”پڇاڙيءَ“ جو ميلاپ. ”آهہ_“ + ”_اِن“=

”آهن“. ”آهہ“ زمان ”حال“ ۾ ”هجڻ“ جو ڏس ڏئي ٿو ۽ ”-اِن“ ”هي/هو/اِهي/اُهي“ جو. ان جو مطلب ٿيو تہ ”آهہ-“ سان مليل پڇاڙيءَ هڪ ”ضميري پڇاڙي“ آهي، جيڪا ”ضمير غائب“ ۾ ”گهڻ“ هجڻ جو ڏس ڏئي ٿي. باقي ”هي/هو/اِهي/اُهي/ آهن“ سيڪارجڻ جو سبب پنهنجن عالمن کان پُڇو.

٣- هن فعلي ڦيري جي حوالي سان ياد رکڻ جهڙيون ڪجهہ ڳالهيون:

(پ)

١- ضميري پڇاڙي هر ضميري آڪهہ لاءِ ڌار نرالي ۽ مقرر آهي:

*مان/مون/آنءُ/آءٌ/آئون لاءِ ”-آن“

هيڪل * تون/ تو لاءِ ”-اين“

* هي/هو/هيءَ/هوءَ/اِهو/اُهو لاءِ ”-اي“

* اسان/اسين/اسون لاءِ ”-اُون“

گهڻ *توهان/اوهان/توهين/اوهين لاءِ ”-اَو“

*هي/هو/اِهي/اُهي لاءِ ”-اَن“

٢- ضميري پڇاڙي ملڻ جي ڪري هر ضميري آڪهہ لاءِ فعل جي صورت پڻ ڌار نرالي ۽ مقرر صورت وٺي بيهي ٿي:

*آهيان

هيڪل * آهين

* آهي

*آهيون

گهڻ * آهيو

*آهن

٣- فعل جي هر صورت ۾ هڪ مقرر ضمير لڪل آهي.

٤- اهو ضمير ”ضميري پڇاڙيءَ“ جي صورت ۾ موجود آهي.

٥- اها ”ضميري پڇاڙي“ فاعل جي هجڻ جو ڏس ڏئي ٿي، ۽ ٺيڪ ان ڪري
٦- پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ هن فعلي ڦيري جي حوالي سان بہ اسان ڪي
جيڪو جيڪو فعلي ڦيرو پڙهايو وڃي ٿو (ڏسو ا-ٿ)، ان ۾ حقيقتا ساڳيو
فاعل بہ ٻيڻا موجود آهي. ڇا، ان کي وياڪرڻ جي درست سکيا سڏي سگهجي
ٿو؟

مٿي ڏنل سموريءَ ڳالهہ ٻول جو نتيجو هي نڪري ٿو تہ زمان حال ۾ اسان وٽ ”ڳرڻ، ۽ هئڻ“ واري فعل جي حوالي سان جيڪو ڪجهہ ڳالهايو، لکيو، پڙهيو ۽ سيکاريو وڃي ٿو، ان ۾ بنا ڪنهن ضروري سبب جي ساڳئي قسم جو فاعل بہ ٻيڻا ورجايو وڃي ٿو: هڪ ”مان“، ”اسان“، ”تون“، ”توهان“، ”هي“ ۽ ”اُهو/ اُهي“ جي شڪل ۾ ۽ ٻيو جيڪو ”ڳرڻ“ ۽ ”هئڻ“ واري فعل جي حالت ۾ ضميري پڇاڙيءَ جي مليل يا اڳواٽ جذب ٿيل صورت ۾ آهي. ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ صحيح فعلي ڦيرو هيٺئن ٿيڻ گهرجي:

”ڳرڻ“ واري فعل جي حوالي سان-

* لکان ٿو- لکان ٿي- لکون ٿا- لکون ٿيون.
*لکين ٿو- لکين ٿي- لکو ٿا- لکو ٿيون.
*لکي ٿو- لکي ٿي- لکن ٿا-لکن ٿيون.

هن ڦيري مان جيڪڏهن شامل ضميري پڇاڙي ڪڍي ڇڏجي ۽ فاعل طور ڌار ضمير آندو وڃي تہ ڦيري جي حقيقي ۽ اصولي صورت هن طرح بيهندي:

* مان لکتو-مان لکتي-اسان لکتا-اسان لکتيون.
* تون لکتو-تون لکتي-توهان لکتا-توهان لکتيون.
*هي لکتو-هيءَ لکتي-هي /اهي لکتا- هي /اهي لکتيون.

ساڳيءَ طرح، ”هئڻ“ واري فعل جو صحيح ڦيرو تڏهن ٿي سگهندو، جڏهن ان جي آڏو ڪوبہ ضمير فاعل طور نہ آندو وڃي، ڇو تہ واسطيدار ضمير فعلي صيغي سان ڳنڍيل آهي:

* ضمير متڪلم، هيڪل_آهيان.    *ضمير متڪلم، گهڻ_ آهيون.

* ضمير حاضر، هيڪل_ آهين.    * ضمير حاضر، گهڻ_ آهيو.

* ضمير غائب، هيڪل_ آهي.    * ضمير غائب، گهڻ_ آهن.

زمان حال ۾ ”ڪرڻ“ جي فعل جي حوالي سان ”ٻ“ ضميري پڇاڙيون ٻه ڪم اچن ٿيون ۽ عام جام اچن ٿيون. انهن مان ڪجهه ٿورو ذڪر ڪجي ٿو.(ٻئي ضميري پڇاڙيءَ جي گڏن ۾ ان جي ڪري ٻوليءَ جي ذات تي پوءِ ڳالهائبو.)

| فعل/مذڪر | بناوت | مفهوم/معنيٰ | /فعل مونث |
|---|---|---|---|
| (ج) | | | |
| لڪانءِ ٿو= لڪ+آن+ءِ = (مان) تو ڏانهن لڪان ٿو. | | | لڪانءِ ٿي. |
| لڪانوَ ٿو= لڪ+آن+وَ = (مان) توهان ڏانهن لڪان ٿو. | | | لڪانوَ ٿي. |
| لڪانس ٿو=لڪ+ آن+ اس = (مان) هن ڏانهن لڪان ٿو. | | | لڪانس ٿي. |
| لڪانِن ٿو= لڪ+آن+ ان =(مان) هنن ڏانهن لڪان ٿو. | | | لڪانِن ٿي. |
| (ڄ) | | | |
| لڪينمِ ٿو= لڪ+اين+ام= (تون) مون ڏانهن لڪين ٿو. | | | لڪينمِ ٿي. |
| ؟ = (تون) (اسان ڏانهن لڪين ٿو.) | | | ؟ |
| لڪينس ٿو= لڪ+اين+اس =(تون) هن ڏانهن لڪين ٿو. | | | لڪينس ٿي. |
| لڪين ٿو= لڪ+اين+ ان = (تون) هنن ڏانهن لڪين ٿو. | | | لڪينن ٿي. |
| (جهه) | | | |
| لڪيم ٿو= لڪ+ اي+ام = (هو) مون ڏانهن لڪي ٿو. | | | لڪيم ٿي. |
| ؟ = (هو) (اسان ڏانهن لڪي ٿو). | | | ؟ |
| لڪيس ٿو= لڪ+اي +اس = (هو) هن ڏانهن لڪي ٿو. | | | لڪيس ٿي. |
| لڪينِ ٿو= لڪ+اي+ان =(هو) هنن ڏانهن لڪي ٿو. | | | لڪينِ ٿي. |

لکيئہ ٿو= لک+ اي+ ءِ = (هو) تو ڏانهن لکي ٿو. لکيئہ ٿي.

لکيوَ ٿو= لک+ اي+ وَ = (هو) توهان ڏانهن لکي ٿو. لکيوَ ٿي.

(ج)

لکونئِ ٿا= لک+ اون+ ءِ =(اسين) تو ڏانهن لکون ٿا. لکونئِ ٿيون.

لکونوَ ٿا= لک + اون+ وَ = (اسين) توهان ڏانهن لکون ٿا. لکونوَ ٿيون.

لکونس ٿا= لک+ اون+ اس =(اسين) هن ڏانهن لکون ٿا. لکونس ٿيون

لکونِن ٿا= لک+اون+ ان =(اسين) هنن ڏانهن لکون ٿا. لکونِن ٿيون.

(چ)

لکوم ٿا= لک+ اَو+ام = (توهان) مون ڏانهن لکو ٿا. لکوم ٿيون.

؟ = (توهان) (اسان ڏانهن لکو ٿا). ؟

لکوس ٿا= لک+اَو+ اس =(توهان) هن ڏانهن لکو ٿا. لکوس ٿيون.

لکونِ ٿا= لک+اَو +ان = (توهان) هنن ڏانهن لکو ٿا. لکونَ ٿيون.

(ڇ)

لکننم (لکنم) ٿا= لک+ ان+ آءِ =(اهي) مون ڏانهن لکن ٿا. لکنئہ (لکنم) ٿيون.

؟ = (اهي) (اسان ڏانهن لکن ٿا) ؟

لکننئہ (لکنئہ) ٿا= لک+ ان+ آءِ =(اهي) تو ڏانهن لکن ٿا. لکننم (لکنئہ) ٿيون.

لکنوَ ٿا = لک+ ان+ وَ = (اهي) توهان ڏانهن لکن ٿا. لکنوَ ٿيون.

لکنس ٿا= لک+ان+ اس = (اهي) هن ڏانهن لکن ٿا. لکنس ٿيون.

لکنن (لکنن) ٿا= لک+ ان+اِن =(اهي) انهن ڏانهن لکن ٿا.     لکنن (لکنن) ٿيون.

ٻِئي ضميري پڇاڙي رکندڙ مٿي ڏنل لفظن ۾، جيڪي حقيقت ۾ فعل لازمي وارا مڪمل جملا آهن، هي ڳالهيون ڌيان گهرن ٿيون:

١ـ ڪجهہ لفظن جي اچار ۾ "شَد" جهڙي ڪيفيت نظر اچي ٿي. (عام طرح سمجهيو وڃي ٿو تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ شد رکندڙ لفظ موجود ناهن، جنهن ڳالهہ سان مون کي اختلاف آهن" شد رکندڙ لفظ يا اکر سنڌي ۾ ئي نہ، جيتري هندي چاڻان ٿو ان ۾ بہ موجود نظر اچن ٿا.) اهي لفظ سنڌيءَ ۾ زباني طرح ڳالهايا وڌيڪ ۽ لکيا گهٽ ٿا وڃن، ۽ هنديءَ ۾ "اڌ_اکر" وڌيڪ لکجي ٿو.

٢ـ ضميري پڇاڙيون ان ساڳيءَ شڪل ۾ نظر اچن ٿيون، جيئن "ڳرڻ" ۽ "هئڻ" واري فعلي ڦيري ۾ نظر آيون، ڪٿي ڪٿي تحرڪ وڌيڪ نظر اچي ٿو (ها، "مان" جي بدران "_ام" ۽ "هن" جي بدران "_اس" ضميري پڇاڙي اچا بحث هيٺ نہ آيون آهن.)

(مٿي جيڪي بہ فاعل/ ضميري نندڍيءَ ڏنگيءَ ۾ ڏنل آهن، اهي رڳو ان ڪري، جيئن رسمارسمي طريقي موجب "جيڪو غلط آهي" ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي سگهي.)

زمان ماضي

١ـ فعل "لازمي" جو ڦيرو (زمان ماضي مطلق) اسان کي هن نموني پڙهايو/ سيکاريو وڃي ٿو:

(ح)

| | هيڪل/نر | هيڪل/نار |
|---|---|---|
| ١ـ ضمير متڪلم | * مون لکيو | *مون لکيو |
| ٢ـ ضمير حاضر | * تو لکيو | * تو لکيو |
| ٣ـضمير غائب | * هِن/هُن لکيو | *هِن/هُن لکيو |

| گهڻ/نار | گهڻ/نر |
| --- | --- |
| ٤_ ضمير متڪلم | ❊اسان لکيو | ❊اسان لکيو |
| ٥_ ضمير حاضر | ❊ توهان لکيو | ❊ توهان لکيو |
| ٦_ ضمير غائب | ❊ هنن/هُنن لکيو | ❊ هِنن/هُنن لکيو |

٢. هن فعلي ڦيري ڪي جيڪڏهن هيئن پڙهجي تہ

(خ) ❊ مون چٺو لکيو.

❊ فاعل ضمير متڪلم، هيڪل نر ❊مون چٺي لکي(لکيي).

❊ مون چٺا لکيا.

❊مون چٺيون لکيون.

ڏيان ڏيئي سوچيو: ضمير متڪلم هيڪل نر جي بدران ڪو بہ ٻيو ضميرُ، فاعل طور آڻي پڙهبو تہ بہ جملي جي ٻيهڪ اها ئي رهندي. مثال طور:

❊ اسان/توهان/هن/هنن چٺو لکيو.

❊ اسان/ توهان/هن/هنن چٺا لکيا.

❊ اسان/ توهان/ هن/ هنن چٺي لکي.

❊اسان/توهان/هن/هنن چٺيون لکيون.

ڏيان ڏئي سوچيو تہ فاعل طور ضمير ڪهڙو بہ هجي، ضمير جي هر صورت سان هر هڪ فعل جون چار صورتون، گڏجي، ٺهڪي ۾ درست نموني اچن ٿيون. ائين ڇو؟

اهو ان ڪري ٿئي ٿو جو زمان "ماضيءَ" ۾ فعلي صيغي جو سڌو واسطو فاعل سان نہ، مفعل سان رهي ٿو.

مفعول جيڪڏهن

١_ هيڪل نر آهي تہ — لکيو، پڙهيو، ڏنو

٢_ هيڪل نار آهي تہ_ لکي، پڙهي، ڏني

٣_ گهڻ نر آهي تہ_ لکيا، پڙهيا، ڏنا

٤_ گهڻ نار آهي تہ — لکيون، پڙهيون، ڏنيون

هتي، اسان کي ياد رکڻ گھرجي تہ زمان ماضيءَ ۾ فعل جون صورتون هڪ ٻگھوءِ تفصيلي بحث ۾ چندچاڻ گھرن ٿيون، ڇو تہ زمان ماضيءَ ۾ فعلي صيغاجيڪا صورتخطي ۾ جيڪو اچار رکن ٿا، اهو ئي ڪٿي فعل آهي تہ ڪٿي اسم يا صفت.

مثال طور: (مان) لکيو آهيان (هتي "لکيو" اسم آهي)

مون لکيو آهي (هتي "لکيو" فعل آهي)

(مان) پڙهيو آهيان (هتي "پڙهيو" صفت آهي)

مون پڙهيو آهي (هتي "پڙهيو" فعل آهي)

هتي، انهن بحثن کان پاسيرو رهي، رڳو فعلي صيغي بابت ڳالهہ ٻولهہ ڪجي ٿي.

(د)

١ - مفعول، هيڪل، نر جي حالت ۾:

٭مون/تو/هن/اسان/توهان/هنن چٺو لکيو.

٭مون/........................... گھوڙو ڏٺو.

مفعول هيڪل نر آهي تہ فعل (لکڻ) جي امر (لک) سان "-ِيو" ڳنڍجي ٿو- لکيو، پڙهيو، گھميو، سمھيو. پر فعل جيڪڏهن اهڙو آهي، جنهن جو امر فعل جي هڪ صورت ناهي (جيئن "ڏِسڻ" جي "ڏِس" مان "ڏِسيو" — "مان ڏسيو پيو اچان")، ۽ جنهن جو اسم فعل جي ٻي صورت ناهي (جيئن "ڏسڻ جي اسم "ڏٺ" مان "ڏٺو" ) تہ اهڙيءَ حالت ۾ اسم جي پوئين اکر (ٺ) سان "-او" ملائجي ٿو-ڏٺو وينو بيٺو.

فاعل هيڪل هجي يا گھڻ ۽ نر هجي يا نار، فعلي صيغي تي ڪو بہ اثر نٿو پوي.

٢ - مفعول، گھڻ، نرجي حالت ۾:

٭مون/تو/هن/اسان/توهان/هنن چٺا لکيا:

٭ مون/........................ گھوڙا ڏٺا.

مفعول، گھڻ، نر آهي تہ فعل (لکڻ) جي امر (لک) سان ”-اِيا“ ڳنڍجي ٿو-لکيا، پڙهيا، گھميا، سمهيا-، پر فعل جيڪڏهن اهڙو آهي، جنهن جو اسم فعلي صيغو ناهي تہ اهڙيءَ حالت ۾ ”-آ“ ملائجي ٿو-ڏنا، وينا، بينا.

فاعل هيڪل هجي يا گھڻ ۽ نر هجي يا نار، فعلي صيغي تي ڪو بہ اثر نٿو پوي.

٣- فاعل، هيڪل، نار جي حالت ۾:

* مون/تو/هن/اسان/توهان/هنن چٺي لکي.

*مون/...................... گھوڙي ڏني.

مفعول هيڪل نار آهي تہ فعل (لکڻ) جي امر (لک) سان ”-اِي“ يا حقيقت ۾ ”-اِيي“ ملائجي ٿو- لکي، پڙهي- پر فعل جيڪڏهن اهڙو آهي، جنهن جو اسم فعلي صيغو ناهي ٿو تہ اهڙيءَ حالت ۾ ”-اِي“ ملائجي ٿو- ڏني، ويني، بيني.

٤- مفعول، گھڻ، نار جي حالت ۾:

* مون/تو/هن/اسان/توهان/هنن چٺيون لکيون.

* مون/...................................... گھوڙيون ڏنيون.

- مفعول، گھڻ، نار آهي تہ فعل (لکڻ) جي امر (لک) سان ”-اِيون“ ملائجي ٿو- لکيون، پڙهيون- پر فعل جيڪڏهن اهڙو آهي، جنهن جو اسم فعلي صيغو ناهي ٿو تہ اهڙيءَ حالت ۾ بہ ”-اِيون“ ملائجي ٿو- ڏنيون، وينيون، بينيون.

٣- زمان ماضيءَ ۾ ضمير جي صورت تي ڪجھہ نہ ڪجھہ ۽ هڪ عجيب اثر پوي ٿو:

- ”مان/آءُ/آنءُ“ جي پيٽ ۾ ”مون“ وڌيڪ سونهي ٿو- مون لکيو.

- ”تون“ جي پيٽ ۾ ”تو“ ڪجھہ هنڌن تي ڏاڍو نهي ٿو- تو لکيو.

- ”هي/هو/هيءَ/هوءَ/اِها/اُها“ جي بدران ”هَن/هُن/اِن/اُن“ وڌيڪ نهڪي ٿو- هن لکيو.

- ”اسين“ جي پيٽ ۾ وڌيڪ سولو لڳندڙ آواز ”اسان“ آهي — اسان لکيو.

- توهين/اوهين“ جي پيٽ ۾ ”توهان/اوهان“ سنئو لڳي ٿو — توهان لکيو.
- ”هي/هو/اِهي/ اُهي“ بدران ”هِنن/هُنن/اِنهن/اُنهن“ جو واهپو سونهي ٿو- هنن لکيو.

* ضمير جي ان صوتي تبديليءَ جو ڪارڻ (شايد) فعل جو مفعول سان لاڳاپيل هجڻ آهي.

هاڻي اچو ته فعل جي هڪ ٻي صورت جاچيون، جنهن کي ”هئڻ“ يا ”هجڻ“ جو فعل سڏجي ٿو. هن جو زمان به ماضي ئي آهي.

(ڏ)

هيڪل/نر هيڪل/نار

١- ضمير متڪلم: مان هُيس (مثال: ”مان سچار هُيس“) ٢- مان هيسَ.
٣- ضمير حاضر: تون هُئين (مثال: ”تون سچار هئين“) ٤-تون هُئِيئن (هئين؟)
٥- ضمير غائب: هي هيو/ هو (مثال: هي سچار هيو.) ٦- هيءَ هئي.

گهڻ/نر گهڻ/نار

ضمير متڪلم: ٧- اسين هئاسي/هياسي (مثال:”اسين سچار هئاسي/هياسون“)٨- اسين هيونسي
ضمير حاضر: ٩- توهان هُيَئو (مثال: ”توهان سچار هُيَئو“) ١٠- توهين هيَئو
ضمير غائب: ١١- هي هيا/هئا (مثال: ”هي سچار هُيا“) ١٢- هي هُيون

مٿي ڏنل ڦيري ۾ ضمير غائب، نر توڙي نار ۽ هيڪل توڙي گهڻ (٥، ٦، ١١، ١٢) سان گڏ ڏنل فعل جون صورتون حقيقي ۽ صحيح آهن. ساڻن ضميري پڇاڙي ملڻ ڪانپوءِ به سندن صورت اها ئي بيهي ٿي، باقي سمورن ضميرن سان ڳنڍيل فعلي صيغي ۾ ڪانه ڪا ضميري پڇاڙي سمايل آهي، ۽ ان ڪري فاعل به پيرا ورجائجي پيو آهي. ضمير متڪلم هيڪل، نر توڙي نار، سان ضميري پڇاڙي ”-اُس“ ۽ ”-اَس“ ڳنڍيل آهن، جن بابت سمجهيو ۽

ٻڌايو ويجي ٿو تہ ضمير متڪلم هيڪل جي بدران، نر جي حالت ۾ ”-اَس“ ۽ نار جي حالت ۾ ”-اَس“ ڪم ايندڀون آهن ۽ ان لاءِ ڪوبہ علمي سبب يا دليل موجود ناهي، باقي ضمير حاضر جي حالت ۾ جيڪي ضميري پڇاڙيون ڪم آيون آهن، اهي ضمير حاضر جي ئي نشاندهي ڪن ٿيون.

زمان ماضي ۾ ”هئڻ“ جي فعل جون حقيقي صورتون هي آهن:

١- فاعل هيڪل ۽ نر لاءِ (ضمير ڪهڙو بہ هجي) — هيو (هئو).

٢- فاعل هيڪل ۽ نار لاءِ (ضمير ڪهڙو بہ هجي)- هئي (هُيَي).

٣- فاعل گهڻ ۽ نر لاءِ (ضمير ڪهڙو بہ هجي) — هيا (هئا).

٤- فاعل گهڻ ۽ نار لاءِ (ضمير ڪهڙو بہ هجي) — هيون.

ان ڪري، زمان ماضيءَ ۾ ”هئڻ“ جي فعل جو ڦيرو هن طرح هئڻ گهرجي:

(ڏ)

| | |
|---|---|
| مان هيو (مان سچار هيو) | مان هئي (مان سچار هئي) |
| تون هيو (تون سچار هيو) | تون هئي (تون سچار هئي) |
| هي هيو(هي سچار هيو) | هيءَ هئي (هيءَ سچار هئي) |
| اسان هيا(اسان سچار هيا) | اسان هيون (اسان سچار هيون) |
| توهان هيا (توهان سچار هيا) | توهان هيون (توهان سچار هيون) |
| هي هيا (هي سچار هيا) | هي هيون (هي سچار هيون) |

ضميري پڇاڙيءَ جي هجڻ ڪري، اهو ڦيرو هينئن ٿيندو:

(ڊ)

١- ضمير متڪلم، هيڪل، نر جي حالت ۾ ضميري پڇاڙي ”-اُم“ ملائجي ٿي:
---- سچار هُيم (مان سچار هيو).

فعلي صيغي (هيو) جو آخري آواز ”-او“ ڪيرائي، ان جي جاءِ تي ضميري پڇاڙي ”-اُم“ آڻجي ٿي. ”ڪرڻ“ واري فعل ۾ بہ مفعول /هيڪل نر آهي تہ اهو ئي طريقو ڪم اچي ٿو ---- لکيم، پڙهيم، ڏٺم، ٻڌم.

٢ـ ضمير متڪلم، هيڪل نار جي حالت ۾ ضميري پڇاڙي ”ـاَم“ ملائجي ٿي:
ـــــ سچار هُيَم (مان سچار هئي).

فعلي صيغي (هُئي) جو آخري آواز ”ـاي“ ڪيرائي، ان جي جاءِ تي ضميري پڇاڙي ”ـاَم“ آڻجي ٿي. ”ڪرڻ“ واري فعل ۾ بہ مفعول هيڪل نار آهي تہ اهو ئي طريقو ڪم اچي ٿو ـــــ لکيي (لکي)، پڙهيي (پڙهي، ڏنيي(ڏني) جي بدران لکيم، پڙهيم، ڏنم.

٣ـ ضمير متڪلم، گهڻ، نر، جي حالت ۾ ضميري پڇاڙي ”ـاَسي“ (۽ ان جو مٽ آواز ”ـاسون“، ”ـاسين“) ملائجي ٿي:
ـسچار هياسي/هياسون/هياسين(اسين سچار هئا.)

فعلي صيغي (هُيا) جي آخري آواز سان ”ـاسي“ (يا ان جو مٽ آواز ”ـ اسون“
يا ”ـاسين“) ملائجي ٿو. ”ڪرڻ“ واري فعل ۾ بہ مفعول گهڻ نر آهي تہ اهو ئي طريقو ڪم اچي ٿو ـ لکيوسي/لکيوسون/لکيوسين: پڙهيوسي/ پڙهيوسون/ پڙهيوسين: ڏنوسي/ڏنوسون/ڏنوسين.

٤ـ ضمير متڪلم، گهڻ، نار، جي حالت ۾ ضميري پڇاڙي ”ـاسي“ (۽ ان جو مٽ آواز ”ـاسون“ يا ”ـاسين“) ملائجي ٿي:
سچار هيونسي/هيونسين(اسين سچار آهيون)

فعلي صيغي (هيون) جي پٺيان ”ـاسي“ (يا ان جو مٽ آواز ”ـ اسين“
يا ”ـاسون“) ملائجي ٿو. ”ڪرڻ“ واري فعل ۾ بہ مفعول گهڻ، نار آهي تہ اهو ئي طريقو ڪم اچي ٿوـــ لکيونسي/لکيونسين، پڙهيونسي/ ڏنوسي/ ڏنيونسين.

٥ـ ضمير حاضر، هيڪل، نر، جي حالت ۾ ضميري پڇاڙي ”ـاِين“ ملائجي ٿي:
ـسچار هئين (تون سچار هيو.)

فعلي صيغي (هيو) جو آخري آواز ”-او“ ڪيرائي، ان جي جاءِ تي ”-اينءَ“ ملائجي ٿو.

٦- ضمير حاضر، هيڪل، نار جي حالت ۾ ضميري پڇاڙي ”-اين“ ملائجي ٿي:

----- سچار هئيئن (تون سچار هئي.)

فعلي صيغي (هئي) جو آخري آواز ”-اِي“ ڪيرائي، ان جي جاءِ تي ”-اينءَ“ ملائجي ٿو.

٧- ضمير حاضر، گهڻ، نر، جي حالت ۾ ضميري پڇاڙي ”-اَو“ ملائجي ٿي:

- سچار هُيَئو (توهين سچار هيا)

فعلي صيغي (هيا) جو آخري آواز ”-آ“ ڪيرائي، ان جي جاءِ تي ”-او“ ڳنڍجي ٿو.

٨- ضمير حاضر گهڻ، نار، جي حالت ۾ ضميري پڇاڙي ”-اَيون“ ملائجي ٿي:

---- سچار هيون (توهين سچار هيون).

فعلي صيغي (هيون) جو آخري آواز ”-ايون“ ڪيرائي، ان جي جاءِ تي ”-اِيون“ آڻڻ جي ڪري، فعلي صيغي جي صورت ساڳي ئي رهي ٿي. ائين به چئي سگهجي ٿو ته ضميري پڇاڙي ”-ايون“ فعلي صيغي جي آخري آواز ”-ايون“ ۾ جذب ٿيل آهي.

٩- ضمير غائب، هيڪل، نر، جي حالت ۾ فاعل ”هي/هو“ جي بدران ڪم ايندڙ ضميري پڇاڙيءَ جي سلسلي ۾ تي ڳالهيون ڪري سگهجن ٿيون:

---- سچار هيو (هو سچار هيو.)

١. زمان ماضيءَ ۾ هن صورت لاءِ ڪا به ضميري پڇاڙي مقرر ناهي. هيءَ ڳالهه عقل، منطق ۽ دليل جي ويجهو ناهي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي وياڪرڻي گڻن کان پري آهي.

٢. ضميري پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ آواز اهڙو ڪو آهي جو فعل جي هن صيغي ۾ اهڙيءَ طرح ملي جذب/حذف ٿي وڃي ٿو جو فعلي صيغي جي صورت ۾ ساڳي ئي بيهي ٿي(جيئن ضمير حاضر، گهڻ نار جي سلسلي ۾ ٿيو هو.) مون کي

اها ئي ڳالهہ درست پاسي ٿي پر هن کي ڪو ماهر ئي سمجهائي سگهي ٿو. زمان حال ۾ ”ڳرڻ“ ۽ ”هئڻ“ واري فعل جي ڦيري ۾ اسان جاچي ورتو آهي تہ ”هي/هو/هيءَ/هوءَ جي بدران ڪم ايندڙ ضميري پڇاڙي ”-اي“ آهي. پاسي ائين ٿو تہ اها ئي ضميري پڇاڙي هتي ڪم آئي آهي ۽ جزب ٿي، گم ٿي ويئي آهي.

٣. ضميري پڇاڙي ”-اُس“ آهي پر اها ضميري پڇاڙي اڄڻ ڪانپوءِ فعل جي صورت حقيقت ۾ ٻئي ضميري پڇاڙيءَ جو مفهوم ظاهر ڪري ٿي- ”آيس“ معنيٰ ”هو هُن وٽ آيو“. ”ويئس“ معنيٰ ”هو هن وٽ ويئو“. البت، ”هَيس“ بہ معنائون ظاهر ڪري ٿو: پهرين ”هن وٽ هو“، ۽ ٻي ”هو هن وٽ هيو“. (پهرينءَ معنيٰ لاءِ چئبو تہ ”هوس“ بگڙجي ”هيس“ ٿيو آهي، ۽ ٻيءَ معنيٰ لاءِ چئبو تہ ”هيوس“ بدلجي ”هيسُ“ ٿيو آهي) تنهن ڪري، ضمير غائب هيڪل نر لاءِ درست ڳالهہ اها ئي بيهي ٿي، جيڪا ”٢“ هيٺ ڪيل آهي، ۽ ان سان جڏهن وڌيڪ ”-اُس“ ضميري پڇاڙي ملي ٿي تہ اها ”هن“ ۽ ”هن وٽ“، ”هن کي“، ”هن جو“، ”هن تي“ وغيره مطلب ظاهر ڪري ٿي.

١٠- ضمير غائب،هيڪل، نار جي حالت ۾-سچار هئي (هيءَ سچار هئي)- فاعل هيءَ/هوءَ/ جي بدران ڪم ايندڙ ضميري پڇاڙيءَ جي سلسلي ۾ بہ اهي ئي ٽي ڳالهيون ڪري سگهجن ٿيون، جيڪي ”٩-“ هيٺ ڪيل آهن، سواءِ ان فرق جي تہ ضميري پڇاڙي ”-اُس“ بدران ”-اَس“ هوندي.

١١- ضمير غائب، گهڻ، نر، جي حالت ۾، فاعل هي/هو/اهي/اُهي جي بدران ڪم ايندڙ ضميري پڇاڙيءَ جي سلسلي ۾ بہ اهي ٽي ڳالهيون ڪري سگهجن ٿيون، جيڪي ”٩-“ هيٺ ڪيل آهن.

*سچار هيا (هي/اهي سچار هيا). فعل جو صيغو اهو آهي، جيڪو گهڻ، نر لاءِ ڪم اچي ٿو ۽ ٻيو فرق اهو هوندو تہ هيڪل، نر جي سلسلي ۾ جاٽايل ضميري پڇاڙي ”-اُس“ بدران هتي ضميري پڇاڙي ”-اَن“ ڪم ايندي.

۱۲۔ ضمير غائب، گهڻ نار جي حالت ۾. فاعل هي/هو/اِهي/اُهي جي بدران هتي
ڪم ايندڙ ضميري پڇاڙيءَ جي سلسلي ۾ به اهي ئي ڳالهيون ڪري سگهجن
ٿيون، جيڪي "۱۱-" هيٺ ڪيل آهن. ❊سچار هيون(اهي سچار هيون)

هن ضميري پڇاڙيون رڪندڙ ڦيري مان ملندڙ سبقن کي واضح ڪرڻ کان اڳ، سنو لڳي ٿو ته "ڪرڻ" واري فعل جي حوالي سان به ضميري پڇاڙين جو ذڪر ڪري ونجي.

(ڊ)

ضميري پڇاڙي-۱: متڪلم هيڪل نر يا نار، فاعل "مون" جي بدران ضميري پڇاڙي "-اُم" ۽ "-اَم" ڪم اچي ٿي.

۱- مفعل هيڪل، نر آهي ته ❊چنو لکيُم (مون چنو لکيو).

❊ چوڪرو ڏٺم (مون چوڪرو ڏٺو).

-هيڪل، نر لاءِ فعلي صيغي (لکيو پڙهيو ڏٺو) جو آخري "-او" ڪيرائي، ان جي جاءِ تي "-اُم" ملائجي ٿو---- لکيُم، پڙهيُم، ڏٺُم.

۲- مفعول گهڻ، نر، آهي ته ❊ چنا لکيَم، (مون چنا لکيا).

❊ چوڪرا ڏٺم. (مون چوڪرا ڏٺا).

-هيڪل نر، لاءِ فعلي صيغي (لکيو ڏٺو) جو آخري "-او" ڪيرائي، ان جي جاءِ تي "-اَم" ملائجي ٿو--- لکيَم، پڙهيم، ڏٺَم. ائين به چئي سگهجي ٿو ته جمع جي صيغي (لکيا، ڏٺا) جو آخري "-آ" ڪيرائي، ان جي جاءِ تي "-اَم" ملائجي ٿو.

۳- مفعول هيڪل يا گهڻ نار آهي ته ❊ چٺي لکيَم، (مون چٺي لکي).

❊ چٺيون لکيم(مون چٺيون لکيون).

❊ چوڪري ڏٺم (مون چوڪري ڏٺي).

❊چوڪريون ڏٺم(مون چوڪريون ڏٺيون).

(ڏسو ضمري پڇاڙي ۱-"۲")

ضميري پڇاڙي- ۲: ضمير حاضر هيڪل، نر يا نار، ---- فاعل "تون/تون" جي بدران ضميري پڇاڙي "-اَءِ" ۽ "اَءِ" ڪم اچي ٿي:

١ ـ مفعول هيڪل نر آهي تہ * چنو لکيَئہ (تو چنو لکيو)
* ڇوڪرو ڏٺئہ (تو ڇوڪرو ڏٺو).
ـ هيڪل، نر، لاءِ فعلي صيغي (لکيو، پڙهيو، ڏٺو) جو آخري "ـاو" ڪيرائي، ان جي جاءِ تي "ـاُءِ" ملائجي ٿو. لکيئہ، پڙهيُئہ، ڏٺُئِ.
٢ ـ مفعول گهڻ، نر، آهي تہ *چنا لکيئہ (تو چنا لکيا).
* ڇوڪرا ڏٺَئِہ (تو ڇوڪرا ڏٺا).
ـهيڪل، نر، لاءِ فعلي صيغي (لکيو، ڏٺو) جو آخري — "او" ڪيرائي، ان جي جاءِ تي "ـاَءِ" ملائجي ٿو. لکيئہ، پڙهيَئہ، ڏٺئِ. ائين بہ چئي سگهجي ٿو تہ جمع صيغي (لکيا، ڏٺا) جو آخري "ـآ" ڪيرائي، ان جي جاءِ تي "اَءِ" ملائجي ٿو.
٣ ـمفعل هيڪل يا گهڻ، نار، آهي تہ * چني لکيَئہ (تو چني لکي).
* ڇوڪريون ڏٺئِ (تو ڇوڪريون ڏٺيون).
(ڏسو ضميري پڇاڙي ٢ ـ "٢ ـ")

ضميري پڇاڙي ـ٣: ضمير غائب، هيڪل، نر يا نارـ فاعل "هِن/هُن" جي بدران (ڪا اهڙي ضميري پڇاڙي ڪم اچي ٿي، جنهنکي ڪوجي نہ سگهيو آهيان يا وري) "ـاُس" ۽ "ـاَس" ڪم اچي ٿي (هي نُڪتو ٻولجاڻڪ ۽ ٻوليجاڻڪ طئہ ڪندا).
ضميري پڇاڙي ـ٤: ضمير متڪلم، گهڻ، نر يا نار ـــ فاعل "اسان/ اسين" جي بدران "ـاَسي" (يا ان جو مَٽ "ـاَسو" يا پاڻ "ـاسين") ضميري پڇاڙيءَ طور ڪم اچي ٿي:
١ ـ مفعول هيڪل، نار، آهي تہ *چنولکيوسي(اسان خط لکيو)
*ڇوڪرو ڏٺوسي(اسان ڇوڪرو ڏٺو).
ـ هيڪل، نر، لاءِ فعلي صيغي (لکيو، ڏٺو) جي پڇيان "ـاسي" يا اَسون" يا "ـ اسين"
ملائجي ٿي ـ لکيوسي /لکيوسون/ لکيوسين.

۲ـ مفعول هيڪل، نار، آهي تہ * چٺي لکيسي (اسان چٺي لکي).

* ڇوڪري ڏٺيسي (اسان ڇوڪري ڏٺي).

ـهيڪل، نار، لاءِ فعلي صيغي (لکي، ڏٺي) جي پٺيان "ـاسي" يا "ـاَسون" يا "ـ اسِين"

ملائجي ٿي ـ لکيسي/لکيسون/لکيسين.

۳ـ مفعول گهڻ، نر، آهي تہ * چٺا لکياسي (اسان چٺا لکيا).

ڇوڪرا ڏٺاسي (اسان ڇوڪرا ڏٺا).

ـ گهڻ، نر، لاءِ فعلي صيغي (لکيا، ڏٺا) جي پٺيان "ـاسي" يا "ـاَسون" يا "ـ اسين"

ملائجي ٿي ـلکياسي/لکياسون/لکياسين.

۴ـ مفعول گهڻ، نار، آهي تہ * چٺيون لکيونسي (اسان چٺيون لکيون).

*ڇوڪريون ڏٺيونسي (اسان ڇوڪريون ڏٺيون).

ـ گهڻ، نار، لاءِ فعلي صيغي (لکيون، ڏٺيون) جي پٺيان "ـاسي" يا "ـاَسون" يا "ـاسين" ملائجي ٿي—لکيونسي/لکيونسين.

ضميري پڇاڙي ـ۵: ضمير حاضر، گهڻ، نر يا نار ـــ فاعل "توهان/ توهين" جي بدران ضميري پڇاڙي —"اُو" ۽ ـ "اَوَ" ڪم اچي ٿي:

۱ـ مفعول هيڪل، نر، آهي تہ * چٺو لکيُوَ (توهان چٺو لکيو)

* ڇوڪرو ڏٺوَ (توهان ڇوڪرو ڏٺو)

ـ هيڪل، نر لاءِ فعلي صيغي (لکيو، ڏٺو) جو آخري "ـاو" ڪيرائي، ان جي جاءِ تي "ـاُو" ڳنڍجي ٿو—لکيوَ پڙهيُوَ ڏٺُوَ.

۲ـ مفعول هيڪل، نار، آهي تہ * چٺي لکيَوَ (توهان چٺي لکي)

* ڇوڪري ڏٺُوَ (توهان ڇوڪري ڏٺي)

- هيڪل، نر، لاءِ فعلي صيغي (لکيو، پڙهيو) جو آخري ”-او“ ڪيرائي، ان جي جاءِ تي ”-اُوَ“ ڳنڍجي ٿو- لکيَوَ پڙهيَوَ ڏنَوَ.

٣- مفعول گهڻ، نر، يا نار آهي ته * چنا لکيَوَ (توهان چنا لکيا)

* ڇوڪريون ڏنوَ (توهان ڇوڪريون ڏنيون)

(ڏسو ضميري پڇاڙي -٥ ”٢“) -

ضميري پڇاڙي- ٦: ضمير غائب، گهڻ، نر يا نار-فاعل ”هِنن /هُنن“ جي بدران ضميري پڇاڙي ”-اُن“ ۽ ”-اَن“ اچي ٿي:

١- مفعول هيڪل، نر، آهي ته * چنو لکيِن (هنن چنو لکيو).

*ڇوڪرو ڏنُنِ (هنن ڇوڪرو ڏنو).

- هيڪل، نر، لاءِ فعلي صيغي (لکيو، پڙهيو) جو آخري ”-او“ ڪيرائي، ان جي جاءِ تي ”-اُن“ ڳنڍجي ٿو--- لکينُ، پڙهيُنِ، ڏنُنِ.

٢- مفعول هيڪل، نار، آهي ته * چني لکيَنِ (هنن چني لکي).

*ڇوڪري ڏنن (هنن ڇوڪري ڏني).

- هيڪل، نر، لاءِ فعلي صيغي (لکيو، پڙهيو) جو آخري ”-او“ ڪيرائي، ان جي جاءِ تي ”-اَن“ ڳنڍجي ٿو--- لکيَنِ، پڙهيَنِ.

٣- مفعول گهڻ، نر، آهي يا نار ته *چنيون لکين (هنن چنيون لکيون).

*ڇوڪرا ڏنَنِ (هنن ڇوڪرا ڏنا).

(ڏسو ضميري پڇاڙي -٦ ”٢“) -

زمان ماضيءَ جو ذڪر ڪندي لڳ ڀڳ ابتدا ۾ ئي بيان ڪيو هوم ته هي زمان، فعلي ڦيري ۽ ضميري پڇاڙيءَ جي حوالي سان، هڪ ڏکو بحث گهري ٿو. اها ڳالهه ورجائڻ جي گهرج ان ڪري پيئي جو هيٺ ٻه-چار اهڙا مثال ڏجن ٿا، جيئن ان ڳالهه کي ڪجهه بهتر نموني ذهن ۾ آڻي سگهجي. اسان —ڏنو ته

١- لکيُئِہِ، ڏنئِہِ ۽ پڙهيُئِہِ معنيٰ واريسر، ”تو لکيو“، ”تو ڏنو“، ”تو پڙهيو“. پر :

*چڙيئِہِ (هو) ”تو تي چڙيو“،

* كِليئہ (هو)”تو تي كِليو“.

*ڀُليئہ(هو) ”تو تي ڀُليو“، وغيره، معنيٰ بدلائي ڇڏين ٿا.

_اها ساڳي صورتحال ڇِڙيئہ، كِليئہ، ڀُليئِہ، وغيره، ۾ فاعل جي گهڻ، صورتن، ڇڙيُو كِليو ڀُليو وغيره ۾ ڇڙيوَ كليَوَ ڀُليَوَ وغيره سان بہ آهي.

٢ _ ساڳيءَ طرح * هيُن (هنن وٺ هو) ۾ هيُن (هنن وٺ هئي).

* ٿين (هنن كي ٿيو) ٿيَن (هنن كي/سان ٿي).

* لٿُن (هنن تان لٿو) ۾ لٿن (هنن تان لٿي) جي سلسلي ۾ بہ ڪجهہ نيون ڳالهيون سامُهِن اچن ٿيون.

زمان ماضي جي سلسلي ۾ بي ڳالهہ بہ ڏيان لهڻي ٿي تہ فعل جو سڌو واسطو مفعول سان آهي. پر ڪجهہ ضميري پڇاڙيون اهڙيون آهن، جيڪي جڏهن فعلي صيغي سان ڳنڍجن ٿيون، تڏهن فعل جو سڌو واسطو مفعول كان ٽٽي فاعل سان ٿيو وڃي _ ۾ اها حالت رڳو ضمير غائب جي سلسلي ۾ ملي ٿي، ضمير متڪلم ۾ ضمير حاضر جي سلسلي ۾ نہ. جڏهن تہ زمان حال ۾ زمان ماضيءَ ۾، رڳو ضمير غائب جي سلسلي ۾ ئي سهي، فعل جي اهڙي ڪابہ صورت نٿي ملي، جنهن جو سڌو واسطو فاعل بدران مفعول سان هجي. (الائجي ڇو؟)

(ذ)

١ _ ضمير غائب، هيڪل (نر يا نار) آهي تہ

(١ _ مفعول هيڪل، نر) * چنو لكيائين(هن چنو لكيو)

(٢ _ مفعول گهڻ، نر) * چنا لكيائين (هن چنا لكيا)

(٣_ مفعول هيڪل، نار) * چني لكيائين) هن چني لكي)

(٤_مفعول گهڻ، نار) *چنيون لكيائين (هن چنيون لكيون)

_هتي ضمير غائب (نر يا نار) جي بدران ڪم آيل ضميري پڇاڙي ”آئين“ آهي، جيڪا مٿي ڏنل

—پهرئين جملي ۾ فعل ”لکيو“ جو آخري —”او“ ڪيرائي، ڳنڍي وئي آهي،
- ٻئي جملي ۾ فعل ”لکيا“ جو آخري ”-آ“ ڪيرائي، ڳنڍي وئي آهي،
- ٽئين جملي ۾ فعل ”لکي“ سان ڳنڍي وئي آهي، ۽
-چوٿين جملي ۾ فعل ”لکيون“ جو آخري ”-اُون“ ڪيرائي ڳنڍي وئي آهي.
٢- ضمير غائب، گهڻ (نر يا نار) آهي تہ
(١- مفعول هيڪل، نر) *چئو لکيائون (هنن چئو لکيو)
(٢-مفعول گهڻ، نر) * چئا لکيائون (هنن چئا لکيا)
(٣-مفعول هيڪل، نار) * چئي لکيائون (هنن چئي لکي)
(۴-مفعول گهڻ، نار) *چئيون لکيائون (هنن چئيون لکيون).
-هتي ضمير غائب (نر يا نار) جي بدران ڪم آيل ضميري پڇاڙي ”-اَئون“ آهي، جيڪا مٿي ڏنل
-پهرين جملي ۾ فعل ”لکيو“ جو آخر ”-او“ ڪيرائي ڳنڍي وئي آهي.
- ٻئي جملي ۾ فعل ”لکيا“ جو آخري ”-آ“ ڪيرائي ڳنڍي وئي آهي.
- ٽئين جملي ۾ فعل ”لکي“ سان ڳنڍي وئي آهي، ۽
- چوٿين جملي ۾ فعل ”لکيون“ جو آخري ”-اُون“ ڪيرائي ڳنڍي وئي آهي.
ضميري پڇاڙين جي حوالي سان، مٿي ڪيل ڳالهہ ٻول چئا سبق ڏئي ٿي تہ:
١- زمان ماضيءَ ۾ فعلن جا صيغا هڪجهڙا هجڻ جي باوجود مختلف معنيٰ، مفهوم ۽ وياڪرڻي بيهڪ رکن ٿا.
٢- زمان ماضيءَ ۾ فعل جو سڌو واسطو مفعول سان ڳنڍيل رهي ٿو.
٣- ضميري پڇاڙين جي حوالي سان، زمان ماضيءَ ۾ هڪ اهڙي فعلي بناوت ملي ٿي، جيڪا رڳو ضمير غائب جي نشاندهي ڪندي فاعل سان لاڳاپيل آهي، مفعول سان نہ.

۴-هي جو اسان ڏهاڙي ڳالهہ ٻول ۾ ”مان لکيس“-، ”مان پڙهيس“، ”مان آيس“، ”مان ويس“، ”مان وينس“، مان بيٺس“ جهڙا جملا ڳالهائيندا رهون ٿا، اهي سراسر غلط آهن. بالفرض، جي مٿي ڏنل فعلن پٺيان ضميري پڇاڙي – ”اس“ جو مطلب ۽ مفهوم ”مان/آءٌ“ هجي ہہ، تہ ٻہ ”مان آيُس“ جي معنيٰ ٿيندي ”مان مان آيو“ جنهن کي ڪنهن ٻہ طرح صحيح جملو سڏي نٿو سگهجي، جڏهن تہ، حقيقت ۾، ”مان آيس“ جو صحيح مفهوم ”مان هو هن وٽ آيو“ آهي، ۽ اهو ڪو جملو ئي ناهي. ٻٽي ضميري پڇاڙيءَ وارا فعل اسان جي هن ڳالهہ جي تصديق ڪندا.

۵- ”اسين آياسي“ جي حقيقي معنيٰ ”اسين اسين آيا“ آهي. صحيح جملو ”آياسي“

يا ”اسين آيا“ آهي.

٦- ”تون آئين“ جي حقيقي معنيٰ ”تون تون آيو“ آهي. صحيح جملو ”آئين“ يا ”تون

آيو“ آهي.

٧- تون آئيئن (هي جملو لکڻ ۾ گهٽ ۽ ڳالهائڻ ۾ وڌيڪ اچي ٿو) جي حقيقي معنيٰ ”تون تون آئي“ آهي. صحيح جملو ”آئيئن“ يا ”تون آئي“ آهي.

٨- ”توهان آيوَ“ جي حقيقي معنيٰ ”توهان توهان آيا“ آهي. صحيح جملو ”آيوَ“ يا

”توهان آيا“ آهي.

٩- هن لکيو ۽ اهڙن ٻين ضميرن ۽ ضميري پڇاڙين بابت اميد تہ ڪونہ ڪو، خاص طرح سنڌيءَجو ماهر، اسان جي رهنمائي ڪرڻ پسند ڪندو.

هيٺ ڏنل ٻٽي ضميري پڇاڙي رکندڙ لفظ اسان جي ان ڳالهہ کي اجا وڌيڪ پختگيءَ سان ظاهر ڪن ٿا:

(ر)

| | |
|---|---|
| هيڪل/نر | هيڪل/نار |

❊لکيومانءِ=لک+ يو+مان+ءِ = مون تو ڏانهن لکيو= لکيو مانءِ

❊ لکيومانوَ= لک+يو+مان+و = مون توهان ڏانهن لکيو=لکيومانوَ

❊ لکيومانسِ= لک+يو+مان+اس =مون هن ڏانهن لکيو=لکيومانس

❊ لکيومانِ= لک+يو+مان+ ان(لکيومانِنِ)= مون هنن ڏانهن لکيو=لکيومانِ

❊ لکيُئہ= لک+يو+اُ+ءِ (لک + يو + او +اُءِ+)= تو مون ڏانهن لکيو= لکيُئہ

❊ ؟ = (تو اسان ڏانهن لکيو)= ؟

❊ لکيُس= لک+يو+اُ+اس(لک +يو+او+اُءِ+ اس)= تو هن ڏانهن لکيو= لکيُس

❊ لکيِن= لک+يو+اُ+ان(لک+يو+او+ اُء+ ان) = هن هنن ڏانهن لکيو لکيُن

❊ لکيوم= لک+يو+ او+ام = هن مون ڏانهن لکيو=لکيوم

❊ ؟ = هن اسان ڏانهن لکيو= ؟

❊ لکيوس= لک+ يو+ او+ اس = هن هن ڏانهن لکيو= لکيوس

❊لکيونِ=+لک+ يو+ او+ ان = هن هنن ڏانهن لکيو = لکيونِ

گهڻ/نر گهڻ/نار

❊ لکيوسونئہ=لک+يو+اسون+اءِ = اسان تو ڏانهن لکيو= لکيوسونئہِ

❊ لکيوسيوَ= لک+ يو+ اسي+ او =اسان توهان ڏانهن لکيو=لکيوسيوَ

❊ لکيوسونس= لک+ يو+ اسون+ اس = اسان هن ڏانهن لکيو= لکيو سونس

❊ لکيوسُونِ= لک+ يو+ اسون+ اس(لکيوسونِنِ= اسان هنن ڏانهن لکيو= لکيوسونِ

❊ لکيَومِ= لک+ يو+ اوَ+ ام =توهان مون ڏانهن لکيو= لکيوم

❊ ؟ = = توهان اسان ڏانهن لکيو= ؟

❊ لکيُوَس= لک+ يو+ اوَ+ اس = توهان هن ڏانهن لکيو =لکيُوَس

❊ لکيُوَنَ= لک+ يو+ اوَ+ ان = توهان هنن ڏانهن لکيو = لکيُوَنِ

❊ لکيوم(؟) = | = هنن مون ڏانهن لکيو = لکيوم
❊ ؟ = | = هنن اسان ڏانهن لکيو = ؟
❊ لکيوسِ = | = هنن هن ڏانهن لکيو = لکيوس
❊ لکيونِ = | = هنن هنن ڏانهن لکيو = لکيونِ

مٿي ڏنل ٻٽي ضميري پڇاڙين واري ڦيري ۾ ضمير غائب (هيڪل توڙي گهڻ ۾ نر توڙي نار) جي سلسلي ۾ ڪجهه ڏکيائون اڏو اچن ٿيون. شايد اهو ئي سبب آهي جو زمان ماضيءَ ۾ ۽ ضمير غائب جي حوالي سان اسان کي اهو ضميري پڇاڙي رکندڙ فعلي ڦيرو ملي ٿو. جنهن جو ذڪر (ذ) سري هيٺ ڪيو ويو هو. اهو ڦيرو ٻٽي ضميري پڇاڙيءَ جي صورت رکندي، هن طرح ملي ٿو:

(ڙ)

❊ لکيائينمِ = لک+ يو ائين+ ام | = هن مون ڏانهن لکيو. = لکيائينم
❊ ؟ | = (هن اسان ڏانهن لکيو) = ؟
❊ ؟ لکيائينءِ) | = هن تو ڏانهن لکيو = ؟ (لکيائينءِ)
❊ لکيائينوَ (؟ ) | = هن توهان ڏانهن لکيو= لکيائينوَ
❊ لکيائينسِ | = هن هن ڏانهن لکيو= لکيائينسِ
❊ لکيائينِ (لکيائينن) | = هن هنن ڏانهن لکيو= لکيائينِ
❊ لکيائونمِ= | = هنن مون ڏانهن لکيو= لکيائونم
❊ ؟ | = (هنن اسان ڏانهن لکيو) = ؟
❊ لکيائونئہ = | = هنن تو ڏانهن لکيو= لکيائونئہ
❊ لکيائونوَ= | = هنن توهان ڏانهن لکيو= لکيائونوَ
❊ لکيائونسِ = | = هنن هن ڏانهن لکيو= لکيائونس
❊ لکيائونِ (لکيائونن) = | = هنن هنن ڏانهن لکيو= کيائونِ

ٻٽي ضميري پڇاڙي مٿي ڏنل (ڏسو ڙ ۽ ز) لفظن ۾، جيڪي حقيقت ۾ فعل لازمي وارا مڪمل جملا آهن. هي ڳالهيون ڏيان گهرن ٿيون:

١ـ لڳ ڀڳ سيني فعلن کي سنڌيءَ جي اصولن موجب وري جاچڻ جي گهرج آهي.
٢ـ ڪيترائي لفظ ڳالهايا وڌيڪ ۽ لکيا گهٽ ٿا وڃن.
٣ـ چئو ٿي اچي ٿو ته ”ـام“ ضميري پڇاڙي ”مان/ آءُ“ جي بدران، ”سي- اسي/اسين/ـاسون“ ضميري پڇاڙي ”اسين/اسان“جي بدران، ”ـ اس“ ضميري پڇاڙي ”هِن/هُن“ جي بدران ۽ ”ـان“ ضميري پڇاڙي ”اِنهن/اُنهن/ هِنن/ هُنن“ جي بدران ڪم اچي ٿي.

هن مهل تائين اسان ٻن زمانن جي هڪ هڪ روپ ۾ ”ڪرڻ“ ۽ ”هئڻ“ واري فعل جي حوالي سان مختصر جائزو ورتو آهي. ڪيتريون ئي ڳالهيون بحث طلب آهن، پر هتي ضميري پڇاڙيءَ جي حوالي سان ئي ڳالهه ٻول جاري رکبي.

زمان مستقبل

١. فعل لازميءَ جو ڦيرو اسان کي هن طرح پڙهيو وڃي ٿو:

(ز)

| | هيڪل/نر | هيڪل/نار |
|---|---|---|
| ١ـ ضمير متڪلم | * مان/آءٌ لکندس | *مان/آءٌ لکنديس |
| ٢ـ ضمير حاضر | * تون لکندين | * تون لکندينءَ |
| ٣ـ ضمير غائب | *هي/هو/اِهو/اُهو/لکندو | *هيءَ/هوءَ/اِها/اُها لکندي |

| | گهڻ/نر | گهڻ/نار |
|---|---|---|
| ٤ـضمير متڪلم | *اسان/اسين/لکنداسي/لکنداسون/لکنداسين | *اسان/اسين/لکنديوسين/...... |
| ٥ـ ضمير حاضر | *توهان/توهين لکندوءُ | * توهان/توهين لکنديونُ. |
| ٦ـ ضمير غائب | *هي/هو/اهي/اُهي لکندا | *هي/هو/اهي/اُهي لکنديون. |

٢. مٿي ڏنل فعلي ڦيري ۾ ”لکندس“، ”لکنديس“ ”لکندين“، لکندينءَ“، ”لکنداسي“،

”لکنديونسي“ ۽ ”لکندوءِ“ فعلي صورتون پاڻ سان ضميري پڇاڙي ڳنڍيل رکن ٿيون. انهن ضميري پڇاڙين موجب، سندن بيهڪ ڏاڍي گهٽ ـ وڏ ٿي پئي آهي ۽ اسان کي انتهائي غلط مفهوم دماغ ۾ ويهاريو پيو وڃي. ان جي چندچاڻ اسين ڪجهه دير پوءِ ڪنداسين. پر پاڳ پلا آهن ”هي لکندو“، ”هيءَ لکندي“، ”هي لکندا“ ۽ ”هي لکنديون“ جا، جو اهي باقاعدي اصولي شڪل وارو فعل رکن ٿا.حقيقت اها آهي تہ ضمير غائب جي هر صورت سان، واريسر، جيڪا بہ ضميري پڇاڙي ملي ٿي، ان جو آواز فعل جي صورت (صيغي) ۾ ئي جذب/حذف ٿي وڃي ٿو. جيستائين تعلق آهي ”توهين لکنديون“ جو، اها پل چڪ ۾ بہ ان ئي شڪل ۾ رهڻي آهي چو تہ اها ئي ان جي فعلي صورت آهي ۽ اها ئي ضميري پڇاڙيءَ واري صورت.

۳. قاعدي موجب زمان مستقبل ۾ فعل جي صورت هن طرح آهي/هئڻ گهرجي:

س

*حقيقت اها آهي تہ ضميرغائب جي هر صورت سان، واريسر، جيڪا بہ ضميري پڇاڙي ملي ٿي، ان جو آواز فعل جي صورت (صيغي) ۾ ئي جذب/حذف ٿي وڃي ٿو.

١ـ ضمير متڪلم، حاضر يا غائب　لکندو، پڙهندو، گهمندو، سمهندو.......

هيڪل/نر　ڏسندو، ويهندو، بيهندو.......

٢ـ ضمير متڪلم، حاضر يا غائب　لکندي،　پڙهندي،　گهمندي، سمهندي......

هيڪل/نار　ڏسندي، ويهندي، بيهندي.......

٣ـ ضمير متڪلم، حاضر يا غائب　لکندا، پڙهندا، گهمندا، سمهندا.....

گهڻ/نر　ڏسندا، ويهندا، بيهندا............

۴ـ ضمير متڪلم، حاضر يا غائب لکنديون،　پڙهنديون،　گهمنديون، سمهنديون...........

گهڻ/نار　ڏسنديون،ويهنديون، بيهنديون...........

۴. ”مستقبل“ لاءِ سنڌيءَ ۾ لفظ ”آئندو“ آهي، جنهن کي ”آئيندو“ بہ چوندا ۽ لکندا آهيون. آئندو/آئيندو شايد ”آءِ (آهہ) +اِند/اِندو/ايندو“ جو ميلاپ آهي. ”آهہ“ ”هجڻ“ موجود هجڻ ۽ (زمان) حال جي نشاندهي ڪري ٿي، ۽ ”-اِند“ يا ”اِندو“ ”ايندڙ“ جي ڄاڻ ڏئي ٿو. ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ ايندڙ وقت جو اکري نشان ”-اِند“ يا ”-اِندو“ آهي. جيڪو فعل جي امر سان ملي، فعل جي آئندي (مستقبل) واري شڪل ٺاهي ٿو: ان جي پرک هيٺينءَ طرح ڪري سگهجي ٿي:

(ڏسو ۵)

۵. فعلي صيغي جي بناوت، روپ، بيهڪ جو واسطو فاعل سان ڳنڍيل رهي ٿو، مفعول سان نہ ۽ فعل هڪ مقرر صورت ۾ تبديل ٿئي (ڦيرو کائي) ٿو: (مفعول هيڪل هجي يا گهڻ ۾ نر هجي يا نار، فعلي صيغي تي ڪو بہ اثر نٿو وجهي)

١ـ فاعل هيڪل ۾ نر آهي تہ

ضمير متڪلم * مان خطُ/چٺي لکندو *مان خطَ / چٺيون لکندو.

ضمير حاضر * تون خطُ / چٺي لکندو * تون خطَ / چٺيون لکندو.

ضمير غائب * هي/هو خطُ / چٺي لکندو * هي/ هو خطَ / چٺيون لکندو.

+ فاعل هيڪل نر آهي تہ فعل (لکڻ) جي امر (لک) سان ”-اندو“ ڳنڍجي ٿو- لکندو، پڙهندو، ڏسندو.

٢ـ فاعل گهڻ ۾ نر آهي تہ

ضمير متڪلم * اسان خطُ / چٺي لکندا * اسان خطَ / چٺيون لکندا.

ضمير حاضر * توهان خطُ / چٺي لکندا *توهان خطَ / چٺيون لکندا.

ضمير غائب * هي/ هو خطُ / چٺي لکندا *هي/ هو خطَ / چٺيون لکندا.

+ فاعل گهڻ، نر، آهي تہ فعل (لکڻ) جي امر (لک) سان ”-اندا“ ڳنڍجي ٿو- لکندا، پڙهندا، ڏسندا.

٣ـ فاعل هيڪل ۾ نار آهي تہ

ضمير متڪلم * مان خطُ / چٺي لکندي * مان خطَ / چٺيون لکندي.

ضمير حاضر * تون خطُ / چٺي لکندي *تون خطَ / چٺيون لکندي.

ضمير غائب * هيءَ/هوءَ خطُ / چٺي لکندي* هيءَ/هوءَخط/چٺيون لکندي

+ فاعل هيڪل، نار آهي تہ فعل (لکڻ) جي امر (لک) سان ”-اندي“ ڳنڍجي ٿو- لکندي، پڙهندي، ڏسندي.

۴- فاعل گهڻ ۾ نار آهي تہ

ضمير متڪلم *اسان خطُ / چٺي لکنديون *اسان خطَ / چٺيون لکنديون.

ضمير حاضر * توهان خطُ / چٺي لکنديون* توهان خطَ/چٺيون لکنديون

ضمير غائب * هي / هو خطُ / چٺيون لکنديون*هي/هوخطَ/چٺيون لکنديون

+ فاعل گهڻ، نار آهي تہ فعل (لکڻ) جي امر(لک) سان ”- انديون“ ڳنڍجي ٿو —لکنديون، پڙهنديون، ڏسنديون.

چا، مٿي ڏنل سڄي ڳالهہ ٻول ۾ ان ڪري فعلي بناوت، تبديليءَ ۾ ڦيري ۾ هڪ باقاعدگي ۾ اصولي شڪل نظر نٿي اچي. پوءِ مروج فعلي ڦيري (زمان مستقبل) ۾ ”لکندس“، ”لکنديَس“، وغيره، ڪٿان آٽي ٽُنبيو ۾ ٻوليءَ ۾ وياڪرڻي قاعدي کي بگاڙيو ويو آهي؟

هاڻي اچو تہ فعل جي هڪ ٻي صورت جاچيون، جنهن کي ”هئڻ، يا ”هجڻ“ جو فعل سڏجي ٿو. هن جو زمان بہ ”مستقبل“ ئي آهي.

۱. هن فعل جو ڦيرو اسان کي هن نموني پڙهايو/ سيکاريو ويجي ٿو:

(ش)

هيڪل /نر هيڪل/نار

ضمير متڪلم ۱- * مان (سچار) هوندُس. ۲-*مان(سچار) هوندَس( هونديَس)

ضمير حاضر ۳- * تون (سچار) هوندين ۴- * تون (سچار) هونديءَ.

ضمير غائب ۵- * هي /هو (سچار) هوندو ٦- * هيءَ/ هوءَ(سچار) هوندي

گهڻ/نر گهڻ/نار

ضمير متڪلم ۷-* اسان(سچار) هونداسي. ۸-* اسان(سچار) هونديونسي.

ضمير حاضر ٩- * توهان (سچار) هوندءِ ١٠- * توهان (سچار) هونديون.

ضمير غائب ١١- * هي/هو (سچار) هوندا ١٢- * هي/ هو (سچار هونديون.

مٿي ڏنل ڦيري ۾ ضمير غائب، نر توڙي نار ۾ هيڪل توڙي جمع (٥، ٦، ١١ ۽ ١٢) سان گڏ ڏنل فعل جون صورتون حقيقي ۽ صحيح آهن. اهي ۽ ضمير حاضر، گهڻ، نار (10) سان گڏ ڏنل فعل جي صورت ان ڪري حقيقي ۽ صحيح آهي جو ان ۾ ضميري پڇاڙي ملڻ ڪانپوءِ بہ سندن صورت اها ئي بيهندي. باقي سمورن ضميرن سان فعل جي جيڪا صورت ڳنڍي وئي آهي. ان سان ڪانہ ڪا ضميري پڇاڙي بہ ڳنڍيل آهن، ۽ ان ڪري فاعل بہ پيرا ورجائجي پيو آهي. ضمير متڪلم هيڪل، نر توڙي نار، سان ضميري پڇاڙي "-اُس" ۽ "-اَس" (ايَس) ڳنڍيل آهن، جن بابت سمجهيو ۽ ٻڌايو ٿو وڃي تہ ضمير متڪلم هيڪل جي بدران، نر جي حالت ۾ "-اَس" ۽ نار جي حالت ۾ "-اَس" (-اِيَس) ڪم ايندي آهن، ۽ ان جي لاءِ ڪوبہ علمي سبب يا دليل موجود ناهي. باقي ضمير حاضر جي حالت ۾ جيڪي ضميري پڇاڙيون ڪم آيون آهن، اهي پاڻ جنهن فاعل جي نشاندهي ڪن ٿيون، اهو ضمير حاضر آهي.

زمان مستقبل ۾ "هئڻ" جي فعل جون حقيقي صورتون هي آهن:

١- فاعل هيڪل ۽ نر لاءِ (ضمير ڪهڙو بہ هجي) * هوندو.

٢- فاعل هيڪل ۽ نار لاءِ (ضمير ڪهڙو بہ هجي) * هوندي.

٣- فاعل گهڻ ۽ نر لاءِ (ضمير ڪهڙو بہ هجي) * هوندا.

٤- فاعل گهڻ ۽ نار لاءِ (ضمير ڪهڙو بہ هجي) * هونديون.

ان ڪري، زمان مستقبل ۾ "هئڻ، جي فعل جو ڦيرو هينئن هئڻ گهرجي:

| | | | |
|---|---|---|---|
| *مان هوندو | *مان هوندي | *اسان هوندا | *اسان هونديون. |
| *تون هوندو | * تون هوندي | * توهان هوندا | * توهان هونديون. |

* هي هوندو * هيءَ هوندي * اهي هوندا *اهي هونديون.
”ضميري پڇاڙي“ ڳنڍجڻ کانپوءِ اهو ڦيرو هينئن ٿيندو:
*هوندُم *هوندَم * هونداسي *هونديونسي
* هوندين *هوندينءَ * هوندوءِ
*هونديون (؟)*
* هوندو * (؟) * هوندي(؟) * هوندا ؟ *
هونديون(؟)
ءِ
”ڪَرڻ“ واري فعل جو ڦيرو هن طرح هجڻ گهرجي:
*مان لکندو *مان لکندي * اسان لکندا *اسان لکنديون
* تون لکندو * تون لکندي * توهان لکندا * توهان لکنديون
* هي لکندو * هيءَ لکندي * اهي لکندا * اهي لکنديون
ضميري پڇاڙيءَ سان گڏ هي ڦيرو هن طرح هجڻ گهرجي:
* لکندُم (مان لکندو). * لکندمَ (مان لکندي).
* لکنداسي (اسان لکندا) * لکنديونسي (اسان لکنديون).
* لکندين(تون لکندو) * لکندينءَ (تون لکندي).
* لکندؤ( توهان لکندا) * لکنديون ( توهان لکنديون) (؟)
*لکندو (هو لکندو)(؟) * لکنديون(اهي لکنديون(؟)
* لکندا ( اهي لکندا)
(* نوٽ: جن لفظن جي پويان ننڍي ڏنگيءَ ۾ سوال جي نشاني ڏنل آهي، اهي ڏيان لهڻن ٿيون. منهنجو خيال اهو آهي تہ انهن لفظن ۾ ضميري پڇاڙي اهڙيءَ طرح شامل ٿي سمائجي ويئي آهي، جو فعلي صيغو ساڳي ئي صورت وٺي بيٺو آهي.)

هاڻي اچو تہ زمان مستقبل مطلق کي ضميري پڇاڙيءَ جي حوالي سان پڙهون: (هيٺ ڏنل ڦيري ۾ اها ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ مفعول هيڪل

هجي يا گهڻ ۾ نر هجي يا نار، ان سان فعلي صيغي تي ڪو بہ اثر نٿو پوي، فعلي صيغو فاعل سان لاڳاپيل آهي):

(ض)

ضميري پڇاڙي: ١ـ ضمير متڪلم، هيڪل، نرـ فاعل "مان/آنءُ" جي بدران ضميري پڇاڙي "ـاُم" ڪم اچي ٿي: * چنو/ چنيون لکندَم (مان چنو / چنا لکندو)

* چني /چنيون لکندَم (مان چني / چنيون لکندو)

ـ فعل جي مستقبل هيڪل ۾ نر واري صيغي (لکندو، پڙهندڙ) جو آخري "ـ او" ڪيرائي، ان جي جاءِ تي "ـام" رکجي ٿو. لکندم، پڙهندم، ڏسندم.

ضميري پڇاڙي: ٢ـ ضمير متڪلم، هيڪل، نار –فاعل "مان/آءٌ" جي بدران ضميري پڇاڙي "–اَم" ڪم اچي ٿي:* چنو/چنا لکندم(مان چنو/ چنا لکندي).

* چني/ چنيون لکندم(مان چني / چنيون لکندي).

ـ فعل جي مستقبل هيڪل ۾ نار واري صيغي (لکندي، پڙهندي) جو آخري "ـ اِي" ڪيرائي، ان جي جاءِ تي "ـام" رکجي ٿوـ لکندم، پڙهندم، ڏسندم.

ضميري پڇاڙي: ٣ـ ضمير متڪلم، گهڻ، نر – فاعل "اسان/اسين" جي بدران ضميري پڇاڙيءَ طور "ـاسي/اسونـ/ـ اسين" ئي ڪم اچي ٿي(هتي رڳو هڪ نشاني ڪم آڻجي ٿي):

* چنو/ چنا لکنداسي(اسين چنو/چنا لکندا).

* چني/ چنيون لکنداسي(اسين چني/چنيون لکندا).

ـفعل جي مستقبل گهڻ ۾ نر واري صيغي (لکندا، پڙهندا) سان "ـاسي" ملائي رکجي ٿوـ لکنداسي/ لکندسين/ لکنداسون، پڙهنداسي/ پڙهنداسين/ پڙهنداسون.

ضميري پڇاڙي: ۴ ـ ضمير متڪلم، گهڻ، نار —فاعل ”اسان/اسين“ جي بدران ضميري پڇاڙيءَ طور —اسي /ـاسون ـ/اسين ئي ڪم اچي ٿي:

* چئو/ چئا لکنديونسي (اسان چئو /چئا لکنديون).

* چئو / چئيون لکنديونسي (اسان چئي/ چئيون لکنديون).

ـفعل جي مستقبل گهڻ ۾ نار واري صيغي (لکنديون، پڙهنديون) سا ”ـ اسي“ ملائي رکجي ٿو ـ لکنديونسي / لکنديونسين، پڙهنديونسي/پڙهنديونسين.

ضميري پڇاڙي :۵ـ ضمير حاضر، هيڪل، نر ـ فاعل ”تون“ جي بدران ضميري پڇاڙي ”ـاين“ ڪم اچي ٿي:* چئو/چئا لکندين( تون چئو / چئا لکندو).* چئي / چئيون لکندين (تون چئي/ چئيون لکندو).

ـ فعل جي مستقبل، هيڪل ۾ نر واري صيغي (لکندو، پڙهندو) جو آخري ”ـ او“ ڪيرائي ان جي جاءِ تي ”ـاين“ رکجي ٿو ـ لکندين، پڙهندين، ڏسندين.

ضميري پڇاڙي: ٦ ـ ضمير حاضر، هيڪل، نار — فاعل ”تون“ جي بدران ضميري پڇاڙي ”ـاينءَ“ ڪم اچي ٿي:* چئو/چئا لکندينءَ (تون چئي/ چئا لکندي).* چئي /چئيون لکنداينءَ (تون چئي / چئيون لکندي).

ـ فعل جي مستقبل هيڪل ۾ نار واري صيغي (لکندي، پڙهندي) جو ”ـ اِي“ ڪيرائي ان جي جاءِ تي ”ـاينءَ“ رکجي ٿو ـ لکندينءَ، پڙهندينءَ، ڏسندينءَ.

ضميري پڇاڙي: ٧ ـ ضمير حاضر گهڻ، نر ـ فاعل ”توهان/توهين“ جي بدران ضميري پڇاڙي ”ـاَو“ ڪم اچي ٿي: * چئو/ چئا لکندوء ( توهان چئو / چئا لکندا). * چئي/ چئيون لکندوء ( توهان چئي/ چئيون لکندا).

ـ فعل جي مستقبل گهڻ ۾ نر واري صيغي (لکندا، پڙهندا) سان ”ـاَو“ ملائجي ٿو ـ لکندوء، پڙهندوء، ڏسندوء.

ضميري پڇاڙي: ٨_ ضمير حاضر، گهڻ، نار_فاعل ”توهان/توهين“ جي بدران ضميري پڇاڙي ”_اِيون“ ڪم اچي ٿي: ٭ چئو/ چئا لکنديون( توهان چئو/ چئا لکنديون).٭ چئي / چئيون لکنديون( توهان چئي / چئيون لکنديون).

_ فعل جي مستقبل گهڻ ۾ نار واري صيغي (لکنديون، پڙهنديون) سان ”_ اِيون“ ملائجي ٿو يا  ائين چئجي تہ  ”اِيون“ ڪيرائي ”اِيون“ ملائجي ٿو_ لکنديون، پڙهنديون، ڏسنديون.

ضميري پڇاڙي: ٩_ ضمير غائب، هيڪل، نر –فاعل ”هي/هو“ جي بدران ڪم ايندڙ ضميري پڇاڙيءَ جي سلسلي ۾ ٽي ڳالهيون ڪري سگهجن ٿيون:

١ _ زمان مستقبل ۾ هن صورت لاءِ ڪا بہ ضميري پڇاڙي مقرر ناهي. هيءَ ڳالهہ عقل، منطق ۽ دليل جي ويجهو ناهي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي گڻن ڪان پري آهي.

٢ _ ضميري پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ آواز اهڙو ڪو آهي جو فعل جي هن صيغي ۾ اهڙيءَ طرح ملي جذب ٿي وڃي ٿو جو فعلي صيغي جي صورت ساڳي ئي ٻيهي (جيئن ضمير حاضر، گهڻ، نار، جي سلسلي ۾ ٿيو هو) مون کي اهائي ڳالهہ درست ڀاسي ٿي، پر ان کي ڪو سنڌيءَ جو ماهر ئي سمجهائي سگهي ٿو. زمان حال جي ”هئڻ“ ۽ ”ڪرڻ“ واري فعل جي ڦيري ۾ اسان ڄاتو هو تہ ”هي/هو/هيءَ/هوءَ“ جي بدران ڪم ايندڙ ضميري پڇاڙي ”_اي“ آهي. ڀاسي ائين ٿو تہ اها ئي ضميري پڇاڙي هتي ڪم آئي آهي ۽ جذب ٿي گم ٿي ويئي آهي. (يا ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ زمان حال ۾ ضمير غائب گهڻ لاءِ ڪم آيل ضميري پڇاڙي ”_او“ ڪنهن سبب يا  غلطيءَ جي ڪري هتي ڪم آندي وئي هئي ۽ هتي اها ئي ملي، سولائيءَ سان جذب ٿي سگهي ٿي).

٣_ ضمري پڇاڙي ”_اُس“ آهي – لکندُس، پڙهندس_ پر اها صورت حقيقت ۾ ٻٽيءَ ضميري پڇاڙيءَ جو مفهوم ظاهر ڪري ٿي: ”لکندس“ معنيٰ ”هُو هن کي لکندو“، ”پڙهندس“ معنيٰ ”هو هن کي پڙهندو“، ”ڏسندس“ معنيٰ ”هو هن کي ڏسندو“، ”ويهندس“  معنيٰ ”هو هن وٽ ويهندو“. تنهن ڪري، ضمير

غائب، هيڪل، نر، لاءِ اها ئي ڳالهه درست بيهي ٿي، جيڪا ٢- هيٺ ڪيل آهي، ۽ ان سان جڏهن وڏيڪ "اُس" ضميري پڇاڙي ملي ٿي تہ "هن" ۽ "هن وٽ" "هن کي" "هن تي" مطلب ظاهر ڪري ٿي.

ضميري پڇاڙي: ١٠- ضمير غائب، هيڪل، نار– فاعل "هيءَ/هوءَ" جي بدران ڪم ايندڙ ضميري پڇاڙيءَ جي سلسلي ۾ بہ اهي ئي ٿي ڳالهيون ڪري سگهجن ٿيون، جيڪي ضميري پڇاڙي ٩- هيٺ ڪيل آهن، سواءِ ان فرق جي تہ ضميري پڇاڙي "-اَس" هجي.

ضميري پڇاڙي: ١١- ضمير غائب، گهڻ، نر- فاعل "هي/هو" جي بدران ڪم ايندڙ ضميري پڇاڙيءَ جي سلسلي ۾ بہ اهي ئي ٿي ڳالهيون ڪري سگهجن ٿيون، جيڪي ضميري پڇاڙي -٩ ۽ ضميري پڇاڙي -١٠ هيٺ ڪيل آهن، سواءِ ان فرق جي تہ ضميري پڇاڙي "-ان" هجي.

ضميري پڇاڙي: ١٢- ضمير غائب، گهڻ، نار- فاعل "هي/هو" جي بدران ڪم ايندڙ ضميري پڇاڙيءَ جي سلسلي ۾ بہ ساڳيون ضميري پڇاڙي -١١ واريون ڳالهيون ڪري سگهجن ٿيون.

ضميري پڇاڙين جي حوالي سان، مٿي ڪيل ڳالهہ ٻول چٽا سبق ڏئي ٿي تہ

١- "مان لکندُس" جي حقيقي معنيٰ "مان هي هن ڏانهن لکندو" آهي. صحيح جملو "لکندُم" يا "مان/آءُ لکندو" ٿيندو.

٢- "مان/آءٌ لکندَس" جي حقيقي معنيٰ "مان هي هن ڏانهن لکندي" آهي. صحيح جملو "لکندَم" يا "مان لکندي" ٿيندو.

٣- "مان لکنديَس" جي حقيقي معنيٰ بہ اها ساڳي ئي ٢- نمبر واري آهي ۽ صحيح صورت بہ اها.

٤- "اسان/اسين/لکنداسي/لکنداسون/لکنداسين" جي حقيقي معنيٰ "اسان اسان لکندا" آهي. صحيح جملو "لکنداسي/ لکنداسون/ لکنداسين" يا "اسان لکندا" (اسين لکندا) ٿيندي.

٥- ”اسان لکنديوسين“ جي حقيقي معنيٰ ”اسان اسان لکنديون“ آهي. صحيح جملو ”لکنديُوسين/ لکنديونسين/ لکنديونسي“ يا ”اسان لکنديون“ ٿيندو.

٦- ”تون لکندين“ جي حقيقي معنيٰ ”تون تون لکندو“ آهي. صحيح جملو ”لکندين“ يا ”تون لکندو“ ٿيندو.

٧- ”تون لکندينءَ“ جي حقيقي معنيٰ ”تون تون لکندي“ آهي. صحيح جملو ”لکندينءَ“ يا ”تون لکندي“ ٿيندو.

٨- ”توهان لکندوء“ جي حقيقي معنيٰ ”توهان توهان لکندا“ آهي. صحيح جملو ”لکندوء“ يا ”توهان لکندا“ ٿيندو.

باقي ضميرن ۾ ضميري پڇاڙين جي سلسلي ۾ اميد آهي تہ ڪو نہ ڪو خاص طرح سنڌي جو ماهر، اسان جي رهنمائي ڪرڻ پسند ڪندو.

هيٺ ڏنل ٻٽي ضميري پڇاڙي رکندڙ لفظ اسان جي ان ڳالهہ کي اجا وڌيڪ پختگيءَ سان ظاهر ڪن ٿا.

زمان مستقبل ۾ ”ڳرڻ“ واري فعل جي حوالي سان بہ ضميري پڇاڙيون بہ ڪم اچن ٿيون، ۽ عام جام اچن ٿيون. انهن مان ڪجهہ جو ٿورو ذڪر ڪجي ٿو:

ط هيڪل/نر هيڪل/نار

❊ لکندو مانءِ= لک+ اندو+ مان+ ءِ = مان تو ڏانهن لکندو.= لکنديمانءِ.

❊ لکندو مانوَ = لک+ اندو+ مان+ وَ =مان توهان ڏانهن لکندو.= لکنديمانوَ.

❊ لکندو مانس= لک+ اندو+ مان+ اس = مان هن ڏانهن لکندو= لکنديمانس.

❊ لکندو مانِ = لک+ اندو+ مان+ ان = مان هنن ڏانهن لکندو.= لکنديمانِ.

❊ لکندينم= لک+ ان+ اين+ ام = تون مون ڏانهن لکندو.= لکنديئَم.

❊ ؟ = (تون اسان ڏانهن لکندو). = ؟

❊ لکندينس= لک+ اند+ اين+ اس = تون هن ڏانهن لکندو.= لکنديئس.

❊ لکنديِنِ= لک+ ان+ اين+ ان = تون هنن ڏانهن لکندو.= لکنديئن.

لکندومِ= لک+ اند+ او+ ام = هو مون ڏانهن لکندو. = لکنديئم.

❊ ؟ = (هو اسان ڏانهن لکندو). = ؟

لکندُءِ= لک+ اد+ او+ ءِ = هو تو ڏانهن لکندو.= لکندَءِ.

❊ لکندُوَ= لک+ اندو+ او+ وَ = هو توهان ڏانهن لکندو.= لکندَسِ.

❊ لکندُن= لک+ اند+ اُو+ ان = هو هنن ڏانهن لکندو.= لکندَنِ.

گهڻ/نر گهڻ/نار

❊ لکنداسونءِ= لک+ اندا+ اسون+ءِ = اسين تو ڏانهن لکندا.= لکنديُوسونءِ.

❊ لکنداسونوَ= لک+ اندا+ اسون+ وَ =اسين توهان ڏانهن لکندا= لکنديونسيوَ.

❊ لکنداسونس= لک+ اندا+ اسون+ اس =اسين هن ڏانهن لکندا.= لکنديونسونس.

❊ لکنداسونِ = لک+ اندا+ اسون+ ان = اسين هنن ڏانهن لکندا.= لکنديوسُونِ.

❊ لکندؤم= لک+ اندا+ آو+ ام =توهين مون ڏانهن لکندا.= لکنديئوم.

❊ ؟ = (توهين اسان ڏانهن لکندا). = ؟

❊ لکندؤس= لک+اندا+آو+اس = توهين هن ڏانهن لکندا.= لکنديوئوس.

❊ لکندؤن= لک+ اندا+ آو+ ان = توهين هنن ڏانهن لکندا.= لکنديئون.

❊ لکندام= لک+ اندا+آو+ام = اهي مون ڏانهن لکندا.= لکنديونئم(؟)

* ؟ = (اهي اسان ڏانهن لکندا) = ؟

* لکندءِ = لک+اندا+ آءِ = اهي تو ڏانهن لکندا. = لکنديونءِ.

* لکندوَ = لک+ اندا+آ+ اس = اهي توهان ڏانهن لکندا. = لکنديونئوَ.

* لکندس=لک+اندا+آ+ان = اهي هن ڏانهن لکندا.= لکندَس (لکنديونئس).

* لکندنِ= لک+ اندا+ آ+ان =اهي هنن ڏانهن لکندا.= لکندنِ (لکنديُوئن).

ٻِئي ضميري پڇاڙي رکندڙ مٿي ڏنل لفظن ۾، جيڪي حقيقت ۾ فعل لازمي وارا مڪمل جملا آهن. هي ڳالهيون ڏيان گهرن ٿيون:

١- ڪجهہ لفظن جي اچار ۾ شد جهڙي ڪيفيت نظر اچي ٿي.

٢- لڳ ڀڳ سيني فعلن کي سَنڌِي جي اصولن موجب وري جاچڻ جي گهرج آهي.

٣- ڪيترائي لفظ ڳالهايا وڃڻ ۾ لکيا گهٽ ٿا وڃن.

٤- چٿيءَ طرح پڙهو تي اچي ٿو تہ "-اس" ضميري پڇاڙي "هِن/هُن/ هي/هو" جي بدران ۾ "-ان" ضميري پڇاڙي "هنن/هنن" جي بدران، "-ام" ضميري پڇاڙي "مان/مون/آنءُ" جي بدران ۾ "-اسي-/-اسون" ضميري پڇاڙي "اسان/اسين" جي بدران ڪم اچي ٿي.

هاڻي اچو تہ ڀين ڪجهہ زمانن تي سندن ڦيري ۾ ضميري پڇاڙيءَ جي حوالي سان مختصر نظر وجهون:

(١) زمان حال مدامي

| ڦيرو جيئن پڙهايو وڃي ٿو. | صحيح صورت، ضميري پڇاڙيءَ سميت |
| --- | --- |
| * آءٌ لکندو آهيان. | * لکندو آهيان. |
| * آءٌ لکندي آهيان. | * لکندي آهيان. |

❊ اسين لکندا آهيون. ❊ لکندا آهيون.

❊ اسين لکنديون آهيون. ❊ لکنديون آهيون.

❊ تون لکندو آهين. ❊ لکندو آهين.

❊ توهان لکندا آهيو. ❊ لکندا آهيو.

❊ تون لکندي آهين. ❊ لکندي آهين.

❊ توهان لکنديون آهيو. ❊ لکنديون آهيو.

❊ هي لکندو آهي. ❊ لکندو آهي.

❊ هيءَ لکندي آهي. ❊ لکندي آهي.

❊ اهي لکندا آهن. ❊ لکندا آهن.

❊ اهي لکنديون آهن. ❊ لکنديون آهن.

(٢) زمان حال متشڪي

| ڦيرو جيئن پڙهايو وڃي ٿو | صحيح صورت | ضميري پڇاڙيءَ سميت |
|---|---|---|
| ❊ آءٌ لکندو هوندس. | ❊ آءٌ لکندو هوندو. | ❊ لکندو هوندمُ. |
| ❊ آءٌ لکندي هونديس. | ❊ آءٌ لکندي هوندي. | ❊ لکندي هوندم. |
| ❊ اسين لکندا هونداسين. | ❊ اسين لکندا هوندا. | ❊ لکندا هونداسين. |
| ❊اسين لکنديون هونديونسين. | ❊ اسين لکنديون هونديون. | ❊لکنديون هونديونسين. |
| ❊ تون لکندو هوندين. | ❊ تون لکندو هوندو. | ❊ لکندو هوندين. |
| ❊ تو لکندي هوندين. | ❊ تون لکندي هوندي | ❊ لکندي هونديئن. |
| ❊ توهان لکندا هوندا. | ❊ توهان لکندا هوندا. | ❊ لکندا هوندوء. |
| ❊ توهين لکنديون هونديون. | ❊ توهين لکنديون هونديون | ❊ لکنديون هونڊؤ. |

| | | |
|---|---|---|
| ❊ هي لکندو هوندو. | ❊ هي لکندو هوندو. | ❊ لکندو هوندو. |
| ❊ هيءَ لکندي هوندي. | ❊ هيءَ لکندي هوندي. | ❊ لکندي هوندي. |
| ❊ اهي لکندا هوندا. | ❊ اهي لکندا هوندا. | ❊ لکندا هوندا. |
| ❊ اهي لکنديون هونديون. | ❊ اهي لکنديون هونديون. | ❊ لکنديون هونديون. |

(٣) زمان حال استمراري

| ڦيرو جيئن پڙهايو وڃي ٿو. | صحيح صورت، ضميري پڇاڙيءَ سميت |
|---|---|
| ❊ آءٌ لکان پيو. | ❊ لکان پيو. |
| ❊ آءٌ لکان پئي. | ❊ لکان پئي. |
| ❊ اسين لکون پيا. | ❊ لکون پيا. |
| ❊ اسين لکون پيون. | ❊ لکون پيون. |
| ❊ تون لکين پيو. | ❊ لکين پيو. |
| ❊ تون لکين پئي. | ❊ لکين پيو. |
| ❊ توهان لکو پيا. | ❊ لکو پيا. |
| ❊ توهان لکو پيون. | ❊ لکو پيون. |
| ❊ هي لکي پيو. | ❊ لکي پيو. |
| ❊ هيءَ لکي پئي. | ❊ لکي پئي. |
| ❊ هي لکن پيا. | ❊ لکن پيا. |
| ❊ هي لکن پيون. | ❊ لکن پيون. |

(٤) زمان مستقبل استمراري

| ڦيرو جيئن پڙهايو وڃي ٿو. | صحيح صورت | ضميري پڇاڙي سميت |
|---|---|---|
| ❊ مان لکندس پيو. | ❊ مان لکندو پيو. | ❊ لکندم پيو. |

* مان لکنديس پئي. * مان لکندي پئي. * لکندم پئي.
* اسان لکنداسون پيا. * اسان لکندا پيا. * لکنداسي پيا.
* اسان لکنديونسين پيون. * اسان لکنديون پيون. * لکنديونسي پيون.
* تون لکندين پيو. * تون لکندو پيو. * لکندين پيو.
* تون لکندينءَ پئي. * توهان لکندي پئي. * لکندينءَ پئي.
* توهان لکندا پيا. * تون لکندا پيا. * لکندوء پيا.
* توهان لکنديون پيون. * توهان لکنديون پيون. * لکندو پيون.
* هي لکندو پيو. * هي لکندو پيو. * لکنديو پيو.
* هي لکندي پئي. * هي لکندي پئي. * لکندي پئي.
* هي لکندا پيا. * هي لکندا پيا. * لکندا پيا.
* هي لکنديون پيون. * هي لکنديون پيون. * لکنديون پيون.

(۵) زمان ماضي استمراري

ڦيرو جيئن پڙهايو ويجي ٿو. صحيح صورت ضميري پڇاڙيءَ سميت

* مون لکيو ٿي (نر) (جيئن تہ فعل سڌو فاعل ضمير متڪلم هيڪل
* مون لکيو ٿي (نار) سنئون مفعول اسان (چنو) لکيم پئي.
* اسان لکيو ٿي (نر) لاڳاپيل آهي، ان ڪري (چنا) لکيم پئي.
* اسان لکيو ٿي (نار) فاعل ضمير ڪهڙو بہ. (چني) لکيم پئي.
* تو لکيو ٿي (نر) صحيح ڦيرو هينئن ٿيندو) (چنيون لکيم پئي.

❊ تو لکيو ٿي (نار) .... (چنو) لکيو پئي. ❊ فاعل
ضمير متڪلم, گهڻ
❊ توهان لکيو ٿي (نر) .... (چنا) لکيا پئي. (چنو)
لکيوسون پئي,
❊توهان لکيو ٿي (نار) .... (چني) لکي پئي. (چني)
لکياسون پئي.
❊ هن لکيو ٿي(نر) .... (چنيون) لکيون پئي. (چني) لکيسون
پئي.
❊ هنن لکيو ٿي (نار) . (......) جي جاءِ تي (چنيون
لکيونسون پئي.
❊ هنن لکيو ٿي(نر) ڪهڙو بہ صحيح رکبو. فاعل ضمير
حاضر, هيڪل
❊ هنن لکيو ٿي(نر) ڦيري جي صورت اها ئي ييهندي,
(چنو) لکيُئہ پئي
(چنا) لکيَئہ پئي.
(متي ڏنل ڦيرو رڳو (چني) لکيئہ پئي.
هڪ حالت ۾ صحيح آهي (چنيون) لکيئہ
پئي.
يعني تڏهن جڏهن مفعول فاعل ضمير حاضر,
گهڻ
نر ۾ هيڪل هجي.) (چنو)
لکيُو پئي.
(چنا) لکيَوَ پئي.
(چني) لکيَوَ پئي.
(چنيون) لکيَوَ پئي.

❊ فاعل ضمير غائب هيڪل

(چنو) لکيائين پئي.

(چنا) لکيائين پئي.

(چني) لکيائين پئي.

(چنيون) لکيائين پئي

(❊) فاعل ضمير غائب، گهڻ

(❊) (هتي فعل جو اهو صيغو آندل آهي، (چنو)

لکيائون پئي.

جنهن جو سڌو واسطو فاعل سان آهي (چنا) لکيائون

پئي.

نہ ڪي مفعول سان) (چني)

لکيائون پئي.

(چنيون) لکيائون پئي.

(٦) زمان ماضي قريب

ڦيرو جيئن پڙهايو وڃي ٿو. صحيح صورت ضميري پڇاڙيءَ

سميت

❊ مون لکيو آهي (نر) + فاعل ضمير ڪهڙو بہ هجي فاعل

ضمير متڪلم هيڪل

❊ مون لکيو آهي (نار) جيئن تہ فعل جون صورتو ❊ (چنو) لکيو اٿم.

❊ اسان لکيو آهي (نر) مفعول سان لاڳاپيل آهن. ❊ (چنا)

لکيا اٿم.

❊اسان لکيو آهي (نار) ان ڪري صحيح ڦيرو

❊ (چني) لکي اٿم.

❊تو لکيو آهي (نر) هن طرح ٿيندو: ❊ (چنيون) لکيون اٿم.

❊ تو لکيو آهي (نار) ...... (چنو) لکيو آهي. فاعل ضمير متڪلم گهڻ

❊ توهان لکيو آهي (نر) ......(چنا) لکيا آهن. ❊ (چنو) لکيو اٿئون.

❊ توهان لکيو آهي (نار) ..... (چني) لکي آهي. ❊ (چنا) ليکا اٿئون.

❊ هن لکيو آهي (نر) .....(چنيون) لکيون آهن.

❊ (چني) لکي اٿئون.

❊ هن لکيو آهي (نار) ❊ (....) جي جاءِ تي ڪهڙو ❊ (چنيون) لکيون اٿئون.

فاعل ضمير حاضر

هيڪل

❊ هنن لکيو آهي (نار) ۾ ضمير رکبو ڦيري جي

❊هنن لکيو آهي (نر) صورت اها ئي بيهندي. ❊ (چنو) لکيو اٿئہ.

(نوٽ: ڦيرو پڙهائڻ جو ❊ (چنا) لکيا اٿئہ.

مٿي ڏنل طريقو رکو ❊ (چني) لکي اٿئہ.

هڪ حالت ۾ صحيح آهي ❊ (چنيون) لکيون اٿئہ.

يعني تڏهن، جڏهن مفعول نر ۽ هيڪل هجي).

فاعل ضمير حاضر گهڻ

❊ (چئو) لکيو اٿوَ.

(❊) ”آٿئِن“ بہ اچاريو ويندو آهي. ❊ (چئا) لکيا اٿوَ.

(❊❊) ”اٿئِن“ بہ اچاريو ويندو آهي. ❊(چئي) لکي اٿوَ.

❊ (چئيون) لکيون اٿوَ.

فاعل ضمير غائب هيڪل

❊ (چئو) لکيو اٿائين. ❊

❊ (چئا) لکيا اٿائين.

❊ (چئي) لکي اٿائين.

❊ (چئيون) لکيون اٿائين.

**فاعل ضمير غائب گهڻ.**

❊ (چئو) لکيو اٿائين.❊

❊ (چئا) لکيا اٿائين.

❊ (چئي) لکي اٿائين.

❊ (چئيون) لکيون اٿائين.

**فاعل ضمير غائب گهڻ.**

❊(چئو) لکيو اٿن/اٿائون.❊❊

❊ (چئا) لکيا اٿن/اٿائون.

❊ (چئي) لکي اٿن/اٿائون.

❊ (چئيون) لکيون اٿن/اٿائون.

(۷) زمان ماضي بعيد

**ڦيرو جيئن پڙهايو وڃي ٿو.** صحيح صورت **ضمير پڇاڙيءَ سميت**

❊مون لکيو هو(نر) +جيئن تہ فعل سڏو سنئون فاعل ضمير متڪلم هيڪل

❊مون لکيو (نار) مفعول سان لاڳاپيل آهي، ان ان (چنو) لکيو هُئُم/هُيُم.

❊ اسان لکيو هو(نر) ڪري فاعل ضمير کھڙو بہ (چنا) لکيا هُئُم/هيَم.

❊ اسان لکيو هو(نار) هجي، صحيح ڦيرو هيئن ٿيندو:(چني) لکي هُئَم/هيَم.

❊ تو لکيو هو(نر) ..... (چنو) لکيو هو. (چنيون) لکيون هئَم/هيَم.

❊ تو لکيو هو(نار) (....) جي جاءِ تي کھڙو بہ **فاعل ضمير متڪلم، گھڻ**،

❊توهان لکيو هو(نر)ضمير رکبو، ڦيري جي صورت (چنو) لکيو هئوسون/هيوسون.

❊توهان لکيو هو(نار) اها ئي بيهندي. (چنا) لکيا هئاسون.

❊ هن لکيو هو(نر) .... (چنا) لکيا هئا. (چني) لکي هئيسون.

❊ هن لکيو هو(نار) .... (چني) لکي هئي. (چنيون) لکيون هُيوسون.

**فاعل ضمير متڪلم، گھڻ**،

❊ هنن لکيو هو(نر) .... (چنيون) لکيون هيون. (چنو) لکيو هُيُوَ.

❊ هنن لکيو هو(نار) (چنا) لکيا هُيُوَ.

(نوٽ: مٿي ڏنل ڦيرو (چني) لکي هيو.

رڳو هڪ حالت ۾ (چنيون) لکيون هيون.

صحيح آهي، يعني **فاعل ضمير حاضر،**

**گھڻ**

تڏهن، جڏهن مفعول (چنو) لکيو هُيُوَ.

نر ۾ هيڪل هجي.) (چنا) لکيا هُيَوَ.

(چني) لکي هيو.

(چنيون) لکيون هيو.

**فاعل ضمير غائب هيڪل**

❊ (چنو) لکيو هئائين.

(چنا) لکيا هئائين.

(چني) لکي هئائين.

(چنيون) لکيون هئائين.

**فاعل ضمير غائب گهڻ**

(❊) "هُئَئن" بہ اچاربو آهي. ❊❊ (چنو) لکيو هين/هيائون.

(❊❊) "هُئَئن" بہ اچاربو آهي. (چنا) لکيا هُينَ/هئائون.

(چني) لکي هين /هئائون.

(چنيون) لکيون هُينَ/هئائون.

قاعدن ۽ قانونن جي ڳولا.

آواز

ضميري پڇاڙيءَ يا ضميري پڇاڙين جي حوالي سان هنوقت تائين جيڪي بہ لفظ بحث هيٺ اچي چڪا آهن، انهن مان هيٺ ڏنل آواز ئي آهن، جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن ضمير جي نمائندگي ڪن ٿا:

(ض)

١- ضمير متڪلم، هيڪل (نر ۽ نار)، --- فاعل "مان/مون/آءٌ/آئون/آنءُ" "-آن"، "-اُم"، "اَم" "-اِم"، "-مان"

٢- ضمير متڪلم، گهڻ (نر ۽ نار)،- فاعل "اسان/"/"اسين""-اون"، "-اسي"، "-اسون"، "-اسين".

٣- ضمير حاضر، هيڪل، (نر ۽ نار)، --- فاعل "تون"/ "تو": "اين"، "اُئہ"، "اَئہ"،

"-ائِہ" ("-اينءَ"، نار لاءِ هڪ هنڌ)

۴- ضمير حاضر، گهڻ (نر ۽ نار)---
فاعل "توهان"/"توهين"/"اوهان"/"اوهين":
"-اَو"، "-اَو" "-او".
۵-ضمير غائب، هيڪل (نر ۽ نار)، -
فاعل "هي/هيءَ/هو/هوءَ/هن/هُن/اِن/اُن:
"-اي"، "-او"، "-اُس"، "-اس"، "-ائين" (-"اي" نار لاءِ ڪجھ هنڌن تي)
٦- ضمير غائب- گهڻ(نر ۽ نار)-
فاعل "هي/هو/اِهي/اُهي/انهن/اُنهن/هنن/هُنن:
"-اِن"، "-اُن"، "-ان"، "-اَئون".
ڪجھ ٻيا آواز جيڪي فعل جي امري صورت کي هڪ مخصوص معنيٰ ڏين ٿا:
١- هيڪل، نر، لاءِ آواز: "-او"، يا "-ا+ او" يا "-او+ او".
٢- هيڪل، نار، لاءِ آواز: "-اي" يا "اِ +اي" "-اِي+اِي".
٣-گهڻ، نر، لاءِ آواز: "-آ" يا "-ا+آ" يا "-آ+آ".
۴- گهڻ، نار، لاءِ آواز : "-اِيون" يا "-ا + ايون" يا "-اِي/اِيون" يا "-ايون+ايون" يا "-اِي" + اُون".
۵- نر لاءِ آواز: "-ا، يا "-او".
٦- نار لاءِ آواز: "-اَ" يا "-اَي"
٧- هيڪل، نار کي گهڻ بنائڻ لاءِ آواز: "-ايون، يا "(-اي)+اُون".
٨- هيڪل، نر، کي گهڻ بنائڻ لاءِ آواز: "-اُون، "-آ".
٩- (ڪنهن بہ جنس کي) گهڻ بنائڻ لاءِ آواز: "-اَن"، "-اِن"، "-اُن، "-آئون" ("-آئون، ٿي سگهي ٿو تہ "ۓ" جو ڏاتو هجي. "-ا (نر) +اون "گهڻ")
١٠- زمان حال لاءِ آواز: "ٿ"
- زمان ماضي لاءِ آواز: "ي"
- زمان مستقبل لاءِ آواز: "د" يا "-اَند".

١١- ”اسان“ ممڪن آهي تہ ”اس+آن“ جو ميلاپ هجي. ”-اس“ اسان ڏنو آهي تہ ”هي/هِي“ (ضمير غائب) جي بدران ڪم ايندڙ آواز آهي، ۽ ”آن“ برابر آهي ”مان“ جي. ”هي/هِي+ مان“ يعني ”اسان“. اهو بہ ممڪن آهي تہ ”اسان“ مخصوص هجي ان متڪلم ميڙ لاءِ، جنهن ۾ نر توڙي نار ٻئي جنسون شامل هجن.

١٢-”اَسون“ عام ڳالهائڻ ۾ موجود ناهي، پر ضميري پڇاڙيءَ جي حيثيت ۾ ڏاڍي گهٽي واهپي ۾ آهي. ”اسون“ ممڪن آهي تہ ”اَس“ ۽ ”اون“ جو ميلاپ هجي. ”اس“ برابر آهي ”هي“ (نر) جي، ۽ ”-اُون“ نشاني نر کي گهڻ ڪرڻ جي. اهو بہ ممڪن آهي تہ ”اسون“ مخصوص هجي ان متڪلم ميڙ لاءِ، جنهن ۾ رڳو نرَ موجود هجن.

١٣- ”اسين“ ممڪن آهي تہ ”اس+اِين“ جو ميلاپ هجي. ”اس“ برابر آهي ”هِي (نار) جي، ۽ ”-اِين“ نشاني نار کي گهڻ ڪرڻ جي. اهو بہ ممڪن آهي تہ ”اسين“ مخصوص هجي ان متڪلم ميڙ لاءِ، جنهن ۾ رڳو ناريون موجود هجن.

١۴- ”اَسي“ ٿي سگهي ٿو تہ رڳو ضميري پڇاڙيءَ لاءِ مقرر ڪيل آواز هجي، ٻئي ضميري پڇاڙيءَ وارن سيني زمانن جي ڦيري ۾ اسان ڏٺو تہ ”اسان ڏانهن“ لکڻ بابت ڪوٺ نظر آئي. خبر ناهي تہ اها ضميري پڇاڙي ڪهڙي آهي ۽ ڇو عام واهپي ۾ ناهي.

١۵- ”مان“ ۽ ”آن“ (آنءُ) بابت ”اسان“، ”اسين“ ۽ ”اسون“ واريءَ خصوصيت کي بنياد بنائي، چئي سگهجي ٿو تہ، ممڪن آهي تہ، ڪنهن زماني ۾ ”مان“ متڪلم نر لاءِ ۽ ”آن“ متڪلم نار لاءِ مخصوص هجي.

١٦- ضمير حاضر هيڪل لاءِ آواز ”-او“ (تو= ت +او) ٿي سگهي ٿو تہ ”تو(او)+اِين“ بدلجي ”تو اين (او اي)“ يعني ”توهين“ (اوهين)، ۽ ”تو(او)+ آن “ بدلجي ”توآن (اوآن)“ يعني ”توهان“ (اوهان) ٿيو هجي. ۽ اهو بہ ممڪن

آهي تہ ڪنهن زماني ۾ ”توهان/توهين“ مخصوص هجي نرن لاءِ ۽ ”اوهان/ اوهين“ مخصوص هجي نارين لاءِ.

١٧-ضمير غائب ۾ خاص طرح گهڻ بابت آواز ”هي/اِهي/اُهي/ هنن/هُنن/اِنن/اُنن/اِنهن/اُنهن“ نر، نار ۽ بيجان جي تخصيص نٿا ڏيکارين، خبر ناهي ڇو. جڏهن تہ ضمير غائب هيڪل بابت آوازن ۾ اها تخصيص ٿوري ڪ گهٽي نظر اچي ٿي.

ضميري پڇاڙين بابت بيڏياني

چڱيءَ طرح ڄاڻي چڪا آهيون تہ ضميري پڇاڙين بابت اسان جو رويو بيڏيانيءَ وارو، غفلت ڀريو جاهلاڻو يا اٽڄاڻائيءَ وارو آهي. اسان ضميري پڇاڙين کي ضمير واري حيثيت ڏيڻ بدران انهن کي اٽڄاڻائيءَ وچان فعل جو حصو ڪري سمجهيو ۽ جڏهن ضميري پڇاڙيءَ کي بي معنيٰ، بي مطلب ۽ بي مفهوم ڪري ڄاتوسون، تڏهن اسان کي فاعل جي صورت ۾ ساڳيو ئي ضمير ڏار آڻڻو پيو ۽ ان ڏانهن غفلت ايتري ئي زورائتي رهي جو ڀنهنجن ايندڙ نسلن کي، عالمن جي نظرداريءَ جي باوجود، غلط يعني ٻٽو ضمير رکندڙ ساڳيو فاعل پڙهائڻ ۽ سيکارڻ شروع ڪري ڏنو- ۽ اها غفلت اتي وڃي پهتي جو اسين سيکڙاٽن کي اهو ٻڌايون ئي نٿا، يا ڄاڻڻ جي باوجود ٻڌائڻ جي زحمت ئي نٿا ڪيون تہ هتي، هن جملي ۾ ساڳئي فاعل طور ٻہ ضمير آندل آهن - ۽ اهڙيءَ طرح، ضميري پڇاڙين جي سموري اهميت ۽ ان ۾ سمايل جهونن، وڏڙن ۽ سگهڙن جي ڏاهپ کي پاڻ ئي غرق ڪري ڇڏيوسون.

جيترو مون پڙهيو آهي، ۽ جيترو ڄاڻان ٿو ان جي بنياد تي ڀڪ سان چئي سگهان ٿو تہ اسان جا سمورا ٻولي- ڄاڻڪ چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا تہ ”لڪان ٿو“، ”لڪان ٿي“، ”لڪون ٿا“، ”لڪون ٿيون“، ”لڪندُم“ (لڪندس؟)، ”لڪنداسي“، لڪيم“، ”آيم“ (آيس؟) جهڙن سيني فعلي بناوتن سان هڪ ضمير ڳنڍيل آهي، جيڪو فاعل جو ڪم ڪري ٿو پر پوءِ بہ. پاڻ ئي، ٻوليءَ جا ڄاڻو هوندي

۽ ”مان لکان ٿو“، ”اسين لکون ٿا“، ۽ ”مان لکندم“، ”مان آيم“ سان گڏ ”مان لکندس“ ۽ ”مان آيُس“ جهڙا جملا، جن کي وياڪرڻي اصول موجب جملو سڏي ئي نٿو سگهجي، لکندا ڳالهائيندا رهن ٿا. نه رڳو لکن ٿا، پر ايندڙ نسلن کي پڙهائيندا ۽ سيکاريندا به رهن ٿا.

”مان آيُس“، ”مان لکندس“ ۽ ان قسم جا ٻيا ”جملا“ نيٺ ڪهڙي قسم جا جملا آهن، ڪهڙي وياڪرڻ جي ڪهڙن اصولن موجب ٺاهيا ويا آهن، ۽/يا ڪيئن ٺهيا آهن؟

ڳالهه ڪجي اصول ۽ علم جي. ”_اس“ ضميري پڇاڙي آهي ۽ ضمير غائب هيڪل جي معنيٰ ظاهر ڪري ٿي. مٿي ڏنل سمورا فعل جاچيو، ڇا ٿا ٻڌائن؟

فعلن کي ڌار، هتي ڪجهه لفظ ڏجن ٿا، انهن جي معنيٰ تي ڌيان ڏيو ۽ ڏسو ته ”اس“ ضميري پڇاڙي ڪهڙي ضمير جي بدران ڪم اچي ٿي:

* وَٽس (هن وٽ) * سندس (هن جو)
* کيس (هن کي) * ڪانئس (هن ڪان)
* ڏانهس (هن ڏانهن) * مٿس، مٿانئس (هن مٿان، هن جي مٿان)
* هيٺانئس (هن جي هيٺان) * پٺهس (هن جوپٺيءَ)
* ماٽَس، ماٽهس (هن جي ماءُ) * پُٽس (هن جو پٽ)
* پيٽس (هن جي پيڻ) * سسٽِس (هن جي سس)
* نُنهٽس، نُهٽس (هن جي نُنهه، نُهه) * چاچس، چاچهَس (هن جو چاچو)
* چاچِس، چاچِهس (هن جي چاچي) * مامس، مامهس (هن جو مامو)
* مامس، مامهس (هن جي مامي) * ڏاڏس (هن جو ڏاڏو)
* ڏاڏهس (هن جي ڏاڏي) * نانَس ( هن جو نانو)
* نانهس (هن جي ناني) _ ۽ ٻيا ڪيترائي.

انهيءَ بنياد تي، پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ "_اس" پڇاڙي "هن" جي بدران ڪم اچي ٿي. ان ڪري اسان جا لکيل پڙهيل ۽ عالم ماڻهو جڏهن "آيس" ۽ "لکندس" جهڙا لفظ ڪم آڻين، تڏهن گهٽ ۾ گهٽ پاڻ کان هڪ سوال ضرور پڇن: "ڇا/ ڪهڙو سبب آهي جو فعل جي آخر ۾ "_اس" ڳنڍي لکان ٿو بنا "_اس" ڳنڍڻ جي ڇو نٿو لکان؟"

هاڻي اچون ٿا "_ام" ضميري پڇاڙيءَ تي .مٿي ڏنل سمورن هڪ ضميري پڇاڙي رکندڙ فعلن ۾ "_ام" "مان" يا "آنءُ" جي بدران ڪم آئي آهي. هيٺ ڏنل ڪجهہ لفظ تي بہ ٿورو ڏيان ڏيو:

| | |
|---|---|
| ❊ وٽم (مون وٽ) | ❊ سندم (مون جو) |
| ❊ ڏانهم (مون ڏانهن) | ❊ مَٿم، مٿانئُم (مون مٿان) |
| ❊ هيٺانئم، هيٺانئم (مون هيٺان) | ❊ پُٺم (منهنجو پٺ) |
| ❊ ڏيڻم (منهنجي ڏي) | ❊ سسڻم (منهنجي سس) |
| ❊ پيٽم (مون جي پيٽ) | ❊ نُنهڻم، نُهڻم (مون جي نُنهہ، نُهہ) |
| چاچم (مون جو چاچو) | ❊ ڏاڏم (مون جو ڏاڏو) |

❊ مَنجهم (مون منجهہ) _ ۽ ٻيا ڪيترائي.

انهيءَ بنياد تي، پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ ضميري پڇاڙي "_ام"ضمير متڪلم هيڪل جي بدران ڪم اچي ٿي. اسان اهو بہ ڏٺو آهي تہ زمان حال مطلق جي فعل ۾، يعني "لکان ٿو"، "لکان ٿي"، "پڙهان ٿو"، "سَکان ٿو" – "سکان ٿي" ۾ "_آن"، ۽ "لکيُم"، "لکيُم"، "لکندُم" "لکندم" جهڙن ماضي ۽ مستقبل جي فعلي صيغن پٺيان "_ام" بہ "مان/آنءُ" جو ئي مٽ آهي. ان ڪري جڏهن ڪو عالم، اديب يا شاعر ۽ ليکڪ، ڄاڻڪ ڳالهائيندڙ "مان لکان ٿو"، "مان لکان ٿي"، "مان لکندم"، "مان لکندم"، "مان آيمُ"، "مان آيمَ" جهڙا لفظ لکي، تڏهن هڪ گهڙي ترسي پاڻ کان اهو سوال ضرور پڇي تہ "هي ڪهڙي قسم جو جملو لکي رهيو آهيان: ڇا، اهو وياڪرڻي اصولن موجب نيڪ آهي؟"

نيڪ اها ئي ڳالهه باقي سمورين ضميري پڇاڙين وارن فعلن بابت به انهن سيني لکندڙن ۽ پڙهندڙن کي چوڻ گهران ٿو جيڪي انهن جي آڏو اهو ساڳيو (ضميري پڇاڙيءَ وارو) فاعل ٻيهر آڻن ٿا.

جيڪڏهن اسان کي اها ڄاڻ نه هئي ۽ ان ڪري غلط پئي لکيو آهي، ته هاڻي پاڻ کي ٺيڪ ڪرڻ گهرجي. باقي جن عالمن ۽ ڄاڻڪن، ليکڪن ۽ شاعرن وغيره کي اها خبر هئي ته پوءِ به ساڳي غلطي ڄاڻي ٻجهي، آرس سبب ڪندا رهيا. اهي، حقيقت اها آهي ته، پنهنجيءَ ٻوليءَ جا ڏوهاري آهن: نه رڳو پاڻ غلطي ۾ غفلت ڪئي اٿائون، پر ٻين کي منع ڪرڻ ۽ درست ڪرڻ بدران اٿلو پڙهائيندا ۽ سيکاريندا رهيا ۽ اهڙيءَ طرح پاڻ هڪ وڏي ۾ اهم فرض نڀائڻ ۾ ڪوتاهي ڪئي اٿئون.

ڪجهه مهربانن دوستن، بحث مباحثو ڪندي ان ڳالهه کي مڃيو ۽ ڪجهه دوستن ائين چيو ته اها ڳالهه درست آهي، پر.....

.... پر "مان آيس" يا "مان آيم"، "مان لکندس" يا "مان لکندم" ۽ "مان لکان ٿو" ۽ "اسان لکون ٿا" جهڙا جملا به هرويرو ڪي غلط ناهن. اها ڪجهه ٻولين جي خصوصيت هوندي آهي ته اهي پاڻ وٽ ڪي اهڙا طور طريقا رکنديون آهن، جن کي سندن گرامر جي نوس اصولن پٽاندر بيان/ ثابت نٿو ڪري سگهجي. سنڌي ٻولي ۾ به اهڙيون خصوصيتون آهن، جن مان هڪ ضمير يعني فاعل کي ٻه ڀيرا ورجائڻ آهي. ائين چوڻ جي ڪري جملي ۾ هڪ قسم جو زور، شدت، اسٽريس (stress) ۽ گهرائي پيدا ٿئي ٿي.

اها، هڪ غلط ڳالهه کي هڪ صحيح ڳالهه، وسيلي صحيح ثابت ڪرڻ جي هڪ ناجائز ڪوشش سڏي سگهجي ٿي.

(١) جيڪڏهن ڪجهه خاص حالتن ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ، ڪجهه خاص معاملن ۾ جنگ ڪرڻ جائز هجي ته ڇا، هر ڳالهه ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ هر معاملي ۾ جنگ ڪرڻ جائز ٿي پيو ڇا؟ اسان وٽ ته زمان حال جو هر جملو ساڳيو فاعل ٻه ڀيرا آڻي لکيو وڃي ٿو!

ضمير متڪلم بدران ”ـاس“ ضميري پڇاڙي ڪم آڻڻ منهنجي نظر ۾ غلط آهي، تنهن ڪري ان ڪي هتي ڇاڻايل بحث هيٺ آڻڻ بيڪار آهي. رڳو هڪ مثال ڏيان ٿو ته جيئن ڳالهه چٽي ٿئي.

مشهور وڏي شاعر شيخ اياز پنهنجي ڪتاب ”ساهيوال جيل جي ڊائري“ ۾، صفحي ٢٣ ۽ ٢٨ تي، هي جملا به ڪم آندا آهن: ”ڏند صاف ڪري مان ٻاهر اڱڻ ۾ آيُس“ ۽ مان کُولي ۾ موٽي آيُس“.

”اڱڻ ۾ آيُس“ آڏو ”مان“ ڏيڻ سان يا ”کُولي ۾ موٽي آيُس“ آڏو ”مان“ ڏيڻ سان، ڇا، هِتي جملي ۾ زور، شدت، اسٽريس، گهرائي پيدا ڪئي ويئي آهي؟ ڇا، هنن جملن ۾ شدت پيدا ڪرڻ جي ڪا گهرج آهي به، ۽ ڇا، شاعر شعوري طرح ڄاڻي ٿو ته ”مان“ ڪم آڻڻ جي ڪري هو پنهنجي جملي ۾ شدت پيدا ڪري رهيو آهي؟

(٢) هاڻي اچو ته سنڌيءَ ۾ انهن لفظن کي، ۽ انهن جي مطلب ۽ مقصد کي جاچيون، جن ۾ ساڳيو فاعل به ٻيرا ورجائي ٿو. اڳ ۾ هي هڪ جملو پڙهو:

”مان سچ ڳالهايم“. ان جملي جو مطلب آهي ”مان مان سچ ڳالهايو“ ڇا هن جملي ۾ ضمير ”مان“ به ٻيرا فاعل طور آڻڻ جي ڪري شدت ۽ گهرائي پيدا ٿي آهي، يا مورڳو جملو ئي بگڙي غلط ٿي ويو آهي؟

”وزير وزير ڪوڙ ڳالهايو“. ”ماڻهوءَ ماڻهوءَ سچ ڳالهايو“ تي ٿورو ڌيان ڏيو. فاعل به ٻيرا آيو آهي. پر فاعل کي ورجائڻ جو مقصد ڇا آهي؟

”وڻ وڻ مان هڪ واس اچي ٿو“، ”گل گل ۾ سڳنڌ سمايل آهي“، ”ماڻهو ماڻهو ملهه وڙهي ٿو“، ”صوبو صوبو حقن لاءِ رڙي ٿو“، ”نگر نگر کي پنهنجي ثقافت آهي“، ”رنگ رنگ جي ٻولي ٻي“، ٻولي ٻولي پنهنجا گڻ رکي ٿي“......

مٿي ڏنل لفظن ۾ جيڪي به لفظ هڪ ئي جملي ۾ به ٻيرا اچن ٿا، انهن کي جاچڻ کانپوءِ چئي سگهجي ٿو ته اهي لفظ ”هر هڪ“ يا ”سڀ ڪنهن“ جو سهڻو اظهار آهن.

(٣) ڪنهن بہ جملي ۾ عام طرح ”نيڪ“، ”سچ پچ“، ”هر حالت ۾“، ”ضرور“، ”حقيقت ۾“، ”بهرحال“، سچ تہ“، ”انتهائي ضروري“، ”ضرور بالضرور“ جهڙا لفظ شدت، زور يا استريس پيدا ڪرڻ لاءِ ڪم آندا وڃن ٿا. پر ساڳئي ضمير کي بہ ٻيهرا فاعل طور آڻڻ سان ڪنهن بہ قسم جي شدت پيدا نٿي ٿئي. ائين ڪرڻ هڪ چُڪ آهي، جنهن سان ضميري پڇاڙيءَ جي اهميت مري ٿي، لفظ ۾ ضميري پڇاڙيءَ وارو آواز بيڪار ۽ ناجائز واڌارو ٿيو پوي، ۽ ٻولي بگڙي ٿي.

(۴) ڇا، فعلي ڦيرو سيکاريندي، جملي ۾ زور يا شدت پيدا ڪرڻ جي ڪا بہ گهرج آهي؟ ڇا، ڦيرو سيکاريندي، اسان کي اها تعليم ڏني وڃي ٿي تہ هر جملي ۾ فاعل(ضمير) بہ ٻيهرا ورجايل آهي ۽ ان جو سبب اهو آهي تہ جملي ۾ شدت پيدا ٿئي؟

ان ڪري، اها راءِ رکان ٿو تہ هڪ جملي ۾ بہ ٻيهرا ساڳيو ضمير فاعل طور آڻڻ جو سبب نہ تہ ڪو وياڪرڻي اصول آهي ۽ نہ ئي وري ڪا جملي ۾ شعوري طرح شدت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش. اها هڪ چُڪ آهي، جيڪا اڻڄاڻائيءَ ۽ بيڌيانيءَ سبب يا غفلت جي ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ پيدا ڪئي وئي آهي.

درست فعلي ڦيرو

(١) زمان حال ۾

”ڪرڻ“ وارو فعل (ڏسو ب، ٻ، ٻ، ت ۽ ٿ)

”هُئڻ“ وارو فعل(ڏسو ث)

(٢) زمان ماضيءَ ۾

”ڪرڻ“ وارو فعل (ڏسو د)

”هئڻ“ وارو فعل (ڏسو ڏ)

(٣) زمان مستقبل ۾

”ڪرڻ“ وارو فعل (ڏسو ”زمان مستقبل“ ۾ ۵ )

## ”هُئڻ“ وارو فعل (ڏسو ص)

### فاعل ۽ مفعول سان لاڳاپيل فعلن جي ڳولا

اسان ڏٺو تہ زمان حال ۽ زمان مستقبل ۾ رواجي طرح جيڪي فعل اچن ٿا ۽ جن جو ڦيرو ڪيون ٿا، انهن جو سڌو واسطو فاعل سان رهي ٿو. انهن جملن ۾ مفعول هيڪل هجي يا گهڻ ۽ نر هجي يا نار، فعل جي صورت تي ڪو بہ اثر نٿو پوي. پر زمان ماضيءَ ۾ رواجي طرح جيڪو فعلي ڦيرو پڙهايو وڃي ٿو، انهن جو سڌو واسطو وري مفعول سان رهي ٿو ۽ انهن جملن ۾ فاعل هيڪل هجي يا گهڻ ۽ نر هجي يا نار، فعلي صيغي سان سڌي واسطي ۾ نٿو رهي.

ائين ڇو آهي؟

۽، ڇا، اهو جائز سوال ناهي تہ جڏهن بہ زمانن جي فعل جو سڌو واسطو فاعل سان آهي تہ ٽئين (زمان ماضيءَ) جو ڇو نہ آهي؟ ڇا، ان ۾ فعل جي اهڙي ڪا بہ صورت ناهي، جيڪا سڌو واسطو مفعول بدران فاعل سان رکي؟ ۽، ڇا، زمان حال مستقبل ۾ فعل جي اهڙي ڪا صورت ناهي، جيڪا فاعل بدران مفعول سان واسطو رکندي هجي؟

اهو سوال هينئن بہ پڇي سگهجي ٿو تہ ڇا، ڪنهن زماني ۾ ائين بہ هو تہ سنڌيءَ ۾ فعل جون ساڳئي زمان ۾ بہ صورتون هجن، هڪ جو سڌو واسطو فاعل سان هو(جيئن هن وقت زمان حال) ۽ زمان مستقبل جي فعلن ۽ زمان ماضيءَ ۾ ضمير غائب جي حوالي سان ضميري پڇاڙي رکندڙ فعل جو آهي)، ۽ ٻيءَ جو سڌو واسطو مفعول سان هو(جيئن هن وقت زمان ماضيءَ ۾ عام ملي ٿو؟)

ق -۱ اسان جڏهن زمان حال جي ”ڪرڻ“ واري فعل جي ڦيري مان ضمير جي نشاندهي ڪندڙ آواز ڪڍي ڇڏيا هئا، تڏهن مجموعي طرح اسان سان فعل جون هي چار صورتون مليون هيون: ۱- لکٿو ۲- لکٿي، ۳- لکٿا ۽ ۴-لکٿيون. هيءَ صورت ياد رکجو.

ق – ۲ جڏهن زمان مستقبل ۾ ”ڪرڻ، واري فعل جون اهي صورتون کڻون ٿا، جيڪي اڄڪلهہ بہ شڪارپور ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ عام رائج آهن

تہ اسان کي فعل جون هي چار صورتون ملن ٿيون: ١-لکدو، ٢- لکدي، ٣- لکدا ۽ ۴- لکديون. هيءَ ڳالهہ بہ ياد رکجو.

ق- ٣ هاڻي، زمان ماضيءَ ۾ ”ڪرڻ“ واري فعل جي عام مروج صورتن کي ڏيان سان جاچيو: ١-لکيو ٢- لکي، (لکبي)، ٣- لکيا ۽ ۴- لکيو. هيءَ ڳالهہ بہ ياد رکجو.

اهڙيءَ طرح، اسان کي فعل جي صورتن جا ٽي سيٽ مليا آهن، ۽ ٽنهي ۾ رڳو هڪ اکر جو فرق آهي –ق- ١ ۾ ”ٿ“، ق-٢ ۾ ”د“ ۽ ق-٣ ۾ ”ي“، باقي سڀ اکر ۽ آواز ساڳيا آهن.

اهي سڀ اکر ۽ آواز ساڳيا ڇو آهن، انهن ۾ هڪجهڙائي ڇو آهي؟ ڇا، اهي بنا ڪنهن قانون قاعدي ۽ پابنديءَ جي، پنهنجي ليکي ٺهي پيا يا ڪنهن نہ ڪنهن زماني ۾ هڪ اصول هيٺ مقرر طريقي سان رٽيا ويا؟

ق- ١ ۾ فعل جي امر (لک) کانپوءِ ”ٿ“ ٿو پوي تہ زمان حال جو صيغو ملي ٿو- لکٿو، لکٿي.....

ق- ٢ ۾ فعل جي امر (لک) کانپوءِ ”د“ ٿو پوي تہ زمان مستقبل جو صيغو ملي ٿو- لکدو، لکدي......

ق-٣ ۾ فعل جي امر (لک) کانپوءِ ”ي“ ٿو پوي تہ زمان ماضيءَ جو صيغوملي‌ٿو- لکيو، لکيي(لکي).......

(گهڻي تفصيل لاءِ مهرباني ڪري منهنجو مضمون ”هر هڪ لفظ هيري ڪاڻ“ پڙهو).

اهو عمل بہ چٽيءَ طرح اعلان ڪري ٿو ٻڌائي تہ فعلي صيغن جون سموريون اڏاوتون ڪي اتفاقي، اوچتو، بنا ڪنهن سوچ ويچار جي وجود ۾ نہ آيون آهن، پر هڪ منظم سرشتي موجب، باقاعدگيءَ سان، اصولي پابندين هيٺ جوڙيون ويون آهن.

ڇا، ايڏيءَ عاليشان فني اڏاوت جا خالق، فنڪار ۽ مصور ڇوٽيءَ جي ڏاهن، اڪابرن ۽ سگهڙن کان گهٽ درجي جا هوندا؟ اها مهارت، تنظيم ۽ سمجهہ وڏي واڪ ٻڌائي ٿي تہ هن ٻوليءَ جا خالق، وياڪرڻ رٽيندڙ ۽ لفظن

جي ايڏي نفيس گهڙاوت ڪندڙ زبردست قسم جي ڳڻ ڳوت جا مالڪ هئا. (منهنجي هڪ مضمون ”جامع سنڌي لغات جو جائزو: پهرئين جلد جي پهرين پڙهڻي“ ۾ ڄاڻايل هڪ بنيادي فعل مان ٺهي سگهندڙ ممڪن فعلي صورتن جي ڳڻپ لڳ ڀڳ 340 (اڪرين ٽي سو چاليهہ) آهي ۽ منهنجي ڪاٿي موجب سنڌي ٻوليءَ جا بنيادي فعل هزارن ڪان گهٽ نہ آهن. هاڻي ڪاٿو ڪريو تہ صورتحال ڪيئن آهي. اسم، صفتون ۽ ٻيون شيون تهان ڌار آهن)

هاڻي، اچو تہ شڪارپور وارن ساٿين سان صلاح ڪريون تہ سندن پاران هنوقت تائين جيئاريل زمان مستقبل جو فعلي صيغو فاعل سان سڌي واسطي ۾ آهي يا مفعول سان:

ـ* مان/تو/هن چنو لکدو. *مان/تو/هن چنا لکدا.

ـ* مان /تو/هن چني لکدي. * مان/تو/هن چنيون لکديون.

ـ* اسان/توهان/هنن چنو لکدو * اسان/توهان /هنن چنا لکدا.

ـ* اسان/توهان /هنن چني لکدي * اسان/توهان/هنن چنا لکدا.

شڪارپور وارا جوان هي ڇا پيا چون! هي تہ فعلي صيغي جو سڌو واسطو مفعول سان پيا ڏيکارين. پائرو شابس اٿو جس لهڻو جو توهان سنڌيءَ جي هڪ اهڙي فعلي صيغي کي سنڀالي رکيو آهي، جنهن کي باقي سنڌ گم ڪري/وڃائي ويٺي هئي!

زمان حال جي بظاهر گم ٿي ويل فعلي صيغي کي اسان ٿوري دير اڳ ڳولي هٿ ڪيو آهي. اچو تہ ان جو فعلي ڦيرو ڪري ڏسون:

ـ* مون چنو لکتو. * مون چنا لکتا.

ـ* مون چني لکتي. * مون چنيون لکتيون.

ـ* اسان چنو لکتو. * اسان چنا لکتا.

ـ* اسان چني لکتي. * اسان چنيون لکتيون.

(هي) ڇا ٿو چوي؟ ڇا، فعلي صيغي جو واسطو مفعول سان ناهي؟ باقي ضميرن سان بہ ڦيرو ڪري ڏسو. ڳالھ ان سچائيءَ کان ٻاهر ناهي.

”ڳالھ مڄڻ جهڙي ناهي“. ”الائي ڇو“، ذهن قبول نٿو ڪري. شايد ڳالھ کي رد ڪرڻ لاءِ ڪو مناسب دليل نٿو ملي!“ مٿي ڄاڻايل ڳالھ کوجڻ ڪانپوءِ، منهنجي ذهن ۾ پهريائين اهي خيال آيا، پر هن وقت تائين انهن جي سچائي ئي ثابت ٿي آهي. هن وقت مون وٽ اهڙو ڪو هڪ بہ دليل ناهي، جنهن جي بنياد تي مٿي کوجيل ڳالھ کي رد ڪري سگهجي. توهان، جي رهنمائي ڪندا تہ ڏاڍو سٺو.

زمان ماضيءَ ۾ مون کي هن وقت تائين اهو فعلي صيغو نہ لڀجي سگهيو آهي، جنهن جو واسطو مفعول بدران فاعل سان هجي. باقي ضمير غائب هيڪل توڙي گهڻ واري ضميري پڇاڙي رکندڙ فعلي صيغا ضرور مليا آهن، جن ۾ فعل جو واسطو سنئو سڌو فاعل سان آهي، مفعول سان نہ( ڏسو”ڏ“ ۽ ”ڙ“).

ڇا، هتي اهو سوال پڇڻ مناسب ناهي تہ فعل جي هيءَ زمان حال واري شڪل (لکٿو، لکٿي، لکٿا، لکٿيون) ”گم“ ڇو ٿي وئي ۽ زمان مستقبل واري شڪل(لکدو، لکدي، لکدا، لکديون)، محدود ڇو ٿي وئي؟“

بلڪل مناسب سوال آهي. نيڪ نيتيءَ سان ۽ سچائيءَ جو ڳولا لاءِ پڇيل هر هڪ سوال مناسب ئي نہ ضروري پڻ آهي ۽ جيڪو نٿو پڇي، اهو ڏوهاري آهي ۽ ڏوهاري اهو بہ آهي، جيڪو اهڙي سوال جو جواب ڳولڻ جو جتن نٿو ڪري.

ٻين هزارين سوالن جي نہ ڄاتل جواب جيان، مون کي ان سوال جي جواب جي بہ سُڌ ناهي. باقي هڪ امڪان رکي سگهجي ٿو تہ متان فعلي صيغن جي هموزنيءَ جي ڪري ائين ٿيو هجي. ۽ اهو بہ ممڪن آهي تہ جڏهن زمان حال ۾ ضميري پڇاڙي رکندڙ فعلي صيغو (جيڪو فاعل سان لاڳاپيل آهي) ۽ زمان مستقبل جو ”د“ بدران ”_اند“ (لکندو) رکندڙ فعلي صيغو (جيڪو پڻ فاعل سان لاڳاپيل آهي) ڳالهائڻ ۽ سمجهڻ ۾ وڌيڪ سهنجو

محسوس ٿيو هجي ۽ اهو پڻ ممڪن آهي تہ انهن فرقن اچڻ جي ڪري فعلي صيغي جي جيڪا چٽي صورت نهي ٿي (لکندو، لکان ٿو، لکيو.....) متان ان جي ڪري پوئين ڳالھ سولائيءَ سان قبول ڪئي وئي هجي. (جيڪو حال حبيبان، سوئي پيش پريان جي. پنهنجي سمجھ جيڪڏهن ان کان اڳتي سُري، پوءِ پلي انهن خيالن جي مخالف هجي، ضرور پيش ڪبي.)

سڌريل ٻولي ڪهڙي ۽ سڌاريل ٻولي ڪهڙي؟

"سمڪرت" کي سنسڪرت" اچاريندڙ ۽ ڳالهائيندڙ ٻوليءَ کي اڄڪلھ "سنسڪرت" سڏيو وڃي ٿو. يعني جنهن ٻوليءَ کي سڌاريو ويو ان کي "سنسڪرت" سڏجي ٿو. جيڪا اڳ ۾ ئي سڌريل، سنواريل، سهنجايل ٻولي هئي، يا جيڪا پوءِ سڌاري، سنواري ۽ سهنجائي وئي، ان کي سنسڪرت نٿو سڏيو وڃي (ٻہ سئو سال ٻہ نہ ٿيندا جو انگريزي ٻوليءَ کي سڌاريو، سنواريو ۽ سهنجايو ويو، پر ان کي سنسڪرت نٿو سڏجي). ان جو مطلب هي ٿيو تہ اڄ کان ڪي ٽي هزار ورهيہ اڳ، جنهن هڪ ٻوليءَ کي اسان جي نندي ڪنڌ ۾ سڌاريو، سنواريو ۽ سهنجايو ويو، رڳو ان هڪ ٻوليءَ کي ئي "سنسڪرت" سڏيو وڃي ٿو. اها ٻولي جڏهن سڌري، سنوري ۽ سهنجي ٿي، تڏهن ان کي "سنسڪرت" سڏيو ويو. ڇٽو مطلب هي آهي تہ اها ٻولي سڌرڻ، سنورڻ ۽ سهنجو ٿيڻ کان اڳ (پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ) اڻ سڌريل (يا گهٽ سڌريل)، اڻ سنوريل (يا گهٽ سنوريل ) ۽ ڏاڍي ڏکي (يا ڏکي) هئي. ان اڻ سڌريل (يا گهٽ سڌريل)، اڻ سنوريل (يا گهٽ سنوريل ) ۽ ڏاڍي ڏکيءَ (يا ڏکي) ٻوليءَ کي جڏهن سڌاريو، سنواريو ۽ سهنجايو ويو، تڏهن ان تي نالو ئي "سنسڪرت" پئجي ويو.

چيو ٿو وڃي تہ اڄ کان ڪي ساڍا ٽي هزار ورهيہ اڳ موجوده سنڌ ۾ وچ- ايشيا کان ماڻهن جو هڪ وڏو ٽولو (۽ ان جي ڪڍ ننڍا ننڍا ٽولا) آيو، جنهن پاڻ کي "آريو" پئي سڏيو ۽ جڏهن هتي جي ماڻهن تي هڪ ڏکيءَ

ويڙهه ڪانپوءِ قبضو ڪري حاڪميت ڄمايائين، تڏهن هتان جي رهواسين کي ”اڻ-آريو“، ”داس“ ۽ ”ڪرشن“ سڏيائين. اهو ٽولو لاڏائو هو. جنگجو (يعني جهنگلي فطرت رکندڙ) هو. شڪاري هو. جانور پالڻ ته ڄاڻندو هو پر زراعت جي معاملي ۾ ڪورو ڄٽ. ۽ هن جي ٻوليءَ ۾ سُر جهڙوڪر هئا ئي ڪو نه ۽ موسيقيءَ ۽ نرت جهڙن نازڪ ۽ نفيس فنن کان اڻواقف هو. هو نرت کي جادوءَ جو عمل ۽ موسيقيءَ کي هڪ عجيب ۽ پوائتي شي سمجهندو هو ۽ ظاهر آهي ته جنهن ٻوليءَ ۾ سُر جهڙوڪر موجود ئي نه هجن، اها ڪيڏي نه کهري ۽ اڏنگي هوندي، جڏهن ته منجهس وينجڻ به گهٽ هئا.

جن کي ”اڻ –آريو“، ”داس“ ۽ ”ڪرشن“ سڏيو ويو اُهي شڪاري دور ٽپي زرعي دور ۾ پهچي چڪا هئا. انهن پنهنجا ڳوٺ ۽ شهر اڏڻ ڄاڻي ورتا هئا. انهن هڪ هنڌ ٽڪي پنهنجو ڪاڏو پاڻ اپائڻ جو هنر ڄاتو پئي. وٽن موسيقي به هئي ته نرت به ، مجسمي سازي به هئي ته چٽسالي به، ۽ وڏي ڳالهه ته ڪيترائي وڏيڪ وينجڻ رکندڙ ۽ سُرن واري سُريلي ٻولي به هئي، جنهن کي لکڻ ۽ ڇپڻ پڻ ڄاڻندا هئا.

١ – ”سنڌي ٻوليءَ جي پهرين ۽ مکيه خاصيت يا خاص ڳالهه هيءَ آهي ته سنڌيءَ جي کهڙي به لفظ جو پهريون توڙي پويون اکر ”ساڪن“ ڪونهي. سنڌيءَ ۾ سڀ ڪنهن لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ يا ته ڪو حرف علت، يا ته ڪا اعتراب آهي ئي آهي. اهو نمونو ڪشميري ۽ اُڙيا (يعني اوڙيسا جي ٻولي ) کانسواءِ ٻيءَ ڪنهن به ڏيهي ٻوليءَ ۾ ته ڪانهي. پر خود سنسڪرت ۾ به ڪانهي!“ (ڀيرو مل: ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“، ص: ٢٢٣)

٢ – سنڌي ٻوليءَ ۾ ”لفظن جي وزن“ جو خيال رکيو ويو آهي، جنهن جي نشاندهي ڪاڪو ڀيرومل هينئن ڪري

ٿو: ’ڇوڪرو‘ مونث ’ڇوڪري‘ پر

’ڇوڪرُ‘ مونث ’ڇوڪرِ‘ هتي ’ڇوڪرو‘ (او پڇاڙي)جو اچار گهٽائي ’ڇوڪرُ‘
(اُپڇاڙي) ڪيو اٿئون، تہ مونث لفظ ڇوڪري (اي پڇاڙي) جو اُچار بہ گهٽائي ڇوڪرِ (اِ پڇاڙي) ڪيو اٿئون. ساڳيءَ ريت، ڇوڪرو جمع ڇوڪرا ۽ ڇوڪرُ جمع ڇوڪرَ- انهيءَ ريت، جمع جوڙڻ مهل بہ جمع واري آ پڇاڙيءَ کي گهٽائي آ ڪريون ٿا. ائين چئڻ تہ لفظ جو وزن پورو ڪري بيهارجي ٿو. رڳو شعر ۾ وزن جو خيال ڪبو آهي، پر هن ريت مونث ۽ جمع جوڙڻ مهل وزن جو خيال رڳو سنڌي ٻولي ڪري ٿي.“ (”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ “،ص: ٣٢٥).
(ڪاڪو ڀيرومل انهن سنڌي عالمن مان هڪ آهي، جيڪي سنڌي ٻوليءَ کي سنسڪرت جي هڪ بگڙيل لهجي جي ڌيءُ يا پوٽي سمجهن ٿا.)
ان ٻوليءَ کي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ”موهن جي دڙي جي ٻولي“، ڊاڪٽر غلام علي الانا ”پراڻي سنڌي“ (جيڪا ختم ٿي وئي) ۽ سراج الحق ميمڻ ”پروٽو-سنڌي“ سڏيو آهي. مون کي تہ اهي ٽيئي رايا ساڳيا ٿا محسوس ٿين. سراج صاحب جي خيال موجب، اها ئي سنڌي، ويس مٽائيندي، هاڻوڪي روپ کي پهتي آهي.
هڪ ڳالهہ سڌي آهي،۽ منطقي طرح بہ نتيجو هي ٿو نڪري، تہ ان موهن جي دڙي واريءَ پراڻيءَ يا پروٽو سنڌي ٻوليءَ کي ”سم“ نہ ڪيو ويو. اها ڪا ٻي ٻولي هئي، جنهن کي ”سم“ ڪيو ويو. اها ڪهڙي ٻولي هئي، ۽ ان کي ”سم“ ڪرڻ جي گهرج ڇو محسوس ڪئي وئي؟ هن سوال جي پوئين حصي جو جواب اڳ ۾ ڳولڻو پوندو.
ڪنهن بہ ٻوليءَ کي ”سم“ ڪرڻ (سڌارڻ، سنوارڻ، سهنجائڻ) جي گهرج ڇو ٿي محسوس ڪجي؟
مثال لاءِ، اسان کي ڪجهہ ڳالهين تي ڌيان ڏيڻو پوندو:
١- سنڌي صورتخطي ڦيرائي، رومن (انگريزي) الفابيٽ مقرر ڪرڻ جي نيت ڪيترن ئي اهڙن ماڻهن وٽ موجود آهي، جيڪي پاڻ کي سنڌيءَ

جو گهڻگهرو سمجهن ٿا. هو ان لاءِ ڪيترائي دليل ڏين ٿا ۽ سندن چوڻ موجب ان نموني سنڌي ٻوليءَ کي تيز رفتار ڪري ۽ ترقيءَ جي راهہ تي آڻي سگهجي ٿو.

٢ـ لڳ ڀڳ سڀني سنڌي عالمن، سياستدانن، ڏاهن ۽ اڪابرن جو خيال آهي تہ سنڌي ماڻهن کي انگريزي ضرور سکڻ گهرجي، ڇو تہ ان ۾ خاص طرح سائنسي ۽ تحقيقي مواد ججهو آهي. ڪي تہ ان راءِ جا بہ آهن تہ انگريزي اصطلاحن جو ترجمو ڪرڻ بنا ئي سنڌيءَ ۾ آڻي پنهنجائڻ گهرجن.

٣ـ اهي سڀ ڳالهيون ان ڪري ڪيون وڃن ٿيون جو انگريزيءَ کي هڪ سڌريل ٻولي سمجهيو وڃي ٿو ۽ سنڌيءَ کي ان جي پيٽ ۾ ڪٽل ۽ سُڃي!

٤ـ انگريزيءَ جهڙي سڌريل ٻولي بہ جڏهن ٻين ٻولين جا ڪي لفظ پاڻ وٽ آڻي ۽ جذب ڪري ٿي ۽ تمام گهڻا لفظ آڻي ۽ جذب ڪري ٿي، تڏهن وٽس لفظن کي صحيح ڪرڻ اُچاري سگهڻ جي قوت جي کوٽ چٽيءَ طرح محسوس ٿئي ٿي، ڇو تہ وٽس ڪيترائي وينجڻ موجود ناهن. مثال طور "جامع سنڌي لغات، پنيان ڏنل اها فهرست ڏسو، جنهن ۾سنڌي وينجڻن کي انگريزيءَ ۾ ظاهر ڪيو ويو آهي، يا "انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا" ۾ خاص طرح عربيءَ مان آيل لفظن جي اُچارن کي ڏسو. هتي چيني ۽ ويٽنامي ٻولين مان رڳو بہ لفظ ڳالهہ کي چٽو ڪرڻ لاءِ ڏجن ٿا. انگريزيءَ ۾ هڪ نالي MAOTSE_TUNG ۽ هڪ خطاب NGOYAN کي ڏسو. اسين انهن لفظن کي "مائوزي تنگ" ۽ "نگوين" لکندا آهيون. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي صاحب جي حوالي سا، ٻڌڻ ۾ آيو آهي تہ ائين لکڻ باوجود صحيح اُچار ظاهر نٿو ٿئي. هاڻي "تسي" ۽ "نگوين" تي ڌيان ڏيو جن ۾ "ت" ۽ "ن" ساڪن ڪري رکيا ويا آهن. ڄاڻايل لفظن کي غلط اُچاريندڙ ٻوليون چيني ويٽنامي سمجهجن، يا انگريزيءَ کي سڌجي؟ جيڪڏهن ڪا ٻولي سڌريل ۽ اڳتي وڌيل سنڌي ٻوليءَ (سنڌ جي ٻوليءَ، موهن جي دڙي جي ٻوليءَ" پراڻي سنڌيءَ، پروٽو-سنڌيءَ) جي ڱ، ڳ، ڄ، ڃ، ڏ، ڻ، ٻ وغيره، کي

غلط اچاري ۾ انهن کي نگ، گگ، جج، نج، ڊ/ڊر/در، نن، ٻب، وغيره اُچارڻ لڳي، يعني هڪ اکر ساڪن رکي (جيئن تسي ۾ نگوين ۾ انگريزيءَ رکيو تہ ڇا چوڻ گهرجي: اِهي آواز سنڌي ڦيرايا سنڌيءَ جا ڦيرايا ويا؟

جان مارشل چيو هو تہ ڪن ڳالهين ۾ سنڌو ماٿر جي تهذيب ميسوپوٽيميا ۽ مصر جي تهذيبن کي بہ شهہ ڏيئي وجي ٿي.

اهي ڪهڙيون ڳالهيون آهن،جن جي زور تي شهہ ڏيئي وجي ٿي؟

"آرين" جي اچڻ کان بہ هڪ هزار سال اڳ ۾، سنڌي سماج ۾ سنڌي ٻولي وڏيڪ اسريل هئا. وٽن موسيقي ۾ نرت بہ موجود هو. "آريا" کين "اڻ آريا" سڏڻ باوجود سندن موسيقيءَ، نرت، سڌريل سماج ۾ ڇاپي هيٺ ايندڙ ۾ سڌريل ٻوليءَ کان ڊڄندا هئا. انهن شين کي سمجهڻ ۾ کين پنج سئو سال لڳي ويا ۽ پنج سئو سالن کانپوءِ کين هڪ ٻوليءَ کي "سم" ڪرڻ جي گهرج شدت سان محسوس ٿي.

سڌي ڳالهہ آهي تہ اها سندن ئي (لڳ ڀڳ ٻي سُري ۾ کهري) ٻولي هئي، جنهن کي هنن "سم" ڪيو ۽ "سنسڪرت" سڏيو. سنڌي ٻولي سندن آڏو "فريم آف ريفرنس" هئي (جيئن اڄ سنڌين لاءِ انگريزي ٻولي "فريم آف ريفرنس" آهي.

جڏهن سوين ميسارجي ويل پنهنجي وقت جي شاندار ٻولين کي ڏسجي ٿو ( جن جو ڇڱو چوکو ذڪر، "فاتحن جي دنيا"، ليکڪ يوسف شاهين، ۾ موجود آهي)، تڏهن سنڌي ٻوليءَ جي اٽمئي ۾ جٽادار سگهہ کي بي اختيار ميڄٺو پوي ٿو. صدين کان وري وري غلاميءَ هيٺ رهندڙ ٻولي، جنهن جي الفابيٽ ئي ختم ڪئي وئي، ڳالهائجڻ ۾ جيئري رهجي آئي آهي، اهو سنڌين ۽ سندن ٻوليءَ جو انتهائي شاندار ڪارنامو آهي. مٿان وري اهو تہ پنهنجيءَ جهوليءَ ۾ انهن سيني ٻولين جا هزارين لفظ سمائي، پنهنجي مزاج موجب ڦيرائي، پنهنجا ڪري ڇڏيائين.

حقيقت ۾ سنڌيءَ جي بقا جا وڏا، اهم ۽ بنيادي سبب ٿي آهن:

(١) سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙن جي مستقل مزاجي.
(٢) سنڌي ٻوليءَ جي قاعدن ۽ قانونن جي بي پناهہ پائداري، ۽
(٣) سخت قانونن باوجود انتهائي لچڪ پذيري.
ڌيان ڏيو

وياڪرڻ ۾ ضميري پڇاڙيون (جن کي ڪٿي ڪٿي "وِچاريون" بہ سڏي سگهجي ٿو) ۽ انهن جي ميلاپ سبب ٺهندڙ لفظ انتهائي نازڪ ۽ نفيس ٿين ٿا ۽ بنيادي ۽ اهم حيثيت رکن ٿا. اهي ايڏيءَ تہ بيڌيانيءَ ۽ بگاڙي جو شڪار ٿيون آهن جو لفظن ۽ جملن ۾ سندن موجودگيءَ کي محسوس ئي نٿو ڪيو وڃي. ان جو ڪو مثال زمان حال ۾ "ڪرڻ" ۽ "هڻڻ" وارن فعلن جا ڦيرا آهن.

جيئن ئي منهنجو انهيءَ ڳالهہ تي ڌيان ويو، هڪ پاسي هيءُ مضمون لکڻ شروع ڪيم (جيڪو لکڻ جاري هو تہ ان وچ ۾ ٻيو مضمون "هر هڪ لفظ هيري ڪاڻ" بہ لکي وتم) ۽ ٻئي پاسي ڪجهہ پڙهيل ڪڙهيل دوستن ئي نہ پر عام ماڻهن سان بہ ان موضوع تي ڳالهہ ٻول جاري رکيم. جو آيو جنهن ٻڌو مون تي کلڻ لڳو، چيو ويو تہ معاشي ڳٽنيءَ ۽ گهٽي، ناجائز ۽ غير ضروري سوچ ويچار نيٺ تنهنجا بہ ترا ڪڍي ڇڏيا، ڪنهن ڪم جو نہ رهين، چريو ٿي پئين، اڳ ئي چرين جي ڪوٺ هئي جو تون پيدا ٿيو آهين، هاڻي ڪندين ٻين جا بہ دماغ خراب: سنڌي ٻوليءَ جو ٻيڙو هاڻي وري تون ٻوڙيندين، ڇڻ تہ بروهي ٿو لڳين جيڪو پهريون ڀيرو هتي سنڌ ۾ آيو هجي: لڳي ٿو تہ ڪا يورپي ڇِپ اچي اسان وٽ پهتي آهي - ۽ ٻيو بہ گهڻو ڪجهہ ۽ مون وٽني ٻڌو ۽ سوچيو تہ سندن ڳالهايل جملن مان ڪهڙو جملو صحيح هو ۽ ڪهڙو غلط!

عجيب ڳالهہ آهي: ٻوليءَ جي وياڪرڻ جو فعلي ترڪيبن ۽ ضميري پڇاڙين جهڙو اهم ۽ بنيادي موضوع ايڏيءَ بيڌيانيءَ ۽ بگاڙي جو شڪار ٿي وڃي ۽ مثان وري جيڪو صحيح ڳالهائي /لکي، ان تي ٽوڪ منجهان کليو وڃي، ۽ جيڪو غلط ڳالهائي/ لکي، ان کي ٺيڪ سمجهندي، ڪجهہ بہ نہ چيو وڃي!

ڳالهہ ڪجي اصول ۽ علم جي. مثال طور، "مان آيو" (آيُم) يا "مان لکندو" (لکندم) ۽ اهڙيون ئي ٻيون صورتون علمي ۽ اصولي طرح صحيح

آهن ۾ ائين ئي ڳالهائڻ ۾ لکڻ گهرجن. ائين چوڻ سان ”بروهڪو“ يا ”پرڏيهي“ ٿي پوڻ جهڙو بي مغز عذر ڏيئي، پاڻ کي هرويرو زوريءَ ۾ اجايو صحيح سڏڻ کو علمي رويو ناهي. هڪ ”بروهي“ يا ”پرڏيهي“ لفظن کي صحيح معنيٰ ۾ مفهوم ۾ ڪم آڻي، جيڪڏهن صحيح اُچاري ۾ ڳالهائي ٿو ته ان تي کلندڙ ٺوڪ ڪندڙ کي ڇا سمجهبو؟ کلڻو ۾ ٺوڪ ڪرڻي ئي آهي ته ان تي ڪرڻ گهرجي، جيڪو غلط ڳالهائي ۾ لکي ٿو.

رحم جوڳي حالت آهي! ٻين ٻولين جي قدرتي ۾ تاريخي وارثن کي اهو اونو ته پرڏيهي ماڻهو سندن ٻوليءَ کي بگاڙين ٿا. ان ڪري اهي پاڻ وٽ ايندڙ پرڏيهين کي اچڻ کان اڳ يا ايندي ئي پنهنجي ٻوليءَ جي سکيا ڏين ٿا، پر اسين سنڌي آهيون(جيڪي سياسي سببن جي ڪري پاڻ وٽ ايندڙ پرڏيهين کي پنهنجي ٻولي سيکارڻ جي پوزيشن ۾ ته ناهيون)، پاڻ ئي پنهنجي ٻوليءَ کي بگاڙيو وينا آهيون ۾ بگاڙيندا وڃون پيا، جڏهن ته اسان وٽ جيڪو پرڏيهي اچي ٿو، اهو ڪوشش ڪري يا اٽڃاٽائيءَ وچان اسان جي ٻوليءَ کي جيڪڏهن صحيح ڳالهائي ٿو ته اسين ان کي شاباس ڏيڻ بدران اٽلو مٿس کِلون ۾ ٺوڪون ڪريون ٿا! ٺوڪ لائق حيثيت ۾ ڪير هئڻ گهرجي؟

دنيا ۾ جو ٻه ڏاهو ٿيو آهي، جاهلن پاران ٺوڪ، چٿر، تبرا ۾ ڏڪار جو شڪار ٿيو آهي. پر دنيا ۾ علم ۾ سائنس جي موجودگي ۾ واڌ ۾ ٻڏائي ٿي ته اڪابر ۾ عالم ماڻهن ۾ سچائيءَ ۾ علم اڄ تائين اٽڃاٽن ۾ جاهلن کان مات نه کاڌي آهي.

ضمير (ضميري پڇاڙيءَ جي صورت ۾) هوندي به سا ڳيو فاعل وڏيڪ، ٻيو پيرو آڻڻ سبب هڪ وڏي غلطي ڪندا رهيا آهيون. ۾ سنڌي ٻوليءَ کي اهڙين غلطين سان رچائي ”مالامال“ ڪري ڇڏيو اٿئون. ڇا، اهڙين غلطين کي درست ڪري سگهجي ٿو.

جيڪڏهن درست ڪرڻو ۾ رکڻو آهي ۾ وڏيڪ بگاڙي کان بچائڻو آهي، ته اسان کي وسيع ذهن رکي، مستقل مزاجيءَ سان اهو ڪم ڪرڻو پوندو. پهرين ذميواري عالمن ۾ ليکڪن، پبلشرن ۾ ايڊيٽرن تي اچي ٿي.

* * *

”اسين توهان وٽ شام جو نيڪ ڇهين وڳي پهچنداسون“ ـ جيئن ئي مون اهو جملو ڳالهايو، تيئن منهنجي ذهن ۾ هڪ خيال آيو: ”ڇا، مون اهو جملو سنڌي ٻوليءَ جي وياڪرڻي اصولن موجب صحيح ڳالهايو؟“

پنهنجيءَ ڄاڻ آهر مٿي ڏنل/ لکيل ٿوري سوچ ويچار ڪانپوءِ مون کي محسوس ٿيو تہ مون اهو جملو غلط ڳالهايو. هي جملو صحيح تڏهن ٿيندو، جڏهن هيئن چئجي يا لکجي:

”اسين توهان وٽ شام جو نيڪ ڇهين وڳي پهچندا“.

يا

”توهان وٽ شام جو نيڪ ڇهين وڳي پهچنداسون“.

هن جملي ۾ لفظ ”نيڪ“ شدت، استريس پيدا ڪري ٿو. اهو ساڳيو جملو بنا شدت جي هيئن چئبو يا لکبو:

”اسين توهان وٽ شام جو ڇهين وڳي پهچندا“.

يا

”توهان وٽ شام جو ڇهين وڳي پهچنداسون“.

هن جملي ۾ ”توهان“ جي بدران بہ ضميري پڇاڙي ڪم آڻي سگهجي ٿي:

”شام جو ڇهين وڳي پهچنداسونوَ“

۽ جيڪڏهن شدت سان چوڻو آهي تہ:

”شام جو نيڪ ڇهين وڳي پهچنداسونوَ.“ (”نيڪ“ بدران ”هر حالت ۾“ بہ چئي سگهجي ٿو.)

”اسين توهان وٽ پهچندا“ جي بدران ”پهچنداسونوَ“.

ضميري پڇاڙي هڪ بهترين، نازڪ ۽ اهم خصوصيت آهي. ٻوليءَ کي سهڻو ۽ سهنجو ناهي ٿي ۽ نہ رڳو جملي کي ننڍو ڪري ٿي، پر ان کي سولو ڪري ڳالهائڻ ۾ وقت، ۽ لکڻ ۾ وقت، جاءِ ۽ فالتو پورهيي کان بچائي ٿي. اسان ضميري پڇاڙيءَ جي اصولي فائدن کي تباهہ ڪري، ٻي ڏيانيءَ ۽ اڻڄاڻائيءَ وچان هڪ اجايو بار پاڻ تي وڌائي ڇڏڻ سان گڏ ٻوليءَ جي فطري سونهن ۽ جوڙجڪ کي بہ هاڃو رسايو آهي (جيڪو صدين کان ڪاهيندڙ ڌاريا بہ نہ رسائي سگهيا).

ڇا، سنڌي ماڻهو، خاص ڪري عالم، ليکڪ ۽ پبلشر، وسيع ذهن رکي، پنهنجو پاڻ کي هي سوال ورجائي پڇي سگهون ٿا:

”ڇا، مون هي جملو صحيح ڳالهايو/لکيو/سوچيو/ڇپيو؟“.

(مهراڻ 1ـ1994/2ع)

## ”ضميري پڇاڙي ۽ صحيح سنڌي ٻولي“
## مقالي جو لسانياتي اڀياس

ڊاڪٽر غلام علي الانا

١- ڪنهن بہ ٻوليءَ جو وياڪرڻ، ان ٻوليءَ جي آوازن، صوتين، صرفين، لفظن، فقرن ۽ جملن ۾ ڪم آندل آوازن، صوتين، صرفين ۽ نحوي بناوتن ۾ استعمال ٿيل آوازن جي بيهڪ، صوتين جي استعمال، صرفين ۽ لفظن جي سٽاء، ترتيب ، انتخاب ۽ جهيلار (Intonation) جي وصف، اصولن ۽ قاعدن ۽ قانونن کي چئبو آهي؛ پر هر زماني ۾ ماهرن طرفان وقت بوقت، انهن وصفن ۾ سڌارا ۽ واڌارا ٿيندا پئي رهيا آهن.

علم اللسان جي ميدان ۾ پنڊت پاڻينيءَ (٤٠٠ ق-م) جو نالو سڀ کان پهرين ملي ٿو جنهن علم اللسان جا اصول مقرر ڪيا ۽ ”ڀاشا“ (تڪس شلا واري خطي ۾ رائج ٻولي) لاءِ صوتي ۽ صوتياتي قانون ناهيا. هن سلسلي ۾ پنڊت پاڻينيءَ کانپوءِ محقق البيرونيءَ کن وياڪرڻين جا نالا ڏنا آهن، جن ۾ چندر، پنگل، پتنجلي، جيادتيند و امن جا نالا اهم سمجهيا وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح محقق البيرونيءَ واديءِ سنڌ ۾ پنهنجي قيام دوران (١٠١٧ع - ١٠٣١ع) رائج زبان/ زبانن جي ويا ڪرڻ، لسانياتي، علمي ۽ ادبي خوبين جو ذڪر پڻ ڪيو آهي. اُن لاءِ ”ڪتاب الهند“ ڪتاب جو مطالعو ڪرڻ ضروري آهي. انهن حوالن کان پوءِ ائين چئي سگهجي ٿو تہ ڪنهن بہ ٻولي ءَ جي وياڪرڻ جي مقرر شده اصولن ۽ قانونن جي باري ۾ ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ۽ لسانياتي جائزو وٺڻ ڪان آسان ڪم نہ آهي. اُن ۽ اهڙي جائزي لاءِ تجزيو ڪندڙ اول تہ اُن زبان جي لسانياتي اصولن ۽ علم اللسان ۾ چڱي ڄاڻ رکندو هجي؛ سو تہ هو اهل زبان ڪٿي نہ هجي تہ بہ ان زبان ۾ هر طرح سان مهارت رکندو هجي، يعني ان زبان جي آوازن، صوتين، صوتيات، صوفيات، علم صرف، علم نحو ۽ علم معانيءَ جي موضوعن ۽ مطالعي تي دسترس رکندو هجي.

زير بحث مقالو ”ضميري پڇاڙي ۽ صحيح سنڌي ٻولي“ محترم محبت ٻرڙي جي محنت، مطالعي ۽ سنڌي زبان جي ڄاڻ ۽ اُن سان ”محبت“ جو

هڪ وڏو ثبوت آهي. واقعي هيءُ هڪ ڏکيو موضوع آهي. هن موضوع تي ايتري قدر وضاحت سان لکڻ مان ظاهر ٿو ٿئي تہ جناب محبت ٻرڙي کي سنڌي وياڪرڻ ۽ سنڌي لسانيات تي ڪجهہ قدر دسترس حاصل آهي. ههڙي بهترين ۽ پُر مغز مقالي لکڻ تي آءٌ محترم محبت ٻرڙي کي دل جي گهراين مان مبارڪباد پيش ڪريان ٿو. هيءُ مقالو ”توضيحي لسانيات“ (Descriptive Linguistics) جي روشنيءَ ۾ لکيل آهي. بهتر ٿيندو تہ سنڌي زبان ۽ علم اللسان سان دلچسپي رکندڙ دوست، هن مقالي جو ڀرپور جائزو وٺن ۽ هن موضوع تي وڌيڪ لکن.

٢- ٻرڙي صاحب علم اللسان جي ميدان ۾ خصوصا سنڌي وياڪرڻ جي ضميري پڇاڙين واري باب جي حوالي سان نئون بحث ڇيڙي هن موضوع تي راءِ ڏيڻ جي آڇ ڪئي آهي؛ جيتوڻيڪ ”ضميري پڇاڙيون“ ڪو نئون موضوع نہ آهي. هن موضوع تي هن کان اڳ ڊاڪٽر ٽرومپ، جارج اسٽئڪ، مسٽر واٿن، ديوان ڏولي مل، سر گريئرسن، مرزا قليچ بيگ، ڪاڪي ڀيرومل، محمد صديق مسافر، ڊاڪٽر لڇمڻ خوبچنداڻي، ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، محترم واحد بخش شيخ، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، پروفيسر محمد فاضل شيخ ڪانسواءِ مون بہ پنهنجن ڇپيل ڪتابن – هر هڪ: ”سنڌي ٻوليءَ جو بُڻ بنياد“، ”سنڌي معلم“، ”سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس“ ۽ اڻڇپيل ڪتاب، ”سنڌي لنگئافون“ ۾ تفصيل سان گهڻو ئي ڪجهہ لکيو آهي، انهن سڀني ڪتابن ۾ ”ضميري پڇاڙين، ۽ متصل ضميرن“ تي، مثالن ۽ دليلن سان ڪافي ڪجهہ لکيو ويو آهي.

٣- ٻرڙي صاحب پنهنجي مقالي جي شروعات جنهن جملي سان ڪئي آهي، اهو جملو هي آهي: ”اسين توهان وٽ شام جو نيڪ ڇهين وڳي پهچنداسون“.

ان ڪانپوءِ ٻرڙو صاحب لکي ٿو:

”جيئن ئي مون اهو جملو ڳالهايو، منهنجي ذهن ۾ هڪ خيال آيو: ڇا، مون اهو جملو سنڌي ٻوليءَ جي وياڪرڻ جي اصولن ۽ قاعدن پٽاندر صحيح ڳالهايو؟“

اهو ئي سوال هو جنهن ٻرڙي صاحب کي هيڏي ڊگهي مضمون لکڻ لاءِ مجبور ڪيو. تفصيل ۾ وڃڻ کان اڳ آءُ ايترو ضرور عرض ڪندس ته ٻرڙي صاحب هر طرح سان پڙهندڙن تي ذهني طور حاوي ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان سلسلي ۾ سندس هيءَ راءِ ملاحظه فرمايو:

”ان ڪري اها راءِ رکان ٿو ته هڪ جملي ۾ ٻه پيرا ساڳيو ضمير فاعل طور آڻڻ جو سبب نه ته ڪو وياڪرڻي اصول آهي ۽ نه وري ڪا جملي ۾ شعوري طرح شدت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش. اها هڪ چُڪ آهي جيڪا اڻڄاڻائيءَ ۽ بي ڌيانيءَ سبب، يا غفلت جي ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ پيدا ڪئي ويئي آهي.“ (ص ٢٤١)

٤- ٻرڙي صاحب پڙهندڙن تي حاوي ٿيڻ لاءِ سنڌي وياڪرڻ جي ماهرن طرفان مقرر ڪيل فني صورتن (Terms) جهڙوڪ: ”واحد“، ”جمع“، ”مونث“ ۽ ”مذڪر“ جي بدران پنهنجا گهڙيل لفظ جهڙوڪ: ”هيڪل“، ”گهڻ“، ”نار“ ۽ ”نر“ ڪم آندا آهن. ٻرڙي صاحب کهڙن سببن جي ڪري ”واحد ۽ جمع“، ”مونث ۽ مذڪر“ لفظن کي پسند نه ڪيو جڏهن ته هن وقت تائين ڇپيل سڀني وياڪرڻن ۾ اهي ئي لفظ (واحد ۽ جمع، مذڪر ۽ مونث) ڪم آندل آهن، جيڪي صدين کان رائج آهن. هن قسم جي تبديليءَ لاءِ ٻرڙي صاحب کي ڪپندو هو ته سنڌي ماڻهن وٽ اول پنهنجي علمي ۽ تحقيقي حيثيت قبول ڪرائي ها ۽ پوءِ سنڌ جي ناميارن ودوانن متفقه طور مقرر ڪيل فني لفظ ڦيرائي ها ۽ پنهنجا گهڙيل لفظ استعمال ڪري ها.

ٽين ڳالهه جيڪا ٻرڙي صاحب کي ”پاڻ پڌائيندڙ شخص ثابت ٿي ڪري، اها سندس هن پئرا مان ثابت ٿئي ٿي: ”فطري هو ته سنڌي ٻوليءَ جي

ليڪن ۾ خاص طرح عالمن جي لکت ڏانهن ڌيان ڏيان. پروسو ڪريو يا نہ، اها حقيقت آهي تہ هڪ ٻن عالمن جي لکڻين ڪانسواءِ ٻن سون ڪان وڌيڪ نثر توڙي نظم لکندڙ چوٿيءَ جي ليکڪن جي لکڻين ۾ اها ساڳي چُڪ ٿوريءَ ڦير گهير سان هزارين ڀيرا ورجائيندي نظر آئي، جيڪا مٿي ڏنل منهنجي جملي ۾ موجود آهي.“ (ص ١٩٢)

٥- ٻرڙي صاحب پنهنجي مقالي جو ٿلهہ ”پڇاڙيءَ“ جي وصف سان ٻڌو آهي. ”پڇاڙي“ جا آهي جو عنوان ڏيندي، ٻرڙو صاحب لکي ٿو:

”دنيا جي ڪيترن ئي ٻولين ۾ سنڌيءَ ۾ بہ، ڪي آواز يا اکر اهڙا آهن، جيڪي (بظاهر) ڪا بہ معنيٰ نٿا رکن ۾ گهٽي ياڳي مقرر آهي، جيڪي ڪنهن بہ مقرر لفظ جي اڳيان، پٺيان يا اُن جي وچ ۾ جڏهن رکجن ٿا، تڏهن مخصوص معنيٰ ظاهر ڪن ٿا. اهڙو اکر يا آواز يا اهڙا اکر يا آواز، جيڪي ڪنهن لفظ جي اڳيان مُنڍ ۾ اچي ڪانہ ڪا مقرر معنيٰ ظاهر ڪن، انهن کي اڳياڙي چئجي ٿو. مثال طور ”ٻيٽ“ جي آڏو ”اُپ“ اڳياڙي اچي ”اُپٻيٽ“ ۾ ”جاڳ“ جي آڏو ”سُ“ اڳياڙي اچي ”سجاڳ“ ناهي ٿي.“ (ص ١٩٢)

اڳتي وڌڻ کان اڳ اهو مناسب ٿو سمجهان تہ پڙهندڙن جي خدمت ۾ ”آواز“ ۽ ”اکر“ جي باري ۾ ڪجهہ عرض ڪريان. ”آواز“ ۽ ”اکر“ جي وصف ۽ ڪارج ۾ وڏو فرق آهي. اهڙيءَ طرح ”اکر“ ۽ ”آواز“ ساڳي ڳالهہ ڪانهي. ”آواز“ ٻوليءَ جو هڪ اهو جُز آهي، جيڪو ڳالهائيندڙن، ڳالهائڻ جي عضون جي مدد سان، ڪنهن مخرج وٽ اچاري ٿو. صوتيات ۾ ”آواز“ وڏي حيثيت ٿو رکي. ٻوليءَ جا لفظ آوازن جي وسيلي جُڙن ٿا. اُن لاءِ ”علم صوتيات“ جا اصول ۽ قانون بہ آهن. هن ڏس ۾ ”سنڌي صوتيات“ ڪتاب ۽ پروفيسر جتوئيءَ جو ڪتاب ”علم اللسان“ ۽ سنڌي زبان، پڙهڻ گهرجن. ان لحاظ کان آواز/آوازن جو علم صوت/ صوتيات (Phonetics) جي لحاظ کان وياڪرڻي ڪارج مڃيل آهي، جڏهن تہ اکر/اکرن جون ڪو بہ وياڪرڻي ڪارج ڪونهي. ”اکر“ ٻوليءَ جي ڪنهن بہ آواز جي لکيل صورت

ڪي چئبو آهي. مثال طور ”ب“ ”b“ ”m“ ۽ ......... ڌارڌار ٻولين جي ساڳئي آواز لاءِ مقرر ڪيل اکر (Grapheme) آهن. اهي اکر ”ب“ آواز جو لکيل روپ ظاهر ڪن ٿا (ڌسو ڪتاب ”سنڌي صورتخطي“، چوٿون ڇاپو ١٩٩٣ع ص ١۴). اهو روپ انگريزي، هندي، مرهٽي، بنگالي، گجراتي ۽ سنڌيءَ ۾ ڌار ڌار آهي، پر انهن جو آواز لڳ ڀڳ ساڳيو آهي. لسانيات جي ماهرن، ان ڪري آواز (Sound)، صوتيہ (Phoneme)، صرفيہ (Morpheme) ۽ اکر (Grapheme) لاءِ ڌار ڌار نشان مقرر ڪيا آهن: مثال طور،

”س“ اکر آهي، ۽ /س/ صوتيہ آهي

(س) آواز آهي ۽ (س) صرفيہ آهي.

محقق البيروني صورتخطيءَ جي باري ۾ لکي ٿو:

”ڳالهائڻ واري ٻولي (Tongue) ڳالهائيندڙ جي خيالن کي ٻڌندڙن تائين پهچائڻ جو هڪ وسيلو آهي. انهي عمل (ڳالهائڻ) کي ٿوري عرصي لاءِ جٽاءُ رهندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو صدري علم (سيني بسيني ياد ڪرڻ وارو طريقو) ۽ تاريخي واقعا، وقت گذرڻ سان پنهنجي اصلي اهميت وڃائي ويهن ٿا، ان ڪري انسان ذات اهم واقعن ۽ علمي ڳالهين کي محفوظ رکڻ لاءِ لکڻ جو فن ايجاد ڪيو“ (١)

ٻرڙي صاحب اڳياڙيءَ ۽ پڇاڙيءَ ڪانسواءِ ”وچياڙي“ جي وصف بيان ڪندي لکي ٿو: ”اهڙو اکر يا آواز يا اهڙا اکر يا آواز جيڪي ڪنهن لفظ جي وچ ۾ اچي ڪانہ ڪا يا مقرر معنيٰ ظاهر ڪن، انهن کي (وچياڙي) چئجي ٿو. مثال طور:

”مرڻ“، ”ڪرڻ“، ”ترڻ“ ۽ اهڙن ٻين ڪيترن ئي لفظن جي پهرئين اکر کان پوءِ ”آ“ آڻڻ سان واريسر ”مارڻ“، ”ڪارڻ“ ۽ ”تارڻ“ وغيره ٺهن ٿا“ (ص-١٩٢).

ٻُرڙي صاحب جي اطلاع لاءِ عرض آهي تہ ”مارڻ“، ”ڪارڻ“ ۽ ”تارڻ“ وغيره لفظن جي وچ ۾ جيڪا ”آ“ صرفيہ ڪم آندي ويئي آهي، اُن کي وچياڙي نہ چئبو

1. Sachau, E.C., Dr, Alberuni's India English Edition, Vol. I, Lahore, Government of Pakistan, 1962,PP.488-450

پر ”مرڻ“، مان جوڙيل ”مارڻ“ لفظ ۾ جيڪا تبديلي آئي آهي، اُن کي لسانيات ۾ صرفيائي تبديلي (morphemic change) چئبو آهي. اهڙيءَ تبديليءَ کي اندروني تبديلي (internal change) چئبو آهي (١). اهڙيءَ تبديليءَ لاءِ ماهرن دليلن سان وضاحت ڪئي آهي ۽ قانون مقرر ڪيا آهن. انهن قانونن موجب ”مرڻ“ فعل لازميءَ جي ڌاتوءَ مان، فعل متعدي ”مارڻ“ جي ڌاتوءَ جوڙڻ لاءِ فعل لازميءَ جي ڌاتوءَ ۾ اندروني تبديلي (Internal change) آندي ويندي آهي؛ مثال طور:

| فعل لازمي | فعل متعدي | آيل تبديلي |
|---|---|---|
| مَرُ | مار | اَ > آ |
| سَڙ | ساڙ | ” ” |
| لَهه | لاهه | ” ” |
| ڍَهه | ڍاهه | ” ” |

انهيءَ ڪري اهو سمجهڻ غلط آهي تہ ”مرڻ“ ۽ ”مارڻ“ فعلن ۾ ”اَ“ جو بدلجي ”آ“ ٿيڻ واري حالت ۾ ”آ“ صوتيہ کي ”وچياڙي“ چئبو. سنڌي ٻوليءَ ۾ وچياڙيءَ جا مثال هن مقالي ۾ اڳتي ڏنا ويا آهن.

سنڌي ٻوليءَ ۾ اڳياڙين جي سلسلي ۾ مرزا قليچ بيگ (٢) ۽ ڪاڪي ڀيرو مل (٣) پڻ گهڻي تفصيل سان لکيو آهي. ڪاڪو ڀيرومل ”ٻرڻ“ فعل کي فعل لازمي ٿو بيان ڪري ۽ ”ٻارڻ“ کي فعل متعدي؛ يعني تہ ڪاڪي ڀيرومل جي راءِ موجب ”ٻرڻ“ ۽ ”ٻارڻ“ جي وچ ۾ جيڪا تبديلي ٿي آهي، اُن کي وچياڙي نٿو چئي سگهجي. ڪاڪو ڀيرومل پنهنجي ڪتاب ”وڏو سنڌي وياڪرڻ“ ۾ لکي ٿو:

---

1.Block, Band Trager, An Introduction to linguistic Analysis, Linguistic Society of America, 1942.

٢- شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ: ”سنڌي وياڪرڻ (چار پاڱا)، نئون ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ ١٩٩٢ع ص ص ٢١٤ کان ٢١٨.

٣- ڀيرو مل آڏواڻي: ”وڏو سنڌي وياڪرڻ“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ١٩٨٥ع، ص ص ٢٢١ کان ٢٢٩ ۽ ٢٣٥ کان ٢٤٠.

ڪيترن ئي لازمي فعلن جي ڌاتوءَ مان فعل متعدي، هيٺينءَ ريت ٺهيا آهن(1) :

| لازمي | متعدي | تبديلي | لازمي | متعدي | تبديلي |
|---|---|---|---|---|---|
| ٻرڻ | ٻارڻ | اَ > آ | ترڻ | تارڻ | اَ > آ |
| ٽرڻ | ٽارڻ | = آ | ڊهڻ | ڊاهڻ | = آ |
| رڙهڻ | ريڙهڻ | اِ > اي | ڦرڻ | ڦيرڻ | اِ > اي |
| مُڙڻ | موڙڻ | اُ > او | پُرڻ | پورڻ | اُ > او |

وچياڙين جي سلسلي ۾ محترم واحد بخش شيخ پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جو صرف ونحو" (2) ۾ لکي ٿو: "فارسيءَ وانگر سنڌيءَ ۾ ڪن حالتن ۾ ٻه اسم يا ٻه مصدر "و" حرف سان معطوف ٿيندا آهن ۽ ڪڏهن "و" جي بدران "ا" (الف) ٻه عطف جو ڪم ڏيندو آهي ۽ اهڙن اسمن کي "اسم مرڪب" چئبو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ فعل جو اتفاق پوئين اسم سان ٿيندو آهي. ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

رات و ڏينهن     خريد و فروخت

رات و رات     بود و باش

سوز و گداز     صنعت و حرفت

مُڪا ميلو

شيخ صاحب جي هنن مثالن ۾ "و" ۽ "آ" وچياڙيون آهن.

اهڙيءَ طرح "سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس" ڪتاب ۾ هيٺ موجب عرض ڪيو ويو آهي(١) :

---

٤- ايضا، ص ٨. ١.

٥- واحد بخش شيخ: ''سنڌي ٻوليءَ جو صرف ونحو''، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٨٦ع ، ص، ٧٥.

> نشاني مان مراد آهي بدلجي ٿئي ٿو.

١. غلام علي الانا ڊاڪٽر: سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ١٩٨٧، ع ص ص ٥٢- ٥٣

2. Gleason, H.A., Opcit., PP.61-63
3. Ibid.

”اڳياڙين، پڇاڙين (۽ وچياڙين) کي لسانيات ۾ ’جوڙ‘ (Affixes) چئبو آهي، جن کي سندن ڪارج جي لحاظ کان اڳياڙيون يعني جيڪي واسطيدار ڌاتن جي مُنڍ ۾ مِلايون ويندديون، جن سان اُهي ٺهڪي ايندديون آهن، پڇاڙيون جيڪي انهن ڌاتن جي پويان ملايون وينديون آهن، جن سان اُهي ٺهڪي اينديون آهن ۽ وچياڙيون جيڪي ٻن لفظن جي وچ ۾ ملايون وينديون آهن، پويون قسم يعني وچياڙيون سنڌيءَ ۾ آيل اُڌارن ورتل لفظن سان گهٽي قدر ملن ٿيون، جيئن : آمدورفت، گفت وشنيد وغيره ۾ ”و“ وچياڙي.

سنڌي صرفيات (علم صرف) جي جائزي مان معلوم ٿو ٿئي ته آوازن، انهن جي ميلن يا جوڙن ۽ انهن جي علم لاءِ ڪي قانون ۽ اصول مقرر ٿيل آهن. اهڙيءَ طرح اڳياڙين ۽ پڇاڙين جي ميلاپ ۽ ڪارج لاءِ به ڪي قانون ۽ اصول ضرور آهن، جن جو اجا اڀياس ڪيو ئي نه ويو آهي. هر ٻولي جي سڄي ڍانچي ۾ لفظن جا ڌار ڌار گروهه هوندا آهن، جن مان ڪنهن هڪ گروهه سان فقط ڪي اڳياڙيون ته ڪنهن ٻئي گروهه سان ٻيون پڇاڙيون ملنديون آهن، پر انهن گروهن سان هر اڳياڙي يا پڇاڙي ڪانه ملندي آهي، يعني ڪي اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون لفظن جي ڪن گروهن سان ئي ملڻ لاءِ پابند هونديون آهن ۽ ٻين گروهن سان انهن جو ميلاپ ممڪن نه هوندو آهي. صوتين جي ورهاست ۽ گروهبنديءَ وانگر، صرفيه به ٻوليءَ جي وياڪرڻي سٽاءُ موجب مختلف گروهن ۾ ورهايل هونديون آهن(٢). صرفين جي اهڙي عمل ۽ ڪارج لاءِ هر زبان ۾ قانون ۽ اصول مقرر ٿيل هوندا آهن(٣).

”سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس“ ڪتاب ۾ اڳياڙين، پڇاڙين ۽ وچياڙين جي باري ۾ صفحي ٤٣ کان ٥٦ تائين تفصيل سان بحث ڪيو ويو آهي (1) اهو سڄو بحث علم جي حوالي سان ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ نون لفظن ٺاهڻ جون واٽون ۽ اصول پڻ سمجهايا ويا آهن. مذڪوره ڪتاب ۾ هن سلسلي ۾ عرض ڪيل آهي ته:

---

1. حوالو پهريون، ص ص ٤٣- ٥٢
2. ايضا

”سنڌي ٻوليءَ جي اڳياڙين ۽ پڇاڙين کي، خود مختيار صورتن (Free forms) جي اڳيان پويان ملائي، نوان لفظ ٺاهبا آهن“ (2)

”سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس“ ڪتاب ۾ اڳتي بيان ڪيو ويو آهي ته:

”سنڌي ٻوليءَ ۾ فارسي ۽ عربي زبانن مان ورتل (اڌارن) لفظن ۾ ”و“ ۽ ”ب“ وچياڙيءَ طور ڪم ايندو آهي، مثلا:

| لفظ | وچياڙي |
| --- | --- |
| روبرو | ب |
| آمد و رفت | و |
| نشست و بر خواست | و |
| زن و دختر | و |
| وقت بوقت | ب (3). |

٧. ٻرڙو صاحب صفحي نمبر 193 تي ضميري پڇاڙيءَ جي وصف بيان ڪندي لکي ٿو:

”اهڙو اکر يا آواز يا اهڙا اکر يا آواز جيڪي ڪنهن لفظ جي آخر ۾ اچي ڪانه ڪا يا مقرر معنيٰ ظاهر ڪن، پر اُهو اکر يا آواز هڪ ضمير جي به نمائندگي ڪري يا اُن جي مٽ هجي ته اهڙي اکر يا آواز کي ضميري پڇاڙي چئجي ٿو. مثال طور: پسندا، ويهندا، گهمندا، ڳالهائيندا ۽ اهڙن ٻين ڪيترن ئي لفظن جي پٺيان- ”اسي“، (يا —اسون) ملائجي ٿو ته واريسر، ڏسنداسي، (ڏسنداسون)،”ويهنداسي“ (ويهنداسون)، ”گهمنداسي (گهمنداسون) ”ڳالهائينداسي“، (ڳالهائينداسون) جهڙا ٺهيل لفظ فعل سان گڏ هڪ ضمير جو به ڏس ڏين ٿا ۽ اهو ضمير آهي ”اسان“ يا ”اسين“. هنن لفظن ۾ -”اسي“ يا (اسون) هڪ ضميري پڇاڙي آهي“ (ص 193)

---

3. الانا، غلام علي ڊاڪٽر: سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1987ع ص 44

ٻرڙي صاحب طرفان ڏنل هن وصف ۾ اول تہ اکر يا آواز جي بدران فقط ”آواز“ لفظ ڪم آڻڻ گھرجي. ان ڪان پوءِ هن وصف ۾ هيٺيون واڌارو ڪرڻ ضروري آهي:

ضميري پڇاڙيون جملي ۾ فعل سان گڏجي فاعل سان، فعل جي زمان، عدد ۽ جنس مطابق ڦرن (گردان ڪن) ٿيون. مثال طور – ”سي/سين“ (سُون) ضميري پڇاڙيون فعل سان گڏجي، فعل جو زمان ماضي ۽ زمان مستقبل ۾ ڦيرو (گردان) ڏيکارين ٿيون. زمان حال جي ڪنهن بہ قسم سان سي /سين (سون) ضميري پڇاڙيون هرگز نٿيون ملائجن، پر اُن (زمان حال) جي صورت ۾ -”آن“ -، -”اُون“- ”اين“-، ”او“- ۽ -”انَ“ – پڇاڙيون ملايون ويندِيون آهن، جيئن اڳتي ڏنل مثالن مان معلوم ڪري سگھبو. ان ڪري ضميري پڇاڙين جي باري ۾ ڪابہ راءِ تڪڙ ڪري ڏيڻ نہ گھرجي.

ٻُرڙي صاحب، ضميري پڇاڙين ڪانسواءِ ضميري وچياڙين جو بہ ذڪر ڪيو آهي ۽ صفحي 193 تي لکي ٿو: ”هن مهل تائين ”ضميري پچاڙي“ ۽ ”ضميري اڳياڙي“ تي (شايد) نہ لکيو ويو آهي. ”لکيو مانءِ“ (مون تو ڏانهن لکيو) ۾ بظاهر بہ ضميري پڇاڙيون آهن، پر قاعدي موجب انهن مان آخريءَ کي ”ضميري پڇاڙي“، ۽ اُن ڪان اڳواريءَ کي ”ضميري وچاڙي“ سڏڻ گھرجي. ساڳيءَ طرح ”لکانءِ ٿو“، ”لکينم ٿو“ ۾ اصولن ”ہ-ہ ضمير“ ظاهر ڪندڙ آواز آهن، جيڪي مڪمل فعل جي وچ ۾ آيا آهن، تنهن ڪري ٻنهي کي ضميري ”وچاڙي“ سڏڻ گھرجي، يعني ”لکان ٿو“ ۾ بہ ہ ضميري وچاڙيون آهن تہ ”لکينم ٿو“ ۾ بہ “(ص 193).

حقيقت ۾ ٻرڙي صاحب ضمير متصل کي ضميري وچياڙي ڪري سمجھيو آهي نہ تہ ضميري وچياڙيءَ نالي ڪنهن بہ ضميري نشانيءَ جو ڪنهن بہ ماهر هن ڦت تائين ذڪر نہ ڪيو آهي. دراصل ٻرڙي صاحب جي مٿينءَ دعوا (ضميري اڳياڙيون) لاءِ هيٺين مثالن جو تقابلي اڀياس ڪرڻ ضروري آهي:

| 1 | 2 | 3 |
|---|---|---|
| مان لکان ٿو | مان توکي لکان ٿو | (مان) لکانءِ ٿو. |
| تون لکين ٿو. | تون مون کي/ مون ڏانهن لکين ٿو | (تون) لکينم ٿو. |

ٽئين نمبر خاني ۾ ڏنل جملن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ سان اهو نقطو واضح ٿئي ٿو ته ”لکانءِ“ فعلي صورت کي ٻن حصن /ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. اُهي ڀاڱا /جُزا آهن:

لکانءِ: لکان+ ءِ

لکينم: لکين + م

انهن جزن مان پهرئين جزي ”لکان“ يا ”لکين“ کي وڌيڪ ٻن ڀاڱن/ صورتن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

| فعل جو ڌاتو | + | ضميري پڇاڙي |
|---|---|---|
| لک | | ـ آن |
| لک | | ـ اين |

”لکان ٿو/لکون ٿا، مثالن ۾ ”ٿو“ يا ”ٿا“، ”ٿي“ يا ”ٿيون“ زمان حال جي ڦيري لاءِ ڪم آندل نشانيون آهن:

مثال طور:

| | |
|---|---|
| لکان ٿو/لکان ٿي | لکون ٿا/لکون ٿيون |
| لکين ٿو/لکين ٿي | لکون ٿا/لکو ٿيون |
| لکي ٿو/لکي ٿي | لکن ٿا/لکن ٿيون |

هاڻ جڏهن ”لکانءِ“ فعلي صورت جو اڀياس ٿو ڪجي تڏهن معلوم ٿو ٿئي ته ”لکانءِ“ فعلي صورت ۾ ”ءِ“ ضمير متڪلم واحد جي نشاني /علامت آهي، جيڪا ”لکانءِ“ فعلي صورت ۾ ”متصل ضمير“ طور ڪم آئي آهي، ان ڪري ”ءِ“ متصل ضمير کي ڪنهن به صورت ۾ ضميري وچپاڙي طور قبول ڪري نٿو سگهجي.

سنڌي، سرائيڪي، گجراتي، هندڪو توڙي ٻين اهڙين زبانن ۾ متصل ضميرن جو ڪارج بلڪل واضح آهي، ان ڪري ضميري پڇاڙيون ۽ متصل ضميرن کي گڏي ڇڏڻ يا هڪ ڪري سمجهڻ مناسب فيصلو يا راءِ ڪانهي.

مثال طور:

”آيس“ ۽ ”پٽس“ صورتن ۾ ”-س“ جو ڪارج ساڳيو نہ آهي. ”آيس“ ۾ ”-س“ ضميري پڇاڙي آهي، جڏهن تہ پٽس ۾ ”-س“ ضمير متصل طور ڪم آيو آهي. اهڙيءَ طرح هنن صورتن ۾ بہ ڏسو:

”آيم“ ۽ ”چاچم“

”آيم“ فعل ۾ ”-م“ ضميري پڇاڙيءَ طور ڪم آئي آهي، جڏهن تہ ”چاچم“ لفظ ۾ ”م“ ضمير متصل آهي.

اهو بہ ياد رکڻ گهرجي تہ -آن-، اُون-، اين-،او، اي، - اَن-، سين/سي، -سون، ۽ -آ وغيره ضميري پڇاڙيون، فقط فعل سان ملائي سگهبيون آهن پر اهڙيون صورتون ڪنهن بہ اسم، حرف جر سان هرگز ملائي نہ سگهبيون، جڏهن تہ متصل ضمير، فعل، اسم يا حرف جر سان بہ ملائي سگهجن ٿا، مثال طور:

”لکانس ٿو“، ”لکانءِ ٿو“، ”لکانوَ ٿو“، ”لکينم ٿو“، ”لکيومانس“، ”لکيوسانس“، ”لکيم“، ”کيم“، ”وٽم“، ”اٿم“، ”اٿس“، ”اٿن“، ”اَٿس“، ”اَٿن“، ”سندم“، ”کٽن“، ”کٽس“ ۽ ”کيس“ وغيره صورتن ۾ ”ءِ“، ”م“، ”س“ ۽ ”ن“ وغيره سڀ صورتون ضمير متصل آهن. لحاظہ ”لکانءِ ٿو“ ۽ ”لکينم ٿو“ ۽ اهڙين ٻين فعلي صورتن ۾ ”ءِ“ يا ”م“ کي ضميري وچياڙيون هرگز چئي نٿو سگهجي.

8. مون مٿي عرض ڪيو آهي تہ ضميري پڇاڙيون فعل سان شامل ٿي فعل جي زمان، فاعل جي عدد، جنس جي ڦيري دوران، فاعل جي باري ۾

وضاحت ڪن ٿيون. اها ساڳي ڳالهہ ٻرڙي صاحب بہ سندس مقالي ۾ صفحي 197 تي ڪئي آهي. هو لکي ٿو:

”فعل جي ڌاتوءَ سان ”اون“ پڇاڙي ڳنڍجڻ جي ڪري منجهس اهو گڻ پيدا ٿي پيو آهي جو ”اسان/اسين“ جيڪو ضمير متڪلم آهي) جي موجودگي ڏيکاري سگهجي“.

پر ٻرڙي صاحب ساڳئي صفحي (197) تي جيڪا ٻي عجيب دعويٰ ڪئي آهي، اهڙي دعويٰ هن کان اڳ ڪنهن بہ وياڪرڻيءَ ڪانہ ڪئي آهي. مثال طور ٻُرڙو صاحب لکي ٿو:

” ”اسان“ تي سگهي ٿو تہ ٻن جزن ”آس ۽ آن (اس+آن)“ جو ٺهيل هجي. ”اس“ /هي/هيءَ/اِهو/هوءَ/هِن/هُن/ جي بدران ڪم اچي ٿو“ (ص 197).

ٻُرڙي صاحب ”اسان“ لفظ جي اها صرفيائي ”پيچ گهڙ“ الله ڄاڻي ڪهڙي وياڪرڻيءَ جي تجزيي جي آڌار تي ڪئي آهي. دراصل آءُ/مان، اسين/اسان، تون، توهين/اوهين/اوهان/، هي/هيءَ، هُو/هوءَ، اِهي/ اُهي سڀ مفرد لفظ يا مفرد صورتون آهن، جيڪي پنهنجي سِر ڌاتو يا بنيادي لفظ آهن ۽ علم صرف جي لحاظ کان آزاد صورتون (Free forms) آهن. اهي آزاد صورتون نہ ڪنهن ٻيءَ/صورت/ ٻين صورتن مان صادر ٿيل آهن ۽ نہ وري ڪنهن ٻئي ڌاتوءَ مان ڦُٽي نڪتل آهن. علم صرف جي قانون موجب ڪنهن بہ مفرد لفظ يا آزاد صورت کي هڪ کان وڌيڪ آزاد جزن (صورتن) ۾ ڀيجي نٿو سگهجي ڇو تہ مفرد/ابتدائي لفظ معنيٰ آزاد صورت. ڪنهن بہ مفرد لفظ يا آزاد صورت کي هڪ کان وڌيڪ جزن ۾ ورهائڻ ممڪن نہ آهي. ڪنهن بہ لفظ کي ٻن يا ٻن کان وڌيڪ جزن يا صورتن ۾ ورهائڻ وارو اصول ڪنهن مرتب لفظ (compound word) يا مرڪب لفظ (Complex word) سان لڳائي سگهجي ٿو. مفرد لفظ بنيادي يا ابتدائي لفظ آهي، جڏهن تہ مرتب ۽ مرڪب لفظ ثانوي لفظ آهي، جيڪي ٻين ابتدائي يا آزاد لفظن يا صورتن مان ساڻن ڪن پر وَس صورتن (Bound forms) يعني اڳياڙين يا پڇاڙين

يا وچياڙين- جي ملائڻ سان جڙن ٿا. هن سلسلي ۾ سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس، ڪتاب ۾ لسانيات جي ماهرن جي راين جي مدد سان تفصيلي بحث ڪيو ويو آهي (1)، تنهن ڪري اهو چوڻ هر لحاظ کان صحيح نہ آهي تہ اسين/اسان لفظ ٻن جزن تي مشتمل آهي. در حقيقت ”اسان“ مفرد لفظ آهي، جيڪو ڪن بہ ٻن جزن ۾ تقسيم نٿو ڪري سگهجي. اهڙيءَ طرح اهو بہ صحيح نہ آهي تہ ”لکان“ ”پڙهان“ ۽ ”ڏسان“ وغيره فعلي صورتن ۾ ڪم آيل پڇاڙي –”آن“، ”مان“ صورت مان، ”م“ ڪيرائي ناهي ويئي آهي (ڏسو ٻُرڙي صاحب جي مقالي جو صفحو 197). سيپيئي وياڪرڻي هن راءِ جا آهن تہ – ”آن“ ضميري پڇاڙي آهي جيڪا فاعل ضمير متڪلم جي صورت ۾، فعل جي ڌاتوءَ سان، زمان مضارع جي ڦيري/گردان لاءِ ملائي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح ٻيون ضميري پڇاڙيون هي آهن:

| جملو | ضمير خالص/فاعل | فعل | ضميري پڇاڙي |
|---|---|---|---|
| اسين/اسان وڃون ٿا | متڪلم جمع اسين/اسان | وڃون | – اُون |
| تون وڃين ٿو | حاضر واحد تون | وڃين | – اين |
| 1 | 2 | 3 | 4 |
| توهين/اوهين وڃو ٿا | حاضر جمع توهين/اوهين | وڃو | –او |
| هُو/هُوءَ وڃي ٿو/ٿي | غائب واحد هُو/هيءَ | وڃي | – اي |
| هُو/اُهي وڃن ٿا | غائب جمع هُو/اُهي | وڃن | – آن |

ساڳيءَ طرح ٻرڙي صاحب جي هيءَ دعوي بہ قبول ڪري نٿي سگهجي تہ:

” ”اسين“ تي سگهي ٿو تہ ٻن جزن ”آس“ ۽ ”اين“ (اس+اين) جو ٺهيل هجي“ (ص 197).

جيئن مٿي عرض ڪيو ويو آهي تہ ”اسين“ مفرد لفظ آهي، جنهن جا هڪ کان وڌيڪ جزا ڪنهن بہ صورت ۾ ٿي نہ ٿا سگهن.

---

1. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر: سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ص 22-33.

9. ٻرڙي صاحب 199 ۽ 200 صفحن تي ضمير غائب جا مثال ڏيندي فرمايو آهي ته:

خط لکن ٿا/ لکن ٿيون

مضمون پڙهن ٿا/ پڙهن ٿيون

نظارو ڏسن ٿا/ ڏسن ٿيون

هنن ٽنهي (۽ اهڙين ٻين) جملن ۾ اڳيان فاعل ڄاڻايل ناهي. پر ڇا، اوهان فاعل نه سڃاتو؟ فاعل هي/هو/اِهي/اُهي آهي.

فعل جي ڌاتوءَ سان "آن" پڇاڙي ڳنڍجڻ جي ڪري منجهس اهو گڻ پيدا ٿي پيو آهي جو اهي /.. .. – (جيڪو ضمير غائب آهي) جي موجودگي ڏيکاري سگهي."

اڳتي لکي ٿو:

"–ان" مٿ آهي، "هي/هو/اِهي/اُهي" جو ۽ "–ان"، سنڌي ٻوليءَ ۾ هيڪل (واحد) کي گهڻ (جمع) ڪرڻ جو ڪم به ڪندو آهي (وڻن،ٻوٽن، جانورن، آسمانن، گلن، ميون....) (اِنَ، –اِنَن ۽ – اُن، – ائُن ۽ (جن ۾ اسين "هه" ملائي، "اِنهن" ۽ "اُنهن" چئون ٿا) پڻ انهن جو چٽو مثال آهي" (ڏسو ص 200).

حقيقت ۾ هي مثال ڏيئي ٻرڙي صاحب، سنڌي وياڪرڻ جي اصولن کي ته پاڻ وڏيڪ منجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ڇو ته:

"خط لکن ٿا"، "مضمون پڙهن ٿا" ۽ "نظارو ڏسن ٿا" وغيره مثالن ۾ فعل جي ڌاتوءَ سان ملايل ضميري پڇاڙي– "اُن" (لکن = لک+ان) جو سنڌي وياڪرڻ ۾ اهو ساڳيو ڪارج نه آهي، جيڪو "وڻن، گلن ۽ ٻوٽن" وغيره اسمن جي عددجمع صورت ٺاهڻ لاءِ "–اَن" عددي پڇاڙيءَ جو آهي. وڻن، ٻوٽن، جانورن، آسمانن، گلن" وغيره لفظن ۾ "–اَن" فاعل جي ڦيري دوران حالت تفيري ڏيکارڻ لاءِ فاعل جي عدد جمع ۾ هجڻ جي علامت آهي. مثال طور:

حالت فاعلي

| جمع | واحد |
|---|---|
| وَڻَ | وَڻُ |
| ٻوٽا | ٻوٽو |
| جانوَرَ | جانورُ |
| گُلَ | گُلُ |

پر، "وڻ، جانورَ، گُلُ، ٻوٽا" ۽ اهڙن ٻين اسمن جو فاعل جي صورت ۾ هجڻ جي حالت ۾، حالت فاعلي ۽ حالت تغيري / عام حالت (Oblique case) ۾ ڦيرو (declension) ملاحظہ فرمايو ۽ اوهان کي معلوم ٿيندو تہ وڻ اسم جو حالت فاعلي ۽ عدد جمع ۾ ڦيرو ۽ "وڻن" اسم جو حالت تفيري، عدد جمع ۾ ڦيري جو اپياس ٻرڙي صاحب جي دعوي کي غلط ثابت ڪندو مثال طور:

| حالت تفيري/عام حالت | حالت فاعلي |
|---|---|
| ڇوڪرن پڙهيو | ڇوڪرا پڙهن ٿا |
| وڻن کي سهڻو بناءِ/بنايو | وڻَ سهڻا لڳن ٿا |
| جانور کي پاڻي پيئار | جانور پاڻي پيئن ٿا |
| گلن جو باغ وڏو آهي | گل وڏا ٿي ويا آهن |
| ٻوٽن ۾ بهاري اچي ويئي آهي | ٻوٽا پوک |

هنن مثالن جي اپياس مان ظاهر ٿو ٿئي تہ حالت تفيريءَ هيٺ ڏنل مثالن ۾ فاعل جي صورت جهڙوڪ: ڇوڪرن، وڻن، جانورن، گلن ۽ ٻوٽن ۾ ڪم آندل پڇاڙي "_آن" ضميري پڇاڙي نہ آهي،پر اها پڇاڙي فاعل جي عدد جمع ۽ حالت تفيري (Oblique case) جي ڦيري جي صورت ۾، فاعل طور ڪم آندل اسم جي عدد واحد کي عدد جمع جي صورت ۾ ڏيکارڻ لاءِ اسم (فاعل) سان ملائي ويئي آهي، جيڪا ساڳئي اسم جي جنس مذڪر، عدد واحد ۽ حالت تفيري لاءِ "اي" هوندي آهي، پر جنس مونث عدد واحد لاءِ "ايءَ" هوندي آهي، مثال طور:

| زمان حال | | زمان ماضي | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| ڇوڪرو لکي ٿو | ڇوڪرا لکن ٿا | ڇوڪري لکيو | ڇوڪرن لکيو |
| ڇوڪري لکي ٿي | ڇوڪريون لکن ٿيون | ڇوڪريءَ لکيو | ڇوڪرين لکيو |

هنن مثالن جي مطالعي مان ثابت ٿو ٿئي تہ فاعل جي حالت تفيريءَ جي صورت ۾ فاعل جي پويان عدد واحد مذڪر لاءِ ”اي“ علامت/ نشاني ۽ عدد واحد جنس مونث لاءِ ”ايءَ“ علامت/نشاني يا پڇاڙي ملائي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح فاعل جي تفيري حالت جي صورت ۾ عدد جمع مذڪر لاءِ ”اَن“ عدد پڇاڙي ۽ عدد جمع مونث لاءِ –يَن عددي پڇاڙي ملائي ويندي آهي. انِ اڀياس جي آڌار تي اهو چئي سگهجي ٿو تہ: ”لکن“، ”پڙهن“، ۽ ”ڏسن“ وغيره فعلي صورتن ۾ ”–اَن“ پڇاڙيءَ جو ڪارج ۽ ”وڻن، ”ٻوٽن“، ”جانورن“، ”آسمانن“ ۽

”گلن“ وغيره لفظن ۾ –”اَن“ جو ڪارج هرگز ۽ هرگز ساڳيو نہ آهي بلڪہ ائين چئبو تہ اهي. ساڳئي ڪارج واريون پڇاڙيون نہ آهن.

جناب ٻرڙي صاحب صفحي 200 تي جيڪا دعويٰ ڪئي آهي اها بہ يڪطرفي ڄاڻ تي مدار رکي ٿي. اُن لاءِ لهجن جي وياڪرڻي ۽ لسانياتي مطالعي جي ضرورت آهي. هو لکي ٿو:

”اِنَ، اِنَن، اُنَ، اُنن (جن ۾ اسين ”هہ“ ملائي ”اِنهن“ ۽ ”اُنهن“ چئون ٿا) پڻ اُن جو چٽو مثال آهي“.

دراصل ”انِ، انِن، اُنن“ سان ”هہ“ ملائڻ يا نہ ملائڻ جو واسطو سنڌي ٻوليءَ جي لهجن جي وياڪرڻي اڀياس تي مدار رکي ٿو.

سنڌي ٻوليءَ جي لهجن جي لسانياتي اڀياس مان پتو پوي ٿو تہ سنڌي ٻوليءَ جي لاڙي، ڪڇي، لاسي ۽ ٿري لهجن ۾ وسرگ (aspirated) آوازن يا آوازن ۾ وسرگائيءَ جو استعمال نہ هجڻ جي برابر آهي. انهن لهجن

۾ ”ڏوڪڙن“ ” گُهڙن آوازن“ سان، وسرگائي جو استعمال اڻلڀ آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ ”جهہ“، ”گهہ“ ۽ ”نهہ“، اکر جي لکت ۾ ”هہ“ وسرگائيءَ جي علامتي آهي، جڏهن تہ ”ٻ، ٿ، ڦ، ٺ، ڏ، ڍ ۽ ڇ“ اکر وسرگ آوازن جون لکيل صورتون آهن ۽ وسرگ آوازن جي لکيل صورت لاءِ مقرر ٿيل اکرن ۾ زائد نقطا ڏيئي، وسرگ آوازن جو مقصد ظاهر ڪيو ويو آهي. مٿي ڄاڻايل لهجن ۾ وسرگائيءَ جو استعمال بلڪل ڪونهي، ان ڪري لاڙ ڪڇ، لس ٻيلي ۽ ٿر جا ماڻهو هِن، هُن، هُوءَ ۽ هيءَ جي بدران ”اِن، اُنَ، او، اُوءَ، اِي، ۽ ايءَ، اچارين، البت سنڌي ٻوليءَ جي معياري لهجي ۾ ”اُن“ (حالت تفيريءَ جي صورت) جو استعمال بہ عام ملي ٿو. هي مثال ملاحظہ فرمايو:

| لاڙي/ڪڇي/لاسي/ٿري لهجا | | معياري لهجو | |
|---|---|---|---|
| حالت تفيري | حالت فاعلي | حالت تفيري | حالت فاعلي |
| اُنَ ايءَ، اُو، اُوءَ، اِيو اِن، اُنُ، اِنن، اُنن | | اُهو هن، هُن، اِنَ، | هيءِ، هُو، هُوءَ، اِهو، |
| اُئو، او، ايي، اوءِ | | هنن، اِنهن، اُنهن | هو، اِهي، اُهي |

انهن ضميرن جا حالت فاعلي ۽ حالت تفيريءَ ۾ پڻ ڦيرا ملاحظہ فرمايو:

| حالت تفيري | حالت فاعلي | معياري لهجو |
|---|---|---|
| هُن / اُن ڪي آڻ | هُوءَ اچي ٿي | هو اچي ٿو/ |
| اُنَ ڪي آڻ | اُوءَ اچي ٿي | اُو اچي ٿو |

| حالت تفيري | | حالت فاعلي | |
|---|---|---|---|
| لاڙي لهجو | معياري لهجو | لاڙي لهجو | معياري لهجو |
| اُن ڪي آڻ | هُن ڪي آڻ | اُو اچي ٿو | هُو اچي ٿو |
| اُنَ ڪي آڻ | هُن /اُنَ ڪي آڻ | اُوءَ اچي ٿي | هُوءَ اچي ٿي |
| اُنن /اُني | هُنن /اُنهن ڪي آڻ | اوءِ اچن ٿا | اُهي /اِهي اچن ٿا |

ڪي آڻ

اُهي /اِهي اچن ٿيون/ اوءِ اچن ٿيون.

10. اهڙيءَ طرح اهو بہ ثابت ٿيو تہ ٻرڙي صاحب جي هن راءِ ۾ ڏنل هي مثال بہ توجهہ طلب آهي، جنهن ۾ چيو اٿس: ”اهڙي طرح اسان وٽ ’وٽن‘، ’سندن‘، ’کين‘، ’ڪانئن‘، ’ڏانهن‘، ’مٿن‘، ’هيٺائن‘، ’منجهن‘، جهڙا ڪيترائي لفظ آهن، جن جي پڇاڙي ”ان“، هي/هو/اِهي/اُهي جي نشاندهي ڪري ٿي“(ص 200).

ٻرڙي صاحب جي هيءَ راءِ تهائين غلط فهمي پيدا ڪندي ڇاڪاڻ تہ انهن مثالن ۾ ڪم آندل پڇاڙي ”-ن“، ضمير متصل آهي ۽ نہ ڪَ ضميري پڇاڙي، جيڪا مٿي حالت فاعلي يا حالت تفيريءَ هيٺ بيان ڪئي ويئي آهي. مثال طور وٽن = انهن وٽ، سندن= انهن جو، کين= انهن کي، منجهن= انهن ۾ ڪانئن= انهن کي لفظن ۾ ”ن“ ضمير متصل آهي ۽ ”وٽن“، ”ٻوٽن“، ”جانورن“ وغيره لفظن ۾ آيل علامت ”اَن“ ”ءِ“ وٽن، سندن، وغيره لفظن ۾ ڪم آيل علامت ”ن“ جي وياڪرڻي مفهوم ۽ ڪارج ۾ وڏو فرق آهي. ٻرڙي صاحب صفحي 238 تي جيڪا وضاحت ڪئي آهي سا منهنجي هن دعويٰ کي صحيح ثابت ڪري ٿي. هُو لکي ٿو:

”فعلن کان ڌار هتي ڪجهہ لفظ ڏجن ٿا، انهن جي معنيٰ تي ڌيان ڏيو ۽ ڏسو تہ ”اس“ ضميري پڇاڙي ڪهڙي ضمير جي بدران ڪم اچي ٿي:

| | |
|---|---|
| وٽس (هن وٽ) | سندس (هن جو) |
| کيس (هن کي) | ڪانئس (هن کان) |
| ڏانهس (هن ڏانهن) | مٿس، مٿانئس (هن مٿان، هن جي مٿان) |
| ماٽس، ماٽهس (هن جي ماءُ) | پٽهس (هن جي پيءُ) وغيره |

انهيءَ بنياد تي، ٻڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ ”س“ پڇاڙي، ”هن“ جي بدران ڪم اچي ٿي“ (ص 238).

ٻرڙي صاحب جي هن وضاحت ڪانپوءِ اهو چئي سگهجي ٿو تہ سندس سوچ ۾ تضاد آهي ۽ هُو پنهنجي مذڪوره مقالي ۾ هڪ موضوع کي برقرار رکي نہ سگهيو آهي.

قابل ليکڪ پنهنجي مقالي ۾ صفحي 1. 2 تي ”لکان ٿو“، ”لکان ٿي“، ”لکين ٿو“ ۽ ”لکين ٿي“ فعلن جا مثال ڏيئي لکي ٿو تہ:

”فعل جي هر صورت ۾ هڪ مقرر ضمير لڪل آهي، اهو ضمير، ”ضميري پڇاڙيءَ“ جي صورت ۾ موجود آهي. اها ضميري پڇاڙي (يعني ضمير) فاعل جو ڪم ڪري ٿي ۽ ٺيڪ اُن ڪري پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ هن زمان جي حوالي سان اسان کي جيڪو فعلي ڦيرو پڙهايو وڃي ٿو(1 – الف جو حوالو) اُن ۾ حقيقتا ساڳيو فاعل ٻہ ڀيرا موجود آهي، ڇا، اُن کي وياڪرڻ جي درست سکيا سڏي سگهجي ٿو؟“ (ص 1. 2)

سنڌي زبان جي هر شاگرد کي اها ڄاڻ آهي تہ فاعل جي ڦيري لاءِ فعل جي پڇاڙيءَ ۾، فاعل جي مناسبت سان جيڪا پڇاڙي ملائي ويندي آهي، اُن کي وياڪرڻ ۾ ضميري پڇاڙي چئبو آهي. اها ٻوليءَ جي وياڪرڻي ضرورت آهي ڇو تہ جملي ۾ فعل جي اها ساخت ٻوليءَ جي فطري تظيم مطابق جڙندي آهي ۽ ڳالهائيندڙ لاشعوري طور فعل جي سٽاءُ مطابق ڳالهائيندو ويندو آهي. ٻوليءَ جو اهو سٽاءُ، پهرين جڙيو ۽ وياڪرڻي اصول/قانون پوءِ ٺاهيا ويا، تنهن ڪري فطرتي طور جڙيل سٽاءُ ۾ تبديلي آڻڻ جو اختيار ڪنهن کي بہ ڪونهي. فعل سان، فاعل جي مناسبت موجب ڌار ڌار زمانن مطابق، عدد، جنس ۽ حالت جي ڦيري لاءِ ڳالهائيندڙ، مناسب ۽ واسطيدار ضميري پڇاڙيون خود بخود ملائيندو ويندو آهي. ماهرن فقط اهو ڪم ڪيو جو اهڙن فعلن جي وياڪرڻي سٽاءُ جو اڀياس ڪري ان موجب قانون ٺاهيائون. انهن جي ٺاهيل قانونن ۾، توضيحي لسانيات جي روشنيءَ ۾ وضاحتي واڌارا تہ آندا ويا آهن

پر هن وقت تائين دنيا جي ڪنهن بہ وياڪرڻيءَ انهن قانونن ۽ قاعدن کي غلط قرار نہ ڏنو آهي. هن سلسلي ۾ مرزا قليچ بيگ لکي ٿو:

”ٻولي گرامر تي تعلق نٿي رکي، پر گرامر جو ٻوليءَ تي تعلق ٿو رهي ۽ انهيءَ مان ئي ٿو نهي. تنهن ڪري جي، ڪا ٻولي سُڌرندي تہ انهيءَ جو علم يا انهيءَ جي ڪتابي علميت بہ سڌري ٿي- جيئن علميت ٻوليءَ تي منحصر آهي، تيئن ٻولي وري ڳالهائيندڙ تي منحصر آهي“ (1)

مرزا صاحب ٻئي هنڌ لکي ٿو:

”اهو علم جنهن کي انگريزيءَ ۾ گرامر، عربي ۽ فارسي ۾ صرف وَنحو سنسڪرت ۾ وياڪرڻ ۽ هنديءَ ۾ بياڪرڻ ٿا چون، سو ڪنهن بہ ٻوليءَ جي صحيح ۽ پوريءَ طرح ڳالهائڻ ۽ لکڻ جو هنر آهي،انهيءَ مان ائين سمجهڻ گهرجي تہ ٻولي اڳيئي ڳالهائڻ ۾ اچي ٿي، گرامر يا صرف و نحو انهيءَ تان ۽ انهيءَ کانپوءِ ٿو نهي، جنهن ۾ اُن ٻوليءَ جي صحيح ڳالهائڻ يا لکڻ جا قاعدا ۽ قانون ڏيڻ ۾ ٿا اچن، جي آزمودي، استعمال، رواج، دستور ۽ اصطلاح تي ٻڌل آهن ۽ ٻوليءَ جي مدعا پوري ٿي، جيڪي انهيءَ طرح ڳالهائجي ٿو سو گرامر جي قاعدي موجب برابر آهي يا غلط آهي سو منحصر سمجهائڻ جي رستي تي، يعني انهيءَ هنڌ جي ماڻهن جي ڳالهائڻ جي عام رواج يا دستور موجب، جنهن کي اصطلاح چئجي ٿو“ (2)

ٻرڙي صاحب صفحي 5. 2 تي ”لکان ٿو“، ”لکان ٿي“، ”لکون ٿا“، ”لکون ٿيون“، ”لکين ٿو“، ”لکين ٿي“، فعلن جي ڦيري جا مثال ڏيئي لکيو آهي تہ:

”هن ڦيري مان جيڪڏهن شامل ضميري پڇاڙي ڪڍي ڇڏجي ۽ فاعل طور ڌار ضمير آندو وڃي تہ ڦيري جي حقيقي ۽ اصولي صورت هن طرح بيهدي:

---

1. شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ: حوالو ڏنو ويو آهي، ص 172.
2. ايضاًم ص 168.

مان لکتو– مان لکتي – اسان لکتا – اسان لکتيون.
تون لکتو۔ تون لکتي۔ توهان لکتا۔ توهان لکتيون.
هي لکتو۔ هي لکتي۔ هي/اهي لکتا۔ هي/اهي لکتيون.

سنڌي زبان جا شاگرد ۽ ڳالهائيندڙ اهو ڄاڻن ٿا تہ ”مان لکتو مان لکتي“ وغيره جملن ۾ ”لکتو“ ۽ ”لکتي“ وغيره صورتن کي ڪنهن بہ حالت ۾ فعل قبول ڪري نٿو سگهجي، جيستائين ڪ فعل جي ڌاتوءَ ”لکُ“ جي پويان، فاعل سان مناسبت رکندڙ ضميري پڇاڙيون ملايون نہ وينديون، ان ڪري ”مان لکتو“، ”مان لکتي“ وغيره کي فعل جا ڦيرا قبول نٿو ڪري سگهجي. سنڌي ٻوليءَ جو ڪوبہ ڳالهائيندڙ ٻرڙي صاحب جي هن راءِ کي قبول نہ ڪندو.

صفحي 2.6 تي ٻرڙي صاحب جيڪي مثال ڏنا آهن، تن جي هُو وضاحت هنن لفظن ۾ ٿو ڪري:

”زمان حال ۾ ڪرڻ جي فعل جي حوالي سان ”بہ“ ضميري پڇاڙيون بہ ڪم اچن ٿيون، ۽ عام جام اچن ٿيون، انهن مان ڪجهہ جو ٿورو ذڪر ڪجي ٿو (ٻئي ضميري پڇاڙيءَ جي گڏن ۽ اُن جي ڪري ٻوليءَ جي ڏات تي ڳالهائبو).

| فعل/مذڪر | بناوت | فعل/مونث |
| --- | --- | --- |
| لکانءِ ٿو = (لک+آن+ ءِ) | = (مان) | تو ڏانهن لکان ٿو. |
| لکانوَ ٿو= لک+ آن – وَ) | = (مان) | توهان ڏانهن لکان ٿو. |

وغيره

ٻرڙي صاحب ”ڪرڻ“ جي بدران لکڻ فعل جا مثال ڏنا آهن. ممڪن آهي تہ اها ڇاپي جي چڪ هجي. ”لکان ٿو “ فعل ۾ ”ءِ“ کي ٻرڙو صاحب صفحي 193 تي ضميري وچياڙيءَ جي مثال طور پيش ڪري چڪو

آهي. ”ٻٽن ضميرن“ جي استعمال جي سلسلي ۾ مرزا قليچ بيگ ۽ ڪاڪي ڀيرومل ٻہ گهٽو ئي لکيو آهي.

شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ، پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ويا ڪرڻ“ ۾ فعلن جون پڇاڙيون جي عنوان هيٺ فرمائي ٿو:

حالت فاعلي ڏيکاريندڙ پڇاڙيون:

| ضمير | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم | ـس | سين (سون) |
| حاضر | ـ اين | وءِ |
| غائب | ـ | ـ |

پڙهيس معنيٰ آءُ پڙهيس، پڙهندس معنيٰ آءُ پڙهندس.

اهي پڇاڙيون سدائين فاعل جي معنيٰ ڏيکارين ٿيون.

عام حالت (اسم مفعول زمان ماضي)

| ضمير | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم | ـ م | ـاون، ـسين (سون) |
| حاضر | ـ ءِ | ؤ |
| غائب | ـ س | ـ نِ |

ٻٽين پڇاڙين سان فعل:

ماريائين معنيٰ هن ماريو ”هُن“ فاعل

ماريائينم معنيٰ هن مون کي ماريو ”مون“ مفول

اهڙيءَ طرح هڪ ئي فعل ۾ ٻہ پڇاڙيون گڏي، فاعل توڙي مفعول جي معنيٰ ظاهر ڪبي آهي(1). اهي مثال ڏيڻ کانپوءِ صفحي 55 تي مرزا صاحب لکي ٿو:

”مطلب تہ عام قاعدو هي آهي تہ فاعل جي معنيٰ ظاهر ڪرڻ لاءِ پڇاڙين نمبر 2 مان جيڪا پڇاڙي کپندي هجي، سا فعل جي پنيان گڏي، پوءِ

---

1. شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ: سنڌي وياڪرڻ (4 ڀاڱا) نئون ڇاپو، ڄام شورو، سنڌي ادبي بورڊ، 1992ع، ص 53.

مفعول جي معنيٰ ظاهر ڪرڻ لاءِ پڇاڙين نمبر 2 مان، جيڪا پڇاڙين ڪپندي هجي سان اُن جي پٺيان گڏڻ گهرجي“(2)

ٻئين پڇاڙين سان فعل جي عنوان هيٺ ڪاڪو پيرومل پنهنجي ڪتاب (وڏو سنڌي وياڪرڻ) ۾ صفحي نمبر 141 تي لکي ٿو:

”ماريائين“ – معنيٰ ”هن ماريو“، پر ڪنهن کي؟

”ماريائينس“ معنيٰ هُن، هُن کي ماريو.

اهڙيءَ طرح هڪڙي ئي فعل ۾ ٻه پڇاڙيون گڏي فاعل توڙي مفعول جي معنيٰ ظاهر ڪبي آهي. هيءَ سنڌيءَ جي هڪ وڏي خوبي چئبي جو هڪڙي ئي لفظ مان جملي جو مطلب نڪري ٿو(1) اهڙيءَ طرح هن ڪتاب (وڏو سنڌي وياڪرڻ) ۾ 142، 143، 144 ۽ 157 – 158 صفحن تي هن ڏس ۾ وڏيڪ مثال ڏيئي ڪاڪي پيرومل وضاحتي بحث ڪيو آهي.

”هن ڏس ۾ ٻيا مثال هي ٻه آهن:

ٻٽا ضمير متصل:

سنڌي زبان ۾ ٻٽا/ٻُهرا ضمير متصل ٻه ڪم ايندا آهن، مثال طور:

| | |
|---|---|
| ڪتاب ڏنم: | ڪتاب ڏنو مانءِ |
| | ڪتاب ڏنومانوَ |
| | ڪتاب ڏنومانس |
| | ڪتاب ڏنومانِ |
| آيس/آيم | آيومانس |
| | آيومانءِ/آيوسانءِ |
| خط | خط لکيوسونءِ |
| | خط لکيوسونوَ |
| | خط لکيوسونِ |
| ڪتاب ڏيکاريم | ڪتاب ڏيکاريومانءِ |
| | ڪتاب ڏيکاريومانوَ |

---

1. شمس العلماء مرزا قليچ بيگ: حوالو ڏنل آهي، ص 53.
2. پيرومل آڏواڻي: ”وڏو سنڌي وياڪرڻ“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ص 141

هنن مثالن ۾ ٻه ضمير متصل ڪم آندا ويا آهن:

مثال طور:

| فعل | ضمير متصل 1 | ضمير متصل 2 |
| --- | --- | --- |
| ڏنو مانءِ: | ڏنو = ڏنم ـ م | ءِ |
| آيوسانوَ | آيو ـ آيس، آيوس ـ س | وَ |

ضميري پڇاڙين وارو سلسلو جاري رکندي ٻرڙي صاحب صفحي 28 تي زمان ماضيءَ جي عنوان هيٺ جيڪي مثال ڏنا آهن، اُهي هي آهن:

”اسان/توهان/هن/هنن چٺو لکيو.

اسان/توهان/هن/هنن چٺا لکيا.

اسان/توهان/هنن/هن/هنن چٺي لکي.

اسان/توهان/هن/هنن چٺيون لکيون.

انهن مثالن ڏيڻ ڪانپوءِ هُو لکي ٿو:

”ڏيان ڏئي سوچيو تہ فاعل طور ضمير ڪهڙو بہ هجي، ضمير جي هر صورت سان، هر هڪ فعل جون چار صورتون، گڏجي، ٺهڪي ۽ درست نموني اچن ٿيون، ائين ڇو؟

اهو ان ڪري ٿئي ٿو جو زمان ماضيءَ ۾ فعلي صيغي جو سڌو واسطو فاعل سان نہ، مفعول سان رهي ٿو.

مفعول جيڪڏهن

هيڪل نر آهي تہ — لکيو، پڙهيو، ڏنو

هيڪل نار آهي تہ — لکي، پڙهي، ڏني.

گهڻ نر آهي تہ — لکيا، پڙهيا، ڏنا.

گهڻ نار آهي تہ — لکيون، پڙهيون، ڏنيون“.

ٻرڙي صاحب بلڪل صحيح فرمايو آهي تہ ”لکيو“، پڙهيو ۽ ڏنو متعدي فعل آهن پر جيڪڏهن فعل لازمي هوندو تہ پوءِ فعل جو گردان هرگز ساڳيو نہ رهندو، پر اُن صورت ۾ فرق ايندو. جيئن:

| مذڪر | | مونث | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| مان ڊوڙيس | اسين ڊورياسين/سون | مان ڊوڙيس | اسين ڊوريوسين |
| تون ڊوڙين | توهين ڊوڙيا | تون ڊوڙئين | توهين ڊوڙيون |
| هُو ڊوڙيو | اُهي ڊوڙيا | هوءَ ڊوڙي | اُهي ڊوڙيون |

هنن ۾ لازمي فعلن جي اهڙي ٻين مثالن ۾ زمان ماضيءَ ۾، فاعل جو ڦيرو ساڳيو (لکيو، پڙهيو ۽ ڏنو) نہ رهندو. اهو نقطو بہ توجهہ طلب آهي تہ فعل لازميءَ جي صورت ۾ فاعل جي شڪل ساڳي ٿي رهي، جڏهن تہ فعل جي متعدي صورت ۾ فاعل طور ڪم ايندڙ ضميرن جي صورت/شڪل ۾ تبديلي ٿي اچي: مثال طور:

| ضمير | فعل لازمي | فعل متعدي |
|---|---|---|
| متڪلم واحد | مان ڊوڙيس/مان ڊوڙيس | مون خط لکيو |
| متڪلم جمع | اسين ڊوڙياسين/ڊوڙيونسين | اسان خط لکيو |
| حاضر واحد | تون ڊوڙين/ڊوڙئين | تو خط لکيو |
| حاضر جمع | توهين ڊوڙيا/توهين ڊوڙيون | توهان خط لکيو |
| غائب واحد | هو ڊوڙيو/هوءَ ڊوڙي | هُن خط لکيو |
| غائب جمع | اُهي ڊوڙيا/اُهي ڊوڙيون | هنن/اُنهن خط لکيو. |

ٻنهي فعلن جي گردانن جي تقابلي مطالعي مان ثابت ٿو ٿئي تہ زمان ماضيءَ سان، فعل متعديءَ جي گردان دوران، فاعل طور ڪم ايندڙ ضمير جي شڪل ۾ تبديلي ٿي اچي . (مان) > مون، اسين> اسان، تون> تو، توهين> توهان، هُو> هن، اُهي> اُنهن، ۽ فعل جي شڪل عدد ۽ جنس ۾ ساڳي ٿي رهي

۾ فعل سان ڪابہ ضميري پڇاڙي نٿي ملائجي، جڏهن تہ زمان ماضيءَ سان ڦيري جي وقت، فعل لازميءَ جي صورت ۾، فاعل طور ڪم ايندڙ ضمير جي شڪل ساڳي (مان، اسين، تون، توهين، هُو هوءَ، اُهي) ٿي رهي پر فعل سان ضميري پڇاڙيون ضرور ملائجن ٿيون.

جيئن:

| | |
|---|---|
| مان ڊوڙيس | ”_ س“ ضميري پڇاڙي |
| اسين ڊوڙياسين/سون | _ ”_سين“، /سون ضميري پڇاڙي |
| تون ڊوڙين/ڊوڙئين | _اين/ائين ضميري پڇاڙي |
| توهين ڊوڙيا/ڊوڙيون | _ يا/يون ضميري پڇاڙي |
| هُو ڊوڙيو/هُوءَ ڊوڙي | _ يو/اي ضميري پڇاڙي |
| اُهي ڊوڙيا/ڊوڙيون | _يا/ يون ضميري پڇاڙي |

حاصل مطلب تہ فعل متعديءَ جي صورت ۾، زمان ماضيءَ لاءِ فاعل جي شڪل ۾ اهڙي تبديلي، سنڌي ٻوليءَ جي وياڪرڻي اصولن پٽاندر ٿئي ٿي. انهن ۾ اهڙن اصولن جي باري ۾ چنڊڇاڻ ڪرڻ جي هن مقالي ۾ ڪابہ ضرورت ڪانهي، ڇاڪاڻ تہ اهي مقرر ٿيل اصول آهن، پر ٻرڙي صاحب جي هيءَ دعوي تہ:

”تون“ جي پيٽ ۾ ”تو“ ڪجهہ هنڌن تي ڏاڍو نهي ٿو“ (ص 21).

دراصل مقرر ٿيل اصولن کي نہ مڃڻ جو حق ڪنهن کي بہ نہ آهي. هر ماهر اهو چيو آهي تہ هر متعدي فعل سان، زمان ماضيءَ جي صورت ۾ ”تون“ ضمير، جڏهن فاعل ڪم آڻبو تہ اهو (تون) بدلجي ”تو“ ٿيندو، تنهن ڪري ائين چوڻ تہ:

”تون“ جي پيٽ ۾ ”تو“ ڪجهہ هنڌن تي تي ڏاڍو نهي ٿو (ٻرڙو ص. 21)، وياڪرڻي اصولن کي نہ مڃڻ ۽ پنهنجي هوڏ تي هلڻ سمجهبو.

ساڳيءَ طرح هيءَ دعوي ڪرڻ تہ:

---

> معنيٰ بدلجي ٿئي ٿو، جيئن:مان> مون

”هي/هو/هُو/اِها/اُها جي بدران /هِنَ/هُن/اِنَ/اُن وڏيڪ ٺهي ٿو“ (ص. 21)
وياڪرڻي قانونن کي نہ مڃڻ يا انهن کي مڃڻ کان انڪار ڪرڻ جي برابر آهي.

11. فعل لازميءَ جي مثالن ۾ ڪم آندل ضميري پڇاڙين، جهڙوڪ:

ڊوڙيس/ڊوڙيم

آيس/آيم

ويس/ويم

۽ اهڙن ٻين مثالن جي ڏاتوءَ سان ملايل ضميري پڇاڙيون ”س ۽ م“، سنڌي وياڪرڻ جي شاگردن جو ڌيان ڇڪائين ٿيون. هن سلسلي ۾ صفحي 21 تي ٻرڙي صاحب هيٺيان مثال ڏنا آهن:

| | |
|---|---|
| 1. ضمير متڪلم: | مان هُيس (مثال مان سچار هيس) |
| 2. | مان هُيَس |
| 3. ضمير حاضر | تون هئين (مثال: تون سچار هئين) |
| 4. | تون هُئيئين. |
| 5. ضمير غائب | هو هو (مثال: هو سچار هو) |
| 6. | هُوءَ هئي مثال: هوءَ سچار هئي.“ |

انهن مثالن ڏيڻ کانپوءِ ٻرڙو صاحب لکي ٿو:

”مٿي ڏنل ڦيري ۾ غائب، نر توڙي نار ۽ هيڪل توڙي گهڻ (5، 6، 11 ۽ 12) سان گڏ ڏنل فعل جون صورتون حقيقي ۽ صحيح آهن. ساڻس ضميري پڇاڙي ملڻ کانپوءِ بہ سندن صورت اهائي ٻيهي ٿي، باقي سمورن ضميرن سان ڳنڍيل فعلي صيغي ۾ ڪانہ ڪا ضميري پڇاڙي سمايل آهي ۽ ان ڪري فاعل ورجائجي پيو آهي“ (ص 211).

هن ڏس ۾ مٿي عرض ڪيو ويو آهي تہ فاعل پنهنجيءَ جاءِ هڪ ئي دفعو ڪم آيو آهي، جڏهن تہ فعل سان جيڪا ضميري پڇاڙي ملائي وئي آهي، تنهن جو واسطو فعل سان آهي ۽ جو (فعل)، فاعل سان جنس، عدد، حالت

۾ زمان مطابق ڦري ٿو. جيڪڏهن فاعل ضمير متڪلم واحد هوندو تہ فعل سان ضميري پڇاڙي اها ئي ملائبي جيڪا فاعل سان واسطو رکندي هوندي پر جيڪڏهن فاعل ضمير غائب، عدد جمع ۾ هوندو تہ فعل سان ضميري پڇاڙي بہ اهائي ملائي ويندي، جنهن جو واسطو ضمير غائب عدد جمع سان هوندو. تنهن ڪري ائين ڪو نہ سمجهبو تہ فاعل کي بہ پيرا ورجايو ويو آهي. انهيءَ لاءِ وڏيڪ دليل، فاعل يا فعل جي ترڪيب ڪرڻ سان حاصل ڪري سگهجن ٿا.

12. ”-س“ يا – ”سين“، ضميري پڇاڙين جي باري ۾، صفحي 221 تي ٻرڙي صاحب جيڪا وضاحت ڪئي آهي، اُها بہ قبول ڪرڻ جهڙي ڪانهي. هو لکي ٿو:

”ضمير متڪلم هيڪل، نر توڙي نار، سان ضميري پڇاڙي ”-اُس“ ۽ آس ڳنڍيل آهن، جن بابت سمجهيو ۽ ٻڌايو وڃي ٿو ضمير متڪلم هيڪل جي بدران، نر جي حالت ۾ ”-اُس“ ۽ نار جي حالت ۾ ”اَس“ ڪم اينديون آهن ۽ اُن لاءِ ڪوبہ علمي سبب يا دليل موجود نہ آهي. باقي ضمير حاضر جي حالت ۾ جيڪي ضميري پڇاڙيون ڪم آيون آهن، اهي ضمير حاضر جي ئي نشاندهي ڪن ٿيون.“ (ص 211)

هن سلسلي ۾ ٻرڙي صاحب کي کپندو هو تہ فاعل طور ڪم ايندڙ ضمير متڪلم واحد يا جمع سان، زمان ماضيءَ ۾، فعل لازميءَ جي ڦيري ۾ ڪم ايندڙ ضميري پڇاڙين (اُس-اَس ۽ سين) جو اپياس پيش ڪري ها ۽ مثال ڏيئي وضاحت سان سمجهائي ها. باقي ائين چئي جند ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪرڻ تہ:

”ان لاءِ ڪوبہ علمي سبب يا دليل موجود نہ آهي“،

وياڪرڻي اصولن کان انڪار ڪرڻ جي برابر آهي، ڇاڪاڻ تہ سنڌي ٻوليءَ جي هڪ وڏي عالم ۽ شاعر قاضي قادن جو هيٺيون بيت هن سلسلي ۾ هڪ وڏو دليل آهي، جنهن جي آڌار تي اهو چئي سگهجي ٿو تہ ”-اُس“ يا ”اَس“ پڇاڙين

جي ساڳئي فعل جي سٽاءَ ۾ ساخت ۾ استعمال جا مثال، جيئن اڄ جي ٻوليءَ ۾ ملن ٿا، تيئن اُن وقت (پندرهين ۽ سورهين صدي) بلڪ ان کان بہ اڳ واريءَ ٻوليءَ ۾ پڻ رائج هئا. قاضي قادن پنهنجي هيٺئين بيت ۾ ”–س“ جو استعمال هيئن ڪيو آهي:

”جوڳيءَ جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾

تهان پوءِ ٿيوس، سندين پريان پيچري.“

هن بيت ۾ جاڳايوس“ (مون کي جاڳايو)، ”ستو هوس“، (آءُ ستل هوس)، ”ٿيوس“ (آءُ ٿيس) فعلن ۾ ”–س“ ضميري پڇاڙي، هڪ دفعو نہ پر ڏار ڏار ٽن فعلن ۾ ڪم آئي آهي. ”–س“ جو اهڙو استعمال اتفاقي نہ پر ٻوليءَ جي ساخت جو وڏو دليل پيش ڪري ٿي. ڇا ٻرڙو صاحب، قاضي قادن جهڙي عالم جي هن بيت ۾ ڪم آندل ”–س“ ضميري پڇاڙيءَ جي استعمال کي غلط قرار ڏيئي سگهندو؟ ”جاڳايوس“، ”هوس“ ۽ ”ٿيوس“ فعلن ۾ ڪم آندل وياڪرڻي سٽاءُ اڄ بہ سنڌي ٻوليءَ ۾ رائج آهي. اهي ۽ اهڙا ٻيا مثال ٻوليءَ جي فطرتي ڍانچي ۽ وياڪرڻ لاءِ بهترين دليل آهن.

ٻولي هڪ فطرتي ۽ قدرتي نظام موجب جڙيل آهي. ٻولي پهرين وجود ۾ آئي ۽ اُن جي وياڪرڻي اصولن جو اڀياس پوءِ ڪيو ويو. اصول پوءِ ٺاهيا ويا. اسين ڪير آهيون جو ائين چئي پاڻ کي ماهر ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون تہ ”–اُس“، يا ”–اَس“ پڇاڙين لاءِ ڪي بہ علمي سبب يا دليل موجود ناهن. دراصل اصول يا دليل موجود آهن پر اسان جي نقاد کي انهن (اصولن) جو پتو ڪونهي. اصول ۽ قانون موجود آهن پر اسين انهن کي سمجهي نہ سگهيا آهيون. اسين اُنهن کان اڻڄاڻ آهيون. اسان کي گهرجي تہ زمان ماضيءَ ۽ زمان مستقبل جي حالت ۾، فعلي ڌاتن سان ملايل ضميري پڇاڙين جو غور سان اڀياس ڪريون ۽ تڪڙ ڪري پاڻ کي ماهر سمجهي فتوائون نہ ڏيون.

13. سنڌي ٻوليءَ جي وياڪرڻ ۾ زمان ماضيءَ جو اڀياس ڏاڍو دلچسپ آهي، مثال طور هي جملا ملاحظه فرمايو:

| 1 | 2 | 3 |
|---|---|---|
| مون خط لکيو | خط لکيم | خط (مون ڪان) لکيو ويو |
| اسان خط لکيو | خط لکيوسين/سون | خط (اسان ڪان) لکيو ويو |
| تو خط لکيو | خط لکُيئہ | خط (تو ڪان) لکيو ويو |
| توهان خط لکيو | خط لکُيوَ | خط (توهان ڪان) لکيو ويو |
| هن خط لکيو | خط لکيائين | خط (هن ڪان) لکيو ويو |
| هنن خط لکيو | خط لکيائون | خط (هنن ڪان) لکيو ويو |

هاڻ انهن ٽنهي قسمن جي جملن جي پيٽ مان اهو ظاهر ٿو ٿئي تہ:

”مون خط لکيم“ ڪو نہ چئبو

اهڙيءَ طرح:

اسان خط لکيوسين/هن خط لکيائين.

”هن خط لکيائون“ جهڙا جملا، سنڌي ٻوليءَ جي نحوي اصولن مطابق ڪو نہ ڳالهائبا آهن، پر جيڪڏهن زمان مستقبل ڪم آڻبو تہ جملا هيئن ڳالهائبا:

| 1 | 2 |
|---|---|
| مان خط لکندس | خط لکندس |
| اسين خط لکنداسين | خط لکنداسين |
| تون خط لکندين | خط لکندين |
| توهين خط لکندا | خط لکندا |
| هُو خط لکندو | خط لکندو |
| اُهي خط لکندا | خط لکندا |

مٿين جملن جا اهي ٻئي قسم زمان مستقبل ۾ ڳالهائڻ غلط نہ لڳندا، پر جنهن جملي محترم ٻرڙي کي هن مضمون لکڻ لاءِ مجبور ڪيو هو، اهو جملو آهي:

”اسين توهان وٽ شام جو ٽيڪ ڇهين وڳي پهچنداسون.“

منهنجي ناقص سمجهه ۾ راءِ پٽاندر هن جملي ۾ ضمير ”اسين“، فاعل جي صورت ۾ ڪم آڻڻ ۾ ڪا بہ غلطي ڪانهي: مثلاً

1 2

اسين توهان وٽ شام جو ٽيڪ ڇهين وڳي پهچنداسون توهان وٽ شام جو ٽيڪ ڇهين وڳي پهچنداسون

مٿي ڏنل جملن جا اهي ٻئي نمونا ڳالهائي سگهجن ٿا. علم نحو جي اصولن موجب جنهن لفظ تي زياده زور ڏيڻو هوندو آهي، اُن پٽاندر ئي جملي جي ٻِار /جهيلار (Intonation) ۾ تبديلي آڻبي آهي. جڏهن ڪو بہ جملو اڪيلي سر (Isolated) ڳالهائبو يا لکبو تہ ”اسين“ ضمير فاعل طور ضرور ڪم آڻبو پر جڏهن جملو ڪنهن گفتگو جي حصي طور يا ڪنهن گفتگو جي تسلسل ۾ ڳالهائبو تہ اهڙيءَ حالت ۾ ”اسين“ ضمير فاعل طور ڪم آڻڻ جي ضرورت ڪانہ ٿيندي. ان جو سارو دارومدار گفتگو جي انداز تي آهي.

14. ضميري پڇاڙيءَ جي وصف بيان ڪندي ٻرڙو صاحب صفحي 250 تي لکي ٿو:

”ضميري پڇاڙي هڪ بهترين، نازڪ ۽ اهم خصوصيت آهي. ٻوليءَ کي سهڻو ۽ سهنجو ناهي ٿي ۽ نہ رڳو جملي کي ننڍو ڪري ٿي، پر اُن کي سولو ڪري، ڳالهائڻ ۾ وقت، ۽ لکڻ ۾ وقت، جاءِ ۽ فالتو پورهيي کان بچائي ٿي. اسان ضميري پڇاڙيءَ جي اصولي فائدن کي تباهہ ڪري، بيڏياني ۽ اٽڪلٽائيءَ وچان هڪ اجايو بار پاڻ تي وڌائي ڇڏڻ سان گڏ ٻوليءَ جي فطري سونهن ۽ جوڙجڪ کي بہ هاڃو رسايو آهي (جيڪو صدين کان ڪاهيندڙ ڌاريا بہ نہ رسائي سگهيا).“

ٻرڙي صاحب 213 تي ضمير متصل ۽ ضميري پڇاڙيءَ جي استعمال کي بہ منجهايو آهي ۽ ٻنهي جي ڪارج کي هڪ ڪري سمجهيو آهي. جڏهن تہ انهن ٻنهي (ضمير متصل ۽ ضمير پڇاڙين) جو ڪارج ڌار ڌار

آهي. جيئن ٻرڙي صاحب پاڻ 218، 219، 228، 238 ۽ 239 صفحن تي بيان ڪيو آهي، ان ڪري:

| 1 | 2 |
|---|---|
| آيُس_ آءُ آيُس (آيوس) | آيُس_ هو هن وٽ آيو |
| وينس = آئون وينس (وينو+س) | وينس =هو هن وٽ وينو |

انهن ۾ اهڙن ٻين مثالن ۾ ”_س“ صرفيہ جو استعمال ڊار ڊار آهي. پهرئين مثال ۾ ”_س“ ضميري پڇاڙي آهي جيڪا فقط فعل سان گڏجي زمان جو مفهوم ادا ڪري ٿي؛ پر ٻئي مثال ۾ ”س“ ضمير متصل جو ڪارج ادا ڪري ٿي. ٻنهي مثالن ۾ ”س“ صرفيہ جو مفهوم الڳ الڳ آهي. ٻنهي مثالن ۾ ”س“ جو وياڪرڻي ڪارج گهڻ_ مقصدو ۽ گهڻ_خوبيائي آهي؛ جيئن:

| ضميري پڇاڙيءَ وارو مقصد | ضمير متصل وارو مقصد |
|---|---|
| آيُس= آءُ آيس | آيُس= هو هن وٽ آيو |
| ويس= آءُ ويس | ويس= هو هن وٽ ويو |
| لکيم= مون لکيو | لکيم= مون هن کي لکيو |
| ڏنم= مون ڏنو | ڏنم= مون هن کي ڏنو |

اِهي ۽ اهڙا ٻيا مثال ٻن معنائن وارو مفهوم ظاهر ڪن ٿا؛ هڪ ضميري پڇاڙيءَ وارو مقصد ۽ ٻيو متصل ضمير وارو مقصد.

”سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس“ ڪتاب ۾ صفحي 34 تي بيان ڪيو ويو آهي تہ:

”سنڌي ٻوليءَ جي علم صرف جي نظام جي اڀياس مان اهو بہ واضح ٿيو آهي تہ ڪڏهن ڪڏهن ٻن صرفين جو اُچار هڪ جهڙو هوندو آهي، پر انهن جي ڪارج ۽ مفهوم ۾ وڏو فرق هوندو آهي. اهڙن ساڳين اُچارن وارن جوڙن کي هم آواز (Homophonus) جوڙا چئبو آهي؛ مثال طور:

”پٽس، ويس، ماريائينس ۽ ويندس“ وغيره لفظن ۾ ”_س“، هڪ صرفيہ آهي ۽ صرفي اصولن موجب اُن کي ساڳي صرفيہ چئي نٿو سگهجي،

ڇو ته ”پڙنس“ لفظ ۾ ”س“ صرفيه جو ڪارج اُهو نه آهي جيڪو ”ويس“ لفظ ۾
”ـس“ صرفيه جو آهي. پهرئين مثال ۾ ”س“ صرفيه مان مراد مالڪي ڏيڪارڻ آهي، ۽ اها ضمير غائب واحد جي بدران ڪم آندل آهي. اهڙي طرح ”ويس“ لفظ ۾ ”س“ صرفيه مان مراد مان ماضي ۾ متڪلم واحد لاءِ ڪم آندل ضمير پڇاڙي آهي.“

اهڙيءَ طرح ”ويندس“ ۾ ”س“ صرفيه مان مراد زمان مستقبل ۾ ضمير متڪلم واحد ۾ ڪم آيل ضميري پڇاڙي آهي؛ ۽ ”ماريائينس“ لفظ ۾ ”س“ صرفيه، ضمير متصل طور، ضمير غائب واحد لاءِ ڪم آندي ويئي آهي.

پڙهندڙن محسوس ڪيو هوندو ته ٻرڙي صاحب پنهنجي مقالي ۾ صفحي 218 تي هڪ عجيب ”فتويٰ ڏني آهي.

هو لکي ٿو ته:

”هي جو اسان ڏهاڙي ڳالهه ٻولهه ۾ ”مان لکيس“، ”مان پڙهيس“، ”مان آيس“، ”مان ويس“، ”مان وينس“، ”مان بيٺس“ جهڙا جملا ڳالهائيندا رهون ٿا، اهي سراسر غلط آهن. بالفرض، جي مٿي ڏنل فعلن پٺيان ضميري پڇاڙيءَ ”س“ جو مطلب ۽ مفهوم مان /آءُ هجي ٻه، ته ٻه ”مان آيس“ جي معنيٰ ٿيندي ”مان مان آيو“، جنهن کي ڪنهن به طرح صحيح جملو سڏي نٿو سگهجي. جڏهن ته حقيقت ۾ ”مان آيس“ جو صحيح مفهوم ”مان هن وٽ آيو“ ۽ اهو ڪو جملو ئي نه آهي. ٻئي ضميري پڇاڙيءَ وارا فعل اسان جي هن ڳالهه تي تصديق ڪندا.“ (ص 218).

ٻرڙي صاحب جي خدمت ۾ عرض آهي ته ”مان آيس“، ”مان آيم“، ”مان ويس“، ۽ اهڙا ٻيا جملا مون توهان يا ڪنهن ٻئي ويهي ڪو نه جوڙيا آهن، پر اهي جملا ٻوليءَ جي سماجي وهنوار ۾ آدجڳاد کان وٺي استعمال پئي ٿيندا رهيا اهن ۽ اسان جي ٻوليءَ جو حصو بنجي چڪا آهن. ٻوليءَ ۾ وجود واري زماني کان وٺي ماڻهو اهي جملا ائين ڳالهائيندا ٿا اچن.

انهن کي غلط سمجهڻ هر لحاظ کان صحيح نہ آهي.هر ڳالهائيندڙ ”مان آيو“ جملي کي غلط قرار ڏيندو پر ”مان آيس“ کي صحيح سمجهندو.

جيئن سنڌيءَ ۾ ”آيس“ لفظ جا بہ ڪارج آهن, تيئن اهڙا ٻيا بہ ڪيترائي مثال ملن ٿا, جن ۾ ساڳيو لفظ اسم طور بہ ڪم اچي ٿو ۽ فعلن طور بہ, مثال طور:

| | | | |
|---|---|---|---|
| فعل | اسم | فعل | اسم |
| ڪاڏو | ڪاڏو | ڏنو | ڏنو |
| چيو | چيو | ساڙ | ساڙ |
| پُڇُ | پڇ | پر | پر |
| ٻار | ٻار | ڏِس | ڏِس |
| چور | چور | | |

اهڙيءَ طرح گهڻ- معنائون ڏيڪاريندڙ هينيان لفظ بہ ڏيان ڇڪائين ٿا(1) :

انگ, ڪک, چار, پتو جيت, پيٽ, تر, تکو سنو سُور, ڏور, پاٽي, ٽڪو نڳ, چاڙ, ٻري, تپ, بک, بار, گهٽ, ٿورو, چٽ, گهاٽو, گل, ڦوٽ, وارو, گهٽو, گڏي, ور, ڊچ, ڦٽ, مک, ميڙ.

15. مون پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جوابياس“ ۾ صفحي 132 ۽ 133 تي متصل ضمير جي وصف هن ريت بيان ڪئي آهي(2)•:

”سنڌي ٻوليءَ جي هڪ ٻي اهم خصوصيت متصل ضمير يا ضميري پڇاڙيون يا ضميري نشانيون آهن, جيڪي اسم کي وري وري استعمال ڪرڻ کان بچائڻ لاءِ اسم جي بدران يعني ضمير طور استعمال ڪيون وينديون آهن, اُهي ضميري نشانيون يا پڇاڙيون جيڪي اسم, جيڪي فعل يا حرف جر جي پويان گڏجن ۽ ضمير خالص جو ڪم ڏين, تن کي ضمير متصل ٿو چئجي, مثال طور:

---

(1) الانا، غلام علي ڊاڪٽر: سندهي معلم، ڇام شورو، سنڌي ادبي بورڊ، ص 138 – 152.
(2) ايضا، ص ص 132 ۽ 133.

پٽم ڪالهہ آيو.
بابو پيسا ڏيندُءِ.
تو وٽس ڇا ڏٺو؟
کيس پنج روپيا ڏي.“
انهن مثالن ۾. ”پٽم“ ۾ ”م“، ”ڏيندُءِ“ ”ءِ“ ۽ ”وٽس“ ۾ ”س“ ضميري علامتون متصل ضمير آهن.“
اهڙيءَ طرح ٻيا مثال آهن:
پٽس، ڏيٽس، ڇاڇم، اٽم، ڇوانس، کيم، کين وغيره انهن لفظن ۾ ”س“، ”م“ ۽ ”ن“ وغيره صرفيہ طور ڪم آيا آهن. انهن کي ضمير متصل چئبو آهي، ٻين لفظن ۾ هيئن چئبو تہ سنڌي وياڪرڻ ۾، علم صرف جي قانون موجب، ڪن ڪن مثالن ۾ فعلن، ۽ حرف جر سان ضمير خالص جي بدران، جيڪي ضميري علامتون ملايون ويندڀون آهن، تن کي ضمير متصل چئبو آهي. اهي ضمير (متصل) اسمن، فعلن ۽ حرف جرن سان ملي، سنڌي زبان جي علم صرف جي مطالعي ۾ مدد ڪن ٿا.
هيٺ ڏنل مثالن مان ظاهر ٿو ٿئي تہ سنڌي زبان ۾، ضمير متصل جي استعمال سان تي مقصد /ڪارج حاصل ٿين ٿا.:
(الف) ضمير متصل، ملڪيت ڏيکارين ٿا:
پٽ+ م پٽم = منهنجو پٽ
پيڻ + س پيٽس= هن جي پيڻ
پٽ + اُون پٽئون = اسان جو پٽ
پٽ + ن پٽن= هنن جو پٽ
(ب) ضمير خالص جي جاءِ تي فعل سان گڏ ڪم اچن ٿا:
آهي+م آهيم /اٿم= مون وٽ آهي.
آهي + س آهيس /اٿس= هن وٽ/کي آهي.
آهي+ن آهين /اٿن= هنن وٽ/ کي آهي.

لکندو+م لکندوم /لکندُم = مون کي لکندو.

لکندو+س لکندوس/لکندُس= هن کي لکندو.

(ت) حرف جر سان ملي، وياڪرڻي مفهوم ڀڏائين ٿا:

کي+م کيم= مون کي

کي +س کيس = هن کي

کي + ن کين= هنن کي

سندو+م سندوم/سندم= منهنجو

وٽ+م وٽم= مون وٽ

وٽ+س وٽس= هن وٽ

وٽ+ءِ وٽُئِہ = تو وٽ

وٽ+ وٽن= هنن وٽ

اهڙا ٻيا ڪئين مثال موجود آهي.

16. ڪاڪو پيرومل متصل ضميرن کي گڏيل ضمير بہ ٿو ڪوٺي.

هُو لکي ٿو:

"پاڻم/پائم = منهجو پاءُ

پاڻس/پائس = هن جو پاءُ.

هن مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ اسمن جي پٺيان ڪي پڇاڙيون گڏجن ٿيون تہ اهي ضمير خالص جو ڪم ڏين ٿيون(1).

وٽم_ مون وٽ

ڪاڏم_ مون ڪاڏو

هن مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ اهي پڇاڙيون حرف جر ۽ فعلن جي پٺيان گڏ ٿيون تہ اهي اتي بہ ضمير خالص جو ڪم ڏين ٿيون.

متصل يا گڏيل ضمير اُهي آهن جي پڇاڙين يا نشانين وانگر ڪم اچن ٿا. هنن پڇاڙين کي ضميري پڇاڙيون سڏبو آهي:

---

(1) پيرو مل، حوالي ڏنو ويو آهي.

| ضمير | واحد | جمع |
| --- | --- | --- |
| متڪلم | م | هُون/اُون |
| حاضر | ءِ | وَ |
| غائب | س | نِ |

شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ ضمير متصل جي وصف بيان ڪندي لکي ٿو:

”جڏهن ضمير ڏار ڪم ايندا، جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي (مان/آءٌ/اسين، تون، توهين، هُو اُهي) تڏهن انهن کي ضمير متصل چوندا آهن، پر اهي ساڳيا ضمير ٻين اسمن، فعلن يا حرف سان گڏ بہ ايندا آهن ۽ انهيءَ وقت گڏجي ننڍا نشان ٿي پوندا آهن ۽ پڇاڙيءَ جي نشانن وانگر ڪم اچن ٿا، اُهي هي آهن:

متڪلم واحد لاءِ ”م“ ۽ جمع لاءِ ”سي، سون ۽ وُن“ آهي.

حاضر واحد لاءِ ”ءِ“ جمع لاءِ ”وَ“

غائب واحد لاءِ ”س“ ۽ جمع لاءِ ’نُ يا آئون‘ (1)

ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي پنهنجي تحقيقي ڪتاب .شڪارپورجي ٻوليءَ ۾ لکي ٿو:

اُن ڪانسواءِ ”تنهنجو پاءُ“ بدران ”پاٽهن“ بہ ڪونہ اُچارين، يعني ”هِن“ پڇاڙي بہ شڪارپوري محاوري ۾ تمام گهٽ اچي ٿي. البت ”پٽهين“ پڇاڙيءَ جي بدران ”ٽين“ پڇاڙي استعمال ٿئي ٿي، مثلاً:

”پاٽين“ (تنهنجو پاءُ)، ”پٽين“ (تنهنجو پيءُ)، ”ماٽين“ (تنهنجي ماءُ)، ”پيٽين“ (تنهنجو مڙس- ٻئي معنيٰ مڙس). مڙس جي معنيٰ ”پِئہ“ فقط شڪارپوري محاوري ۾ آهي.

مٿي ذڪر ڪيل پڇاڙيون اسمن سان گڏ ڳانڊاپيل آهن. اسمن سان ڳنڍيل هجڻ جي صورت ۾ هميشہ اضافت جي معنيٰ ڏيکاريونديون آهن“ (2)

---

(1) شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ: حوالو ڏنو ويو آهي، ص 236.

(2) ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر: شڪارپور جي ٻولي، حيدرآباد، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو 1992ع، ص 51.

(3) ايضا.

ميمڻ صاحب اڳتي لکي ٿو:

”اهي پڇاڙيون جڏهن حرف جر جي پنيان لاڳاپيل هونديون آهن، تڏهن حرف جر جي معنيٰ ڏيکارينديون آهن، جيئن : ”وٽم“ (مون وٽ)، ”کائنس“ (هن کان)، ”کيس“ (هن کي) شڪارپوري لهجي ۾ ”وٽم“ استعمال ڪونہ ٿئي؛ پڙهيل طبقي ۾ ”کائنن“ ۽ ”کيس“ استعمال ٿئي ٿو پر عام ماڻهن جي گفتگو ۾ گهڻو ڪري ”کائنن“ ڪم ڪونہ ٿو اچي“(3).

ميمڻ صاحب اڳتي فرمائي ٿو:

”اهي ضميري پڇاڙيون جڏهن فعل سان لڳائيبيون آهن، تڏهن اهي ”حالت فاعلي“ يا ”حالت مفعولي“ جي معنيٰ ڏيکارينديون آهن؛ مثلا:

لکينم_ ڪاڏم (حالت فاعلي)

ڏيوم_ حالت مفعولي

”س“ پڇاڙي بہ اچي ٿي؛ جيئن:

”ويس“، ”ويندس“ ۽ ”لکندس“، هن مان معلوم ٿيندو تہ ”م“ ۽ ”س“ پڇاڙي ساڳي معنيٰ ڏين ٿيون. لاڙي ۽ معياري محاوري ۾ ”س“ پڇاڙي اچي ٿي. شڪارپوري محاوري ۾ اُن جي بدران ”م“ پڇاڙي اچي ٿي؛ مثلاً:

”ڏيندم، ويم، لکيم، پڙهيم، ويندم.“

معياري محاوري ۾ ماضيءَ جي حالت ۾ ”م“ پڇاڙي اچي ٿي: جيئن:

”لکيم، پڙهيم، ٿيم، ڊوڙيم“ وغيره.

مستقبل جي حالت ۾ ”س“ پڇاڙي اچي ٿي؛ جيئن:

”ويندس، لکندس، پڙهندس ۽ ڊوڙندس“ وغيره.

شڪارپوري لهجي ۾ ٻنهي حالتن ۾ ”م“ پڇاڙي اچي ٿي؛ جيئن:

ويم (ماضي) ۽ ويندس(مستقبل)“ (1).

ميمڻ صاحب اجا بہ اڳتي لکي ٿو:

---

(1) ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر: حوالو ڏنو ويو آهي، ص 51.
(2) ايضاً.
(3) ايضا.

”ان ڪانسواءِ شڪارپوري محاوري ۾ مستقبل جي حالت ۾ ”ويندم“ ۽ ”ايندم“ ڪان سواءِ ڪيترن ئي فعلي صورتن ۾ (نون غنون) ڪو نہ ٿو ڪم اچي.

شڪارپوري چون:

پڙهدم, لکدم, ڊوڙدم, کيڏدم, وڙهدم, وغيره. (2).

ميمڻ صاحب اڳتي لکي ٿو:

”شڪارپوريءَ ۾ ورتو بدران چون ”ودوم“ يا ”وتو“ ، جيئن:

”ودو جنهن پنجن جو گرگم ٻل کسي (سامي)“ (3)

17. ٻرڙو صاحب صفحي 222 تي زمان مستقبل جا مثال ڏيندي, ضميري پڇاڙين تي وڏيڪ وضاحت سان لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هُو لکي ٿو:

”مستقبل لاءِ سنڌي ۾ لفظ ”آئندو“ آهي, جنهن کي ”آئيندو“ بہ چوندا ۽ لکندا آهيون. آئندو/آئيندو شايد ”آءِ (آهہ)+ اندر/اندو/ايندو“ جو ميلاپ آهي. ”آهہ“ هجڻ, موجود هجڻ ۽ زمان حال جي نشاندهي ڪري ٿي, ۽ ”-اند“, يا .اندو“, ايندڙ جي چاڻ ڏئي ٿو.

ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ ايندڙ وقت جو اکري نشان ”-اند“, يا ”-اندو“, آهي, جيڪو فعل جي امر سان ملي, فعل جي آئيندي (مستقبل) واري شڪل ٺاهي ٿو“ (ص 222)

ٻرڙي صاحب جي هن بيان مان اهو پڌري پٽ ظاهر ٿو ٿئي تہ ڪيس سنڌي ٻوليءَ جي ڌار ڌار زمانن ٺاهن لاءِ وياڪرڻي مطالعي ڪرڻ جي اجا گهڻي ضرورت آهي. ڇاڪاڻ تہ ماهرن سنڌي ٻولي ءَ جي سيني زمانن لاءِ واضح طور قانون مقرر ڪيا آهن ۽ واضح طور چيو آهي تہ سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ زمان, ٽن بنيادن, يعني ڪردنتن مان ٺهن ٿا. اُهي زمان هن ريت ٺهندا آهن:

(1) هيٺيان زمان مضارع مان ٺهندا آهن.

(2) ٻيا زمان اسم حاليہ مان ٺهندا آهن.

(3) ٽيان زمان اسم مفعول مان ٺهندا آهن.

ٽنهي اسمن يعني مضارع، اسم حاليہ ۽ اسم مفعول مان جيڪي زمان ٺهن ٿا، اُهي هيٺ ڏنل نقشي/چارٽ جي ذريعي ملاحظہ ڪري سگهجن ٿا:




مٿي ڄاڻايل سڀني زمانن جو تقابلي مطالعو پيش ڪجي ٿو:

مضارع مان ٺهندڙ زمان

| زمان | فعل جو ڌاتو+ | ضميري پڇاڙي | +زمان جي نشاني | جملن ۾ مثال |
|---|---|---|---|---|
| مضارع | لِک + | آن يا اون | – | مان/آءُ لکان،اسين لکون |
| حال | لِک+ | آن يا اون | ٿو/ٿا | مان/آءُ لکان ٿو: اسين لکون ٿا |

حال استمراري " " پيو/پيا مان/آءٌ لکان پيوءِاسين لکون پيا

ماضي شرطيہ " " ها مان/آءٌ لکان ها: اسين لکون ها.

اسم حاليہ مان ٺهندڙ زمان زمان فعل جو ڌاتو+ اسم حاليہ جي + نشاني ضميري پڇاڙي جملن ۾ مثال

حال مدامي لک+ اَند او+مددي فعل مان/آءٌ لکندو آهيان.

ماضي مدامي لک+ اند+ او هوس مان /آءٌ لکندو هوس.

اند+ هئاسين

مستقبل لک+ اند+ س/م اسين لکندا هئاسين/هئاسون

مستقبل استمراري لک+ اند+ او+اوس/اُس مان/آءٌ لکندس پيو/لکندم پيو

+ آسين/آسون اسين لکنداسين پيا/لکنداسون پيا

حال متشڪي لک+ اند+ او+هوندس مان لکندو هوندس

اسين لکندا هونداسين

اسم مفعول مان ٺهندڙ زمان

زمان فعل جو ڌاتو+ اسم مفعول جي علامت+ ضميري پڇاڙي جملن ۾ مثال

ماضي مطلق لک+ يو+ س/م مون لکيو/لکيم

آءُ آيس اسان لکيو/اسين

آياسين

ماضي قريب لک+ يو+ مدد فعل آهي مون لکيو آهي/اسان لکيو آهي

ماضي بعيد لک+ يو+ هو مدد فعل آهي مون لکيو هو/اسان لکيو هو

ماضي استمراري لک+ يو+ مدديفعل پئي مون لکيوپئي/اسان لکيوپئي

ماضي متشڪي لک+ يو+ هوندو مون لکيو هوندو/اسان لکيو هوندو

ماضي بعيد استمراري لک+ يو+ پئي هو مون پئي لکيو هو

ماضي قريب استمراري لک+ يو+ پئي آهي مون پئي لکيو آهي

18 . صفحي 221، 222 ۽ 223 تي ضمير غائب واحد ۽ جمع جا زمان مستقبل ۾ ڦيري جا مثال ڏيئي، محترم ٻرڙو لکي ٿو:

”متي ڏنل فعلي ڦيري ۾ ”لکندس“، ”لکنديس“، لکندين ”لکندينءُ“، ”لکنداسين“ ۽ ”لکنديوسين“ ۽ ”لکندوءُ“ فعلي صورتون پاڻ مان ضميري پڇاڙيون ڳنڍيل رکن ٿيون. انهن ضميري پڇاڙين موجب، سندن بيهڪ ڏاڍي گهٽ۔ وڌ ٿي پيئي آهي ۽ اسان کي انتهائي غلط مفهوم دماغ ۾ ويهاريو پيو وڃي“ (ص 221).

منهنجي خيال ۾ ٻرڙي صاحب جي ذهن تي اهو تاثر ويهجي ويو آهي تہ:

”اسين توهان وٽ شام جو نيڪ ڇهين وڳي پهچنداسون“

جملي ۾ ”پهچنداسون“ فعل ۾، ”-سون“، ضميري پڇاڙيءَ جو استعمال غلط آهي ۽ سندس (ٻرڙي صاحب) راءِ ۾ هي جملو هن طرح ڳالهائجي ها:

اسين توهان وٽ شام جو ٺيڪ ڇهين وڳي پهچندا

يا

توهان وٽ شام جو ٺيڪ ڇهين وڳي پهچنداسين/سون

ان ڪري هُو (ٻرڙي صاحب) هن جملي ۾ ”پهچندا“ فعل جي ڦيري جي آڌار تي هيئن ٿو لکي:

”پر ياڳ پلا آهن ”هي لکندو“، ”هيءَ لکندي“، ”هي لکندا“، ”هي لکنديون“، جا، جو اهي باقاعدي اصولي شڪل وارو فعل رکن ٿا، حقيقت اها آهي تہ ضمير غائب جي هر صورت سان واريسر جيڪا بہ ضميري پڇاڙي ملي ٿي اُن جو آواز فعل جي صورت (صيغي) ۾ ئي جذب/ حذف ٿي وڃي ٿو. جيستائين تعلق آهي ”توهين لکنديون“ جو اها پُل ڇُڪ ۾ بہ ان ئي شڪل ۾ رهڻي آهي ڇو تہ اها ئي ان جي فعلي صورت آهي ۽ اها ئي ضميري پڇاڙيءَ واري صورت آهي“ (ص 222).

ماهرن جي راءِ موجب:

”ٻولي هڪ تنظيم آهي. ٻولي انسان ذات سان گڏ وجود ۾ آيل آوازي نشانين ۽ علامتن جو هڪ اهڙو سرشتو آهي، هڪ اهڙو نظام آهي، هڪ اهڙي تنظيم ۽ عمل آهي، جنهن جي مدد سان هڪ سماجي گروهہ جا ماڻهو هڪ ٻئي سان وهنوار رکن ٿا، تعلق رکن ٿا ۽ هڪ ٻئي کي سمجهن ٿا.“(1)

يعني ڪنهن بہ سماجي گروهہ ۾ هڪ ٻئي سان تعاون لاءِ انسان ذات جي وات مان نڪتل آوازن جي سرشتي کي ٻولي سڏجي ٿو. هن ڏس ۾ آمريڪي ماهرن بلاڪ ۽ ٽريگر (Block and Trager) جو رايو آهي تہ:

---

(1) Surtevant E.H., An Introduction to Linguistic Sciense, New Haven,Yale University Press 1947, p.21

”ٻولي صوتين، آوازي نشانين، اهڃاڻن ۽ علامتن جي هڪ اهڙي تنظيم آهي، هڪ اهڙو سنڌاءُ آهي، هڪ اهڙو سرشتو آهي، جنهن جي مدد سان سماجي گروهه هڪ ٻئي سان وهنوار ۾ تعلق رکن ٿا.“ (2).

جيئن هيءَ ساري ڪائنات ۾ اُن جو نظام هڪ فطرتي عمل آهي، جيئن سج جو اُڀرڻ ۽ لهڻ، موسمن جو ڦر ۽ بدلجڻ، فصلن جو پوکجڻ ۽ لهڻ، جيئن برسات جو وسڻ ۽ هوائن جو لڳڻ، هڪ فطرتي عمل آهي ۽ جيئن هر فطرتي عمل ۾ قدرت ڪارفرما آهي، تيئن ٻولي به هڪ فطرتي عمل آهي. قدرتي نظام آهي. هڪ تنظيم آهي، جنهن ۾ جيئن آوازن جي اُچارڻ ۽ لفظن جي جُڙڻ ۾ صوتياتي سنڌاءُ، سرشتي ۽ تنظيم جو واسطو آهي، تيئن وري فقرن ۽ جملن ۾ لفظن جي ٻيهڪ ۽ انهن ۾ ڦير ڦار جملي ۾ لاهه ۽ چاڙهه، لفظن جي ڦيرن، گردانن ۽ صيغن ۾ وياڪرڻي جوڙجڪ، سرشتي، سنڌاءَ، ترتيب ۽ تنظيم جو دخل آهي. ٻوليءَ جي علم جا اُهي سڀ شعبا ڪنهن فطرتي ۽ قدرتي نظام ۽ تنظيم جي اصولن موجب عمل ڪن ٿا. اهي سڀ حصا ڪنهن نظام موجب جڙيل آهن، جنهن ۾ ناهڻ ۾ ڪنهن به انسان جو واسطو نه رهيو آهي.

مطلب ته ٻولي بقاعده آوازن جو هڪ سرشتو آهي، جنهن موجب انسان لاشعوري طور ڳالهائي ٿو يا لکي ٿو. هُو جنهن وقت به ڳالهائي ٿو يا لکي ٿو، تنهن وقت اهو هرگز نٿو سوچي ته فاعل پهرين رکي يا فعل پهرين ڳالهائي هوائين اصل نٿو سوچي ته صفت ڪٿي ڪم آڻي، حرف جر ڪيئن استعمال ڪري، هُو ٻوليءَ جو اهو سڄو سرشتو پنهنجي گهر ۾، پنهنجي پاڙي ۾، پنهنجي ماحول ۽ معاشري ۾ ننڍي هوندي کان خودبخود سکندو ويندو آهي؛ ڪيس ڪو به ڪونه ٿو ٻڌائي ته هي لفظ هن هنڌ ڪم آڻ، البت هر ماڻهوءَ جي سوچ جي گنجائش پنهنجي پنهنجي آهي. ڪن جي سوچ سمنڊ وانگر اٿاهه ۽ اونهي هوندي آهي ته ڪن جي سطحي، ڪن وٽ لفظن جي کوٽ هوندي

(2) Block and Trager, G.L., An Outline of Linguistic Analysis, Linguistic Society of America, America, 1942, p.5.

آهي تہ ڪي وري لغت جي ڪاڻ هوندا آهن. انهن سڀني ڳالهين جو واسطو ٻوليءَ جي سٽاءَ ۽ سرشتي سان ڪو نہ هوندو آهي.(1).

ڪي ماڻهو سمجهن ٿا تہ وياڪرڻ يا گرامر جا قاعدا ۽ قانون پهرين ٺهيا ۽ ٻوليون پوءِ ٺهيون. هن ڏس ۾ محترم امداد حسيني فرمائي ٿو:

"اها تہ هڪ مڃيل ڳالهہ آهي تہ ٻولي پهرين ٺهي ۽ گرامر پوءِ(2)؛ يا ڪي ائين سمجهن ٿا تہ ڪنهن بہ ٻوليءَ جي صوتياتي يا وياڪرڻي سرشتي يا سٽاءُ ڪي پنهنجيءَ مرضيءَ موجب ڦيرائي يا تبديل ڪري سگهجي ٿو، اهو ممڪن نہ آهي. اهو غلط قدم ٿيندو. اها سوچ غلط آهي. هر ٻولي جو سٽاءُ، پوءِ چاهي اهو صوتياتي هجي يا وياڪرڻي، هڪ قدرتي عمل ۽ ڪارنامو آهي جيڪو ٻوليءَ جي وجود سان گڏ وجود ۾ آيو." (3).•

مون مٿي عرض ڪيو آهي تہ ٻولي هڪ فطرتي نظام تحت جُڙي آهي. انهيءَ نظام يا تنظيم تحت هر ٻوليءَ جو پنهنجو پنهنجو مزاج ۽ پنهنجو پنهجو صرفيائي ۽ نحوي سانچو جڙيو آهي. انهيءَ اصول ۽ سوچ جي آڌار تي ٻوليءَ جو ڪوبہ چاڻو ٻرڙي صاحب جي مٿينءَ راءِ سان اتفاق نہ ڪندو تہ:

"توهين لکنديون". جملي ۾ "لکنديون" فعل جي شڪل "پُل چُڪ ۾ اها ئي رهڻي آهي."

محترم ٻرڙا صاحب! پهرين تہ اها پُل چُڪ اوهان جي سمجهہ جي آهي. ڀلا ڪٿي قبول بہ ڪريون تہ فعل جي اها شڪل پُل چُڪ ۾ اهائي رهڻي آهي تہ پوءِ ٻڌايو تہ اها پُل چُڪ ڪنهن ڪئي؟ ڇا قدرت جي نظام ۾ بہ ڪا پُل چُڪ ٿي سگهي ٿي؟

جيئن مٿي عرض ڪيو اٿم تہ ڪي زمان، اسم حاليہ مان ٺهن ٿا، انهن زمانن ۾ زمان مستقبل بہ اچي وڃي ٿو.

اسم حاليہ مان زمان مستقبل جيئن ٺهي ٿو. اُن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

---

(1) الانا غلام علي، ڊاڪٽر: سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس، ص ص 164- 165.

(1) الانا غلام علي، ڊاڪٽر: سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس حوالو ڏنو ويو آهي. ص 164.

(2) ايضا

| ضمير خالص | فعل جو ڏاتو | اسم حاليہ جي علامت | ضميري پڇاڙي | زمان جي ڦيري جا مثال |
|---|---|---|---|---|
| مان | لڪ_ | _اند_ | _اوس/س/_م | مان لڪندوس/مان لڪندس/لڪندم |
| اسين | لڪ_ | _اند_ | آسي/آسين/آسون/يوسين | اسين لڪنداسي/اسين لڪنداسين |
| تون | لڪ_ | _اند_ | _اين/اينءَ | تون لڪندين |
| توهين | لڪ_ | _اند_ | آ/يون | توهين لڪندا |
| هُو | لڪ_ | _اند_ | او/اِي | هُو لڪندو/لڪندي |
| اُهي | لڪ_ | _اند_ | آ/يون | اُهي لڪندا لڪنديون |

هنن مثالن مان اهو ثابت ٿو ٿئي تہ فاعل طور ڪم ايندڙ ضمير خالص سان فعل جي آخر ۾ مذڪر ۽ مونث جي ڦيري لاءِ ڌار ڌار ۽ ضميري پڇاڙيون ملائجن ٿيون. ضمير حاضر جي مثالن ۾، "تون لڪندين" يا "تون لڪندينءَ، "توهين لڪندا"، يا "توهين لڪنديون"، ضمير غائب جي حالت ۾ "هُو لڪندو" يا "هُوءَ لڪندي" ۾ ضميري پڇاڙيون موجود آهن. تنهن ڪري اهو بلڪل صحيح نہ آهي تہ "هي لڪندا" ۽ "هي لڪنديون" مثال ۾ ضميري پڇاڙي حذف يا جذب ٿي ويئي آهي، پر سنڌي ٻوليءَ جا اهڙا ڪيترائي مثال موجود آهن جن ۾ ساڳي ضميري پڇاڙي ڌار ڌار ضمير لاءِ ڌار ڌار ڪارج ادا ڪري ٿي؛ جيئن تہ:

توهين لڪنديون هُو لڪنديون

انهن ٻنهي مثالن ۾ "_يون" پڇاڙي ڪم آئي آهي.

ٻرڙو صاحب صفحي 238 تي لکي ٿو:

"اسان جا لکيل پڙهيل ۽ عالم جڏهن "آيس" ۽ لڪندس" جهڙا لفظ ڪم آڻين، تڏهن گهٽ ۾ گهٽ پاڻ کان هڪ سوال ضرور پڇن: ڇا/ ڪهڙو

سبب آهي جو فعل جي آخر ۾ ”-اس“ ڳنڍي لکان ٿو. بنا ”-اس“ ڳنڍڻ جي چو نٿو لکان؟

اهڙيءَ طرح:

”آيس“ ۽ ”ايندس“ جملن ۾ ”-س“ ضميري پڇاڙيءَ جو کارج ”آيس“

فعل زمان ماضيءَ ۾ ڪم آيو آهي، جڏهن ته ”ايندس“ فعل جو ڦيرو زمان مستقبل ۾ آهي پر ”س“ پڇاڙي ضمير متڪلم واحد طور ڪم آئي آهي. ساڳيءَ طرح ”ڪيم“ ۽ ”ڪندس“ مثالن ۾ ”م“ ۽ ”س“ پڇاڙيون ضمير متڪلم واحد مذڪر طور ڪم آيون آهن.

19. مٿي ڏنل مثالن جي سلسلي ۾ اهو عرض آهي ته ”سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس“ ڪتاب ۾ صفحي 131 کان 155 تائين علم صرف واري باب ۾ اڳياڙين ۽ پڇاڙين جي سلسلي ۾ واسطيدار ذاتن يا گروهن جو تفصيل سان ذڪر ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح علم نحو واري باب ۾ فاعل، مفعول ۽ فعلن جي ڦيرن، گردانن، متصل ۽ منفصل ضميرن جي باري ۾ تفصيل سان ذڪر ڪيو ويو آهي. مذڪوره ڪتاب ۾ جملن ۾ فعال ۽ فعلن جي گردانن ۽ ڦيرن جي سمجهڻ لاءِ فاعل سان، زمان مطابق مناسب فعل جي ڦيرن ۽ مخصوص ضميري پڇاڙين جي ملائڻ يا گڏجڻ جا مثال پڻ ڏنا ويا آهن. انهن مثالن جي آڌار تي اهو چئي سگهجي ٿو ته ٻوليءَ جو هر ڳالهائيندڙ لاشعوري طور، صحيح ۽ مناسب اڳياڙي ۽ پڇاڙي، واسطيدار فاعل يا مفعول سان، گهربل/ واسطيدار فعل زمان مطابق ڪم آڻيندو آهي ۽ گهربل ضميري پڇاڙيون ملائيندو آهي، ڇاڪاڻ ته اهل زبان هجڻ جي ڪري، هن کي فطرتي طور ٻوليءَ جي تنظيم، جملن اندر لفظن جي بيهڪ ۽ جي انتخاب ۽ جملي اندر لفظن جي سٽاءَ ۽ ڍار (Intonation) جي مدد سان لفظن جي بيهڪ ۽ سٽاءُ جي ڄاڻ هوندي آهي. ان لحاظ سان قاضي قادن جي اڳ ۾ بيان ڪيل بيت:

جوڳيءَ جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، سندين پريان پيچري.

۾ "جاڳايوس"، "هوس"، "ٿيوس"، فعلن ۾ "س" پڇاڙي جي استعمال کي ڪير غلط قرار ڏيندو؟

ٻرڙي صاحب مٿئين صفحي (223) تي ڏنل پنهنجيءَ راءِ کي اڳتي هلي صفحي 24 تي پاڻ ئي رد ڪيو آهي.

مٿي ڄاڻايل ٻنهي صفحن (صفحو 223 ۽ صفحو 24) تان ٻرڙي صاحب جا رايا هُوبهو نقل ڪري هيٺ ڏجن ٿا:

ضمير متڪلم: اسان خط/چٺي لکندا اسان خط/چٺيون لکندا.

ضمير حاضر: توهان خط / چٺي لکندا. توهان خط / چٺيون لکندا.

ضمير غائب: هي/هو خط/چٺي لکندا. هي/هو خط/چٺيون لکندا.

اهو مذڪر فاعل جي ڦيري جو مثال آهي.

ٻرڙي صاحب هنن مثالن ڏيڻ کانپوءِ ساڳئي صفحي (223) تي لکي ٿو:

"ڇا مٿي ڏنل سڄي ڳالهہ ٻولهہ ۽ ان ڪري فعلي بناوت، تبديلي ۽ ڦيري ۾ هڪ باقاعدگي ۽ اصولي شڪل نظر نٿي اچي. پوءِ مروج فعلي ڦيري (زمان مستقبل) ۾ "لکندس"، "لکنديس" وغيره ڪٿان آٽي ٽنبيو ۽ ٻوليءَ ۾ وياڪرڻي قاعدي کي بگاڙيو ويو آهي"(ص 223).

سنڌي ٻوليءَ جي هر هڪ ڳالهائيندڙ کي اهو معلوم آهي تہ ضمير متڪلم واحد، مذڪر يا ضمير متڪلم جمع مذڪر جي حالت ۾

مان خط/چٺي لکندو.

مان خط/چٺي لکندي.

جهڙا جملا ڪو بہ سنڌي ۽ اهل زبان هرگز ڪونہ ڳالهائيندو يا لکندو. يقينن اهي ۽ اهڙا جملا يا تہ ڪو گجراتي ماڻهو سنڌي ڳالهائيندي ڪم آڻيندو يا ڪو ڪيرٽر جبلن تان سياري ۾ هيٺ لهي ايندڙ بروهي

ڳالهائيندو، پر مون کي يقين آهي تہ ڪو بہ سنڌي اهل زبان اهي جملا ائين هر گز ڪونہ ڳالهائيندو.

ٻرڙي صاحب پنهنجي مذڪوره راءِ کي صفحي 239 ۽ 240 تي جن جملن ۾ رد ڪيو آهي. اهي جملا هو بهو ڏجن ٿا:

”مهربان دوستن بحث مباحثو ڪندي ان ڳالهہ کي مڃيو ۽ ڪجهہ دوستن ائين چيو تہ اها ڳالهہ درست آهي.....:

”مان آيس يا مان آيم“،

”مان لکندس يا مان لکندم“ ۽

”مان لکان ٿو يا اسان لکون ٿا“.

جهڙا جملا بہ هروڀرو ڪي غلط نہ آهن. اها ڪجهہ ٻولين جي خصوصيت هوندي آهي تہ اهي پاڻ ڪي اهڙا طور طريقا رکنديون آهن، جن کي سنڌن گرامر جي نوس اصولن پٽاندر/بيان/ثابت نٿو ڪري سگهجي. سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ اهڙيون خصوصيتون آهن، جن مان هڪ ضمير يعني فاعل کي بہ پيرا ورجائڻ آهي. ائين چوڻ جي ڪري جملي ۾ هڪ قسم جو زور، شدت، اسٽريس (Stress) ۽ گهرائي پيدا ٿئي ٿو“ (ص ص 239_ 240).

انهيءَ وضاحت کانپوءِ ٻرڙي صاحب پنهنجي انهيءَ بيان تان هن طرح هٽ ڪنيو آهي:

”اها، هڪ غلط ڳالهہ کي، هڪ صحيح ڳالهہ وسيلي صحيح ثابت ڪرڻ جي هڪ ناجائز ڪوشش سڏي سگهجي ٿي، جيڪڏهن ڪجهہ خاص حالتن ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ، ڪجهہ خاص معاملن ۾ جنگ ڪرڻ جائز هجي تہ ڇا، هر ڳالهہ ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ هر معاملي ۾ جنگ ڪرڻ جائز ٿي پيو ڇا؟ اسان وٽ تہ زمان حالت جو هر جملو ساڳيو فاعل بہ پيرا آڻي لکيو وڃي ٿو“ (ص 24).

ٻرڙي صاحب جي انهيءَ راءِ کي بہ هرگز قبول نٿو ڪري سگهجي، جنهن ۾ هُو لکي ٿو:

”ضمير متڪلم بدران “_اس“ ضميري پڇاڙي ڪم آڻڻ منهنجي نظر ۾ غلط آهي، تنهنڪري اُن کي هتي ڇاٽايل بحث هيٺ آڻڻ بيڪار آهي“ (ص. 24)

مون اڳ ۾ عرض ڪيو آهي تہ سنڌي ٻولي ٻين ٻولين وانگر هڪ فطرتي تنظيم آهي ۽ فطرتي اصولن موجب جڙيل آهي. هن جا صرفي ۽ نحوي اصول ۽ قانون، هن جو مزاج، فطرت طرفان جوڙيل آهن. انهن اصولن تحت ”مان آيس“ ۽ ”مان ايندس“ جملن ۾ ، زمان ماضي ۽ زمان مستقبل ۾ فاعل ”مان“ (ضمير متڪلم) جي صحيح گردارن /ڦيري لاءِ فعل جي ڌاتوءَ جي پويان، ٻنهي زمانن جي حالت ۾ ساڳي ضميري پڇاڙي ”_س“ يا ”_م“ ملائي ويندي آهي؛ جيئن:

”مان آيس/مان آيم“ ۽ ”مان ايندس/مان ايندم“ هر لحاظ کان ۽ هر حالت ۾، سنڌي ٻوليءَ جي نحوي اصولن موجب، صحيح آهي. سنڌي ڳالهائيندڙ اصل زبان لاشعوري طور ”_س“ ۽ ”_م“ ضميري پڇاڙيون فعل جي ڌاتوءَ سان، ٻنهي زمانن جي حالت ۾ ضرور ملائيندو آهي.

20. ٻرڙي صاحب برصغير جي هڪ وڏي شاعر ۽ سنڌي ٻوليءَ جي وڏي ڄاڻو محترم شيخ اياز جي ڪتاب ”ساهيوال جيل جي ڊائريءَ“ مان صفحي 23 ۽ 27 جا مثال ڏيئي لکي ٿو:

”اڱڻ ۾ آيس، آڏو ”مان“ ڏيڻ سان، يا ”کوليءَ ۾ موٽي آيس“، آڏو ”مان“ ڏيڻ سان، ڇا هتي جملي ۾ زور شدت، استريس، گهرائي پيدا ڪئي ويئي؟ ڇا هنن جملن ۾ شدت پيدا ڪرڻ جي ڪا گهرج آهي بہ، ۽ ڇا شاعر شعوري طور ڄاڻي ٿو تہ ”مان“ ڪم آڻڻ جي ڪري هُو پنهنجي جملي ۾ شدت پيدا ڪري رهيو آهي؟“

منهنجي خيال ۾ ”مان“ فاعل سان، فعل لازمي ”آيو“ جي پويان زمان ماضيءَ جي حالت ۾ ”س“ پڇاڙي استعمال ڪري، ”مان آيس“ يا ”مان اڱڻ ۾ آيس“ جملو ڳالهائڻ يا لکڻ ۾ شيخ اياز جهڙي ماهر ڪا بہ غلطي ڪانہ ڪئي

آهي. افسوس هن ڳالهه جو آهي تہ تنقيد خاطر شيخ اياز جهڙي سنڌي زبان جي وڏي ڄاڻوءَ جي ٻوليءَ کي غلط ٺهرائڻ ۾ هيئن چوڻ تہ:

”ضمير متڪلم بدران ”ـس“ ضميري پڇاڙي ڪم آڻڻ منهنجي نظر ۾ غلط آهي“ (ص. 24).

مون مٿي قاضي قادن جو بيت ڏيئي عرض ڪيو آهي تہ ضمير متڪلم جي بدران ”ـس، پڇاڙي ڪم آڻي سگهجي ٿي. لطيف سائينءَ جي ڪلام ۾ اهڙا ڪئين مثال ملن ٿا، مثلاً:

تو در آيس داسڙا، جاجڪ وٺي جيءُ،

يا هن مصرع ۾:

مُئيس جهل مهار، ڪُئيس ڪاهہ م ڳرهو

يا:

پيئر آءُ، پُلياس، نہ تہ سڪ سمهڻ ڇا لڳي.

يا:

سو رسنديندم سپرين، ڪيس جه ڪباب.

اهڙيءَ طرح سچل سرمست پڻ ضمير متڪلم جي بدران ”ـس“ پڇاڙي ڪم آندي آهي، جيئن:

وينءِ هيُڙس واٽ تي، اچي وسيلو ٿيو.

ٻرڙي صاحب وڏيڪ مثال بہ ڏنا آهن:

”مان سچ ڳالهايم“. ان جملي جو مطلب آهي: ”مان سچ ڳالهايو“.

ڇا هن جملي ۾ ضمير ”مان“ بہ پيرا فاعل طور آڻڻ ڪري شدت ۽ گهرائي پيدا ٿي آهي، يا مورڳو جملو ئي بگڙي غلط ٿي ويو آهي“ (ص 24).

منهنجيءَ را ءِ ۾ ”مان ڳالهايم“ جملو ڳالهائڻ واري جي سندس گفتگو جي انداز کي ظاهر ڪري ٿو ۽ سندس پنهنجي لهجي ۽ اُن جي ٻوليءَ

جي مزاج مطابق آهي. هونئن بہ ”ڳالهايم“ اڻپوري گفتگو ظاهر ڪري ٿو. جڏهن تہ ”مان ڳالهايم“ گفتگو کي مڪمل ڏيکاري ٿو.

ٻرڙو صاحب فرمائي ٿو:

”مان سچ ڳالهايو“ چوڻ کپي ها يا سچ ڳالهايم چوڻ کپي ها.“

پر جيڪڏهن ”مان سچ ڳالهايم“ – چيو ويو تہ کهڙي اربعا خطا ٿي. اهو بہ ڳالهائڻ جو هڪ انداز آهي.

21. ٻرڙي صاحب هڪ ٻيو مثال بہ ڏنو آهي:

”وزير وزير ڪوڙ ڳالهايو

ماڻهوءَ ماڻهوءَ سچ ڳالهايو“ (ص. 24)

حقيقت ۾ هنن جملن ۾ ”وزير وزير“، ”ماڻهوءَ ماڻهوءَ“ لفظن جي ترڪيب (سٽاءُ) وارا لفظ، علم +للسان موجب هڪ ڏار موضوع يعني ”تڪرار“ (Reduplication) طرف ڌيان ڇڪائين ٿا. اهي مثال ”مان سچ ڳالهايم“ جهڙي جملي لاءِ دليل نہ آهن.

سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظن جي تڪراري صورتن جي سلسلي ۾ ”سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس“ ڪتاب جا 60 کان 65 تائين صفحا پڙهڻ گهرجن، جن ۾ لفظن جي تڪراري صورتن جا مثال ڏنا ويا آهن. ٻوليءَ ۾ لفظن جو اهڙو استعمال، سونهن ۽ سوڀيا کان سواءِ، وياڪرڻي ڪارج بہ ڏيکاري ٿو.

لهذا ”مان سچ ڳالهايم“ جملي ۾، ضمير، فاعل هڪ دفعو ڪم آيو آهي ”مان“؛ ٻيو مثال ”م“ ضميري پڇاڙي آهي، جيڪا فعل جي گردان لاءِ ضرورت پوري ڪري ٿي. اها هڪ وياڪرڻي تقاضا آهي، جيڪا وياڪرڻي اصولن جي پورائيءَ لاءِ ڪم اچي ٿي. اها چُڪ نہ آهي، جيڪا ٻرڙي صاحب جي راءِ ۾ ”اڻجاڻائيءَ ۽ بيڌيانيءَ سبب يا غفلت جي ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ پيدا ڪئي وئي آهي.“ بلڪ اهو ڪنهن هڪ خطي جي محاوري جو هڪ

انداز/اندازِ گفتگو آهي، جيئن ڪيترن ئي خواتين يا ڇوڪرين کي هيئن ڳالهائيندي ٻڌو ويندو آهي:

اسين ٻلا هلون ٿا         ڇوڙ ڪپي ها:         اسين ٻلا هلون ٿيون

آپا، اوهين ڪٿي ويا هئا؟         ڇوڙ ڪپي ها:         آپا، اوهين ڪٿي ڪٿي ويون هيون؟

اسين نوٽس لکون ٿا.         ڇوڙ ڪپي ها:         اسين نوٽس لکون ٿيون.

ڳالهائڻ جو اهو بہ هڪ انداز آهي جنهن لاءِ لسانيات جي اصولن موجب رعايت ڏني ويئي آهي. اهو انداز ٻوليءَ جي مزاج مطابق آهي، جنهن کي لسانيات ۾ Honorofic form چئبو آهي. پوءِ ٻلي انهيءَ انداز کي ڪي صاحب غلط سمجهن.

ٻرڙي صاحب صفحي 242 تي شڪارپوري لهجي جا مثال ڏيئي منهنجي هن دعويٰ کي صحيح ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

منهنجي هن اڀياس جي جائزي جو لُب لباب، ٻرڙي صاحب سندس مقالي ۾ صفحي 243 تي سندس راءِ ۾ هيئن ڏنو آهي:

”اهو عمل بہ چٽيءَ طرح اعلان ڪري ٿو/ٻڌائي ٿو تہ فعلي صيغن جون سموريون اڏاوتون ڪي اتفاقي، اوچتو بنا ڪنهن سوچ ويچار جي وجود ۾ نہ آيون آهن، پر هڪ منظم سرشتي موجب باقاعدگيءَ سان، اصولي پابندين هيٺ جوڙيون ويون آهن“ (243).

ٻرڙي صاحب ساڳئي صفحي تي بلڪل صحيح فرمايو آهي:

”ڇا ايڏيءَ عاليشان فني اڏاوت جا خالق، فنڪار ۽ مصور، چوٽيءَ جي ڏاهن، اڪابرن ۽ سگهڙن کان گهٽ درجي جا هوندا؟ اها مهارت، تنظيم ۽ سمجهہ وڏي واڪ ٻڌائي ٿي تہ هن ٻوليءَ جا خالق، وياڪرڻ جوڙيندڙ ۽ لفظن جي ايڏي نفيس گهڙاوت ڪندڙ زبردست قدم جي ڳڻ ڳوت جا مالڪ هئا“ (ص 243).

بهرحال جنهن جملي ٻرڙي صاحب کي هيڏي وڏي پرمغز مقالي لکڻ لاءِ مجبور ڪيو اُهو جملو آهي:

”اسين توهان وٽ شام جو نيڪ ڇهين وڳي پهچنداسين“

پر ٻرڙو صاحب لکي ٿو تہ اهو جملو ائين ڳالهائڻ غلط آهي ۽ اهو جملو هيئن ڳالهائڻ کپي:

”اسين توهان وٽ شام جو نيڪ ڇهين وڳي پهچندا“ (ص 25).

منهنجي خيال ۾ پويون جملو غلط آهي ۽ جملو هيئن بہ ڳالهائي/لکي سگهجي ٿو:

”اسين توهان وٽ شام جو نيڪ ڇهين وڳي پهچنداسين/سون

يا

”توهان وٽ شام جو نيڪ ڇهين وڳي پهچنداسي/سين/سون

يا

شام جو نيڪ ڇهين وڳي پهچنداسونَ.

۽ اهو ياد رکڻ گهرجي تہ جيئن اهو جملو اڪيلو (ڪنهن گفتگو جي حصي کانسواءِ) ڳالهائبو تہ پوءِ ”اسي“ ضمير فاعل طور ضرور ڪم آڻبو پر جيڪڏهن اهو جملو ڪنهن گفتگو هلندي ڳالهائبو تہ پوءِ اُن گفتگو جي حصي طور ڳالهائبو تہ پوءِ ”اسين“ ضمير فاعل طور ڪم آڻڻ جي ضرورت ڪانهي، البت سارو دارومدار جملي ۾ ڪم آندل گفتگو ۽ اُن لاءِ ڍار/جهيلار تي آهي. نتيجي طور هيئن چئي سگهبو تہ سنڌي ٻوليءَ جي ماهرن کي هن موضوع تي خاموش رهڻ نہ کپي تہ سنڌي وياڪرڻ جي سلسلي ۾ ڇيڙيل هن بحث تي پنهنجا خيال ضرور ظاهر ڪرڻ کپن.

مددي ڪتاب

(1) الانا، غلام علي، ڊاڪٽر: سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو 1987ع، ص ص 22- 23، 43-45، 52-53، 164- 165.

(2) ايضا، سنڌي معلم، سنڌي ادبي بورڊ، ڇام شورو، ص ص 132، 133، 138_ 152.

(3) ايضا، سنڌي صورتخطي ڇاپو ڇوٿون،سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، 1993ع، ص 14.

(4) ڀيرومل آڏواڻي: وڏو سنڌي وياڪرڻ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو 1985ع، ص ص 141، 221 کان 229 ۽ 235 کان 24.

(5) شمس العلماء مرزا قليچ بيگ: سنڌي وياڪرڻ (ڇئن ڀاڱن جو گڏيل ڇاپو)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو 1992ع،ص ص 53، 55، 168، 176، 214 کان 218، 236.

(6) ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر: شڪارپور جي ٻولي، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 1992ع، ص 51.

(7) واحد بخش شيخ: سنڌي ٻوليءَ جو صرف و نحو سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو 1986ع، ص 75.

(8)) Block, B, and Trager, L. “Outline of Linguistic Analysis”, Linguistic Society of America, Bltimore, 1942, pp.12&13.

(9) Gleason H.A., An Introduction of Descriptive Linguistics, New York, Holt Riehard and Wilson, 1961.

(10) Sachau, E.C., Dr., Alberunis India, English Edition, Vol:I, Lahore, Government of Pakistan, 1961, pp, 448_ 450.

(مهراڻ 1_1995ع)

# سمن جي دور جي سرڪاري ٻولي

ڊاڪٽر هدايت پريم

”مهراڻ“ 1995/2ع ۾ نامور محقق غلام محمد لاکي جو مضمون ڇپيو آهي ”سمن جي دور جي علمي ۽ سرڪاري ٻولي“. مضمون تمام عمدو ۽ عرقريزيءَ سان لکيل آهي. سندس محنت داد لهڻي. لاکي صاحب جي سنڌ جي تاريخ تي ڪيل جاکوڙ کي تحسين جي نگاهه سان ڏٺو وڃي ٿو خاص طور سمن جي دور تي سندس لکيل ڪتاب ”سمن جي سلطنت“ سندس تحقيقي قابليت تي شاهد آهي.سندس ڪيترن ئي مداحن مان هڪڙو مداح آءٌ بہ آهيان.

محترم غلام محمد لاکي صاحب پنهنجي مضمون ۾ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ سمن جي دور جي سرڪاري ٻولي عربي هئي ۽ نہ فارسي. مذڪوره راءِ قائم ڪرڻ لاءِ لاکي صاحب جيڪي دليل ڏنا آهن، سي مختصر طور هي آهن:-

1- سمن جي دور جي تعميرات جا ڪتبا نوي سيڪڙو عربيءَ م آهن.

2- سمن جي دور جا بہ ڪتاب دستياب ٿيا آهن جيڪي عربيءَ ۾ آهن: ”الزُبدة“ ۽ تُذڪرة المراد.“

3- دهليءَ جي مرڪزي حڪومت ۽ سنڌ جي سمن جي وچ ۾ ڪڏهن بہ مفاهمت پيدا نہ ٿي، تنهنڪري ٻاهران نافذ ٿيندڙ فارسي ٻولي سمن جي آزاد حڪمران کي نہ ٿي آئڙي.

4- سمن جي دور جي سکن تي عربي رسم الخط موجود آهي(1).

هن مضمون ۾ آءٌ چئني دليلن جو قدري تفصيلي جائزو پيش ڪريان ٿو.

1- ڪتبا:

سمن جي دور جا ڪتبا نوي سيڪڙو عربيءَ ۾ آهن. محترم غلام محمد لاکي جي هيءَ راءِ گهڻي حد تائين درست آهي، پر مڪليءَ جي شهر خموشان ۾ سمن جي ڪرايل تعميرات جي ڪتبن کي باريڪ بينيءَ سان

جاچبو تہ معلوم ٿيندو تہ ڪتبن جي تحرير ۾ اڪثريت عربيءَ ۾ قرآن مجيد جون آيتون ۽ حديثون لکيل آهن. ڪلام پاڪ جو آيتون ۽ ٻيا ڪلما وغيره عربيءَ ۾ ئي لکي سگهجن ٿا. ڄام نظام الدين جي مزار ۽ دولهہ دريا خان جي مزار تي لڳل ڪتبا ڏيان طلب آهن. خاص طور مڪلي نامي ۾ ڏنل تصويرون صفحي نمبر 785 کان 793 تائين ڏسڻ گهرجن.

سمن جي دور جي فارسي ڪتبن جو ذڪر ڪندي لاڪو صاحب لکي ٿو تہ هڪ ڪتبو سيوهڻ ۾ قلندر جي درگاهہ تي لڳل آهي، ان مان ظاهر آهي تہ مذڪوره ڪتبو فيروز تغلق جي دور ۾ سندس حڪم تي لڳو هو. ٻيو فارسي ڪتبو گجي شهر جي پرسان شيخ ترابيءَ جي مزار تي لڳل هو جو هن وقت سنڌ ميوزيم حيدرآباد ۾ رکيل آهي. هن ڪتبي جي شروع وارين سٽن ۾ فيروز تغلق جو نالو چٽو آهي. هنن ٻن ڪتبن کانسواءِ سيوهڻ ۾ ٻہ وڏيڪ فارسيڪتبا پڻ فيروز تغلق جي دور جا يادگار آهن. انهن جي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو تہ آزاد سمن ڄامن جو هن ڏس ۾ ڪو بہ عمل دخل نہ هو. اهي ڪتبا دهليءَ جي بادشاهن جي حڪم ۽ پاليسيءَ پٽاندر لڳا هئا. مهراڻ1995/2ع، صفحو 52۔ 53)

سمن جي دور جو هڪ ڪتبو سرائڪيءَ ۾ پڻ مليو آهي، جيڪو سنجرپور (بهاولپور) جي هڪ کوهہ مان ڏيڍ سو ورهيہ اڳ نڪتو هو. جنهن جي پڙهڻي مولانا حفيظ الرحمان ”ذڪر ڪرام“ ۾ هيٺينءَ ريت ڏيندي لکيو آهي تہ منجهس جنهن سڪندر جو نالو ڄاڻايل آهي سو سنڌ جو سمو بادشاهہ ڄام سڪندر هو. ڪتبي تي تحرير هي آهي:

سلان سلبند ٿپيان ڦگيا نام نصير
کوه کتايا پتر گامڻ دي انڙ نام حمير
وقت سڪندر بادشاهہ، ملڪ ڏٺي پهلوان
رعيت راضي ايهہ جي، جو ٻيا نت جوان
هڪ لک سلان لڳ چڪيان، ٿيا کوهہ تمام
تِري سو ٻوٽي باغ دي، راڏي انڙ ڄام. (2)

دهليءَ جي حاڪمن يعني تغلقن جي حڪم ۽ پاليسيءَ پٽاندر سنڌ ۾ فارسيءَ جا ڪتبا لڳايا ويا. تغلقن جي پاليسيءَ ۾ فارسي ٻولي جو نفاذ بہ شامل آهي. ڪتبا فارسيءَ جا لڳي سگهن ٿا تہ فارسيءَ جو نفاذ بہ ممڪن آهي.

فارسي ڪتبا برابر تغلق جي حڪم تي لڳا، انهن کي بہ سمن جي دور سان ئي منسوب ڪيو ويندو ۽ لڳائڻ وارا ڪاريگر، ڪيليگرافر/ ڪاتب تہ دهليءَ مان نہ آيا هوندا. يقينن سنڌ جي ڪاريگرن ۽ ڪاتبن جي هٿان ڪتبا لڳايا ويا هوندا.

فارسي ڪتبن جو موجود هئڻ ۽ برقرار رهڻ پڻ هڪ طرح جي ثابتي آهي تہ فارسي ٻوليءَ کي ايتري اهميت هئي تہ ڪتبا فارسيءَ ۾ اڪرايا ويندا هئا ۽ سنڌ جا ماڻهو فارسي چڱي طرح لکي پڙهي سگهندا هئا. فارسي ڪتبن جي موجودگي ۾ ائين چئي نٿو سگهجي تہ سمن جي دؤر جي سرڪاري ٻولي عربي هئي، بلڪ فارسي ڪتبا هن ڳالهہ جا غماز آهن تہ فارسي ٻوليءَ کي جوڳي اهميت حاصل هئي.

مڪليءَ جي قبرستان ۾ لڳل ڪتبا عربيءَ ۾ انڪري آهن تہ سنڌ ۾ عربي مذهبي ٻولي ۽ مقدس ٻوليءَ جو درجو رکي ٿي، ۽ سما حڪمران خدا جي فضل سان ڏاڍا نيڪ ۽ ديندار مسلمان هئا. هنن ثواب خاطر قبرن تي عربيءَ ۾ ڪتبا اڪرايا. سنڌ جي حدن اندر ئي هڪ فارسي ڪتبي جو احوال ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڏنو آهي:

اباوڙي تعلقي ۾ ريتي اسٽيشن کان ٽي چار ميل ڏکڻ طرف ۽ اڳوٽي ريٽي ندي جي ٿٽل وهڪري کان ميل ڏيڍ اوپر طرف ”وجھوٽ“ جي ٿٽل شهر جا کنڊر آهن. سن 1873ع ۾ کوٽائيءَ دوران هڪ سر هٿ آئي، جنهن تي هيٺين عبارت اُڪريل هئي:

سلطان سڪندر بادشاهہ هي شان سيف اسم بالا

سرڪار زهي سن سي باش 35512

كاريگر را قلم عد مرشد بس كار ابو راطا

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي خيال ۾ اها سر سلطان سڪندر جي عهد ۾ ٺهي ويئي. ڪتبي جي پهرين سٽ سرائيڪي ٻوليءَ ۾ آهي. آخري سٽ جي پڙهڻي غالبا فارسيءَ ۾ ”كاريگر را قلم قاصر شد بس كار او تمام(شد)“ معلوم ٿئي ٿي. (3)

سمن جي دور جي ڪتبن لاءِ ائين چوڻ درست آهي ته قبرن ۽ مقبرن تي اڪرايل اڪثر ڪتبا عربي ٻوليءَ ۾ آهن. جڏهن ته ٻين تعميرات تي ڪتبا فارسيءَ ۾ اڪرايا ويا آهن.

گجي شهر جي پرسان شيخ ترابيءَ جي مزار تي جيڪو ڪتبو آهي ان ۾ علاوء الدين ڄام جوڻي جو نالو ۽ سن 872 هه اڪريل آهي. ڪتبي جون پهريون ٻه سٽون هي آهن:

بعد شهر يار دهر سلطان داور (ڪذا)

شهه فيروز منصور و مظفر در صف شاهان

پير حسام الدين راشدي مڪلي نامي ۾ لکي ٿو:

اهو ڪتبو تعليق ۾ آهي. 3 صفر 872 هه ۾ فيروز تغلق جي دور ۾ ڄام علاؤالدين جي حڪم تي موسيٰ بن شاهجهان اهو مقبرو ٺهرايو(4).

غلام محمد لاکي صاحب جي خيال ۾ سمن جي شروعاتي دور جي فارسي ڪتبن لڳائڻ ۾ آزاد سنڌ جي سمن جو ڪو به عمل دخل نه آهي. دراصل ڳالهه ته پڌري پٽ آهي ته ڪي سما حاڪم دهلي حڪومت جا ڏن پرو به هئا ته ڪي آزاد به هئا. سمن جي سموري دور کي نظر ۾ رکڻو پوندو. دهليءَ جي حاڪمن به يا ٿي پيرا سمن کي پنهنجي اثر هيٺ آندو. ائين ڪيئن ٿي سگهي ٿو ته دهليءَ جي اثر واري عرصي ۾ فارسي رائج هجي ۽ جڏهن آزادي نصيب ٿي ته فارسيءَ کي نيڪالي ڏئي عربيءَ کي نافذ ڪيو ويو هجي، ۽ وري جڏهن دهليءَ جو دٻاءُ هجي. فارسي قائم ڪئي وڃي. آزاد سنڌ گهڻي ۾ گهڻو عرصو ۽ سونهري دور ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي جي زماني

۾ ڏٺو يعني تہ ڄام نندي پريا 48 سال حڪومت ڪئي، جيڪو پاڻ فارسيءَ جو شاعر بہ هو. سندس هڪ رباعي هن وقت تائين محفوظ رهي سگهي آهي:

اي آنکه ترا نظام الدين ميخوانند
تو مفتخري مرا چنين ميخوانند
گر در ره دين از تو خطائي افتد
شک نيست که کافر لعين ميخوانند.(5)

جيئن تہ قبرن تي ڪتبن جو عربيءَ ۾ هجڻ جو اهڙو ڪو نوس ثبوت نٿو چئي سگهجي، جنهن جي بناءَ تي چئجي تہ سمن جي دور جي سرڪاري زبان عربي هئي. ٻئي طرف هن دور جي مقبرن ۽ عام تعميرات تي فارسيءَ ۾ اڪريل ڪتبن جي موجودگي سبب خاطر خواهہ نموني چئي نٿو سگهجي تہ سمن جي سموري دور ۾ آزاد توڙي دهليءَ جي تسلط هيٺ آيل سنڌ ۾ فارسي ئي سرڪاري ٻولي هئي.

2_ ڪتاب:

محترم غلام محمد لاکي جي راءِ موجب سمن جي دور ۾ تحرير ڪيل بہ ڪتاب_ هڪ "الزبُدة" ۽ ٻيو "تذڪرة المراد"_ موجود آهن، تنهن مان اندازو لڳايو ويو آهي تہ عربي ٻولي سمن جي سرڪاري ٻولي هئي.

ڪتاب "الزبدة" جي باري ۾ احوال لکندي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجا خيال هن طرح پيش ڪيا آهن:

"سمن حاڪمن ذاتي طور تي درسي ڪتابن لکائڻ جي ڪوشش ورتي، جنهن جو ثبوت ان دؤر ۾ منطق بابت لکايل هڪ درسي ڪتاب مان ملي ٿو جو اتفاقن زماني جي دستبرد کان بچي ويو آهي ۽ اڄ تائين قلمي صورت ۾ موجود آهي. منطق جي درسي ڪتاب "شمه في الميزان" جي مطالعي کي وڌيڪ آسان بنائڻ خاطر ڄام انڙ عرف محمد سڪندر شاهہ ثاني سن 857/58(1356ع) ڌاري مئنگلور (ڪانياواڙ) جي استاد ۽ عالم مولانا علاء الدين کي استدعا ڪئي تہ هو نئين سر سمجهاڻي (شرح) سان اهو ڪتاب

مرتب ڪري، جنهن تي مولانا علاوء الدين ”الزُبدة“ نالي ”شمه في الميزان“ جي شرح لکي. “ (6)

ٻيو ڪتاب، جنهن جو ذڪر لاکي صاحب ڪيو آهي، سو آهي ”تذڪرة المراد“. هي ڪتاب سمن جي دور ۾ حاجي محمد حسين صفائي لکيو.هن ڪتاب جي باري ۾ سيد حسام الدين راشدي صاحب لکي ٿو:

شيخ محمد حسين صفائيءَ جي والده سيد محمد حسين المعروف بہ پيرمراد شيرازي جي گهر ۾ ڪم ڪندي هئي. شاهہ حسن ارغون ٻہ دفعا شيخ جي زيارت ڪرڻ جي خواهش ڪئي، ليڪن ڪيس اجازت ڪانہ ڏنائين. پنهنجي پير جي سوانح ۾ ”تذڪرة المراد“ (عربي) تاليف ڪيائين. سن 931 هہ ۾ فوت ٿيو. (7)

”تذڪرة المراد“ جو هڪ نسخو سيد احمد (پير مراد شيرازي جو والد) جي اولاد مان سيد محمد نور الدين حسين وٽ ڀهروچ ۾ موجود هو. هي ڪتاب پير حسام الدين صاحب مڪلي نامہ جي حاشين جي ماخذ طور بہ ڇاٽايو آهي. (8)

پير مراد شيرازي، جنهن جي سوانح هن ڪتاب ”تذڪرة المراد“ ۾ ڏني ويئي آهي، سو سنڌ ۾ هڪ ڪامل بزرگ ۽ ولي الله هو. تحفة الڪرام ۾ آيو آهي تہ شيخ صدر الدين حضرت ذڪريا ملتاني جو ڏوهٽو جڏهن ٺٽي آيو ۽ اچي ساڻس مليو، تڏهن ڪيس چيائين تہ ”مراد مشائخاني و از تو مرادها حاصل شوند“. پير مراد شيرازيءَ جو ڏاڏو ۽ والد صاحب سن، 7هہ ۾ شيراز مان هلي سنڌ آيا. شيراز جو خاندان ٺٽي ۾ علم و دانش جو هڪ مينار هو. شيرازي عالمن جي پنهنجي مادري زبان فارسي هئي.

سمن جي دور ۾ تصنيفات عربي توڙي فارسيءَ ۾ ٿيون، جي هن دور جون علمي ۽ ادبي زبانون هيون. غلام محمد لاکو صاحب پنهنجي ڪتاب ”سمن جي سلطنت“ ۾ لکي ٿو:

”دريا خان جي شهادت کانپوءِ سنڌ جو تختگاهه ٺٽو ڏهن ڏينهن تائين آگ ۾ خون ۾ سڙندو رهيو. ڏهن ڏينهن ۾ هن تباهيءَ شهر جي رونق ۽ چهچٽو ختم ڪري ڇڏيو. سوين گهر اجڙيا ۽ هزارين ماڻهو شهيد ٿيا. ان تباهه ڪن حالت ۾ نه شريف جي عزت محفوظ رهي ۽ نه وري عالم جو علم ۽ ڪتاب بچي سگهيا.“(9)

3_ ٻولي: لاکو صاحب پنهنجي مضمون ۾ لکي ٿو ته ”سنڌي حاڪمن مڪمل آزادي وٺڻ کان پوءِ غلامي ۽ محڪومي جي هر نشان کي ختم ڪيو هوندو. فارسي ٻولي بدستور سرڪاري ٻولي رهندي اچي ها ته (علاوء الدين ڄام جوڻي کان پوءِ) سمن جي خاتمي تائين سنڌ ۾ هن ٻوليءَ ۾ تصنيف ۽ تاليف جا انبار لڳي وڃن ها.“ (صفحو 54) فرض ڪجي ته سمن جي دور ۾ عربي سرڪاري ٻولي هئي ته پوءِ عربي ٻوليءَ ۾ تصنيف ڪيل ڪتابن جا انبار ڪٿي آهن؟ صرف ٻه ڪتاب دستياب آهن، تن مان هڪ مصنف مولانا علاؤالدين مئنگلوري ڪاٺيا واڙ جو رهاڪو هو. ڇا سمن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ عربيءَ جو ڪوبه اهڙو عالم ڪونه هو جيڪو عربي ڪتاب ”شمه في الميزان“ جي آسان شرح لکي سگهي ها ! اها ڪهڙي مجبوري هئي جنهن سبب ڪتاب ”الزبدة“ لکڻ لاءِ ڪاٺياواڙ جي عالم کي چيو ويو. سمن جي دور ۾ عربي سرڪاري ٻولي هجي ها ته سندن درٻار عربيءَ جي عالمن سان ڀريل هجي ها، پر ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته سمن حاڪمن مان ٻه حاڪم پاڻ فارسيءَ جا شاعر هئا ۽ سندن شان ۾ قصيدا به فارسيءَ ۾ ملن ٿا. سمن جي دؤر ۾ ايران، هرات ۽ وچ ايشيا جي اهڙن علائقن مان عالمن، فاضلن ۽ استادن جو هڪ وڏو انگ دعوت ڏئي سنڌ ۾ گهرايو ويو، جتي جي علمي ۽ عام ٻولي فارسي هئي. سمن جي سرڪاري زبان عربي هجي ها ته عرب علائقن مان عالم گهرايا وڃن ها. سمن جي دور سان تعلق رکندڙ فارسيءَ جي ڪن عالمن جا نالا ڊاڪٽر الانا صاحب ڏنا آهن: ڄام نندو، قاضي قاضن، شيخ عيسيٰ لنگوٽي، مخدوم بلال، قاضي شيخ محمد اُچي، مولانا ضياءُ الدين راهوٽي، مولانا مصلح الدين لاڙي،

سيد مراد شاهہ شيرازي ۽ سيد علي شيرازي (10). فارسي شاعر، جن جو تعلق سمن جي دور سان آهي، تن مان ڪي نالا غلام محمد لاکي صاحب پڻ زير نظر مضمون ۾ ڏنا آهن: اثير الدين ابهري، انوار، مخدوم بلال، شيخ حماد، عبدالعزيز ابهري، عيسيٰ برهانپوري ۽ چار ننڊو. (صفحو 51).

مٿي ڄاڻايل سمورين حقيقتن مان معلوم ٿئي ٿو تہ سمن جي دور ۾ ٻئي ٻوليون عربي توڙي فارسي، علمي ۽ ادبي حيثيت ۾ موجود هيون. تصنيف و تاليف جو سلسلو ٻنهي ٻولين ۾ جاري هو. مدرسن ۾ جتي عربيءَ ۾ تعليم ڏني ويندي هئي، اُتي فارسي پڻ پڙهائي ويندي هئي. جيئن تہ ارغونن جي شروع ۾ ئي ٺٽي شهر کي تلف و تاراج ڪيو ويو تہ ڪتاب پڻ صفحہ هستيءَ تان ميسارجي ويا، اتفاقاً بہ ڪتاب عربيءَ جا بچي ويا آهن. صرف ٻن ڪتابن جي آڌار تي ائين چوڻ تہ سمن جي دور جي سرڪاري ٻولي عربي هئي، سراسر نامڪمل ثبوت آهي.

بقول محترم غلام محمد لاکي جي سمن جي دور ۾ دهلي جي حڪمرانن سان ڪڏهن بہ مفاهمت پيدا ڪانہ ٿي، تنهن ڪري ٻاهران نافذ ٿيندڙ فارسي ٻولي سمن جي آزاد حڪمرانن کي نہ ٿي آئڙي، تنهن ڪري فارسي زبان کي هنن سرڪاري زبان جو درجو نہ ڏنو هوندو. هن ڏس ۾ سنڌ ۾ فارسي ٻوليءَجي خاص طور سمن جي دور ۾، اهميت ۽ حيثيت متعين ڪرڻ لاءِ چند گذارشون پيش ڪجن ٿيون.

سمن جي دور ۾ فارسي جي سرڪاري حيثيت هئڻ بابت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو:

”بحيثيت سرڪاري زبان جي غالباً سمن جي دور جي شروعات کان وٺي فارسيءَ جو دخل شروع ٿيو. ان جو مکيہ سبب اهو هو جو ان کان اڳ تقريباً ٻن سون ورهين کان وٺي فارسي دهليءَ جي مرڪزي حڪومت جي دفتري ۽ سرڪاري ٻولي جي حيثيت ۾ اهميت حاصل ڪري چڪي هئي ۽ پڻ صوبائي گورنرن جي دفتري زبان جي حيثيت ۾ هندستان جي گهٽي گهٽي ۾

اها عام ڪاروباري زبان جي صورت ۾ رائج ٿي چڪي هئي. سمن جي طاقت جي اسرڻ وقت سنڌ جا پاڙيسري پرڳڻا گجرات توڙي ملتان سڌو سنئون دهليءَ جي ماتحت هئا.“(11)

هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر بلوچ اڳتي لکي ٿو:

”ملتان جي گورنر عين الملڪ جي خط و ڪتابت فارسيءَ ۾ آهي ۽ يقيني طور ڄام ٻانڀڻيي ۽ سنڌ جي ٻين سربراهن طرفان لکپڙهه پڻ فارسيءَ ۾ ٿي هوندي. اها آڳاٽي ۾ آڳاٽي فارسي خط و ڪتابت آهي، جيڪا دهلي جي مرڪزي حڪومت جي گورنر ۽ سنڌ جي سمن حاڪمن ۽ ٻين سربراهن جي وچ ۾ ٿي ۽ جنهن جو پڪو پختو تاريخي حوالو موجود آهي. ان بناءَ تي چئي سگهجي ٿو ته سمن جي طاقت جي شروعات کان وٺي فارسي سياسي معاهدن ۽ مراسلن جي زبان تسليم ٿيڻ لڳي.“ (12)

پير حسام الدين راشدي صاحب گورنر عين الملڪ جا سنڌ جي سمن حاڪمن ۽ ٻين اميرن ڏانهن لکيل خط سنڌي ترجمي سميت مڪلي نامي ۾ ڏنا آهن.

لاکو صاحب سمن جي دور ۾ عربي ٻوليءَ جي اهميت کي واضح ڪندي لکي ٿو ته ٻن صدين کان هندستان ۽ سنڌ ۾ ڪڏهن به مفاهمت پيدا نه ٿي سگهي. سنڌ جي سمن ۽ گجرات جي بادشاهن ۾ بهترين لاڳاپا قائم هئا. گجرات ۾ عربي زبان کي اعليٰ مقام مليل هو. ان ريت سنڌ جي حاڪمن به هن زبان کي اهميت ڏني جا سندن خاتمي تائين جاري رهي. (صفحو 54)

سنڌ ۽ گجرات جا لاڳاپا سمن ۽ گجرات جي بادشاهن جي وچ ۾ سڱابندي ٿيڻ سبب تمام سنا هئا. گجرات ۾ عربي کي اهميت ڪيتري به هئي پر سرڪاري ٻوليءَ جي حيثيت اتي به ان کي ڪونه هئي. گجرات مان هن زماني جو هڪ ڪتبو احمد آباد جي ويجهو مليو آهي. هن ڏس ۾ ايڊلجي ڏوسا ڀائي لکي ٿو:

”احمد آباد گجرات کان هڪ ميل جي فاصلي تي هڪ کوهہ سلطان محمود بيگڙي جي گهر واري راڻي ٻائي هريءَ کوٽايو هو جنهن ۾ ڪيتريون بالڪنيون ۽ ڏاڪڻيون وغيره پڻ هيون. هڪ بالڪني تي سنسڪرت ۾ اڪريل ڪتبو هو. جنهن تي کوهہ جي عمير جي تاريخ سومر 13 مهينو سنبت 1556، يعني تہ 1500 – 1499 عيسوي سال لکيل آهي. کوهہ تي اٽڪل ٽي لک ٽنڪا خرچ آيو.“ (13)

سمن جي دور ۾ موجوده سنڌ جي حدن اندر يعني ننگرپارڪر لڳ ڀوڏيسر ۾ گجرات جي حاڪم محمود بيگڙي هڪ مسجد تعمير ڪرائي هئي، جنهن جي ڊيگهہ ۽ ويڪر ٽيهہ فوٽ آهي. اڏاوت جو نمونو بهترين آهي. اندر فارسيءَ ۾ اڪر لکيل آهن: ”محمود شاهہ بن مظفر شاهہ بن غياث الدين سن 15.5ع.“ هيٺ گجراتيءَ ۾ سن لکيل آهي ”سنبت 1562“ ۽ فارسيءَ ۾ لکيل آهي ”جيڪڏهن مسجد زخمي ٿي پوي تہ وقت جي حاڪم تي اهو فرض عائد ٿئي ٿو تہ ان کي درست ڪرائي.“ (14)

ڀوڏيسر جي مسجد ۾ هيءُ ڪتبو اڃا بہ موجود آهي. 1992ع ۾ ٿر سيمينار مِٺي جي موقعي تي هيءُ ڪتبو مون پاڻ تہ ڏٺو هو پر محترم غلام محمد لاکي صاحب بہ ڏٺو هو.

گجرات جي حاڪمن جا ٻہ ڪتبا هڪ سنسڪرت ۾ ۽ ٻيو فارسيءَ ۾ ثابت ڪن ٿا تہ گجرات ۾ عربي سرڪاري ٻولي نہ هئي، ۽ فارسيءَ کي نہ صرف گهڻو مان مرتبو هو پر سرڪاري ٻولي بہ فارسي هئي.

سمن جي دور ۾ سنڌ جي چوطرف فارسيءَ جو اثر رسوخ تمام گهڻو هو.سنڌ ۾ فارسي سمن کان اڳ ئي پهچي چڪي هئي. ڪن عالمن جي راءِ موجب سنڌ ۾ فارسيءَ جي شروعات عربن جي اچڻ سان ٿي. محمد بن قاسم جي لشڪر ۾ ڪيترائي جٿا فارسي ڳالهائڻ وارا موجود هئا. هن ڏس ۾ ڊاڪٽر اياز قادري لکي ٿو:

”جيڪڏهن عربن سان گڏ ايران وارن بہ سنڌ ۾ قدم رکيو تہ ان مان اهو انومان ڪيدي سگهبو تہ پارسي زبان عربي زبان سان گڏ سنڌ جي ڌرتيءَ

تي وک وڌائي هئي. قاضي احمد ميان اختر جهونا ڳڙهي پنهنجي مضمون ”سنڌهہ کا فارسي ادب“ ۾ پڻ اهڙي خيال جو اظهار ڪيو آهي. انهن ۾ ڪيترائي شيرازي بہ هوندا جن جي مادري زبان پارسي هئي. ان ڪري قياس ڪري سگهجي ٿو تہ فارسي زبان ايرانين بدولت پهتي هوندي، جيڪي محمد بن قاسم جي فوج ۾ شريڪ هئا.“ (15)

مولائي شيدائي لکي ٿو:

”عرب جاگرافيدانن ۽ سياحن جي بيانن مان معلوم ٿئي ٿو تہ عرب دور کان وٺي سنڌ ۾ عربيءَ سان گڏ فارسي بہ ماڻهن ۾ مقبول هئي. بشاري مقدسي سنڌ ۾ 985ع ۾ آيو هو. هو لکي ٿو تہ فارسي زبان سنڌ وارا سمجهن ٿا.“ (16)

سمن جي دور ۾ فارسي ٻوليءَجي حيثيت ۽ اهميت جي باري ۾ مختلف عالمن ۽ اسڪالرن جا بيان تفصيل ۽ وضاحت سان ملن ٿا. هت صرف بہ حوالا پيش خدمت آهن:

سومرن جي ڏينهن ۾ ئي فارسي سرڪاري زبان بڻجي چڪي هئي. سمن جي ڏينهن ۾ فارسي زبان جو رواج اجا بہ وڌيو ۽ فارسيءَ ۾ تصنيف ۽ تاليف جو آغاز ٿيو. ان دور جي ڪن فارسي شاعرن جا نالا بہ ملن ٿا. (17) هي بيان ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو آهي.

ٻيو حوالو جناب ايم. ايم . پنهور صاحب جي ”ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ، مان ڏجي ٿو. جناب پنهور صاحب لکي ٿو:

“Arabic probably contined to be used as official language by Soomras, but with the advent of Sammas, Persian was adopte as official languge.” (18)

سمن حڪمرانن کي ڏارين جي ٻولي فارسيءَ سان ذرو بہ نفرت هجي ها تہ رد عمل طور محبت پنهنجي ٻولي سنڌيءَ سان ڪن ها، پر ائين نہ ٿيو آهي. سنڌي ٻوليءَ جي ڪا بہ همت افزائي سمن جي دور ۾ سرڪاري سطح تي

ڪانہ ٿي آهي. لاکو صاحب بہ تسليم ڪري ٿو. پاڻ مضمون ۾ لکي ٿو تہ ويچار صرف ان ڳالهہ جو آهي تہ سمن ڄامن، جيڪي نج نبار سنڌي نسل جا هئا، انهن پڻ پنهنجي مادري ٻوليءَ جي ترقي واڌاري ۾ ڪابہ دلچسپي نہ ورتي (صفحو 53) پوءِ بہ سمن جي دور ۾ سنڌي ادب ۾ گهڻو واڌارو آيو ڇاڪاڻ تہ هن دور ۾ ڪافي تعداد ۾ شاعرن جو ڪلام ملي ٿو جن مان مخدوم احمد ڀٽي، حماد جمالي، نوح هوٽياڻي، اسحاق آهنگر ۽ شيخ پراڻ تہ نهايت نامور شاعر ٿي گذريا آهن. هن دور ۾ ڪلام جو جيڪو وڏي ۾ وڏو ذخيرو مليو آهي سو آهي قاضي قادن جو جنهن کي لاکو صاحب سمن جي دور جو نہ پر ارغون دور جو شاعر سڏي ٿو. قاضي قادن جي جنم ۽ وفات جا سن نامور محقق هيري ٺڪر مطابق هي آهن: جنم 1463 ع ۽ وفات 1551ع. سمن جي سلطنت جي خاتمي جو سن آهي. 152ع. يعني تہ 152ع ۾ قاضي قادن 57 سالن جو هو. قاضي قادن پنهنجي زندگيءَ جا 57 سال سمن جي دور ۾ گذاريا ۽ آخري ايڪٽيهہ سال ارغون دور حڪومت ۾ گذاريا. ڇا قاضي قادن 57 سالن جي عمر کانپوءِ شعر چوڻ شروع ڪيو؟ ائين بہ نہ هوندو تہ قاضي قادن 57 سالن جي عمر کانپوءِ شعر چوڻ ئي ڇڏي ڏنو هوندو، تنهن ڪري قاضي قادن کي سمن جي آخري دور ۽ ارغونن جي شروع واري دور جو شاعر تصور ڪرڻ درست آهي. بهرحال سنڌي ٻوليءَ ۾ معياري شعر سرجڻ واري دور ۾ سمن ڄامن سنڌي ٻوليءَ جي ڪابہ پذيرائي ڪانہ ڪئي.

سنڌ ۾ فارسي شاعري:

سنڌ ۾ فارسي شاعري سمن جي حڪومت کان بہ اڳ شروع ٿي چڪي هئي. ڊاڪٽر سدارنگاڻي لکي ٿو:

علي بن حامد ڪوفي ڪتاب ”منهاج الدين و ملک“ جو فارسي ترجمو ڪيو جيڪو چچنامي جي نالي سان عام مشهور آهي. هن ڪتاب ۾ پنهنجا فارسي شعر بہ ڏنائين، جيڪي ناصر الدين قباچہ (وفات 1228ع) جي تعريف ۾ چيل آهن. هڪ شعر هي آهي:

خسروا ملک پر تو خرم باد
کل گيتي ترا مسلم باد

سدارنگاڻيءَ جي خيال ۾ علي ڪوفي فارسيءَ جو پختو شاعر هو ۽ سنڌ ۾ فارسي شاعريءَ جو پايو وجهندڙ هو. (19)

سمن جي دور ۾ فارسيءَ ۾ شاعري ڪندڙن حضرت عثمان مروندي کان علاوه شيخ حماد جمالي، شيخ عيسيٰ برهانپوري، ڄام نظام الدين، مخدوم بلال، ڄام جوڻو وغيره لاءِ سدارنگاڻي لکي ٿو:

"It is hard to believe that the people to whom persion was an alien tongue could have at once begun with such a sure mastery of the rules of presion prosody, as the above pieces reveal. However in the absence of any clear data we regard these as the earliest known specimens of persion poetry written in Sindh, and assume that they mark the first stage in the periodic development of Persion poetry in Sindh.(20)

ڄام جوڻو جيڪو سمن جي شروعاتي دور جو حڪمران هو. تاريخ فيروز شاهيءَ ۾ سندس فارسي شعر جي هڪ سٽ ڏنل آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ هن فيروز شاهہ تغلق جي دربار ۾ معافي گهرندي چئي هئي. سٽ هن طرح آهي:

شاهہ بخشنده توئي، بندهء شرمنده منم.

سمن جي دور جو شاعر شيخ حماد جمالي، سمن جي پهرين تخت گاهہ ساموئيءَ جو رهاڪو هو. هو هڪ وڏو عالم ۽ درويش هو. هن فارسيءَ ۾ شاعري ڪئي. هرومل سدارنگاڻيءَ مقالات الشعراء جي حوالي سان سندس هڪ رباعي ڏني آهي:

دوگرزک بوريا و پوستکي دلکي پرز درد دوستکي

این قدر بس بود جمالي را عاشق رند ولا اُبالي را

مقالات الشعراءَ ۾ شيخ عيسيٰ لنگوٽي جي پڻ هڪ رباعي ڏنل آهي:

قيد باشد حکیم! در ره دوست دوگزک بوریا و پوستکي.

گر تو آزادهء بس است ترا دلکي پرز درد دوستکي.

سمن جي دور جي فارسي شاعريءَ کي بيحد پڪي پختي شاعري ڪري مڃيو ويجي ٿو. سدارنگاڻي لکي ٿو:

سمن جي دور جي فارسي شعر جي مذڪوره حصن کي غور سان مطالعو ڪرڻ سان پتو پوي ٿو تہ ڄام جوڻي جي سٽ بحر رمل مخبون ۾ شيخ حماد ۽ شيخ عيسيٰ جا بند بحر خفيف ۾ چيل آهن. جڏهن تہ ڄام ننڍي ۽ مخدوم بلال جو ڪلام رباعين تي مشتمل آهي. (21).

مولانا اثير الدين ابهري جو والد مخدوم عبدالعزيز ابهري هروي سمن جي دور ۾ 918هہ ۾ سنڌ ۾ آيو هو. اثير الدين فارسيءَ جو پختو شاعر نظر اچي ٿو. هن جو هڪ فارسي قصيدو ڄام فيروز جي شان ۾ چيل تاريخ جي ورقن ۾ محفوظ آهي. هن قصيدي جي باري ۾ جناب غلام محمد لاکو لکي ٿو: ڄام فيروز ۽ ڄام صلاح الدين جي وچ ۾ لڳل جنگ ۾ حالانڪ صلاح الدين سوپارو ٿيو. ليڪن اتڪل ۽ حرفت سان دريا خان ناڪاميءَ کي فتح ۾ تبديل ڪيو. ان ريت صلاح الدين ٺٽي مان نڪري گجرات هليو ويو. دريا خان شهر تي قبضو ڪيو ۽ ڄام فيروز عيد ڏينهن فاتحانہ انداز ۾ ٺٽي ۾ داخل ٿيو. هن ڪاميابي ۽ حاصلات جي خوشيءَ ۾ هڪ جشن ملهايو ويو. ان نسبت سان اثير الدين ابهري ڄام فيروز جي شان ۾ هڪ قصيدو چيو:

از آن آسمانست فیروزه رنگ

که نقش نگین تو داده بچنگ

شب و روز گردد بغیروزیت

تو فیروز شاهي و بهروزیت

همي خواهدز کردگار جليل
که باشي تو اندر جهان بيعدل.(22)

سمن جي زماني ۾ فارسي شاعريءَ جي باري ۾ مٿيون احوال ناقابل ترديد ثبوت آهي ۽ سمن جي دربار ۾ فارسي شاعريءَ کي رسائي حاصل هئي. فارسيءَ ۾ قصيدا بہ پڙهيا ويندا هئا. ٻاهرين حاڪمن سان لکپڙهہ جو ڪارڊ بہ فارسيءَ ۾ رکيو ويندو هو جنهن جي آڏار تي بنا ڪنهن شڪ شبهي جي چئي سگهجي ٿو تہ سمن جي دور حڪومت ۾ فارسي کي سرڪاري حيثيت حاصل هئي.

4_ سڪا:

غلام محمد لاکي صاحب عربي ٻوليءَ جو سرڪاري ٻولي هجڻ لاءِ هڪ دليل هيءُ بہ ڏنو آهي تہ سمن جي جاري ڪيل سڪن تي عربي رسم الخط تحرير ڪيل آهي. (صفحو 50) هن دليل لاءِ عبدالله ورياهہ صاحب جي مقالي "سنڌ ۾ سمن جي دور جا سڪا" مان حوالو ڏنو ويو آهي.

سمن جي دور سان واسطو رکندڙ اٽڪل ٽيهارو سڪن جو تفصيلي اڀياس جناب عبدالله ورياهہ پنهنجي مقالي ۾ ڏنو آهي. ٽيهن سڪن تي ڄامن حاڪمن جا صرف نالا عربي رسم الخط ۾ آهن. سڪن تي نہ سن لکيل آهي ۽ نہ ضربخاني جي شهر جو نالو لکيل آهي. هڪ سڪي تي اکر بہ ابتا لکيل آهن. عبدالله ورياهہ صاحب جي راءِ ۾ سمن حاڪمن کي سڪو رائج ڪرڻ ۾ ڪابہ دلچسپي ڪانہ هئي. مذڪوره ٽامي جا ٽي سڪا بہ ڪنهن امير سمن جي پاران جاري ڪيا ٿا ڏسجن. سمن جي دور جي 27 کن ٻين سڪن جي باري ۾ عبدالله ورياهہ صاحب ٻڌائي ٿو تہ سمن جي دور ۾ دهلي، گولڪنڊي ۽ گجرات جا تيموري سڪا رائج هئا، جن ۾ اڪثر سڪن تي عربي ۽ فارسيءَ ۾ بادشاهن جا نالا سن سال وغيره لکيل آهن. هي سڪا سون، چاندي ۽ ٽامي جا ٺهيل آهن ۽ ساري سنڌ ۾ رائج هئا.(23)

فقط ٽن سڪن تي عربي رسم الخط ۾ حاڪمن جا رڳو نالا ئي ملن ٿا. ننڍي کنڊ ۾ هڪ وڏي عرصي کان عربي توڙي فارسي جا رسم الخط نسخ توڙي نستعليق نهايت ئي مقبول رهيا آهن. صرف عربي رسم الخط وارا چند

سڪا ملڻ هڪ اهڙو اڻپورو ۽ اڌورو ثبوت آهي، جنهن جي آڌار تي لاڪو صاحب عربي ٻوليءَ کي سمن جي سرڪاري ٻولي قرار ڏئي ٿو ٻئي طرف سون چاندي ۽ ٽامي جي اڪيچار سڪن کي نظر انداز ڪيو وڃي ٿو جن تي فارسيءَ ۾ عبارتون تحرير ٿيل آهن ۽ اهڙا سڪا سنڌ ۾ عام جام رائج هئا.

سمن جي دور ۾ جتي فارسي هڪ اهم ٻولي سرڪاري زبان هئي. اُتي عربي ٻوليءَ کي مذهبي ٻولي طور وڏي اهميت ۽ حيثيت حاصل هئي، مدرسن ۾ عربي پڙهائي ويندي هئي. ان اهميت جي پيش نظر عربيءَ ۾ تصنيف و تاليف ۽ قبرن ۽ مقبرن تي عربيءَ جو وجود نظر اچي ٿو. عربي ٻولي ساڳي ريت سمن کانپوءِ به هر دور ۾ ويندي اڄ تائين به، سنڌ ۾ سنڌ واسين جي حياتيءَ ۾ بيحد اهم ڪردار ادا ڪري ٿي، پر تنهن هوندي به سمن جي دور کان وٺي اڄ تائين ڪنهن دور حڪومت ۾ عربي ٻولي سرڪاري، درٻاري ۽ دفتري ٻوليءَ جي حيثيت ۾ نه رهي آهي.

حوالا

1_ غلام محمد لاڪو: (مضمون) ”سمن جي دور جي علمي ۽ سرڪاري ٻولي.“ مهراڻ 2/1995ع. ص 54
2_ مير علي شير قانع /حسام الدين راشدي: ”مڪلي نامہ“ 1967ع. ص 176
3_ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ“ ٽيون ايڊيشن 1990ع. ص 126_ 167
4_مير علي شيخ قانع/حسام الدين راشدي: ”مڪلي نامہ“ 1967ع. ص 172
5_ Sadarangani, H.I: “Persian Poets of Sindh” 1987 p12.
6_ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ“ 1990ع ص 172
7_ پير حسام الدين راشدي: ”مڪلي نامہ“ 1967ع. ص 52
8_ پير حسام الدين راشدي: ”مڪلي نامہ“ 1967ع. ص 80
9_ غلام محمد لاڪو: ”سمن جي سلطنت“ 1987ع. ص 5
10_ ڊاڪٽر غلام علي الانا: ”سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس“ 1987ع ص 332_ 333

11_ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: "سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ" 1990ع ص 172_ 173

12_ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: " سنڌي ٻولي ۽ ادبجي تاريخ " 1990ع. ص 174

Edalji Dosabhai:"A History of Gujrat" 1986 p95_13

14_ منگهارام اوجها: "ٿراٿو پارڪر" 1966ع. ص 80

15_ ڊاڪٽر اياز قادري: "سنڌي غزل جي اوسر" ٻاگو ڦهريون 1983ع.ص 29_ 30

16_ مولائي شيدائي: "جنت السنڌ"، 1958ع ص 211

17_ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: "سنڌي ادب جو تاريخي جائزو"، ٻيو ڇاپو 1974ع. ص 31_ 32

M.H Panhwar. "Chronological Dictionary of Sind" 1983 p_18 358

Sadarangani.H,I: "Persian Poets of Sindh" 1987. P 6._19

Sadarangani.H I Ibid Pxii_20

Sadarangani H. I. Ibid p13_21

22_ غلام محمد لاکو: "سمن جي سلطنت" 1987ع، ص 38

23_ عبدالله ورياھ: (مضمون) "سنڌ ۾ سمن جي دور جا سڪا ۽ انهن جي تاريخي اهميت"، "سنڌي ادب" 1980ع. ص 187_ 200

(مهراڻ 1995/4)

# سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظي ترتيب جو مسئلو

محمد عمر چنڊ

نوٽ: ”مهراڻ“ ١٩٧٩ع جي ٻئي شماري ۾ ”سنڌي ٻوليءَ جو مزاج: سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ اُبتي ٻوليءَ جي دعويٰ جي عنوان سان هڪ مضمون ڇپيو جنهن ۾ ڪن ڪهاڻيڪارن جي اهڙن جملن جي سٽاءُ تي اعتراض ڪيو ويو جيڪي فاعل + مفعول + فعل، واري نحوي قانون جي ڇيڪڙي ڪري لکيا ٿا وڃن ۽ ٻوليءَ جي سٽاءَ جي مقصدن (انتخاب، ترتيب، فعل جو لاڳاپو ۽ جهيلار) جي پابنديءَ جي ضرورت تي بحث ڪري اهو ثابت ڪيو ويو ته ”اُٺيو آهيان ننڊ مان“ جهڙا جملا غير فطري ۽ غلط آهن. (1) اهڙن جملن ڪي ڪهاڻيڪارن جي ”ٻوليءَ جي سائنس جي علم کان واقف نه هئڻ ۽ سندن سنڌي زبان جي جملن جي سٽاءُ ۽ نحو جي قانون کان اڻڄاڻ هجڻ جو وڏي ۾ وڏو ثبوت“ (2) چيو ويو. فاضل مصنف جو خيال هو ته اهڙي ”اُبتي ٻولي“ لکڻ مان لکندڙن جي مراد ”شايد جملن ۾ لفظن کي بنا ڪنهن اصول جي، سواءِ ڪنهن معنيٰ ۽ مفهوم سمجهڻ جي، ڦيرائي ڪڏهن جملي جي منڍ ۾، ڪڏهن وچ ۾ ته ڪڏهن جملي جي آخر ۾ رکڻ آهي.“ (3)

انهيءَ مضمون پڙهڻ سان ائين معلوم ٿيو ته ڪن ڪهاڻيڪارن پنهنجن افسانن ۾ ”اٿيو آهيان ننڊ مان“ جهڙا جملا لکيا. پڙهندڙن ڏٺو ته هنن جملن ۾ فاعل ته پنهنجيءَ جاءِ تي آهي ڪونه. انهيءَ وچ ۾ الائي ڪهڙي خيال سان هندوستان جي گني سامتاڻيءَ اهڙيءَ ٻوليءَ کي ”ابتي ٻولي“ ڪوٺيو. (4) معلوم ٿو ٿئي ته پوءِ انهيءَ معاملي تي گهڻن سطحن تي بحث شروع ٿي ويو ته انهيءَ کي ”ابتي ٻولي“ چئجي يا نه، انهيءَ کي ”نئون تجربو“ چئجي يا نه، انهيءَ کي صحيح ٻولي ۽ فطري ٻولي، ڪري مڃجي يا نه؟ لائق ليکڪ خود انهيءَ خيال جو ٿو ڏسجي ته اهڙيءَ ٻولي کي نڪي اُبتو سمجهڻ گهرجي، نڪي نئون تجربو. انهيءَ ڪري جو اهڙي ٻولي ته ”سنڌي ٻوليءَ سان گڏوگڏ پيئي هلي، پوءِ اها نئين

ايجاد ڪيئن ٿي.“(5) ائين سمجهڻ ۽ چوڻ جي باوجود انهيءَ مقالي ۾ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي تہ اهڙا جملا غلط ۽ غير فطري آهن.

زير نظر مضمون ۾ اول ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن ۽ گرامر جي ڄاڻن جو جيڪو اختلاف هلندو اچي، ان جو مختصر جائزو ورتو ويندو: ان کان پوءِ ڳالهايل ۽ لکيل ٻوليءَ جي مختلف لهجن هئڻ ۽ انهن جي مختلف گرامري (نحوي ۽ صرفي) تقاضائن جي فرق کي واضح ڪري جهيلار ۽ لفظي ترتيب جي معيارن تي انگريزي، (اردو) فارسي ۽ سنڌي ٻولين کي بہ ڪنيو ويندو، جنهن مان پڌرو ٿيندو تہ نہ رڳو هڪ ئي لفظي ترتيب ۾ جهيلار جو مرڪز جملي ۾ جاءِ مٽائي سگهي ٿو پر ڪڏهن ڪڏهن جهيلار جو مرڪز (Focus of intonation) ۽ جملي جو موضوع (Theme) هڪُ ٿي سگهن ٿا، جن جي ڪري دنيا جي مڙني ٻولين ويندي انگريزي زبان ۾ بہ ضرورت جي لحاظ کان ”فاعل- فعل- مفعول“ يا ”فاعل- مفعول- فعل“ جي ”لفظي ترتيب“ کان گريز ٿي سگهي ٿو: حالانڪ اها ٻولي لفظي ترتيب جي گهڻو پابند آهي ۽ اهو تہ سنڌي ٻوليءَ جي تصريفي (Inflectional) ٻولي هئڻ ڪري ان کي لفظي ترتيب جي پابنديءَ جو اُهو لاچار ڪونهي، جيڪو انگريزيءَ کي آهي ۽ هنن ٻنهي معيارن جي مناسبت سان اهو ثابت ڪيو ويندو تہ نہ رڳو سنڌيءَ ۾ ”اُٿيو آهيان ننڊ مان“ جهڙا جملا صحيح ۽ فطري جملا آهن، پر خود انگريزيءَ ۾ بہ اهڙا جملا ٻڌڻ ۽ پڙهڻ ۾ ايندا، جن کي گرامر جا ڄاڻو صحيح ٿا مڃين تہ:(6)

1. Leave him I couldn’t

2. His face I’m not fond of…

3. John his name is.

* * *

ٻوليءَ جي صحت جو مسئلو ۽ ان ۾ گرامر جي ڄاڻوءَ جي ذميداري

ٻوليءَ جي  لفظي ۽ نحوي صورتن ۽ انهن جي صحت متعلق گهڻي وقت کان ٻہ رويا هلندا اچن. هڪڙو رويو آهي مَسهُنِ (نہ سهندڙن) جو جنهن کي فريز ”رسمي نقطئہ نظر“ (7) ڪري سڏيو آهي. هيءُ نظريو ٻوليءَ جي ڪتابن، نحو ۽ صرف جي ڪتابن، تعليمي امتحانن ۽ ماپن جي ڪتابن اخبارن ۽ رسالن جي ايڊيٽوريلن ۾ وقت ۽ ”بي“ وقت ظاهر ٿيندو رهيو آهي. هن نظريي مطابق ٻوليءَ جي صحت جو نہ رڳو هڪ حتمي معيار ٿئي ٿو جيئن رياضي ۽ حسابن جو هوندو آهي، پر ان جا ڪي اٽل، پڪا ۽ پختا قاعدا ۽ قانون ٿين ٿا. (جن جي سُڌ رڳو گرامر جي ڄاڻن ۽ لسانيات جي ماهرن کي هوندي آهي!) جن کي ٽوڙڻ ڪنهن بہ قيمت تي روا ناهي. ان جي ابتڙ ٻيو نظريو آهي ”علمي نقطئہ نظر“ وارو (8). هيءَ نظريو ٻوليءَ جي علم جي ڄاڻن جي گهڻن ڪتابن ۾ ايندو رهيو آهي ۽ هر زماني ۾ هر هنڌ هر ٻوليءَ ڳالهائڻ وارن جي گهڻائي هن نظريي جي پوئلڳن جي هوندي آهي. هنن جو خيال آهي تہ لکيل گرامر اول مُئل ٻولين بابت لکيا ويا ۽ ڳالهايل ٻوليءَ بدران لکيل ٻوليءَ جو اڀياس ڪن ٿا. هنن جو خيال آهي تہ جيڪا ٻولي عوام ۾ مروج ۽ مستعمل آهي اُهائي صحيح ٻولي آهي. ان ۾ جيڪي ڦيرا فرق يا تنوع ڏسڻ ۾ اچن ٿا تن کي غلطيون نہ پر فرق، اختلاف يا آراڏايون (variations) چئبو. ۽ سندن نقطئہ نظر جي لحاظ کان گرامر جي ڄاڻوءَ جو اهو ڪم ناهي تہ رستي ويندي ڳالهائيندڙن جي ڇپ پڪڙيندو وتي، پر سندن ڪم آهي تہ مستعمل ٻوليءَ جو مطالعو ڪري، ان مطابق گرامر جو نظريو ٺاهي، جيڪڏهن ٻولي ڳالهائيندڙ ۽ گرامر ۾ ڪو اختلاف ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ اُهو ڳالهائيندڙ جي گهٽتائي يا غلطي ظآهر نٿو ڪري، پر گرامر جي گهٽتائي (inadequacy) ظاهر ٿو ڪري. اُن ڪري جو ٻوليءَ جو جيڪو بہ نظريو ٺاهبو ان لاءِ ضروري ٿيندو تہ ٻوليءَ جي تخليقي عمل کي سمجهي ; جيئن نوم چامسڪي ٿو چوي:

"This property of being innovative and stimulus_ free is what I refer to by the term "creative aspect of language use…." Any theory of Language must come to grips with this fundamental property of language use…."(9)

يورپ ۾ سترهين صديءَ ۾ شروع ڪيل هن لسانياتي نظريي کي هر زماني ۾ ٻيهر جيئرو ڪندي نوم چامسڪي چوي ٿو ته:

"ٻوليءَ جو سڀ کان اهم پهلو اهو آهي ته اُها محرڪ کان آزاد (Stimulus_ free) آهي ۽ ان ۾ نواڻ واري تخليقي قوت (Creative capacity) آهي، يعني اسان اهڙا جملا لکندا ۽ ڳالهائيندا آهيون جي اڳ ڪڏهن به نه لکياسون نه پڙهياسون نه ٻڌاسون. مثلاً هزارين ڪتاب عشق ۽ محبت جي ڳالهين تي لکيل آهن، پر ڪڏهن به ائين ڪو نه ڏسبو ته اهي ساڳيا جملا جيڪي نثوءَ لکيا سو خيرو به لکي، يا انهن جي بناوت ۽ مضمون ساڳيو هجي. انهيءَ کي چامسڪي "ٻوليءَ جو تخليقي پهلو" ٿو ڪوني. ۽ چوي ٿو ته ٻوليءَ جو جيڪو به نظريو هاڻي ٺهندو ان لاءِ اهو ضروري ٿيندو ته ٻوليءَ جي ان پهلوءَ کي نظر ۾ رکي. ان لاءِ پهريون لازمي قدم اهو ٿيندو ته لسانيات جو ماهر ڳالهه سمجهي ته هڪ ٻوليءَ جو هر ڳالهائيندڙ هڪ تخليقي گرامر (Generative grammar) پنهنجي ذهن ۾ ناهي ٿو_ قاعدن جو هڪ اهڙو نظام جنهن کي نَوَن جملن ناهڻ لاءِ نَون، اڻ ٻڌل، اڻ سُئل ۽ اڻ_ ڪيل ترڪيبن ۽ ميلاپن ۾ استعمال ڪيو ويندو ۽ ٻڌڻ وارو جڏهن اهڙا نوان جملا ٻڌندو ته انهن کي معنوي لباس ڍڪائڻ جي صلاحيت رکندو.

"A necessary but not sufficient step to wards dealing with this problem is to recognize that the native speaker of a language has internalized a "generative grammar" – a system of rules that can be used in new and untried combinations to form new sentences and to assign semantic interpretations to new sentences." (10)

جيڪي ڳالهيون انهيءَ گرامر جي طريقي سان اسين واضح نہ ڪري سگهياسون تہ ڳالهائيندڙ تي ڏوهہ ڏيڻ بدران سمجهنداسين تہ اجا ڪي ڳالهيون آهن، جيڪي اسان جي ڄاڻ ۽ علم کان ٻاهر آهن. هڪ عالم جي ڪوشش اِها رهندي تہ انهن ڳالهين کي ڳولهي هٿ ڪري، جن جي ڪيس اجا ڄاڻ ڪانهي.

"The limitation of generative grammar are the limitations of our knowledge."(11)

جنريٽو- ٽرنسفرميشنل گرامر جو هيءُ نظريو تقريباً ٽيهن سالن کان لسانيات جي سيني شعبن تي اثرانداز آهي ۽ جيئن اڄڪلهہ طبعيات جي ڳالهہ آئنسٽائن جي نالي وٺڻ کان سواءِ اڻپوري رهندي، تيئن هن زماني ۾ لسانيات جي ڳالهہ 'نوم چامسڪي' جي نالي وٺڻ کان سواءِ ڪا نہ ٿيندي. هن نَوَن نظرين جي اثر هيٺ ويندي انگلستان جا انگريز بہ، جيڪي پراڻين ڳالهين کي چهٽلن مان مشهور آهن، انهيءَ خيال جا ٿي بيٺا آهن تہ جيڪي ماڻهو هڪ ٻوليءَ جا اصل ڳالهائيندڙ آهن، انهن جي ٻوليءَ ۾ "غلط ۽ صحيح، جهڙي ڪا شيءَ ڪا نہ هوندي آهي. (12) وِلڪنز تہ چوي ٿو تہ "جنهن گرامر ۾ لسانيات جي ماهر کي دلچسپي رکڻ کپي اهو ڳالهايل ٻوليءَ جو گرامر هئڻ کپي ۽ نہ لکيل ٻوليءَ جو. " هو شڪايت ڪري ٿو تہ "گهڻا ماڻهو ڳالهايل ٻوليءَ کي ماڳهين اڻ- گرامري ٻولي سمجهندا آهن." (13)

اهڙا ماڻهو جيڪي ڳالهايل ٻوليءَ کي غير گرامري ٻولي (غلط ۽ غير فطري) سمجهن ٿا سي اڄڪلهہ گهڻو ڪري لسانيات جي علم کان ٻاهر جا ماڻهو آهن، پر اڳئين زماني ۾ خود گرامر لکڻ وارا ماڻهو اهڙا خيال رکندا هئا، ۽ اڄ ڳالهايل ٻوليءَ جي خلاف هيءُ جيڪو زهر پکڙيل ٿو ڏسڻ ۾ اچي سو اهڙن اڳين عالمن جو پکڙيل آهي.

چارلز ڪارپينٽر فريز (Charles Carpenter fries) اهڙن رسمي نقطئہ نظر رکڻ وارن عالمن جون ڪي تمام دلچسپ ڳالهيون پنهنجي ڪتاب ۾

ڇاڻايون آهن. ”ڊيٽرائيٽ فري پريس“ اخبار جي ١٩٢٨ع جي هڪ ايڊيٽوريل جو حوالو ڏنو اٿس، جو هڪ پروفيسر جي انهيءَ ”ڇڙواڳيءَ“ واري تجويز جي خلاف لکيو ويو تہ aren't جو مخفف ain't جيڪو سڀني ڳالهائيندڙن ان وقت ڳالهائڻ ۾ استعمال ڪيو ٿي، تنهن کي غلط نہ چئجي. اخبار لکيو:

”........ هن ملڪ (آمريڪا) ۾ گهڻي مقدار ۾ ردي انگريزي ٻڌڻ ۾ اچي ٿي. ان جو علاج گرامر جي قاعدن تي نظرثاني ڪرڻ ۾ نہ، پر انهن قاعدن کي وڌيڪ سخت هوشياريءَ سا اسڪولن ۾ نافذ ڪرڻ ۾ آهي........ گرامر جي قانونن ۽ رسمي استعمال خلاف (انهيءَ پروفيسر وارو) هيءُ اعتراض هن زماني ۾ ڇوڏس پکڙيل لاقانونيت جي انهيءَ نامراد لاڙي جو هڪڙو ٻيو اظهار آهي........ شاگردن کي سيکاريو وڃي تہ صحيح ڳالهائڻ شائستگيءَ جو ثبوت آهي ۽ اهو صحيح ڳالهائي سگهڻ لاءِ کين انهن قاعدن قانونن تي دسترس هئڻ کپي، جيڪي ٻوليءَ جي استعمال سان لاڳو آهن.......“ (14)

ڊبليو. ڊبليو. چارٽرز ١٩٢٤ع ۾ لکيو:

”گرامر ڪن قاعدن ۽ وصفن جي سلسلي سان واسطو رکي ٿو..... جيئن تہ ........سڀني شاگردن ۽ استادن مان پنجانوي سيڪڙو اهڙن گهرن ۽ محلن مان اچن ٿا جتي غير صحيح (غلط) انگريزي ڳالهائي وڃي ٿي. (ان ڪري) منجهانئن گهٽ وڌ هر هڪ جي مٿان اِها مشڪل ذميواري اچي ٿي تہ هو انهن خراب عادتن کي پنهنجي وس ۾ آڻي بدلائين جيڪي هنن پنهنجي زندگيءَ جي اوائل واري زماني ۾ اسڪول ۾ اچي ٻولي ۽ گرامر سکڻ کان اڳ، پرايون هيون. (15).

هڪ پنگتيءَ جا پنجانوي سيڪڙو ماڻهو جيڪا ٻولي ڳالهائين سان چئجي ردي، پنج سيڪڙو ماڻهو جيڪا ٻولي ڳالهائين سا ئي شانائتي (Prestigious). ٻولي ۽ اهو ٿيو انصاف! اهڙي سوچ وارا ماڻهو اڳي بہ هئا، هينئر بہ آهن، پر انهيءَ رسمي نقطہ نظر کانسواءِ علمي نقطہ نظر اڳين ڏينهن ۾ بہ هو. گهڻائي ساڃاهہ وارا ماڻهو هن نقطہ نظر سان متفق هئا (پنجانوي

سيڪڙو؟) جن جو خيال هو تہ گرامر جي ڄاڻوءَ جو ڪم اهو آهي تہ پنهنجي پنگتيءَ ۾ ڳالهايل ٻوليءَ جو مطالعو ڪري ۽ ان جي تشريح ۽ توصيف (describe) ڪري، سندس ڪم اِهو نہ هو تہ ڏنڊو کڻي ايندي ويندي تي صحيح ٻولي ڳالهائڻ جا قاعدا ۽ قانون لاڳو (prescribe) ڪندو وتي.

اٺويهين صديءَ جي آخري چوٿائيءَ ۾ هينري سويٽ هڪ گرامر جو ڪتاب لکيو جنهن ۾ گرامر جي ڪارج ۽ صحيح ٻوليءَ بابت لکيائين:

”جن اصطلاحن (ڪلمن) کي اڻ-گرامري ٺا چون، تن جي اصلاح لاءِ گرامر کي استعمال ڪرڻ بابت سوچيندي اها ڳالهہ ڌيان ۾ رکڻ گهرجي تہ گرامر جي قاعدن جي، ڪن حقيقتن جي بيان (description) کان وڌيڪ ڪا اهميت ڪانهي. هڪ ٻوليءَ جي عام استعمال ۾ جيڪو (فقرو يا ترڪيب) مروج آهي سو بلڪل انهيءَ ئي سبب جي ڪري، گرامر جي نقطہ نظر کان صحيح چئبو (جو اُهو زبان ۾ مروج آهي).“ (16)

اُٽو ييسپرسين 1909ع ۾ پنهنجو گرامر جو ڪتاب لکيو جنهن ۾ هن چيو تہ:

ٻوليءَ جي فرقن ۽ ڦيرين گهيرين، اختلافن يا آراڏاين کي غلط چوڻ بدران هو ان عمل کي هڪ جيئري ٻوليءَ جي ترقي پذير هئڻ جو ثبوت ٿو سمجهي تہ گرامر کي سخت تعصبي قانونن جو مرصع ڍيڪارڻ بدران (جن جي ڪري ڪن ڳالهين کي صحيح چئجي ڪن کي بلڪل غلط) هو ڪوشش ڪري اهو ثابت ڪرڻ چاهي ٿو تہ ٻولي لڳاتار لاهين چاڙهين ۽ ڦيرين گهيرين هيٺ وڏي ويجهي رهي آهي ۽ ڍيڪارڻ چاهي ٿو تہ ڪيئن گرامر ماضيءَ تي بنياد رکي آئيندي جي لاءِ واٽ سنئين ٿو ڪري، گرامر هڪ اهڙي شيءِ آهي جا سدائين هڪ جهڙي، اڻ بدلجندڙ ۽ ڪامل ناهي، پر ترقي پذير ۽ تڪميل پذير آهي. هڪ لفظ ۾ کڻي چئجي تہ انسانيت پسند (ماڻهپي وارو) آهي.“ (17)

1925ع ۾ گراٽن ۽ گري ”اسان جي (جيئري) ٻولي“ جهڙي نالي وارو هڪ ڪتاب لنڊن مان ڇپرايو جنهن ۾ هنن هڪ پنگتيءَ ۾ ڳالهايل ۽ لکيل ٻوليءَ

ڪي گرامر جو هڪ حصو سمجهي، گرامر ڪي ان جي توضيح لاءِ استعمال ڪرڻ جي سفارش ڪندي لکيو:

”ڪنهن ٻوليءَ جو گرامر انهن قاعدن جي پٽي يا فهرست ڪانهي جيڪي علمي ماهرن وٽان ڳالهائيندڙن مٿان مڙهيا ويا هجن: پر (گرامر) ڳالهائجندڙ ۽ لکجندڙ ٻوليءَ جي اصل نوادرات جو هڪ علمي دستاويز آهي، جيڪڏهن هڪ پنگتيءَ ڪنهن ٻوليءَ جون ڪي مختلف صورتون عادتاً استعمال ڪري ٿي تہ اُهي صورتون ان پنگتيءَ جي ٻوليءَ جي گرامر جو هڪ حصو آهن.“ (18)

انهيءَ ساڳئيءَ زماني ۾ آڪسفرڊ مان ايچ. سي وائلڊ جي ڪتاب ”انگريزي گرامر“ ۾ ابتدائي سبق، جهڙي نالي سان ڇپيو، جنهن ۾ مصنف چوي ٿو:

”گرامر جو ڪتاب اها ڪوشش نٿو ڪري تہ ماڻهن کي سيکاري تہ ڪين ڪيئن ڳالهائڻ کپي. پر ان جي ابتڙ-سواءِ انهيءَ جي جو اها ڪا بنهہ ردي يا ڪا تمام پراڻي تصنيف هجي- فقط ايترو ٻڌائي ٿو تہ ان تصنيف لکڻ وقت اتي جا ماڻهو ڪا ٻولي واقعتاً ڪيئن ٿا ڳالهائين.“

“A Grammar book does not attempt to teach people how they ought to speak, but on the contrary, unless it is a very bad or a very old work, it merely states how, as a matter of fact, certain people do speak at the time at which it is written.” (19).

لکيل ٻولي ۽ ڳالهايل ٻوليءَ جي لهجن جا الڳ گرامر

پنهنجي دل جي ڳالهہ ٻئي تائين پهچائڻ ۾ لکيل ٻوليءَ کي ڪي مشڪلاتون آڏو اچن ٿيون، جيڪي ڳالهايل ٻوليءَ کي آڏو ڪونهن ۽ ان جي ابتڙ لکيل ٻوليءَ کي وري ڪي سهوليتون بہ حاصل آهن، جيڪي ڳالهايل ٻوليءَ کي ميسر ڪونهن. لکيل ٻوليءَ جو جملو جيڪڏهن وڏو يا ڏکيو هوندو تہ ورائي

ڏسي سگھبو. ڳالهايل ٻول سمجھ ۾ آيو تہ وہ واهہ. ويو تہ ڇُتو لکيل ٻوليءَ جو حوالو اصل لفظن ۾ ڏئي سگھبو. ڳالهايل ٻوليءَ تي ڪنهن کي جهلڻ ڏکيو ٿيندو. سائنس ۽ قانون جا منجهائيندڙ جملا رڳو لکي سگھبا يا پڙهي سگهبا، ڳالهائي گهٽ سگهبا. لکيل ٻوليءَ کي وري بيهڪ جون نشانيون آهن، پئراگرافن ۽ بابن ۾ ورهايل حصا آهن. جيڪي ڳالهہ سمجهڻ ۾ مدد ڏيندا، تجزئي ڪرڻ ۾ آساني پيدا ڪندا. ٻئي پاسي ڏسجي ٿو تہ ڳالهايل ٻوليءَ کي جهيلار آهي، ٽون آهي، آواز جي لاهي چاڙهي آهي، لفظن تي سندن اهميت ۽ ڪارج آهر زور آهي، ڳالهائڻ وقت منهن جا تاثرات آهن، هٿن پيرن، نڪ، اک، بلڪ سڄي بت جي پائيواري آهي. معنيٰ ادا ڪرڻ ۾، اک جو رابطو آهي، جنهن سان اڳلي جي تاثرات جي خبر پئي پوي. ان سارو ڳالهائيندڙ پنهنجو آواز گهٽائي ۽ وڌائي ٿو، لفظ ۽ جملا ورجائي ٿو. ضرورت وقت ڳالهہ سڄي ورجائي ڪري ٿو. جيستائين پڪ ٿئيس تہ اڳلو ڳالهہ سمجهي ويو آهي، هاڻي اِهي سيئي ڳالهيون لکت ۾ ڪٿان ايندِيون؟ لکت ۾ تہ اها بہ خبر ڪانہ پوندي تہ مون اهو جملو چوندي ڪهڙي لفظ کي جملي جي اطلاع جو مرڪز بنايو. جيڪو جملو هونئن آءُ ڪنهن دوست کي اک پيجي، پوڳ ڪري چوان ها، انهيءَ جي هاڻي لکت مان ڪيئن خبر پئي تہ مون پوڳئون چئي يا ساپيئون.

انهيءَ بي سرو سامانيءَ يا اپاهجپڻي جي ڪري، اسان کي لکت ۾ فطري ٻوليءَ کي ڇڏي غير فطري (20) انداز ۾، جملن جي ساخت اهڙي نموني ڪرڻي ٿي پوي تہ وقت ۽ فاصلي جي دوريءَ جي باوجود پڙهندڙ کي اسان جي ٻولي سمجھ ۾ اچي وڃي ۽ ڪنهن مونجهاري جي گنجائش نہ رهي.

انهيءَ لحاظ کان لکيل ٻوليءَ جو گرامر الڳ ٿيندو ۽ ڳالهايل ٻوليءَ سان آهي، ان ڪري گرامر يا گرامر جا ٽڪرا جيڪي هو ناهيندو سي ڳالهايل ٻوليءَ جا گرامر هئڻ کپن ۽ نہ لکيل ٻوليءَ جا گرامر. گهڻا ماڻهو اهڙي فرق يا تنوع (variable) کي ماڳهين گرامر مڃڻ لاءِ ئي تيار نہ هوندا. درحقيقت هو اڪثر ڳالهايل ٻوليءَ لاءِ گريميٽيڪل، (گرامر جي لحاظ کان صحيح) جو لفظ

استعمال ئي نہ ڪندا آهن؛ پر اهڙي ٻوليءَ کي لازمي طرح اڻ -گرامري (Ungrammatical) چوندا آهن.“ (21)

ٻي ڳالهہ تہ جيئن هڪ ٻوليءَ جون جاگرافيائي آراڌايون آهن (22). تيئن ڪي آراڌايون سماجي نقطہ نظر سان، ڪي ڏنڏن ڪرڻ جي حساب سان، ڪي وري گفتگو جي انداز يا طرز جي لحاظ کان ٿين ٿيون. سماجي آراڌين جو تعين ڳالهائيندڙن جي زندگيءَ جي معيار، علمي لياقت، عمر، جنس انهن مان ڪهڙو ڳالهائيندڙ ڪهڙو مخاطب آهي. ان لحاظ کان ٿينديون. هنن سماجي (سوشل ڊاياليڪٽس يا سوشيوليڪٽس) (23) ڪانسواءِ ڏنڏي ڌاڙي ڪرت، پروفيشن جي لحاظ کان الڳ الڳ آراڌايون ٿينديون، جن کي ريجسٽرز (24) چئبو. هاڻي ڪو اُوچي درجي وارو ماڻهو ڪو نيچي درجي وارو ماڻهو ڪو لکيل پڙهيل، ڪو جٽ جاموٽ، ڪو پوڙهو پڪو بردبار، مانيٽو ساجهہ وارو ڪو وات ڳاڙهو واڇ -گودو اٽاسو ٻي -پٽو جهڙا ماڻهو تهڙا ٻول. اِهي سڀ ماڻهو روزمره جي گفتار ۾ ”فاعل -مفعول -فعل“ جو ٽُراڙو ذهن ۾ رکي ڳالهائيندا؟

ٻول جي رنگارنگي تنوع (variations) جي فهرستن ۾ هڪڙي فهرست ايندي طرزن (styles) جي، جنهن مان خبر پوندي تہ ڳالهائيندڙ ڪهڙي موقعي تي ڪهڙن ماڻهن سان ڪيئن ٿو ڳالهائي، هڪڙو ماڻهو جو باٽني، باياﻻجي يا قانون جو ڪو ڪتاب پيو لکي، جنهن ۾ جذبات خواهشات، محبت نفرت، خوف خوشيءَ جهڙو ڪو جذبو ڪونهي؛ نوس ڳالهيون آهن، غير جذباتي سرد منجمد، الفاظ آهن. اهو ساڳيو ماڻهو وري ڪلاس ۾ ليڪچر پيو ڏئي، ماڻهن جي آڏو انسان جي حيثيت سان هڪ فاصلي تان، ڪنهن کي ويجهو نہ اچي، نہ پاڻ هيٺ ٿئي، نہ ڪنهن ٻئي کي هيٺ ڪري؛ مودبانہ يا تڪليف واري (فارمل انداز ۾ ڳالهہ ڪري وڃي ڪلاس مان ٻاهر نڪتو اهو ساڳيو ماڻهو وري دڪان تي، رستي تي، گهر ۾ فطري انداز ۾ پيو ڳالهہ ٻولهہ ڪري، جنهن ۾ ادب ۽ اخلاق، لحاظ ۽ مروت بہ رکٽي آهي. ٽيڙي ٽيڳڙ بہ ڪانهي ڪرٽي، ماڻهن جهڙو ماڻهو ٿي ڳالهائڻو آهي، رسمي طريقي سان

(نارمل) تي ڳالهائڻو آهي يا دوستن احبابن جي ڪچهريءَ ۾ ٽورو ڪلي، تڪلف تعارف جو خول لاهي، بي حجاب ٿي انفارمل انداز ۾ ڳالهائي ٿو. اجا بہ ويجهو پنهنجي گهرن دوستن سان ڳالهائي ٿو. زال سان يا ٻارن سان، جتي گهٽي گهرائپ ويجهڙائپ (فيميليرٽي) آهي.. (25) هنن سڀني موقعي ۾ طرزن جي لاءِ پنهنجي پنهنجي نوعيت جي لفظن جي گهرج ٿيندي، پنهنجي پنهنجي نوعيت جون نحوي ترڪيبون يا لفظي ترتيبون (ورڊ آرڊرز) استعمال ٿيندا. لکيل پڙهيل ماڻهو، علمي لياقت وارو، نوڪريءَ وارو مجبور آهي تہ اهڙي ٻولي ڳالهائي جا سندس اسڪول ماستر ڪيس ٻڌائي تہ صحيح آهي ۽ عزت واري (شانائتي) آهي. اهڙي ٻوليءَ ڳالهائڻ جو ڪتيو ڪائي ڏنو اٿس. سندس نوڪريءَ ۽ سندس ترقيءَ جو ڪڏهن ڪڏهن انهيءَ تي مدار هوندو آهي تہ هُو ڪيئن ڳالهائي ٿو ۽ ڪيئن لکي ٿو. پنهنجي زندگيءَ جي جنهن مقام تي آهي، اُتي بيهي هو نٿو چاهي تہ اهڙي ٻولي ڳالهائي جنهن تان ماڻهو مٿس کلن يا ٽوڪون ڪن، يا ماڳهين نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏين. اجان بہ جيڪڏهن اهو ماڻهو لسانيات جو ماهر آهي، اديب يا شاعر آهي تہ جهڙا نظريا رکندو هوندو جهڙو ادب پڙهندو ۽ لکندو هوندو، پنهنجي رزمره جي ٻولي بہ اهڙي نهج تي آڻي رکندو. هاڻي جيڪڏهن هڪڙو ماڻهو سائنسي يا علمي ڪتاب لکندو تہ اهو ويچاري لکندو تہ متان خيال کي لفظن ۾ آڻيندي ڪا ڪوتاهي رهجي وڃي، انهيءَ جي مقابلي ۾ اڻپڙهيل يا گهٽ پڙهيل ماڻهو آهي، جنهن جي طرز جو دائرو (رينج) گهري ڪان چڙهي بي حجاب تائين (فيميلير ڪان انفارمل تائين) پورو ٿيندو، جنهن فاعل-فعل ۽ فاعل ۽ مفعول جي پابندين کي نہ ڪڏهن مڃيو نہ ان جي پابنديءَ مان ڪڏهن پراپت پرايائين، نڪي آسرو اٿس تہ جي لسانيات جي ماهر جو چيو مڃيم تہ ڪو پگهار ۾ واڌارو ٿيندو، سو جتان وٽندس اُتان پيو ايندو. جتان وٽندس اتان پيو ويندو، پر سندس اها ٻولي فطري ٻولي هوندي، ڪنهن اسڪول ماستر جي پکيڙيل تعصبي تنظيمي پابنديءَ کان آزاد هوندي. اها تہ ٿي دنيا جي ڪنهن

ٻه ٻوليءَ جي ڳالهه. اسان جي سنڌي ٻوليءَ جي وري خصوصيت اها آهي جو نج پاڪ ۽ سٺي ٻولي آهي ٿي ٻهراڙيءَ جي اڻپڙهيل ماڻهن وٽ. ان ڪانپوءِ هڪڙو ڪهاڻيڪار يا ناول لکڻ وارو آهي، (جنهن جي ٻوليءَ هيءُ سڄو جهڳڙو پيدا ڪيو آهي.) ان ڪهاڻيڪار کي حق آهي ته جڏهن لسانيات جي ماهر کي ڳالهائيندي ڏيکاري ته ”فاعل-فعل ۽ فاعل —مفعول“ جو ان کي پابند ڏيکاري، جڏهن عام ماڻهوءَ کي ڳالهائيندي ڏيکاري ته ان جي فطري ٻوليءَ جي عڪاسي ڪري. جيڪڏهن پاڳناڙيءَ کان سنڌ ۾ تازي آيل ڪنهن ماڻهوءَ جي ڳالهه ڪري ته لکندڙ کي حق آهي ته ”منهنجو پنج ڏڳي مري ويو“ جهڙا جملا ٻه لکي، جيڪي مادري زبان واري جو داخلي تخليقي گرامر ڪڏهن به تخليق نه ڪندو.

جهيلار جو لفظي ترتيب سان لاڳاپو:

”اڻيو آهيان نند مان، جهڙن جملن کي غير فطري يا غلط جملا انهيءَ ڪري سڏيو ويو آهي جو اُنهن جي لکڻ مهل يا اُنهن جملن ۾ لفظن جي بيهڪ ۾ تبديل ڪرڻ وقت جهيلار جو اصل خيال ئي نه رکيو ويو آهي. بلڪه ڪهاڻيڪارن کي اهو وهم ۽ گمان ۾ به نه هو ته ڪنهن گفتار ۾ جهيلار جو هجڻ اشد ضروري آهي.“ (26).

اول ته اها ڳالهه واضح ڪرڻ تمام ضوري آهي ته اسان جو انهيءَ ڳالهه تي ڪو تڪرار ڪونهي ته ”ڪنهن گفتار ۾ جهيلار جو هجڻ اشد ضروري آهي. ڪڏهن ڪنهن اهڙيءَ ماڻهوءَ کي ڪا سنڌي ٻوليءَ جي شيءِ پڙهڻ لاءِ ڏيو جيڪو اُهي لفظ ته پڙهي وجي پر انهن جو مطلب نه سمجهندو هجي، جنهن کي اها خبر نه هجي ته هنن هنن لفظن مان فعل ڪهڙو، فاعل ڪهڙو ۽ مفعول ڪهڙو، ڪهڙي موڊ ۾ ڪهڙي قسم جي ڳالهه چيل آهي. يا سنڌي رسم الخط ۾ ڪنهن انگريزي نه ڄاڻندڙ سنڌيءَ کي پنج ست انگريزيءَ جا جملا لکي ڏيو ته اوهان کي پڙهي ٻڌائي. اوهان کي اُنهيءَ جهيلار جي اهميت جي خبر پوندي. جيڪا لکندڙ جي ذهن ۾ لکڻ وقت هئي ۽ پڙهندڙ جي ذهن ۾ پڙهڻ وقت اچي

ٿي. ان جهيلار جي لباس ڪانسواءِ جيڪو اسان پاڻ جملن ڪي پڙهايون ٿا جملا بي معنيٰ آهن. ڪڏهن اوهان ويچاريو آهي تہ ڪو ڪتاب يا ڪا اخبار زور سان پڙهندي اوهان هڪڙي جملي ڪي هڪ جهيلار ۾ ادا ڪندي ڪندي موٽ ٿا ڪائوءِ هڪ خاص جڳهہ تي ٻيءَ جهيلار سان جملي ڪي ڪٽي اچي پورو ڪريو ٿا، سو ڇو؟ انهيءَ ڪري جو پڙهڻ وقت اوهان جي ذهن وارو ڪمپيوٽر اڳ ڪٽي ڪندو ٿو اچي تہ جملي جو ايندڙ حصو ڪهڙو هوندو. اها اڳڪٽي گهڻو ڪري صحيح بيهي ٿي ۽ ماڻهو صحيح ٽون سان، صحيح جهيلار سان پڙهندو وڃي ٿو. پر ڪٽي ڪٽي لکندڙ ڪا اهڙي ترڪيب استعمال ڪريو ٿو وڃي جا اوهان جي اڳڪٽي ڪندڙ ڪمپيوٽر جي ويچار ڪان مختلف ٿيو پوي، اوهان فورن پوئتي هٽو ٿا. پنتي وارو گيئر متائي ۽ ڳالهہ ڪي اتان ڪڻو ٿا، جتان اوهان ڪان غلطي ٿي هئي.

مطلب تہ جهيلار ٻوليءَ جو اڻُوٽ حصو آهي. جيئن آوازن ڪانسواءِ ڳالهايل ٻولي، ٻولي نٿي ٿي سگهي، تيئن جهيلار ڪانسواءِ ٻوليءَ جو تصور نٿو ڪري سگهجي، جيتوڻيڪ دنيا ۾ هيتري علمي ترقيءَ ڪان پوءِ بہ اهڙو ڪو رسم الخط اجا ايجاد نہ ٿيو آهي، جنهن جي مدد سان لکندڙ جي موڊ، زون، ٽون ۽ جهيلار ڪي پڙهڻ وارو بلڪل اهڙي انداز سان پڙهي سگهي جهڙي انداز سان لکڻ واري لکيو.

اهو خيال صحيح ناهي تہ لکندڙ لکڻ وقت ”جهيلار جو اصول“ خيال ۾ نٿو رکي. ائين ڪرڻ هن لاءِ ممڪن ئي ڪونهي. ائين برابر آهي تہ ڊينيئل جونز جي ڪتاب ۾ جيڪي اُصول ڄاڻايل آهن سي دنيا جي هر ڪنهن لکندڙ ۽ ڳالهائيندڙ ڪو نہ پڙهيا هوندا، پر انهن ڪي پڙهڻ ۽ ڄاڻڻ جي ڪا اهڙي ضرورت بہ ڪانہ اٿن. بهرحال جيڪو بہ ماڻهو ڪو جملو لکي ٿو سو ائين چئجي تہ لکندڙ جيڪو جملو لکي ٿو سو لفظن ۽ ترتيب جي صورت ۾ جهيلار سان گڏ ذهن ۾ اچي ٿو. الفاظ جڏهن ذهن ۾ پيدا ٿين ٿا تہ جملي جي ترتيب ۽ معنوي ۽ صوتياتي دخل ڪانسواءِ پيدا نٿا ٿين. لکندڙ هر جملو اندر

۾ ورجائي ٿو، اُن جي موسيقي، آهنگ، جهيلار سندس ذهن ۾ اچن ٿا. پوءِ ڪڏهن ائين بہ ٿئي ٿو تہ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪا علمي ڳالهہ لکڻي آهي يا ڪنهن ڏارئين ماڻهوءَ کي ڪا ڳالهہ مودبانہ انداز ۾ چوڻي آهي تہ اڳ لکيل جملي جي موسيقي، آهنگ ۽ جهيلار کي پرکڻ لاءِ هر لفظ کي وري وري ورجائي ٿو ۽ لفظن کي ڪاٽي ڇاٽي، اڳتي پوئتي ڪري ٿو ۽ پنهنجي اندر جي ڪنن کان راءِ وٺي ٿو تہ جيئن جملو ڪنن کي ڀاڙو نہ لڳندو هجي، تان جو جملي جي ساخت ۽ بيهڪ جي موسيقيءَ مان سندس اندر جا ڪن راضي ٿا ٿين ۽ ڳالهہ کي اڳتي وڌائي ٿو.

ان ڪانسواءِ جيئن زندهہ رهڻ، ساهہ کڻڻ، هلڻ ڦرڻ جي عملن کان اڳ اسان جي لاءِ اهو ضروري ناهي تہ طبي، علم ۽ علم بدن ۾ جيڪا ترقي ٿي آهي ان جي ڄاڻ رکون، يا بدن ۾ موجود عضون جي ڪارڪردگيءَ جي واقفيت رکون. ڦڦڙن جي ساخت، انهن جي ڪم جي طريقي کان واقف ٿيون يا مُشڪن جي بناوٽ ۽ رت جي نهڻ ۽ سڙڻ جي عملن جي سُڌ رکون، تيئن اسان لاءِ اهو بہ ضروري ناهي تہ ڳالهائڻ يا لکڻ کان اڳ صوتيات جو علم ڄاڻون يا جهيلار جا اُصول ڊينيئل جونز جي ڪتاب مان پڙهي ياد ڪريون.، اسان جي نامياري ليکڪ جو اهو قول جهيلار جي عالمن تي ٺٺولي آهي تہ ”بلڪ ڪهاڻيڪار کي اهو وهم ۽ گمان ۾ بہ نہ هو تہ ڪنهن گفتار ۾ جهيلار جو هجڻ اشد ضروري آهي.“ (ص 138).

صوتيات، جهيلار، گرامر ۽ لسانيات تہ ڊاڪٽرن، ماهرن ۽ ڏاهن ماڻهن جي ذهانت ۽ قابليت جا اوزار آهن. انهن جي ڄاڻ جي اُن عام ماڻهوءَ کي ڪهڙي ضرورت آهي جيڪو اُها فطري ٻولي ڳالهائي ٿو، جيڪا پنهنجي چؤگرد ٻڌي ٿو ۽ ذهن جي خداداد لياقت innate quality کي استعمال ڪري سگهي ٿو. ڪنهن گرامر جي ڪتاب کي پڙهي ڪو نہ ٿو سگهي، جنهن کيس ڪيو آهي، اهو ئي کيس بيان جي صلاحيت بہ ٿو ڏئي.

خَلَقَ الاِنسان، عَلَمَه البَيَانَ؁ (الرحمن 3_4)

زير بحث مضمون جي جهيلار وارو حصو جيڪو مهراڻ 1979/2ع جي صفحي 136 تي هيٺان ڪان انين سٽَ ڪان شروع ٿي آخر تائين پهچي ٿو علمي وڏائيءَ ۽ لاچاريءَ جو عجب مرصع آهي. انهيءَ ڪري جو هن ڪان اڳ اهو بڌايل قاعدو تہ ”جملي جي بيهڪ ۾ پهريائين هميشہ فاعل جاءِ وٺي بيهندو پوءِ مفعول ۽ ان ڪانپوءِ فعل“ جهيلار جي هن بحث تي پهچي پاڻ ئي ٽُٽي ٽڪرا ٿي پيو. ليڪڪ صاحب جي چوڻ مطابق ”انهيءَ ڪري هر تحرير ۽ تقرير ۾ جملي جي ترتيب، عبارت ۽ اسلوب جو انداز جهيلار ۾ تبديل ۽ ڦير ڦار آڻڻ سان، ڦيرائي سگهبو آهي. جهيلار ۾ تبديلي آڻڻ سان جملي ۾ لفظن جي ترتيب ۾ بہ تبديلي ايندي تہ اصل معنيٰ ۾ بہ فرق ايندو.“ ان هوندي بہ ضد اهو ئي تہ اهي ڪهاڻيڪار آهن، جيڪي جاهل آهن، جهيلار جي علم ڪان بي خبر آهن ۽ ”فاعل ۽ مفعول“ جي اصول کي ٿوڙي ”نئين نسل کي گمراهہ“ ڪري رهيا آهن.

انگريزي ٻوليءَ جي جهيلار جا ڪي نمونا ۽ انهن جا اصول:

هن بحث ۾ اول تہ اهو ياد رکڻ گهرجي تہ جيتوڻيڪ گرامر جا ڪي آفاقي پهلو آهن جي ٻولين ۾ هڪجهڙا هوندا آهن (27) ان جي باوجود هيءُ بحث انگريزي ٻوليءَ جي جهيلار متعلق آهي. سنڌي جهيلار متعلق جيڪو ٿورو گهڻو ڪم ٿيل آهي. (28) اهو اسان جي هن بحث ۾ ايڏو مفيد ڪونهي. ان لاءِ جيستائين ڪو ڄاڻو ماڻهو سنڌيءَ ٻوليءَ جي جهيلار جا نمونا گڏ ڪري، انهن جا اصول مرتب ڪري ڪو نظريو بہ ٺاهي ۽ وڏيڪ تحقيق تي ان کي ٻيا ماڻهو نہ پرکين، تيستائين هنن ڳالهين جا خيالي نتيجا ڪڍي انهن تي نظريا ٻڌڻ اجايو آهي. ان ڪانسواءِ لسانيات جي ڄاڻوءَ جي لاءِ اهو تمام ضروري آهي تہ جنهن ڪتاب کي (مثلاً ڊينيئل جونز جي) هو سَنَدَ بنائي ماڻهن کي ”فاعل–فعل“ ۽ ”فاعل–مفعول“ جي ترتيب جو قانون ڏئي ٿو ۽ ان سان لڳندڙ جهيلار سان ڳالهائڻ تي مجبور ڪري رهيو آهي، ان کي چڱي طرح سمجهي ۽ ان ڪان اڳ ۽ پوءِ جي ٿيل تحقيق تي بہ نظر رکي، جيڪي ڳالهيون هڪڙي علم جي دائري ۾ بہ هجن يا جيڪي ڳالهيون هڪڙي علم

مان ثابت نہ ٿينديون هجن سي هروڀرو ان علم سان لاڳو ڪري ان علم جي ساک نہ وڃائي.

انگريزي ٻوليءَ جا جهيلار جا جيڪي نمونا آهن سي ٽُلهي ليکي هيٺئن آهن:

(1) چڙهندڙ (اڀرندڙ مٿي ويندڙ) ٽون (rising intonation) جنهن ۾ جملي جي آخر ۾ آواز مٿي وڃي پورو ٿيندو. ائين لڳندو ڄڻ ڪا شيءِ هوا ۾ اٽڪي پئي،. ڳالهہ ڪندي، جيئن. ماٺ وائين اوچتو چپ ڪري ويهي رهي جو ٻڌڻ وارو چوي تہ "پوءِ!" هن مان ڳالهائڻ واري جي مراد اها هوندي آهي تہ ڏيکاري تہ ڳالهہ اڃان توڙ تائين نہ پهتي آهي. هيءُ طريقو ڳڻپ ۾ آخري انگ تي پهچڻ کان اڳ، اڳين انگن اچارڻ وقت بہ استعمال ڪبو آهي.

1۔ چار(....)، پنج(....)، ڇهہ(....)، ست(......)........

جهيلار جو هيءُ انداز تڏهن بہ استعمال ڪبو آهي جڏهن جملي جو باقي رهيل فقرو (Clause) اڃان اچڻو هوندو آهي.

2۔ جڏهن آءٌ ڪراچيءَ ويس.(.....) تڏهن..... يا جڏهن "ها۔ يا –نہ" واري سوال جي جواب جي طلب هوندي آهي:

3۔ احمد ڪراچيءَ ويو(......)؟

**(2) لهندڙ يا ڪرندڙ ٽون (Falling intonation)**، هيءَ جهيلار اهڙن جملن ۾ ٿيندي آهي جن مان خبر پوندي تہ (1) ڳالهہ پوري ٿي (2) سڀني بيانيہ جملن ۽ اطلاعيہ سوالن (29) لاءِ هيءُ جهيلار استعمال ٿئي۔(3) هڪ لفظي جواب، توڙي لفظ، نالا يا اکر جيڪي هيڪلا اُچاريا وڃن سي هن جهيلار سان ادا ٿيندا:

1. مون ڪتابُ خريد ڪيو. (......)
2. تون سڀاڻي ڪيڏانهن ويندين؟(......)
3. هُوسڙي. (......)
4. هي ڪهڙو اکر آهي؟
5. في. (......)

اِهي ٻه مکيه جهيلار جا نمونا آهن. ٻيا چار نمونا جيڪي عام رواجي گفتگوءِ ۾ استعمال ٿين ٿا، انهن ٻن جي ملاوٽ سان ٺهندا آهن.

(3) **ڪِري-اڀرندڙ**(Fall_rise intonation) شڪ شبهي واري فقري لاءِ.

(4) **اُڀري –ڪرندڙ** (rise_fall intonation) سچي يا طنزيه گرمجوشي، حيرت يا صدمي ظاهر ڪرڻ لاءِ.

(5) **هموار يا هڪ ساريڪو**(level intonation) ورلي استعمال ٿئي. اڳتي جيڪا ڳالهه اچڻي آهي، ان جي توقع ۾، ان جي اڳڪٿي ڪندي ته ايندڙ لفظ جوڙون ٻه انهيءَ ئي سطح تي هوندو.

(6) **ڪرندڙ واڌو اڀرندڙ** (fall_plus –rise) هن جي هڪڙي فقري ۾ ٻه جهيلار جا مرڪزي (tonenucle) هوندا آهن، هن سان ڳالهائيندڙ ٻٽو تضاد ادا ڪندو آهي.

هاڻي، ڪي وڏا جملا ٿين ڪي ننڍا، ڪي ٻن چئن فقرن وارا جملا ٿين، ڪي ماڳهين هڪ لفظ وارا، جنهن جملي ۾ جيترا فقرا هوندا جهيلار جا مرڪز ٻه اوترائي هوندا؛ جڏهن هڪ ئي جملي ۾ ٻه يا ٻن کان وڌيڪ، ويندي چار يا پنج جهيلاري يونٽ به ٿي ويندا. هر يونٽ جڏهن جهيلار جو هڪ مڪمل نمونو هوندو. ”هڪ-لفظي“ جملن جي جهيلار به مڪمل جهيلار هوندي. هڪڙي ڳالهه جيڪا هن بحث مان ثابت نٿي ٿئي سا اها ته جهيلار تيستائين ”جهيلار“ ڪانه سڏبي جيستائين ان ۾ ”فاعل-فعل“ يا ”فاعل-مفعول-فعل“ واري ترتيب نه هجي، البته هڪ ڳالهه هلندي هلندي چوندا هلون ته هي جهيلارون ”عام گفتگوءِ جي معمولي جملن“ لاءِ استعمال ٿينديون. هنن ۾ جهيلار جو مرڪز (focus of tone) ”عموماً“ جملي جي آخري ڪليل لفظ (اسم، فعل، صفت يا ظرف) تي پوندو آهي. ”عموماً“ بند لفظ آرٽيڪل، ضمير، جر، جملو ندا تي زور نه پوندو آهي.

جملي ۾ اطلاع جو مرڪز ۽ اطلاع جا يونٽ (focus and units of Information)

انگريزي يا ٻي ڪا بہ ٻولي هڪ ڳالهايل پيغام کي اطلاع جي حصن يا ٽڪرن (يونٽن units ) ۾ ورهائي ٿي ۽ اها ورهاست ڳالهائڻ وقت جهيلار مان ظاهر ٿيندي آهي. هنن مان جهيلار جو هر يونٽ هڪ اطلاعي يونٽ جي نمائندگي ڪندو آهي، ۽ اُها جاءِ جتي زور جو مرڪز ٿيندو سا اطلاع جو مرڪز هوندي آهي. هڪ جملي ۾، جيئن اڳي، چيوسين، گهٽ ۾ گهٽ هڪ ٽون يونٽ هوندو. پر جيڪڏهن جملي جي شروع ۾ ڪو ظرف وارو فقرو هوندو، ڪو ٽنبيل ڪلمو يا ندائي اسم هوندو تہ ان فقري يا ڪلمي يا لفظ وارو حصو بہ هڪ الڳ ٽون يونٽ ٺاهيندو.

(1) گذريل سال، اسان موڪلون مريءَ ۾ گذاريون. (ٻہ ٽون يونٽ)

(2) جپاني، جن جي محنت ملڪان ملڪ مشهور آهي، صعنت ۽ حرفت ۾ دنيا کي ماريو ويٺا آهن. (ٻہ ٽون يونٽ)

(3) احمد، ٽون هلنديڻ (ٻہ ٽون يونٽ)

پڇڙيءَ وارو مرڪز ۽ تقابلي مرڪز (end_focus and contrastive focus)

انگريزيءَ ٻوليءَ ۾ جهيلار جي ٽون جو مرڪز عام طرح جملي جي آخري کليل ڪلاس جي لفظ (31) (اسم، فعل، صفت ۽ ظرف) جي زور ڏنل حصي تي پوندو آهي، عام طرح واريءَ اهڙي جهيلار کي پُڇڙي واري جهيلار (end focus intonation) چئبو آهي. جيئن، جيڪڏهن چئجي:

1. Dylan Thomas was born in Swan sea.

1. ("ڊلن ٿامس سوانسيءَ ۾ ڄائو.)

تہ انگريزي جملي جي آخري لفظ "سوانسي" جي پهرئين پد "سوان" تي زور پوندو. اهو ڇڻ عام طرح اطلاع جو مرڪز ٿيندو ۽ اهو ئي جهيلار جو مرڪز. پر جڏهن ڪو خاص مقصد ادا ڪرڻو هوندو آهي تہ کليل ڪلاس جي آخري لفظ بدران جملي ۾ ٻيو ڪو بہ لفظ پوءِ ڀلي کليل ڪلاس جو هجي يا بند ڪلاس جو، اطلاع جو مرڪز ٿي سگهندو آهي ۽ انهيءَ ڪري جهيلار جي

نيوڪئلس  ٻہ ان تي ئي ڪرندي آهي. اهڙي مرڪز کي تقابلي مرڪز (contrastive focus) چئبو.

متئين "ڊلن ٿامس سوانسيءَ ۾ ڄائو" واري مثال ۾ ڏنوسين تہ عام بياني جملي ۾ "سوانسيءَ" جي "سوان" پد تي زور پيو، پر جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ اها ڳالهہ چڱيءَ طرح نہ ٻڌي، ۽ پڇڻو پويس تہ "سوانسيءَ ۾ ڪير ڄائو؟" تہ ان کي جواب ڏيڻ لاءِ چئبو.

(2) Dylan Thomas was (born in Swansea)

(ڊلن ٿامس "سوانسيءَ ۾ ڄائو هو") اهڙيءَ طرح ٿامس جي "ٿام" تي زور پيو. ("بارن اِن سوانسي" کي ڏنگين ۾ رکڻ جو مطلب آهي تہ ڇوڙڻ واري کي اختيار آهي تہ انهيءَ فقري کي حذف ڪري يا ڇوي).

پر فرض ڪيو تہ ڪنهن ٻڌندڙ اها ڳالهہ صحيح نہ ٻڌي، ڄمڻ جي بدران ڀانيائين تہ ڊلن ٿامَس سوانسيءَ ۾ پرڻيو هو. پڪ ڪرڻ لاءِ پڇيائين "ڇا ڊلن ٿامس سوانسيءَ ۾ پرڻيو هو؟" ڳالهہ ٻڌائيندڙ سواليءَ جي تصحيح ڪندي چوندو:

(3) No, he was BORN in Swansea.

(نہ هو سوانسيءَ ۾ ڄائو هو. "زور ڄا ٻہ مرڪز ٿيا" نو ۽ بارن)

عام طرح اسم ۽ ان جي صفت مان اسم تي زور ايندو. "ڊلن ٿامس" واري فقري ۾ ڊلن ڄڻ ٿامس جي توصيف ٿو ڪري (ڪهڙو"ٿامس"؟ ڊلن ڄڻ ٿامس جي توصيف ٿو ڪري (ڪهڙو "ٿامس" ؟ڊلن). ان ڪري عام ڳالهايل جملي ۾ "ڊلن" تي زور ڪو نہ ايندو، پر جيڪڏهن ڳالهہ ٻڌندڙ کي پڪ نہ بيٺي تہ ايڊورڊ ٿامس جي ڳالهہ پئي هلي يا ڊلن ٿامس جي، ۽ پڇڻو پويس تہ "ڇا ايڊورڊ ٿامس سوانسيءَ ۾ ڄائو هو؟" تہ ان جي تصحيح لاءِ چئبو:

(4) No, Dyln Thomas (was born in Swansea)

(نہ ڊلن ٿامس "سوانسيءَ ۾ ڄائو هو")

اهڙيءَ طرح لفظن ۽ فقرن تان تہ مرڪزي زور بدلجي ٿو پر ويندي هڪ لفظ جي پدن تائين اها ويڙهہ هلي ٿي. (ڏسو ڪُورڪِ ص 939) ۽ مرڪز بدلجڻ جو هڪڙو سبب "نئين اطلاع" کي اهميت ڏيڻ بہ آهي.

موضوع جو جهيلار جي مرڪز تي اثر:

جهيلار جي مرڪز (focus of intonation) ڪانسواءِ جملي جو ٻيو هڪ اهم جزو آهي موضوع (theme) جو جنهن جي باري ۾ سڄو جملو چيل هجي، ظرف وارن لفظن يا فقري کي ڇڏي، جملي جي منڍ ۾ جيڪو بہ لفظ يا فقرو ايندو هجي، اهو ٿيو موضوع. هيءُ فاعل بہ ٿي سگهي ٿو. انگريزيءَ ۾ سوال جو آپريٽر do, did, does يا موڊل) ٿي سگهي ٿو. سواليہ لفظ (ڪير، ڇا، ڪٿي، ڪيڏانهن وغيره) ٿي سگهي ٿو يا خود فعل ٿي سگهي ٿو. مرڪز ۽ موضوع جملي جا ہ مکيہ جزا آهن. موضوع هميشہ جملي جي شروع ۾ ٿو اچي ۽ مرڪز جيئن اڳي ڏنوسين، آهي تہ ريچڪائي پر عمومن جملي جي آخر ۾ ايندو آهي. موضوع جڻ ڳالهہ ڪٿي ٿو. مرڪز ان کي توڙ تائين پڄائي ٿو. جيئن تہ موضوع جملي جي مُنڍَ ۾ ٿو اچي، ان کي اطلاع جو گهٽو بار کڻڻو پوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن، جيئن مٿي چوٿين جملي ۾ ڏنوسين، ائين بہ ٿيندو آهي جو جملي جو مرڪز بہ اهو ئي هوندو آهي، جيڪو ان جو موضوع هوندو آهي.

**(4) Dylan Thomas was born in Swansea.**

يا جي ڪنهن کان پڇجي تہ اهو رسالو ڪنهن ڏنئي، تہ چوندو:

(5) Bill (gave it to me).

(بل "اهو مون کي ڏنو": موضوع بہ بل، ٿون جو مرڪز بہ بل)

هونئن عام حالت ۾ "بل گيواِٽ ٽو مي" واري جملي ۾ زور جو مرڪز "گيو" تي پوي ها. هنن جملن ۾ تہ ڊلن ۽ بل هونئن بہ عام طرح جملي جي منڍ ۾ اچن ها، هينئر بہ منڍ ۾ آهن، پر ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿيندو آهي جو جملي جي مُنڍ ۾ جملي جو اهڙو ڪو لفظ آڻي رکبو آهي. جيڪو هونئن عمومن منڍ ۾ نہ هوندو آهي، جملي جي ڪنهن ٻئي حصي ۾ هوندو آهي. هن طريقي کي "موضوع

ڪي منڍ ۾ آڻڻ“ (Thematic fronting) يا چٽيل (چٽو ڪيل) موضوع (marked theme) چئبو آهي. هھڙيءَ طرح جملي جي منڍ ۾ آندل جملي جا جُز اسلوب ۽ اثر ۾ مختلف هوندا آهن. جيئن ڪُورڪ ۽ سندس ساٿي چون ٿا:

”ڳالهايل ٻوليءَ ۾، ائين اڪثر ٿيندو آهي تہ جملي جي ڪنهن جُزي کي جملي جي مُنڍَ ۾ آڻي ان تي زور جي نيوڪليس وڏي ويندي آهي. ۽ اهڙي طرح اُهو جزو موضوع ۽ اطلاع، ٻنهي طريقن سان چٽو ٿيندو آهي.“ (32)

“In formal speech, it is quite common for an element to be fronted with nuclear stress, and thus to be “marked” (or given special emphasis) both thematically and informationally.” (32)

1. انهيءَ حساب سان ڪڏهن فاعل جو وڌاءُ فاعل جي جاءِ تي اچو ويهي:(33)

1.a.JOE his NAME is.

ايرنڊڙ ڪرنڊڙ

1.الف: جو نالو آهيس.

عام طرح چئجي ها، ”هز نيم از جو“ ۽ ”نيم“ تي زور پوي ها.

**1.b.An utter FOOL I felt TOO.**

ڪرنڊڙ ڪرنڊڙ

1. ب: صفا احمق مون پانيو (پاڻ کي).

عام طرح چئجي ها ”آءِ فليٽ ائن اَٽَر فول“ ۽ فول تي زور پوي ها.

2. ڪڏهن مفعول جو وڌاءُ فاعل جي جاءِ تي اچو ويهي:

**2.a.Relaxation you call it!**

عام طرح ”يو ڪال اٽ رليڪزيشن!“ چئجي ها.

3. ڪڏهن مفعول اچو فاعل جي جاءِ تي ويهو رهي:

**3.a. Really good Cocktails they made at that hotel.**

واهہ جا پيالا ٽي ٽاهيائون انهيءَ هوٽل ۾.

(هوئڻن عام طرح چئجي ها: ”دي ميڊ ريئلي گڊ ڪاڪٽيلز ائٽ دئٽ هوٽل)

هن طريقي جي توضيح ڪندي ڪُورڪ ۽ سندس ساٿي لکن ٿا تہ:

ائين ٿو معلوم ٿئي ڄڻ موضوع وارو جزو پهريون ٻولُ آهي جيڪو ڳالهائيندڙ جي ذهن ۾ اچي ٿو ۽ جملي جا باقي ٽڪرا پوءِ ويچاريل جي حيثيت سان ڄڻ ان ۾ پوءِ وڌائجن ٿا.“ (34).

“It is as if the thematic element is the first thing that strikes the speaker, and the rest is added as after thought.” (34).

زير بحث مضمون جو فاضل مصنف لکي ٿو:

”هن ڏس ۾ اسان جا نفاذ ۽ اُبتي ٻوليءَ وارا اديب ڪنهن انگريزي يا فرانسيسي ڪهاڻيڪار جا مثال يا ڪو مثال دليل طور ڏئي سگهندا، جن ۾ ٻوليءَ جي اصولن کي ڦيرايو ويو هجي.“ (35)

ٻوليءَ جا اُهي اصول ڪهڙا آهن، تنهن لاءِ فاضل مصنف لکي ٿو:

”سنڌي ٻوليءَ جي عام نحوي سٽاءُ موجب ڪنهن بہ جملي ۾ پهرين فاعل پنهنجي جاءِ وٺي بيهندو آهي ۽ ان کان پوءِ مفعول ايندو آهي ۽ آخر ۾ فعل روزمره: گفتار واري ٻوليءَ جو هر جملو انهن اصولن ۽ قانونن جو پابند هوندو آهي.“ (36)

ٻوليءَ جي اصولن کي ڦيرائڻ جي تہ اسين ڳالهہ ڪونہ ٿا ڪريون، پر هي مٿيان جملا ۽ هيٺ ڄاڻايل ٻيا مثال ڪنهن ڪهاڻيڪار جي افساني يا ناول تان نہ، پر عصر حاضر جي معتبر لسانيات جي ماهرن جي لکيل ان گرامر تان ورتل آهن، جيڪو اڄ لسانيات جي دنيا ۾ مستند مڃيو وڃي ٿو.

ڪُورڪ ۽ سندس همڪارَ (37) پنهنجي هن گرامر ۾ موضوع (جملي جي شروع وارو جزو) جي جاءِ تي ايندڙ اهڙن لفظن جا گهڻا مثال ڏنا آهن(38)، جيڪي عام گرامر ۾ هوند جملي جي ڪنهن ٻئي حصي ۾ اچن. ڳالهايل

ٻوليءَ جا ڪي مثال مٿي ڏناسين. انهن کان سواءِ خطيبانہ (rhetorical) ٻولي ۽ لکيل ٻوليءَ جا بہ اهڙا مثال ڏنا اٿن.

1. خطيبانہ ٻوليءَ ۾ جاءِ مٽايل موضوع جا مثال:

1.His FACE I'm not FOND of.........

هن جملي ۾ حرف جر آف (of) جو واڌارو (هز فيس His FACE موضوع جي حيثيت سان استعمال ٿيو آهي. هن ۾ فيس ڪرنڊڙ جهيلار سان چئجي ٿو ۽ فانڊ لفظ ڪِرِي اُپرنڊڙ ٽون سان ڳالهائبو. سنڌيءَ ۾ چئجي "سندس ٻُوٿ جو آءٌ گهورو ناهيان." عام طرح هوند هيءُ جملو چئجي ها:

آءٌ سندس ٻوٿ جو گهورو ناهيان. (I am not fond of his face)

2.but his CHARActer I DesPISE.

"پر سندس لڇڻ آءٌ ڌڪاريان ٿو."

جملي جي هن حصي ۾ CHARA ۽ PISE وارن پدن تي زور آيو ۽ اُهي ٻئي ڪرنڊڙ ٽون سان اُچاريا ويا. هن جملي ۾ اتهامي مفعول (ڊائريڪٽ آبجيڪٽ) موضوع جي جاءِ تي استعمال ٿيو آهي. هونئن هوند عام طرح چئجي ها.

_but I despise his character:

پر آءٌ سندس لڇڻ ڌڪاريان ٿو.

3.RICH I may be (but.....)

(هموار)

"I may be rich(but.....)"

(سکيو ڪٽي آءٌ هجان......)

(هن جملي ۾ فاعل جو وڌاءُ، نئين معنيٰ ۾، موضوع جي حيثيت سان هونئن عام طرح چئجي ها:

4.LEAVE him I COULDn't........

ڪرنڊڙ (ڪري اپرنڊڙ

(ڇڏي (تہ) ڪيس (آئون) نٿي سگهيس.......)

پريڊيڪيشن جو فعل موضوع جي حيثيت سان, هونئن عام طرح هوند چئجي ها:

(I couldn't leave him)

(but atleast I could make his life a misery: I have promised to do it)

5. So 'do it I SHALL.

هونئن عام طرح چئجي ها:

(And I shall do it)

2. لکيل علمي ٻوليءَ ۾ جاءِ مٽايل موضوع جا مثال:

1. Most of these problems a computer could take in its stride.

هونئن عام طرح چئجي ها:

(A computer could take most of these problems in its stride.)

2. This later topic we bave examined in chapter 3, and need not reconsider.

هونئن عام طرح چئجي ها:

(We have examined this later topic in....)

3. to this list may be added ten further items of importance.

هونئن چئجي ها:

(One may add ten further items of importance to this list, Ten further items noy be added to this list.....)

هن بحث مان ٻہ ڳالهيون ثابت ٿيون:

1. ساڳي لفظي ترتيب واري جملي ۾ جهيلار جو مرڪز جاءِ مٽائي سگهي ٿو. جڏهن تہ جهيلار لفظي ترتيب جي پابند ناهي.

2. ڪنهن خاص مقصد ادا ڪرڻ لاءِ جملي جي منڍ ۾ جملي جو ڪو اهڙو حصو آڻي رکي سگهجي ٿو, جيڪو عام طرح مُنڍ ۾ نہ ايندو آهي. "موضوع

کي منڍ ۾ آڻڻ“ (thematic fronting) واري انهيءَ طريقي سان جملي جي لفظي ترتيب لازمي طرح بدلبي آهي ۽ اهڙيءَ طرح ٻوليءَ جي فطري نظام ۾ ڪو ڪهرام ڪونهي مچندو.

4. ٻولين ۾ لفظي ترتيب جي گهرج:

فاضل مصنف پنهنجي زير بحث مضمون ۾ ٻوليءَ کي هڪ اهڙو قدرتي نظام ڪري ڏيکاريو آهي، جنهن جي ڪنهن به قانون جي ڀڃڪڙي تي ته ”ڪهرام مچي ويندو“ ۽ ڊاڪٽر صاحب جن جي لکت مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته ٻوليءَ جي انهيءَ نظام جا اهي قانون جن جي استعمال سان ٻولي ٺهي ٿي، اُهي لسانيات جي ماهرن کي معلوم آهن. مثلاً ”فاعل-فعل“ يا ”فاعل-مفعول“ جي سٽاءُ جا اُهي سَت قانون جن ۾ فاعل هميشه جملي جي مُنڍَ ۾ ايندو. فاعل جو وڌاءُ جي هوندو ته اُهو ان کان اڳيان ايندو. فعل هميشه جملي جي پڇاڙيءَ ۾ ايندو، وغيره وغيره (39) مصنف صاحب جن لکن ٿا:

”روزمره گفتار واري ٻوليءَ جو هر جملو انهن اصولن ۽ قانونن جو پابند هوندو آهي.“ انهيءَ ڪري چون ٿا ته: ”آهي ڪاتب جو قلم هي“ غلط آهي ۽ ”هي ڪاتب جو قلم آهي، صحيح آهي.“ (40).

اڳتي چون ٿا ته انهن اصولن جي پابندي سٽاءَ جي چئن مقصدن (انتخاب، ترتيب، فعل جو لاڳاپو ۽ جهيلار) جي لاءِ ضروري آهي. ان ڪري ”اٿيو آهيان ننڊ مان“ جهڙن جملن کي لفظي ترتيب ۽ جهيلار جي اصولن تي پرکي غلط ثابت ڪيو ويو آهي. اسان مٿي ڏنو ته جهيلار لفظي ترتيب جي پابند ناهي. هاڻي ڏسنداسين ته ٻولين ۾ لفظي ترتيب جي ڪهڙي ضرورت آهي ۽ سنڌيءَ ٻوليءَ تي اهڙي ضرورت جو ڪيتري قدر اطلاق ٿئي ٿو:

4.1 گرامري تصورات: (41)

ڪنهن به جملي ٺاهڻ سان ڪابه ٻولي ڪي نحوي (گرامري) تصورات ادا ڪري ٿي، جن مان هڪڙن کي لازمي يا اٽل تصورات چئي سگهجي ٿو ۽ ٻين کي ثانوي، جيڪڏهن هِڪَ رِچَ ۽ هڪ ماڻهوءَ جي ڳالهه ڪبي ۽ اهو ڏيکارڻو هوندو ته هِڪَ ٻئي کي ماريو ته اهو لازمي ٿيندو ته ڏيکارجي ته ڪهڙي مارڻ

جو عمل ڪيو ۽ ڪهڙو ان عمل جو شڪار ٿيو. دنيا جون سڀئي ٻوليون اهو لاڳاپو جنهن کي فريز ”نام-نهاد فاعل-مفعول لاڳاپو (42) ٿو ڪوٺي. ادا ڪن ٿيون. ٻئي پاسي مارڻ جو عمل ڪهڙي وقت ٿيو (زمان ۽ ٽينس)، يڪدم (جهت ۾) ٿيو يا ان عمل ۾ وقت لڳو (آسپيڪٽ (43). رڇ هڪڙو هو يہ هئا يا گهڻا هئا (عدد)، ۽ ڳالهہ ڪندڙ اها ڳالهہ پاڻ ٽيندي ڏٺي يا ڪنين ٻُڌي پيو ٻڌائي، اهي سڀئي ڳالهيون ثانوي نحوي (گرامري) تصورات ۾ اچي وڃن ٿيون. انهن مان ڪيتريون ڳالهيون ڪيترين ٻولين ۾ ٻڌائڻ ضروري آهن، ڪيترين ٻولين ۾ غير ضروري آهن.

هنن نحوي تصورن جي اظهار لاءِ مختلف ٻولين جي گرامرن وٽ ٽي مختلف وسيلا يا اوزار (devices) آهن. لفظي ترتيب (word order) وارو وسيلو انهن مان هڪڙو آهي، پر جيئن اڳتي واضح ٿيندو ٻين سڀني وسيلن کان ڪمزور ۽ محدود وسيلو اهو آهي، انهيءَ مقصد کي ادا ڪرڻ لا ٻيا جيڪي ٻہ وسيلا ٻولين وٽ آهن تن مان ”ڪارجي لفظ“ (function words) هڪڙو آهي ۽ لفظي صورتون يا تصريفون (inflections) ٻيو آهي. هنن ٽن وسيلن جي ورهاست هيئن آهي: جيڪا ٻولي تصريفن جي ذريعي ”فاعل-مفعول“ جو لاڳاپو ادا ڪري سگهي ٿي، ان جي اختيار ۾ ڪارجي لفظن ۽ لفظي ترتيب جا وسيلا بہ آهن: (جيئن سنڌي)، جيڪا ٻولي تصريفن وسيلي تہ اهو لاڳاپو ادا نٿي ڪري سگهي، پر ”ڪارجي لفظن“ ذريعي اهو ڪم سرانجام ڏئي سگهي ٿي، تنهن وٽ لفظي ترتيب جو اختيار بہ هوندو آهي(جيئن اردو) ۽ جيڪا ٻولي تصريفن ۽ ڪارجي لفظن ٻنهي ذريعن کان محروم آهي، سا انهيءَ لاڳاپي جي اظهار لاءِ سڄو دارومدار لفظي ترتيب تي ٿي رکي. (جيئن انگريزي) مثلاً سنڌي ٻولي جيڪا رِڇَ ۽ رِڇُ ۾ آخري حرڪتن وارين تصريفن سان فعالي حالت ۽ اتهامي مفعول (accusative) حالت جو اظهار ڪري ٿي، ان لاءِ اهو بہ ممڪن آهي تہ لفظي ترتيب ۽ ڪارجي لفظن جي مدد سان (يا انهن جي مدد کانسواءِ) ”فاعل-مفعول“ جي

لاڳاپي جو اظهار ڪري، هن ٻوليءَ وٽ ڄڻ ٽئي هٿيار ٿيا، سخت پابندي رکڻو تصريفن جي ڪرڻي اٿس، باقي ٻئي وسيلا سندس اختيار ۾ آهن. سندس غلام آهن، سندس حڪم جا ٻندا آهن:

1. رڇ ماڻهو ماريو(.......) (فاعل رڇ، مفعول ماڻهو)
2. ماڻهوءَ رڇُ ماريو (.......) (فاعل ماڻهو مفعول رڇ)
3. رِڇُ ماڻهوءَ ماريو. (.......) (مفعول رڇ فاعل ماڻهو)
4. رِڇَ ماڻهوءَ کي ماريو. (.......) (فاعل رڇ، مفعول ماڻهو+ڪارجي لفظ ”کي“)
5. ماڻهوءَ کي رِڇَ ماريو(.......) (مفعول ماڻهو ڪارجي لفظ کي، فاعل رڇ)
6. رڇ کي ماڻهوءَ ماريو. (.......) (مفعول رڇ+ کي، فاعل)
7. ماڻهوءَ رِڇَ کي ماريو. (.......) (فاعل ماڻهو مفعول رڇ+ کي).

سنڌي ٻوليءَ جي مقابلي ۾ وري اردو ٻولي آهي، جيڪا لازمي نحوي يا گرامري تصورن جو اظهار تصريفن سان نٿي ڪري سگهي، ان ڪري ان جو دارومدار ڪارجي لفظن جي استعمال ۽ لفظي ترتيب تي آهي، پر جيئن ته درجي بنديءَ ۾ ڪارجي لفظن وارو وسيلو لفظي ترتيب واري وسيلي کان وڌيڪ سگهارو ۽ وسعت وارو آهي، ان ڪري لفظي ترتيب جي هٿيار کي پنهنجو زيردست، پنهنجي حڪم جو ٻندو، پنهنجو غلام ڪري استعمال ڪري؛ اردوءَ ۾ ڪار جي لفظن جي موجود هئڻ ڪري لفظي ترتيب کي حاڪميت حاصل ڪانهي؛ فاعل-مفعول جي جاءِ بدلائڻ جي آزادي آهي:

1. ريچهہ ني آدمي کو مارا. (فاعل + ڪار جي لفظ ”ني“ + مفعول+ ڪارجي لفظ ”کو“)
2. آدمي کو ريچهہ ني مارا. (مفعول + کو، فاعل + ني)
3. ريچهہ کو آدمي ني مارا. (مفعول + ڪار جي لفظ ”کو“ + فاعل+ ڪارجي لفظ ”ني)
4. آدمي ني ريچهہ کو مارا. (فاعل+ ني، مفعول+ کو)

بهرحال اردو ٻوليءَ ۾ هيئن ڪونہ چئي سگهبو جيئن سنڌيءَ ۾ چئبو آهي:
(غلط جملي لاءِ لسانياتي لڪٽين ۾ ستاري جو نشان ڏبو آهي).
* 1. ريڇهہ آدمي مارا. (رَڇ ماڻهو ماريو يا رِڇُ ماڻهوءَ ماريو)
* 2. آدمي ريڇهہ مارا. (ماڻهوءَ رِڇُ ماريو يا ماڻهو رِڇَ ماريو)

هنن ٻنهي ٻولين جي مقابلي ۾ انگريزي ٻولي وري اهڙي آهي، جو منجهس اهو لاڳاپو نڪي "فاعل-مفعول" وارين تصريفن سان ادا ٿي سگهي ٿو نڪي "ڪار جي لفظن" سان. اُن ڪري انگريزيءَ کي مڪمل طور لفظي ترتيب تي ڀاڙڻو ٿو پوي. انگريزيءَ ۾ عام طرح فاعل جملي جي شروع ۾ ايندو. ان کانپوءِ فعل ۽ ان کان پوءِ مفعول. (خاص حالتن ۾ انهيءَ ترتيب جي پابنديءَ کي ٽوڙي بہ سگهبو جيئن جهيلار جي بحث ۾ واضح ڪيو ويو) هاڻ انگريزيءَ ۾ رڇ ۽ ماڻهوءَ جي اِها ڳالهہ صرف هڪ طريقي سان ٿي سگهي ٿي. معروف فعل جيڪو اڳيان آيو سو ٿيو ماريندڙ جيڪو آخر ۾ سو ٿيو مئل (جيڪو اڳي سو تڳي).

1. The man killed the bear. ماڻهوءَ رِڇُ ماريو.
2. The bear killed the man. رِڇَ ماڻهو ماريو.

هن زماني جي انگريزيءَ ۾ ڪا تصريف ڪانهي جيڪا "بيئر" ۽ "مئن" جي جاءِ مٽائڻ کانپوءِ بہ سندن اصلي "فاعل-مفعول" وارو لاڳاپو قائم رکي، کو "ڪار جي لفظ" ڪونهي جو اهو ڪم سرانجام ڏئي. انگريزيءَ وٽ هڪڙو ئي وسيلو آهي، هڪڙو ئي هٿيار آهي، لفظي ترتيب جو. (ذهن ۾ اها ڳالهہ رکجي تہ هت passive جي ڳالهہ ڪانہ پئي هلي.) انهيءَ ڪري انگريزيءَ لاءِ لازمي آهي تہ انهيءَ هڪڙي وسيلي جي چڱي طرح پابندي ڪري. هاڻ اسان ڏٺو تہ: ڪارجي لفظ ۽ لفظي ترتيب مان.

1. سنڌيءَ ۾ تصريف جو هٿيار آهي، جنهن جي ڪري ڪيس ڪارجي لفظن ۽ لفظي ترتيب تي اختيار آهي، جڏهن جيئن وڻيس تڏهن انهن کي تيئن استعمال ڪري، پر انهن کانسواءِ بہ ڪم هلائي سگهي ٿي.

2. اردوءَ ۾ تصريف ڪانهي. ڪارجي لفظن هئڻ ڪري ڪيس اختيار آهي تہ لفظي ترتيب جي هٿيار ڪي جيئن وڌيس تيئن استعمال ڪري؛

3. انگريزيءَ وٽ رڳو لفظي ترتيب آهي، ان ڪري اها مجبور آهي تہ ان جو چڱيءَ طرح پابنديءَ سان استعمال ڪري.

انهيءَ ڳالهہ جي اهميت کي سمجهڻ لاءِ ڪي مثال ڏنا وڃن ٿا.

مثال ۾ تصريف پرڳڻي جو حاڪم آهي "ڪارجي لفظ" ضلعي جو حاڪم آهي ۽ "لفظي ترتيب" تعلقي تي اختيار رکي ٿي.

اجان بہ ٻيو مثال وٺون تہ تصريف بندوق آهي، جيڪا گولي، تکي اوزار ۽ ڏنڊي ٿنهي لاءِ ڪم اچي ٿي؛ "ڪارجي لفظ" کهاڙي آهي جا تکي اوزار ۽ ڏنڊي ٻنهي جو ڪم ڏئي ٿي، ۽ لفظي ترتيب ڏنڊي وانگيان آهي جيڪا رڳو ڏنڊي جو ڪم ڏيندي. اجان بہ وڌيڪ مثال ڏجي تہ تصريف سج وانگي آهي، جنهن جي اڳيان چنڊ تارا ٻيئا هجن تہ بہ ڇڻ تہ ڪونهن. "ڪارجي لفظ" چنڊ وانگي آهي، جنهن جي آڏو تارن جي روشني جهڙي آهي، تهڙي ناهي، "لفظي ترتيب" تارن وانگي آهي، جيڪي اونداهيءَ رات ۾ واٽهڙوءَ کي واٽ ڏسڻ ۾ هڪڙو ڪردار ادا ڪن ٿا. هاڻي ڪير آهي جو پرڳڻي جي حاڪميت ڦٽي ڪري.

ڪير تعليم جو حاڪم ٿيڻ پسند ڪندو، ڪير آهي جو سج کي هٿان ڏئي تارن جو سودو ڪندو. ڪير آهي جو جهيڙي وقت بندوق اڇلي سئونٽو وٺڻ پسند ڪندو. اهو سودو تہ سراسر ٽوٽي وارو چئبو جنهن ۾ لسانيات جو ماهر ڳالهائيندڙ کي صلاح ڏيندو هجي تہ تصريفن وارو پنهنجو قيمتي وسيلو اڇلي، ڊينيئل جونز سان نينهن نيائڻ خاطر، لفظي ترتيب جو وسيلو ڪٽي قابو جهلي.

هاڻي سنڌيءَ کي جيڪي حاصل آهي، سو اردوءَ کي ڪونهي(41). جيڪي اردوءَ کي حاصل آهي سو انگريزيءَ وٽ ڪونهي. هتي ياد رکڻ وارو هڪڙو نقطو اهو آهي تہ هنن ٽن وسيلن جي هڪ درجي بندي آهي ۽ انهن مان جيترو

متئين درجي وارو وسيلو ڪنهن زبان کي حاصل آهي تہ ”اها هيئين درجن جي وسيلن کان بي نياز آهي، اُهي وسيلا سندس ”ڪمي“ مددگار آهن. جن کي پنهنجي پسند تي استعمال ڪندي. اردوءَ ۾ ڏنوسين تہ فاعل مفعول جو لاڳاپو تصريفن سان ادا نٿو ٿئي ۽ انگريزيءَ ۾ ڏنوسين تہ اهو لاڳاپو نڪي تصريفن سان ادا ٿو ٿئي، نڪي ڪارجي لفظن سان. هن زماني جي انگريزيءَ ۾ ڏنوسين تہ رڳو هڪ طريقو ممڪن آهي، جنهن سان ”فاعل-فعل“ جو لاڳاپو ادا ڪري سگهجي. اهو آهي “لفظي ترتيب” وارو. اهو لاڳاپو ڏنوسين تہ لازمي گرامري تصور وارو لاڳاپو آهي. انگريزيءَ ۾ جيڪي بہ چار تصريفون وجي رهيون آهن، اهي ثانوي گرامري تصورن جي ادائيگيءَ جي لاءِ استعمال ٿين ٿيون- جيئن عدد جمع واري ايس (s)، ٽئي شخص واحد جي فعل تي ايس، ماضي جي ed فعل جي پويان، يا پارٽيسيپل جي ing – فعل.

4.2 جڏهن پراڻي انگريزي تصريفن واري ٻولي هئي.

انگريزيءَ ٻوليءَ جي تاريخ تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪو اهڙو ڏينهن خدا جو هن ٻوليءَ جي تاريخ ۾ بہ هو، جڏهن منجهس لازمي توڙي ثانوي (گرامري) تصورات تصريفن سان ادا ٿيندا هئا، جيئن اڄ سنڌيءَ ۾ ٿين ٿا. ڳالهايل ٻولي ۽ لکيل ٻوليءَ جي انهيءَ تاريخي چڪتاڻ ۾ انگريزي آهستي آهستي تصريفي ٻولين جي قطار مان پاڻ کي ڪڍندي ويئي ۽ پاڻ کي لفظي ترتيب جي پابند ٻولين جي قطار ۾ آڻيندي وئي ۽ اڄ مڪمل طرح لازمي تصورن کي رڳو ثانوي تصورن ادا ڪرڻ لاءِ رکيو ويئي آهي.

پراڻي انگريزيءَ (Old English) ۾ تقريباً سيئي گرامري لاڳاپا- لازمي توڙي ثانوي- تصريفن سان ادا ٿي سگهيا ٿي ۽ تقريبن سيئي تصريفن سان ادا ٿيندا هئا. ڪي لاڳاپا ”ڪارجي لفظن“ (”to“ وغيره سان ادا ٿيندا هئا. پر ڪو بہ لاڳاپو لفظي ترتيب تي ٻڌل ڪو نہ هو. جيئن فريز ٿيو چوي:

"In old English practically all the grammatical relationships to which the language gave attention could be expressed by inflections and nearly all were so expressed, Some were expressed by function words, but none, so for as I know, actually depended upon word order for expression."(45)

سنڌيءَ جي فاعل ۽ مفعول جو تعلق اڄ بہ تصريفن (انفليڪشنز) سان ادا ٿئي ٿو:

1. ماڻهوءَ پاڻي لوڙهيو( = ماڻهوءَ ٻنيءَ کي ڏيڻ لاءِ پاڻي ورايو)

2. ماڻهو پاڻيءَ لوڙهيو( = ماڻهو پاڻيءَ ۾ ٻڏي مري لڙهي، وهي ويو)

پهرين جملي ۾ ماڻهوءَ جي /ءَ/ ۽ ٻئي جملي ۾ پاڻيءَ جي /ءَ/ فاعلي تصريف آهي. اهڙي طرح پراڻيءَ انگريزي ۾ بہ فاعل، غير صريح مفعول ۽ اتهامي مفعول (نامِينِٽِوِ ڊيٽِوِ ۽ اَڪيوزِٽِو) لاءِ الڳ الڳ تصريفون هيون.

مفعول اتهامي يا صريح (accusative object) جملي ۾ ڪابہ جاءِ والاري سگهيو ٿي. ان جملي ۾ لفظن جي ترتيب جو جملي جي معنيٰ تي ڪو بہ اثر ڪو نہ ٿي ٿيو. نحوي لاڳاپو ساڳيو ئي رهيو. مفعول اتهامي پلي ڪهڙيءَ بہ جاءِ تي هجي. مٿي رڇَ ۽ ماڻهوءَ جي جهيڙي واري ڳالهہ جيڪا ڪئي سون، پراڻيءَ انگريزيءَ ۾ ان کي هنن ڇئن نمونن سان لکي ۽ ڳالهائي سگهبو هو. (انگريزيءَ جي اڄڪلهہ واري حرف تعريف (ڊيفِنِٽِ آرٽيڪل) دَ، دي (the) وانگي ان زماني ۾ مختلف حرف تعريف هوندا هئا جيڪي حالت (case) جي اعتبار سان تصرف ٿيل (inflected) هوندا هئا. مثلا Se . فاعلي حالت لاءِ ڪتب آڻبو هو ۽ thone مفعولي اتهامي (ڊائرڪٽ آبجيڪٽ يا اَڪيوزِٽِوِ) حالت لاءِ ۽ "sloh" جي معنيٰ ٿي "هنيو يا ماريو" ، جنهن مان هاڻوڪي انگريزي ۾ slay, slew ٿا ڇوَن.)

جملي جي لفظي ترتيب جي لحاظ کان هي چار ئي صورتون ممڪن هيون:()

1. ماڻهوءَ رِڇَ ڪُٺو — 1. Se mann thone beran sloh

(The man the bear slew.)

2. Thone beran Se mann sloh. 2. رِڇُ ماڻهوءَ ڪُٺو

(The man the bear slew.)

3. Thone beran sloh se mann. 3. رِڇُ ڪُٺو ماڻهوءَ

(The bear slew the man.)

4. Sloh se mann thone beran.) 4. ڪُٺو ماڻهوءَ رِڇُ

(Slew the man the bear.)

هنن چئن لفظي ترتيبن منجهان ڪا هڪڙي لفظي ترتيب بہ اهڙي ڪانهي جنهن کي اڄڪلهہ واري انگريزيءَ جي لفظي ترتيب مطابق صحيح چئجي؛ حالانڪہ پراڻيءَ انگريزيءَ ۾ اهي چارئي صحيح هيون ۽ هڪڙي ئي معنيٰ ٿي ڏنائون تہ ”ماڻهوءَ رِڇُ ڪنو“.

2. چارلز فريز انهيءَ ساڳئي نقطي تي 1000ع ۾ ايلفرڪ (Aelfric) جي واعظي خطبن ۾ مفعول اتهاميءَ جي مثالن کي ڳڻي اهو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ ڪيترا ڀيرا فعل کان اڳ ۽ ڪيترا ڀيرا پوءِ استعمال ٿيو آهي. ڪيس معلوم ٿيو تہ مفعول اتهامي ان وقت ٿيونجاهہ سيڪڙو فعل کان اڳ استعمال ٿيو هو ۽ ستيتاليهہ سيڪڙو فعل کانپوءِ. مفعول+ فعل جا ڪي مثال:

1. “and Crist to helle gewende and thone deofol gewylde.

(and Christ to hell went and the devil overcame).

(۽ حضرت عيسيٰ دوزخ ڏانهن ويو ۽ شيلطان (کي) مَاتِ ڪيائين)

2. aelc mann.......the....thone otherne hyrwde.....”

(each man... who....the other despised......)

(هر ماڻهو جنهن ٻئي (کي) ڌڪاريو)

3. and butan se AEL mihtiga God tha dagas Gescyr.

(and but (unless)the Almighty God those days shorten.

1000ع کان 1400ع ڌاري تائين مفعول اتهامي پنهنجي صورت ڦيرائيندو گھيرائيندو رهيو. اهڙيءَ طرح نيٺ فعل کانپوءِ واري هن جي جاءِ وجي پڪي ٿي بيٺي. جيئن لفظي ترتيب ثانيڪي ٿيندي ويئي، تيئن تصريفون بہ منجهائنس نڪرنديون ٿي ويون.

ٽيبل: مفعول اتهامي جي جاءِ فعل کان اڳ ۽ پوءِ: (47)

| Direct Object | 1000ع | 1200ع | 1300ع | 1400ع | 1500ع |
|---|---|---|---|---|---|
| اتهامي مفعول فعل کان اڳ (مفعول+ فعل) | 5205٪ | 5307٪ | 40٪ | 1403٪ | 1087٪ |
| اتهامي مفعول فعل کانپوءِ (فعل+ مفعول) | 4705٪ | 4603٪ | 60٪ | 8507٪ | 98013٪ |

هن بحث مان اِهو ثابت ڪرڻ مقصود هو تہ انگريزي ٻولي جنهن نموني سان اڄڪلهہ نام نهاد فاعل-فعل-مفعول جي لفظي ترتيب (word order) کي مضبوطيءَ سان چهٽي پئي آهي اِهو ان ڪري جو هُن پنهنجي اوسر دوران تصريفن کي ٻوليءَ مان ڪڍي ڇڏيو ۽ ان جي جاءِ فا عل –مفعول جي لاڳاپي کي ادا ڪرڻ لاءِ لفظي ترتيب تي سڄو بار وڌو. هاڻي هي پهريان بہ جملا مختلف گرامري لاڳاپا ٽا رکن ۽ پويان بہ انهيءَ لحاظ کان غلط آهن تہ انگريزي ڳالهائيندڙ ماڻهو ائين ڪو نہ چوندو:

1. The man killed the bear. (ماڻهوءَ رڇُ ماريو).

2. The bear killed the man. . (رِڇَ ماڻهو ماريو)

3. ❊ Killed the man the bear.

4. ❊ The man the bear killed.

| ڳالهايل سنڌي | ڪتابي سنڌي جملا | انگريزيءَ ۾ ترجمو |
|---|---|---|
| 1. پٽيائينمِ | 1. هن مون کي پٽيو. | 1. He cursed me. |
| 2. لکيو مانس | 2. مون هن کي لکيو. | 2. I wrote him. |

3. ماريندئن     3. تون هنن کي ماريندئن     3. You (singular female) will kill (beat) them.

انهيءَ ۾ کهڙي عبرت جي ڳالهہ آهي تہ تصريفون سنڌيءَ جي فعل کي لڳن ٿيون ۽ فعل جي اصلي صورت انهيءَ ننڍڙي جملي جي اڳياڙيءَ ۾ آهي، انهيءَ ڪري جو معنيٰ جو مرڪز هميشہ فعل ٿي رهيو آهي ۽ انهيءَ ڪري verb (ورب) جي معني ئي آهي "اهو لفظ (The word)، انهيءَ ڪري جيڪڏهن اسان جا کهاٽيڪار فعل کان جملي کي شروع ٿا ڪن تہ ڪا اربع خطا ڪانہ ٿي. اِها بلڪل فطري ٻولي آهي جيڪا هو استعمال ڪن ٿا. جو فعل ۾ خود فاعل موجود آهي:

اٿيو آهيان. اٿي آهيان، اٿيا آهيون، اٿيو آهي، اٿندو، اٿنداسون، جي معنيٰ ٿي آءٌ اٿيو آهيان، آءٌ اٿي آهيان، اسين اٿيا آهيون، هو اٿيو آهي، هو اٿندو، اسين اٿنداسين.

4.3 سنڌي ٻوليءَ کي لفظي ترتيب جي پابندي جو لاچار ڪونهي.

جنهن لاچار جي ڪري انگريزي ۽ جهڙس ٻين ٻولين کي هن وقت لفظي ترتيب تي پاڙڻو پوي ٿو اُهو لاچار سنڌيءَ کي ڪونهي، انهيءَ ڪري جو لازمي گرامري (فاعل-مفعول) سنڌيءَ ۾ هميشہ وانگي اڄ بہ تصريفن جي وسيلي ادا ٿين ٿا. جيئن اڳي چيو ويو هيٺيان جملا نج سنڌي ٻوليءَ جا آهن، جيڪي زندگيءَ جي مختلف صورتن ۽ واقعن جي مناسبت سان ماڻهن جي واتان ٻڌڻ ۾ ايندا، جيڪڏهن گراميرين اهڙا جملا اڳي ناهن ٻڌا تہ اهو ٻوليءَ جو ڏوهہ ڪونهي، سندس زندگيءَ جي تجربن جو قصور آهي:

الف رِڇَ فائل، ماڻهو مفعول     (ب) ماڻهو فاعل، رِڇُ مفعول

تصريف سان     ڪارجي لفظ سان تصريفن سان     ڪارجي لفظ سان

1. رِڇَ ماڻهو ڦٽيو.   5. (رِڇَ ماڻهوءَ کي ڦٽيو) 1. رِڇُ ماڻهوءَ ڦٽيو.   5. (رڇ کي ماڻهوءَ ڦٽيو)

2. ماڻهورِڇَ ڦٽيو. 6. (ماڻهوءَ کي رِڇَ ڦٽيو) 2. ماڻهوءَ رِڇُ ڦٽيو. 6. (ماڻهوءَ رڇ کي ڦٽيو)

3. ڦٽيون رِڇَ ماڻهو. 7. (ڦٽيو رڇَ ماڻهوءَ کي) 3. ڦٽيورِڇُ ماڻهو. 7. (ڦٽيو رڇ کي ماڻهوءَ)

4. ڦٽيو ماڻهورِڇَ. 8. (ڦٽيو ماڻهوءَ کي رڇَ) 4. ڦٽيو ماڻهوءَ رِڇُ. 8. (ڦٽيو ماڻهوءَ رڇ کي)

(الف) وارن مثالن ۾ جن ۾ رڇُ فاعل (ڦٽڻ وارو ڪم ڪرڻ وارو) آهي تن انن ئي مثالن ۾ رِڇَ جي ڇ تي زبر ٿي اچي، پر مفعول جي آخر-آواز جي ورهاست تصريف واري صورت ۾ "ماڻهو" جو آخري آواز/اُو/ٿو ٿئي ۽ ڪارجي لفظ جي صورت ۾ "ماڻهوءَ" ۾ /اُوءَ/ جو آواز ٿو ٿئي. ٻئي پاسي (ب) ۾ وري جڏهن ماڻهو ڪم ڪندڙ ٿو ٿئي تہ رِڇَ تي ان ڪم جو اثر ٿو ٿئي، تہ فاعل "ماڻهوءَ"، آخري آواز سيني صورتن ۾ /اوءَ/ ٿو ٿئي ۽ تصريفن وارن ڇئن مثالن ۾ مفعول رِڇَ جي ڇي تي پيش /ڇُ/ ۽ ڪارجي لفظن سان گڏ استعمال ٿيندڙ مفعول رِڇَ جي ڇي تي زبر /ڇَ/ تي ٿئي. ڏنو تہ ڪيئن ڪارجي لفظن جي استعمال سان مفعول جون اهي حرڪتون بدلجي ويون، جيڪي دراصل اسمن جون حالتون ٿيون ٻڌائين. اُردوءَ وانگر جيڪڏهن اِهي حرڪتون سنڌيءَ مان بہ نڪري وڃن، جيئن گهڻن شهرين جي ٻوليءَ مان نڪرنديون ٿيون وڃن، تہ پوءِ اسان جي لسانيات جي ماهرن جي دل جي اها مراد بہ جلد ئي پوري ٿي ويندي ۽ سنڌيءَ کي بہ "فاعل-مفعول-فعل" جي لفظي ترتيب جو پابند غلام ٿي رهڻو پوندو.

مٿين جملن ۾ فاعل، مفعول ۽ فعل جيڪا جاءِ مٿائين ٿا، انهن مان هر هڪ جو الڳ مقصد ٿو ٿئي؛ ۽ ڪنهن لفظ جو جملي جي مُنڍ ۾ اچي جملي جو موضوع بنجڻ ڪو خاص مقصد ٿو رکي ۽ انهن مان ڪهڙو جملو ڪهڙي وقت استعمال ٿيندو ان جو دارومدار ڳالهہ-ٻولهہ جي متن (context) ۽ طرز

گفتگوءَ تي آهي- جيئن جهيلار واري بحث دوران واضح ٿيو. رهيو سوال تہ هنن جملن ۾ ڪهڙو جملو گهڻائيءَ ۾ استعمال ٿئي ٿو ان لاءِ ڇئجي تہ سنڌيءَ جي مختلف ساختن جي ڪثرت استعمال (frequency of usge) معلوم ڪرڻ لاءِ اجان ڪو عملي مطالعو ڪونهي ڪيو ويو. پر لکت جي ٻوليءَ کي ڏسڻ مان معلوم ٿيو تہ هن خاص حالت ۾ جتي فاعل بہ اسم هجي ۽ مفعول بہ اسم هجي، پهريون ۽ ٻيو استعمال هڪڙي پاسي ۽ پنجون ۽ ڇهون استعمال ٻئي پاسي ڪثرت استعمال ۾ نظر ايندا. پر فاعل ۽ مفعول، يا اُنهن مان ڪو هڪ جڏهن جڏهن ضمير جي صورت ۾ ادا ڪرڻو پوندو تہ استعمال جي ڪثريت (frequency) ۾ فرق ٿيندو.

2. جيڪڏهن رِڳ اسم کي، جيڪو هڪڙي پاسي (الف ۾) فائل ۽ ٻئي پاسي (ب ۾) مفعول آهي، ضمير جي صورت ۾ ادا ڪرڻو پوندو تہ هيٺيان جملا ٺاهي سگهبا. انهن مان ڪي وڏيڪ استعمال ۾ ايندا. ڪي گهٽ. پر انهن مان ڪو بہ جملو اهڙو ٻڌڻ ۾ ڪو نہ ايندو جنهن جي نالي چئي سگهجي تہ هيءُ جملو ڳالهايل ٻوليءَ ۾ ٻڌڻ ۾ ڪو نہ ايندو.

2. الف: جنهن ۾ رڳ فاعل هجي (12 ممڪن جملا)

فاعل لاءِ ضمير جي الڳ حيثيت قائم ضمير جي ادائيگي فعل ۾ تعريف سان

<u>ڪارجي لفظ ڪانسواءِ</u> <u>ڪارجي لفظ سان</u> <u>ڪارجي لفظ ڪانسواءِ</u>

<u>ڪارجي لفظ سان</u>

1. هُن ماڻهو ڦٽيو. 5. (هُن ماڻهوءَ کي ڦٽيو)9. ماڻهو ڦٽيائين. 11.ماڻهوءَ کي ڦٽيائين

2. ماڻهو هُن ڦٽيو. 6. (ماڻهوءَ کي هُن ڦٽيو)9. ماڻهوءَ ڦٽيائين 11.ماڻهوءَ کي ڦٽيائين.

3. ڦٽيو هُن ماڻهو. 7. (ڦٽيو هُن ماڻهوءَ کي)10. ڦٽيائين ماڻهو. 12.ڦٽيائين ماڻهوءَ کي

4. ڦٽيو ماڻهو هُن. 8 (ڦٽيو ماڻهوءَ کي هن)10. ڦٽيائين ماڻهو.
12.ڦٽيائين ماڻهوءَ کي

2. ب جنهن ۾ (رِڇُ) مفعول (14 ممڪن جملا)

مفعول لاءِ ضمير جي الڳ حيثيت قائم ضمير جي ادائگي تصريف سان

ڪارجي لفظ ڪانسواءِ ڪارجي لفظ سان ڪارجي لفظ ڪانسواءِ ڪارجي لفظ سان

1. اهو ماڻهوءَ ڦٽيو 5. انهيءَ کي ماڻهوءَ ڦٽيو.9. ماڻهوءَ ڦٽيُسِ 11. کيس ماڻهوءَ ڦٽيو

2. ماڻهوءَ اهو ڦٽيو. 6. ماڻهوءَ انهيءَ کي ڦٽيو.9 ماڻهوءَ ڦَٽِيُسِ. 11. ماڻهوءَ کيس ڦٽيو.

3. ڦٽيو اهو ماڻهو. 7 ڦٽيو انهيءَ کي ماڻهوءَ10. ڦَٽِيُسِ ماڻهو. 12. ڦٽيو کيس ماڻهوءَ.

4. ڦٽيو ماڻهوءَ اهو. 8. ڦٽيو ماڻهوءَ انهيءَ کي.10. ڦٽيُسِ ماڻهوءَ 12. ڦٽيو ماڻهوءَ کيس.

3. جيڪڏهن رِڇُ اسم کي اسم رکي. "ماڻهو" اسم کي ضمير ۾ ادا ڪرڻو پوي ته هيٺيان جملا ناهي سگهبا. هنن مان به ڪي وڏيڪ پڌرُ ۾ ايندا ۽ ڪي گهٽ.

3. الف: جنهن ۾ رڇ فاعل هجي :(12 ممڪن جملا)

ضمير جي الڳ حيثيت قائم ضمير جي ادائيگي فعل ۾ تصريف سان

ڪارجي لفظ ڪانسواءِ ڪارجي لفظ سان ڪارجي لفظ ڪانسواءِ ڪارجي لفظ سان

1. رِڇَ هُو ڦٽيو. 5. رڇ هن کي ڦٽيو. 9. رِڇَ ڦٽيُسِ. 11. رڇَ کيس ڦٽيو.

2. هُو رڇَ ڦٽيو.	6. هن کي رڇ ڦٽيو.	9. رِڇَ ڦٽِيُس.	11. رڇَ
کيس ڦٽيو
3. ڦٽيو رڇَ هو.	7. ڦٽيو رڇَ هن کي.	10. ڦٽِيُس رِڇَ.	12. ڦٽيو
رڇ کيس.
4. ڦٽيو هو رِڇَ.	8. ڦٽيو هن کي رِڇَ.	10. ڦٽيُس رِڇَ.	12. ڦٽيو
کيس رِڇَ.

2. ب: جنهن ۾ رڇ مفعول هجي (12 ممڪن جملا)

1ـ ضمير جي الڳ حيثيت قائم	2ـ ضمير جي ادائگي تصريفن سان

ڪارجي لفظ ڪانسواءِ	ڪارجي لفظ سان	ڪارجي	لفظ	ڪانسواءِ
ڪارجي لفظ سان

1. رِڇُ هُنَ ڦٽيو.	5. رِڇَ کي هُن ڦٽيو.	9.رِڇُ ڦٽيائين.	11. رڇَ
کي ڦٽيائين
2. هُن رڇُ ڦٽيو.	6. هُن رڇ کي ڦٽيو.	9. رِڇُ ڦٽيائين.	11. رڇَ
کي ڦٽيائين.
3. ڦٽيو رڇُ هن.	7. ڦٽيو رڇ کي هُن	10. ڦٽيائين رڇ.	12. ڦٽيائين رِڇَ
کي
4. ڦٽيو هُنَ رِڇُ	8. ڦٽيو هُن رِڇَ کي.	10. ڦٽيائين رِڇ.	12.
ڦٽيائين رڇَ کي.

4. هاڻي جيڪڏهن رڇ اسم ۽ ماڻهو اسم ٻنهي کي ضميرن ۾ ادا ڪرڻو پوي ته:

4. الف : جنهن ۾ رڇ فاعل هو: (11 ممڪن جملا)

1ـ ضميرن جي الڳ حيثيت قائم	2ـ ضميرن جي ادائيگي تصريفن
سان

ڪارجي لفظن ڪانسواءِ	ڪارجي لفظن سان	ڪارجي	لفظن	ڪانسواءِ
ڪارجي لفظن سان

1. هِن هو ڦٽيو.	5. هن هُن کي ڦٽيو.	9. ڦٽيائينس.	10 کيس ڦٽيائين.
2. هُو هِن ڦٽيو.	6. هُن کي هِن ڦٽيو.	9. ڦٽيائينس.	10 . کيس ڦٽيائين.
3. ڦٽيو هِنَ هُو.	7. ڦٽيو هِن هُن کي 9 ڦٽيائينس.	11 ڦٽيائين کيس.
4. ڦٽيو هُو هِنَ.	8. ڦٽيو هُن کي هِن 9. ڦٽيائينس.	11. ڦٽيائين کيس.

4- ب: جنهن ۾ رڳو مفعول هو: (11 ممڪن جملا)

(ساڳئي متئين انداز ۾ جملا ٺهندا، پر جيڪڏهن عدد، جنس يا شخص مختلف هوندا تہ وڏيڪ بامعنيٰ فرق ظاهر ٿيندا)

اهڙيءَ طرح سنڌيءَ ۾ هڪ قسم جي لاڳاپي، ساڳئي زمان، ساڳين عددن، ساڳين جنسن سان حساب لڳائبو تہ جتي سنڌيءَ ۾ 88 صورتون ممڪن آهن، اتي اردوءَ ۾ صرف 12 صورتون ممڪن آهن ۽ انگريزيءَ ۾ 5 صورتون ممڪن آهن. اهو ڪرشمو تصريفن ۽ ڪارجي لفظن جو آهي. (نسبت ٿهي 88: :جي)

هتي ڏنوسين تہ جڏهن ڪنهن فاعل يا مفعول لاءِ ضمير استعمال ٿي رهيو هجي تہ سنڌيءَ ۾ ان ضمير کي جملي ۾ قائم رکڻ بدران، گهٽو ڪري ڪيرائي ڇڏبو آهي-انهيءَ ڪري جو ضميري پڇاڙي اڳئي فعل ۾ موجود آهي. اُن جي مقابلي ۾ انگريزيءَ ۾ ڏسندو تہ اهو ضمير وارو فاعل رڳو هڪ صورت، امريءَ ۾ ڪري ٿو جڏهن "تون هيئن ڪر" ۾ "يو" (You) جي استعمال جي ضرورت نٿي رهي. ٻيءَ ڪنهن بہ حالت ۾ ڪهڙو بہ ضمير ورلي ڪيرائي سگهبو.

جن جملن تي ڊاڪٽر الانا صاحب اعتراض ڪيو آهي، انهن مان هڪُ آهي:

"اٿيو آهيان ننڊ مان...."

ڊاڪٽر الانا صاحب جن چون ٿا تہ هن جملي ۾ فاعل مُنڍَ ۾ هئڻ کپي ها، پوءِ مفعول ۽ ان کانپوءِ فعل، "ننڊ مان" جو فقرو فاعل بہ ڪونهي تہ مفعول بہ ڪونهي، اهو جري فقرو (prepositional phrase) آهي. ان ڪري "ننڊ مان" کي جيڪڏهن جملي جي اڳيان آڻبو تہ بہ ڊاڪٽر الانا صاحب وارو

اعتراض رهندو تہ جملي ۾ فاعل پنهنجيءَ جاءِ تي تہ نهيو مرڳو آهي ئي ڪونہ:

"ننڊ مان اٿيو آهيان"

اجا بہ فاعل ڇڻ تہ جملي جي شروع ۾ ڪونهي. اهو تڏهن "صحيح ٿئي ها، جڏهن چئون ها" آءٌ ننڊ مان اٿيو آهيان يا آءٌ اٿيو آهيان ننڊ مان".

جيڪڏهن اسان جي ٻولي انگريزيءَ جهڙي ٻولي هجي ها، تاريخ جي ساڳين حادثن مان گذري اچ تصريفن کان وانجهي، لُنڊي يا ٻُٽي ٿيل هجي ها تہ پوءِ اسان لاءِ "شايد" اهڙي ڳالهہ لازم ٿئي ها، جنهن ۾ "اٿيو آهيان" کان اڳ "آءٌ" لکڻ ضروري ٿي پوي ها. پر سنڌيءَ جو جيڪو فعل آهي ان ۾ فاعل جي تصريف هميشہ آهي. ڪڏهن ڪڏهن منجهس مفعول بہ آهي ۽ ان هڪ تصريف مان زمان، فاعل ۽ مفعول جي شخصيت (person)، جنس ۽ عدد ۽ حالت سڀ ڄاڻايل هوندا آهن. سنڌيءَ ۾ هيٺين ڇوڙ صحيح آهي.

1. ماريو سونس. (اسان هُن کي ماريو).

2. ڏڪُ هڻنديِسانءِ. (آءُ (مونث) توکي ڏڪ هڻنديس).

3. ڇڏائيندو سانِ. (آءُ هنن کي ڇڏائيندس).

هنن جملن ۾ جيئن تہ فاعل فعل جو هڪ تصريفي حصو آهي ان ڪري "اسان"، "آءُ"، "مون" کي الڳ فاعل جي صورت ۾ لکڻ جي ضرورت ڪانہ رهي ۽ نتيجا حذف ڪيا ويا. هاڻي جملي ۾ جڏهن فاعل جي الڳ حيثيت ئي ڪانهي ۽ (گهڻو ڪري مفعول جي بہ الڳ حيثيت ڪانہ رهي) تہ پوءِ اهو ڪيئن چئي سگهبو تہ روزمره گفتار جي ٻوليءَ جي هر جملي ۾ پهريائين فاعل پنهنجي جاءِ وٺي بيهندو، پوءِ مفعول ۽ آخر ۾ فعل ايندو.

اهڙي قسم جا جملا جيڪي ڊاڪٽر الانا صاحب جي "فاعل- فعل" يا "فاعل-مفعول" واري قاعدي جي پيچڪڙي ڪري لکيا ٿا وڃن، نہ رڳو شاهہ جي ڪلام يا عام ڳالهايل ٻوليءَ ۾ ملندا، پر ڇگن لکيل پڙهيل ماڻهن جي لکڻين ۾ بہ ملي سگهندا. انهن جملن ۾ ائين نٿو ٿئي جيئن ڊاڪٽر صاحب چاهي ٿو تہ: "عام سنڌي ٻوليءَ جي سٽاءُ موجب ڪنهن بہ جملي ۾

پهرين فاعل پنهنجيءَ جاءِ وٽي بيهندو آهي ۽ ان کانپوءِ مفعول ايندو ۽ آخر ۾ فعل ايندو آهي.“ (49)

اچو تہ هنن جملن ۾ ڏسون تہ فاعل پنهنجي جاءِ ڪهڙي هنڌ وٽي بيٺو آهي:

1. ”ڪنهن خادم جي هٿان چوائي موڪليائين تہ پلائي ڪري ڪو پاٽيءَ جو ڪوزو مون کي ڏياري موڪليو“ (50).

(يعني: هُنَ ڪنهن خادم هٿان چوائي موڪليو تہ اوهان پلائي ڪري.....)

2. ”جنهن خاندان سان دوستي ٿيس تہ وري ڪانہ ٽوڙيائين.“ (51).

(يعني: هن جي دوستي جنهن خاندان سان ٿي تہ هُن وري اها دوستي ڪانہ ٽوڙي)

هنن ٻنهي جملن ۾ ڏسو تہ ڊاڪٽر صاحب جي مرضيءَ جي خلاف فاعل پنهنجا مورچا ڇڏي ڪيئن وچي فعل جي گهر ۾ لڪا آهن.

3. ”ساري عمر مرحوم جي اها حالت رهي.“ (52)

(مرحوم جي اها حالت ساري عمر رهي).

4. ”انهتر ميل جي ڊسچارج وٺڻ جي اختياري مون کي هئي.)

هنن ٻن جملن کي ڏسي فيصلو ڪريو تہ فاعل ڪهڙا آهن ۽ ڪٿي ڇا وينا ڪن؟

وري هي چار جملا پڙهي هر هڪ ۾ ڏسو تہ فقير فاعل آهي يا مفعول ۽ پنهنجي مورچي ۾ ويٺو آهي يا پرائي ۾:

5. ”فقير کي ٿي تهجد ڪرڻ گهرجن.“ (54)

6. ”فقير کي ٿي مانيون ڏنيون سين.“ (اسان ٿي مانيون فقير کي ڏنيون)

7. فقير کي ٿي تهجد ڪندي ڏٺم. (مون فقير کي ڏٺو فقير ٿي تهجد ڪيا.)

8. فقير ٿي تهجد ڪيا.

خود ڊاڪٽر الانا صاحب معياري ۽ لاڙي اُچارن بابت لکيو آهي، جن ۾ فاعل حذف ٿيل آهي ۽ جملو فعل کان شروع ٿئي ٿو يا فاعل حذف آهي ۽ جملو مفعول کان شروع ٿئي ٿو. (55).

9. ڏسين ٿو= آءُ تو کي ڏسان ٿو. (ڏِسئين ٿو)

10. ڏسين ٿو= تون ڏسين ٿو.

11. ڏسني ٿو (يا ڏِسَنِي ٿو) = هو توکي ڏسي ٿو.
12. گهر اڏرايو مانس = (مون هن کان گهر اڏارايو).

اهڙيون ترڪيبون فارسي ۽ عربي ٻولين ۾ بہ آهن، جن ۾ جدا فاعل حذب ٿيل آهي. فاعل جو اظهار رڳو تصريف سان ٿئي ٿو جيڪا فعل کي لڳل هوندي آهي، ان ڪري عمومن مفعول سان جملو شروع ٿيندو آهي:

| | |
|---|---|
| 1. حيلت آن ساخت | اٿڪل اها ڪيائين تہ ڪيئن هٿي |
| ڪہ چون گريزد | (يعني هن اها اٿڪل ڪئي تہ ڪيئن ڀڄي) |
| طبيبي ازسامانيا راصلت نيکوداد، | ويج هڪڙي سامانين جي کي صلو (بدلو) ٺاهوڪو ڏنائين |
| پنج هزار تومان، | پنج هزار تومان |
| ومرا اورا دست گرفت | ۽ انهيءَ جو هٿ ورتائين. |
| و عهد کرد | ۽ ٺاهہ ڪيائين.... (پوءِ گهوڙي تان ڪري بيماريءَ جو منهن ڪيائين) |
| وبہ پرسش امير آمد." (56) | ۽ پڇا لاءِ امير آيو. |

فاعل- مفعول جا پوئلڳ هوند لکن ها:

”هُن اٿڪل اها ڪئي تہ هو/پاڻ ڪيئن هٿي. هن سامانين جي هڪڙي ويج کي ٺاهوڪو بدلو ڏنو پنج هزار تومان- ۽ هن سندس هٿ ورتو ۽ هُن ساڻس، معاهدو/ ٺاهہ ڪيو....۽ امير سندس پڇا لاءِ آيو.....“

| | |
|---|---|
| 2." بادشاهي راشنيدم | بادشاهہ کي ٻڌم (مون هڪ بادشاهہ جي نالي ٻڌو تہ هن هڪ قيديءَ جي مارڻ جو حڪم ڪيو) |
| "بکشتن اسيري اشارت کرد" (57) | (تہ) مارڻ لاءِ قيدي جي حڪم ڪيائين |

3. برد مرد! حالت چطوره ! (عزرائيل پَرئي مڙس کي چيو) ”پريا مڙس حال کهڙا اٿئي؟“

يعني تنهنجا حال کھڙا

آهن.

اک بازهم ميخواهي جي اجا بہ چاهين (جيکڏهن تون اجا بہ
چاهين

زندهہ بماني (تہ جيئرو رهين)

"حرفي ندارم" (کو) اعتراض کونهيم (تہ مون کي کو اعتراض
کونهي)

(پرئي مڙس چيو:)

"اگر مرا قبض روح نگني جي منهنجو ساهہ نہ وٺندين.

شکايت را بخدا ميکنم" (تہ ميا خدا وٽ پچائيندس"

عزرائيل هم فوري جانش را گرفت عزرائيل بہ جهٽ ساهہ کي ورتو

وراحتش کرد. (58) ۽ سُکيس کيائين (۽ سکيو کيائينس) (85.1)

4. "ابن خانہ را مجبور شديم بخريم...... يک خانہ رفتيم بخريم به صد و چهل
هزار

تومان ولي حيف که يکروز زور تر خريدنش." (59)

(هن گهر کي مجبور ٿياسون (تہ) وٺون........ هک گهر وياسون (تہ) وٺون۔هک سئو چاليهہ هزار تومان ۾۔ پر افسوس جو هک ڏينهن اڳواٽ خريد کري ويَسِ).

کتابي انداز ۾ لکبو:

"اسين مجبور ٿياسون تہ اهو گهر وٺون..... اسين هک گهرُ هک سئو چاليهہ هزار تومان ۾ وٺڻ وياسون پر افسوس جو کي ماڻهو هکُ ڏينهن اڳ اُهو گهرُ وٺي ويا."

5. تَتُ:

هن سڄي بحث ۾ اول ڏنوسين تہ لسانيات جي ماهرن جي ذميداريءَ جون کي حدون آهن ۽ ڳالهائيندڙن جاهل ۽ لسانيات جي علم کي اڻڄاڻ

سمجهي اهڙا قاعدا قانون متن نہ مڙهڻ کپن، جيڪي ڏارين ٻولين جي پراڻي زماني جي لکندڙن پنهنجي علمي ڪم مايگيءَ جي زمانيءَ ۾ ٺاهيا هئا. لسانيات جي ماهر جو هينئر فرض آهي تہ ڳالهايل ٻوليءَجو مطالعو ڪري، پنهنجي گرامر جو نظريو ان جي مناسبت سان ٺاهي، ۽ ڏنوسين تہ جهيلار جي لحاظ کان ساڳي لفظي ترتيب ۾ اطلاع جا مرڪز الڳ الڳ ٿي سگهن ٿا ۽ انهن جي لحاظ کان جهيلار جا مرڪز بہ بدلجي سگهندا ۽ وري اطلاع جو مرڪز ڪڏهن ڪڏهن جملي جي اول ۾ اچي موضوع بہ بنجي سگهندو آهي، جيڪو هونئن عمومن جملي جو موضوع نہ هوندو آهي. ان لحاظ کان نہ رڳو سنڌي، پر خود انگريزي ۾ ٻين ٻولين ۾ بہ مقصد ادا ڪرڻ لاءِ اهڙي لفظ يا فقري کي جملي جي منڍ ۾ آڻبو آهي، جيڪو هونئن جملي جي ڪنهن ٻئي حصي ۾ ايندو آهي، آخر ۾ ڏنوسين تہ ٻولين کي لازمي نحوي يا گرامري لاڳاپن جي اظهار جا جيڪي وسيلا حاصل آهن(تصريفون، ڪارجي لفظ ۽ لفظي ترتيب) تن مان سنڌيءَ ٻوليءَ کي تصريفي ٻولي هئڻ ڪري، حرڪت جي جيڪا آزادي حاصل آهي سا اردو ۽ انگريزيءَ کي حاصل نہ آهي ۽ تصريفي ٻولي هئڻ ڪري ئي سنڌي ٻولي فاعل-مفعول-فعل جي لفظي ترتيب جي پابند نہ آهي. انهيءَ لحاظ کان ائين چوڻ غلط ٿيندو تہ ”روزمره گفتار واري ٻوليءَ جو هر جملو انهن اصولن ۽ قانونن جو پابند هوندو آهي.“ ۽ ڪهاڻيڪارن جي متعلق ائين چوڻ تہ انهن ”جهيلار جو اصل خيال ئي نہ رکيو آهي“، يا سندن ”وهم ۽ گمان ۾ بہ نہ هو تہ ڪنهن گفتار ۾ جهيلار جو هئڻ اشد ضروري آهي“، غير لسانياتي ۽ غير علمي آهي. اهڙيءَ طرح لسانيات جي علم کي عام ماڻهوءَ جي پهچ ۽ سمجهہ کان مٿيرو ”ڪارو علم“ ظاهر ڪري بلومفيلڊ ۽ ڊينيئل جونز (60) جي طلسمي نالن جي هٿيار سان نوجوانن کي هيسائي، کين لسانيات جي علم کان خائف ۽ متنفر ڪرڻ جي برابر ٿيندو.

### حوالا ۽ تشريحون

(1) ڊاڪٽر غلام علي الانا: ”سنڌي ٻوليءَ جو مزاج: سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ ابتي ٻوليءَ جي دعوي“، مهراڻ 1979ع شمارو 2، ص 125.

(2) ساڳيو حوالو : ص 131

(3) ساڳيو حوالو: ص 133

(4) ساڳيو حوالو: ص 138

(5) ساڳيو حوالو: ص 138

(5.1) ساڳيو حوالو: ص 125، 138، 139.

(6) Randolph Quirk, Sidney Greenbaum, Geoffrey Leech, Jan Suartvik: A Grammar of Contemporary Endglish. Seminar Press (H.B.J. Longman), London, 1972, p.946.

(7) Conventional point of view—in Charles Carpenter Fries: Ameeican English Grammar, Appleton Century Croft, New York 1940, p.4.

(8) Scientific point of view_ in Fries, above p.4.

(9) Noam Chomsky:"Linguistic Theory" in Mark Lester, Readings in Applied Transformational Grammar, Holt, Rinehart & Winston, Inc. (1973,2nd ed.) p.40_41.

(10)NaomChomsky, above,p.41.

(11) Noam Chomsky, above, p. 41.

(12) D.A.Wilkins: Linguistics in Language Teaching, The Massaahusetts Institute of Technology, Cambridge, Mass 1972,p.2.

(13) Wilkins, above, p.10.

(14) Detroit "Free Pres", Dec.9, 1928 as cited in Fries, above, p.2.

(15) W.W. Charters: Teaching the Common Branches, Macmillan, New York. 1924,pp.96.98.

(16)Henry Sweet: New English Grammar, Vol I (Oxford, 1891).

(17) Otto Jespersen: A Modern English Grammar, Heidelberg, 1909, I Preface.

(18) Grattan and Gurrey Our Living Language: Thomas Nelson and Sons, London 1925,p.25.

(19) H.C.Wyld: Elementary Lessons in English Grammar: Oxford, 1925,p.12.

(20) وِلڪنز متي ڄاڻايل ڪتاب ۾ جوشوا فشمن پنهنجي ڪتاب ۾ الڳ الڳ طرح لکيل ٻوليءَ کي غير فطري ۽ ڳالهايل ٻولي جي پيٺ ۾ ثانوي حيثيت واري ٿا چون. اڄڪلهه جي لسانيات جي ڄاڻن جو گهڻي ڀاڱي اهو نظريو آهي، ولڪنز چوي ٿو(ص 7):

For the linguist Speech is the primary manifestation of Language, and writing in both secondary to it and dependent on it."

۽ جوشوا فشمن توضيحي لسانيات جي توصيف ڪندي لکي ٿو:

Its (Descriptive Linguistics) emphasis is definitely on spoken language, the assumption being that written language is both derivative and different from natural Language or speech." Joshua Fishman: Advances in the Sociology of Language, Vol I, Monton, 1971,p.372.

(21) Wilkins, cited above, p. 10.

(22) ڏسو: ڊاڪٽر غلام علي الانا: سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄام شورو، 1979ع.

(23) Social dialects or sociolects.
(24) Registers "Variety according to use"_ M.A.K. Holliday, August Macintosh, Poter Strevns: The Linguistic Seiences and Language Teaching Longman, London, 1964, Chapter 4, The users and uses of Language."
(25) Frozen, formal, consultative, casual, intimate, styles.stlyle is one of the four usage – scales of native English", the other three scales being age, breadth, responsibility; in Martin Joos: The Five Clocks, A Harbinger book, Harcourt, brace & World, Ine, New York, 1967 (first Editon 1961); p.11 disting; description in subsequent III, IV & V chapters p. 19_67. Quirk and others call these five styles rigid, formal, normal, informal and familiar.
(26) غلام علي الانا: مهراڻ 2/1979ع حوالو اڳ ڏنل: ص 138.
(27) دنيا جي ٻولين جي آفاقي پهلوئن بابت لسانيات جي متعلق اڄڪلهه جي هر ڪنهن ڪتاب ۾ جامع يا مفصل احوال هوندو. خاص طرح ڏسو:
a. Roman Jakobson: Child Language, Aphasia, and Phonological Universals, Mouton, The Hague, 1968;
b. Emmon Bach & Robert Harms (ed): Universals in Linguistic Theory, H.R.W. New York, 1968.
(28) جان جارج بورڊي، 1958ع ۾ يونيورسٽي آف ٽيڪساز (آسٽن) مان "توصيحي سنڌي صوتيات" نالي ٿيسز لکي پي. ايچ. ڊي ڪئي.

(A Descriptive Sindhi Phonology)؛ لڇمڻ مولچند خوبچنداڻي 1963ع ۾ پينسلوانيا يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي ڪئي، سندس ٿيسز جو نالو ”هندوستاني سنڌيءَ جو هنديءَ کان متاثر ٿيڻ“ (Acculturation of Indian Sindhi to Hindi). انهن ڪانسواءِ يمونا (يمنا) ڪاچرو ۽ احمد صديقي هندي، اردوءَ متعلق يونيورسٽي آف الينوائز ۾ ٽرنسفرميشنل- جنريٽو گرامر جي نوعيت تي ڪجهه ڪم ڪري چڪا آهن، جنهن ۾ هندي ۽ اردوءَ جي جهيلار جو ترجمو به ٿيل آهي. هيءُ ڳالهه هتي انهيءَ ڪري ڄاڻايم ته جيئن پڙهندڙن کي خبر هجي ته دنيا ۾ بين هنڌن تي گهڻو ڪجهه ٿي رهيو آهي، جنهن جي اسان کي سُڌ رکڻ گهرجي.

(29) جيڪي به سوال ڪير، ڪنهن، ڪيڏانهن، ڪٿي، ڪيئن وغيره جهڙن لفظن سان شروع ٿا ٿين (جيڪي انگريزي ۾ WH سان شروع ٿيندڙ لفظن سان ٿيندا آهن) تن کي ”انفرميشن“ (اطلاعاتي) سوال چئبو آهي، ڇو جو انهن جي جواب ۾ ڪو اطلاع ڏيڻو پوندو آهي. اهڙا سوال ها – يا –نه وارو جواب نه گهرندا آهن. انهن جي مقابلي ۾ جيڪي سوال انگريزيءَ جي موڊلز يا آگزلري فعلن يا Do, did وغيره جهڙن لفظن سان شروع ٿا ٿين، تن جو جواب هميشه ”ها“ يا ”نه“ ۾ هوندو آهي؛ ان ڪري انهن کي ها-يا-نه سوال چئبو آهي، اطلاع طلب سوالن جي جهيلار جو نمونو ڪرندڙ ٿيندو؛ ها يا نه سوالن جي جهيلار جو نمونو اٿندڙ يا اپرندڙ ٿيندو.

(30) هيءُ سڄو بحث ڪُورِڪ ۽ سندس همڪارن جي ڪتاب (مٿي، نمبر ڇهون) جي چوڏهين باب ۾ ڏنل آهي.

(31) ڪليل ۽ بند ڪلاسن جو بحث مٿي ڄاڻايل ڪُورِڪ ۽ سندس همڪارن جي ڪتاب (حاشيو نمبر ڇهون ۾ 44 صفحي کان شروع ٿو ٿئي. ڪليل ڪلاس ۾ رسمي گرامر جا اسم، فعل، صفت ۽ ظرف اچي وڃن ٿا. هنن کي ڪليل انهيءَ ڪري ٿو سڏجي جو هن ڪلاس جا لفظ نوان نوان پيا ٺهن ۽

هڪ جملي ۾ انهن لفظن مان استعمال ڪيل ڪنهن لفظ جي اڳيان پويان ٻيا لفظ وڌائي سگهجن ٿا. جملي ۾ جتي ”ماڻهو“ لکيل هوندو ان کي ڦيرائي ”سنو پوڙهو ٽڪل ماڻهو“ ڪري سگهجي ٿو ”اڄ“ کي ڦيرائي ”اڄ صبح جوساڍي ستين بجي“ ڪري سگهجي ٿو. پر بنا ڪلاس وارن لفظن جهڙا نڪي ڪي نوان لفظ ٿا نهن، نڪي جملي ۾ آيل انهن لفظن مان ڪنهن کي ٻيا لفظ اڳيان پويان ڏئي وڌائي سگهجي ٿو. انهيءَ گرامر جا حرف تعريف (انگريزيءَ جي آرٽيڪل the, a, an ضمير اشارو ضمير، حرف جر، حرف جملو ۽ حرف ندا هن ڪلاس ۾ اچي وڃن ٿا.

(32) ڪُورڪ ۽ سندس همڪارن وارو ڪتاب (حاشيو ڇهون) ص : 945

(33) ساڳيو حوالو: ص 945.

(34) ساڳيو حوالو: ص 946.

(35) غلام علي الانا: مهراڻ 1979/2ع حوالو ڏنل: ص 138

(36) ساڳيو حوالو: ص 134. 135

(37) ڪُورڪ ۽ همڪار (حاشيو ڇهون): ”مرڪز موضوع ۽ زور جي بحث بابت چوڏهون بابت سمورو ڪارائتو آهي (ص 935 کان 972 تائين; جهيلار لاءِ اپنڊڪس (ضمن) II ڏسو. (ص 1032 کان 1052 تائين Stress, Rhythm & Intonation جي نالي سان سمورو ڪارائتو آهي. گرامر جي ٻين مڙني پهلوئن کي جديد لسانيات جي نقطہ نظر سان ڏسڻ لاءِ هيءُ سڄو ڪتاب مفيد آهي. هن ضخيم ۽ مهانگي ڪتاب جو هڪ جامع اختصار بہ لانگمن وارن University Grammar of English جي نالي سان ڇاپيو آهي، جنهن ۾ اصل وارن سيني بحثن جو مختصر احاطو ٿيل آهي.

(38) ڪورڪ ۽ همڪار: ص 945 کان 950 تائين.

(39) غلام علي الانا: حوالو اڳ ڏنل: ص 135.

(40) ساڳيو حوالو 135.

(41) "Grammatical Ideas" –as in Fries Chapter X حاشيو ستون.

(42) فريز مٿيون حوالو (حاشيون ستون) : ص 248

(43) thnse جنهن کي زمان چئجي ٿو. گذريل هلندڙ يا ايندڙ وقت ڏيکاري ٿو. Aspect زمان ۾ ٿيل ڪم جي نوعيت يا انداز جي وضاحت ڪري ٿو ته اهو ڪم لڳاتار (استمراري) (continuous) نوعيت جو هو يا غير استمراري: مطابق (perfective) هو يا غير مطلق. ڏسو ڪُورڪ ۾ ٻيا ص 90 ۾ اڳتي.

(44) اردو ۾ سنڌي ٻوليون جيئن هڪ ٻئي تي اثر انداز ٿي رهيون آهن تيئن سنڌيءَ مان فاعل ۾ مفعول کي پڌري ڪرڻ واري تصريفي حرڪت جيڪا رِڇَ ۾ رِڇُ جي زبر ۾ پيش ۾ موجود آهي، سا شهري ڳالهائيندڙن جي ٻوليءَ مان نڪرندي ٿي وڃي; ۾ سنڌي، اصل نسل، جي واتان اهڙا جملا ٻڌڻ ۾ اچن ٿا "ڇوڪر انب کاڌو"، يا "سليم هُن سان گڏ ويو"حالانڪ سنڌي ڳالهائيندڙ "ڇوڪرَ" جي "ري" تي زبر، انبَ جي "بي" تي پيش، "سليم" جي "ميم" تي پيش، هُنَ جي "نون" تي زبر ۾ گَڏُ جي "ڏي" تي پيش ڏيندو. (نٿو ڏئي ته سنڌي ناهي) پر سنڌيءَ ۾غير سنڌيءَ جي سنڌو ائين وڃي ٽُٽندو. ٻئي طرف ڏسجي پيو ته سنڌ ۾ رهي اردو به پنهنجي اصل صورت کان گهڻو ڦري ويئي آهي. انهيءَ جو احوال وري اهڙي ڪنهن هندوستاني مهمان کان پڇجي، جيڪو هتي جي مائٽن سان پهريون دفعوملڻ آيو هجي. فاعل- مفعول واري تصريف جي سلسلي ۾ ، اوهان، ڪڏهن ڪڏهن "بس مين بيٺه کر جانا" جهڙا جملا ٻڌندو، جنهن ۾ بس جي سين تي حرڪت اچي ويئي آهي.

(45) فريز جي ڄاڻايل ڪتاب (مٿي، حاشيو ستون) جو ڏهون باب (The uses of word order) سڄو هن بحث لاءِ ڪارائتو آهي.

(46) فريز ص : 251.

(47) فريز ص : 252.

(48) پراڻي انگريز جي تصريف، انهيءَ زماني ۾ رڳو آرٽيڪل تي پوندي هئي. سنڌي ۾ اهي تصريفون خود اسم ۽ فعل تي نٿيون پون. جيئن تہ فعل بہ تصريف ٿيل هوندو آهي، جڏهن فاعل يا مفعول ضمير هوندو آهي تہ ان کي استعمال ڪرڻ لاءِ حذف ڪرڻ اختياري هوندو آهي.

هو انب نٿو کائي= انب نٿو کائي.

هُنن هِن کي ماريو= ماريائونس

چوڪرن هن کي ڪُٽيو= چوڪرن ڪُٽيسِ.

(49) غلام علي الانا: حوالو ڏنل: ص 134.

(50) "رسالئہ ڪريمي" قليچ بيگ: ص 76.

(51) پير علي محمد راشدي: "اهي ڏينهن اُهي شينهن" (جلد پهريون) سنڌي ادبي بورڊ، ٻيو ڇاپو 1974ع ص 591.

(52) راشدي: ساڳيو حوالو ص 428.

(53) محمد صادق ميمڻ: "تان ڪي ڏونگر ڏوريان" مهراڻ 1979/2ع –ص 91.

(54) رسالا ڪريمي: ص 84

(55) ڊاڪٽر غلام علي الانا: "سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد" زيب ادبي مرڪز حيدرآباد، 1974ع، ص 101 آخري مثال ص 89.

(56) گزيدهء تاريخ بيهقي از ابوالفضل محمد بن حسين بيهقي، شرکت سهامي کتابهاي حبيبي، تهران 1348هہ (شمسي) ص 159، سامانين جي وزير ابوالمظفر برغشيءَ جي ڳالهہ پئي هلي، جنهن جڏهن ڏٺو تہ ساماني اميرن جو راڄ پوين پساهن ۾ آهي تہ رٺ ڪيائين تہ ڪيئن آهستي آهستي امير جي نوڪريءَ مان نڪري بہ وڃي ۽ مٿس ميار بہ نہ اچي.

(57) گلستان سعدي.

(58) عروسک سنگ صبور قصہ هاي ايراني، جلد سوم: سيد ابوالقاسم انجوي شيرازي، امير ڪبير تهران 1354 هہ، ص 8 "پير مرد و عزرائيل" پوڙهو مرڻ کان نٽائيندو ٿو رهي ۽ عزرائيل کي هر سال ڏٺو ڏيو واپس ڪيو ڇڏي. نيٺ هڪڙي سان پُورُ پِيُس تہ هاڻي مرڻ گهرجي، سو خدا کي

چيائين تہ ”هن سال آءُ تيار آهيان“ عزرائيل اچي جيڪو اجا بہ پوڙهي کي مهلت ڏيڻ لاءِ تيار آهي، پر پوڙهو چئي ٿو تہ هن سال جي مارچ ۾ گيسر ڪيئي تہ توتي دانهين ويندس رب وٽ.

(58.1) ميارءَ، ساهُسِ ۽ سُڪِيُسِ جهڙا لفظ ڄاڻي واڻي ترجمي کي نباهڻ لاءِ ٺاهيا ويا آهن. اهڙيون ترڪيبون جيڪي فارسيءَ ۾ ڏسو تہ اجا بہ آهن، سنڌيءَ مان نڪرنديون وڃن.

(59) ايرج پزشڪزاد: ”ننگ بي پولي“ در طنز آوران امروز ايران: تاليف بيژن اسدي پور و عمران صلاحي،

انتشارات مرواريد، تهران 2536 (شهنشاهي!) ص 33.

(60) ڊينئل جونز جو مشهور ڪتاب An Outline of English Phonetics جيڪو 1918ع ۾ لکيو ويو ۽ بلومفيلڊ جو ڪتاب Language جيڪو 1933ع ۾ ڇپيو لسانيات جي بحث ۾ هن وقت رڳو تاريخي حيثيت رکن ٿا. جونز جو ڪتاب هاڻي گمپسن سڏاري ٻيهر ڇپرايو آهي ۽ جونز ۽ گمپسن ٻنهي جي نالي ڀائيواري سان ۽ بلو مفيلڊ جو ڪتاب پنهنجي وقت ۾ وڏي انقلابي حيثيت رکندو هو پر خود بلومفيلڊ جي شاگردن پوسٽ بلو مفيلڊين ”اسٽرڪچرلزم“ وارو انقلاب آندو، جنهن جو اثر 1950ع واري ڏهاڪي جي اڳين سالن تائين رهيو. گذريل ويهن سالن کان ٽرنسفرميشنل-جنريٽو جي نظريي جو راڄ هلي رهيو آهي، جنهن ۾ ڪيترين ڳالهين نيون ٿي پراڻيون ٿي وڃون آهن. يورپ ۽ آمريڪا جي يونيورسٽين ۾ هينئر جيڪو لسانيات تي بحث هلي رهيو آهي، سو اجان ڪنهن ٻئي انقلاب ڏانهن اکيون کڻي نهاري رهيو آهي، بلومفيلڊ ۽ ڊينيئل جونز هاڻي سقراط، افلاطون ۽ دانتي وانگي لسانيات جي ميوزيم (عجائب گهر) ۾ سينگار ۽ تاريخي حوالي جو ڪم ڏيندا آهن.

(مهراڻ 3-4/1998ع)

## سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

سنڌي ٻولي ڏکڻ ايشيائي ننڍي کنڊ جي قديم ترين ٻولين مان هڪ آهي. تاريخي طور تي اها سنسڪرت کان اڳ واري دور جي ٻولي آهي، جيڪا سنڌو ماٿر جي ڪنهن مقامي پراڪرت يا پراڪرتن مان اسري. "مئن جي دڙي" واري قبل از تاريخي دور جي ٻولي کي "سنڌ جي ٻولي" چئي سگهجي ٿو پر "سنڌي ٻولي" گهڻو پوءِ اُسري. عيسوي پنجين صدي کان يارهين صدي واري عرصي ۾ يعني راءِ گهراڻي، برهمڻ گهراڻي ۽ پوءِ عرب – اسلام حڪومتن واري دور ۾ سنڌ اندر سياسي ۽ انتظامي مرڪزيت جي ڪري، سنڌ جي جدا جدا ڀاڱن ۾ هلندڙ "مقامي محاورن ۽ ٻولين" ۾ وڏيڪ مرڪزيت پيدا ٿي، جيڪا هڪ عام فهم سنڌي ٻولي جي اوسر لاءِ ڪارگر ثابت ٿي. عرب – اسلامي دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخي اوسرجا وڏيڪ پڪا پختا حوالا ملن ٿا، جن جي بناءِ تي چئي سگهجي ٿو ته هن دور ۾ وڏيڪ سياسي ۽ انتظامي وحدت سببان "سنڌ جي مقامي ٻولين" ۾ وڏيڪ مرڪزيت پيدا ٿي ۽ عام فهم سنڌي ٻولي اُسري . هن دور ۾ دين اسلام جي قبوليت ۽ تعليمي ترقي سان ٻوليءَ جي فڪري ڪيفيت تبديل ٿي، ٻوليءَ جي تمدني سرمايي ۾ واڌارو ٿيو ۽ ٻوليءَ جي سٽاءَ، صورتخطي ۽ صرف نحو تي اثر پيو.

هن دور ۾، عربي سان گڏ سنڌي کي اهميت حاصل ٿي جو نئين اسلامي معاشري ۾ عربن ۽ سنڌين جي گڏيل رهڻي ڪهڻي سبب ٻيئي هڪٻئي جي ٻولي سمجهندا ۽ ڳالهائيندا رهيا. چوٿين صدي هجري (ڏهين صدي عيسوي) ۾ جڏهن ڪي عرب عالم ۽ سياح سنڌ ۾ آيا ته هنن سنڌي ۽ عربي ٻيئي ٻوليون سنڌ ۾ عام رائج ڏٺيون. اصطخري ۽ ابن حوقل ٻنهي محققن پنهنجي بيانن ۾ لکيو آهي ته: منصوره (موجوده سنڌ)، ملتان ۽ انهن جي

پسگردائيءَ وارن علائقن جي ٻولي عربي ۽ سنڌي آهي ۽ مڪران (بلوچستان) وارن جي ٻولي فارسي ۽ مُڪري (بلوچي) آهي(1).

هن دور ۾ نئين علمي، ثقافتي، سماجي ۽ سياسي ماحول جي اثر هيٺ سنڌي ۽ عربي ٻولين جو پاڻ ۾ گهاٽو رشتو ۽ عمل ۽ رد عمل پيدا ٿيو جنهن سان سنڌي ٻولي جي لساني انفراديت مضبوط ٿي ۽ پڻ بين الاقوامي سطح تي ان جي اهيمت تسليم ٿي. گاديءَ جو شهر منصوره، جنهن جو بنياد 112 ـ 116 هجري (730 ـ 734ع) وارن سالن ۾ پيو، سو پوءِ تعليم، تحقيق ۽ بين الاقوامي تجارت جو مرڪز بنيو. هڪ طرف سنڌ جي عالمن عربي علم ادب ۾ شهرت حاصل ڪئي ته ٻئي طرف عرب عالمن سنڌي ۽ هندي ٻولين جي مطالعي ۾ گوءِ کنئي. چوٿين صدي هجري ۾ ابتدائي حوالن بعد، محقق النديم سنڌي ٻولي ۽ سنڌ جي رسم الخط بابت معلومات قلمبند ڪيا. پڻ ساڳئي دور ۾ بشر بن عبدالوهاب فزاري سنڌ ۾ دوائن ۾ استعمال ٿيندڙ معدنيات، جڙين ٻوٽين ۽ پسارڪي وکر بابت تحقيق ڪئي، جنهن سان سنڌي جي طبي لغات تي ڪافي روشني پيئي. ان موضوع تي پوءِ سنه 443 هجري (51ـ 105ع) ۾ محقق بيروني "ڪتاب الصيدنه" تصنيف ڪيو جنهن ۾ مُني سو کن معدني دوائن ۽ جڙين ٻوٽين جا سنڌي نالا ۽ تفصيل ڏنائين(2) . اهي نالا ان وقت جي سنڌي ٻوليءَ جي انفرادي حيثيت ۽ طب جي سلسلي ۾ ان جي بين الاقوامي شهرت بابت دستاويزي حيثيت رکن ٿا.

عربن جي دور کانپوءِ سومرن وارو دور (0501ـ 0531ع) عام فهم سنڌي ٻولي جي تعمير ۽ توسيع وارو دور هو، جنهن ۾ سنڌي سنڌ جي ڏکڻ ايرندين ڀاڱي کان اڳتي ويندي ڪڇ تائين رائج ٿي. هن دور ۾، سنڌيءَ ۾ وڏندڙ بياني صلاحيت سببان، ٻولي جي عوامي روايت واري ادبي ذخيري ۾ وڏو واڌارو ٿيو ـ قصا اُسريا ۽ مشهور ٿيا ۽ ڳاهن سان ڳالهيون ڳايون ويون. ان بعد

---

(1) اصطخري: ''ڪتاب مسالڪ الممالڪ''، مطبوع لائيبن، 187ع، ص 177، ابن حوقل: ''ڪتاب المسالڪ والممالڪ''، مصبوع لائيبن، 1872ع، ص 232.
(2) هن حوالي توڙي اڳتي ٻئي تفصيل لاءِ ڏسو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: ''سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ'' (ٽرئو ڇاپو) پاڪستان اسٽيڊيز سينٽر، سنڌ يونيورسٽي 1411هه/1990ع.

سمن جي دور (1359_ 1520ع) ۾ وچولي سنڌ جي سمن قبيلن جي نج سنڌي ٻولي، معياري سنڌي ٻولي جي صورت ۾ ترقي پذير ٿي ۽ سنڌي ٻوليءَ جون سرحدون وسيع ٿيون. سنڌي نثر ۾ وڏندڙ بياني قوت سبban قصہ_خواني جو فن وڏيو ۽ شعر ۾ ”سنڌي بيت“ هيئت ۽ فن جي لحاظ سان قاضي قادن جي ڪلام ۾ پنهنجي تڪميلي صورت کي پهتو.

ارغونن، ترخانن ۽ مغلن وارو دور (1520_ 1680ع) سنڌ ۾ فارسي زبان جي اوسر ۽ عروج وارو دور هو مگر سنڌي پنهنجي تاريخي ۽ ارتقائي اعتبار سان اهڙي اعليٰ سطح تي پهچي چڪي هئي جو فارسي جي عمل ۽ اثر جي باوجود سنڌي جي انفراديت ۽ افاديت قائم رهي. هن دور جي آخر (1590_ 1680ع) ۾ سنڌي ٻولي جي علمي تاريخ ۾ هڪ وڏو انقلاب آيو جو سنڌ جي سڄاڻ عالمن ۽ استادن هڪ خاص تعليمي نظريي ۽ تعليمي تحريڪ جو بنياد وڌو تہ ٻارڙن کي بنيادي تعليم سندن ”پنهنجي زبان سنڌي“ ۾ ڏني وڃي تہ جيئن هو سولائيءَ سان مڪتبي تعليم پوري ڪري سگهن. هن تحريڪ هيٺ نہ فقط مڪتبي سطح تي سنڌي ۾ پڙهائي جو سلسلو شروع ٿيو پر ان لاءِ سنڌي ۾ درسي مواد مهيا ڪرڻ جي شروعات ٿي.

ان بعد آخري مغلن، عباسي ڪلهوڙن ۽ ٽالپور اميرن واري دور (1680_ 1860ع) ۾ سنڌي زبان ذريعي بنيادي تعليم ڏيڻ واري تحريڪ جا بنياد مضبوط ٿيا. معياري درسي ڪتاب .ابوالحسن جي سنڌي“ جي عام مقبوليت سان سنڌي ۾ تعليم ڏيڻ واري تحريڪ ڪامياب ٿي. ”سنڌي“ جي خاص نالي سان وڏيڪ درسي ڪتاب شايع ٿيا ۽ سولي سنڌي ۾ ڪتابن لکڻ جو نظريو عام ٿيو. ان سان گڏ هن دور ۾ سنڌي اَساسي (ڪلاسيڪي) شاعريءَ جي عمارت اڏجي راس ٿي ۽ سنڌي بيتن ۽ واين جا ذخيرا ”رسالي“ جي خاص نالي سان صورت پذير ٿيا. هن دور ۾ اعليٰ فڪر وارا عارف ۽ وڏا ديده ور داناء ۽ شاعر ساماڻا، جن پنهنجن سنڌي بيتن ۾ اعليٰ انساني اخلاق ۽ ڪردار جا سبق سمجهايا.

فيبروري سنہ 1843ع ۾ انگريزن جي سنڌ تي قبضي سان، سنڌ جي پنهنجي آزادي وارو دور ختم ٿيو ۽ هڪ ٻاهرين سامراجي حڪومت جي قائم ٿيڻ سان وڏيون تبديليون آيون. پهرين تہ فارسي زبان کي ختم ڪري انگريزيءَ کي مرڪزي سرڪار جي زبان طور نافذ ڪيو ويو. انهيءَ قدم سان، سنڌ ۾ پڻ صوبائي سرڪاري زبان طور فارسي ختم ٿي ۽ ان جي جاءِ تي مرڪزي زبان انگريزي سان گڏ سنڌي کي "صوبائي سرڪاري زبان" طور تسليم ڪيو ويو. هن تاريخي موڙ واري ان اتفاقي فيصلي سان سنڌ جي ترقي لاءِ پڻ راهہ روشن ٿي.

سنڌي رسم الخط

سنڌ ۾ رسم الخط جي تاريخ قبل -از- تاريخي دور ۾ "مئن جي دڙي" جي مُهرن تائين پهچي ٿي، پر "سنڌ جي ان قديم خط" ۽ هن پوئين تاريخي دور ۾ "سنڌي ٻولي جي رسم الخط" جي وچ ۾ اڍائن هزارن کن سالن جو خال آهي. سنڌ جي مقامي ٻولين ۽ صورتخطين بابت پهريون پڪو حوالو بغداد جي محقق محمد بن اسحاق النديم جي "ڪتاب الفهرست" ۾ ملي ٿو، جيڪو هن سنہ 377هہ (88- 987ع) ۾ مرتب ڪرڻ شروع ڪيو. ان ۾ ڄاڻايو اٿس تہ: سنڌ وارن جون مختلف "ٻوليون" (لغات) آهن ۽ کين ڪيترن ئي قسمن جا رسم الخط آهن. هڪ شخص جيڪو سنڌ ملڪ گهمي آيو آهي، تنهن مون کي ٻڌايو تہ کين تقريبن هڪ سئو خط آهن؛ پڻ چيائين تہ سنڌ وارا نون (9) تائين انگ جدا جدا ڪري لکندا آهن ۽ پوءِ ڏهاڪن، سون ۽ هزارن لاءِ انگن هيٺان هڪ، ٻہ يا ٽي ڏيندا آهن (1). هن حوالي مان پائنجي ٿو تہ غالبا اسلام کان اڳ واري دور کان وٺي سنڌ جي مختلف ڀاڱن يا شهرن ۾

---

(1) ڪتاب الفهرست، مصري ڇاپو، سال 1348هه. ص 27.
Inscription from Bhanbhore .........................................

مقامي طور جدا جدا صورتخطيون هلندڙ هيون، جيڪي ويندي موجوده دور ۾ ويهين صدي تائين هلنديون آيون.

........................................................................................................

........

Pre_Islamic Commercial Scripts Sindhi Script from K.Al_ FIHRIST

عربي-سنڌي رسم الخط جي شروعات ڪيئن ٿي، تنهن بابت ڪي خاص معلومات موجود نہ آهن پر پوءِ وارن ڪن اهڃاڻن مان اهو گمان نڪري ٿو تہ عربي- سنڌي رسم الخط ٻن مرحلن ۾ راس ٿيو. پهرئين مرحلي ۾، يعني ٻي کان چوٿين صدي هجري تائين، سنڌي کي جيئن جو تيئن عربي الف –بي سان لکيو ويو. ٻئي مرحلي ۾، چوٿين صدي هجري جي آخر ڌاري ”عربي-سنڌي“ صورتخطي جي شروعات ٿي، جنهن ۾ ڪن خالص سنڌي اچارن لاءِ عربي الف-بي جي حرف تي نقطا وڌايا ويا.

ٻي صدي هجري کان وٺي جيئن ئي عربي سنڌ ۾ انتظامي ۽ تعليمي زبان ٿي تہ سنڌي جيڪا اڳ ئي مختلف مقامي صورتخطين ۾ لکي ٿي ويئي سا عربي خط ۾ پڻ لکجڻ شروع ٿي. سنڌ جي عالمن ئي ان جي شروعات ڪئي هوندي ڇاڪاڻ جو ٻولي جي ڪين اڳ ۾ ئي پوري ڄاڻ هئي، باقي جي سنڌي لفظن کي عربي اکرن ۾ ٿي لکيائون تہ بہ لفظن جي اصليت کي بخوبي سمجهي ٿي ويا. شروع واري دور ۾ سنڌ اندر عربيءَ جو ڪوفي رسم الخط رائج هو جنهن ۾ لکيل ڪتبا ڀنڀور جي جامع مسجد جي ڪنڊرات مان مليا آهن. سنڌي بہ پهريائين ڪوفي خط ۾ لکي ويئي ۽ پوءِ جڏهن چوٿين صدي هجري ۾ نسخ خط رائج ٿيو تہ ان خط ۾ لکي ويئي. ان بعد ايندڙ صدين ۾ سنڌي هميشہ لاءِ نسخ رسم الخط ۾ ئي لکجڻ لڳي، جيئن اج تائين لکجي ٿي.

چوٿين صدي هجري جي پوئين اڌ ڌاري سنڌي اچارن جي ادائگي لاءِ عربي حرفن تي نقطن وڌائڻ سان بدليل صورت وارن حرفن جي بنجڻ جو گمان ٿئي ٿو. اهو انهيءَ ڪري جو چوٿين صدي جي پوئين اڌ ۾ لکيل ”ڪتاب الفهرست“ ۾ سنڌ جي لکيتن ۾ ٽبڪن جي وڌائڻ سان انگن جي قيمتن ۾ تبديل واري روايت جو اهڃاڻ ڏنل آهي. انهيءَ روايت ڪي سنڌ جي عالمن اکرن لاءِ پڻ استعمال ڪيو ۽ عربي الف – بي جي ڪن حرفن تي ٽبڪا وڌائي خاص سنڌي اچارن لاءِ نوان اکر ٺاهيائون. پنجين صدي هجري جي شروعات کان وٺي سنڌي اچارن جي ادائيگي وارو اهو عربي – سنڌي رسم الخط، بلڪ صحيح معنيٰ ۾ ”سنڌي رسم الخط“، ابتدائي طور تي سنڌ ۾ رائج ٿيو. محقق اَبُو رَيحان بيروني پنهنجو ”هند بابت تحقيقي ڪتاب، پنجين صدي هجري ۾ 410_420هه( 1020_ 1030ع) وارن سالن ۾ لکيو. جنهن ۾ هن سڄي هندوستان جي جدا جدا ملڪن ۾ ان وقت جيڪي يارنهن مکيه رسم الخط(1) رائج هئا تن جو ذڪر ڪيو.

(1) بيروني جي اصل عبارت لاءِ ڏسو ”ڪتاب تحقيق ماللهند“ جو عربي متن، ڇپيل حيدرآباد دکن، سنه 1377هه/ 1958ع، ص 135. بيروني جي مختصر بيانن ۾ ٻن ٻين رسم الخطن جي ذڪر هيٺ به ”السند“ جو نالو آيو آهي، جنهن جو ايڊورڊ سخاؤ منڌل نموني ۾ انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. (ڏسو البيرونيز انڊيا، لنڊن ڇاپو 1910ع، جلد_1، ص 173). ان مان غلط فهمي ٿئي ٿي ته ڄڻ اهي ٻيئي رسم الخط به سنڌ ۾ رائج هئا. هن کان اڳ راقم کي به اها غلط فهمي ٿي جو ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ“ (سنڌ يونيورسٽي، 1411هه/ 1990ع، ص 81_ 82) ۾ اهڙو گمان قلمبند ڪيو ويو. بيروني ”السند“ کي وڏي وسيع سياسي حدن واري مفهوم ۾ آندو آهي

(1)پاڻيه (جيسلمير-بيڪانير) ۾ ۽ ”السند“ جي پر وارن علائقن (بهاولپور جي اپرندين سرحد وارن پاڳن) ۾ رائج هو ۽ ملڦاري رسم الخط سنڌ کان ڏکڻ طرف واري ملڪ (ملبار؟) ۾ هلندڙ هو.

۾ ”المنصوره“ کي خاص ملڪ (موجوده سنڌ جي برابر) جي معنيٰ ۾ آندو آهي، جنهن ۾ ”سنڌي رسم الخط“ رائج هو. ديوناگري رسم الخط

ان سلسلي ۾ ٻڌايائين تہ ”المنصوره“ (واري ملڪ سنڌ) ۾ ”سيَندَب“ (سنڌَوَيا سَينڌوي) يعني ”سنڌي“ رسم الخط رائج آهي. اهو رسم الخط جنهن کي ”سنڌي“ ڪري سڏيو ويو سو سنڌي اُچارن لاءِ وڏيڪ ٺيڪن ذريعي بنايل حرفن وارو عربي-سنڌي رسم الخط هو.

محقق بيروني ملتان کي پنهنجي تحقيق جو مرڪز بنايو ۽ اتان هو شايد سنڌ ۾ منصوره تائين آيو(1) . جنهن ڪري کيس انهي سنڌي رسم روايت جي ڄاڻ هئي، جنهن موجب مقامي اُچارن کي نروار ڪرڻ لاءِ عربي حرفن تي ٽبڪا وڌايا ٿي ويا. بيروني بہ پنهنجي ”هند بابت تحقيقي ڪتاب“ ۾ جڏهن مقامي لفظ لکيا تہ انهي ساڳيءَ رسم روايت کي استعمال ڪيائين. اهو انهيءَ ڪري بہ جو جيڪي الفاظ بيروني پنهنجي ڪتاب ۾ استعمال ڪيا سي اڪثر سنڌي ٻوليءَ سان ملندڙ هئا. جرمن عالم ايڊورڊ سخاؤ جنهن بيروني جي ”تحقيقي ڪتاب“ جي عربي متن کي ايڊٽ ڪيو، سو بيروني جي استعمال ڪيل مقامي لفظن ۽ ڳاٽيتي جي انگن تي غور ڪندي انهيءَ نتيجي تي پهتو تہ اهو الفاظ بنسبت ٻين جديد هند-آريائي ٻولين جي، سنڌيءَ سان وڌيڪ مناسبت رکن ٿا(2). اهڙيءَ طرح عربي-سنڌي صورتخطي جو آڳاٽي ۾ آڳاٽو نمونو خود محقق بيروني جي لکيتن ۾ ملي ٿو جو هن نقطا وڌائي نوان اکر (ڪ، ف ، ز) ڪڍيا جن سان مقامي لفظ لکيائين : مثلاً ”ملفاري“ (ملڦاري)،

بشف، مکر (منگر، سمنڊ جو منگرو)، مکهر(= مگهر، مهينو ناهري)، اکر (= آڱر)، زوک (= جون). انهن صورتن مان مکهر ۾ ”گهہ“ جي صورت پڌري موجود

---

(1)ڏسو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو ايڊٽ ڪيل بيروني جو ڪتاب ”غُرة الزيجات“ ڇاپيل انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي، سنه 1972ع، انگريزي مقدمو، صفحا 39- 43.
(2) ڏسو ”ڪتاب تحقيق ماللهند“ جي يورپ ۾ ڇپيل عربي متن جو انگريزي ۾ لکيل مقدمو، ص 25.

آهي(1). اهڙيءَ طرح ”سنڌي-عربي صورتخطي“ جيڪا اسان تائين پهتي آهي، ان جا لکيت ۾ آثار (1020 - 1030هه) واري عرصي تائين پهچن ٿا.

محقق بيروني کان پوءِ ڇهن صدين جي وڏي عرصي تائين سنڌي عبارتن جا ڪي بہ نمونا محفوظ نہ رهيا آهن، جن جي مطالعي سان ”عربي-سنڌي الف -بي“ جي تاريخي اوسر بابت ڪي خاطر خواه نتيجا ڪڍي سگهجن. ”مقدمة الصواة“ آڳاٽو ڪتاب آهي، جنهن ۾ عربي حرفن تي ٽٻڪن وڌائڻ سان گهڻي ۾ گهڻا حرف سنڌي اچارن لاءِ آندا ويا آهن. اصل ۾ ”مقدمة الصلواة“ (نماز جي سمجهاڻي لاءِ مهاڳ) جي عنوان سان ڪتاب فارسي ۾ لکيل هو، پر جيئن تہ هيءُ ڪتاب ”سنڌي“ ۾ لکيو ويو انهيءَ ڪري ان کي ”مقدمة الصلواة سنڌي“ سڏيو ويو. بعد ۾ اهو اجان بہ ”ابوالحسن جي سنڌي“ جهڙي سولي نالي سان مشهور ٿيو. هن نالي ۾ آيل لفظ ”سنڌي“ سببان، انگريزن جي دور ۾ ڪن پڙهيلن ائين ڀانيو تہ مخدوم ابوالحسن نوان اکر ٺاهي نئين سنڌي الف-بي يا نئين سنڌي ٺاهي. ڪتاب ”مقدمة الصلواة“ جا جيڪي قلمي نسخا باقي بچيا آهن تن مان موجوده ڄاڻ موجب، سنہ 1115هه جو لکيل نسخو سڀ کان آڳاٽو آهي. انهيءَ لحاظ سان مٿئين گمان موجب ائين ڀانئبو تہ ڄڻ وڌايل ٽٻڪن سان اکرن واري ”عربي-سنڌي الف -بي“ سنہ 1115هه ڌاري ايجاد ٿي، ان جي معنيٰ تہ ان کان اڳ ان جي اوسر جي ڪا تاريخ ئي ڪانہ هئي. ٻئي طرف اهو معلوم ٿي چڪو آهي تہ سنڌي انگن اکرن لاءِ ٽٻڪن وڌائڻ واري رسم مخدوم ابوالحسن کان (جيڪو پاڻ 11 صدي هجري ۾ ٿي گذريو) گهڻو آڳاٽو هئي. وڏي ڳالهہ تہ جيڪڏهن مخدوم ابوالحسن ئي پهريون پيرو اها ”عربي-سنڌي الف -بي، راس ڪري ها تہ پوءِ ٻيا سڀ ان کي ساڳي صورت ۾ استعمال ڪن ها، ڇاڪاڻ جو اها هڪ ئي صورت سندن سامهون هئي. پر مخدوم ابوالحسن کان پوءِ واري لاڳيتي دور ۾ جدا جدا ڪاتبن

---

(1) ڏسو ”ڪتاب تحقيق ماللهند“، عربي متن، ڇپيل حيدرآباد دکن، 1377هه/1958، صفحا 135، 142، 163، 178، 302، 125.

جدا جدا صورتن وارا اکر ڪم آندا، ايتري قدر جو خود مخدوم ابو الحسن جي ڪتاب ڪي پڻ ڪاتبن جدا جدا صورتن وارن اکرن ۾ لکيو. سن 1115هه (1703ع) ۾ لکيل ڪتاب ”مقدمة الصواة سنڌي“ کان وٺي ايندڙ ڏيڍ سئو کن سالن واري وڏي عرصي ۾ ويندي 1280هه (1853ع) تائين، جيتوڻيڪ ڪاتبن جدا جدا ٽپڪن جي صورتن وارا اکر پئي استعمال ڪيا، پر جيئن پوءِ تيئن اختلاف گهٽجڻ لڳو ۽ گهٽي حد تائين ساڳي صورت وارن اکرن جي استعمال جو رجحان وڌيو. اهو رجحان اڳتي هلي انگريزن جي اوائلي دور ۾ اکرن جي ساڳين صورتن واري الف-بي جي استعمال لاءِ نيڪ فال ثابت ٿيو.

انگريزن سن 1843ع ۾ سنڌ تي زوري قبضو ڪيو جنهن سان سنڌ جي سياسي، فڪري توڙي تعليمي آزادي جا سلسلا ختم ٿي ويا. فارسي جيڪا اڳ سرڪاري زبان هئي ۽ خاص ڪري انگريزي کي مرڪزي سرڪاري زبان طور رائج ڪيو ويو. انهيءَ ڪري سنڌ صوبي ۾ پڻ فارسي جي خاتمي سان، انگريزي مرڪزي سرڪاري زبان طور ۽ سنڌي صوبائي سرڪاري زبان طور رائج ٿي. بمبئي سرڪار جي سرڪيولر NO:1852 مورخہ 6 سيپٽمبر 1851ع ۾ اهڙي پڌرائي ٿي. ملڪ جي تاريخي تبديلي واري موڙ تي ان اتفاقي فيصلي سان، جيڪو نون حڪمرانن جي مصلحت مطابق هو سنڌي جي ترقي لاءِ پڻ ميدان هموار ٿيو پر ان سان گڏ نون حڪمرانن جي آفيسرن جي هڪ منظم گروهہ طرفان (جيڪو بمبئي ۾ اثر انداز هو ۽ سنڌ کي بہ تازو بمبئي سرڪار ۾ شامل ڪيو ويو هو). جنهن جو اڳواڻ ڪئپٽن جارج سٽيڪ هو سنڌيءَ لاءِ صدين کان وٺي استعمال ٿيندڙ عربي-سنڌي رسم الخط کي ختم ڪري ان جي جاءِ تي ”ديوناگري“ رسم الخط کي رائج ڪرڻ جو منصوبو سٽيو ويو. سٽيڪ جلدي جلدي بہ ڪتاب، سنڌي ٻوليءَ جو گرامر ۽ سنڌي ڊڪشنري، ديوناگري صورتخطي ۾ شايع ڪيا تہ جيئن اهو ثابت ٿئي تہ سنڌيءَ لاءِ ديوناگري رسم الخط استعمال ڪرڻ ۾ ڪا ڏکيائي ڪانهي. ان سان گڏ عربي-سنڌي صورتخطي جي اهميت گهٽائڻ خاطر تيرنهن پيون اکريون ۽ اڌ اکريون، جيڪي جدا جدا شهرن ۾ يا جدا جدا واپاري گروهن ۾ ڪاروباري حساب ڪتاب لاءِ خانگي طور هلندڙ هيون، سي لکيت ۾ رڪارڊ تي آندائين

تہ جيئن اهو گمان ٿئي تہ عربي- سنڌي صورتخطي بہ سنڌ ۾ هلندڙ چوڏهن صورتخطين مان هڪ صورتخطي آهي. ديوناگري رسم الخط پنهنجيءَ جاءِ تي بيشڪ هڪ مشهور تاريخي خط هو پر ان جي رائج ڪرڻ سان سنڌ وارا هڪ وڏي عرصي تائين سنڌي ٻوليءَ جي صدين واري تاريخي ۽ ادبي سرمايي کان محروم رهن ها ۽ خاص طور سنڌي مسلمان، جيڪي گهڻائيءَ ۾ هئا ۽ جن جي آزاد حڪومت جو خاتمو ٿيو هو سي تعليم ۾ هميشہ لاءِ پوئتي رهجي وڃن ها. غالباً هن سامراجي گروهہ جو اصل مقصد اهو ئي هو پر مسلمانن جي ڀرپور مخالفت ۽ ان سان گڏ خاص طرح ٻن سڄاڻ انگريز عملدارن رچرڊ برٽن ۽ بي. ايچ . ايلس جي زوردار دليلن سان منصوبو ختم ٿي ويو. ان بعد ايسٽ انڊيا ڪمپني جي ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس، لنڊن، جي سرڪاري مراسلي Despatch No: 46 مورخہ 8 ڊسمبر 1852ع ۾ آخري طور سنڌ ۾ ”عربي- سنڌي رسم الخط“ جي جاري رهڻ جو فيصلو ٿيو. ان بعد جولاءِ 1853ع ۾ نظرثاني ڪيل الف-بي کي ڪاغذ جي هڪ وڏي ”شيٽ“ تي ڇاپي پڌرو ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح 1855ع ۾ ”نظرثانيءَ ڪيل عربي سنڌي الف-بي“ عملي طور رائج ٿي(1).

هن کان اڳ اڪثر ائين پئي سمجهيو ويو آهي تہ موجوده سنڌي الف-بي انگريزن جي اچڻ بعد ٺهي ۽ مسٽر ايلس ان کي ٺاهيو. مٿئين تفصيل مان واضح ٿيندو تہ الف—بي نئين سر ٺاهي ڪانہ ويئي پر اڳ هلندڙ الف-بي تي نظرثاني ڪري ان کي ڪن ترميمن ۽ اضافن سان رائج ڪيو ويو. سنڌ جي ڪمشنر سرهينري بارٽل فريئر سنڌ ۾ تعليم بابت بي.ايچ ايلس جي رپورٽ سان شامل سندس روانگي واري خط ۾ صاف طور ڄاڻايو آهي تہ مسٽر ايلس اڳين مسلمان عالمن جي ”ايجاد ڪيل“ حرفي صورتن کي سامهون رکي انهن مان ڪي خاص صورتن وارا حرف استعمال لاءِ چونڊيا ۽ پڻ جزوي ترميمن سان ڪي ٻيا اکر شامل ڪري الف-بي پوري ڪئي. ڪمشنر فريئر اهڙيءَ طرح ترتيب ڏنل الف-ب کي ”نئين سر ايجاد

(1) اهو سڄو تفصيل ان وقت صورتخطي ڪميٽيءَ جي چيئرمين بي.ايچ. ايلس جي سنڌ ۾ تعليم بابت رپورٽ (ڇپيل بمبئي، 1856ع) جي 37-42 نمبر پئرائن ۾ ان سان شامل سنڌ جي ڪمشنر ايچ. بي. فريئر جي روانگي خط جي 3 ۽ 9 نمبر پئرائن ۾ موجود آهي. راقم طرفان ايڊٽ ڪيل اها رپورٽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڊپارٽمينٽ آف ايڊيوڪيشن مان سنہ 1956ع ۾ شايع ٿي. ضميمي طور ”رچرڊ برٽن“ جي ڪتاب ”سنڌو وادي ۾ وسندڙ قومون“ (لنڊن، 1851ع) جو اهو باب پڻ ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ سنڌ ۾ تعليم ۽ سنڌي الف-بي بابت خيالن جو اظهار ٿيل آهي.

("the الف-بي" ڪيل" الف-بي بدران صحيح طور تي "نظرثاني ڪيل" الف-بي alphabet revised") سڏيو آهي(1) . سنہ 1853ع تائين ڪاتبن جي لکيل ڪتابن مان ظاهر آهي تہ سنڌي اچارن لاءِ هيٺين صورتن وارا حرف اڳ ئي سنڌي صورتخطي ۾ رائج هئا (2):

ٻ ڀ پ ٽ ٿ ڃ ڄ چ ڇ ڌ ڏ ڊ ڙ ڦ ڪ ک گ ڻ

اڳين صورتخطي ۾ جہ ۽ گہ وارين صورتن کي (جن جي پويان ننڍي "ہ" وارو گهيرو ڏنل هو) پويان "ھ" جي ڇڏائي سان "جھ" ۽ "گھ" جي صورتن ۾ لکيو ويو. "نظرثاني ڪيل الف-بي جي پٽي جيڪا سنہ 1853ع ۾ ڇاپي ويئي ۽ جيڪا 1855 ۾ نافذ ٿي سا سامهون ناهي جو ان تي وڌيڪ ويچار ڪري سگهجي. سنہ 1270ھ (1853ع) ۾ نصرپور جي فارسيدان فاضل ۽ نالي واري حڪيم ٿارو مل پنهنجي هٿ لکيل ياداشت ۾ ان وقت اسڪولن ۾ رائج ڪيل (52) اکرن واري الف-بي هن طرح لکي آهي: ا ب ٻ ڀ ت ٿ ٽ ٺ ث پ ڦ ج ڄ جھ ڃ چ ڇ ح خ د ڌ ڏ ڊ ڍ ذ ر ڙ ز س ش ص ض ط ظ ع غ ف ق ڪ ک گ ڳ گھ ڱ ل م ن ڻ و ھ ء ي. جيتوڻيڪ سنہ 1855ع کان وٺي سرڪاري آفيسن ۽ اسڪولن ۾ نئين سر منظور ڪيل الف – بي عمل ۾ آئي، پر سرڪاري نظام ۽ انتظام کان ٻاهر خانگي لکپڙھ ۾ توڙي ڪاتبن طرفان ڪتابن ۾ اڳين الف – بي جا مختلف صورتن وارا اکر اڌ صدي کن پوءِ تائين استعمال ٿيندا رهيا. سنڌ ۾ خانگي توڙي سرڪاري طرح سڀڪ هڪ ساريکي سنڌي الف-بي آهستي آهستي وقت گذرڻ سان رائج ٿي.

**سنڌي صورتخطي**

الف-بي جا حرف، ٻوليءَ جي جدا جدا بنيادي آواز جا لکيل صورت ۾ نرالا نشان آهن ۽ "لفظ" وري ٻوليءَ جي معنادار اڪائين جون لکيل صورتون آهن. صورتخطي اها لکيت واري صورت آهي، جنهن ۾ حرف هڪ ٻئي سان

---

(1) ساڳيو گذريل صفحي وارو حوالو.
(2) حرف "ڻ"، مهيني شعبان سنه 1270ھ (1853ع) ۾ مير امام بخش خان طرفان لکي پوري ڪرايل "شاهه جي رسالي" ۾ ملي ٿو، جيڪو سال کن اڳ لکڻ شروع ٿيو هوندو. "ٺ" جي صورت به شايد سنڌي جي ڪنهن اڳين قلمي ڪتاب ۾ موجود هجي ۽ وڌيڪ ته "ٺ" جي ٺهڪن واري سٺاء "ٻ" ۾ موجود آهي.

ملائجن ٿا تہ لفظ نهن ۾ لفظ هڪٻئي سان لکيت ۾ ترتيب ڏجن تہ جيئن جملا بنجن. حرف مان هر هڪ کي خاص نوع ۾ نزاڪت سان لکن ۾ انهن کي نهايت سهڻي سٽاءَ سان ملائي لفظ بنائڻ ۾ وري لفظن کي لکيت ۾ سهڻي صورت سان بيهارڻ کي خطاطي چئجي ٿو.

سنڌي صورتخطي شروع کان وٺي عربي صورتخطي جي نهج نموني تي نروار ٿي. هن وقت تائين سنڌي صورتخطي جون خصوصيتون ساڳيون عربي صورتخطي واريون آهن. جن سان سنڌي صورتخطي جي اڳين ڏکهي تاريخ جي تصديق ٿئي ٿي. مثلاً ڪن حرفن جو هڪ ٻئي سا ملائي لکڻ يا نہ لکڻ، حرفن کي لفظن جي منڍ ۾، وچ ۾ يا آخر ۾ ڪن خاص صورتن ۾ لکڻ ۾ زيرن زبرن کي مقرر صورتن ۾ رکڻ. باوجود انهن ساڳاين جي، سنڌي صورتخطي ۾ ڪي پنهجون انوکايون اُڀريون. هڪ خاص انوکائي اها جو تنوين کي ساڳي عربي واري صورت ۾ بہ استعمال ڪيو ويو( جيئن تہ مثلاً، تقريبن، اندازن وغيره) پر ان سان گڏ تنوين کي نئين انوکي نموني ۾ ٻن گڏيل آوازي صورتن (يعني ”آوازي چڪ“ ۾ ان سان گڏ ”آوازي غنائي“) لاءِ بہ استعمال ڪيو ويو. جيئن تہ ”ءٖ“ (ئين)، ”ٖم“ (مين“، ڪ (ڪين)، آءٖ (آئون)، حرف ”ميم“ کي ڪن لفظن جي آخري آوازي چڪ ۾ غنائيءَ لاءِ آندو ويو- جيئن تہ جڏهم (جڏهن، جڏهين)، ڪڏهم (ڪڏهن، ڪڏهين)، سائينم (سائين)، پريمَ (پرين). هي ترڪيب ويندي 13 صدي هجري جي آخر تائين استعمال ٿيندي رهي ۾ اُن کي پنهنجو انوکو اعراب وارو نظام موجود هو. انهيءَ ڪري، عربي جي معياري ادبي تحريرن وانگر سنڌي تحريرن جي صورتخطي کي پڻ زيرن زبرن سان لکيو ويو. سنڌي صورتخطي جي اصطلاح ۾ زيرن، زبرن، پيشن، جَزمن، شَدن، مَدن سڀني کي هڪ يڪي جامع نالي سان ”زيرون زبرون“ سڏيو ويو. سنڌي ۾ ”زيرون زبرون“ نہ فقط آوازي نشاني طور استعمال ٿيون پر انهن مان امن ۾ صفتن جي آخري حرفن واري، زير، زبر ۾ پيش ساڳئي

وقت اعراب طور پڻ استعمال ٿيا. يعني تہ سنڌي صرف نحو ۾ انهن جي بيهڪ ۾ سچاٽپ جون نشانيون بڻيا.

سنڌ جي عالمن عربي وارين آوازي نشاني ڪانسواءِ سنڌي جي ٻين منفرد آوازن لاءِ (جيڪي عربي ۾ نہ هئا). بہ آوازي نشانيون نئين سر ايجاد ڪيون: يعني تہ ”او“ جي وچٿري آواز لاءِ ”ابتو ڏگهو پيش“ (6) ۽ ”اي“ جي وچٿري آواز لاءِ ”اُيي زير“ (T).

انگريزن جي دور ڪان اڳ، سنڌ جا عالم ۽ استاد مٿين مڙني احتياطن سان سنڌي عبارتون ۽ متن ”زيرن زبرن“ سان لکندا هئا. انگريزن جي دور جي پهرين پنجاهہ-سٺ سالن تائين پڻ خانگي طور ڪاتبن اهو سلسلو جاري رکيو. ٻئي طرف ”نظرثاني ڪيل الف-بي، جي استعمال سان گڏ نون ڪتابن جي لکجڻ ۽ ڇپجڻ ۾ صورتخطي جي سهڻائي ۽ سڌاري ڏانهن جيئن پوءِ تيئن گهٽ توجهہ رهيو. جيتوڻيڪ سنڌ جي ”وچولي واري ٻولي“ کي معياري تسليم ڪري ان کي ڪتابن ۾ آڻڻ ۽ لکڻ تي رسمي طور اتفاق ڪيو ويو پر عملي طور گهڻي حد تائين حيدرآباد واري شهري ٻولي درسي ڪتابن توڙي سرڪاري دفتر جي ڪاروبار ۾ استعمال ٿيڻ لڳي. صورتخطي جي مسلسل سڌاري واڌاري ڏانهن گهٽ توجهہ سببان ڪافي اوڻايون پيدا ٿيون. اڳيان عالم، انهن سنڌي اُچارن لاءِ جن ۾ ”ر“ جو آواز سميٽيل هو تن لاءِ ”ر“ وڌائي لکندا هئا، جيئن تہ چندر، پٽر، ڪندر وغيره، پر حيدرآبادي محاوري ۾ اهڙا لفظ چنڊ، پٽ، ڪنڊ، ڪري اُچاربا هئا، انهيءَ ڪري ڪتابن ۾ پڻ انهن اُچارن سان ”ر“ ڪانسواءِ لکيا ويا. اهڙيءَ طرح ”هہ“ سان سميٽيل اُچارن ڙهہ، مهہ، لهہ، نهہ، وغيره کي سرڪاري طور منظور ٿيل الف-بي ۾ مستقل اُچارن طور شامل ڪونہ ڪيو ويو. جنهن ڪري نئين صورتخطي ۾ ان جي هِجي ۾ اِهي اُچار غلط نموني ۾ رائج ٿيا. وڏي ڪوتاهي اها ٿي جو آهستي آهستي نہ رڳو عام ڇپيل ڪتابن ۾ بلڪ درسي ڪتابن ۾ بہ ”زيرون زبرون“ ختم ڪيون ويون، جنهن ڪري نہ فقط لفظن جي صحيح آوازن کي سمجهڻ ڏکيو ٿيندو ويو پر

اعرابن نہ هئڻ سببان جملن ۾ اسمن جي صحيح نحوي سٽاء جي سڃاڻپ ختم ٿي ويئي. اهڙيءَ طرح، سنڌي جي مزاج وارن ”ي“ سان سميٽيل اُچارن توڙي ”ن“ جي غنائي وارن اُچارن کي صورتخطي ۾ صحيح هِجي سان بيهارڻ طرف ڌيان نہ ڏنو ويو. انهيءَ ڪري باوجود انهيءَ جي جو سنڌي صورتخطي ڪنهن حد تائين معياري ٿي مگر ان جي مختلف مسئلن کي سمجهڻ ۽ سنوارڻ جي ضرورت پوري نہ ٿي.

سنڌي خطاطي

سنڌ ۾ خطاطي جي فن جا آڳاٽا آثار 3 صدي هجري (9 صدي عيسيوي) ۾ ڀنڀور جي جامع مسجد جي ڪتبن ۾ ملن ٿا، جيڪي ”گلڪاري ڪوفي“ رسم الخط ۾ سينگاريل آهن. ان کانپوءِ ڇهن صدين کان وڌيڪ عرصي جو وڏو خال آهي، جنهن ۾ خطاطي جو ڪو بہ نمونو نظر نٿو اچي، جيتوڻيڪ فن ختم ڪو نہ ٿيو هو ۽ هلندڙ هو. انهيءَ ڪري ئي جڏهن 8 صدي هجري (14 صدي عيسوي) ۾ ٺٽي شهر جو بنياد پيو ۽ اهو سنڌ جو تختگاهہ بنيو تہ ٿوري ئي عرصي ۾ اهو ڪاتبن ۽ خطاطن جو مرڪز بڻجي ويو: نہ فقط سنڌ جي ٻين آڳاٽن شهرن مان، پر ٻاهران ويندي هرات مان عالم ۽ ڪاتب ٺٽي پهتا، ڇاڪاڻ جو ايران ۾ صفوي حڪمرانن جي طاقت ۾ اچڻ سان هرات جو اوج ختم ٿيڻ لڳو هو. ارغونن-ترخانن واري دور ۾ وچ-ايشيا مان معمار ۽ ڪاتب ٺٽي ۾ آيا، ۽ ان بعد مغليہ دور ۾ ايران مان شاعر ۽ ڪاتب اچي ٺٽي ۾ رهيا. جيتوڻيڪ ٺٽي يا سنڌ جي (جتي سيوهڻ ۽ بکر وڏا مرڪز هئا) ڪاتبن ۽ خطاطن بابت ڪو جدا لکيل ڪتاب دستياب نہ ٿيو آهي، مگر مغليہ دور جي تاريخن ۽ ان بعد خاص طرح مير علي شير قانع جي ٻن مکيہ ڪتابن ”مقالات الشعراء“ ۽ ”تحفة الڪرام“ ۾ سمن، ارغونن، ترخانن ۽ مغلن وارن دورن (15-17 صدي عيسوي) جي ڪيترن ئي ڪاتبن جا نالا يادگار طور موجود آهي. ان کانسواءِ مڪلي جي مقبرن ۽ مسجدن تي آثاري ڪتبن سنواريندڙ ڪاتبن جا نالا يادگار طور موجود آهن. 18 صدي عيسوي

۾ ڪلهوڙن جي دور ۾ شهر ٺٽو تختگاه نہ رهيو جنهن ڪري اتان جي ٻين ڪاريگرين سان گڏ خطاطي تي بہ زوال آيو پر پوءِ سگهوئي ٽالپور اميرن جي دور ۾ (1783ـ1843ع) ڪاتبن ۽ خطاطن جي قدرداني ٿي ۽ خطاطي جو فن وري شاداب ٿيو. آثار قديمہ جي عالم ڊاڪٽر عبدالغفور جنهن پنجويهہ سال اڳ سنڌ ۾ خطاطي جي فن جو مطالعو ڪيو ۽ ان موضوع تي "Calligraphers of Thatta" جي عنوان سان هڪ عالمانہ ڪتاب تصنيف ڪيو تنهن فن جي بقاء جي سلسلي ۾ ٽالپورن جي دور بابت ڄاڻايو تہ : ٽالپور اميرن علم جي فراخدليءَ سان سرپرستي ڪئي. هر امير کي پنهنجو ڪتبخانو هو ۽ ڪتبخانن (۾ ڪتابن لکڻ ۽ سنڀالڻ) لاءِ ڪاتبن جي وڏي تعداد جي ضرورت هئي. انهيءَ ڪري سنڌ ۾ پنهنجن ڪاتبن کانسواءِ ايران توڙي هندوستان مان پڻ ڪاتب اچي ٽالپور اميرن جي درٻارن ۾ پهتا. ايران مان آيل ڪاتبن مان خاص طرح سيد علي شيرازي، مير حسين علي نقاش، علي باب شيرازي، غلام احمد خطاط، علي مراد خطاط، سيد محمد راز حسيني ۽ مشڪين قلم مشهور هئا. (1)

سنڌ ۾ خطاطي جي فن جي تاريخ ڪوفي رسم الخط سان شروع ٿي. ان بعد 4 صدي هجري کان نسخ خط رائج ٿيو جيڪو پوءِ سنڌي صورتخطي جو خاص خط بنجي ويو. عربي ۽ فارسي کان پوءِ جڏهن سنڌي جا ڪاتب ساماڻا تہ سنڌي خطاطي نَسخَ خط ۾ ترقي ڪئي. 19 صدي جي وچ ڌاري، وڏي عالم ۽ محقق رچرڊ برٽن پنهنجي وسيع مطالعي جي آڌار تي تصديق ڪئي تہ "سنڌ جا ڪاتب خطاطي جي فن ۾ مشهور رهيا آهن ۽ هن وقت بہ ٽرن خطن ـ نسخ، نستعليق ۽ شڪستہ ۾ لکن ٿا. مون پاڻ نسخ خط جا ڪي بهترين نمونا ڏٺا آهن ۽ عموما هيءُ خط سنڌ ۾ سهڻي نموني ۾ لکيو ويجي ٿو." (2)

---

(1) ڊاڪٽر ايم.اي. غفور: "ٺٽي جا خطاط"، ڇپايل پاڪستان ـايران ڪچرل ائسوسيئيشن، ڪراچي 1968ع، ص 74.

(2) رچرڊ برٽن: "سنڌو وادي ۾ وسندڙ قومون" (لنڊن. 1851) جي ڪتاب جو باب جنهن جو حوالو هن کان اڳ اچي چڪو آهي.

مٿئين تفصيل مان معلوم ٿيو تہ 13 صدي هجري يعني ٽالپورن جي دور تائين سنڌ ۾ خطاطي جي فن کي فروغ ملندو رهيو ۽ فارسي سان گڏ سنڌي خطاطي بہ جاري رهي. اهڙيءَ طرح وڏي عرصي تائين سنڌ جڻ خطاطي جو مرڪز رهيو ۽ خطاطي جون نزاڪتون ايترو تہ معلوم ۽ مشهور ٿي ويون جو پهريائين قاضي قادن (10 صدي هجري ۾) ۽ پوءِ شاهہ عبداللطيف رحہ (12 صدي هجري ۾) پنهنجي هيٺين بيت ۾ خطاطي جي هڪ نزاڪت کي تمثيل طور آندو تہ:

ڪاتب لکن جيئن، لايو "لام" "الف" سين،

اسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾.

اهو خطاطي جي فن جي قدرداني ۽ عام مقبوليت جو نتيجو هو جو سنڌ ۾ ڪاتبن نہ فقط فارسي ۾ پر سنڌي ۾ بہ اعليٰ خطاطي جا نمونا پيدا ڪيا ۽ خطاطي سان گڏ صفحن کي رنگين حاشين سان سجايو ۽ سينگاريو. هن جلد ۾ سورهن اهڙا سجايل صفحا شامل آهن ۽ انهن مان بہ صفحا (1_2) جيڪي ڪاتب عبدالحق هالائي جي سنہ 1270 هجري (1854ع) ۾ ڪتابت ڪيل "شاهہ جو رسالو" مان آهن، سي خطاطي ۽ حاشيہ آرائي جا سهڻا مثال آهن.

19 صدي عيسوي جي آخر ۾، بمبئي ۾ ليٿو ڇاپخانا قائم ٿيا، جن جي ڪري سنڌ ۾ خطاطي جي فن تي زوال آيو. سنڌ ان وقت بمبئي صوبي ۾ شامل هئي ۽ وڏندڙ آمدورفت سببان ٻئي وهنوار سان گڏ سنڌي ڪتاب بہ بمبئي مان ڇپجڻ لڳا. ڪاٺياواڙ جي ميمڻ شاهوڪارن جي مادري زبان "ڪڇي سنڌي" هئي ۽ انهن جڏهن ليٿو ڇاپخانا قائم ڪيا تہ سنڌي ڪاتبن کان سنڌي قلمي ڪتاب ليٿو ڇاپي لاءِ نقل ڪرايائون. انهيءَ نقل– نويسي ذريعي ڪتابت جو فن پنهنجن پوين پساهن ۾ جيئرو رهيو. ليٿو ڇاپي جو پهريون شاهڪار "شاهہ جو رسالو" هو جيڪو سڄو سربستو لڳ ڀڳ انهيءَ ساڳئي سال (83_ 1282ھ) ۾ بمبئي مان ڇپيو جنهن سال (1866) اَرنسٽ ٽرمپ اڏورو رسالو پنهنجي ناهيل سنڌي ٽائيپ ۾ جرمني جي شهر لِپزيا مان شايع ڪيو. ان بمبئي ڇاپي جو ڪاتب حاجي محمد سمون سنڌي هو جيڪو ڪرناٽين وارن ڳُنائي سمن جي پاڙي مان هو ۽ جيڪو پوءِ وڃي

مڪي شريف ۾ رهيو. هن ٻيا ڪتاب بہ ليٿو ڇاپي لاءِ نقل ڪيا ۽ ڪانئس پوءِ سندس پٽ توڙي ٻيا سنڌي ڪاتب نقل نويسي ڪندا رهيا. هن جلد جي پوئين ڀاڱي ۾ صفحي 123 کان صفحي 161 تائين، ليٿو ۾ ڇپيل انهن ڪتابن جي صفحن جا عڪس شامل آهن، جن مان گهڻن سنڌي نقل نويسن جي آخر ۾ پنهنجا نالا يادگار طور لکيا. ليٿو ڇاپي لاءِ سنڌي ڪاتبن جي سهڻي نقل نويسي جو اهو سلسلو ويندي 14 صدي عيسوي جي وچ (20 صدي عسيوي جي پهرئين چوٿ) تائين جاري رهيو.

(مهراڻ 1_2 /1999ع)

# انگريزن جي دور ۾ عربي-سنڌي لکاوٽ

## ڊاڪٽر مُرليڌر جيٽلي

(نوٽ: ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي سنڌي ٻوليءَ جو نامور عالم ۽ اديب آهي. هي مضمون سندس ڪتاب "ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽ- سنڌي ٻوليءَ جون لپيون" تان سندس ٿورن سان ورتل آهي. هونئن ته سڄوئي ڪتاب سنڌيءَ ٻوليءَ جي ماهرن جي پڙهڻ وٽان آهي، پر هن مضمون ۾ سنڌي رسم الخط (لپيءَ) جي تاريخ سٺي ۽ سليس نموني ۾ بيان ٿيل آهي.) (ادارو)

اڄ ڪالهه اسين سنڌي ٻولي لکڻ لاءِ جيڪا عربي-سنڌي آئيوٽا ڪتب پيا آڻيون. اُنهيءَ کي (هاٽوڪو) روپُ، سنڌ ۾ انگريزن جي حڪومت ڪانپوءِ، سن 1853ع ۾ ڏنو ويو جنهن کي ڏيڍ سئو سال مس ٿيا آهن. انهيءَ آئيوٽا جو اتهاس دلچسپ آهي.

### سنڌ ۾ انگريزن جي حڪومت برپا ٿيڻ:

سرچارلس نيپئر مارچ 1843ع ۾ سنڌ جي ميرن کي شڪست ڏيئي انگريزي حڪومت جو پايو وڌو. کيس سنڌ جو پهريون گورنر مقرر ڪيو ويو. هو آڪٽوبر 1847ع تائين اُن عهدي تي رهيو. انهيءَ عرصي ۾، سندس ڌيان ملڪ جي بدانتظاميءَ کي دور ڪري امن قائم ڪرڻ ۽ ڪن سماجي سُڌارن ڏانهن هو. سو سنڌ ۾ تعليمي سرشتي جي سڌاري ۽ واڌاري جي ڏس ۾ ڌيان ڏيئي ڪو نه سگهيو.

نيپيئر جي دور ۾ ڪن سرڪاري عملدارن پنهنجي ليکي سنڌ ۾ انگريزي اسڪول برپا ڪرڻ سان گڏ عيسائي مذهب جي ڦهلاءَ جي ڪوشش ڪئي.

نيپئر جي سنڌ مان رواني ٿيڻ ڪانپوءِ، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سنڌ کي بمبئي پريزيڊنسيءَ سان ڳنڍي ڇڏيو. بمبئي پريزيڊنسيءَ جي گورنر طرفان سنڌ ۾ ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. جيڪو سنڌ جي انتظامي ڪمن کي عمل ۾ آڻيندو هو. نيپئر جڏهن سنڌ جون واڳون ڇڏيون، تڏهن سر جارج ڪلارڪ بمبئي پريزيڊنسيءَ جو گورنر هو. هن آر. ڪي. پرنگل کي سنڌ جو ڪمشنر

مقرر ڪيو. جيڪو آڪٽوبر 1847ع کان وٺي. 1850ع جي آخر تائين انهيءَ عهدي تي رهيو. هن جي ايامڪاريءَ ۾ ٺي سرڪاري سطح تي سنڌي ٻوليءَ جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ڪن رٿائن کي عمل ۾ آڻڻ طرف ڌيان ڏنو ويو.

انگريزن جي حڪومت ۾ سنڌي ٻوليءَ جي حالت:

انگريزن جڏهن سنڌ فتح ڪئي، تڏهن سنڌي ٻوليءَ جي لکاوٽ جو ڪو بہ هڪ سرشتو نہ هو. عربي-فارسي لکاوٽ ۾ سنڌيءَ جي آوازن لاءِ هرڪو ڪاتب پنهنجيءَ سمجهہ مطابق جدا جدا حرف پيو ڪتب آڻيندو هو. ايتري قدر جو هڪ ئي ڪاتب جي لکيل قلمي نسخي ۾ هڪ ئي سنڌي آواز لاءِ علحده حرف ڪتب آندا ويندا هئا. سنڌي هندو واپاري خواجا توڙي ميمڻ، سنڌي ٻولي لکڻ لاءِ ”سنڌي لپي“ (هٽ واڻڪائي يا خواجڪي لپي) استعمال ڪندا هئا. ان کانسواءِ سنڌ جا هندو رهواسي ديوناگري (جنهن کي شاستري اکر بہ چوندا هئا) ۽ گرمکي لپين ۾ سنڌي ٻولي لکندا پڙهندا هئا. سبب اهو هو تہ هندن جا ڌرمي شاستر ديوناگري لپيءَ ۾ لکيل هئا. نانڪ پُنٿ جو سنڌ ۾ گهڻو پرچار ٿيڻ کانپوءِ سک مت جا ڌرمي گرنٿ گرمکي لپيءَ ۾ هئڻ ڪري، انهن ٻنهي لپين جو سنڌي ٻولي لکڻ لاءِ استعمال ٿيڻ لڳو.

هندستان جي ٻين گهڻن ئي پرانتن وانگر، سنڌ ۾ پڻ مسلمان حاڪمن جي دور ۾ سرڪاري ڪاروبار جي ٻولي فارسي هئي. پر انگريزن جي سنڌ ۾ حڪومت شروع ٿيڻ کانپوءِ، پهرين ڏهاڪو کن سالن تائين فارسيءَ جو استعمال رهيو. عربي ٻوليءَ جو اسلام سان واسطو هئڻ ڪري، گهڻا مسلمان عربي لپيءَ جو استعمال ڪندا هئا، پر عربي ۽ فارسي ٻوليون سنڌ جي عام ماڻهن جي سمجهہ کان ٻاهر هيون. روزاني زندگيءَ ۾ عام ماڻهن جي وچ ۾ وهنوار ۽ واپار جي ٻولي سنڌي هئي. آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ماڻهو مس هئا، جيڪي سرڪاري نوڪري حاصل ڪرڻ لاءِ فارسيءَ جو اڀياس ڪندا هئا.

فارسي ٻوليءَ جو سرڪاري لکپڙهہ ۾ اهڙو حال هو. جو جملن ۾ اڌ کان مٿي سنڌ ي لفظن جو استعمال پيو ٿيندو هو.

انگريزن جڏهن سنڌ جون واڳون پنهنجي هٿن ۾ ڪيون، تڏهن ڏنائون تہ عام طور سنڌي ماڻهو دانهن فرياد پنهنجي مادري زبان سنڌيءَ ۾ ڪن ٿا. ڪچهريءَ جا منشي انهن جو بيان پڳل ٽٽل فارسيءَ ۾ درج ڪن ٿا. ڪو انگريز فارسي ڄاڻندڙ ان جو ترجمو فارسيءَ مان انگريزيءَ ۾ ڪري عملدار اڳيان پيش ڪندو هو. ايترين منزلون پار ڪندي، بعضي تہ فرياديءَ جي فرياد جو اصلوڪو مطلب ئي اڪثر بدلجي ويندو هو.

اهڙيءَ حالت ڏسي، هندستان ۾ مرڪزي انگريز سرڪار فيصلو ڪيو تہ هر هڪ علائقي ۾ سرڪاري ڪاروبار ۽ لکپڙهہ ۾ انهيءَ علائقي جي ٻولي استعمال ٿيڻ گهرجي ۽ يوروپي سرڪاري؟

پَڌَرِنامُو

ڪِمِشَنر صاحَبِ بَهَادُر سِنڌُ جي دَربار مَنجهَان سَيِنَي مَاڻهن چَڱَن ۽ مَنَنَ رَهندَڙَن سِنڌ جي کي سُڌ ٿي ڏِجي تَہ ڪِيتَرا عَرضَدار عَرِيضِي پَهچي نَهاوُ لَهڻ لاءِ حُضُور ڏانہ ٿَا مُوڪَلين تِن مَنجهَان ڪي فَارسي ۾ ڪي سِنڌي ۾ ٿَا لِکَن اُهَا ڳَال نَا مُوچَاري آهي. تِنهنڪَري جهِ ڪِنهنکي عَريضي وَاسطي ٿيڻ نِهاو جي حُضُور ڪِمِشَنر صَاحَبِ بَهَادُر سِنڌ جي دَربار مَنجهہ عرضَ رَکٽي هُجي تَہ سِنڌي وَائي ۽ عَربي اکَرِن ۾ لِکي موڪَلي جيڪَڏهين ڪهِ سَبَبَ کانَ فَارسي عَريضي لَکڻَ ضَرور جَاڻي تہ اُن فَارسي عَريضي سَاڻ تَرجمو سِنڌي ۾ پڻَ ڪَرِي مُوڪَلي تَہ ٻُڌَڻ ۾ اِيندي بس تاريخ 29 مهينو آگسٽ سن 1857.

انگريزن جي ايامڪاريءَ ۾، سنڌيءَ کي سرڪاري ٻولي قرار ڏيڻ وارو حڪم نامو، جيڪو سر بارٽل فريئر، تڏهوڪي ڪمشنر، سنڌ، سنہ 1857ع ۾ جاري ڪيو، جنهن ۾ واضح طور ڄاڻايل آهي تہ عرضدار پنهنجي

درخواست ”سنڌي ٻوليءَ“ ۾ لکي موڪلي ۽ اگر فارسيءَ ۾ لکڻ جو لاچار هجي، ته ”سنڌيءَ ۾ اُن جو ترجمو ساڻ موڪلڻ ضروري آهي (ته پُڌڻ ۾ ايندي.) عملدار توڙي ڏيهي ماڻهو مقرر وقت اندر پنهنجي پنهنجي علائقي جي ٻوليءَ جو اڀياس ڪري ان ۾ امتحان پاس ڪن. انهيءَ سرڪاري نيتيءَ مطابق سنڌ ۾ پڻ سنڌين جي پنهنجي ”سنڌي زبان“ کي ڏاري ٻولي فارسيءَ جي جڳهه ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو. *

اپريل 1848ع ۾ بمبئي پريزيڊنسيءَ جي گورنر جارج ڪلارڪ سنڌ جي ڪمشنر پرنگل کي لکي موڪليو ته:

”سرڪاري ڪاروبار ۽ لکپڙهه ۾ اسان کي علائقائي ٻوليءَ سنڌيءَ جو استعمال ڪرڻ گهرج. مون کي سمجهه ۾ ئي نٿو اچي ته اسانجا مالگذاري ۽ انصاف کاتي جا آفيسر (چاهي سندن کاتن ۽ ڪچهرين جو عملو کهڙي به نموني چونه مقرر ڪيو ويو هجي.) فارسيءَ يا انگريزيءَ جهڙي هڪ ڌاري ٻوليءَ جي ذريعي کهڙيءَ طرح اثرائتي نموني ڪم هلائي سگهندا.“

پرنگل صاحب پنهنجن زبردست آفيسرن کان راءِ گهري ته هو جاچ ڪري ٻڌائين ته سنڌ ۾ سرڪاري ڪاروبار لاءِ ۽ عام ماڻهن کي تعليم ڏيڻ لاءِ کهڙي ٻولي عملي لحاظ کان گهٽي ۾ گهٽي ڪارگر ثابت ٿيندي؟

انهيءَ زماني ۾ سنڌ ۾ ڪجهه يوروپي عملدار اهڙا هئا، جن پنهنجي شوق وچان سنڌي ٻوليءَ جو سنو اڀياس ڪيو هو. انهن ۾ حيدرآباد جو ڊپٽي ڪليڪٽر، ڪئپٽن جارج اسٽئڪ ۽ آبپاشي کاتي ۾ مقرر ٿيل عملدار رچرڊ برٽن مکيه هئا.ڪئپٽن جارج اسٽئڪ ته پنهنجي سرڪاري دفتر جي مشغولين مان وقت ڪڍي، انگريزي – سنڌي شبد ڪوش ۽ سنڌي ٻوليءَ جو گرامر تيار ڪري سرڪار کي ڏنا هئا. اهي ٻيئي ڪتاب 1849ع ۾ بمبئيءَ مان ڇپجي ظاهر ٿيا. انهن ڪتابن سان گڏوگڏ هو سنڌي-انگريزي شبد ڪوش تيار ڪرڻ ۾ مشغول هو. اهو ڪوش سندس گذاري وڃڻ بعد سرڪار 1855ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

اسٽئڪ ۽ برٽن، ٻنهي سرڪاري ڪاروبار ۾ سنڌي ٻوليءَ جو استعمال واري نيتيءَ جي دلي آجيان ڪئي. فارسي ڪي هٽائي سنڌي ٻولي کي آڻڻ جي زوردار لفظن ۾ سفارش ڪئي. هنن اهو بہ ثابت ڪري ڏيکاريو تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ هر ڳالهہ کي سٺي نموني ظاهر ڪرڻ جي پوري صلاحيت آهي.

چيائون تہ جيتري قدر نئين زماني جي علم ۽ سائنس جو سوال آهي. اُتي پڻ اسين عربي، سنسڪرت ۽ ٻين ترقي ڪيل ٻولين جي مدد سان گهربل لفظ ۽ اصطلاح ناهي سگهون ٿا.

ان طرح اهو يڪراءِ فيصلو ڪيو ويو تہ سرڪاري ڪاروبار ۽ لکپڙهہ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو استعمال شروع ڪيو وڃي. ٻئي طرف تعليم جي کيتر ۾ پڻ بمبئي پريزيڊنسيءَ ۾ هلندڙ سرشتي مطابق سنڌ ۾ پڻ ابتدائي تعليم ستين درجي تائين سنڌيءَ ذريعي ۽ تنهن کانپوءِ مٿين درجن ۾ انگريزيءَ جي ذريعي (Medium) ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

سنڌي ٻوليءَ جي لکاوٽ جو مسئلو:

مٿئين فيصلي بعد سوال پيدا ٿيو تہ سنڌي ٻولي ڪهڙيءَ لپيءَ ۾ لکي وڃي؟

انهيءَ وقت سنڌي جدا جدا لپين ۾ لکي ويندي هئي ۽ لکاوٽ جو ڪو بہ هڪ مقرر سرشتو نہ هو. سنڌ جي اصلوڪيءَ ۽ نرالي، ”سنڌي“ لپيءَ جا سڄيءَ سنڌ ۾ تيرهن چوڏهن نمونا هلندڙ هئا، ٻئي طرف عربي-فارسي لکاوٽ ۾ پڻ سنڌي آوازن لاءِ جدا جدا حرف پيا استعمال ٿيندا هئا. انهيءَ سوال تي سنڌيءَ جي ٻن يورپي ماهرن، ڪئپٽن جارج اسٽئڪ ۽ ليفٽيننٽ رچرڊ برٽن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا. سنڌيءَ لاءِ لپي چونڊڻ بابت سندن رايا هن ريت هئا:

ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جو رايو:

---

* مسٽر جيٽلي جي هن راءِ سان ڪن عالمن کي اختلاف ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن سندس راءِ صحيح آهي ته پوءِ انگريزن جي زماني ۾ پنجابي، سرحد ۾ پشتو ۽ بلوچستان ۾ سرڪاري لکپڙهه جو ڪم ۽ عدالتي ٻولي توڙي اسڪولي ٻولي اتان جون ٻوليون ٿين ها، پر ائين ڪو نه ٿيو، اجا تائين اُتي ائين ڪونهي----- ادارو

(1) سنڌي ٻولي سنسڪرت سٽ جي ٻولين مان هڪ مکيہ ٻولي آهي، انهيءَ ڪري سنڌيءَ ۾ لکڻ لاءِ لپي بہ اُهائي استعمال ڪرڻ گهرجي، جيڪا سنسڪرت سٽ جي ٻولين مان هجي.

هن پاڻ بہ پنهنجن ڪتابن ۾ سنڌيءَ لاءِ ديوناگري لپي استعمال ڪئي هئي. ائين ڪرڻ جو سبب هن صاف لفظن ۾ اهو ڄاڻايو تہ سندس مقصد يوروپي عملدارن کي جلد ۾ سولي نموني سنڌي سيکارڻ آهي. سنڌ ۾ جيڪي يوروپي عملدار مقرر ڪيا پئي ويا، سي بمبئي پريزيڊنسيءَ مان ٿي آيا. اهي مرائي، گجراتي ۾ هندي ۾ ديوناگري لپي اڳيئي ڄاڻندا هئا. (گجراتي لپيءَ جي ديوناگريءَ سان گهڻي مشابهت آهي، فقط اُن ۾ حرفن مٿان ليڪ ڪانہ ڏبي آهي). سندس خيال هو تہ جيڪڏهن هو ديوناگريءَ ۾ لکيل سنڌي ٻولي سکندا، تہ ڪين نئين لپيءَ جو اڀياس ڪرڻو نہ پوندو.

(2)سنڌي ٻوليءَ لاءِ خدا آبادي سنڌي لپيءَ کي اختيار ڪرڻ گهرجي. اها لپي حيدرآباد ۾ انهيءَ جي آس پاس وارين ايراضين جا سنڌي هندو واپاري ڪتب آڻيندا آهن.

(3) سنڌي ٻوليءَ مٿان عربي-فارسي حرف مڙهڻ نہ گهرجن، ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ سنسڪرت سٽ واري سنڌي ٻولي درست نموني سکي نہ سگهبي.

(4) خدا آبادي لپي سنڌيءَ جي خاص پنهنجي ۾ نرالي لپي آهي، جيڪا صدين کان وٺي استعمال ٿيندي پيئي اچي. انهيءَ لپيءَ جي ذريعي سنڌي ٻوليءَ جي لکيت ۾ بہ نرالو وجود قائم رکي سگهبو.

(5) برٽن ۾ ڪن ٻين جو اعتراض آهي تہ خدا آبادي لپيءَ ۾ سُرن جا اُچار ڏيکارڻ لاءِ جدا حرف يا سُرن جون ماترائون نہ آهن، ان ڪري اها لپي فقط شارٽ-هئنڊ وانگر آهي، جيڪا واپاري ماڻهو پنهنجي لکپڙهہ ڳجهي رکڻ لاءِ استعمال ڪن ٿا. انهيءَ اعتراض جو جواب ڏيندي، ڪئپٽن جارج اسٽئڪ لکيو تہ جيڪڏهن اسين عربي-فارسي اکرن ۾ سنڌي لکنداسين، تہ ان لپيءَ ۾ بہ اسان کي گهڻيئي نوان حرف سنڌيءَ جي خاص آوازن ڏيکارڻ لاءِ ناهڻا

پوندا. ڏاريءَ لپيءَ ۾ سڌارا ۽ واڌارا ڪري، انهيءَ کي اپنائڻ کان اهو بهتر آهي، تہ اسين سنڌي ٻوليءَ جي نج ۽ آڳاٽي لکاوٽ ۾ ضروري سڌارا ڪري سُرن جون ماترائون ڏيئي، اها لپي سنڌيءَ لاءِ استعمال ڪريون.

اسٽئڪ خدا آبادي سنڌي لپيءَ ۾ گهربل سُر ۽ انهن جون ماترائون گڏي هڪ، مڪمل ورڻمالا تيار ڪري ڏيکاري. مطلب اهو هئس تہ عربي- فارسي اکرن ۾ تبديلي ۽ سڌارا ڪرڻ جي ڀيٽ ۾ خدا آبادي لپيءَ ۾ معمولي ۽ تمام ٿورا سڌارا ڪرڻا پوندا.

رچرڊ برٽن جو رايو:

ليفٽيننٽ رچرڊ برٽن عربي اکرن ۾ ضروري سڌارا ۽ واڌارا ڪري، انهن کي سنڌي ٻوليءَ لاءِ استعمال ڪرڻ جي فائدي ۾ هو. ان لاءِ هن جا مکيہ دليل هن ريت هئا:

(1) سنڌي هڪ شاهوڪار ٻولي آهي ۽ انهيءَ جي وياڪرڻي بيهڪ ٻين ٻولين کان نرالي آهي. عام طور، يوروپي عملدار سنڌيءَ کي هندستاني ٻوليءَ جو بگڙيل روپ سمجهي، انهيءَ کي نظر انداز ڪندا رهيا آهن. سندن اهو ويچار درست نہ آهي.

(2) سنڌيءَ جي ڀرپاس سان اسين سنڌ جي اُتر-اولهہ وارين ٻولين (جهڙوڪ: پشتو، جاٽڪي، بلوچي، بروهي وغيره) جو علم سولائيءَ سان حاصل ڪري سگهندا آهيون. ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ گهڻا الفاظ سنڌيءَ جا آهن، يا انهن سان ملندڙ آهن.

(3) سنڌي ٻوليءَ ۾، ٻين ٻولين جي ڀيٽ ۾ عربي ۽ فارسيءَ جا لفظ گهڻا آهن، انهيءَ ڪري انهن کي صحيح نموني ۾ لکڻ لاءِ عربي لکاوٽ ۾ ضروري سڌارا ڪري، ان کي سنڌيءَ لاءِ اپنائڻ بهتر ٿيندو.

(4) سنڌيءَ ۾ جيڪي دستخط ۽ قلمي نسخا مليا آهن، سي بہ عربي-فارسي اکرن ۾ لکيل آهن. اسٽئڪ جيڪو خدا آبادي لپيءَ کي اپنائڻ جي وڪالت ڪري ٿو ان ۾ ڪو بہ لکيل ادبي ڪتاب نہ مليو آهي. سنڌ ۾ هندو واپارين کانسواءِ ٻيا سڀ سنڌي انهيءَ لکاوٽ کان اڻواقف آهن.

(5) خدا آبادي سنڌي لپيءَ کي مڪمل روپ ڏيڻ لاءِ اسان کي عربي لپيءَ جي پيٽ ۾ وڌيڪ سڌارا ڪرڻا پوندا. ٻئي طرف عربي لپيءَ جي خاصيت اها به آهي ته اها لکاوٽ ايشيا جي گهڻين ئي ٻولين اپنائي آهي. انهيءَ ۾ معمولي سڌارا ڪري اسين سنڌيءَ لاءِ به عربي اکر استعمال ڪري سگهون ٿا.

رچرڊ برٽن پڻ پنهنجن دليلن کي وزندار بڻائڻ لاءِ عربي اکرن ۾ سڌارا ۽ واڌارا ڪري، انهيءَ جي آئيوٽا تيار ڪري، پنهنجيءَ رپورٽ سان گڏ پيش ڪئي. هن عربي لکاوٽ جو ”بَسخي“ عبارت وارو نمونو اپنائڻ جي لاءِ سفارش ڪئي، ڇاڪاڻ ته ان لپيءَ سان سنڌ جا اڪثر رهواسي مسلمان اڳيئي واقف هئا. برٽن جو دليل هو ته جيئن ته قرآن شريف جي لکاوٽ به نَسخ آهي. سنڌي مسلمان ننڍي هوندي کان ئي وٺي اُنهيءَ جو اڀياس شروع ڪري ٿو.

لپيءَ بابت انهيءَ سموري بحث جو سار ڪئپٽن اسٽئڪ تيار ڪري سرڪار ڏانهن فيصلي ڪرڻ واسطي موڪليو. هن انهيءَ دستاويز ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ماهر ٻين يوروپي عملدارن جا ويچار به شامل ڪيا. تنهن ڪانپوءِ، برٽن جي مکيه دليل بابت پنهنجا ويچار ظاهر ڪندي هن لکيو ته انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته سنڌ جا اڪثر رهواسي عربي-فارسي اکر ڄاڻن ٿا، ۽ انهن ۾ عربي ۽ فارسي ٻوليون پڙهن ٿا. انهن اکرن ۾ لکيل سنڌي ٻوليءَ جا دستخط گهڻي ڀاڱي اسلام مذهب سان واسطو رکن ٿا، جيڪي ملن ۽ مولوين عربيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا آهن. اُنهن کي پڙهڻ لاءِ خود سنڌي ماڻهن کي به گهڻو اڀياس ڪرڻو پوندو. ڇاڪاڻ ته انهن ڪتابن ۾ گهڻيئي سنڌي آواز جدا جدا صورتن ۾ لکيل آهن. ٻئي طرف گرمکي يا ديوناگريءَ ۾ لکيل سنڌي ٻوليءَ جا ڪتاب هرڪو سولائيءَ سان پڙهي سگهندو. انهيءَ ڪري ديوناگري سٽ جي کهڙي به لپي، خاص ڪري خدا آبادي لپي، سنڌي آوازن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ عربي لپيءَ کان وڌيڪ سمرٿ آهي. اهي سنڌيءَ جون پنهنجون نج لپيون آهن. مان خاص طور خدا آبادي لپيءَ کي اپنائڻ لاءِ ان ڪري سفارش ٿو ڪريان.

پنهنجيءَ رپورٽ سان گڏ هن خدا آبادي لپيءَ ۾ ڏهه سُر ۽ ٻيا سنڌيءَ جا خاص وينجن گڏي پوري ورڻمالا جي تختي به لڳائي، اسٽئڪ ايترو به لکيو ته جيڪڏهن سنڌي ماڻهو انهيءَ لپيءَ ۾ دستاويز ۽ عريضيون وغيره لکي پيش ڪندا، ته مان اُهي قبول ڪندس.

پرنگل جي سفارش:

سنڌ جي ڪمشنر پرنگل 26 اپريل 1849ع تي سنڌي ٻوليءَ لاءِ اپنائڻ جي سوال تي جدا جدا ماهرن جا ويچار بمبئي سرڪار ڪي موڪليا. هن پاڻ اسٽئڪ جي سڌاريل خدا آبادي ورڻمالا ۾ سنڌي لکڻ لاءِ بمبئي سرڪار کي سفارش ڪئي.

جارج ڪلارڪ جي جڳهه تي بمبئي پريزيڊنسيءَ جو گورنر لارڊ فاڪلئنڊ مقرر ٿيو هو. هو سنڌ جي ڪمشنر پرنگل جي ڪيل سفارش سان شامل راءِ ٿيو. هن سنڌي ٻوليءَ لاءِ سڌاريل خدا آبادي لپيءَ کي عمل ۾ آڻڻ جو فيصلو ڪيو. انهيءَ ڪري لارڊ فاڪلئنڊ اهو فيصلو ڪيو ته سڀني عملدارن لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ٻن سالن اندر سنڌي ٻوليءَ ۾ مقرر ڪيل امتحان پاس ڪرڻ لازم ٿيندو. گورنر جو اهو فيصلو 27 جولاءِ 1849ع جي ڪارروائيءَ ۾ درج ڪيل آهي.

ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو فيصلو:

لارڊ فاڪلئنڊ، سنڌ جي ڪمشنر پرنگل وٽان آيل رپورٽ، پنهنجن ويچارن سان گڏ، هندستان سرڪار معرفت، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن کي لنڊن موڪلي، ته انهيءَ سوال تي هو پنهنجو فيصلو ڏين.

هنن انهيءَ سوال تي گهرائيءَ سان ويچار ڪري 8 ڊسمبر 1952ع تي پنهنجو فيصلو لنڊن مان لکي موڪليو. (ضميمو-1) عربي الف – ب اپنائڻ جي فائدي ۾ هدايت ڪندي لکيائون ته ”هن سوال تي خبرداريءَ سان سوچ ويچار ڪرڻ کانپوءِ اسان جيڪو فيصلو ڪيو آهي اهو سنڌيءَ لاءِ عربي لکاوٽ اپنائڻ جي فائدي ۾ آهي پر ساڳئي وقت اسين انهيءَ لاءِ به تيار

نہ آھيون، تہ اسان جي ويچارن تي ڪنهن بہ وڏيڪ جاچ جوچ ڪرڻ کانسواءِ عمل ڪيو ويجي.“

ان سان گڏ هنن اِها بہ هدايت ڪئي تہ ”بمبئي سرڪار کي هڪ ڪاميٽي مقرر ڪرڻ گهرجي، جنهن ۾ سنڌ جا اُهي يوروپي عملدار شامل ڪيا وڃن، جيڪي سنڌي ٻولي چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا. سنڌ جا اُهي ڏيهي ماڻهو بہ مقرر ڪرڻ گهرجن، جن جو چرتر ۽ عمل اهڙي قسم جو هجي، جو اُهي ڪارائتي نموني جوڳي مدد ڏيئي سگهن. اها ڪاميٽي ان سوال تي ويچار ڪري جيڪا راءِ پيش ڪري، سا بمبئي سرڪار نموني ۾ عمل ۾ آئي.“

بارٽل فريئر ۽ ايلس جي رٿا:

ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن جي ڪورٽ جو فيصلو جڏهن بمبئي سرڪار کي پهتو تہ پرنگل 1850ع جي ڊسمبر مهيني ۾ سنڌ مان روانو ٿي ويو هو. سندس جاءِ تي جنوري 1851ع ۾ بارٽل فريئر سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿيو هو. سندس عمر پنجٽيهہ ورهيہ هئي. هو ان عهدي تي ڊسمبر 1859ع تائين رهيو. پنهنجي زماني ۾ بارٽل فريئر جدا جدا کيترن ۾ سنڌ ۾ جيڪي سڌارا ڪيا، سي سنڌ جا اتهاس ۾ سونهري اکرن ۾ لکڻ لائق آهن.

هتي اسان جو واسطو فقط تعليمي سڌارن ۾ سنڌيءَ لاءِ لپيءَ جي چونڊ سان آهي. بهرحال، ڊائريڪٽرن جو سنڌيءَ جي لکاوٽ بابت فيصلو سال 1853ع جي شروعاتي مهينن ۾ بارٽل فريئر وٽ پهتو. هن پنهنجي اسسٽنٽ ڪمشنر بي. ايچ. ايلس کي انهيءَ تي عمل ڪرڻ لاءِ هدايت ڏني.

ايلس پنهنجي رپورٽ 29 ڊسمبر 1854ع تي تيار ڪري ڪمشنر کي ڏني. جا سال کن ڪمشنر جي آفيس ۾ پيئي هئي (ضميمو ـ2) بارٽل فريئر 24 ڊسمبر 1855ع تي اها رپورٽ بمبئي پريزيڊنسيءَ جي تعليم کاتي جي ڊائريڪٽر سي. جي. ايرسڪائين کي موڪلي، جيڪا بمبئي سرڪار 1856ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي. (ضميمو ـ3) انهيءَ رپورٽ جي باريڪيءَ سان اڀياس ڪرڻ مان ظاهر ٿئي ٿو تہ اسسٽنٽ ڪمشنر ايلس پنهنجي بالا

عملدار بارٽل فريئر جي هدايت ۽ رضامنديءَ سان جيڪا عالمن جي ڪاميٽي ٺاهي، ان جولاءِ 1853ع ۾ عربي-سنڌي الف- ب جي تختي تيار ڪري ڇپائي پڌري ڪئي. ايلس اها سياٽپ ڪئي ته سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڪهڙي لپي اپنائجي (عربي-سنڌي يا خدا آبادي؟) انهيءَ سوال کي ڪاميٽيءَ جي اڳيان ايجنڊا تي رکيائين ئي ڪونه. هن لکيو آهي ته سنڌي ٻوليءَ جي ٻن ماهر يورپي عملدارن انهيءَ سوال تي اڳيئي وستار سان بحث ڪيو هو ۽ ان بحث ۾ ٻين عملدارن جا رايا به ويچار هيٺ آندا ويا هئا. ان بحث ۾ پنج کن سال اڳيئي گذري چڪا هئا، پر ڪو به هڪ يڪراءِ فيصلو ٿي نه سگهيو هو انهيءَ جي ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ درسي ڪتاب، گرامر ۽ ڊڪشنريون وغيره ڇپائڻ جون رٿائون به پاٽيءَ ۾ پسي پيون هيون، جيڪڏهن انهيءَ سوال تي ڪاميٽيءَ ۾ وري بحث پئي شروع ٿيو ته انهيءَ جو انت ئي ڪو نه ٿيندو، فقط ڪاغذ ڪارا ٿيندا ۽ ڊگها ڊگها منٽس تيار ٿيندا ويندا.

سنڌي ٻوليءَ جو ماهر رچرڊ برٽن ان وقت سنڌ ۾ حاضر ڪونه هو. ڪئپٽن جارج اسٽئڪ پڻ بيماريءَ جي ڪري علاج لاءِ موڪل تي لنڊن هليو ويو هو.

ايلس پنهنجيءَ رپورٽ ۾ ڄاڻايو آهي ته انهن ٻنهي عالمن جا ويچار اسان وٽ اڳيئي فائيلن ۾ موجود آهن، ان ڪري ان سوال تي ٻيهر بحث ڪرڻ مان ڪو به ڪڙتيل ڪونه نڪرندو. فقط وقت جي بربادي ٿيندي، اها ڳڻ ڳوت ڪري هُن مقرر ڪيل ڪاميٽيءَ اڳيان فقط سنڌي ٻوليءَ لاءِ عربي لپيءَ ۾ لکاوٽ جو هڪ روپ مقرر ڪرڻ جو مسئلو ايجنڊا تي رکيو.

ڪاميٽي مقرر ڪرڻ جي رٿا:

سوال ٿو اُٿي ته سنڌ جي ڪمشنر سربارٽل فريئر، عربي-فارسي لپيءَ ۾ سنڌي لکڻ لاءِ ڪاميٽي مقرر ڪرڻ جي ضرورت ڇو محسوس ڪئي؟ انهيءَ جاٻه سبب هئا. پهريون ۽ مکيه سبب اهو هو ته ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن پنهنجي آرڊر ۾ سنڌيءَ جي ماهر عالمن جاڪاميٽي مقرر

ڪري لپيءَ جي چونڊ لاءِ هدايت ڪئي هئي. ٻيو سبب اهو هو ته جيڪا لکاوٽ چونڊي وڃي، انهيءَ ۾ ضروري سڌارا ۽ واڌارا ڪري ان کي ”مقرر روپ“ ڏنو وڃي.

ايلس جو سياڻپ ڀريو قدم:

اسسٽنٽ ڪمشنر ايلس، جنهن جي هٿ هيٺ سنڌ جو تعليم کاتو هو. تنهن بارٽل فريئر جي اجازت سان، لپيءَ جي چونڊ ڪرڻ جي سوال کي ريٽي چڙهيو.هن ان وقت جي سنڌ جي حالتن تي غور ڪري ڏٺو ته اٽڪل پنجهتر سيڪڙو رهاڪو مسلمان آهن.اهي عربي-فارسي اکرن کان ڪي قدر واقف آهن. ٻئي طرف پنجويهه سيڪڙو رهاڪن ۾ گهڻو تعداد هندن جو آهي، جيڪي واپار ۾ اقتصادي لحاظ کان اهميت رکندڙ آهن. سرڪاري نوڪرين ۾ به مسلمانن جي ڀيٽ ۾ گهڻائيءَ وارا آهن. جيڪڏهن خدا آبادي لپي سرڪاري طور تسليم ڪري عمل ۾ آڻبي ته مسلمان ناراض ٿيندا، جيڪڏهن عربي لپي تسليم ڪبي ته هندو انهيءَ فيصلي کي قبول ڪونه ڪندا. انهيءَ لحاظ کان هن سياڻپ ڪري اسڪولي تعليم جي ڪيتر ۾ ٻنهي لکاوٽن کي قبول ڪري عمل ۾ آندو.

سنڌي هندن جو هڪ اهڙو طبقو به هو جنهن ديوناگري-سنڌي لپيءَ ۾ ٻولي سيکارڻ جي گهر ڪئي. انهيءَ لاءِ پڻ شروعاتي سطح تي ديوناگريءَ ۾ ڪجهه درسي ڪتاب ڇپائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. پر جيئن ته بارٽل فريئر ۽ ايلس جو لاڙو عربي لکاوٽ تسليم ڪرڻ جي فائدي ۾ هو. انهيءَ ڪري جدا جدا وشين تي عربي-سنڌي ۾”گهڻا“ درسي ڪتاب ڇپائي شايع ڪيا ويا. سرڪاري ڪاروبار جي لکپڙهه ۾ پڻ عربي- سنڌي لپيءَ کي همٿايو ويو. نتيجو اهو نڪتو ته انگريزن جي حڪومت ۾ گذريل صديءَ جي آخر تائين هر ڪيتر ۾ سنڌي ٻوليءَ کي ”عربي-سنڌي لپي“ ۾ لکڻ جو رواج وڌي ويو. ٻئي طرف سنڌ جي ٻين لکاوٽن (خدا آبادي، ديوناگري ۽ گرمکي) جو دائرو پاٽمرادو ڏينهون ڏينهن، گهٽبو ويو. انهيءَ جا انگ اکر اسان کي ايلس جي تيار

ڪيل تعليمي رپورٽ ۾ ان ڪانپوءِ تعليم کاتي طرفان وقت بہ وقت شايع ڪيل رپورٽن ۾ سنڌ جي جهونن گزيٽيئرس مان ملن ٿا.

1853ع ۾ الف –ب جي صورت مقرر ڪرڻ لاءِ ڪاميٽي:

بارٽل فريئر سن 1853ع ۾ ايلس جي پرڊانپٽي هيٺ جيڪا الف – ب (آئيوبيٽا) جي صورت مقرر ڪرڻ لاءِ ڪاميٽي ٺاهي، انهيءَ جولاءِ 1853ع ۾ عربي-سنڌي الف-ب جي تختي ٺاهي تيار ڪئي، اها پوءِ تعليم کاتي طرفان سڀني اسڪولن کي موڪلي ويئي تہ ان مطابق سنڌي ٻولي لکي وڃي. سال کن اندر تعليم کاتي طرفان ايلس ان لپيءَ ۾ ڍاڪو کن ڪتاب سنڌيءَ ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا. ان ڳالهہ جو ذڪر هن ڊسمبر 1854ع ۾ تيار ڪيل رپورٽ ۾ ڪيو آهي.

سنڌي الف-ب جي صورت مقرر ڪرڻ وقت 1853ع واري ڪاميٽيءَ ۾ ڪهڙا عالم ميمبر هئا ۽ انهن جي وچ ۾ ڪهڙين ڳالهين تي بحث ٿيو. انهيءَ جا سمورا منٽس حيدرآباد سنڌ جي ”ٽريننگ ڪاليج فارمين“ جي لئبرريءَ ۾ حفاظت سان رکيا ويا هئا. (ڏسو ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي، پهريون ڇاپو 1941ع). انهيءَ سموري ڪارروائيءَ جو فائيل محمد صديق ميمڻ بہ نظر مان ڪڍيو هو. جنهن جي آڌار تي هن ڪن اهم نقطن جو ذڪر پنهنجي ڪتاب ”سنڌ جي ادبي تاريخ“ (برٽش حڪومت کان اڳ) ڀاڱو پهريون، ڇاپو 1937ع (صفحو 18 کان 24) ۾ ڪيو آهي.

خوش نصيبيءَ سان مون کي انٽرنيشنل ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ سنڌ ۾ وڃڻ جو موقعو ٽي دفعا مليو آهي،. انهن سفرن دوران وقت ڪڍي حيدرآباد سنڌ جي ٽريننگ ڪاليج ۾ ٻين سرڪاري توڙي غير سرڪاري لئبررين ۾ انهيءَ ڪاميٽيءَ جي منٽس کي نظر مان ڪڍڻ جي گهڻي ڪوشش ڪيم، پر ڪنهن بہ هنڌ اُهي ڏسڻ جو موقعو ملي نہ سگهيو. ٽريننگ ڪاليج جي لئبررين قرب ڪري، گذريل صديءَ ۾ شايع ٿيل ڪيترائي درسي ڪتاب ڏيکاريا. جڏهن ساڻس 1853ع واري ڪاميٽيءَ جي منٽس جو ذڪر ڪيم

تہ هُن وراڻيون تہ اُهي فائيل برابر سندس ڪاليج جي لئبرريءَ ۾ رکيل هئا، پر ويهارو کن سالن کان اُهي گم آهن! اها ڳالهہ ٻڌي مان نراس ٿي ويس. ان ڪري، هتي انهيءَ ڪاميٽيءَ بابت ضروري معلومات محمد صديق ميمڻ ۽ پيرومل مهد چند آڏواڻيءَ جي لکيتن موجب پيش ڪئي اٿم.

ڪاميٽيءَ جي ميمبر:

ڪاميٽيءَ ۾ مقرر ڪيل ميبر هن ريت هئا:

(1) اسسٽنٽ ڪمشنر بي. ايچ. ايلس (صدر)

(2) راءِ بهادر نارائڻ جڳنناٿ وئديہ (جنهن جي نالي سان ڪراچيءَ جو جهونو NJV هاءِ اسڪول آهي).

(3) ديوان ننديرام ميراڻي (سيوهاڻي)

(4) ديوان پرڀداس انندرام رامچنداڻي (حيدرآبادي)

(5) ديوان اُڌارام ٿانورداس مير چنداڻي (حيدرآبادي)

(6) خان بهادر مرزا صادق علي بيگ (حيدرآبادي)

(7) ميان محمد (جيڪو پوءِ نارمل اسڪول ۾ ماستر هو)

(8) قاضي غلام علي (ٺٽي جو رهاڪو)، ۽

(9) ميان غلام حسين (ٺٽي جو رهاڪو).

ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جي نالن مان ظاهر آهي تہ اُهي سڀ ان زماني ۾ تعليم کاتي سان وابستہ هئا، يا سرڪاري برپا ڪيل اسڪولن ۾ ماستر هئا. انهن مان گهڻن پوءِ سنڌيءَ ۾ درسي ڪتاب بہ لکي تيار ڪيا. نارائڻ جڳنناٿ وئديہ اصل ۾ اول بمبئيءَ جي تعليم کاتي ۾ هو. هن جي مادري زبان مراٺي هئي، پر پوءِ جڏهن سنڌ ۾ بدلي ٿي آيو تہ هن سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس ڪيو ۽ ان ۾ ڪجهہ درسي ڪتاب ترجمو بہ ڪيائين. سنڌ ۾ هو پهريون غير- يوروپي عالم هو جيڪو تعليم کاتي ۾ ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو هو. ڪاميٽيءَ ۾ چار هندو ۽ چار مسلمان عالم ۽ تعليمدان هئا.

پيرومل مهر چند جي غلطي:

ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جي باري ۾ وڌيڪ ڄاڻ ڏيندي پيرومل مهر چند لکيو آهي تہ خان بهادر مرزا صادق علي بيگ، مرزا قليچ بيگ جو مربي پاءُ هو. حقيقت ۾ ڏسجي تہ ان باري ۾ پيرومل کان غلطي ٿي آهي، ڇاڪاڻ تہ ”مرزا صادق علي بيگ“ جيڪو اُن ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو. اهو حيدرآباد جو تہ هو، پر قليچ بيگ جو وڏو ڀاءُ نہ هو. قليچ بيگ پنهنجي آتم ڪٿا ”سائو پن، ڪارو پنو“ ۾ لکيو آهي تہ سندس وڏي ڀاءُ مرزا صادق علي بيگ جو جنم سن 1845ع ۾ ٿيو هو. جيڪڏهن جنم جو اهو سال صحيح آهي تہ پوءِ سندس وڏو ڀاءُ مرزا صادق علي بيگ 1853ع ۾ اٺن سالن جي عمر ۾ انهيءَ ڪاميٽيءَ جو ميمبر ڪڏهن بہ ٿي نٿي سگهيو!

انهيءَ ۾ شڪ نہ آهي تہ مرزا قليچ بيگ جو وڏو ڀاءُ مرزا صادق علي بيگ پهريون سنڌي مسلمان هو. جنهن بمبئي يونيورسٽيءَ مان سن 1872ع ۾ بي. اي جو امتحان پاس ڪيو هو. هو پوءِ سنڌ جي تعليم کاتي ۾ جدا جدا عهدن تي مقرر ٿيو. شرت ۽ اڌارام ٿانورداس سان گڏ هن سن 1879ع ۾ سنڌي-انگريزي ڊڪشنري تيار ڪئي، جيڪا سنڌ جي تعليم کاتي طرفان شايع ڪئي ويئي. هو ”سنڌ سڌار“ اخبار جو ڪجهہ وقت لاءِ ايڊيٽر بہ هو، پر هو عربي-سنڌي ۾ هِجيئون سڌارڻ لاءِ جيڪي ڪاميٽيون تعليم کاتي طرفان مقرر ڪيون ويون. انهن ۾ هن ميمبر طور ڪم ڪيو هو.

ڪاميٽيءَ ۾ بحث جا مکيہ نقطا:

ڪاميٽيءَ ۾ عربي-سنڌي ورڻمالا کي مقرر ڪرڻ وقت مکيہ طور ان ڳالهہ تي بحث ٿيو تہ عربي ۽ فارسي آئيوينا جا اهڙا حرف، جن جو اُچار سنڌي ٻوليءَ ۾ نہ آهي، انهن کي آئيوينا ۾ شامل ڪجي يا نہ؟ جيئن تہ سنڌي ۾ ”ع“ جو اُچار ”اَ“ وانگر ڪندا آهن، اُتي الف-ب ۾ فقط ”اَ“ حرف رکڻ گهرجي. ساڳيءَ طرح ”ت“ ۽ ”ط“ منجهان فقط ”ت“ حرف، ”س“، ”ص“ ۽ ”ث“ منجهان فقط ”س“ حرف، ”ه“ ۽ ”ح“ منجهان فقط ”ه“، ”ز“، ”ذ“، ”ض“، ۽ ”ظ“ منجهان فقط ”ز“، ”ڪ“ ۽ ”ق“ منجهان ”ڪ“ حرف رکڻ گهرجي. اها ڳالهہ پاشا وگيان

جي اصولن مطابق صحيح هوندي بہ انهيءَ رٿ کي ان ڪري رد ڪيو ويو. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن اهي حرف ڪڍي ڇڏبا تہ پوءِ مسلمان ٻار پنهنجا ڪيترائي عربي فارسي نالا درست نموني لکي نہ سگهندا. مائٽ ڪڏهن بہ قبول نہ ڪندا تہ سندن ٻار ٻا مطلب لفظ ۽ نالا، غلط هِجيئُن ۾ لکن. مثال طور، ”محفوظ علي“ يا ”صادق علي“ نالن کي ڪير بہ ”مهفوز الي“ ۽ ”سادڪ الي“ لکڻ قبول نہ ڪندو. سنڌي ٻوليءَ ۾ گهڻيئي عربي ۽ فارسي لفظ جذب ٿي ويا آهن. اُهي جيڪڏهن اصلوڪي صورت ۾ نہ لکبا، تہ انهن جي اصليت جو پتو بہ نہ پوندو. عيسوي سترهين صديءَ جي وچ واري عرصي کان وٺي اسان کي گهڻيئي سنڌي قلمي نسخا عربي-فارسي لپيءَ ۾ لکيل مليا آهن، انهن ۾ ڪاتبن عربي ۽ فارسي حرف قائم رکيا آهن. جيڪڏهن اهي سڀ حرف ڪڍي ڇڏبا، تہ پوءِ اهو سمورو ادبي ذخيرو ايندڙ نسل لاءِ بيڪار ٿي پوندو. انهيءَ ڪري اسان کي فقط نج سنڌي آوازن کي عربي-فارسي لکاوٽ ۾ لکڻ لا ڪو هڪ سرشتو مقرر ڪرڻ گهرجي. ان طرح اهو عام اصول طئہ ڪري پوءِ عربي-سنڌي الف-ب ۾ سڌارا آڻي لکاوٽ جو هڪ جهڙو سرشتو مقرر ڪيو ويو.

ايلس جي صدارت هيٺ مقرر ٿيل عالمن جي ڪاميٽي ءَ ڪا نئين عربي-سنڌي الف- ب ايجاد ڪانہ ڪئي، جيئن اڪثر ڪن عالمن پئي ڄاڻايو آهي. حقيقت ۾ ڏسجي تہ انهيءَ ڪاميٽيءَ ابوالحسن جي تيار ڪيل عربي-سنڌي الف-ب کي مکيہ آڌار بڻايو. انهيءَ کان پوءِ جدا جدا ڪاتبن جي لکيل سنڌي قلمي نسخن جو جائزو وٺي، هر هڪ سنڌي آواز لاءِ استعمال ٿيندڙ جدا جدا حرفن جي نمونن جون لسٽون تيار ڪيون. انهن جو اڀياس ڪندي هنن ڏٺو تہ گهڻن ڪاتبن اڪثر عربي فارسي حرفن تي ٽٻڪا وڌائي ۽ انهن جي جدا جدا بيهڪ مقرر ڪري سنڌي آوازن لاءِ حرف ناهيا هئا. سنڌيءَ جي وسرگي آوازن لاءِ، ڪن حالتن ۾ ڪاتبن اردو لکاوٽ جي طرز تي حرف ۾ ”ھ“ نشاني گڏي، وسرگي آواز ظاهر ڪيو هو. جيئن تہ: جهہ (ج+ھ)، گهہ (گ+ھ). اهي اصول ڌيان ۾ رکي، اڳين ڪاتبن جي لکڻين مان سنڌي

آوازن لاءِ استعمال ڪيل حرفن جي چونڊ ڪئي ويئي. ڪن ٿورين حالتن ۾ ٽپڪن جي ڦيرڦار ڪري ڪي نوان حرف بہ ٺاهيا ويا. ان طرح عربي-سنڌي آئيويٽا جي تختي مقرر ڪئي ويئي.

الف-ب جي مقرر ڪيل تختي:

انهيءَ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ جي سموري ڪاروائي ۽ تيار ڪيل تختي اجان تائين مون کي هٿ اچي نہ سگھي آهي، پر انهيءَ مطابق سنڌي ٻاراڻو ڪتاب ننديرام ميراڻي سيوهاڻيءَ لکي تيار ڪيو هو. اهو پهريون ڪتاب آهي جيڪو تعليم کاتي سن 1853ع ۾ عربي –سنڌي الف-ب سيکارڻ لاءِ لِٿو تي ڇپائي پڌرو ڪيو هو. انهيءَ جو 1857ع وارو ڇاپو مون وٽ موجود آهي. انهيءَ ۾ مقرر ڪيل عربي-سنڌي الف-ب جي تختي هن ريت ڏنل آهي.

ا ب ٻ ٽ ت ٿ ٺ ث پ ڦ ج ڄ جھ ڃ ڇ چ ح خ د ڌ ڏ ڊ ڍ ذ ر ڙ ز س ش
ص ض ط ظ ع غ ف ق ڪ ک گ ڳ گھ ڱ ل م ن ڻ و ھ ء ي

ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ، جيڪو ان زماني ۾ سنڌ ۾ هو ۽ سنڌيءَ توڙي ٻين ٻولين جو ماهر هو، تنهن ايلس جي تيار ڪيل انهيءَ الف-ب واري تختيءَ تي سخت لفظن ۾ ڇُلهہ ڪئي. هُن پنهنجي تنقيد جو سارُ پنهنجي لکيل سنڌي ٻوليءَ جي گرامر ۾ بہ ڏنو آهي. اهو ڪتاب ٽرمپ سن 1872ع ۾ جرمنيءَ جي لپسيا شهر مان ڇپائي پڌرو ڪيو هو. تنهن کان اڳ سن 1866ع ۾ شاهہ جي رسالي جو ڪجهہ حصو بہ ايڊٽ ڪري جرمنيءَ مان شايع ڪيو هئائين. ٽرمپ پنهنجن انهن ٻنهي ڪتابن ۾ جيڪا عربي-سنڌي لپي ڪتب آندي آهي، سا هن پاڻ ٺاهي هئي.

ايلس جي تيار ڪيل عربي-سنڌي الف – ب بابت ٽرمپ جيڪو مکيہ اعتراض ورتو، اُهو هن ريت آهي تہ ايلس ڪاتبن جي عربي-سنڌي لکاوٽ جي آڌار تي جيڪا نئين الف –ب سنڌيءَ لاءِ مقرر ڪئي آهي، اُن ۾ حرفن تي ٽپڪن لڳائڻ ۾ ڪو بہ اصول نظر نٿو اچي. انهيءَ ڪانسواءِ هن

وسرگي وينجن (Aspirated –consonants) ”گھ-جھ“ هندستاني لکاوٽ جي طرز تي چونڊيا آهن، تہ ٻيا وسرگي وينجن وري ٽٻڪن ذريعي ٺاهيا اٿس (جيئن: ڦ، ڀ، ڇ، ٿ، ڍ، ٺ، ڏ) ان طرح حرفن تي ٻنا ڪنهن اصول جي ٽٻڪا لڳائڻ بجاءِ ايلس ڪي گهربو هو تہ سنڌيءَ لاءِ هندستاني (اردو) لکاوٽ اپنائي ها. ائين ڪرڻ سان سنڌي ٻوليءَ جو ڦهلاءُ سنڌ کان ٻاهر بہ ٿي سگهي ها، ڇاڪاڻ تہ هندستاني (اردو) لکاوٽ ڄاڻندڙ آسانيءَ سان سنڌي ٻولي پڙهي ۽ سکي سگهن ٿا.

صورتخطيءَ مقرر ٿيڻ کانپوءِ، ايلس ڊسمبر 1854ع ۾ سنڌي جي تعليمي واڌاري بابت رپورٽ لکي پيش ڪئي، اُها سر بارٽل فريئر ڊسمبر 1855ع ۾ پنهنجي خط سان گڏ بمبئيءَ جي تعليم کاتي جي ڊائريڪٽر کي موڪلي. انهيءَ خط ۾ هن صاف لفظن ۾ ارنيسٽ ٽرمپ جي تنقيدي جائزي ...........................................هتي نشانيون ايندريون.............................................

حوالو ڏيندي لکيو آهي تہ، ”مان قبول ٿو ڪريان تہ مون کي ان الف-ب ۾ حرفن تي استعمال ڪيل ٽٻڪن ۾ ڪو بہ سرشتو يا اصول نظر نٿو اچي. پر انهيءَ صورتخطيءَ ۾، ٻن سالن اندر چڱا ئي سنڌي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن، جن جو اڀياس سنڌ جي اسڪولن ۾ ڪيو پيو وڃي. اهڙيءَ حالت ۾ ان صورتخطيءَ ۾ وري نئين سر ڦير گهير ڪرڻ صحيح نہ ٿيندو.“

عربي-سنڌي صورتخطيءَ جا مسئلا:

سن 1853ع ۾ انگريز سرڪار جي تعليم کاتي طرفان، اسسٽنٽ ڪمشنر ايلس جي صدارت هيٺ جيڪا عالمن جي ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي، تنهن عربي-سنڌي الف-ب جي ٻاونجاهہ حرفن واري آئيوپٽا کي مقرر روپ تہ ڏنو پر انهيءَ ڪاميٽيءَ لفظن جي هجي يا املا لکڻ جا ڪي بہ اصول تيار نہ ڪيا. انهيءَ جو نتيجو اهو نڪتو جو تعليم کاتي طرفان جيڪي سنڌي درسي ڪتاب تيار ڪري ڇپايا ويا، انهن ۾ ڪيترائي لفظ جدا جدا صورتن ۾ لکيا پئي ويا، ايتري قدر جو هڪ ئي لکندڙ جي ڪتاب ۾ هڪ لفظ جون هِجيئون موجود هيون. مثال طور، ننديرام ميراڻي سيوهاڻي، جيڪو

1853ع واري ڪاميٽيءَ جي ميمبرن مان هڪ هو ۽ جنهن چڱائي درسي ڪتاب لکي تعليم ڪاتي طرفان ڇپائي پڌرا ڪيا. تنهن جي لکڻين ۾ ٻه لفظن جون جدا جدا هِجيئون ملن ٿيون. ننديرام جو لکيل ”باب نامو“ (ٻاراڻو ڪتاب) سن 1853ع ۾ تعليم ڪاتي ڇپائي پڌرو ڪيو هو. انهيءَ جو سن 1857 وارو لِٿو ڇاپو مون وٽ موجود آهي. ان ۾ صفحي پهرئين تي آئيويتا ڏيئي، پوءِ ٻاويهن صفحن تائين وينجنن تي سُرن جون ماترائون (زبر، زير، پيش وغيره) لڳائي مثال ڏنا ويا آهن. ان ڪانپوءِ 23 کان 32 صفحن تائين، ننڍا ننڍا جملا ڏنل آهن، انهن مان هجئين جا ڪجهه مثال هتي ڏجن ٿا:

| ننديرام جي باب نامي مان | هاڻوڪي هجي |
|---|---|
| 1۔ پَاڻَ سَان | پاڻ سان |
| 2۔ ڪِجي/ڪَجي | ڪَجي |
| 3۔ لاءِ/لائي | لاءِ |
| 4۔ ٻَه پَهَري / ٻِه پَهِري | ٻِپَهري |
| 5۔ ڇِيُو/ڇِئُو | ڇيهو/ڇيئو |
| 6۔ مَڪتب ۾/مَڪتَبَ ۾ | مَڪتَبَ ۾ |
| 7۔ پِيُ/پِيءُ | پِيءُ |

ننديرام ڪيترن هنڌن تي ٻن لفظن کي گڏي هِڪَ لفظ وانگر لکيو آهي، جن کي حقيقت ۾ جدا ڪري لکڻ کپي:

نَڪَجي (نہ ڪجي)؛ هيڪجهڙي (هِڪ جَهڙي)

اُنَنِڪي (اُنَن کي)؛ اُنمان (اُنَ مان)

ٻِڇجيتِرن (ٻِڇ جيترِن)

هن حالت عام عدد جمع جي صورت ۾، ڪِن هنڌن تي آخري وينجن ساڪن لکيو آهي، تہ ڪن ٻين هنڌن تي اُن هيٺان زير لکي آهي:

آڱرِيُن، لُوڪَنِ، اَڪرَن، ٻارَن

نندیرام وينجنن تي سرن جون ماترائون لکڻ لاءِ عربي-فارسي ٻولين جو سرشتو اپنايو آهي، پر او ۽ اُو سرن جا اُچار لکڻ ۾ هِجي ۾ گهٽڻ لفظن ۾ ڪو ٻہ فرق نہ رکيو آهي. جيئن تہ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| اُو: | مُوڙي، | پُورُو | پَرُوڙَ |
| او: | گهٽو، | ٽُوڪي، | وَڏُو، ڏُوهُ |

ان طرح تعليم کاتي جي ڇپايل سنڌي درسي ڪتابن ۾ هر هڪ لکندڙ عالم پنهنجي سمجهہ ۽ شخصي اُچارن مطابق پئي لفظن جون هِجيئون لکيون.

لفظن جون هجيئون مقرر ڪرڻ:

سن 1888ع ۾ سنڌ جي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر جيڪب، سنڌي درسي ڪتابن ۾ جڏهن ساڳيا لفظ جدا جدا هِجيئن ۾ لکيل ڏٺا، تڏهن هن انهيءَ مسئلي تي عالمن جي هڪ ميٽنگ ڪوٺائي، اهڙن لفظن جي هِجي مقرر ڪرائي. پوءِ اهڙن لفظن جا چارٽ تيار ڪرائي سيني اسڪولن ڏانهن موڪليا ويا ۽ پاڙهيندڙن کي هدايت ڏني ويئي تہ ٻارن کي درست هِجيئون لکڻ سيکارين. اهڙن لفظن جا ڪجهہ مثال ڏسو:

| درست هِجي | ڏار ڏار صورتون | |
|---|---|---|
| جَڏِهن | جُڏهِ، جَڏهِ، | جَڏهي، جڏِهين، جَڏين |
| ڳَنهِن | | ڳه، ڳه، ڳَنهين، ڪنهن، ڳهي |
| جَنهِن | | جِه، جَه، جَنهين، جَنهن، جَهي |

انهيءَ حقيقت طرف سن 1879 ع ۾ شرٿ، مرزا صادق علي بيگ ۽ اڌارام ٿانورداس پڻ ڌيان ڇڪايو هو. هنن ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جي سنڌي -انگريزي ڊڪشنريءَ کي آڌار بڻايو (جيڪا ديوناگري-سنڌي لپيءَ ۾ هئي ۽ بمبئي سرڪار 1855ع ۾ ڇپائي ظاهر ڪئي هئي.) انهيءَ کي سڌاري ۽ وڌائي هنن وڏي سنڌي-انگريزي ڊڪشنري تيار ڪئي، جيڪا سن 1879ع ۾ سرڪار، تعليم کاتي طرفان ڪراچيءَ مان ڇپائي پڌري ڪئي. انهيءَ ۾ سرڪاري طور تسليم ٿيل ۽ نئين سر مقرر ڪيل عربي-سنڌي آئيوٽا ۾

سنڌي لفظن جون هجيئون لکيل آهن. ڊڪشنريءَ جا ايڊيٽر مهاڳ ۾ لکن ٿا تہ ”اسين معافي گهرون ٿا تہ هن ڊڪشنريءَ ۾، ڪيترن سنڌي لفظن جون جدا جدا هجيئون ڏنيون ويون آهن. چاهي اهي هجيئن جا فرق گهٽا نظر ايندا هجن، پر هن وقت انهن کي ڊڪشنريءَ مان هٽائي ڇڏڻ ممڪن نٿو لڳي، ڇاڪاڻ تہ گهڻن ئي لفظن جا اهڙا علحدا اچار نہ فقط ڳالهائڻ-ٻولهائڻ ۾ ٻڌڻ ۾ پيا اچن، پر اهي سڀ لکيل ٻوليءَ ۾ پڻ داخل ٿي چڪا آهن. ممڪن آهي تہ لفظن جون اهي سڀ مختلف صورتون لکاوٽ ۾ پنهنجو وجود قائم رکي نہ سگهن. انهن مختلف هجيئن مان ڪن جو استعمال لکاوٽ مان جيترو جلد ڪڍي ڇڏجي، اوترو بهتر ٿيندو. پر هن وقت اسين فقط انومان ڪري سگهون ٿا تہ جدا جدا هجيئن مان ڪهڙيون هجيئون وڃي آخر ۾ قائم رهنديون! هيءَ هڪ اهڙو سوال آهي، جنهن کي ”ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽيءَ“ ۾ بحث جوموضوع بڻائڻ گهرجي، ۽ ان بعد لکندڙن کي فقط انهن هجيئن تائين پاڻ کي محدود ڪرڻ گهرجي، جيڪا انهيءَ ڪاميٽيءَ درست هجيئن طور تسليم ڪيون آهن.“ (1) انهيءَ ڊڪشنريءَ ۾ ڪنهن هڪ لفظ جي جدا جدا مروج اُچارن ۽ انهيءَ موجب جدا جدا هجيئن جو هڪ مثال هن ريت آهي:

اِتون، اِتُون، اِتان، اِتَهُن، اِتَهُون، اِتهينِ، اِتَئون، اِتَئُون.
اِتان، اِتانئون، اِتانئُون، اِتانئينِ، اِتون، اِتُون، اِتِهوُن، اِتهُون، اِتئون، اِتَئوُن.

ٽيڪسٽ بوڪ رويزن ڪاميٽي:

بمبئي پريزيڊنسيءَ جي تعليم کاتي مسٽر ڪاورنٽن جي زير صدارت، هن صدي جي پهرئين ڏهاڪي ۾ ”ٽيڪسٽ بوڪ رويزن ڪاميٽي“ برپا ڪئي، جنهن جو مقصد هو تہ پرڳڻي جي ٻولين سيکارڻ لاءِ جيڪي درسي ڪتاب هلندڙ آهن، انهن تي نظرثاني ڪري، ضروري سڌارا ۽

---

(1) Rec.G.Shirt, Udharam Thanwardas and S.F. Mirza, A Sinhi-English Dictionary Kurrachee, 1879,(Preface.p.1.

واڌارا ڪيا ويا، ان بعد نوان درسي ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪجن، انهيءَ سلسلي ۾ سنڌي ٻوليءَ جي درسي ڪتابن لاءِ سنڌ مان تعليم کاتي جو هڪ عالم ديوان پريمچند بمبئيءَ ويو. هن ٻين سنڌي ٻوليءَ جي ماهرن ۽ تعليمدانن جهڙوڪ مرزا قليچ بيگ، ديوان ڪوڙيمل ڪلناڻيءَ ۽ ٻيرومل مهر چند آڏواڻيءَ جي مدد ۽ صلاح سان نوان سبق لکائي تيار ڪيا. انهيءَ ۾ هن لفظن جي هجيئن تي بہ گھڻو ڌيان ڏنو ۽ زيرن، زبرن ڏيڻ جو هڪ مقرر سرشتو عمل ۾ آندو. انهيءَ مطابق نوان سڌاريل سنڌي درسي ڪتاب سال 1905ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا ويا، جيڪي پنجتيهہ کن سال لڳاتار هلندا رهيا. انهن ڪتابن ۾ گھڻيئي ٻيت ۽ سبق ٻيرومل مهر چند آڏواڻيءَ جا لکيل آهن.

لفظن جي هجيئن مقرر ڪرڻ جي لحاظ کان انهن ڪتابن ۾ وينجنن تي ڏگھن سرن اي ۽ اُو جون ماترائون لکڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ جو طريقو اختيار ڪيو ويو. انهن ۾ زير ”ي“ جي هيٺان ۽ پيش ”و“ جي مٿان لکيو ويو. جيئن تہ:

اي: اِيسَ، عِيدَ، ٻَڪِري، ڏٽي، ٻِلي،

اُو: اوُنڌو، سوُمَرُ، پوُنگِڙا، اَڪِيوُن، توُن.

ماترائن لکڻ جو اهو طريقو سن 1905ع کان اڳ پڻ واهپي ۾ هو پر انهيءَ سان گڏوگڏ گھڻيئي عربي-فارسيءَ جا عالم سنڌي ٻولي لکڻ لاءِ عربي-فارسي هجيئن وارو طريقو پڻ استعمال ڪندا هئا. ان موجب لفظن جي شروعات ۾ انهن سرن لکڻ لاءِ الف جي هيٺان زير يا مٿان پيش لکيو ويندو هو ۽ لفظ جي وچ يا پڇاڙيءَ ۾ انهن سرن جي اڳيان ايندڙ وينجن جي هيٺان زير يا مٿان پيش جي ماترا لکبي هئي. جيئن تہ:

**اِي:** اَيسَ، عِيدَ، ٻَڪِري، ڏَٽِي، ٻِلي

**اُو:** اُونڌو، سُومَرُ، پُونگِڙا، اَڪِيُون، تُون.

سن 1905ع کان اڳ سنڌي درسي ڪتابن ۾ عربي فارسي هجيئن وارو سرشتو وڌيڪ مروج هو. پر سن 1905ع ۾ جيڪي نوان سنڌي درسي

ڪتاب سرڪار ڇپائي پڌرا ڪيا، انهن ۾ سنڌي ماترائن وارو سرشتو پسند ڪري انهيءَ کي عمل ۾ آندو ويو.

سن 1879ع ۾ شايع ڪيل شرٿ، اُڌارام ٿانورداس ۽ مرزا صادق علي بيگ واري سنڌي-انگلش ڊڪشنريءَ ۾ اِاي ۽ اوُ سرن ۽ انهن جون ماترائون عربي-فارسي نموني موجب لکيل آهن. پر اُن ڪانپوءِ، سن 1910ع ۾ پرمانند ميوارام پنهنجي تيار ڪري ڇپايل سنڌي-انگلش ڊڪشنريءَ ۾ انهن سرن ۽ ماترائن لاءِ سنڌي سرشتو عمل ۾ آندو آهي. ٻئي طرف ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، شاهہ جي رسالي جي مرتب ڪيل ٽن جلدن ۾ هجيئن جو عربي-فارسي سرشتو ڪتب آندو آهي. سندس پهريون جلد 1923ع ۾ ڇپيو هو.

هجيئن ۾ وڌيڪ سُڌارا:

سن 1905ع ۾ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ رويزن ڪاميٽيءَ طرفان ڇپايل ڪتابن ۾ پڙ ڪيترن لفظن جي هجيئن ۾ گهٽتايون نظر آيون، انهيءَ ڪري سن 1913ع ۾ تعليمدانن ۽ سنڌي عالمن جي مقرر ڪيل ڪاميٽيءَ اهڙن لفظن جي لسٽ تيار ڪئي، جيڪي جدا جدا نموني يا غلط هجيئن سان پئي لکيا ويا. انهن جي درست هجي مقرر ڪري، انهن مطابق لفظن جي لکڻ لاءِ سفارش ڪئي ويئي. اهڙيون فهرستون ”اخبار تعليم“ جي اپريل 1913ع واري پرچي ۾ شايع ڪيون ويون (1) انهن فهرستن مان ڪجهہ مثال هتي ڏجن ٿا:

| غلط | صحيح | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| اوندائي | اونداهي | مُڪہ | مُڪيہ |
| ڏِهاٽي | ڏهاڙي | ڇٽان | ڇٽا |
| پَروا | پَرواهہ | بدماش | بدمعاش |
| ٽيو | ٽيون | ڇهبڪ | چابُڪ |

(1)الانا، غلام علي، سنڌي صورتخطي (چوٿون ڇاپو، 1993، ص 132-135)

| هُوا | هُئا | پڙدو | پَردو |
|---|---|---|---|

اهڙين درست هجيئن وارين فهرستن کانپوءِ پڻ هجيئن جا پيا مسئلا عالمن جي ڌيان تي آيا. انهيءَ ڪري اُنهن تي ويچار ڪرڻ لاءِ اُن وقت جي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر نارائڻ جگنناٿ وئديہ 1915ع ۾ سنڌي عالمن جي هڪ ڪاميٽيءَ مقرر ڪئي، جنهن ۾ مکيہ ميمبر مرزا قليچ بيگ هو. ان ڪاميٽيءَ طرفان پڻ ڪن لفظن جي هجيئن ۾ درستين جي سفارش ڪئي ويئي. جيئن تہ:

| مقرر صورت | ڌار ڌار صورتون (1) |
|---|---|
| آءٌ | آءٌ، آئون |
| ڪيائون | ڪياءٌ، ڪيائون |
| ڪُلف | ڪُرف، ڪُلُف، قُفل |

ڊاڪٽر دائود پوٽو صاحب:

اپريل 1936ع ۾ سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪري الڳ صوبو بڻايو ويو. سن 1938ع ۾، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، جنهن کي پوءِ "شمس العلماء" جو خطاب مليو، سنڌ جي تعليم کاتي جو "ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن" مقرر ٿيو. هو صاحب عربي-فارسيءَ جو عالم هو. هن جڏهن ڏٺو تہ سنڌي درسي ڪتابن ۾ اي ۽ اُو سرن جي اُچارن ۾ "ي" هيٺان زير ۽ "و" مٿان پيش لڳايو ويو آهي، تہ اِها ڳالهہ کيس نہ وڻي. هن سال 1940ع جي شروعات ڌاري ٻي ٻاراڻي درجي کان وٺي چوٿين درجي تائين مقرر ٿيل سنڌي درسي ڪتاب نئين سر ڇپائي پڌرا ڪيا. انهيءَ جو مثال سندس ڪتاب "ابيات سنڌي" (ڇاپو 1939ع) آهي، جنهن ۾ خواجا محمد زمان لواريءَ جو ڪلام ڏنل آهي.

دائود پوٽي صاحب جي انهيءَ نقطي نگاهہ سان سنڌ جي ڪن هندو عالمن ڄيٺمل پرسرام ۽ سندس ساٿين اختلاف ڪيو.

---

(1) الانا، غلام علي، سنڌي صورتخطي، (چوٿون ڇاپو، 1993، ص 132- 135).

جيئنمل 9 ڊسمبر 1940ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ ”سنڌي ساهت سڀا“ برپا ڪئي. پاڻ انهيءَ جو پريزيڊنٽ ٿيو ۽ موتيرام لڇيرام ٻُٽاڻي ان سڀا جو سيڪريٽري مقرر ٿيو.

سال 1940ـ 1941ع ۾ سنڌي ساهت سڀا. سنڌي توڙي انگريزيءَ ۾ چوپڙيون ڇپايون. اهو بحث 1947ع تائين هلندو رهيو جنهن ۾ لالچند امر ڏني جڳتياڻي ۽ ٻين عالمن به بهرو ورتو. 1947ع ۾ ملڪ جو ورهاڱو ٿيو. ته اڪثر سنڌي هندو عالم سنڌ ڇڏي ڀارت ۾ لڏي ويا. اهو بحث ختم ٿي ويو.

آزاديءَ کان پوءِ عربي-سنڌي صورتخطي:

(هجيئن جا ٻه سرشتا):

سنڌي هندو تعليمدان ۽ ساهتڪار جيڪي ڀارت ۾ لڏي آيا، تن ڀارت ۾ شاگردن لاءِ نئين سري سان سنڌي درسي ڪتاب ڇپايا، انهن ۾ هجيئن جو اهو سنڌي سرشتو قائم رکيو ويو. جيڪو سنڌي درسي ڪتاب ۾ 1905ع کان وٺي 1940ع تائين هلندو پئي آيو. ٻئي طرف سنڌ ۾ عربي-فارسي طريقي سان هجيئن لکڻ جو اهو طريقو. جنهن کي ٻيهر واهپي ۾ آڻڻ لاءِ 1940ع ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽي زور ڏنو هو. اپنايو ويو. ٻنهي سرشتن ۾ فرق صرف ”اِي“ ۽ ”اُو“ سرن لکڻ ۽ وينجنن تي انهن سرن جي ماترائن لکڻ جي طريقي ۾ آهي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ-اکر ٻٽا سر (Diphthongs) لکڻ ۽ انهن سرن جون ماترائون وينجنن سان گڏ رکڻ جو ڪو به هڪ طريقو مقرر ٿي نه سگهيو آهي. هند ۽ سنڌ ۾ اهي سر جدا جدا نمون سان لکيا پيا وڃن. هتي سڀني سرن ۽ انهن جي ماترائن جا مثال ڏجن ٿا:

| لفظ جي شروع ۾ | لفظ جي وچ ۾ | لفظ جي آخر ۾ |
|---|---|---|
| اَ: ....... اَٽَ | ڪَمَلَ | هَٿَ |
| آ: .... آسَ | ڪَمالَ، واٽَ | بابا، دَوا |
| ا: ...... اِٽَ | ڌُهِلَ | ڇِتِ، راتِ |
| اِي:.... ايمانَ | تيرَ | هاٿِي |

| | | | |
|---|---|---|---|
| اَي:...... | ايمانَ | تيرَ | هاڻي |
| اُو:.... | اُٺَ | لَڪُڙِ | هَٿُ، ڪاٺُ |
| اُو:..... | اوُنهو | قَبوُلُ | ماڻهوُ واڏوُ |
| اُو:..... | اُونهو | قَبُولُ | ماڻهو واڏُو |
| اي:..... | ايڪو | مِتيرو | هِتي، ڪاتي |
| او:..... | اونو | موتي | مَٿو وَٿو |

(نوٽ: اي(    ) سُر لاءِ عام طور هينان اُپي ليڪ نہ لکي ويندي آهي)

هڪ اکر ٻٽا سر (Diphthongs)

سنڌيءَ ۾ اَي ۽ اَو هڪ اکر ٻِٽا سر آهن. انهن جو اُچار هڪ اکر (Syllable) ۾ ٿئي ٿو جنهن ۾ ٻہ سر آهن: /اَي/ (اَءِ)، /اَو (اَءُ). هن اکرن ۾ اُچار جي گونج پهرئين سر /آ/تي آهي ۽ ٻيو سر گونج ڪانسواءِ آهي. انهن کي ”نيم سر“ (Semi_vowels) چئجي ٿو. ان ڪري ڳالهائڻ ۾ اِ (ءِ) نيم سر ”ي“ وانگر ۽ اُ (ءُ) نيم سر ”و“ وانگر بہ اڪثر اچاريا ويندا آهن. گهڻيئي ماڻهو انهن هڪ اکري ٻٽن سرن جو اچار اڪثر ٻن الڳ سرن وانگر بہ ڪندا آهن، جنهن ۾ ٻنهي سرن تي گونج هوندي آهي ۽ اُهي ٻن لاڳيتن اکرن جي چوٽيءَ تي هوندا آهن. اچارن جي انهن تفاوتن جي ڪري سنڌيءَ ۾ انهن کي لکڻ جون صورتون بہ جدا جدا واهپي ۾ اچي ويون آهن. جيئن تہ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| اَي: | اَيٺُ | سَيرُ | شَي |
| ايَ: | اِيَٺُ | سيَرُ | شيَ |
| اَءِ: | اَئِٺُ | سَئِرُ | شَئہ |
| ايءِ: | ايئِٺ | سئِيرُ | شيءِ/شيءِ |
| اَو: | اَوڪو | مَوتُ | سَو |
| اوَ: | اوڪوَ | موَتُ | سوَ |
| اَءُ: | اَئڪو | ___ | سَئُہ |
| اوءِ: | اؤڪو | مؤتَ | سؤ/سَئو |

اُچارن جون ٻيون نشانيون:

لفظن جا صحيح اُچار لکت ۾ ظاهر ڪرڻ لاءِ ٻين نشانين جي بہ ضرورت آهي. اُهي هن ريت آهن:

(1) جزم (8/و): وينجن جي پٺيان جڏهن سر نہ هوندو آهي، تڏهن اُن ساڪن وينجن مٿان جزم (هلنت) جي نشاني لکبي آهي. جيئن:

پيارُ ڏيانُ پُشپُ جِسمُ

(2) شد يا تشديد (ّ....): ساڳئي وينجن جي ٻٽي آواز ڏيکارڻ لاءِ جيڪا نشاني لڳائبي آهي، اُن کي شد يا تشديد چئبو آهي. هيءَ نشاني اُن ٻٽي وينجن مٿان لکبي آهي:

نَقّاش، سَتّار، قُوتَ

(3) تنوين (ءً، و) "ن" وينجن جو اُچار ۽ لفظ جي آخر ۾ ايندڙ گُهٽو سر ڏيکارڻ لاءِ هنن نشانين جو استعمال ڪبو آهي:

قريباً (قريبن)، فوراً (فورن)

حقيقتاً (حقيقتن)، مِثلاً (مِثلن)

آءٌ (آئون، سداءِ (سَدائين)، اَس (اَسين)، چياءُ (چيائين)، يارهنَ (يارهن)، سورهنَ (سورهن)، تنوين جو استعمال جهوني سنڌي صورتخطيءَ ۾ گهٽو هو جيڪو هاڻي گهٽجي ويو آهي. انهيءَ هوندي بہ ڪي لفظ (جيئن تہ "۾"، "۽") فقط تنوين سان لکيا وڃن ٿا.

(4) همزو (ء): بہ يا وڌيڪ سر جڏهن ڪنهن لفظ ۾ لاڳيتا ايندا آهن، تڏهن پهرئين سر کي ڇڏي، ان پٺيان ايندڙ ٻيا سر "همزي" جي صورت ۾ لکبا آهن. همزو حقيقت ۾ "الف" جو ئي ٻيو روپ آهي، جيڪو هميشہ لفظ جي وچ يا آخر ۾ استعمال ٿيندو آهي. الف وانگر همزو بہ هڪ آڌار آهي، جنهن تي جدا جدا سرن جون ماترائون لکبيون آهن. همزي هيٺان سمهيل ليڪ ڏيئي ان ذريعي همزي کي ٻين حرفن سان ملائي بہ سگهبو آهي:

سُر شروع ۾ وچ ۾ آخر ۾

| | | | |
|---|---|---|---|
| اَ | اَئي | هُئَرڻُ | ڏيءَ، تيئَن |
| آ | آءُ | روئارَڻُ | ڪُوئا، هُئا |
| اِ | اِئين | پائِڻُ | جوءِ، جَئِ |
| اي | ايءَ | پائِيءَ | مائي، ٿَئي |
| اُ | اُئن | مُئُس | پاءُ، چَئهُ |
| اوُ | اوُءَ | نائوٽو | پائوُ مَئوُ |
| اي | ايئي | ٻائيتالُ | پوئُي، ٽِئي |
| او | اوني | مُئوئي | ٻائو ٿَئو |
| لڳاتار ٽي سر: آئيءَ | | ڊوئائِڻُ | پائُوءَ |
| اِئين ئي | | سوئائِڻُ | ڏيئوُءَ |

سنڌيءَ ۾ لفظن جي هجيئن ۾ عام طور جزم ۽ شد جو استعمال نٿو ڪيو وڃي. ڪڏهن ڪڏهن اُچار ۾ ساڪن وينجن کي بہ لکڻ ۾ جزم نہ ڏيئي، زِير، زَبَر، يا پيش لڳائي متحرڪ وينجن ڪري لکيو ويندو آهي. جيئن تہ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| پيارُ | پِيارُ | ڏيان | ڏِيان |
| ڏرمُ | ڏرَمُ | راجيندر | راجيندَر |

اُچارن جون اِهي نشانيون لکڻ ۾ استعمال نہ ڪرڻ ڪري گهڻا سنڌي، عربي-فارسي، سنسڪرت-هنديءَ مان سنڌيءَ ۾ آيل لفظن جا اڪثر غلط اُچار ڪندا آهن. انهيءَ ڪري انهن ٻولين جي عالمن اڳيان ڪين ڪلڻ هاب ٽيٽو پوندو آهي. ابتدائي ڪلاسن ۾ ماستر جنهن طريقي سان لفظن جون هجيئون ڪرائي ٻارن کي سنڌي لکڻ سيکاريندا آهن، اُنهيءَ ۾ پڻ جزم، شد جو اُچار نہ سيکاريو ويندو آهي. انهيءَ ڪري سنڌين جا اُچار گهڻي قدر ڳالهائڻ ۾ بگڙڻي ويا آهن ۽ پوءِ لکت ۾ بہ اُهي غلط هجيئن سان لکيا وڃن ٿا. سنڌي درسي ڪتابن جو جيڪڏهن جائزو وٺبو تہ اِها ڳالهہ هڪدم ظاهر ٿي پوندي.

عربي-سنڌي صورتخطيءَ ۾ سر جي گهٽي اُچار ۾ انوناسڪ (نَڪائين) وينجن /ن/جي وچ ۾ لکت ۾ ڪو بہ فرق نٿو رکيو وڃي، جيئن تہ:

....... تون (ن گُهٽي سُر "اوُن" لاءِ)

...... سَنتِ (نَ وينجن)

..... سَنَتِ (لهٽو)

..... هنسَ (نَ وينجن)،

هنسي (کِلَ مُسڪراهٽ)، (ن گُهٽي سر جي اُچار لاءِ)

ساڳيءَ طرح وسرگي وينجن "گهہ"، "جهہ" ۾ ايندڙ "هہ" ۽ وينجن "هہ هہ" جي اُچار ۾ پڻ لکت ۾ ڪو بہ فرق نہ رکيو ويو آهي. انهيءَ ڪري گهڻو ڪري ڪيترن لفظن جي درست هجي صورتخطيءَ ۾ معلوم نٿي ٿئي. جيئن تہ "گهر" لفظ ۾ جيستائين زيرون-زبرون استعمال نہ ڪبيون تيستائين معلوم نہ ٿيندو تہ ان جو ڪهڙو مطلب آهي.

گَهرُ (مَڪان، جڳهہ) گَهَرَ (گَهرو، اُونهو)؛

گِهَرُ (وڏيون جليبيون، مِٺائيءَ جو قسم).

ساڳيءَ طرح: "جهارِ" (پکين جو وڳر)؛ جُهارَ (ملاقات)

وسرگي وينجينن "گهہ"، "جهہ" ۽ "هہ" جي وچ ۾ لکت ۾ فرق ڏيکارڻ جو هڪ آسان طريقو اهو آهي تہ وسرگي اُچار جي حالت ۾ هميشہ دو-چشمي "ھہ" کي گ ۽ جـ سان جوڙي استعمال ڪجي (گھہ، جھہ) ۽ ٻين هنڌ، جتي "هہ" وينجن جو اُچار اچي، اُتي دو-چشمي "ھہ" کي ڪڏهن بہ ڪتب نہ آڻجي.

عربي-سنڌي صورتخطيءَ ۾ ڪهڙا لفظ گڏجي لکجن ۽ ڪهڙا جدا لکجن، انهيءَ واسطي بہ ڪو سرشتو نهي نہ سگهيو آهي، جيئن تہ: "مُنهنجو"، "تُنهنجو"، "پَنهنجو" کي هڪ لفظ وانگر ئي لکڻو پوندو. چاڪاڻ تہ انهن ۾ "جو" حرف جر اڳيان آيل حصو اسين ڪڏهن بہ جدا ڪتب نہ آڻيندا

آهيون. اهي پابند روپ آهن. پر ”مونکي“ (مون کي)، ”مونسان“ (مون سان)، ”مونتي (مون تي)، لفظن کي گڏي نہ لکڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ بہ آزاد لفظ آهن. ساڳيءَ طرح ”لکي ٿو“، ”وڃي ٿو“، لفظن کي بہ ڪيترا عالم گڏي پيا لکندا آهن. جيئن تہ:

”لکيٿو“، ”وڃيٿو“.

صورتخطيءَ کي مقرر روپ ڏيڻ جي ضرورت:

اڄ ڏينهن تائين سنڌيءَ ۾ گهڻيئي لفظ جدا جدا صورتن ۾ لکيا پيا وڃن، جيئن تہ:

هو هُئو هُيو هُوو، هُئا، هُيا، هُووا، وَئي، ويئي، پَئي، پيئي، اَڄان، اَڄا، سوڀراڄ، صوڀراڄ، موتيلال، موتيلعل، جيرامداس، جٿرامداس، سو سئہ، سئو سؤ.

سنڌي درسي ڪتابن، ڊڪشنرين ۽ سنڌي وياڪرڻ جي ڪتابن جو جيڪڏهن باريڪيءَ سان جائزو وٺبو تہ سنڌي صورتخطيءَ جا پيا بہ گهڻيئي مسئلا نظر ايندا، جن کي حل ڪري ڪو هڪ معياري لکڻ جو سرشتو تيار ڪرڻ جي گهڻي ضرورت آهي. هجيئن ۽ لفظن جي درست اِملا لکڻ بابت وقت بہ وقت ڪن سنڌي عالمن ننڍين ننڍين ليکن ۾ پنهنجا ويچار پئي ظاهر ڪيا آهن، پر منهنجو گهرو دوست، ڊاڪٽر غلام علي الانا، پهريون عالم آهي، جنهن انهيءَ موضوع تي جدا جدا پهلوئن کان ويچار ڪري ”سنڌي صورتخطي“ (ڇوٿون ڇاپو 1993ع) ڪتاب لکيو آهي. ”سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس“ (1987ع) ڪتاب ۾ بہ هن انهيءَ موضوع تي (”سنڌي صورتخطيءَ جا مسئلا“-باب نمبر4) وستار سان بحث ڪيو آهي. انهيءَ لاءِ هن گهڻو داد لهڻيو. منهنجي ويچار ۾ جيستائين ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ صورتخطيءَ جو روپ مقرر نہ ٿيو آهي، تيستائين گهڻن ئي گنڀير وشين کي لکت ۾ صحيح نموني ۾ پيش ڪرڻ ۽ انهن تي بحث ڪرڻ مشڪل آهي.

ڊاڪٽر الانا جا هجيئن بابت ويچار:

سنڌي صورتخطيءَ جي مسئلن تي ڊاڪٽر غلام علي الانا پنهنجن ڪتابن ۾ جيڪو بحث ڪيو آهي، انهيءَ موضوع تي منهنجي ڄاڻ موجب، ٻين عالمن ۽ تعليمدانن ڪتابي صورت ۾ پنهنجا ويچار تفصيلوار ظاهر نہ ڪيا آهن. هنن ڊاڪٽر الانا جي سفارش ڪيل درست هجيڻ تي پڻ پنهنجن ويچارن جو اظهار نہ ڪيو آهي.

ڊاڪٽر الانا مٿي ڄاڻايل پنهنجن ٻن ڪتابن ۾ لفظن جي صحيح صورتخطي لکڻ لاءِ جيڪي سفارشون ڪيون آهن، انهن سان مان گهڻي قدر شامل راءِ آهيان. پر ڪن هنڌن تي منهنجا ويچار ڪانئس نرالا آهن. هن ڪتاب جي محدود دائري ۾، ڌار ڌار صورتن وارا لفظ کڻي، انهن تي هتي تفصيلوار بحث ڪرڻ منهنجو مقصد نہ آهي، ان لاءِ هڪ جدا ڪتاب لکڻ جي ضورت آهي. هتي فقط اهڙا ڪجهہ مثال پيش ڪريان ٿو جن بابت ڊاڪٽر الانا توڙي ٻين عالمن کي ٻيهر سوچڻ گهرجي.

(1) ”سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس“ ڪتاب جي صفحي 2.9 تي ڊاڪٽر الانا گراسمئن (Grassmann) جي ٺاهيل هڪ قانون جو حوالو ڏيندي سفارش ڪئي آهي تہ جن لفظن ۾ ”ٻہ وسرگي وينجن لاڳيتن ٻن پدن ۾ اچن ٿا، اُتي پهريون وسرگي وينجن لکت ۾ اوسرگي ڪري لکڻ گهرجي، جيئن تہ: گهگهي کي گهگي، جهجهو کي ججهو، جهنجهٽو کي جِنجهٽو، ڀنڀور کي بنڀور، ڀِڀ کي ٻِڀ، ڀاڀي کي باڀي.

حقيقت ۾ ڏسجي تہ گراسمئن آوازن جي تبديل ٿيڻ جو اهو قانون سنسڪرت، گريڪ، جرمن وغيره ٻولين مان پروٽو-انڊو-يوروپين ٻولين جي روپن جو انومان ڪرڻ جي حوالي ۾ ٺاهيو آهي.(1) انهيءَ کي سنڌي، اردو، هندي وغيره ٻولين سان لاڳو ڪرڻ وڏي غلطي آهي. هر هڪ ٻوليءَ ۾ اُچارن جون عادتون جدا جدا آهن. ڀاشا وگيانين جا ڪن خاص ٻولين بابت جوڙيل

(1) Bloomfield Leonard, Language, Phonetic Change pp. 350-351.

آوازي تبديل ٿيڻ جا قاعدا، قدرتي سرشتي جي نيمن (Laws of nature) وانگر هميشہ ۽ هر حالت ۾ سيني ٻولين سان لاڳو ڪري نہ سگهبا آهن. انهيءَ ڪري سنسڪرت ۽ ٻين پراچين ٻولين جي اُچارن جا سيئي قاعدا، جيئن جو تيئن سنڌيءَ سان لاڳو ڪرڻ صحيح قدم نہ ٿيندو. سنڌي ٻوليءَ ۾ اهڙا هزارين لفظ آهن، جن ۾ ٻن ٽن لاڳيتن اکرن (Syllables) ۾ وسرگي وينجن هوندا آهن. اُنهن جو اُچار بہ اسين اوسرگي وينجنن وارو ڪندا آهيون. اهڙيءَ حالت ۾ انهن کي صورتخطيءَ ۾ اوسرگي وينجن ڪري لکڻ جي ڪابہ ضرورت نہ آهي.

ڪجهہ ٻيا مثال ڏسو: ڊِڊُ، ٽٽولي، ڪِڪي، ڦوڦيندو، ڇِڇِي، ٿنيو ڏڏِڪو ڇنڇر، ڦيٿو ڦوڦو ٽوُٽوُ.

(2) سنڌيءَ ۾ گُهٽن سرن (Nasal vowles) ۽ انوناسڪ وينجنن (Nasal consonants) جو استعمال جن لفظن جي اُچارن ۾ ٿئي ٿو انهن لفظن جون صورتخطيءَ ۾ اڪثر ڏار ڏار صورتون ملن ٿيون. جيئن تہ: ماٺهو- ماڻهو، اجان-اڃا، ياڳون-ياڱو، امان-اَما، ينيور-يمپور. انهيءَ باري ۾ اڃو تہ ٿوري ۾ هتي ويچار ڪريون.

سنڌيءَ ۾ انوناسڪ وينجنن کي ٻن ورگن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. (1) ڱ، ڃ، ڻ- اهي ٽي زوردار انوناسڪ وينجن آهن. جنهن بہ لفظ ۾ انهن مان ڪو بہ وينجن هوندو آهي تہ انهيءَ جي گهٽائيءَ جو اثر سڄي لفظ ۾ سيني جا اڳيان پنيان ايندڙ سرن تي پاڻمرادو پوندو آهي. انهيءَ ڪري انهن سرن سان ٻيهر ”ن“ لڳائي، انهن کي گهٽو سر ڏيکارڻ جي ضرورت نہ آهي. هر هڪ لفظ ۾ سنڌي آوازن جي اُچارن مطابق اهي سر نَڪان ئي اُچاريا آهن، جيئن تہ : مڱڻ، سِڱ، مڃڻ، سُڃو وڻ، سُٽڻ.

(2) م ۽ ن انوناسڪ وينجن گُهٽاڻ جي خيال کان هلڪا انوناسڪ آهن. انهن جي نَڪان اُچارن جو اثر اڳيان پنيان ايندڙ سر تي ڪن حالتن ۾ پوندو آهي

تہ ٻين ڪن حالتن ۾ نہ پوندو آهي. ان ڪري جن لفظن ۾ سر جي مک يا نڪ واري آواز جي ڪري معنيٰ ۾ تبديلي اچي ٿي وڃي، اُتي سر پٺيان گهٽائي ڏيکاريندڙ نشاني /ن/ لکي گُهٽو سر ڏيکاربو. جيڪڏهن مکائون (Oral) يا صاف سر آهي تہ پوءِ سر پٺيان /ن/ نشاني نہ لکبي. ڪجهہ مثال هن ريت آهن:

| | |
|---|---|
| (1) مي (انگريزيءَ جو May مهينو) | (1) نائو (جنڊ صاف ڪرڻ لاءِ ڪپڙو) |
| ۾ (مين) _ (منجهہ، اندر) | نائون (Ninth) |
| (2) مادي (مونث، عورت) | (2) نائي (حجام) |
| ماندي (پريشان، ڏُکي) | نائين (Ninth) |
| (3) مَدي (بُرائي، کوٽ) | (3) نگُ (رتن، نگينو) |
| منڊي (ڍلي، گهٽ اگهہ) | ننگُ (عزت، شان) |
| | (4) نَوَ (نئون_ نَو جيوَن، نوجوان) |
| | نَوَن (Nine_9) |

آوازي سطح (Phonetic level) تي ڪنهن بہ لفظ ۾ جڏهن گڏيل وينجنن ۾ پهريون ويجن انوناسڪ آهي، تہ ڏوني وگيان جي اصول موجب اُن جو اُچار پنهنجي پٺيان ايندڙ وينجن جي ورگ (Category) واري انوناسڪ وينجن ۾ بدلجي ويندو آهي. وينجنن جي ورگن جا نمونا هن ريت آهن:

| | (لاڳو انوناسڪ وينجن) |
|---|---|
| ”ڪ“ ورگ_ ڪ، ک، گ، گهہ: | ڱ |
| ”چ“ ورگ_ چ، ڇ، ج، جهہ : | ڃ |
| ”ٽ“ ورگ_ ٽ، ٺ، ڊ، ڍ : | ڻ |
| ”ت“ ورگ_ ت، ٿ، د، ڌ : | ن |
| ”پ“ ورگ_ پ، ڦ، ب، ڀ : | م |

پر سنڌيءَ ۾ اسين گهڻو ڪري سڀ انوناسڪ وينجن اهڙيءَ حالت ۾ /ن/ سان ئي لکندا آهيون.

ڪجھ مثال ڏسو:

منگهُه (م + اَ + ڱ + گهه + اَ)

گنجَ (گ + اَ + ڃ + ج + اَ)

ڏنڊو (ڏ + اَ + ڻ + ڊ + او)

ڏندَ (ڏ + اَ +ن + د + اَ)

انب (اَ + م + ب + اُ)

سنڌيءَ جي لکاوٽ ۾ جيئن اهو اصول نه هيو ويو ته گڏيل وينجنن ۾ پهرئين جزي طور ايندڙ سپ انوناسڪ وينجن /ن/ سان لکيا وڃن، ته پوءِ پنيور لفظ ۾ اهو (م) وينجن سان نه لکڻ گهرجي، ڇاهي اسين صوتيه (ڏوني ـ تت) واري سطح (Phonemic Level) تي ان حالت ۾ /ن/ لکون ٿا، ته به آوازي سطح تي پنيان "پ" وينجن هئڻ ڪري، اتي /ن/ جو اُچار پاڻمرادو سنڌي ٻوليءَ جي اُچارن جي عادت موجب (م)ٿيندو. ڪن لفظن ۾ (م) جو اُچار ايترو زوردار آهي، جو هجي ۾ اهو قائم رکيو ويو آهي. جيئن ته: بمبئي، قمبر، چمپا، چمپل، ڪمپني.

(3)هاڻي "اچا" ۽ "وڃان" يا "مڃان" جا مثال ڏسو: هتي "اچا" لفظ ۾ آخر ۾ "ن" لکڻ جي ضرورت ناهي. اُچارن جي عادت موجب، ج جي اڳيان ۽ پنيان ايندڙ سر (اَ ۽ آ) ٻيئي پاڻمرادو گهڻي اُچار وارا ٿي ويندا آهن. پر "وڃان" ۽ "مڃان" ۾ آخر ۾ /ن/ لکڻ ضروري آهي، ڇاڪاڻ ته اهو زمان مضارع، متڪلم، عدد واحد جي پڇاڙيءَ جو حصو آهي. (وڃ+ آن؛ مڃ +آن) ساڳيءَ طرح "هو وٺي ٿو"، هتي "وٺي" جي آخر ۾ /ن/ نه لکبو پر "تون وٺين ٿو" جملي ۾ "وٺين" فعل ۾ /ن/ لکڻ لازمي آهي، ڇاڪاڻ ته اهو "اين" پڇاڙي (Suffix) جو حصو آهي (وٺ+ اين= وٺين). انهن مثالن مان ظاهر آهي ته اسان کي لفظن جي صورتخطي يا املا جا قاعدا ٺاهڻ وقت سنڌي ٻوليءَ جي وياڪرڻي بيهڪ جو به گهڻو خيال رکڻ گهرجي.

آخر ۾ هتي مان سنڌي عالمن ۽ تعليمدانن جو ڌيان سنڌي ورڻمالا ۾ حرفن جي ترتيب طرف ڇڪائڻ چاهيان ٿو. ٻاراڻن ڪتابن ۾ ڏسبو ته الف ـ

ب جو سلسلو هڪ جهڙو نہ آهي. ساڳي ڳالهہ سنڌي شبد ڪوشن سان بہ لاڳو آهي. سنڌي ڊڪشنرين ۾ الف-ب جو سلسلو جدا جدا نموني ڏنل آهي. انهيءَ ڪري ڪنهن بہ لفظ کي ڳولهڻ لاءِ خاص طور شاگردن کي گهڻي پريشاني ٿيندي آهي. عربي فارسي الف-ب ۾ حرفن جو سلسلو ساڳي "صورت" وارن حرفن جي آڌار تي مقرر ڪيل آهي، جيڪو ڌوني وگيان جي اصولن مطابق نہ آهي. انهيءَ جي ڀيٽ ۾ ديوناگري ورڻمالا ۾ حرفن جي ترتيب انهن اصولن مطابق آهي. سنڌي عالمن کي گهرجي تہ جيترو جلد ٿي سگهي اهڙن مسئلن تي گنڀيرتا سان ويچار ڪري گهربل قاعدا ۽ شبد ڪوش تيار ڪن.

انگريزي

هندي

سنڌي

(1) بلوچ، نبي بخش خان: سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد سنڌ، 1992ع.

(2) بلوچ، نبي بخش خان: سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ، پاڪستان اسٽڊي سينٽر، سنڌ يونيورسٽي (ٽيون ايڊيشن) 1990ع.

(3) بلوچ، نبي بخش خان: جامع لغات سنڌي (پنج ڀاڱا)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ 1960 - 1988ع.

(4) بلوچ، نبي بخش خان: شاهہ جي رسالي جا سرچشما، حيدرآباد سنڌ، 1972ع.

(5) الانا، غلام علي: سنڌي صورتخطي، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد سنڌ (چوٿون ڇاپو 1993ع.

(6) الانا، غلام علي: سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو سنڌ، 1987ع.

(7) الانا، غلام علي: سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو سنڌ، 1979ع.

(8) الانا، غلام علي: سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد، زيب ادبي مرڪز، حيدرآباد سنڌ، 1974ع.

(9) الانا، غلام علي: سنڌي صوتيات، ادبيات پبليڪيشن، حيدرآباد 1974ع.

(10) الانا، غلام علي: لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي.
(11) جيٽلي، ڪشنچند ٿوپڻ لال: سنڌي (هٽ واڻڪا) اکرن جي پراچينتا ۽ انهن جي پرچار جي ضرورت، پُٽي، 1985ع.
(12) جيٽلي، ڪشنچند ٿوپڻ لال: موهن جو دڙو- هڙپا سنسڪرتي، انهيءَ جو سميہ مهرن جي لپي ۽ ڀاشا، پُٽي 1985ع.
(13) ٺڪر، هيرو: قاضي قادن جو ڪلام، پوجا پبليڪيشن، نئين دهلي 1979ع.
(14) چڳاڻي، جهمون: پراڻناٿ جي سنڌي واڻي، ڀوپال.
(15) لغاري، عبدالڪريم: سنڌي الف- ب جي ارتقا، سنڌ يونيورسٽي، 1976ع.
(16) جتوئي، علي نواز: علم لسان ۽ سنڌي زبان، سنڌ يونيورسٽي، ڇاپو ٻيون، 1983ع.
(17) سراج الحق: سنڌي ٻولي، حيدرآباد سنڌ، 1964ع.
(18) آڏواڻي، ڀيرومل مهرچند: سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، ڪراچي 1941ع.
(19) ميمڻ محمد صديق: سنڌ جي ادبي تاريخ (ٻہ ڀاڱا) حيدرآباد سنڌ.
(20) ملڪاڻي، منگهارام اڌارام: سنڌي نثر جي تاريخ، ڪونج پبليڪيشن، بمبئي 1966ع.
(21) گدواڻي، منو تولارام: سنڌي ٻوليءَ جي لپيءَ جو اتهاس، جيپور، 1968ع.
(22) جيٽلي، لوڪناٿ: سنڌي ٻوليءَ جي لپي، بمبئي، 1958ع.
(23) رچنداڻي، ليلارام: سنڌي ٻولي، احمد آباد، 1989ع.
(24) رچنداڻي، ليلارام: سنڌي نظم جي تاريخ، گانڌينگر 1988ع.
(25) ٽماهي مهراڻ (سنڌي ادبي بورڊ)، نئين زندگي ۽ سنڌ ۾ شايع ٿيل مختلف علمي ۽ تحقيقي رسالا.

(مهراڻ 1999/4)

# سمن جي دور جي علمي ۽ سرڪاري ٻولي

غلام محمد لاکو

(پندرنهن سال اڳ هي مقالو ادب جي هڪ مشهور سنڌي رسالي ۾ ڇپجي نہ سگهيو. بعد ۾ منهنجي دوست ڊاڪٽر سعيد احمد خانزادي ان کي اردو زبان ۾ ترجمو ڪيو ۽ منهنجي مهربان ۽ سنڌ جي نامور اسڪالر سائين حسام الدين راشدي مرحوم ان کي پسند ڪري، ذاتي دلچسپي وٺي تماهي "اردو" (1981/2ع) ۾ شايع ڪرائي ڏنو. هاڻي جزوي واڌارن سان هي مقالو سنڌي پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪجي ٿو. غ. م. ل)

سنڌ جي لساني تاريخ جو اڀياس ڪندي اسان کي ڪافي اهڙيون ٻوليون ملن ٿيون، جن کي اتهاس جي مختلف دورن ۾ هن ملڪ تي سرڪاري ۽ مذهبي حيثيت ۾، صدين تائين حاوي رهڻ جو موقعو مليو. اسلام کان اڳ پهريائين سنسڪرت، پالي يا پراڪرت ٻولين ۽ ان کان پوءِ عربي توڙي فارسيءَ کي هڪ ڊگهي عرصي تائين سنڌ تي علمي، سرڪاري، ادبي ۽ ثقافتي طور تي بالادستي حاصل ٿي. هن قسم جي مطالعي مان اسان کي لساني، ادبي، سياسي ۽ تمدني حوالي سان گهڻو مواد ملي سگهي ٿو. هن عنوان جي اڀياس جي اهميت ۽ ان کي اجاگر ڪرڻ لاءِ کهڙن ذريعن کان ڪم وٺجي، ان جو تفصيلي ذڪر هيٺ ڪيو ويندو.

عربن کان پوءِ سومرن سنڌ تي ٽن صدين کان بہ وڌيڪ عرصو راڄ ڪيو. بعد ۾ سمن ڄامن 1350ع کان وٺي 1520ع تائين نهايت شان ۽ شوڪت سان بادشاهي ڪئي. هن مقالي ۾ اسين سمن جي دور جي علمي ۽ سرڪاري زبان جو اڀياس ڪنداسين. مقالي کي پنجن مکيہ حصن ۾ تقسيم ڪري، عنوان کي نباهڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي.

## 1۔ مطالعي جي اهميت

هن نوعيت جي اڀياس جي اهميت کي اجاگر ڪندي، اسين اڳتي وڌنداسين.

(1) سنڌ جي علمي ۽ سرڪاري ٻولين جي اڀياس لاءِ سڀ کان اول جنهن ڳالهه جي بنيادي ضرورت ٿيندي, اهو آهي تاريخي, تمدني ۽ سياسي بنيادن تي جدا جدا زمانن (Epoches) ۽ دؤرن (Periods) جو درست ڪاٿو ڪرڻ. منهنجي خيال ۾ هن قسم جي اڀياس لاءِ سنڌ جي تاريخ کي هيٺ ڄاڻايل اهم گروپن ۾ تقسيم ڪرڻو پوندو:

(الف) سنڌو تهذيبن جو دور. — 1500 ق. م. تائين.

(ب) روايتي تاريخ کان وٺي راجا ڏاهر جي شڪست تائين. — 1500 ق. م. کان وٺي سن 712ع تائين.

(ج) عربن کان وٺي ٽالپرن جي زوال تائين. — 712ع کان وٺي 1843ع تائين.

(د) انگريزن کان موجوده دور تائين. — 1843ع کان وٺي....

(2) اهڙي اڀياس لاءِ ذهن جو صاف هجڻ ضروري آهي. ان کان علاوه سائنسي سوچ ۽ حقيقت پسندي بہ لازم آهي. ڪنهن بہ بي بنياد نظريي, مذهبي جنون ۽ توهم پرستيءَ کان هٽي ڪري اهڙو اڀياس ڪرڻ گهرجي. ٻي صورت ۾ عنوان جي اهميت ۽ افاديت ختم ٿي ويندي.

(3) اهڙو اڀياس سنڌ جي حقيقي زبان يعني سنڌي ٻوليءَ جي "اصليت" (Origin) ، ماضيءَ ۾ سنڌي زبان سان ڪيل سرد مهريءَ واري ورتاءَ, ان تي ٻين ٻولين جي حقيقي اثر ۽ ان سان گڏ سنڌي زبان جي مستقبل جاچڻ لا مفيد ثابت ٿيندو. (4) هي اڀياس نہ صرف سنڌ جي ادبي تاريخ لاءِ ضروري آهي, بلڪ سنڌي ادب جي تاريخ ۽ هن ملڪ جي صحيح سياسي تاريخ جي مطالعي لاءِ بہ مددگار ثابت ٿيندو.

(5) هن مطالعي مان سنڌي زبان جي قديم رسم الخط ۽ الف — ب جي باري ۾ نوس ۽ حقيقت تي مبني معلومات حاصل ڪرڻ ۾ ڪاميابي ٿيندي, ٻي صورت ۾ اسين ڏُکي بازيءَ کان اڳتي نہ وڌي سگهندا سين.

(6) اهڙو اڀياس سنڌ جي تعليمي تاريخ جي لاءِ نوس مواد مهيا ڪندو, ان کان علاوه هي بہ معلوم ٿيندو تہ مختلف دورن ۾ هتي ڪهڙي ٻولي تعليم جو ذريعو رهي ۽ سنڌي ٻولي ڪڏهن هي درجو حاصل ڪيو.

(7) هن مقالي ۾ سمن جي سلطنت واري عرصي جي علمي ۽ سرڪاري زبان جي ڳولا ڪئي ويندي ۽ پڙ هي بہ معلوم ڪبو تہ هن دور جي خاتمي وقت، سنڌ ۾ ڪهڙي ٻوليءَ هي اعزاز حاصل ڪيو؟

(8) هن دور جي مختلف ٻولين جي لٽريچر، موجود مواد ۽ ڪتبن کان علاوه ملڪي سياسي حالتن توڙي خارجي ۽ اندروني ڇڪتاڻ کي نظر ۾ رکندي، عنوان جي حق ادا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي.

2۔ سمن جي سلطنت جو هڪ جائزو

هن موضوع کي جدا جدا حصن ۾ تقسيم ڪري بحث هيٺ آڻبو.

(1۔2) پس منظر:۔

سنڌ ۾ عربن جي حڪومت جو زوال 401 ھ / 1010ع ڌاري ٿيو (1).

ان کان پوءِ سنڌ جي هڪ مقامي قبيلي ”سومرن“ پنهنجي خود مختيار حڪومت قائم ڪئي. جيتوڻيڪ غزنوي، غوري، غلام، خلجي ۽ تغلق حاڪمن پنهنجي توسيع پسند پاليسيءَ هيٺ، سنڌ کي لاڳيتو حملن ۽ لُٽ مار جو نشانو بڻايو. ان جي باوجود سومرا حڪمران ٽن صدين کان بہ وڌيڪ برسر اقتدار رهندا آيا. دودي جي شهادت سان هن خاندان جو زوال شروع ٿي ويو. هڪ طرف سومرن جي پنهنجي اميرن سان دشمني ۽ بغض ۽ ٻئي طرف همير پٽ دودي جي دهليءَ جي مرڪزي حڪومت سان وفاداري، اهڙا سبب هئا، جنهن ڪري وري هڪ ٻئي مقامي قبيلي کي حڪومت ڪرڻ جو موقعو ملي ويو.

734 ھ / 1333ع ۾ سمات قبيلن ڄام فيروز الدين انڙ جي قيادت ۾ سيوهڻ جي صوبيدار کي قتل ڪري بغاوت جو اعلان ڪري ڇڏيو. (2) . آخرڪار 75 ھ / 1351ع ۾ ڄام انڙ سمن جي سلطنت جو بنياد وڌو. سومرن پڇي وڃي ٿر جي علائقي ۾ پناهہ ورتي، جتي وري بہ ڪيئي سال حڪومت ڪيائون. ڪل ارڙهن سمن ڄامن نهايت آزادي ۽ شان شوڪت سان راڄ ڪيو. ڄام فيروز جي دور ۾ 927ھ / 1520ع تي، شاهہ بيگ ارغون ۽ دولهہ دريا

خان جي وچ ۾ لڙائي لڳي. دريا خان جي شهادت سان سمن جي حاڪميت ختم ٿي ويئي.

(2_2) سمن حڪمرانن جي فهرست: _

(1) فيروز الدين شاهه ڄام انڙ اول.

(2) الف_ صدرالدين شاهه ڄام بابينو ثاني.

ب_ علاؤ الدين ڄام جوڻو اول.

(3) الف_ رڪن الدين شاهه ڄام تماچي.

ب_ خيرالدين ڄام توگاچي.

(4) علاؤ الدين ڄام جوڻو(ٻيو پيرو).

(5) رڪن الدين شاهه ڄام تماچي (ٻيو پيرو).

(6) سلطان صلاح الدين شاهه ڄام انڙ ثاني.

(7) ڄام نظام الدين اول.

(8) ڄام علي شير

(9) ڄام ڪرن.

(10) صدرالدين ڄام سڪندر اول.

(11) ڄام فتح خان،

(12) ڄام تغلق شاهه جوڻو ثاني.

(13) ڄام مبارڪ.

(14) سڪندر شاهه ثاني ڄام محمد عرف ڄام انڙ.

(15) صدرالدين شاهه ڄام سنجر عرف راءِ ڏنو.

(16) سلطان نظام الدين ثاني عرف ڄام ننڊو.

(17) ناصرالدين ابوالفتح سلطان فيروز ثاني.

(18) سلطان صلاح الدين شاهه

(19) سلطان فيروز ثاني (ٻيو پيرو (3).

(3_2) سياسي مطالعو: _

ڄام فيروز اٺ ٽي سال حڪومت ڪرڻ کان پوءِ فوت ٿي ويو. ان کان پوءِ ڄام بابينو ۽ ڄام جوڻو گڏجي حڪومت ڪرڻ لڳا. محمد تغلق ٺٽي تي حملہ آور ٿيو پر ان جي تڪميل کان اڳ ئي رستي ۾ فوت ٿي ويو. وري فيروز تغلق ٺٽي تي ڪاھ ڪئي، ليڪن ناڪام ٿي گجرات هليو ويو ۽ هڪ سال جي فوجي تياريءَ کان پوءِ ٺٽي تي حملي آور ٿيو. جنگ ۾ ناڪام ٿي ڄامن سان صلح خاطر اچ جي مخدوم جهانيان جي مدد ورتائين. ان بعد سنڌ تي ڄام تماچي ۽ ڄام توبگاچي (طغاچي) گڏجي حڪومت ڪرڻ لڳا. ملڪ تي سالا نہ ڏن مقرر ٿيو. صلح موجب ڄام بابينو ۽ ڄام جوڻو دهليءَ جي مرڪز ۾ رهڻ لڳا. ڪجهہ وقت کان پوءِ ڄام تماچيءَ خراج ڏيڻ بند ڪيو ۽ خود مختياريءَ جو احساس ڏيارڻ شروع ڪيائين. ان پس منظر ۾ فيروز تغلق نوان حڪم جاري ڪيا. ڄام جوڻو سنڌ جو نئون حاڪم مقرر ٿيو جنهن ڄام تماچيءَ کي گرفتار ڪري هندستان موڪلي ڇڏيو. جوڻي هن ڀيري دهليءَ جي حڪومت جي هر هدايت جي پوئواري ڪئي. سنڌس هي روش عام ماڻهن کي پسند نہ آئي. سنڌ جا صوفي پڻ جوڻي جي پاليسين مان خوش نہ هئا. تغلقن جي زوال وقت ڄام تماچي سنڌ موٽي آيو ۽ سمن جي خودمختيار بادشاهت جو اعلان ڪيائين. (هي اهو ئي تماچي آهي، جنهن نوري نماڻيءَ سان نينهن ڪيو). ڄام تماچيءَ کان پوءِ سنڌس پٽ ڄام صلاح الدين سنڌ جو بادشاھ بڻيو. سنڌس دور ۾ امير تيمور جي لشڪر سنڌ تي حملو ڪيو ليڪن ابوالغيث بکريءَ جي سفارش سان هي ملڪ وڏي رتوڇاڻ کان محفوظ رهجي ويو. ڄام صلاح الدين کان ڪري ڄام ننڍي تائين، سمن ڄامن نهايت اطمينان ۽ سڪون سان حڪومت ڪئي. ڄام ننڍي سنڌ تي اٺيتاليہ سال پوري آزاديءَ سان حڪم هلايو. سنڌس دور حڪومت ۾ ارغونن 892ھ ۾ سنڌ جي سبي شهر تي قبضو ڪيو. 895ھ ۾ سنڌ جي لشڪر وري هن شهر تي قبضو حاصل ڪري ورتو. سمن ڄامن جو آخري دور حڪومت اندروني خلفشار ۾ گذاريو. آخرڪار 927ھ / 1520ع ۾ ساموئيءَ جي ميدان تي، شاھ بيگ ارغون ۽ دريا خان جي وچ ۾ زبردست جنگ

لڳي. ارغونن دريا خان کي ڏوکي سان قتل ڪيو. ان طرح سنڌ جي لشڪر کي شڪست ملي. ان کان پوءِ هن ملڪ تي ارغونن جو راڄ شروع ٿيو. ارغونن فتح کان پوءِ ٺٽي ۾ ڦرلٽ ڪئي ۽ دارالحڪومت ٺٽو پورا ست ڏينهن سڙندو ۽ ٻرندو رهيو. ڪتبخانا تباهه ڪيا ويا. نون حاڪمن بي انداز دولت گڏ ڪري، شهر کي تاراج ڪرڻ جي پوري پوري ڪوشش ڪئي.

3_ ماضي ۽ حال جو علمي ۽ انتظامي جائزو

هن عنوان هيٺ اسين سنڌ ۾ عربن، سومرن ۽ سمن ڄامن جي دورن جو مختصر مگر ٺوس علمي ۽ انتظامي جائزو وٺنداسين.

(3_1) سنڌ ۽ هند ۾ سومرن جي دور حڪومت جو علمي جائزو: _

سنڌ ۾ عربي زبان کي علمي ۽ سرڪاري اعزاز عربن جي حڪومت جي دؤر ۾ مليو. جڏهن محمود غزنويءَ "منصوره" شهر کي تاراج ڪيو. تڏهن هتي سومرن جو راڄ قائم هو. ننڍي کنڊ ۾ سڀ کان اول غزنوين، فارسي ٻوليءَ کي سرڪاري اعزاز ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. (4) . حقيقت ۾ سندن هي ڪوشش مذهبي جنون ۽ سياسي مخالفت جي ڪري ناڪام ٿي. ڪجهه وقت کان پوءِ دهلي، لاهور، ملتان ۽ اُچ فارسي علم توڙي ادب جا مرڪز بڻيا. قباچه جو دور حڪومت (1206_ 1228ع) هن حوالي سان وڏي اهميت رکي ٿو. اُچ ۾ باقاعده شعرو شاعري ۽ تصنيف و تاليف ٿي. اروڙ ۽ بکر ۾ علي بن حامد ڪوفيءَ "چچ نامو" فارسي زبان ۾ تيار ڪيو ۽ ان کي وزير عين الملڪ جي نالي منسوب ڪيو. هي اهو ئي دور آهي، جڏهن مرڪزي ايشيا، خراسان ۽ ايران مان فارسي علم ادب جا ڄاڻو ۽ شاعر وڏي تعداد ۾ سنڌ سميت برصغير جي مختلف علائقن ۾ پهچي رهيا هئا. ان پس منظر ۾ سنڌ کان ٻاهر، خاص ڪري فارسي ٻوليءَ جي اعزاز ۽ اهميت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. (5) زماني جو هي دستور آهي تہ جنهن شيءَ کي جيترو مسلط ڪبو ان لاءِ اوتري ئي نفرت پيدا ٿئي ٿي. تاريخ شاهد آهي تہ فارسي زبان جي حق ۾ ٿيندڙ

هر ڪوشش کي سومرن حاڪمن رد ڪيو. سرڪاري توڙي علمي زبان جو اعزاز بدستور عربي ٻوليءَ کي حاصل رهيو. (6)

(2_3) ٻاهران نافذ ٿيندڙ ٻولي: _

مٿي ٻڌايو ويو آهي تہ غزنوين جي حملي وقت سنڌ جي سرڪاري زبان ڪهڙي هئي ۽ انهن سنڌ تي ڪهڙي ٻولي مسلط ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اها ڇو ناڪام ٿي؟ بهرحال، دهلي ۽ غزنيءَ مان جو ڪجهہ ٿي رهيو هو ان کي مذهبي رنگ ڏنو ويو. سمن حاڪمن خود مختياري حاصل ڪندي ئي ان کي غير مذهبي مسئلو سمجهي رد ڪري ڇڏيو. سندن حڪومتي دور جي شروع ۾ لڳل ڪجهہ فارسي ڪتبا مليا آهن. (7) جن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪيئن نہ دهلي سرڪار سنڌ ۾ فارسيءَ کي رائج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. انهن مان هڪ ڪتبو (757 ھ) سيوهڻ ۾ لعل شهباز قلندر جي مقبري تي نصب ٿيل آهي. هڪ وڏيڪ ڪتبو (782 ھ) گجي ۾ شيخ ترابيءَ جي مزار تي لڳل هو. دهلي سرڪار جي پاليسيءَ تحت هي ڪتبو ڄام جوڻي هٽايو هو جو ان وقت سنڌ ۾ بہ فارسيءَ کي رائج ڪيو پئي ويو. شيخ ترابيءَ جي مزار وارو ڪتبو هن وقت سنڌ عجائب گهر حيدرآباد ۾ رکيل آهي. فيروز تغلق جي دور جا سيوهڻ ۾ بہ وڏيڪ ڪتبا پڻ مليا آهن.

تغلقن آزاديءَ جي تحريڪ کي ختم ڪرڻ لاءِ مختلف تدبيرون اختيار ڪيون. سنڌ تي خراج لاڳو ڪيو ويو. حريت پرستن کي هجرت تي مجبور ڪيو ويو. هنن ملڪ تي فارسي ٻوليءَ کي مڙهڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي. سمن ڄامن جڏهن غلاميءَ جي هر آزمائش کي صبر سان پار ڪيو تہ ظاهر آهي تہ انهن دهليءَ جي اڪثر علامتن کي ختم ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي هوندي.

(3_3) سمن جي دور جا سڪا: _

ڪنهن بہ دور جي سرڪاري ۽ علمي زبان جي تلاش ۾ بين ڳالهين کان علاوه متعلقہ حڪومت يا ان دور جا سِڪا بيحد مددگار ثابت ٿين ٿا. ارمان آهي تہ سنڌ جي سڪن جي باري ۾ اجا ڪو ٺوس ڪم نہ ٿيو آهي. هباري عربن سنڌ ۾ پنهنجو سڪو چالو ڪيو. سومرن جي دور ۾ سڪن بابت بہ ڪا معلومات ميسر ڪانهي. سمن جي دور ۾ دهلي، گولڪنڊي، گجرات ۽ تيموري سڪن جو سنڌ ۾ رائج هجڻ جو ڏس پتو پيو آهي (8) سمن جامن جو پنهنجو سڪو بہ چالو ٿيو. ممڪن آهي تہ ان وقت جي سنڌي سڪي کي درهم چيو ويندو هجي، جين ماموئي درويشن جي اڳڪٿين ۾ حوالو ملي ٿو. بنهہ تازي دور ۾ جام نندي ۽ جام فيروز (آخري بہ بادشاهہ) جا سڪا دستياب ٿيا آهن. انهن تي نالا وغيره بہ عربيءَ ۾ لکيل آهن، جن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ان وقت هي ٻولي لکپڙهہ جي ڪم ايندي هئي. (9).

4۔ ٽن ٻولين جو اتهاسڪ ۽ ساهتڪ مطالعو

هن عنوان هيٺ اسين عربي، فارسي ۽ سنڌي ٻولين جي واڌاري توڙي ان وقت تائين سنڌ ۾ هنن ٻولين ۾ پيدا ٿيل لٽريچر بابت گفتگو ڪنداسين.

(4۔1) عربي زبان ۽ ادب:۔

عربن ۽ سنڌين جا تاريخي لاڳاپا اسلام کان اڳ بہ قائم ڏسجن ٿا، ان ڪري عربي زبان سنڌي ماڻهن لاءِ اوپري نہ هئي. جڏهن هتي عربن جي حڪومت قائم ٿي، تڏهن عربي ٻوليءَ کي علمي ۽ سرڪاري اعزاز ڏنو ويو. سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ عربي زبان مذهبي ٻولي پڻ هئي، ڇو تہ قرآن مجيد پڻ هن زبان ۾ نازل ٿيو هو. هن ٻٽي اهميت سبب جڏهن سنڌ تي سومرن جي حاڪميت قائم ٿي، تڏهن بہ عربي زبان جي ساڳي اهميت برقرار رهي. عربن کان وٺي سمن حڪمرانن جي آخر تائين، هتي ٿيل تصنيف ۽ تاليف بابت نهايت گهٽ ڄاڻ ملي ٿي. دهلي ۽ غزنيءَ جي بار بار حملن ۽ شهرن جي تاراج ٿيڻ سبب، سنڌ جي امن ۽ آزاديءَ سان گڏ هتي جي علم ۽ ادب جو ڏيئو بہ گل ٿي ويو.

شاه بيگ ارغون ٺٽي کي فتح ڪري، هن بين الاقوامي شهر کي تاراج ڪرڻ جو حڪم ڏنو جو پوري هڪ هفتي تائين سڙندو رهيو. بکر جي مقامي ماڻهن کي لڏ پلاڻ تي مجبور ڪيو ويو. سوين علمي ۽ تمدني مرڪز برباد ڪيا ويا. ان حالت ۾ سنڌ جي علم ۽ ادب جو جيڪو حشر ٿيو ان جو اندازو ڪرڻ بلڪل آسان آهي.

اهو ئي سبب آهي جو اڄ تائين اسين سمن جي دور جي هڪ يا ٻن تصنيفن جو پتو لڳائي سگهيا آهيون. اهي ڪتاب عربي زبان ۾ لکيا ويا آهن، هڪ ڪتاب جو نالو "الزبدة" آهي. هي علمي ڪتاب منطق جي موضوع تي عربيءَ ۾ لکيو ويو جو وري "شمه في الميزان" نالي ڪتاب جي شرح تي مبني آهي. هن ڪتاب جي لکجڻ جو سال ٨٥٧ هه / ١۴٥٦ع آهي. هي ڪتاب ڪاٺياواڙ جي هڪ عالم مولانا علاؤالدين منگلوريءَ، سنڌ جي حاڪم ڄام انڙ عرف ڄام محمد سڪندر شاهه ثانيءَ جي حڪم تي لکيو ۽ ان جي نالي تي ئي منسوب هن ڪتاب جا قلمي نسخا متعدد ڪتبخانن ۾ ملن ٿا (10). ان کان علاوه پير مراد شيرازيءَ جي حياتيءَ بابت حافظ حاجي شيخ محمد حسين صفائي (وفات: 931 هه) ، هڪ ڪتاب "تذڪرة المراد" نالي سان لکيو جو پڻ عربي زبان ۾ آهي (11). هي ڪتاب سمن جي دور جي بنهه پڇاڙيءَ ڌاري لکجڻ ۾ آيو. ابهري بزرگ ڄام فيروز جي وقت ۾ سنڌ ۾ داخل ٿيا. انهن جي اڪثر تصنيف ۽ تاليف پڻ عربي زبان ۾ ڏسجي ٿي. هي تصنيفون سمن جي دور جي علمي زبان جي شهادت ڏيڻ لاءِ ڪافي آهن ۽ پڻ گڏوگڏ هن زماني جي سرڪاري ٻوليءَ جي تلاش لاءِ بہ هڪ پختو ثبوت آهن.

(2_4) فارسي زبان ۽ ادب:_

جهڙيءَ ريت اسلام کان اڳ سنڌ ۽ عرب جي لاڳاپن سبب هتان جا ماڻهو عربي زبان کان واقف هئا،تيڪ ان طرح سنڌي ماڻهو پنهنجي پاڙيسري ملڪ ايران جي ٻوليءَ کان بہ آشنا ڏسجن ٿا. مذهبي ۽ علمي ضرورتن جي پورائي لاءِ سنڌ جا ماڻهو عربي ٻولي پڙهندا ۽ سکندا هئا. قوي گمان آهي تہ

قديم ايامن کان وٺي اهل سنڌ ۽ خاص ڪري واپاري طبقو ايراني ٻولي پڙهي سگهندو هو. فارسي زبان سومرن جي دور ۾ سرڪاري روپ ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي، ليڪن اها مهم ڪامياب نه ٿي. سمن جي دور ۾ جدا گانه طور تي درس ۽ تدريس جا مرڪز وجود ۾ آيا، جتي علم ۽ تعليم جي حاصلات لاءِ عربي زبان مکيه ذريعو هئي. ليڪن سمن جي دور جي آخر تائين ايران ۽ مرڪزي ايشيا مان عالمن ۽ استادن توڙي شاعرن جي اچڻ سان سنڌ ۾ پڻ فارسي ٻوليءَ جون مکيه تصنيفون پهچڻ شروع ٿي ويون. ان ريت هن ملڪ ۾ به فارسي زبان جو چرچو شروع ٿيو. تذڪرن ۾ اثيرالدين ابهري، انوار مخدوم بلال، شيخ حماد، عبدالعزيز ابهري، عيسيٰ برهانپوري ۽ ڄام نندي جي نالن ۾ ٿورا فارسي شعر مليا آهن. (12) ان هوندي به سنڌ جي ڪنهن استاد ۽ عالم جي فارسي تصنيف بابت ڪا ڄاڻ ميسر نه ٿي آهي.

(3_4) سنڌي زبان ۽ ادب: ـ موجوده دور ۾ سنڌي زبان جي قدامت جي باري ۾ حيرت انگيز طور تي تحقيقي ڪم ٿيو آهي. سراج الحق هن زبان جي ارتقا کي موهن جي دڙي سان منسوب ڪيو آهي، عرب سياحن نه صرف سنڌي زبان جي وجود جي شاهدي ڏني آهي، ليڪن ان سان گڏ رسم الخط جو به ڏس پتو ڏنو آهي. سنڌي ادب جا بنياد سومرن جي دور ۾ پيا. ان ڏس ۾ مختلف رومانوي ۽ عشقيه داستانن مکيه ڪردار ادا ڪيو. حڪمرانن جي ٻولي هجڻ سبب سمن جي دور ۾ معياري سنڌي وچ سنڌ مان نڪري ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچي ويئي. هن دور جو درست سماجي نقشو هڪ ليکڪ هن ريت پيش ڪيو آهي: ”اسان کي سچو پچو سنڌي چوائڻ جو حق مليو سو سمن جي حڪومت کان پوءِ ئي مليو. نه ته انهيءَ ۾ وڏو شڪ هو ته اسين عربي ۽ پارسي ادب، پنيان عرب ۽ ايراني سڏجي وڃون ها، پر قدرت کي شايد اهو ئي منظور هو جو اڄ اسين ڏسون ٿا“ (13)

مخدوم احمد ڀٽي، حماد جمالي، نوح هوٽياڻي، اسحاق آهنگر ۽ شيخ پراڻ ـ هن دور جا نامور سنڌي شاعر ٿي گذريا آهن. هن دور جي شاعري پنهنجي

مڪمل ادبي خوبين جي ڪري مشهور آهي. * واقعاتي شعر کان وٺي تصوف جي رمزن تائين سنڌي شاعرن پنهنجي شاعريءَ ۾ رنگ ڀريا آهن. (14)

5_ سمن جي دور جي علمي ۽ سرڪاري ٻولي

سمن جي دور جي علمي ۽ سرڪاري ٻولي تلاش ڪندي، اسان مٿي مختلف رخن کان بحث ڪري آيا آهيون. عنوان کي ڪنهن منطقي نتيجي تي پهچائڻ لاءِ هيٺ ڪجهه وڌيڪ ذريعن کان مدد ورتي ويندي.

(5_1) محققن ۽ عالمن جا رايا:_

هن باري ۾ محققن نه صرف پنهنجي پسند ۽ ناپسند بلڪ پنهنجن نظرين ۽ خيالن کي سامهون رکي راءِ قائم ڪئي آهي.

محمد صديق ميمڻ: "ارغون حڪومتي دور کان سنڌ جي سرڪاري ۽ دفتري ٻولي فارسي رهي. عالم سگورا مدرسن ۾ فقط عربي ۽ فارسي ٻولين جي تعليم ڏيندا هئا" (15)

ڀيرومل مهرچند آڏواڻي: "سنڌ ۾ فارسيءَ جي ابتدا غزنوي دور حڪومت سان ٿي، ليڪن هتي فارسي تعليم ۽ تدريس ارغونن جي حڪومتي دور ۾ رائج ٿي" (16).

الهه بچايو يار محمد سمون: " سومرا خاندان کان پوءِ سما حڪومت ۾ آيا. ان وقت ارغونن جي دخل اندازي سبب، فارسي دفتري زبان مقرر ٿي، ان ڪري ماڻهن فارسي سکڻ تي گهڻو ڌيان ڏنو" (17).

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: "سمن جي دور ۾ عربي تعليم زبان رهي ۽ فارسي ٻولي سرڪاري، دفتري ۽ ڪاروباري سلسلي ۾ استعمال ڪئي ويندي هئي. " (18)

---

• عام طرح قاضي قادن کي به سمن جي دور جو شاعر تسليم ڪيو وڃي ٿو. تاريخي لحاظ سان هي راءِ درست ڪانهي. ڪيس ارغون دؤر جو شاعر سڏڻ وڌيڪ درست ٿيندو.

• هن ڏس ۾ گهڻن عالمن پنهنجا ويچار ڏنا آهن. هتي ڪجهه چوند اسڪالرن جي راءِ ڏبي. بهرحال اڪثر محققن جو خيال آهي ته فارسيءَ جو سنڌ ۾ سرڪاري عمل دخل ارغونن جي حڪومت کان شروع ٿيو.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: "هن دور حڪومت ۾ فارسي علمي ۽ سرڪاري ٻولي رهي. فارسيءَ ۾ تصنيف و تاليف جي شروعات ٿي، ۽ سنڌ مان بلند مرتبي جا فارسي شاعر پيدا ٿيا". (19)

ڪريم بخش چنا: "سمن جي دور ۾ عربي مذهبي ۽ سرڪاري زبان هئي، ليڪن عام ماڻهو سنڌي لکندا ۽ پڙهندا هئا"(20)

ايم ايڇ پنهور: "شايد فارسي سومرن جي حڪومت جي خاتمي سان سنڌ جي سرڪاري زبان بنجي چڪي هئي. "(21)

ان کان علاوه ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي ۽ عبدالڪريم لغاريءَ پڻ هي راءِ ڏني آهي تہ""ارغونن سنڌ ۾ فارسي ٻوليءَ کي سرڪاري ۽ دفتري زبان مقرر ڪيو هو". (22)

(2_5) مختلف ٻولينجا ڪتبا: _

اسين پنهنجي سهوليت خاطر ڪتبن کي بہ جدا جدا ٻولين جي لحاظ کان اپياس هيٺ آڻينداسين.

(الف) عربي ڪتبا: سمن جي دور حڪومت ۾ جيڪي بہ تعميرات سرڪاري سطح تي ٿيون، يا وري اهي عمارتون جيڪي حڪمرانن جي نگرانيءَ ۾ نهي راس ٿيون، انهن سڀني جاين تي يادگار ڪتبا عربي ٻوليءَ ۾ آهن، سمن ڄامن ۽ ان دور جي مشاهيرن جا. اڪثر مقبرا، مدفن گاهہ ۽ چوڪنڊيون مڪلي ٽڪريءَ جي اترئين ڇيڙي تي آهن. مير علي شير قانع "مڪلي نامہ" نالي مختصر ڪتاب لکيو جنهن تي موجوده زماني جي مثالي مؤرخ سيد حسام الدين راشديءَ تاريخي واڌارا ڪيا آهن. هن دور جي جن ڪتبن جو هت حوالو ڏبو، يا وري ڪي اقتباس ڏبا،اهي سڀ راشدي صاحب جي مرتب ڪيل "مڪلي نامہ" تان کنيا ويا آهن. انهن مقبرن، چوڪنڊين۽ ديوارن تي نصب ٿيل ڪتبا، عملي طرح سان عربي زبان ۾ ڏسجن ٿا.

مقبرو ڄام صلاح الدين، مقبرو ملڪ تاج الدين، مقبرو ملڪ راڄ پال ۽ مدفن گاهه دريا خان ڪاه علاوه همشيره ميان فتح خان ۽ ڄام نندي جي شاندار مقبري تي جيڪي ڪتبا لڳل آهن، اهي نوانوي سيڪڙو عربي زبان ۾ آهن، هڪ ٻه سيڪڙو ڪتبن جو فارسي ٻوليءَ ۾ به ڏسجي ٿو. (23)

(ب) فارسي ڪتبا: مٿي اسان سنڌ ۾ فارسي ڪتبن جي پس منظر تي مختصر روشني وجهي آيا آهيون. هڪ ڪتبو سيوهڻ ۾ قلندر شهباز جي درگاهه تي لڳل آهي. ان مان صاف ظاهر آهي ته مذڪوره ڪتبو فيروز تغلق جي دور ۾ حڪم تي لڳو هو:

بعهد دولت فيروز شه سلطان دين پرور،

ڪه خاڪ درگهش سازند شاهان جهان

افسر.

تاريخ واريون سٽون هن ريت آهن:

بروز هفتم از ماه رجب مبني شداين

روضه،

بسال هفصدو پنجاه هفت از هجرت مهتر

(24)

ٻيو فارسي ڪتبو گجي جي پرسان شيخ ترابيءَ جي مزار تي لڳل هو جو هن وقت سنڌ ميوزم حيدرآباد ۾ رکيل آهي. هي ڪتبو ڄام جوڻي جي ٻئي پيري حڪومت ۾ اچڻ وقت لڳو هو. هي ڪتبو 3 سفر 782 ھ تي نصب ٿيو. ڪجهه سٽون ڏجن ٿيون جن مان تاريخ ظاهر ٿئي ٿي:

بسال هفصد و هشتاد و دو از هجرت

احمد،

زعون ايزد ذوالمن والافضال والاحسان،

بناشد، ثالث ماه صفر، اين روضهء

ميمون،

بسعي كمترين بندگان موسيٰ بن

شهجان.

هن ڪتبي جي شروع وارين سٽن ۾ فيروز تغلق جونالو چٽو آهي:

بعهد شهريار دهر سلطان داور (ڪذا)

شه فيروز منصور مظفر در صف شاهان

(25)

هنن ٻن ڪتبن  کان علاوه سيوهڻ ۾ ٻه وڏيڪ فارسي ڪتبا پڻ فيروز تغلق جي دور جا يادگار آهن. انهن مان هڪ ڪتبو سيد عليءَ جي مرقد تي آهي ۽ ٻيو ڪتبو محمد تغلق جي عارضي مدفن گاهه تي لڳل هو. انهن جي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو ته آزاد سمن ڄامن جو هن ڏس ۾ ڪو به عمل دخل نه هو. اهي ڪتبا دهليءَ جي بادشاهن جي حڪم ۽ پاليسيءَ پٽاندڙ لڳا هئا.

(ج) سنڌي تحرير ۽ ڪتبا: سنڌي زبان جي قدامت ۽ ان دور جي ادبي سرمايي جو ذڪر مٿي ٿي چڪو آهي، ان کان سواءِ هي به ٻڌايو ويو آهي ته سمن جي دور ۾ ڪيئن نه معياري سنڌي وچ سنڌ مان نڪري، سڄي سنڌ ۾ پکڙجي رهي هئي، عربي زبان کي هر لحاظ کان هن زماني ۾ فوقيت حاصل رهي. سمن حاڪمن جي مقبرن، قبرن ۽ چوڪنڊين تي به عربي زبان ۾ ڪتبا لڳل آهن. فارسي ٻولي پاڙيسري ملڪ ايران جي زبان هجڻ ڪري سنڌ ۾ وڏي ۽ ويجهي، ۽ ان ۾ سمن ڄامن جو ڪو به ڪردار نه هو. واپاري ۽ ڪاروباري طبقو خاص ڪري هي ٻولي وڏي شوق سان سکندو هو، ڇو ته ان وقت تائين فارسي زبان ايران کان نڪري افغانستان، مرڪزي ايشيا ۽ هندستان تائين پهچي چڪي هئي. ارمان آهي ته قديم سنڌي تحرير جو ڪو به نمونو دستياب نه ٿيو آهي. باوجود ان جي ته ابن نديم ۽ البيروني جهڙا عالم سنڌي تحرير ۽ رسم الخط جو ذڪر ڪن ٿا. قوي گمان آهي ته ان دور ۾ سنڌي زبان،

عربي رسم الخط جي بجاءِ ديوناگري لپيءَ ۾ لکي ويندي هئي. اهڙو رسم الخط واپاري طبقي وٽ عمل ۾ هو. ويچار صرف ان ڳالھ جو آهي تہ سمن ڄامن، جيڪي نج نبار سنڌي نسل جا هئا، انهن پڻ پنهنجي مادري ٻوليءَ جي ترقي ۽ واڌاري ۾ ڪا دلچسپي نہ ورتي. يا وري معلومات جي کوٽ سبب، ان ڏس ۾ تاريخ جا صفحا خاموش ڏسجن ٿا. (26)

(3_5) سمن جي دور جي علمي ۽ سرڪاري ٻولي:-

هن مقالي ۾ اسان کي سمن جي دور جي علمي، تعليمي ۽ سرڪاري ٻولي ڳولي تاريخ جي هڪ مکيہ باب کي نروار ڪرڻو آهي. عنوان کي نباهڻ لاءِ مختلف رخن کان بحث ٿي چڪو آهي. اچو تہ هاڻي هن بحث کي سهيڙي کو نتيجو ڪڍون.

(1) تحقيق ۽ تلاش جي راھ ۾ آخري راءِ نہ ٿيندي آهي. ممڪن آهي تہ اڄوڪي راءِ ورندڙ ڏينهن تي ملندڙ نئين مواد جي روشنيءَ ۾ تبديل ٿي وڃي.

(2) اسان وٽ اڃا اهڙي قسم جي مطالعي جي اهميت تسليم نہ ڪئي ويئي آهي. سڀ کان اول محمد صديق ميمڻ هن موضوع تي راءِ زني ڪئي. اڪثر لکندڙن هن قسم جو اپياس ڪندي، سياسي توڙي تاريخي پس منظر کي نظرانداز ڪيو آهي.

(3) هن دور جي ابتدائي فارسي ڪتبن کي ڏسي هي راءِ قائم ڪئي ويئي تہ سمن جي دور جي دفتري ٻولي فارسي هئي. اهڙي راءِ ڏيندي ڪتبن جي نصب ٿيڻ جي حقيقي پس منظر تي بلڪل غور نہ ڪيو ويو. ٻئي طرف آزاد سمن حاڪمن جي تعميرات تي نوانوي سيڪڙو ڪتبا عربي زبان ۾ آهن.

(4) قرين قياس آهي تہ سمن جي آخري دور تائين سنڌ ۾ فارسي زبان پنهنجا قدم وڌائي چڪي هئي. حاڪمن حالتن جي تقاضا تهت فارسي ٻوليءَ لاءِ بہ نرم گوشو پيدا ڪيو. اهو ئي سبب آهي جو سندن ڪرايل

تعميرات تي هڪ ٻه سيڪڙو تحرير فارسي ٻوليءَ ۾ ٻه ڏسجي ٿي. بهرحال هڪ ٻه سيڪڙو فارسي ڪتبن ڪي ڏسي، هي چئجي ته سمن حاڪمن فارسي ٻوليءَ جي بالادستي قبول ڪري ورتي هئي. اها اهڙي راءِ ٿيندي جو اسين مير علي شير قانع جي ”مقالات الشعراءِ“ ۾ هڪ ٻه سيڪڙو عربي اکر ڏسي چئون ته هي ڪتاب عربي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي.

(5) سمن جي دور جي علمي ۽ تعليمي زبان ”عربي“ رهي. ان ڏس ۾ الزبدة“ جي تحرير هڪ بهترين مثال آهي. هن زماني ۾ عام ادبي ٻولي به ”عربي“ ڏسجي ٿي. ان جو عمدو مثال شيخ صفائيءَ جي ڪتاب ”تذڪرة المراد“ جي روپ ۾ ملي ٿو.

(6) ان دور جي تاريخي اڀياس ۽ سمن ڄامن ۽ تغلقن جي ڇڪتاڻ کي ذهن ۾ رکڻ سان گڏ خود ڄام جوڻي ۽ ڄام تماچيءَ جي جدا جدا سوچ توڙي پاليسين ڪي ڏسي بنا ڪنهن هٻڪ جي چئي سگهجي ٿو ته سنڌي حاڪمن مڪمل آزادي وٺڻ ڪان پوءِ، غلامي ۽ محڪوميءَ جي هر نشان کي ختم ڪيو هوندو. فارسي بدستور سرڪاري ٻولي رهندي اچي ها ته (علاؤالدين ڄام جوڻي ڪان پوءِ)، سمن جي خاتمي تائين سنڌ ۾ هن ٻوليءَ ۾ تصنيف ۽ تاليف جا انبار لڳي وڃن ها. مٿي ڏسي چڪا آهيون ته ذڪر هيٺ دور ۾، سنڌ ۾ فارسيءَ جا ڪي ٿورا شاعر پيدا ٿيا، جن پڻ چند سٽن ڪان وڌيڪ شعر نه ڇڏيو آهي. انهن مان به اڌ بزرگ ٻاهران آيا ۽ ڪجهه شاعرن ڏي منسوب شعر تذڪرن ۾ ٻين شاعرن جي نالي ۾ به داخل ڏسجن ٿا.

(7) ڪجهه عالمن جو رايو آهي ته ٻن صدين ڪان فارسي ٻولي دهليءَ جي مرڪزي حڪومت جي دفتري ۽ سرڪاري زبان رهندي ٿي آئي، ان ڪري سمن جي دور جي ابتدا ڪان هي ٻولي سنڌ ۾ به سرڪاري ٻوليءَ بنجي ويئي هئي. هن ڏس ۾ مفصل بحث اڳ ٿي چڪو آهي. تاريخي طور تي هي خيال درست ڪونهي. ٻن صدين ۾ هندستان ۽ سنڌ ۾ ڪڏهن به مفاهمت پيد انه ٿي سگهي. سنڌ جي سمن ۽ گجرات جي بادشاهن ۾ بهترين لاڳاپا قائم هئا.

گجرات ۾ عربي زبان کي اعليٰ مقام مليل هو. ان ريت سنڌ جي حاڪمن به هن زبان کي اهميت ڏني، جا سندن خاتمي تائين جاري رهي.

(8) سمن جي پنهنجي سڪي جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، ان تي پڻ تحرير عربي رسم الخط ۾ آهي. سرڪاري زبان جي حوالي سان سڪن جي تحرير به ان دور جي پاليسيءَ کي چٽو ڪري ٿي. هن ڏس ۾ سمن جي تعميرات جو وڏيڪ اڀياس، اجا به مکيه مدد ۽ رهنمائي ڪري سگهي ٿو.

(9) مٿيون مطالعو جائزو، علمي ۽ ادبي ذخيري جو اڀياس توڙي مليل ڪتبن جي چنڊ ڇاڻ هن تحقيق جي تائيد ٿا ڪن ته سمن جي دور جي علمي، تعليمي ۽ سرڪاري زبان "عربي" مقرر رهي. سڪن جو ملڻ به هن ڏس ۾ هڪ ٺوس ثبوت ٿي پيو آهي. هاڻي هن ڳالهه ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته عربن کان وٺي سمن جي زوال تائين پوريون اٺ صديون "عربي" مختلف رخن کان سنڌ ۾ نافذ ۽ غالب رهندي آئي.

(10) ارغونن جي حڪومت قائم ٿيڻ شرط، مدرسن ۽ دفترن توڙي دربار ۾ فارسي زبان کي مڪمل بالادستي حاصل ٿي. ان طرح عربيءَ جي اٺن صدين جي فوقيت ختم ٿي. نون حاڪمن سنڌي ٻوليءَ ڏي نهايت بي رحم رويو اختيار ڪيو. فارسي زبان ارغونن کان ڪري ٽالپرن جي خاتمي تائين سنڌ جي سرڪاري ٻولي رهي.

حوالا ۽ حاشيا

(1) مير علي شير قانع: "تحفته الڪرام"، مرتب: سيد حسام الدين راشدي، (عرب حاڪمن جي لسٽ)، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1971ع.

(2) عمر حسين الخشاب : "ابن بطوطه جو سفر" ، مترجم: محمد ابراهيم عباسي، ص ص 1_12، سنڌي ادبي بورڊ 1976ع.

(3) سمن حاڪمن جي فهرست ۽ دور جي سياسي جائزي لاءِ سيد حسام الدين راشديءَ جي "مڪلي نامه" تان مدد ورتل آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي مرتب ڪيل "تاريخ طاهري" پڻ منهنجي سامهون رهي آهي.

(4) ڀيرومل مهرچند آڏواڻي: "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ"، ص 211 ۽ 214، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1972ع .

(5) مولائي شيدائي: ”تاريخ تمدن سنڌ“، حصو ٻيو باب ٽيون، سنڌ يونيورسٽي پريس حيدرآباد 1959ع.
(6) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: ”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“، ص 57، حيدرآباد سنڌ، سال 1962ع.
(7) انهن ڪتبن لاءِ ڏسو: ”تاريخ مظهر شاهجهاني“، مرتب سيد حسام الدين راشدي، ص ص 267_269؛ ۽ پڻ ڏسجي: ”مڪلي نامہ“ مرتب: سيد حسام الدين راشدي، ص ص 106_ 107، ناشر سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سال 1967ع.
_ محمد تغلق جي مزار ۽ سيد عليءَ جي مرقد ورا ڪتبا، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڏنا آهن (تاريخ معصومي، اردو، ص ص 416_419، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1959ع.
(8) مولائي شيدائي: ”جنت السند“، ص 374، سنڌي ادبي بورڊ، 1958ع.
(9) عبدالله ورياه جو مقالو ڇپيل رسالو ”سنڌي ادب“ سنڌالاجي، سال 1980ع.
(10) حوالو (6)، ص ص 83_85.
(11) شيخ حاجي حسين جي ڪتاب ”تذڪرتہ المراد“ کي يا تہ نظرانداز ڪيو ويو آهي، يا وري مورڳو هي تصنيف ارغونن جي دور جي شمار ڪئي وڃي ٿي. سن 927 ھ ۾ ڄامن جي حڪومت ختم ٿيڻ جي باوجود بہ ٺٽي تي ڄام فيروز جي حاڪميت قائم هئي. شاھ بيگ ارغون 22 شعبان 930 ھ تي فوت ٿيو. ان کان پوءِ ارغونن ۽ سمن ۾ تازا معرڪا ٿيا. ان ريت ٺٽو بہ ارغونن جي تسلط هيٺ آيو. جڏهن تہ حاجي حسين صفائي 931 ھ ۾ وفات ڪري ويو. ظاهر آهي تہ پاڻ هي تذڪرو وفات کان ڪجھ وقت اڳ لکي پورو ڪيو هوندائين.
(12) مير علي شير قانع: ”مقالات الشعرا“، مرتب: سيد حسام الدين راشدي، ص ص 10، 15، 91، 156، 422، 457، 815، 816؛ سنڌي ادبي بورڊ 1957ع.
(13) الهہ بچايو يار محمد سمون: ”لاڙ جو سير“، ص 23، سنڌي ادبي بورڊ 1971ع.

(14) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: ”سنڌي ادب جو تاريخي جائزو“ سمن وارو باب، اوائلي ڇاپو سکر سنڌ.
(15) محمد صديق ميمڻ: ”سنڌي جي ادبي تاريخ، برٽش حڪومت کان اڳ“، ص 5 ۽ ص 42، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد 1937ع.
(16) ڀيرومل مهرچند آڏواڻي، حوالو مٿي ڏنل، ص 214.
(17) ”لاڙ جو سير“ ، ص 22، سنڌي ادبي بورڊ 1971ع.
(18) ”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“ ، ص 136.
(19) ”سنڌي ادب جو تاريخي جائزو“، ص 46.
(20) Sindh Quarterly, p .47, No, 1; _ 1977.
(21) Sindh Quarterly, P.41, No, 3; _ 1978.
(22) سنڌالاجيءَ جا ڇپايل ڪتاب: ”سنڌيون“ ، ص 6؛ ۽ پڻ : ”سنڌي الف ـ ب جي ارتقا“ ، ص 42.
(23) سيد حسام الدين راشديءَ جا ”مڪلي نامہ“ تي لکيل حاشيا؛ ص ص 110، 111،112، 127، 129، 130؛ ۽ پڻ ص ص 722ـ 73.
(24) ”تاريخ مظهر شاهجهاني“ ، مرتب: سيد حسام الدين راشدي، ص ص 267 – 269، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1962ع.
(25 مڪلي نامہ، ص 106 ۽ ص 107 .
ـ ڪتبي جو درست سال 782 هہ آهي (مڪلي نامہ، ص 106).جڏهن تہ ساڳئي ڪتاب جي صفحي 107 تي سن 872 هہ واري غلطي دهرائي ويئي آهي.
(قلم تازو: هي ڪتبو هن وقت سنڌ ميوزم جي سومرن جي دور واري گئلريءَ ۾ رکيل آهي ۽ ان بابت وضاحتي پرچي پڻ اتان هٽائي ويئي آهي.)
(26) تعجب آهي تہ هن دور جي ايڪڙ ٻيڪڙ سرائڪي ڪتبن بابت معلومات ملي ٿي، جڏهن تہ سمن جي پنهنجي مادري ٻولي ”سنڌي“ جا تحريري دستاويز گم آهن!

(مهراڻ 2/1995ع)

## گوجر قبيلو ۽ اُن جي گوجري ٻوليءَ جو اڀياس

ڊاڪٽر غلام علي الانا

1۔ پاڪستان هڪ گهڻ – ٻولياڻون (Multi_ Lingual) ملڪ آهي. هن ملڪ ۾ هر صوبي ۽ اُن جي خطي ۾ ڌار ڌار ٻوليون، اُنهن جا ڌار ڌار لهجا (Dialects) ۽ انهن لهجن جا وري ڌار ڌار محاورا (Sub_ Dialects) ڳالهايا ويندا آهن. اهي ٻوليون، هند۔ ايراني، هند۔ آريائي، ايراني ۽ غير آريائي خاندان وارين ٻولين سان واسطو رکن ٿيون.

پاڪستاني ٻولين ۽ پاڪستان ۾ رائج ٻولين جو مطالعو هڪ تمام وسيع ۽ وڏو موضوع آهي، جنهن تي آزاديءَ کان پوءِ پاڪستان ۾ مجموعي طور سرڪاري توڙي غير سرڪاري ادارن طرفان ڪو گهڻو ڪم ڪو نہ ٿيو آهي. البت آزاديءَ کان اڳ، هن ڏس ۾، ڪيترن ئي غير ملڪي ماهرن واڪاڻ جوڳو ڪم ڪيو آهي. سر جارج گريئرسن طرفان، سورهن جلدن تي مشتمل تحقيقي ڪم "Linguistic survey of India" جي عنوان سان، هن ڏس ۾ پنهنجيءَ نوعيت جو هڪ لاثاني شاهڪار آهي، جنهن جي جيتري واکاڻ ڪجي، اوتري ٿوري آهي. سرگريئرسن، پنهنجي هن شاهڪار تحقيق ۾ برصغير جي هر ٻوليءَ ۽ برصغير کان ٻاهر "افغانستان، (1) "واخان"، پامير جي مٿاهن پٽن، برصغير جي اُتر۔ اوڀر وارن علائقن سان ملندڙ وچ ايشيا (Central Asia) جي ملڪن جهڙوڪ: چين واري سرحدي علائقي (چيني۔ تاجڪستان) ۽ ايراني سرحد وارن علائقن ۾ رائج ٻولين جو بہ ذڪر ڪيو آهي.

سرگريئرسن کانئس اڳ آيل غير ملڪي ماهرن طرفان ڪيل تحقيقي ڪم، رپورٽون ۽ جائزا بہ نظر مان ڪڍيا هئا، ۽ اُنهن رپورٽن، جائزن ۽ تحقيقي ڪم مان چڱي مدد حاصل ڪئي هئائين. سرگريئرسن، اُنهن ماهرن جا حوالا پڻ ڏنا آهن. جيڪڏهن اُهي رپورٽون، جائزا ۽ تحقيقي ڪتاب، هٿ ڪري، ڪٿي ڪو رسورس سينٽر (Resource Center) قائم ڪيو وڃي تہ جيڪر اِهو مواد، علم، اللسان، ۽ علم الانسان، جي ڪيتر ۾ ڪوجنا ڪندڙن جي لاءِ، گذريل صدي (ويهين صدي) ۽ هلندڙ ايڪيهين

صديءَ ۾, وڏو مددگار ثابت ٿي سگهندو. اُنهن ماهرن جا نالا ۽ ببليوگرافي، سمجهاڻيءَ وارن صفحن ۾ ڏنا ويا آهن.(2)

پاڪستان جي اُترين سرحد ۾ هڪ طرف خنجراب ۽ منتڪ، دڙن تائين، ٻئي طرف وري بروغل (Baroghal) دڙي جي پرئين پاسي ”سريڪول (Sarikol) بستيءَ تائين، تہ ٽئين طرف اُتر ۽ اُتر- اولهہ ۾ واخان پٽي، ۽ واخان جي سرحد جي خطن جي تهذيب ۽ تمدن، ٻوليءَ ۽ ثقافت جي اڀياس لاءِ نهايت ئي دلچسپ مواد ميسر ملي ٿو جنهن تي آزاديءَ (1947ع) کان پوءِ البت غير- ملڪي ماهرن ڪجهہ قدر ڪم ڪيو آهي.

2- پاڪستان جي صوبہ سرحد ۽ اُن جي اُترين علائقن جي انهن خطن ۾ جيڪي ٻوليون ڳالهايون ويندريون آهن، تن جي باري ۾ مختصر ذڪر ثقافتي ورثو ڪتاب جي چوٿين باب ۾ ڪيو ويو آهي، صوبي سرحد جي هزاره علائقي کان وٺي ، اُن (صوبہ سرحد) جي اُترئين حصي ۾، يا اُن کان مٿي ۽ اولهہ طرف، داردستان ۽ بلورستان ۾ ۽ اوپر ۽ اُتر- اوپر وارن علائقن ۾، داردي، هند- آريائي، ايراني ۽ غير آريائي ٻوليون ڳالهايون ويندريون آهن، جن جو ذڪر بہ ثقافتي ورثو ڪتاب جي چوٿين باب ۾ ڪيو ويو آهي. مانسهره جي اولهہ طرف، شاهراهہ ريشم تي، سنڌو درياءَ تي قائم بستي ۽ ’ٿاڪوٽ پُل‘، کان وٺي اُتر طرف چلاس تائين، سنڌو درياءَ جي ٻنهي ڪنارن جي آسپاس وارن علائقن کي جاگرافيائي لحاظ کان، ڌار ڌار نالن، يعني: ڪاٻي طرف واري علائقي کي ’سنڌو- ڪوهستان‘، ۽ ساڄي طرف واري علائقي کي ’سوات- ڪوهستان‘، سڏيو ويندو آهي. سوات- ڪوهستان وارو علائقو ڪيترن ئي حصن ۽ ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. هن علائقي (سوات- ڪوهستان) ۾ ڪالام واري خطي کي وڏي اهميت حاصل آهي. هن (ڪالام واري) علائقي ۾ چار مشهور واديون آهن. اُهي هي آهن: ڪالام، اُتروڙ، اُوسو ۽ گبرال. ڪالام واديءَ جون سرحدون، دير ڪوهستان، چترال ڪوهستان، گلگت، تانگير ڪوهستان ۽ سنڌو– ڪوهستان سان ملن ٿيون(4) .

سنڌو- ڪوهستان ۽ سوات- ڪوهستان وارن ٻنهي علائقن ۾ داردي، هند- آريائي ۽ ايراني ٻولين ڳالهايون وينديون آهن، پر انهن تي اڃا بہ تحقيق ڪرڻ جي ضرورت آهي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ علائقي جا مقامي ماهر داردي ٻولين کي،غير – آريائي يعني. هن ئي خطي جي ديسي / مقامي ٻوليون هجڻ جي دعويٰ ڪن ٿا. پاڪستان جي هڪ وڏي لساني "ماهر، ڊاڪٽر مهر عبدالحق، پنهنجي ڪتاب "ملتاني زبان اور اسکا اردو سي تعلق" ۾ سوال ڪيو آهي تہ:

"اهي دارد لوڪ ڪير هئا؟ وادي سنڌ جي زبانن کي، انهن جي پشاچي زبان" ڪيئن متاثر ڪيو. (5)

انهن (داردي) ٻولين ۾ "شينا"،سيني ٻولين کان وڏي ۽ اهم ٻوليءَ جي حيثيت ٿي رکي. در..... ٻنهي طرفن واري انهيءَ ڪوهستاني علائقي ۾، اهڙا ڪيترائي لفظ ۽ وياڪرڻي صورتون اتي جي ڪوهستاني ٻولين ۾ معلوم ٿيون آهن، جيڪي هوبهو سنڌي ۽ هندي ٻولين ۾ ڳالهايون وينديون آهن، پر لسانياتي مطالعي جي ڪيتر ۾، ڪن ٻولين جي لغوي خزاني جو هڪجهڙو هجڻ، انهن ٻولين جي هڪجهڙي يا هڪ ئي گروهہ يا خاندان جون هجڻ، ڪو وزندار دليل نہ آهي، جيئن "سنڌي ٻوليءَ جو بُڻ بنياد" ڪتاب ۾ چيو ويو آهي.

3- داردي خاندان وارين ٻولين جي ڪوهستاني شاخ جون جيڪي ٻوليون هنن ڪوهستاني خطن (سنڌو- ڪوهستان، سوات ڪوهستان، پنجڪوره ڪوهستان، ڪالام ڪوهستان ۽ تانگير ڪوهستان وغيره ۾ ڳالهايون وڃن ٿيون، انهن ۾ سوات- ڪوهستان ۾ رائج، "ڪالامي"، "ڪُشتياني"، "توروالي ۽ گاروي" ٻولين توڙي سنڌي ۽ لهندي، ٻولين ۾ صوتياتي، صرفي ۽ نحوي هڪجهڙائيءَ جا ڪيترائي مثال ۽ ثبوت ملن ٿا. (6) اهڙيءَ طرح لهندي شاخ جون "پوٺوهاري"، "ڇاڇي"، "اعوائڪي"، "ڏني" ۽ "هندڪو" ٻوليون بہ سنڌي ۽ ڪوهستاني ٻولين سان ائين مشابهت رکن ٿيون، جيئن "ڪڇي"، "ڪيتراني"،

”فراڪي“، ”جدگالي“، ”راٺڙي“ ۽ ميواتي، توڙي ڪانياواڙ ۽ راجستان جي اڳوڻين رياستن جون ٻوليون، سنڌي ٻوليءَ سان مشابهت رکن ٿيون. (7).
سرگريئرسن، ”ملتاني“، ”مغربي پنجابي“، ”ڄٽڪي“، ”اوچي“ ۽ ”هندڪي“/ ”هندڪو“ کي لهندا جون شاخون سڏيو آهي. (8). هن (سرگريئرسن) ”ملتانيءَ لاءِ سرائڪي ـ هندڪي“ ٻولي لفظ ڪم نہ آندو آهي.
شروع ۾ اهو چيو ويو آهي تہ هزاره علائقي ۾، مانسهره، کان وٺي اڳتي ”ٿاڪوٽ“، ۽ وري ٿاڪوٽ جي اُتر طرف، شاهراھ ريشم تي، ”چلاس“ تائين سنڌو درياءَ جي ٻنهي ڪنارن جي آس پاس وارا علائقا، ”سنڌو ـ ڪوهستان“ (درياءَ سنڌ جي ڪاٻي طرف وارا علائقا) ۽ سوات – ڪوهستان (سنڌو درياءَ جي ساڄي طرف وارا علائقا) جي نالن سان سڏبا آهن. انهن علائقن ۾، سوات ـ ڪوهستان وارو علائقو لساني گروهن جي لحاظ کان ڏاڍو دلچسپ، شاهوڪار ۽ اهم علائقو آهي. هن علائقي جي اُتر ۾ ”ڪالام ڪوهستان“، اولھ طرف ”ديرڪوهستان“ ، ”پنجڪوره ڪوهستان“، ”سوات ڪوهستان“، ۽ ”مالا ڪنڊ ڪوهستان“، وارا علائقا اچي وڃن ٿا. انهن علائقن ۾ ”ڪوهستاني ٻوليون“ ڳالهايون وينديون آهن. اُنهن کي گڏي ”ڪوهستاني گروھ واريون ٻوليون“ بہ چيو ويندو آهي. ٻولين جو اهو گروھ (ڪوهستاني گروھ) داردي خاندان وارين ٻولين سان واسطو رکن ٿيون (10) . سرگريئرسن کان اڳ، جان بُڊُولف، ۽ مورگينسٽيئرن بہ انهن ٻولين (ڪوهستاني ٻولين) جو ذڪر ڪيو آهي. (11) انهن ماهرن، داردي گروھ وارين ٻولين کي ٽن گروهن يا شاخن ۾ ورهايو آهي. اُهي هي آهن:
( i ) داردي گروھ، ( ii ) ڪافر گروھ ۽ ( iii ) کووار (Khowar) گروھ داردي گروھ وارين ٻولين کي وري اڳتي ٽن شاخن ۾ ورهايو اٿن، اُهي شاخون آهن : (1)شينا، (2) ڪاشميري ۽ (3) ڪوهستاني(12) .

هن سلسلي ۾ هيٺ ڏنل پهرئين نقشي مان، سر گريئرسن جي راءِ موجب انهيءَ علائقي ۾ رائج ٻولين جي خاندان جي مطالعي ۾ مدد ملي سگهي ٿي.

باڪس




4- پاڪستان جو علم الانسان جو مشهور ماهر، محترم محمد پرويش شاهين پنهنجن ڪتابن ۽ مقالن ۾، سر گريئرسن ۽ مارگيسٽيئرن سان، راءِ ۾ اختلاف ٿو رکي. هو داردي ٻولين کي، آريائي ٻوليون قبول نٿو ڪري، هو پنهنجي ڪتاب ”ڪالام“ ۾ لکي ٿو ته:

”داردستان جا اصلوڪا رهاڪو غير- آريا هئا“ (13) پرويش شاهين، ساڳئي ڪتاب ۾ اڳتي لکي ٿو ته:

”داردستان ۾ رهندڙ قومون ۽ قبيلا، ڪنهن به نسلي گروهه سان واسطو نٿا رکن ۽ نه ئي وري ڪو اهي قبيلا ڪا هڪ ٻولي، يا ڪنهن هڪ گروهه جي ٻولي ڳالهائين ٿا. اهي ماڻهو جيڪي به ٻوليون ڳالهائين ٿا، اُهي ڪنهن هڪ نسل يا گروهه جي ٻولين سان واسطو نٿيون رکن. مثال طور:

داردستان ۾ بليتي، بروشسڪي، ٻٽيڙي، ڊوم، ڪلاشوار، کووار ۽ گوجري ٻوليون ڳالهايون ويندڀون آهن. اهي ٻوليون اهڙيون آهن، جيڪي داردستان ۾ رائج ٻين زبانن جهڙوڪ: ڪشميري، ڪوهستاني، شينڪي، گاروي، توروالي، اوشوجي، داشوي، بلتم، شمپوءِ بديشيءَ سان ڪنهن به قسم جي نسلي يا گروهي واسطو نٿيون رکن.

لهاذا داردستان جي ايڏي وسيع علائقي ۾ جيڪي قومون ۽ نسل رهن ٿا، اُهي ڪڏهن هڪ نسل يا گروهه سان واسطو نٿا رکن، ۽ نه ئي وري اُهي ڪنهن هڪ خاندان يا نسل جون ٻوليون ڳالهائيندا آهن.(14) .

داردستان ۾ هن وقت جيڪي ٻوليون ڳالهايون ويندريون آهن. اهي سڀ آريائي خاندان واريون ٻوليون نه آهن، ۽ نه ئي وري داردستان ۾ رهندڙ سڀ قومون يا ماڻهو ڪي آريائي نسل جا آهن، اها ٻي ڳالھ آهي ته ڌار ڌار قومن ۽ قبيلن جي هن علائقي ۾ ورهين جا ورهيه گڏ رهڻ ڪري، هو هاڻ پاڻ ۾ گڏجي ميسجي ڪير ڪنڊ ٿي ويا آهن“(15)

محمد پرويش شاهين اڃا به اڳتي لکي ٿو ته:

هن علائقي ۾ رهندڙ قبيلا، آرين جي اچڻ کان اڳ، هت آباد هئا، هتي جا قديم رهاڪو اصل ۾ نوراني نسل سان واسطو رکندا هئا. داردي زبان جا، سنڌي، لهندا، پنجابي ۽ انهن خطن ۾ رائج ٻين زبانن تي به چٽا اثر محسوس ٿين ٿا، بلڪه ائين به چئي سگهجي ٿو ته داردي زبان، انهن ٻولين (سنڌي، لهندا ۽ پنجابيءَ) جي ماءُ آهي يا پيڙهه آهي“(16)

محمد پرويش شاهين اڃا به اڳتي لکي ٿو ته :

”دارد لفظ، آريائي ٻولين جو لفظ نه آهي، آرين ته غير- آريائي نسل جي ماڻهن کي ”داسو“ يعني ”دشمن“ يا غلام سڏيو. هن وقت به انهن علائقن ۾ اهڙا نالا ملن ٿا، جيڪي آرين جي هن خطي ۾ اچڻ کان اڳ، يعني غير- آريائي هجڻ ۽ آرين جي هتي جي مقامي ماڻهن کان نفرت جو ثبوت ڏين ٿا. مثال طور: ڪند، ڪنديا، پٽن، ڪامي، ڪالا ۽ ڪرنگ وغيره.

اهڙيءَ طرح ڪوهستاني زبانن جا ھي لفظ به غير- آريائي ٻولين جي نسل سان واسطو رکن ٿا، جيئن: چاتي، ڊانگ، دڙي، اوڍي، لَپَ، لپڪي، ڪُر، ڪٽون، پيڙهي، ڊويا، ڪُري، مُندري ۽ ڪڙي، ڪڙ، ڏنڊو، سوٽو، ٿالهي ۽ اڱار وغيره لفظ، غير- آريائي هجڻ لاءِ دليل آهن. انهن ۽ اهڙن ٻين لفظن جو ذخيرو ثابت ٿو ڪري ته انهن زبانن جو بنيادي تعلق ڪنهن غير- آريائي ٻوليءَ سان

آهي. اها ٻولي آريائي ٻولين کان اڳ جي مقامي ٻولي آهي ۽ هن ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ نسلي طور آريا نہ آهن، پر دراوڙ آهن.

ٻين لفظن ۾ هيئن چئبو تہ داردي ٻوليون ۽ اُنهن جا ڳالهائيندڙ هن علائقي ۾ آرين جي اچڻ کان اڳ آباد هوندا هئا ۽ انهن قومن ۽ قبيلن جو آريائي قبيلن سان ڪو بہ واسطو ڪونهي. (17)

پرويش شاهين صاحب اڳتي لکي ٿو تہ:

"اهي داردي قبيلا دراصل دراوڙ آهن، ۽ تورالي قومن سان نسبت رکن ٿا، جنهن ۾ ڏار ڏار قبيلا شامل هئا. اهي قبيلا اڄ کان ڇهہ هزار سال اڳ، سنڌو- ماٿر (موهن جو دڙو ۽ هڙپا) ۽ صوبہ سرحد جي گنڌارا تهذيب جا امين هئا، انهن مان ڪي بلوچستان ۾، ڪي ديره غازي خان ۾ ، ڪي ڪشمير ۾، ڪي سنڌو- ڪوهستان ۾، تہ ڪي گلگت، دير، باجوڙ ۽ سوات- ڪوهستان ۾ وڃي آباد ٿيا، پر اُن جي باوجود سندن زبان جي باقيات اڄ بہ سنڌي، پنجابي ۽ لهندا ڪانسواءِ جعفرڪي ۽ سرائڪيءَ ۾ ملي ٿي. " (18)

پرويش شاهين جي راءِ موجب:

"ڪوهستان علائقي جا ماڻهو ٽن لساني گروهن سان واسطو رکن ٿا، اهي لساني گروهہ هي آهن:

(1) ڪوهستاني گروهہ جيڪو گاروي يا گاوري گروهہ واريون ٻوليون ڳالهائيندو آهي.

(2) قاشقاري گروهہ جيڪو قاشقاري ٻولي ڳالهائيندو آهي.

(3) گوجر گروهہ جيڪو گوجري زبان ڳالهائيندو آهي.

جيتوڻيڪ انهن وادين ۾ ڪي ڳوٺ اهڙا بہ آهن جن ۾ انهن ٽنهي گروهن واريون ٻوليون ڳالهائيندڙ ماڻهو رهندا آهن، ليڪن انهن ڪي سندن لساني گروهن ۾ شامل ڪيو ويندو آهي، ائين بہ ڏٺو ويو آهي تہ پشتو انهن ٽنهي نسلن يا لساني گروهن وارن ماڻهن جي رابطي جي زبان بہ آهي. (19)

محترم پرويش شاهين جي انهيءَ تفصيلي بيان مان اهو ثابت ٿو ٿئي تہ سنڌي لهندا ڪوهستاني ٻولين ۾ مشابهت جو وڏي ۾ وڏو سبب هيءُ آهي جو داردستان جون ڪوهستاني ٻوليون سنڌو- ماٿري جي قديم ۽ اصلوڪي مقامي ٻوليءَ سان واسطو رکن ٿيون. انهن ٻولين ۾ جيڪا مشابهت آهي، تنهن مان اهو ثابت ٿو ٿئي تہ سنڌو- ماٿر جي قديم سئنڌوئي ٻوليءَ جي پهچ ۽ پکيڙ گنڌارا تهذيب واري خطي کي شامل ڪندي، اڳتي اولهہ ۽ اُتر- اولهہ طرف سنڌو- ڪوهستان، سوات- ڪوهستان، بلڪ پنجڪوره ڪوهستان تائين پکڙيل هئي، جنهن کي ڌار ڌار قبيلا ڳالهائيندا هئا ۽ هر قبيلي جي ٻولي ڌار آهي.

محترم پرويش شاهين رايو ڏنو آهي تہ سنڌي، پنجابي، لهندا، سرائيڪي ۽ جعفرڪيءَ ۾ انهن ڪوهستاني، ٻولين جي باقيات موجود آهي، شاهين صاحب پنهنجي ڪتاب (ڪالام ڪوهستان- لوگ اور زبان) ۾ صفحي 203 تي اها بہ دعويٰ ٿو ڪري تہ: ”داردي زبان، سنڌي لهندا ۽ پنجابيءَ جي ماءُ يا پيڻ آهي، “ پر دراصل چوڻ هيئن گهرجي تہ: سنڌي، لهند، سرائيڪي، جعفرڪي، پنجابي ۽ داردي، سنڌو- ماٿر جي قديم ۽ بنيادي زبان سئنڌوئي زبان، جون باقيات، يعني ”شاخون آهن. سنڌو- ماٿري جي وڏي علائقي يعني اُتر ۾ ڪشمير تائين، اُتر- اولهہ ۾ داردستان واري ڪوهستاني علائقي تائين اولهہ ۽ ڏکڻ- اولهہ ۾ بلوچستان ۽ اُن کان اولهہ ۾ ايران جي خوزستان علائقي ۾، ڏکڻ- اولهہ ۾ ڪرمان، جي جدگال خطي، تائين، ۽ ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ تائين، اوڀر ۾ راجستاني رياستون ۽ گجرات جي مها نديءَ جي ساڄي ڪناري واري علائقي تائين، ڏکڻ- اوڀر ۾ ڪڇ جون سرحدون ٽپي، ڪانياواڙ ۽ سؤراشٽر جي ڇيڙي ۾ راس ڪامورن تائين، اُتر- اوڀر ۾ هرياڻا رياست، جي حدن تائين پکڙيل هئي.سئنڌوئي ٻوليءَ، جي انهيءَ پهچ ۽ پکيڙ کي سامهون رکي، سر گريئرسن ۽ مارگيسٽيئرن جي ٺاهيل نقشي (ٻولين جي)، جيڪو اڳ ۾ ڏنو ويو آهي، ۾ تبديل ڪرڻي پوندي ۽ داردي گروهہ وارين ٻولين، کي سئنڌوئي، ٻوليءَ جي هڪ شاخ/ گروهہ قبول ڪري، سنڌو- ماٿر جي ٻولين جو نقشو نئين سر ٺاهيو ويو آهي. هن نقشي جي مدد سان اهو سمجهائڻ

جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي تہ سنڌو_ ڪوهستان، ، ’سوات_ ڪوهستان‘، ’دير_ ڪوهستان‘، ’پنجڪوره ڪوهستان‘ ۽ ’مالاڪنڊ ڪوهستان‘، جون اڪثر زبانون ’ڪوهستاني – گروهہ‘ وارين ٻولين سان واسطو رکن ٿيون، جيڪي داردي خاندان جون شاخون آهن. واديءَ – سنڌ جي ٻولين جو اهو نقشو هيٺ شامل ڪجي ٿو:

مغلن جي دور ۾ ڀارت جي وسطي ۽ اُتر_ اولهہ وارين رياستن کي ملائي مغليہ سلطنت جو نئون صوبو پنجاب ٺاهيو ويو ۽ اُنهن رياستن ۾ رائج ٻولين، بانگڙو، هرياڻا جي ٻولي) دو_ آبي رچنا (رچنا دو_ آبي ۽ سيالڪوٽ جي ٻولي)، پٽيالي‌ءَ، لميءَ، پواديءَ، ڪبياليءَ، مالوئيءَ، ماجهيءَ ۽ راٺيءَ کي ملائي، ”پنجابي ٻولي“ جو نالو ڏنو ويو آهي.

اهي سڀ ٻوليون پوءِ پنجابي زبان جا لهجا سڏجڻ لڳيون، بلڪ هاڻ تہ هندڪو، پوٺوهاري، شاهپوريءَ، ڏنيءَ، گهيبيءَ ۽ لهندي شاخ جي ٻين لهجن کي بہ پنجابي ٻوليءَ ۾ شامل ڪيو ويندو آهي، پر ان موضوع تي هن مقالي ۾ بحث نہ ڪيو ويو آهي.

5_ ماهرن جو خيال آهي تہ سنڌو درياءَ جي ٻنهي ڪنارن ۽ ڪوهستان وارن علائقن ۾، اُتر_ اولهہ طرف چترال ۽ اُتر طرف جمون ۽ ڪشمير ۾ اهڙيون ٻوليون ڳالهايون وينديون آهن، جن جو داردي خاندان وارين ٻولين يا ٻين گروهہ وارين ٻولين سان ڪو بہ واسطو ڪونهي، پر انهن ٻولين جو واسطو هڪ لحاظ سان، سڌو سنئون، سنڌي ۽ لهندي گروهہ وارين ٻولين سان آهي. سنڌي ۽ لهندي گروهہ واريون ٻوليون، جيئن سنڌي ٻوليءَ جو بُڻ بنياد، ڪتاب ۾ ڄاڻايو ويو آهي، تہ غير_ آريائي ٻوليون آهن، جيڪي سنڌو_ ماٿر ۾، آرين جي اچڻ ڪان ڪافي زمانو اڳ، سنڌو – ماٿر ۾، ماڻهن جي روزمره واريءَ زندگيءَ ۾ رائج هيون، انهن ٻولين جون پاڙون، سنڌو_ ماٿر واريءَ تهذيب ۾ کُتل آهن. جنهن جي باري ۾ سنڌي ٻوليءَ جو بُڻ بنياد ۾

Origin and growth of sindhi Language ڪتابن ۾ تفصيل سان بحث ڪيو ويو آهي (20)

سر گريئرسن، حالانڪ انهن ٻولين کي Indo_ Aryan Languages جي "Outer sub_branch" (ٻاهرين شاخ) ٿو سڏي (21) . پر انهن ٻولين جي تقابلي مطالعي کان پوءِ معلوم ٿو ٿئي تہ اهي ٻوليون سنڌو- تهذيب جي اصلوڪن رهاڪن جون اصلوڪيون ۽ مقامي ٻوليون آهن، جيڪي سنڌو- ماٿر، جي بنيادي ۽ اصلوڪي ٻولي سئنڌو ٹيءَ جون شاخون آهن "سنڌي ٻوليءَ جو بُڻ بنياد"ڪتاب جي نظرثاني ڪيل ٻئي ڇاپي ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ 'سنڌو ماٿر' ڏهن شاخن تي مشتمل هئي. اهي ڏھ ئي شاخون مٿي ڄاڻايل نقشي نمبر ٻئين ۾ بيان ڪيون ويون آهن.اُهي ڏھ شاخون هي آهن.

( i ) ڏاکڻي يعني سئنڌوئي، ( ii ) لهندي شاخ، ( iii ) وسطي شاخ، ( iv ) اُترين شاخ، يعني ڪشميري، ( v ) اُپرنديل شاخ، (vi ) اُتر- اوڀر واري شاخ، ( vii ) اُتر- اولهہ واري شاخ، (viii ) براهوئي شاخ، ( ix ) اولهہ ۽ ڏکڻ- اولهہ واريون شاخون، ( x ) قديم دراوڙي.

نقشي نمبر ٻئين ۾ اُترين شاخ ۽ اُپرنديل شاخ ۾ شامل ٻولين جو وچور ڏنو ويو آهي. اُپرنديل شاخ ۾ (الف) سؤراشسٽر (ڪاٺياواڙ) جي اڳوڻين رياستن مان ڪن ۾ رائج ٻوليون، جيڪي ڪاٺياواڙ اُپسمنڊ تائين پکڙيل آهن، اُتر – اوڀر شاخ ۾ (الف) موجوده هرياڻا پرانت ۾ رائج ميواتي/ الور شاهي ۽ بانگڙو ٻولي، (ب) اڳوڻي اُڏيپور رياست (ميواڙ) ۾ رائج ميواڙي ٻولي آهي.

سرگريئرسن ۽ ڊاڪٽر عزيز انصاريءَ ميواڙي ٻوليءَ کي اُترين راجستاني سڏيو آهي؛ (ث) مائوجي جيڪا اڳوڻي گجرات ۽ مهاراشٽر رياستن جي سرحدي علائقي ۾ "ڀيلي" جي نالي سان سڏبي هئي. (ج) اڳوڻي بيڪانير رياست جي اُتر- اوڀر ۾ اصلوڪن ۽ قديم رهاڪن جي ٻولي باگڙيءَ جي نالي سان مشهور آهي. اهڙيءَ طرح اُترين شاخ داردي ٻولين تي مشتمل آهي.

6ـ گوجري ٻولي سوات جي ڪوهستاني علائقي ۾ ۽ ڪاغان توڙي ٻين خطن ۾، گهمندڙ ڦرندڙ خانہ بدوش قوم ”گوجر“ جي پنهنجي ٻولي آهي، جنهن کي گوجري ٻولي، سڏيو ويندو آهي.اها ”گوجري“ ٻولي، غير- آريائي ۽ غير- ڪوهستاني ٻولي آهي، اها ٻولي، صوتي، صرفي ۽ نحوي لحاظ کان ”ميواتي“ ، ”سنڌي“ ۽ ”لهندي“ ٻولين سان سؤ في صد هڪ جهڙائي رکي ٿي، جيئن اڳتي هلي مثالن سان سمجهايو ويو آهي. گوجري ٻولي، ڪشميري، ڏوگري ۽ پنجابيءَ سان بہ ڪجهہ قدر هڪ جهڙائي رکي ٿي. هن ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ گوجر قبيلا، سوات ڪوهستان جي اُترئين علائقي ۾، ”ڪالام“، ”گبرال“ ۽ ”پشمال “ (Pishamal) واريءَ واديءَ ۾، سوات نديءَ جي ڪناري تي اُن (سوات نديءَ) جي ”اِسريت“ (Isret) ۽ ”ڪارن دُکي“ ـKaran) (Dukhi شاخن جي وچ واريءَ ماٿريءَ ۾ رهندا آهن. (22) . اهي گوجر قبيلا، گوجري ٻولي ڳالهائيندا آهن. ”پشمال“ واريءَ سڄيءَ واديءَ ۾اِهي گوجر قبيلا، رهندا آهن.

گجرال واريءَ واديءَ کان سواءِ گوجرن جا ٽولا سوات نديءَ جي جابلو لاهين ۽ ترائين، چراگاهن ۽ ميدانن ۾، پنهنجي مال سان گڏ، گهمندي ڦرندي، ڏسڻ ۾ ايندا آهن، ان ڪري گبرال جي وادي ۽ هن علائقي ۾ ٻيا اُهي ناٽا ۽ نڪاٽا، جتي گوجرن کي گهمندي ڦرندي ۽ سندن مال جي سانگي، اچ هِت سياٽي هُت يعني ”اَجڙ“ يعني ”خانہ بدوش“ (اَجڙ ٻڪريون چاريندڙن کي چئبو آهي- ڀٽائي سرڪار جو بيت: ”عمرا آجڙين کي.. “) زندگي گذاريندي ڏسبو آهي. گوجر قبيلن جي اها زندگي ”علم اللسان“، ”علم الانسان“ ۽ ”جاتي ڀاشا- وگيا“ (Ethno linguistics) سان دلچسپي رکندڙ محققن لاءِ تحقيق ۽ کوجنا جو وسيع ميدان ۽ مواد مهيا ڪري ٿي، ”ثقافتي ورثو“ ڪتاب جي چوٿين باب ۾ هن علائقي ۾ رائج ٻولين ۽ ماڻهن جي ثقافتي زندگيءَ جي باري ۾ تفصيلي جائزو پيش ڪيو ويو آهي.

7۔ هاڻي سوال هي ٿو پيدا ٿئي تہ اِهي گوجر ڪير آهن؟ اهي قبيلا هن خطي جا اصلوڪا رهاڪو آهن يا اهي هت، ڪٿان ٻئي هنڌان آيا آهن؟ هنن، انهيءَ ڪوهستاني خطي ۾ ڪوهستاني گروهہ وارين ٻولين جي اثر رسوخ ۽ تسلط جي باوجود پنهنجي انهيءَ (گوجري) غير۔ ڪوهستاني گروهہ واريءَ ٻوليءَ جي وجود کي ڪيئن قائم رکيو ويو آهي؟ گوجري ٻوليءَ جي ميواتي (اتر۔ راجستاني)، سنڌي ۽ لهندي گروهہ وارين ٻولين سان هڪجهڙائيءَ جا ڪارڻ ڪهڙا آهن؟ انهن ۽ اهڙن ٻين سيني سوالن جي جوابن جي هن مقالي ۾ ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

مؤرخن، گجرات (پاڪستاني پنجاب) جي گجرن ۽ سوات۔ ڪوهستان ۽ هزاره جي واديءَ ۾ گهمندڙ خانہ بدوش گوجر قبيلن کي بنيادي طور هڪ ئي قوم ۽ هڪ ئي قبيلو سمجهيو آهي، ۽ ”گجرن ۽ گوجرن“ ۾ ڪو بہ فرق نہ سمجهيو آهي. سر گريئرسن گوجرن جي اصل نسل بابت لکي ٿو تہ :

”گُرجَرَ، گُجرن جا ابا ڏاڏا (Ancestors) آهن. اُهي شايد پنجين يا ڇهين صدي عيسويءَ واري برصغير ۾ داخل ٿيا، انهن مان ڪي جنگجو قبيلا بنجي ويا ۽ ”راجپوت“ سڏجڻ لڳا.

گوجر، اصل ۾ شملا پهاڙين ۾ ”سپادَ لَڪُش“ علائقي ۾ رهندا هئا، جتان هنن لڏپلاڻ ڪئي. اُنهن مان ڪي ٽولا گنگانديءَ جي واديءَ ڏانهن لڏي ويا، ڪي ميوات، کان ٿيندا راجپوتانا واري علائقي ۾ وڃي وينا. راجپوتانہ مان ڪن ٽولن، اُتر۔ اولهہ طرف لڏپلاڻ ڪئي ۽ پنجاب تي ڏکڻ اوڀر کان حملو ڪيائون.

سوات کان ڪي ٽولا، جمنا نديءَ جي ڪنارن کان، هماليه جبلن جي پيرانديءَ ۾، سنڌو ندي تائين پکڙجي ويا. ايتريءَ لڏپلاڻ جي باوجود هنن پنهنجي ٻولي ترڪ نہ ڪئي. جيئن جيئن هيٺين پهاڙين تائين پهچجي ٿو تيئن تيئن مقامي گوجري ٻوليءَ جو وڏيڪ پتو پوي ٿو. اها ٻولي، مقامي گوجر قبيلا ڳالهائيندا آهن. اُن ٻوليءَ (گوجر ٻوليءَ) جا ڳالهائيندڙ جڻ تہ غير۔ مقامي

ماٺهو هئا، جيئن جيئن  جابلو علائقي ۾ اڳتي اندر وڃجي ٿو. تيئن تيئن گوجري ڳالهائيندڙن جو تعداد وڌيڪ نظر اچي ٿو ۽ ائين ٿو محسوس ٿئي ته گوجري ٻوليءَ تي پاڙي وارين ٻولين جو ڪو اثر ٿي ئي نه سگهيو آهي، ۽ اها ٻولي (گوجري) سڀني اثرن کان آجي آهي.(23) سر گريئر سن اڳتي لکي ٿو ته :

”سوات جي جابلو علائقي ۾، خانه بدوش گوجر نظر ايندا آهن. هن علائقي ۾ هنن کي گوجر يعني ڳائي مال جا ڌڻ ڌاريندڙ ۽ ڌڻ پاليندڙ ۽ ”آجير“ يعني رڍون پاليندڙ چوندا آهن. اهي قبيلا اجا تائين چراگاهن ۾ پنهنجي مال جي سانگي رهندا آهن، ۽ هڪ هنڌان ٻئي هنڌ، مال سان گڏ گهمندا ۽ رلندا وتندا آهن، ۽ پنهنجن ابن ڏاڏن واري گوجري ٻولي ڳالهائيندا آهن. (24)

انسائيڪلو پيڊيا آف اسلام جي مؤلف جو رايو آهي ته:

”گجر (Gudjar) هڪ قبيلي جو نالو آهي، جيڪو بر-صغير پاڪ- هند ۾ جدا جدا علائقن ۾ پکڙيل آهي. هي قبيلو راجپوتن مان آهي، ۽ اُنهن سان هڪ جهڙائي رکي ٿو. “

هي قبيلو ”جاٽن“ (Djat) ۽ ”آهيرن“ سان ملي جلي ٿو. جيڪي گجر هجڻ جي دعويٰ ڪن ٿا، مغربي ۽ مقامي مؤرخ اهو تسليم ٿا ڪن ته اهو قبيلو هندستان ۾، وچ مشرق کان پنجين صدي عيسويءَ ڌاري لڏي آيو.اهي ماٺهو قداور، سهڻا ۽ ٺاهوڪن مهاندن وارا هئا. هنن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهي ”سٿين“ يا ”سفيد هُنن“ جي اولاد مان آهن.

تاريخ نويسن جو رايو آهي ته گُجر اهي مقامي قبيلا آهن، ۽ ڪٿان ٻاهران ڪو نه آيا آهن، پر هن راءِ کي ڪو گهڻو سهڪار نٿو ملي. اهي قبيلا ڪيتي ٻاڙيءَ جي ڪرت ڪرڻ، مال ڌارڻ ۽ کير توڙي اُن (کير) مان ٺهيل شين جي وڪري جي ڪرت ڪندا آهن، پر تعليم جي فروغ کان پوءِ انهن مان

کن ٻيا ڏنڍا پڻ اختيار ڪيا آهن، ۽ هاڻ خانہ بدوش رهڻ جي بدران سڪونيت واري زندگي پڻ اختيار ڪئي اٿن. (25)

مسٽر بيليو (Bellew) پنهنجي ڪتاب (The Reces of Afghanistan) ۾ لکي ٿو تہ:

”جت، ڪٽي ۽ سٿيا دراصل سنڌو- ماٿر جا رهاڪو آهن، جيڪي هتان لڏي، هندوڪش جبلن ڏانهن ويا. يورپي ماهرن جي خيال موجب ”جت“ (Getes) ۽ ”ڪٽي“ (Catti) هن علائقي ۾ وڏي تعداد ۾ نظر ايندا آهن، جتن کي هاڻ هت ”گوجر“ سڏيندا آهن. “(26)

مسٽر بيليو اڳتي لکي ٿو تہ:

”جت، ڪٽي ۽ سٿيا، افغانستان ۾ پنجين ۽ ڇهين صدي عيسويءَ ڌاري لڏي آيا، پر هت (افغانستان ۾) هاڻ جتن جي نالي سان ڪو بہ قبيلو نٿو رهي. اُهي هاڻ ”گوجر“ سڏبا آهن. “(27)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جتن کي ٻاهران آيل قوم ٿو بيان ڪري، هو پنهنجي ڪتاب، ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ“ ۾ لکي ٿو تہ:

”ٻي ۽ ٽي صدي عيسويءَ ۾ جڏهن ”ساڪن“ (Scythian) ڏکڻ- اوڀر ايران واري ڀاڱي (سيستان) تي قبضو ڪيو، تڏهن جت- بلوچ قبيلن اُتان مڪران، موجوده بلوچستان ۽ سنڌ طرف هجرت ڪئي، ساڪ بہ ”سيستان“ فتح ڪرڻ بعد مڪران، بلوچستان ۽ سنڌ کي فتح ڪري هيٺ ڪاٺياواڙ- گجرات طرف وڌيا. ساڪن جي انهن ڪاهن سببان، هجرت ڪندڙ جت – بلوچ قبيلن، جبلن ۽ رڻن پٽن کي وسايو. بلوچن اها سڀ کان آڳاٽي هجرت ڪئي، جنهن ۾ هڪڙن قبيلن (بروهي – بلوچن) سنڌ، تہ ٻين قبيلن (جت- بلوچن) وڏي، اڇي ۽ سبيءَ جي بيابانن کي پنهنجو وطن بنايو، ۽ ايندڙ ٽن صدين واري عرصي ۾ هو مقامي باشندن سان ملي هڪ ٿيا، ۽ مقامي ٻوليون اختيار ڪيائون، اُتر ۾ سبي ۽ ناڙي جي ميدانن ۾ ۽ هيٺ لاڙ

طرف، جاتي ۽ ڪڇ ۾، ٻني ۽ ٻين بياباني علائقن ۾ سنڌي جت- بلوچن، جي ابادي انهيءَ آڳاٽي هجرت جو يادگار آهي." (28)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي هن راءِ ڪي جڏهن مير احمد يار خان، ڊاڪٽر زيگوبسٽ فال، مسٽر بيليو ۽ محمد پرويش شاهين توڙي محترم غلام رسول ميرجت جي راين سان ڀيٽجي ٿو تڏهن ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي هن راءِ سان اتفاق نٿو ڪري سگهجي.

جتن جي اصل نسل جي باري ۾، محترم غلام رسول ميرجت پنهنجي ڪتاب، "جتن جي تاريخ" ۾ لکي ٿو تہ :

"اسان ڪي پهرين اهو سمجهڻ گهرجي تہ آيا جت، "آرين" آهن يا "سٿين"؟ اسان پهرين "آرين" ۽ "سٿين" جي برصغير ۾ آمد جي وقت تي نظر ڪنداسون، ڇاڪاڻ تہ ٻنهي قومن جي آمد جي عرصي جي وچ ۾ سوين نہ، بلڪ هزارن سالن جو ويڇو آهي. قديم تاريخ ۾، سنڌ ۾ آرين جي آمد، دراوڙن کان پوءِ بيان ڪئي وئي آهي، جيڪي سنڌ جي قديم تهذيب جا معمار تسليم ڪيا وڃن ٿا ۽ ان بعد آرين جي آمد ٿئي ٿي.

آرين جو مشهور واقعو ويد لکڻ کان سواءِ ؛ هن ڌرتيءَ تي پانڊون ۽ ڪورون جي وچ ۾ جنگ آهي. اها جنگ، مها ڀارت واري زماني ۾، 1400 ق. م ڌاري لڳي هئي، سٿين جي آمد جو زمانو مها ڀارت واري جنگ کان گهڻو پوءِ جو آهي. تاريخن جي اڀياس مان معلوم ٿو ٿئي تہ مها ڀارت واري زماني ۾ پانڊون ۽ ڪورونجي جنگ جي احوال ۾ جتن جو ذڪر بہ ملي ٿو. اها لڙائي راجا جئدرٿ جي وقت ۾ لڳي هئي، جنهن ۾ راجا جئدرٿ، ڪورون جي طرفداري ڪئي هئي. " (29)

محترم غلام رسول ميرجت، جت قبيلن ڪي، ٻاهران آيل قوم ٿو بيان ڪري ۽ لکي ٿو تہ:

"جتن جي سنڌ ۾ آمد جو دور اُن وقت ٿيو جڏهن موهن جي دڙي جو شهر موجود هو ۽ پنهنجي اوج ڪي پهتل هو. " (30)

پر وري اڳتي ڊاڪٽر ايچ. ٽي. لئمبرڪ ۽ آرل اسٽين جي حوالي سان، ”جٽن“ ۽ ”ميرن“ کي سنڌو ماٿر جا اصلوڪا رهاڪو ٿو تسليم ڪري. هو لکي ٿو ته:

”موهن جي دڙي وارا ڪيترين قومن جو گاڏڙ هئا. تنهن هوندي به اهو يقين سان چئي سگهجي ٿو ته منڇر ڍنڍ وارا مهاڻا، سنڌ جي اصلوڪن رهاڪن جي هجڻ جي، سنڌ جي ڪنهن به ٻيءَ قوم کان وڌيڪ امڪان رکن ٿا......
هن صاحب (لئمبرڪ) جي راءِ موجب (جيڪا سنسڪرت ڪتابن تي قائم آهي)، ”جاٽ“ ، ”جٽ“، چراگاهن سان چاهه رکندڙ قوم هئي. “(31)

محترم غلام رسول ميرجت، پنهنجي هن بحث جو نتيجو ۽ تت هيٺ ڏنل لفظن موجب ڪڍيو آهي:

( i ) جٽ، سنڌ جا اصلوڪا رهاڪو آهن.

(ii ) جٽ، سنڌ جي اولاهن علائقن کان سواءِ ملتان ۽ منصوره جي علائقن ۽ مڪران ۾ رهندا هئا.

( iii ) جٽن جي قوم سنڌ ۽ هند جي انهن پراڻين قومن مان هڪ هئي، جيڪا ڏنڌي ۽ روزگار جي ڪري ايران ۽ عرب جي علائقن ۾ وڃي آباد ٿي. “(32)

ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي جي راءِ پٽاندڙ جٽ قبيلا، نه آريا آهن ۽ نه ئي سٿيا آهن، پر اُهي (جٽ) قبيلا دراصل سنڌو- ماٿر جا اصلوڪا رهاڪو آهن. هو (ڊاڪٽر جيٽلي)، ”مهراڻ“ رسالي (نمبر 1/ 1991ع) ۾، پنهنجي انٽرويو (صفحو 18) ۾ فرمائي ٿو ته موهن جي دڙي واري واديءَ جا اصلوڪا رهاڪو دراوڙ نه پر آريا هئا ۽ جٽ قوم جو نسل انهن (آرين) جي باقيات آهي.

ڊاڪٽر جيٽلي وڌيڪ فرمائي ٿو ته:

”هاڻ تازو ڊرئويڊيئن ٿيئوري به رد ڪئي ويئي آهي، هينئر جيڪي آرڪيالوجسٽ آهن يا هسٽريءَ جا ماهر، ائنٽراپالاجيءَ جا، انهن سرجان مارشل جي ٿيئوري رد ڪئي آهي ته ڪو دراوڙ لوڪ، موهن جي دڙي ۾ رهندا هئا، جن تي آرين لوڪن حملو ڪري ڏکڻ هندستان پڄائي ڇڏيو. جنهن تي

پوءِ آرين، اُتر هندستان ۾ اچي پنهنجو راڄ قائم ڪيو. اهو نظريو هاڻ بلڪل غلط ثابت ٿي چڪو آهي، ڇاڪاڻ جو هاڻ جيڪي کوجنائون ٿيون آهن، تہ سرجان مارشل کي لاشن جون کوپڙيون هٿ لڳيون هيون، جيڪي هن لنڊن موڪليون هيون، چند ڇاڻ ڪرڻ لاءِ، تيستائين هو مري ويو ۽ اُن جي رپورٽ کو نہ پهتي. 1930ع جي اها ڳالهہ آهي، جيڪا هاڻ وڃي اها رپورٽ ظاهر ٿي آهي، جنهن ڪري هندوستان ۾ جيڪي آرڪيالوجسٽ آهن، تن انهيءَ ڳالهہ کي سمجهايو آهي تہ انهيءَ رپورٽ جي آڌار تي انهن ٻڌايو تہ جت، جاٽ قوم جيڪي پنجاب يا بلوچستان ۽ ڪڇ واري علائقي ۾ آهن، تن جي کوپڙي سان اهي ملن ٿيون، هاڻي اهي آهن سيپيئي جاٽ، جيڪي آريائي نسل جا آهن، تنهن ڪري هاڻي اها ٿيئوري رد ٿي چڪي آهي تہ کو موهن جي دڙي ۾ ڊرئويڊيئن يعني دراوڙ نسل رهندا هئا. "(33)

جناب مير احمد يار خان، جدگالن کي بلوچستان جا قديم رهاڪو ٿو مڃي. هو لکي ٿو تہ:

"اها هڪ مڃيل حقيقت آهي تہ بلوچ قبيلا، بلوچستان جا اصلوڪا رهاڪو نہ آهن، پر انهن قبيلن (بلوچن)، مڪران ۽ بلوچستان ۾ چوٿين صدي عيسويءَ کان اچڻ شروع ڪيو. بلوچ قبيلن جي اچڻ کان اڳ، هن خطي ۾ دراوڙ، عرب، ايراني، بروهي، راجپوت ۽ جدگال گهڻي تعداد ۾ رهندا هئا. "(34)

محترم محمد پرويش شاهين هڪ طرف گوجرن جو وجود راءِ گهراڻي جي حڪومت واري زماني ۾ ٿو بيان ڪري تہ ٻئي طرف انهن کي 400 ق. م ڌاري آباد ٿيل قبيلو ٿو سمجهي. هو (محمد پرويش شاهين). ڊاڪٽر صابر آفاقيءَ جي حوالي سان لکي ٿو تہ:

"گوجر، اراولي ٽڪرين جي آسپاس واري خطي ۾ ئي رهندا هئا. سندن گوجري زبان، انهيءَ خطي ۾ ئي جنم ورتو.گوجري زبان جو آڳاٽي ۾ آڳاٽو پتو 400 ق. م ڌاري پوي ٿو. "(35)

ساڳيو مصنف (محمد پرويش شاهين) ، چيني سياح. "هيون- سئنگ" جو بہ حوالو ڏئي ٿو. هي سياح (هيون- سئنگ) راءِ گهراڻي جي

حڪومت جي آخري زماني ۾، سنڌو- ماٿر ۾ موجود هو. هيون- سئنگ بہ گوجرن جو ذڪر ڪيو آهي. محمد پرويش شاهين لکي ٿو تہ:

”گوجرن جي وجود جو ثبوت حضرت مسيح جي ولادت واري زماني کان بہ اڳ ملي ٿو. هيون- سئنگ هنن (گوجرن) کي ”ڪوچي لو“ (Klu_ che_lo) جي نالي سان سڏيو آهي. “(36)

هن سلسلي ۾ وڌيڪ مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ هزاره، سنڌو- ڪوهستان، سوات، ڪوهستان، دير- ڪوهستان ۽ پنجڪوره ڪوهستان وارن علائقن ۾ ”جتن“ جي نالي سان ڪو بہ قبيلو نٿو رهي، پر انهن کي هاڻ، ”گوجر“ سڏيو ويندو آهي. محقق ”بيليو“ جي راءِ موجب ”گوجر“ هندي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو چوپائي مال جي ڌڻ يا ڌڻن پاليندڙ لاءِ ڪم آندو ويندو آهي، چوپائي مال جي ڌڻن پاليندڙن کي ”گوجر“ سڏيو ويندو آهي، ٻين لفظن ۾ هيئن چئبو تہ گوجر لفظ، مال پالڻ جي ڪرت يا ڌنڌي سان نسبت رکي ٿو ۽ اُن ڪرت ڏانهن اشارو ڪري ٿو.

پنجاب (پاڪستان) جي هڪ مشهور مؤرخ، محترم انور بيگ اعواڻ جي راءِ موجب، ”گوجر“ لفظ گؤچر (گؤ + چر) مان ٺهيو آهي، جنهن جي معني آهي، ڳائو مال چاريندڙ يا پاليندڙ. “(37)

ساڳيو مصنف (محترم انور بيگ اعواڻ) اڳتي لکي ٿو تہ:

”افغانستان جو گوجر قبيلو ۽ اُتي جو پشائي (هنديءَ جو پشو/ پسون، معنيٰ جانور) قبيلو جن جي زبان کي پشائي زبان، چوندا آهن، جڏهن برصغير ۾ داخل ٿيا تہ اُنهن کي ”گوجر“ سڏيو ويو. اهي ماڻهو سوات، دير، تيراه، ڪاغان، هزاره، ڪشمير ۽ تبت ۾ بہ ڏسبا آهن. اهي قبيلا پنهنجي خاص زبان ”گوجري“ ڳالهائيندا آهن“(38)

امپيريئل گزيٽيئر آف انڊيا ۾ ڄاڻايل آهي تہ:

”افغانستان ۾ رهندڙ جت قبيلا، بلاشڪ، جتن جي قديم قبيلن سان واسطو رکن ٿا. ۽ انهن منجهان آهن ۽ جت جيڪي هاڻ لاهور کان وٺي

ڪراچيءَ تائين آباد آهن، ۽ جن جو بُڻ بنيادي (Obscure) آهي، وڏيءَ آباديءَ تي مشتمل آهي. "(39)

انسائيڪلو پيڊيا آف اسلام ۾ هڪ هنڌ ائين بہ ڄاڻايل آهي تہ:

"پاڪستان ۾ هزاره ۽ پارت ۾، "چمون"، "ڪانگڙا" ۽ ڪشمير جي ڪن حصن ۾ "گجرن" جا ڪي ٽولا رهندا آهن، جيڪي خانہ بدوش زندگي گذاريندا آهن. اهي قبيلا مال جي سانگي سان هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ڏانهن گهمندا رهندا آهن. ڪين جتي بہ مال لاءِ چرا گاهہ ملندا آهن، اُتي پنهنجا خيما کوڙيندا آهن. هو جيڪا ٻولي ڳالهائيندا آهن، تنهن کي "گوجري" سڏيو ويندو آهي. "(40)

محقق بيليو ۽ ٻين ماهرن جو خيال آهي تہ:

"پنجين ۽ ڇهين صدي عيسويءَ ۾ "جتن" ۽ "ڪتين"، مقامي رهاڪن "گنڌارين" کي اولهہ طرف "هيلمند" (Helmond) جي واديءَ ڏانهن ڀڄائي ڪڍيو. هن دعويٰ جي تصديق هن حقيقت مان بہ ملي ٿي تہ "جتن" جي باقيات، هن وقت بہ انهن علائقن ۾، پشاور جي واديءَ ۾ پکڙيل نظر ايندي آهي، پر اُهي قبيلا هاڻ، "جت" نہ پر "گوجر" سڏبا آهن. هنن جي ڪرت ۽ ڌنڌو مال جا ڌڻ پالڻ ۽ کيتي ٻاڙي آهي. "(41)

ساڳيو مصنف مسٽر (بيليو) اهو بہ ڄاڻائي ٿو تہ:

"سنڌ ـ ماٿر جي ڏاکڻين خطي مان ڌڪجڻ کان پوءِ، "جتن"، پنجاب ۾ هاري بنجي سهارو ورتو ۽ جاٽ سڏجڻ لڳا. پنجاب جي جاٽن جو هڪ پاڙو "گجر" آهي، جنهن جي وڏي آبادي "گجرات"، "گوجرانوالا" ۽ "گوجر خان" واري علائقي ۾ پکڙيل آهي. "(42)

"گجر ۽ گوجر، بہ جدا جدا قبيلا هئا، "گوجر"، پنجاب جي "جاٽن" واري ساڳئي نسل مان آهن، ۽ نہ ڪو "گجرن" واري نسل مان. "(43)

لهاذا ڊاڪٽر بيليو جي انهيءَ راءِ مان اهو ثابت ٿو ٿئي تہ ”گوجر“ اصل ۾ ”جٽ“ آهن، جيڪي سنڌو ـ ماٿر جي هيٺئين (لاڙ واري) خطيمان لڏي اُتر، اُتر ـ اولهہ ۾ ڏکڻ اوڀر طرف ويا.

محترم غلام رسول ميرجت، ”جتن“ جي لڏپلاڻ جي سلسلي ۾ پنهنجي راءِ ڏيندي لکي ٿو تہ:

”قديم زمانن ۾، سنڌ ۾ آباد ٿيڻ کان پوءِ، جتن جا ڪجهہ قبيلا، سنڌ جي پير پاسي جي ملڪن طرف نقل مڪاني ڪري ويا. جيڪي جت قبيلا بلوچستان ۽ مڪران ۾ وڃي رهيا تہ ان ڪري اهي بلوچ چوائڻ ۾ آيا. ۽ ساڳئي وقت انهن ”مير“ جو لقب بہ اختيار ڪيو. اهو لقب مڪران يا بلوچستان جي جتن کي تڏهن مليو جڏهن مسلم خليفي پاران محمد بن هارون جت، مڪران جو گورنر مقرر ٿيو. “(44)

هن ڏس ۾ علم الانسان (Anthropology) جو مشهور بين الاقوامي جرمن عالم، ڊاڪٽر زيگ بسٽ فال، (Dr. Sigrid West Phal) ۽ اُن جي ودوان بيگم ڊاڪٽر هائينس ويسٽ فال (Dr. Heinz west phal)، جو رايو وڌيڪ وزنائتو ٿو لڳي. جتن جي باري ۾ هيءُ ماهر جوڙو لکي ٿو تہ:

”جت قوم، اسلام جي ظهور کان اڳ ڪڇ، راجستان ۽ سنڌ جي لاڙ واري علائقي ۾ آباد هئي. هن قوم جا ڪي قبيلا ۽ ٽولا سنڌ ۾ اسلام جي آمد کان اڳ، سنڌ مان لڏي، بلوچستان، ايران، عراق، اردن ۽ عربستان ۾ وڃي آباد ٿيا.“ (45)

هي ٻئي جرمن ماهر اڳتي لکن ٿا تہ:

”عراق ڏانهن لڏي ويل جت، اجا تائين عراق جي ڏاکڻين حصي ۾ آباد آهن، ۽ پنهنجي رهڻي ڪهڻيءَ جي ڪري عراق جي ٻين قومن کان مختلف آهن. “(46)

محترم غلام رسول ميرجت بہ، ڊاڪٽر زيگ ويسٽ فال ۽ اُن جي بيگم جي راءِ سان اتفاق ٿو ڪري ۽ لکي ٿو:

پهرين صدي عيسويءَ ڌاري، اسان کي سنڌي قبيلي جت جا عراق جي بصري شهر جي پرسان بطلاع، ماڻريءَ ۾ آباد ٿيڻ، زراعت ڪرڻ ۽ مينهون پالڻ جا ثبوت مليا آهن. "(47)

9۔ (الف) مٿي بيان ڪيل راين ۽ نظرين جي اڀياس جي مدد سان ائين چٽي سگهجي ٿو ته "گوجر" بنيادي طور "جت" آهن، پر مال جي ڌڻن پالڻ ڪري، انهن قبيلن کي سنڌ ۽ بلوچستان کان "ٻاهر" پهرين "گوڄر" ۽ "پوءِ" گوجر سڏيو ويو، جيئن "جتن" کي بلوچستان ۾ جدگال، پنجاب ۾ "جاٽ" ۽ عراق ۾ "مدان" سڏيو ويو.

(ب) جت قبيلا، افغانستان ۽ سوات- ڪوهستان واري علائقي ۾ ڪيئن لڏي ويا ۽ ڪٿان لڏي ويا، تنهن جي باري ۾ مسٽر بيليو (Mr.Bellow) جو رايو آهي ته:

"جت قبيلا جيڪي افغانستان جي ڏکڻ- اوڀر واري علائقي جي تيراه واديءَ ۾ وڃي آباد ٿيا هئا، تن کي "گوجر" سڏيو ويو. اُهي (گوجر) افغانستان جي "يوسف زئي خطي" ۾ ۽ افغان سرحد جي ڏکڻ- اوڀر ۾، خاص ڪري پاڪستان جي "باجوڙ ايجنسيءَ" ۽ "بونير خطي" ۾ رهندا هئا. جتان هنن، سوات- ڪوهستان طرف لڏپلاڻ ڪئي، ڇاڪاڻ ته انهيءَ خطي ۾ چراگاهہ جام هئا.

جاگرافيءَ جي اڀياس مان معلوم ٿو ٿئي ته افغانستان وارو "يوسف زئي خطو" ۽ "تيراه وادي" پاڪستان جي "باجوڙ ايجنسيءَ" وارو علائقو ۽ "بونير خطو" ، "دير- ڪوهستان" جا پاڙيسري خطا آهن، اُن ڪري يقين سان چئي سگهجي ٿو ته گوجر قبيلا افغانستان جي مٿي ڄاڻايل خطن (يوسف زئي ۽ تيراه وادي) مان لڏي، مال جي سانگي سان ۽ چراگاهن جي سهوليت ڪري، سوات- ڪوهستان ۾ لڏي ويا هوندا، جيئن هتان ٻيا قبيلا پڻ لڏي ويا هئا. "(47)

هن سلسلي ۾ انور بيگ اعواڻ صاحب جو خيال آهي ته :

"گوجر قبيلا، افغانستان جي تيراه علائقي مان لڏي، دير ڪوهستان ۽ سوات ڪوهستان وارن خطن ۾ وڃي آباد ٿيا هوندا. "(49)

بهرحال انهن مڙني راين جي آڌار تي اهو چئي سگهجي ٿو تہ ”گوجر“ اصل ۾ ”جت“ آهن، جيڪي بنيادي طور سنڌو- ماٿر جا رهاڪو هئا. جتان اهي پهرين اوڀر، ڏکڻ- اوڀر ۽ اُتر- اوڀر طرف لڏي ، ۽ پوءِ اولهہ ۽ اُتر- اولهہ طرف بلوچستان جي ڏار ڏار خطن ۾ لڏي وڃي ويٺا. بلوچستان ۾ اهي ”جت“ ۽ جدگال، سڏجڻ ۾ آيا. جدگال پوءِ بلوچستان مان لڏي ايران ۽ افغانستان طرف هليا ويا. افغانستان ۾ تيراه واديءَ ۾ وڃي ويٺا. اُتان پوءِ دير ڪوهستان ۽ سوات- ڪوهستان وارن علائقن ڏانهن لڏي ويا. لهاذا محقق بيليو جي هيءَ راءِ بلڪل وزندار ٿي لڳي، جنهن موجب هن دعويٰ ڪئي هئي تہ:

”گوجر“ ، اصل ”جت“ آهن، جن کي پوءِ افغانستان جي يوسف زئي خطي ۾ ”گوجر“ سڏيو ويو. “(50)

10- (الف) بلوچستان جو ڪڇي- گنداوا علائقو ميداني علائقو آهي. هن علائقي مان ”مولا“ ۽ ”بولان“ لڪ (دزا) شروع ٿين ٿا. هن علائقي (ڪڇي ۽ گنداوا) جي آباديءَ جو سارو دارومدار ”ناڙي“ ۽ ”لهڙي“ ندين تي آهي. انهن مان ناڙي ندي مشهور آهي.

ڪڇي ۽ گنداوا جي رهاڪن ۾ ”جت“ اڪثريت ۾ رهن ٿا، پر هن علائقي توڙي ساري بلوچستان ۾ ”جتن“ کي ”جدگال“ سڏيو ويندو آهي. مڪران ضلعي جي 1961ع واري آدمشماريءَ جي رپورٽ ۾ ڄاڻايل آهي تہ :

”هن علائقي ۾ رهندڙ جت پاڻ کي ”جدگال“ سڏيندا آهن، جيڪي هزارن سالن کان هن حصي ۾ آباد آهن. “(51)

(ب) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاحب، پنهنجي هڪ مقالي ۾ لکي ٿو تہ:

”بلوچستان جي اڪثر علائقن جا ماڻهو سنڌي ٻوليءَ کي ”جدگالي (جدغالي) چوندا آهن. ”جٽڪي“ توڙي ”جدگالي“ ٻنهي جو مطلب ساڳيو آهي. بلوچ قومون سنڌي ڳالهائيندڙ کي مجموعي طرح ”جت/ ڄٽ“ چونديون آهن،

۽ ”گال“ جو مطلب آهي ”ٻولي“ . ”جدگالي“ معنيٰ ”جت“ يعني جتن يا ڄٽن واري ٻولي. ”ڄٽڪي“، ٻوليءَ جو مفهوم بہ ساڳيو ئي آهي. “(51)

بهرحال، ”جدگال“ لفظ دراصل ٻن لفظن يعني ”جد= جت گال = ڳالهہ يعني ٻوليءَ جو مرڪز آهي. ”جدگال“ معنيٰ ”جتن جي ٻولي“. هيءَ (جت) قوم بلوچستان ۾ پنهنجي ٻوليءَ جي نسبت سان ”جدگال“ سڏجڻ لڳي. (59)

(ت) قديم سنڌ جي تاريخ جي اڀياس مان معلوم ٿو ٿئي تہ راءِ گهراڻي جي حاڪم، راءِ ديوراج، (ديوائج) جي حڪومت واري زماني ۾ ”جدگال“ سنڌي فوج ۾ سپاهي هوندا هئا، پنجين صدي عيسويءَ ڌاري جڏهن ”سفيد هن“ (White Huns) بلوچستان ۾ آيا، تڏهن بلوچستان ۾ جت قبيلا وڏي تعداد ۾ آباد هئا. (60) ستين صدي عيسويءَ ۾، عربن جي سنڌ تي ڪاهن واري زماني ۾، بلوچستان ۾ ”مير“ ۽ ”جت“ قومون وڏي تعداد ۾ آباد هيون. ”ميد“ ڏکڻ ۾ سمنڊ جي ڪناري تي آباد هوندا هئا، تہ جت وري ساڳئي ئي علائقي يعني ڏکڻ- سنڌ ۾ ساحلي علائقي کان سواءِ ڪڇ، راجپوتانا ۽ پنجاب کان سواءِ بلوچستان ۾ ڪڇي، گنداواهہ لس ٻيلي ۽ مڪران ۾ آباد هوندا هئا.(61)

جدگال، مال پالڻ کان سواءِ کيتي ٻاڙيءَ جي ڪرت پڻ ڪندا هئا، اٽڪل يارهين صدي عيسويءَ ڌاري بلوچستان ۾ خشڪ ساليءَ جو زمانو شروع ٿيو، جنهن ڪري چراگاهہ گهٽجڻ لڳا، جنهن جو اثر هتي جي سياسي ۽ سماجي حالتن تي پڻ ٿيو. ان وقت بلوچستان ۾ بروهي قوم جو تعداد گهڻو وڌي ويو. انهن چراگاهن تي هڪ طرف جدگالن جو قبضو هو تہ ٻئي طرف بروهين پڻ انهن چراگاهن تي قبضو ڪرڻ ٿي چاهيو. نيٺ جدگالن ۽ بروهين جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ بروهي جدگالن تي غالب پئجي ويا ۽ اقتدار بروهين جي هٿ ۾ آيو.

بروهين کان شڪست کائڻ کان پوءِ جدگالن جا ڪي ٽولا بلوچستان جي جدا جدا خطن، ماڳن ۽ مڪانن ڏانهن لڏي ويا ۽ هزارن جي تعداد ۾ جدگالن جا ڪٽنب، افغانستان، سرحد صوبي ۽ ايراني بلوچستان ۾ وڃي آباد ٿيا. (62)

هن وقت جدگالن جي لڳ ڀڳ هڪ لک کن آبادي ايراني بلوچستان ۾ رهي ٿي. ايران ۾ اسلامي جمهوريه جي انقلاب اچڻ کان پوءِ ڪيترائي ايراني جدگال ڪراچيءَ طرف لڏي آيا. انهن مان هڪ صاحب، جيڪو ايراني بلوچستان واري علائقي مان، اڳوڻي ايراني پارليامينٽ جو ميمبر پڻ هو تنهن ٻڌايو ته جدگال، ايران ۾، "ايراني جدگالي" ٻولي ڳالهائيندا آهن. "(63)

ڊاڪٽر داد محمد بروهي، پروفيسر انور رومان جي حوالي سان لکي ٿو ته:
"جدگالي محاورو بلوچستان جي مڪران علائقي جي ڏاکڻين حصي ۾ ڳالهايو وڃي ٿو جيڪو اڳتي هلي "جيوڻي" ، "اورماڙي"، "پسني" ۽ "گوادر" تائين پکڙيل آهي. (64)

11ـ جنهن زماني ۾ (ڏهين صدي عيسوي) مشهور سياح ابن حوقل مڪران پهتو هو، تنهن زماني ۾ مڪران تي جدگالن جو قبضو هو. (65) جدگال هن علائقي ۾ قديم زماني کان رهندا هئا. (66) اهي قبيلا، قديم زماني ۾ سنڌ کان لسٻيلي ۽ لسٻيلي کان هٽ اچي آباد ٿيا هئا. (67) ان زماني ۾ ڪرمان کان به اڳتي، ايران اندر سارو ملڪ، سنڌ جي سرحدن ۾ داخل هو ۽ اُتي جا رهاڪو سنڌي (جدگال) به پنهنجيءَ ٻوليءَ کي جدگالي ٻولي سڏيندا آهن. جدگال قبيلا هزارين سالن کان "ڪرمان" ۽ "زاهدان" جي وچ واري علائقي ۾ آباد رهندا ٿا اچن.

جدگال، سامونڊي واپار ۾ به ماهر ۽ تيز هوندا هئا. ان وقت "باهو" ، "دشتياري" ، "ميرجاوا" ، "مهدان" ۽ "ايراني نار" مشهور سامونڊي بندر ۽ واپاري مرڪز هوندا هئا. هن وقت به "باهو" ۽ "دشتياريءَ" ۾ جدگال گهڻي قدر رهن ٿا. "باهو" ۽ "دشتياريءَ" ، جون بستيون "گوادر" جي اُترـ اولهه طرف آهن، ساڳيءَ طرح "ڪلانچ" واريءَ ايراضيءَ ۾ پڻ "جدگالن" جي گهڻي آبادي آهي. جدگالن جي پاڙي مان ڪي "تربت"، "ڪيچ" ۽ "پنجگور" جي ماٿريءَ، گوادر جي آسپاس، "ڪولوا" ۽ "پشوڪون" کان اولهه طرف مڪران ۾ به پکڙيل آهن. جيتوڻيڪ اهي هاڻ بلوچن سان گهڻي قدر گڏجي مسجي ۽

گاڏڙجي ويا آهن، پر تنهن هوندي بہ پنهنجي جدگالي ٻولي قائم رکندا ٿا اچن. (69) انهن جي ٻوليءَ جا مثال ايندڙ صفحن ۾ ڏنا ويا آهن.

جدگالن جي پاڙن مان ”رئيس“، ”مڪران“ جي اندرئين حصي ۾، ”ڪيچ“ ۽ ”پنجگور“ جي ماڙين ۽ ساحلي ايراضيءَ ۾ ”پشوڪن“ جي اولهہ طرف ”باهو“ ۽ دشتياريءَ تائين پکڙيل آهن. جدگالن ۾ ٻيو پاڙو ”سنگر“ آهي. ”سنگر“ قبيلي وارا جدگال، لسٻيلي کان وٺي اولهہ طرف ايراني سرحد تائين پکڙيل آهن. هن قبيلي وارا اها دعويٰ ٿا ڪن تہ اهي اصل ۾ سنڌ ۾ رهندڙ ”جوکيا قوم“سان واسطو رکن ٿا. (70) تاريخي حوالن مان معلوم ٿو ٿئي تہ هو (سنگر قبيلي) وارا) سنڌ مان لڏي اچي قلات ويٺا. ۽ پوءِ پندرهين صدي عيسويءَ ۾ بروهين سان ويڙهہ ۾ هارائڻ کان پوءِ، مڪران طرف هليا ويا. ”سنگر“ گهومو ۽ خانہ بدوش قبيلو آهي. هي قبيلو اُٺ پالڻ جي ڪري مشهور آهي. مڪران ۾ هنن جي خاص ڪرت مال پالڻ ۽ مال ڏارڻ آهي، پر ساڳئي وقت اهي کيتي ٻاڙيءَ جي ڪرت پڻ ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح جدگالن جا ٻيا بہ ڪيترائي پاڙا آهن، جن جو ”سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي ڪتاب ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. (71)

گذريل صفحن ۾ ماهرن جي حوالن سان چيو ويو آهي تہ جدگال ٽولا جڏهن بلوچستان مان افغانستان جي تيراه واديءَ ۾ پهتا، تڏهن انهن قبيلن کي ”گوجر“ سڏيو ويو. تيراه واري واديءَ مان گوجرن جا ٽولا سرحد پار ڪري، دير، سوات ـ ڪوهستان، پنجڪوره ـ ڪوهستان واري واديءَ ۾ آيا، جتان انهن جا ٽولا، سندن مال سان گڏ، ڪاغان جي واديءَ ۾، ڪُنهار نديءَ جي ڪناري تي ۽ پڻ ٻين وادين ۾، سنڌوـ درياءَ جي ٻنهي ڪنارن تي داسوءَ تائين، بلڪہ ”تانگير“ ۽ ”داريل“ وارين ماڙين ۾ موسم آهر ڏسبا آهن. سندن مال ۾ رڍون ۽ ٻڪريون هونديون آهن. هاڻ هو اَجڙ زندگيءَ ۾ دلچسپي ڪو نہ ڏارين. هنن سان گڏ انهيءَ رولڙي واري زندگيءَ ۾ سندن خطرناڪ ڪُتا ۽ سگهارا گهوڙا بہ هوندا آهن. گوجرن جا ٽولا گرميءَ جي موسم ۾ اُتر طرف ڪاهيندي ۽ سرديءَ جي موسم ۾ ڏکڻ طرف ورندي ڏسبا آهن.

13_ شڪل شبيھ ۽ لباس:

(الف) مٿي چيو ويو آهي تہ گوجر اصل ۾ سنڌ جا رهاڪو جت آهن. ڪڇ ۽ لاڙ ۾ رهندڙ جت، ڳاڙها ڳٽا ۽ رُشٽ پُشٽ لڳندا آهن. (72) پر مال سان گڏ، تتيءَ ٿڌيءَ رولڙي سبب، هو جلدي پيرسن لڳندا آهن.

گوجرن جا ٽولا گرميءَ جي موسم ۾ چراگاهن جي ڳولا ۾ مال ڪاهي نڪري پوندا آهن ۽ ”جوءِ“ جي تلاش ۾، ڪين جتي پيئي، اُتي ويهاٽي. اها سندن روزانہ معمول واري زندگي آهي. محنت ۽ مشقت، طوفان، مينهن ۽ واچ ۽ سردي ۽ برفاني هوائن سان مقابلا ڪندي ڪندي، سندن نرڙن تي، پيرسن ٿيڻ کان اڳ ئي ٻڍاپڻ جا گهنج پئجي ويندا آهن. هو (گوجر) سورج مکيءَ جي گلن وانگر رنگ جا پيلا ٿي ويندا آهن.

گوجرن جا مرد بہ جتن ۽ جدگالن وانگر ”لانگ“ ٻڌڪين. سندن ذائفائون ڪارا گهگها پائين، انهن (گهگهن) جي اڳئين يعني ڇاتيءَ واري حصي تي ڀرت ڀرين، جيڪو فقط گوجر قوم جي عورتن تائين ئي محدود هوندو آهي. ٻيءَ ڪنهن بہ قوم ۾، سواءِ جتن ۽ جدگالن جي، هن قسم واري ڀرت جو رواج ڪونهي. گوجرن جي پوشاڪ، سندن زيور، مٽڪا، ٻالڪپڻ، جواني ۽ ٻڍاپڻ ۽ سندن روان دوان زندگي ۽ اهڙيون ٻيون حقيقتون علم الانسان جي ماهرن جو ڌيان ڇڪائين ٿيون.

14_ رهائش، ڪاڌو خوراڪ ۽ معاشي زندگي:

گوجر بہ جتن ۽ جدگالن وانگر وانڍين ۾ رهن، سندن وانڍين کي لوڙها يا ويڙها ڪو نہ ٿين. هو وانڍين جي اڳيان پنهنجا ڌڻ واڙين تہ جيئن جهنگلي جانورن کان اهي (مال جا ڌڻ) محفوظ رهي سگهن. سياري جي سخت ٿڌ ۽ برفاني موسم ۾، ماڻهو ۽ مال، وانڍين اندر، ڇپرن جي سهاري، هڪ ئي ڇت هيٺ رهن.

جتن ۾ جدگالن وانگر گوجرن جي خوراڪ بہ کير، لسي ۽ مکڻ آهي. جانورن (گهوڙن، رڍن، ٻڪرين ۽ ڪتن) سان رات ڏينهن گڏ گذارڻ سبب، سندن جسم مان هڪ خاص قسم جي بوءِ پيئي ايندي آهي. اها ساڳي پوءِ سندن کاڌي خوراڪ کائڻ وقت بہ محسوس ڪبي آهي.

جتن ۽ جدگالن وانگر گوجر بہ نکٽ نهارڻ، تارن ۽ سيارن جي مدد سان موسم جي اڳ ڪٿي ڪرڻ، پرمن، وهمن، سنسن ۽ ٽوٽڻ ڦيٽڻ ۾ بہ پروسو رکندا آهن. سندن چوري ٿي وڃڻ جي حالت ۾، جتن ۽ جدگالن وانگر، هن قبيلي جا ماڻهو بہ پيرا کڻن ۽ چور جي پيرن سڃاڻڻ جا ماهر آهن.

گوجرن جي روز مره جي زندگي، خصوصاً سماجي زندگي، ماهرن جو توجهہ گهري ٿي. نکٽن ۽ تارن جي ڄاڻ کانسواءِ، هيءَ جاتي (گهريلو)يعني ديسي علاج ۽ ديسي ٽوٽڪن جي باري ۾ بہ گهٽي ڄاڻ رکندي آهي. ان کانسواءِ جانورن جي بيمارين ڏسڻ، ٻارن ۽ جانورن جي پالڻ ۽ سار سنڀال ۾ هي ماڻهو ماهر آهن.

گوجرن جي ٻوليءَ ۾ لوڪ ادب جو بہ خزانو موجود آهي، گوجرن جي لوڪ ادب ۾ دوها، بيت، ٻارهن ماسا، سهن ۽ بيساک وغيره جهڙن صنفون موجود آهن. جيئن تہ هي لوڪ، عام ماڻهن سان ميل جول ڪو نہ رکن، تنهنڪري سندن لوڪ ادب "صدري ادب" (Oral Literature) ٿي رهيو آهي ۽ لوڪ ادب جو اهو سارو خزانو سندن سينن ۾ ئي سٿيل رهيو آهي، جنهن جي هٿ ڪرڻ لاءِ، هن وقت تائين ڪنهن بہ محقق ڪوشش ڪا نہ ڪئي آهي. اُن جو هڪ سبب هي بہ آهي جو سوات، هزاره ۽ ڪوهستان ۾ رهندڙ ٻيا قبيلا گوجرن کي عزت بلڪل ڪونہ ڏين. انهن (گوجرن) سان ميل جول رکڻ بہ پسند ڪو نہ ڪندا آهن. ان جو هڪ سبب هي بہ آهي جو انهيءَ خطي ۾ رهندڙ ماڻهن کي اها شڪايت هوندي آهي تہ انهن (گوجرن)، سيد احمد بريلويءَ جي خلاف، هن خطي ۾ سِکن جي مدد ڪئي هئي.

15_ گوجري ٻولي:

(الف) سر گريئرسن جي حوالي سان شروع ۾ عرض ڪيو ويو آهي تہ راجستان جي ميواتي ٻولي، ۽ گوجري ٻولي پاڻ ۾ هڪجهڙائي رکن ٿيون. هن (سر گريئرسن) جو اهو بہ خيال آهي تہ گوجري ٻولي، ميواتي ٻوليءَ جو هڪ بگڙيل روپ آهي. (73)

(ب)علم الانسان جو هڪ ماهر "ڪولن ماسيڪا" (Colin Masica) لکي ٿو تہ:

"گوجري ٻولي، جمون ۽ ڪشمير ۾ بہ ڳالهائي ويندي آهي، ڇاڪاڻ تہ اُن علائقي ۾ بہ گوجر گهڻائي ۾ رهن ٿا. هيءَ ٻولي راجستانيءَ جي ميواتي لهجي سان ملي جُلي ٿي. پاڪستان جي سوات واري ڪوهستان، ڪاغان واري خطي ۾، خانہ بدوش مالوند نسل واري گوجري قوم بہ هيءَ ٻولي (گوجري) ڳالهائيندي آهي. سر گريئرسن، هن ٻوليءَ کي پنجاب ۾ رهندڙ گُجر قوم جي ماڻهن جي ٻولي سڏي ٿو. (74)

پر ڊاڪٽر زيگ ويسٽ فال جي حوالي سان اڳ ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ: "سنڌ جا "جت قبيلا" ، سنڌ مان لڏي ڪڇ ۽ راجستان جي جدا جدا خطن ۾ وڃي آباد ٿيا آهن. اُنهن (جت) قبيلن مان هڪڙا پنجاب طرف ويا، جيڪي "جاٽ" سڏجڻ لڳا، ٻيا ڪڇ ۽ راجستان طرف ويا. ٽيان بلوچستان واري علائقي ڏانهن لڏي ويا، جن مان وڏو تعداد "جدگال" سڏجڻ ۾ آيو. بلوچستان مان اهي قبيلا (جدگال) ايران طرف ويا. ايران ۾ بہ اُنهن کي جدگال سڏجي ٿو. ايران مان ڪي عراق، اُردن ۽ عربستان ويا. عراق ۾ انهن کي "مدان" سڏيو ويو ۽ عربستان ۾ اُهي "زُط" سڏجڻ لڳا. (75) گريئرسن جو خيال آهي تہ بلوچستان مان ڪي جدگال قبيلا، افغانستان جي يوسف زئي خطي جي تيراه واديءَ ۾ وڃي ويٺا، جتان وري سرحد پار ڪري، سوات۔ ڪوهستان ۽ دير۔ ڪوهستان ڏانهن لڏي ويا، جتي هو خانہ بدوش زندگي گذارين ٿا.

(ت) گوجرن جي ماڳن ۽ مڪانن، ناٽن ۽ نڪاٽن ۽ گوجري ٻوليءَ جي جاءِ وقوع جي باري ۾ مٿي تفصيل سان لکيو ويو آهي. پر حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه هيءَ آهي تہ گوجري، ميواتي ۽ سنڌيءَ جي لهجن جتڪي. سنڌي- ڪوهستاني (سنڌ جي لاڙڪاڻي، دادو، ٺٽي ۽ ڪراچيءَ اُترئين ضلعي جي اُتر، اوڀر ۽ ملير ضلعي جي ڪوهستاني خطن ۾ رائج سنڌي ٻوليءَ جو جيڪو لهجو ڳالهايو ويندو آهي، اُن کي سنڌي ٻوليءَ جو "ڪوهستاني لهجو" چئبو آهي. اُهو لهجو (ڪوهستاني) جاکرا، جوکيا، برفت، پالاري، نومڙيا، نوحاڻي ۽ ٻيون قومون ڳالهائينديون آهن. ۽ لاسي لهجي جي وچ ۾ تمام گهڻي مشابهت ۽ هڪجهڙائي محسوس ٿئي ٿي. اُن جا خاص بہ سبب ٿي سگهن ٿا. هڪ سبب هيءُ آهي تہ سنڌو- ماٿر جي قديم تهذيب ۾ رائج "سئنڌوئي ٻوليءَ" جي اُپرندين شاخ (ڏسو نقشو نمبر 2). سنڌو- تهذيب واري علائقي ۾ جيڪو اڳوڻي راجپوتانا جي رياستن ۾ اراولي ٽڪرين تائين پکڙيل هو ڳالهائي ويندي هئي. ميواتي موجوده هرياڻا پرانت ۾ اڳوڻي الور رياست جي زبان الور شاهي يا ميواتي سڏبي هئي. سنڌو- تهذيب جي ايڏي وڏي پهچ، پکيڙ ۽ ڦهلاءُ سبب بيڪانير جي "باگڙي يا ڊونگري ٻولي، جوڌپور جي "مارواڙي ٻولي" ، اُڌيپور جي "ميواڙي يا پيلي ٻوليءَ" ، سئوراشٽر جي ڪاڏياواڙي ٻولي، سنڌ جي ڍاٽڪي، ڪڇي، لاسي ۽ ڪوهستاني لهجن ۾ تمام گهڻي هڪجهڙائي آهي.

ٻيو سبب هيءُ آهي تہ "گوجر" دراصل سنڌ جا رهاڪو "جت" آهن، جيڪي سنڌ مان بلوچستان طرف لڏي وڃڻ ۽ اُتي وڃي آباد ٿيڻ کان پوءِ، "جدگال" سڏجڻ ۾ آيا، ۽ سندن ٻوليءَ کي "جدگالي ٻولي" سڏيو ويو. "جدگال" جڏهن بلوچستان مان افغانستان جي "تيراه واديءَ" ۾ وڃي وسيا، تڏهن اُتي اِنهن قبيلن کي "گوجر" سڏيو ويو. اهڙيءَ طرح سوات- ڪوهستان، دير، ڪاغان ۽ هزاره جي وادين کان سواءِ جمون ۽ ڪشمير ۾ بہ هنن کي "گوجر" سڏيو ويو.

(ث) جتن جي ٻوليءَ کي سنڌ، ڪڇ (ڀارت) ۽ بلوچستان جي ”سبي“ ۽ ”ڏاڍر“ واري علائقي يعني ڪڇي ۽ گنداواه ۾ ”جتڪي“ سڏيو ويندو آهي. اهڙيءَ طرح ”جتڪي“، ”جدگالي“، ”لاسي“، ”فراڪي“، جعفرڪي ۽ ڪيتراني سنڌي ٻوليءَ جا لهجا آهن.

هت اهو بيان ڪرڻ ضروري آهي
تہ ”جتڪي“، ”جدگالي“ ۽ ”لاسي“
ٻولين جو جڏهن گوجري ٻوليءَ سان تقابلي مطالعو ٿو ڪجي تڏهن ثابت ٿو ٿئي تہ اهي سڀئي ٻوليون هڪ ئي گروھ يعني هڪ ئي خاندان واريون ٻوليون آهن. ڊاڪٽر داد محمد بروهيءَ جو خيال آهي تہ :

”جتڪي ٻولي، جغدالي محاوري جي ننڍي محاوري جي حيثيت رکي ٿي، جنهن کي ”جتڪي“ بہ چئبو آهي. “(76) پر منهنجي سمجھ مطابق ڊاڪٽر داد محمد بروهيءَ اُبتي ڳالھ ڪئي آهي. دراصل جغدالي لهجو جتڪي ٻوليءَ جو محاورو يعني ننڍو لهجو آهي، ۽ نہ جتڪي جغدالي محاوري جو ننڍو محاورو آهي. هن ڏس ۾ محترم غلام رسول ميرجت لکي ٿو تہ :

”سبيءَ جي چئني طرفن کان ”فراڪي“ ۽ ”جغدالي“ لهجا ڳالهايا وڃن ٿا. لسٻيلي ۾ لاسي لهجو موجود آهي، جڏهن تہ فراڪي، جغدالي ۽ جدگالي لهجا پڻ سنڌي ٻوليءَ جي لهجن جي حيثيت رکن ٿا. (77)

ساڳيو مصنف (محترم غلام رسول ميرجت) ، پنهنجي ساڳئي ڪتاب ۾ اڳتي لکي ٿو تہ:

”سرائڪيءَ کي جتڪي زبان بہ چيو ويندو آهي. هيءَ زبان اڪثر عام طور بلوچ قومون ڳالهائينديون آهن. خيرپور، جيڪب آباد، نوابشاھ ۽ دادو ضلعن جا جت پڻ اڪثر سرائيڪي زبان ڳالهائيندا آهن. جڏهن تہ ”جدگالي“ حقيقي معنيٰ ۾ ”جتڪي“ آهي. جدگاليءَ جي معنيٰ آهي. ”جتن جي ڳالھ“. تاريخ ۾ بعض هنڌن تي جتن کي ”جدگال“ يا ”جدغال“ بہ ڪوٺيو ويو آهي. “(78)

گوجري ٻولي، جيئن اڳ ۾ دعوا ڪئي ويئي آهي تہ، ڪوهستاني گروهہ جي ٻولي نہ آهي، ۽ نہ ئي وري ڪوهن ٻوليءَ جي داردي گروهہ وارين ٻين ٻولين سان واسطو آهي. هيءَ ٻولي دراصل غير- داردي ۽ غير آريائي ٻولي آهي، پر هيءَ ٻولي سنڌو ماٿر جي اصلوڪي ٻوليءَ يعني ”سئنڌوئي، جي ڏاکڻي شاخ جي هڪ ٻولي آهي، جيڪا سنڌ جي لاڙ ۽ ڪڇ واري حصي ۾ رهندڙ ”جتن“ جي ”جتڪي“ ٻوليءَ جو هڪ روپ آهي.

گذريل صفحن ۾ اهو چيو ويو آهي تہ جيتوڻيڪ گوجري ٻولي بہ صوبي سرحد جي ڪوهستاني علائقن ۾ ڳالهائي ويندي آهي، پر اها (گوجري) ٻولي، غير- آريائي ٻولي آهي. سر گريئرسن جي خيال موجب: ”گوجري ٻولي، لهندا ۽ سنڌي ٻوليءَ سان مشابهت رکي ٿي.“ (79) گوجر قبيلا پنهنجي مادري زبان گوجريءَ کان سواءِ ڌار ڌار هنڌن تي ڪوهستاني گروهہ جون ڌار ڌار ٻوليون بہ ڳالهائيندا آهن؛ جهڙوڪ : ڪُشتياواري / ڪشتاري/ ڪُشتياني ۽ ڪالامي وغيره.

گريئرسن جو رايو آهي تہ:

”گوجري، پشمال واديءَ جي هڪ ٻولي آهي. هيءَ وادي، سوات نديءَ جي ساڄي طرف، سوات نديءَ جي ٻن شاخن، ”اِسريت“ (Isret) ۽ ڪارن دکي (Karan Dukhi) جي وچ ۾ گهيريل آهي. پشمال جي واديءَ ۾ فقط ”گوجر“ رهندا آهن. جيڪي گوجري ٻولي ڳالهائيندا آهن. هيءَ (پشمال) وادي، ”گوجرن جي جوءِ“ (Home Land) ۽ ”تڙ“ آهي. (80)

اهڙيءَ طرح سوات نديءَ جي اُترئين علائقي جي ”اُتڙور“، ”اُوشو“ ”گيرال“ ۽ ”ڪالام“ جي وادين ۾ رهندڙ گوجر بہ گوجري ٻولي مادري زبان طور ڳالهائيندا آهن. هن کان اڳ وارن صفحن ۾ اها دعوا ڪئي ويئي آهي تہ ”جتڪي“، ”جدگالي“ ۽ ”گوجري“ ٻوليون، ساڳيءَ ٻوليءَ جا مختلف روپ آهن، ان ڪري اهي ٻوليون هڪ ٻئي سان ملن جلن ٿيون ۽ هڪ ٻئي سان مشابهت رکن ٿيون. اها هڪ جهڙائي، صرف هڪجهڙن لفظن يا لغوي خزاني

تائين محدود نہ آهي، پر انهن ٻولين ۾ صوتياتي، صرفي ۽ نحوي ساخت، يعني وياڪرڻي هڪجهڙائي جا ڪيترائي مثال ملن ٿا.

دراصل ”جت، جاٽ، جدگال، گوجر، مداز ۽ زُط“ هڪ ئي نسل واريءَ جاتيءَ سان واسطو رکن ٿا، جنهن تي ڌار ڌار خطن ۾ آباد هجڻ جي ڪري، ڌار ڌار نالا پئجي ويا آهن، پر سندن ٻولي ساڳي آهي؛ اُن ۾ ڪو بہ فرق ڪونهي. اهو ئي سبب آهي جو تقابلي اڀياس ۽ مثالن جي مدد سان، اهو واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي تہ ”گوجري ٻولي“ دراصل ”جتڪي“، سنڌي ڪوهستاني (جاڪرن، جوکين، پالارين، نومڙين ۽ برفتن وغيره ڪوهستان ۾ رهندڙ جاتين جي ٻولي) ۽ ”جدگالي“ ٻولين جو هڪ الڳ روپ يا نمونو آهي. گوجري ڪو الڳ لهجو يا زبان ڪانهي، پر اها ”گوجري“ سنڌي ٻوليءَ جي هڪ ”نسلي يا جاتي“ (Ethnic) لهجي جو هڪ روپ يا نمونو آهي. نسلي لهجن جي لحاظ کان، سنڌي ٻوليءَ جا ٻيا بہ ڪيترائي نمونا يا قسم آهن؛ جهڙوڪ: مهاڻن جي ٻولي، ريباڙڪي ٻولي، ماڇڪي ٻولي، شڪارين جي ٻولي، وغيره. انهن ۽ اهڙن ٻين نسلي لهجن ۾ قديم، سنڌي ٻوليءَ جي خاڪي جا اُهڃاڻ اڃا تائين موجود آهن:

هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو رايو آهي تہ:

”جتن جي ٻوليءَ ۾ قديم سنڌيءَ جي خاڪي جا وڏيڪ اُهڃاڻ موجود آهن“. (81)

بلوچ صاحب پنهنجي ساڳئي ڪتاب جي ٻئي ڇاپي ۾ لکي ٿو تہ:

”جتن جي ٻولي هڪ قديم مقامي سنڌي ٻوليءَ جو يادگار آهي، جيڪا ڪن جت۔ بلوچ قبيلن صديون اڳ، سنڌ جي ڪنهن ڀاڱي ۾، مستقل طور تي آباد ٿي اختيار ڪئي. سندن اها ٻولي ”قديم سنڌي ٻوليءَ“ جو هڪ خاص محاور (Dialect) هئي.“ (82)

پر ڊاڪٽر بلوچ صاحب، پنهنجي ساڳئي ڪتاب جي ٽئين ڇاپي ۾، سندس راءِ ۾ ٿوري ڦيرڦار ڪئي آهي ۽ لکي ٿو تہ:

”سنڌ جي لحاظ سان، جتن جي ٻولي ۽ موجوده سنڌيءَ ۾ ڪو فرق ڪونهي، مگر جتن جي ٻوليءَ ۾ ڪي خصوصيتون باقي آهن. جيڪي غالباً قديم سنڌي ٻوليءَ جي اشارن ۽ اُهڃاڻن جون يادگار آهن.“(83)

81_ وياڪرڻي هڪجهڙائي: ڊاڪٽر بلوچ صاحب، سر گريئرسن جي حوالي سان، سنڌي ۽ گوجري جي انهن لفظن ۽ وياڪرڻي صورتن جو لڙهيون ۽ مثال ڏنا آهن، جيڪي ٻنهي ٻولين ۾ هڪجهڙايون ثابت ڪن. مثال طور(84):

(الف) سنڌي ۽ گوجريءَ ۾ حاصل مصدر جي علامت ”ڻ“ آهي ۽ ٻنهي ٻولين ۾ اها پڇاڙي ساڪن ڪانه هوندي آهي، ۽ ”ڻ“ جي پويان ”ڇوٽو سر“ اُچاريو ويندو آهي، جيئن:

| سنڌي | گوجري |
|---|---|
| ڪَرَڻُ | ڪَرَڻَ |
| پيئڻُ | پيئڻَ |
| ڏيئڻُ | ڏيئڻَ |
| ويهڻُ | ويهڻَ |

(ب) ٻنهي ٻولين يعني سنڌي ۽ گوجريءَ ۾ ڪي مذڪر اسم ”او“ پڇاڙيءَ ۾ ختم ٿين ٿا ۽ اهڙن لفظن جي مونث روپ ٺاهڻ لاءِ ”او“ پڇاڙيءَ کي، ”اي“ پڇاڙي ۾ بدلايو ويندو آهي. جيئن:

| سنڌي | | گوجري | |
|---|---|---|---|
| مذڪر | مونث | مذڪر | مونث |
| گهوڙو | گهوڙي | گهوڙو | گهوڙي |
| ڪُتو | ڪُتي | ڪُتو | ڪُتي |
| ٻلو | ٻلي | ٻِلو | ٻِلي |

(ت) اهڙيءَ طرح اسمن جا ڪي روپ اهڙا بہ آهن، جن جا مونث روپ ٻنهي ٻولين ۾ نٿا ٺهن؛ جيئن:

| سنڌي | گوجري |
|---|---|
| ڏيرو | ڏيرو |
| ڪوٺو | ڪوٺو |
| پرونٺو | پرونٺو |

(ث) سنڌي ۽ گوجريءَ ۾ عدد شماريءَ وارا انگ ساڳيا ڪم ايندا آهن، جيئن:

| سنڌي | گوجري | سنڌي | گوجري | سنڌي | گوجري |
|---|---|---|---|---|---|
| هڪ/ايڪ | ايڪ | ٻہ | دوَ | ٽي/ٽري | ترئي |
| چار | چار | پنج | پنج | ڇهہ/ڇيهہ | ڇَهہ |
| ست | ست | اٺَ | آٺ | نَوَ | نئون |
| ڏهہ | دَهہ | يارهن | يارهہ | ٻارهن | بارهہ |
| تيرهن | تيرهہ | چوڏهن | چودهہ | پندرهن | پندرهہ |
| سورهن | سورهہ | سترهن | سترهہ | ارڙهن/اَٺارهہ | اَٺارهہ |
| اوڻيهہ | اُنين | ويهہَ | بي | | |

گوجريءَ ۾ انگن ڳڻڻ وارو اهو طريقو سنڌيءَ جي لاڙي لهجي ۾ اڄ بہ قائم آهي.

(ج) ويهون ڳڻڻ وارو ايڪو: ڪاڪي ڀيرو مل "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ: "سنڌو-ماٿر جي قديم زبان ۾ "ويهون"، ايڪي طور ڳڻڻ جو رواج، دراوڙي زبانن جي ڪري آهي. (85) گوجري ٻوليءَ ۾ انگن ڳڻڻ جو اهو طريقو اڄ بہ جاري آهي، مثال طور:

| سنڌي | گوجري | سنڌي | گوجري |
|---|---|---|---|
| ٻاويهہ | دوتي بي | اوڻيتاليهہ | ايڪ گهٽ چي |
| ٽيويهہ | تري تي بي | اوڻونجاهہ | نوتي چي |
| ٽيهہ | تري | پنجاهہ | دهہ تي چي |
| چاليهہ | چي | ايڪونجاهہ | يارهہ تي چي |
| | | ايڪهٺ | ايڪ تي تري بي |
| | | اوڻهٺ | نو تي تري بي |

| | |
|---|---|
| ستر | ڏهہ تي ٽري ٻي |
| اوڻاسي | ايڪ گهٽ چار ٻي |
| اَسي | چار ٻي |

(ح) گوجري ٻوليءَ ۾ سنڌيءَ ٻوليءَ جي ”ڪڇي“ ۽ ”ڍاٽڪي“ لهجن وارو عدد قطاريءَ وارن انگن ڳڻڻ جو طريقو ساڳيو آهي، جيئن:

| ڪڇي/ڍاٽڪي | گوجري | ڪڇي/ڍاٽڪي | گوجري |
|---|---|---|---|
| پهلو | پهلو | ڇٽو | ڇهيمو |
| دوجو | دوجو | ساتمو | ستمو |
| تريجو | تيجو | اٺمو | اَٺمو |
| چوٿو | چوٿو | نَومو | نومو |
| پنجمو | پانجمو | ڏسمو | ڏهمو |

(خ) گوجري ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ڍاٽڪي ۽ پارڪري لهجن ۾ ڪي ضمير، ساڳئي نموني استعمال ٿيندا آهن، مثلاً:

| مٿياري سنڌي | ڍاٽڪي/سنڌي | گوجري |
|---|---|---|
| آءُ | هُون | هُون |
| توهان جو | ٿارو | ٿارو |
| تنهنجو | تيرو | تيرو |
| منهنجو | ميرو | ميرو |
| اسان جا | امهارو | امهارو |
| ڇا | ڪي | ڪِي |

(د) گوجري ۽ سنڌيءَ جي ڪڇي، ڍاٽڪي ۽ لاڙي لهجن ۾، رنگن لاءِ، ساڳيا لفظ استعمال ڪيا ويندا آهن.

| سنڌي | گوجري |
|---|---|
| ڪارو | ڪائو |
| نيرو | نيلو |
| اَڇو/چٽو | چٽو |

| | |
|---|---|
| پورو | پورو |
| رتو | رتو |

(ر) حرف جر جي هڪجهڙائي: (الف) ڊاڪٽر ڪالڊويل لکي ٿو تہ:

”دراوڙي ٻولين (تامل) ۾ حالت جريءَ جي ڦيري لاءِ اسم يا ضمير جي پويان ”ڪ“ (Ku) حرف جر استعمال ڪبو آهي. تيليگو ۾ حرف جر جا ٻہ روپ ”ڪُ“(Ku) ۽ ”ڪي“ (Ki) آهن.(86)

ڊاڪٽر ڪالڊويل اڳتي لکي ٿو تہ:

”هند-يورپي جي ڪنهن بہ شاخ ۾ Ku يا Ki سان مشابهت رکندڙ حرف جر نٿو ملي، البت هنديءَ ۾ ”ڪو“ (ko) بنگلا ۾ ”ڪي“ (Ke) ۽ سنڌيءَ ۾ ”کي“ (Khe)، دراوڙي حرف جر ”ڪُ“ (Ku) سان هڪجهڙائي رکن ٿا.“ (87) انهيءَ بيان کان پوءِ ڊاڪٽر ڪالڊويل اڳتي لکي ٿو تہ:

”دراوڙي ٻولين ۾ هندي، بنگلا ۽ سنڌي ٻولين ۾ اهڙي هڪجهڙائيءَ مان ثابت ٿئي ٿو تہ دراوڙي ٻولين ۾ ڏيهي ۾ ڪا ويجهي مائٽي آهي.“ (88)

ڊاڪٽر ڪالڊويل اها بہ راءِ ڏني آهي تہ:

”سنڌي جو حرف جر ”کي“ Khe ديسي ٻچيل سرمايو يعني قديم ٻوليءَ جو لفظ آهي. اهو حرف جر سنڌيءَ ٻوليءَ قديم زماني کان وٺي پاڻ وٽ سانديو آهي ۽ قديم زماني کان استعمال پئي ڪيو آهي ۽ اڄ بہ اُن ۾ استعمال ٿيندو رهي ٿو.“ (89).

(ب) سنڌي جي ”کي“ حرف جر لاءِ جتن جي ٻوليءَ ۾ ”ڪِ“ لفظ ۽ جاکرن، پالارين، جدگالن جي ٻوليءَ ۾ ”ک“ حرف جر استعمال ڪيو ويندو آهي. لهاذا ”ڪِ“ يا ”کِ“ جي استعمال مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ انهن ٻولين ۾ سنڌو-ماٿر جي اصلوڪي زبان ”سئنڌوئي“ جيِ اِها وياڪرڻي خصوصيت پاڻ وٽ سنڀالي رکي آهي.

محترم غلام رسول مير جت، سنڌيءَ ۾ جتڪيءَ جا هيٺ موجب مثال ڏنا آهن.

| | | | |
|---|---|---|---|
| سنڌي | جتڪي | سنڌي | جتڪي |

| | | | |
|---|---|---|---|
| مون کي | ماڪِ | اسان کي | ساڪِ |
| توکي | توڪِ | اوهان کي | واڪِ |
| هن کي | هوڪِ | هنن کي | تيجاٽڪ (90) |

جتن جي ٻوليءَ ۾ ”ڪِ“ حرف جر جي استعمال جا مثال ڊاڪٽر بلوچ صاحب پڻ ڏنا آهن (91) لهاذا هيٺ حرف جي هڪجهڙي استعمال جا مثال ڏجن ٿا:

| سنڌي | جتڪي | ڪوهستاني | جدگالي | گوجري |
|---|---|---|---|---|
| مون کي/ مان کي | ماڪ | ماک | مين کِ | مين کِ |
| اسان کي | ساڪِ/سان ڪِ | ساک/سانکِ | ساکِ | ساکِ |
| تو کي | توڪي | توک | توکِ | توکِ |
| توهان کي | تانڪِ | تانکِ | تانکِ | تانکِ |
| هن کي | هوڪِ | هُوکِ | هُوکِ | هُوکِ |

انهن مثالن مان اهو ثابت ٿو ٿئي ته حالت جريءَ جي صورت ۾ سنڌي حرف جر ”کي“ قديم سنڌي زبان ۾ ”ڪِ“ يا ”کِ“ استعمال ڪيو ويندو هو. سنڌي حرف جر ”کي“ جدگالي ۽ گوجري ڪوهستاني جتڪي ٻولين ۾ اڄ به قائم آهي.

19_ صوتياتي هڪجهڙائي: چوسڻا آواز: (i) گوجري ۽ سنڌي جو صوتياتي مطالعو به دلچسپ آهي، ڪافي زماني کان، هڪ ٻئي کان، هزارين ڪلو ميٽر پري هجڻ ۽ هڪ ٻئي سان ڪنهن به قسم جي ناتي نه هجڻ جي ڪري، گوجري ٻوليءَ مان چوسڻا آواز (ٻ، ڏ، ڄ ۽ ڳ) گم ٿي ويا آهن. اِهي آواز دراصل سنڌيءَ، لهنديءَ ۽ گجراتي ٻولين ۾ صوتيات جون خاص خصوصيتون سمجهيا ويندا آهن. لهندي ٻولين مان، سرائڪي ٻوليءَ، اهي چوسڻا آواز قائم رکيا آهن، پر هندڪو پوٺاهاري، ڇاڇي، اعواڻڪي، ڏني ۽ شاهه پوري وغيره ٻولين ۾ هاڻي اِهي چوسڻا آواز نٿا اُچاريا وڃن.

(ii) آوازن جا تبادلا: سنڌي، لهندي ۽ گوجريءَ ۾ (ب) ۽ (و)، (ل) ۽ (ر) ۽ (س) ۽ (هه) آوازن جا هڪٻئي ۾ تبادلا ممڪن آهن، جيئن:

| سنڌي | لهندي | گوجري | تبادلا |
|---|---|---|---|

ويهڻ ٻيسڻ بيسڻ و< ب/ٻ< ب

ٻار بال بال ر<ل<ٻ< ب

ويهه ٻِي ٻِي و< ب

(19) جملن جي رچنا ۾ هڪجهڙائي: سنڌي، ڪوهستاني، لاسي، جدگالي ۽ گوجري ٻولين جي جملن جي ساخت ۽ جملن اندر لفظن جي بيهڪ واريءَ سٽاءُ جو مطالعو بہ ڏاڍو دلچسپ آهي. هيءُ هڪ اهڙو موضوع آهي، جنهن تي ۽ انهن ٻولين جي جملن جي تقابلي اڀياس تي تحقيق جي ضرورت آهي. انهن ٻولين جي فقرن ۽ جملن جي نحوي سٽاءُ بہ ساڳي آهي. جملن ۾ اسمن، فعلن ۽ حرف جر جا حالتن جي صيغي ۾ گردان ۽ ڦيرا بہ هڪجهڙو طريقو ظاهر ڪن ٿا. هن موضوع تي تفصيلي مطالعي جي ضرورت آهي. هن مقالي ۾ نموني طور ڪي مثال ڏجن ٿا تہ جيئن پڙهندڙ بہ ڪاءِ راءِ قائم ڪري سگهن.هيٺ ڏنل جملا پيش ٿي سگهن ٿا.

| سنڌي ٻولي | جتڪي | سنڌي/ڪوهستاني | لاسي | جدگالي | گوجري |
|---|---|---|---|---|---|
| آءُ ماني کيان تو | آيو ماني کايين تو | آن ماني کائين پيو | آن ماني کيان پيو | مين ماني کائين سو | مين ماني کائين سو |
| آءُ ماني کايان تو | | | | | |
| مون کي چيو آئيس | ماڪِ چيائين آئي | ماک چيائين آئي | ماک بہ چيائين آئي | مين ک بہ چيائين سو | مين ک بہ چيائين سو |
| مون ڏنو | مانهين ڏنو | ما ڏنو | مين ڏنو | مين ڏنو | مين ڏنو |
| مون توکي ڏنو هو | مان توڪِ ڏنو | ماتوڪِ ڏنو | مان توڪِ ڏنو | مين توکي ڏنو | مين توڪِ ڏنو |
| روپيو صندوق | روپيو صندوق | روپيو صندوق | روپيو صندوق | روپيو صندوق | روپيو صندوق ۾ پيو آئي |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| منجھ پيو آئي | منجھاران پيو هئي | منجھارا پيو هئي | مان راپيو هئي | مان پيو هئي | |
| تون جو نالو ڇا آئي؟ | تو هون نالو مشوري؟ | تو جو نالو ڇو آئي؟ | تو جو نالو ڇوڙي؟ | تو جو نالو سوئي؟ | تو جو نالو سوئي؟ |
| هو بيٺو آئي | | | | | |
| هو اُيو آئي | هو ٻيو اي | هو ڳني بيٺو آئي | او ٻيو اي | او بيٺو.ڇوءِ | او بيٺو ڇوءِ |
| مون کي ماري تو | مون ڪِ ماري تو | مون ڪِ ماري تو | مون کي ماري تو | مين ڪِ ماري سو | مين ڪِ ماري سو |
| ڪٿي پيا وڃو؟ | ڪيٽي تو وڃين؟ | ڪيڏ تو وڃين؟ | ڪيڏ تو وڃين؟ | ڪيڏڪ ي تو وڃين؟ | ڪيڏڪ ي تو وڃي؟ |

اهڙيءَ طرح سنڌي ۽ گوجري ٻولين جي جملن جي ڀيٽ جا مثال محترم پرويش شاهين جي ڪتاب مان هيٺ نقل ڪجن ٿا. (92)

| سنڌي | گوجري | گوجري | گوجري |
|---|---|---|---|
| مون ڪاڏو | مين ڪدو | مون ڪاڏو آهي | مين ڪدوهي |
| هن ڪاڏو | اُسي ڪدو | اُنهن ڪاڏو | اُن ني ڪدو |
| تو ڪاڏو | ٿي ڪدو | توهان ڪاڏو | تُمر ني ڪدو |
| هن ڪاڏو آهي | اُسي ڪدوهي | اُنهن ڪاڏو آهي | اُن ني ڪدوهي |
| تو ڪاڏو آهي | ٿي ڪدوهي | توهان ڪاڏو آهي | تمر ني ڪدوهي |
| ڪهڙو حال آهي؟ | ڪي حال اي؟ | سٺو آهي | اَڇو هي |
| تنهنجو نالو ڇا آهي؟ | تير ڪي نا؟ | هيءَ راهه ڪيڏانهن ٿي وڃي؟ | يو راهه ڪن ڪا چلي؟ |
| تون ويو آهين؟ | تو گيا آيل؟ | هو هليو ويو | وه جاريو |

| | | | |
|---|---|---|---|
| آءٌ ويو هوس | هُون گيو ٿو | مون ٽڪر (ماني) کاڌو | مين ٿوڪ کاليو |
| هيءَ منهنجي ڌيءَ آهي | يا ميري ڌي اي | هيءَاسان جي ڌيءَ آهي | يا مهاري ڌي اي |
| هيءُ اسان جو پٽ آهي | يو مهارو پوت اي | هيءُ منهنجو پٽ آهي | يو ميرو پوت اي |
| | | مون کي ٻڌاءِ تو ڪڏهين ايندين | منہ دسو تو ڪدا آگو؟ |
| هو اُت موجود نہ هو | وہ اُت موجود نهين ٿو | | |
| ماڻهن تپاس ڪئي/پڇيو | لوڪان ني تپاس ڪيو | | |
| تو ڪٿي هئين؟ | تو ڪيت ٿو؟ | | |

جملن جي انهن مثالن جي ڇنڊڇاڻ ڪانپوءِ اهو چئي سگهجي ٿو تہ "گوجر" دراصل سنڌ جي جت آهي، جن کي بلوچستان ۽ ايران ۾ "جدگال" سڏيو ويو. جن کي اڳتي افغانستان جي تيراه وادي ۽ پوءِ دير ڪوهستان ۽ سوات ڪوهستان طرف لڏي وڃڻ ڪانپوءِ، اُتي مال جا ڌڻ پالڻ ڪري "گوچر" سڏيو ويو. جو بدلجي "گوجر" ٿي ويو. هنن جي رهڻي ڪهڻي، کاڌي خوراڪ، اُٿڻي ويهڻي، شڪل شبيھہ، لباس، رسمن ۽ رواجن ڪانسواءِ سندن ٻوليءَ جي تقابلي اڀياس مان ظاهر ٿو ٿئي تہ گوجر، نسلي لحاظ کان سنڌو-ماٿر جي لاڙ واري خطي جا رهاڪو "جت" آهن، ۽ اهو ئي سبب آهي جو "جتڪي"، "جدگالي"، "سنڌي ڪوهستاني"، "لاسي" ۽ "گوجريءَ" ۾ ايتري قدر گهڻي هڪجهڙائي نظر اچي ٿي. هن ڏس ۾ تحقيق لاءِ وڌيڪ بهتر ٿيندو تہ سنڌ مان علم اللسان ۽ علم الانسان جي ڪيتر ۾ دلچسپي رکندڙ سڄڻن تي مشتمل خواتين حضرات جو هڪ گروھہ، ڪجھہ عرصي لاءِ سوات-ڪوهستان جي "گبرال"، "اوشو" ۽ "اتروڙ" جي وادين ۾ وڃي گوجرن سان ڪجھہ عرصو گذاري ۽ انهن جي روزانو زندگيءَ ٻوليءَ تي معلومات هٿ ڪري، ساڳيو گروھہ وري ڪجھہ عرصي لاءِ مڪران ۽ ايران جي اُن علائقي ۾ وڃي جدگالن سان گذاري ۽ اُنهن جي روزانہ زندگيءَ ۽ ٻوليءَ تي مواد هٿ ڪري، ساڳيو گروھہ پوءِ

بلوچستان جي جدگال خطي ۾ وجي. جدگالن کان مواد هٿ ڪري اُن گروهہ کي سنڌ جي ڪوهستاني علائقي (دادو ضلعي، ٺٽي ضلعي ۽ لاڙڪاڻي ضلعي) ۾ آباد جوکين، جاکرن، برفتن، نومڙين، هملاڻين، پالارين ۽ انهن جي پاڙن نوتاڻين) برادراڻين، ميندن ۽ ملاراڻين ۽ نوحاڻين جي ٻوليءَ ۽ تهذيب و تمدن جو جائزو وٺي.

هيءَ هڪ تمام وڏو ۽ اهم موضوع آهي، هي مقالو علم الانسان ۽ علم اللسان جي کيتر ۾ محققن جي پياس پوري ڪري نہ سگهندو، پر اُتلو سندن اُڃ ۾ اضافو ڪندو ۽ مٿي ڄاڻايل مواد تي مڪمل تحقيق لاءِ منجهن اُتساهہ پيدا ڪندو.

ببليو گرافي ۽ سمجهاڻيون

(1) پاڪستان جي اُتر، اُتر_اولهہ طرف پاڪستان اندر توڙي افغاني سرحد، ۾ واخان واري پٽي ۽ واخان جي اُتر طرف آزاد رياست تاجڪستان ۾ جيڪي ٻوليون ڳالهايون ويندي آهن، انهن جا نالا هي آهن:

(الف) پاڪ_افغان سرحد جي ٻنهي پاسي، هندوڪش جبلن ۾ رائج ٻوليون: اُرمڙي، اَشڪن، پَشائي، (ڪُنار دريا جي واديءَ ۾)، وائيگيل (ويگالي)، پرَسُن، کووار، دميلي، ڪُتي، مُنجي، يِدِگها، سنگليچي (زيبڪي)، لونڪو چيوار ۽ بشگالي.

(ب) واخان پٽيءَ ۾ رائج ٻوليون: وَخي (اُترئين يارخن ۾ ڳالهائي ويندي آهي) ۽ اِشڪشمي

(ت) پامير واري مٿاهين پٽ ۾ رائج ٻوليون: پاميري ۽ شفني

حوالي لاءِ ڏسو:

George Margentierne, Report on a linguistic Mission to North_ Western India, Institute for Sammenlignende, Kulturforsking, Serie CIII_I, 1932, Reprinted Karachi, Indus Publication, pp_16,74 & 42_50

Also see: Yashodhare Wadhwani, Dr. The Origin of the Sindhi Language, off Print. P_196.

(2) اُهي ماهر ۽ ودوان، جن برصغير جي مغربي حصي ۽ اُن جي سرحد سان ملندڙ ملڪن جي ٻولين تي تحقيق ڪئي ۽ جن جو چڱيل تحقيقي مواد ڪتابن ۽ مقالن جي صورت ۾ موجود آهي،
انهن مان ڪن جا نالا هي آهن:
(i) شُلر (Schultze)، (ii) بيليگتي (Beligatti)، (iii) امادُتيئس (Amadutius)، (iv) سموفنا (Symphona)، (v)، سروليئم جونز (Sir,William Jones)، (vi) باپ (Bopp)، (vii) ڪئري، ڊبليو (Carey, W.)، (viii) مارشمئن (Marshman)، (ix) ڊبليو وارڊ (W.Ward)، (x) ڊاڪٽر فرئينسز بُخَنَن (Dr.Francis Buchanan)، (xi) ڊي جي لائيڊن (D.J.Leyden)، (xii) بِي-ايچ هاگسن (B.H.Hodgson)، (xiii) هنٽر (Hunter)، (xiv) مئڪس مُولر ( Max Muller)، (xv) ڊاڪٽر ڪالڊويل(Dr. Caldwell) ، (xvi) شمد ڊبليو (Schmidt, W.)، (xvii) ميجر رابرٽ ليچ (Major Robert Leech)، (xviii) سر ارسڪين پيري (Sir Erskine Perry)، (xix) استيوينسن (Stevenson)، (xx) جون بيمز (John Beanes) ، (xxi) هورنلي , (Hoernle) (xxii)جورج ڪئمبيل (George Cambell) ، (xxiii)جون بدولف (John Biddulph)،(xxiv) آرل استين (Aurl Stein)،(xxc) لورينر (Loriner)،(xxvi) اسڪومبرگ (Schumberg)،(xxvii) لائيٽنر (xxviii) جون بيلي (John Baily)،(xxix) جورج بُدرس (George Buddrus)،(xxx) مارٽي فِچ (Marthy Fitch)، (xxxi) ڊاڪٽر لور سئنڊر (Dr. Lore Sander)، (xxxii) ايم اي يانگ (M.A.Yong)، (xxxiii) ووييچ اسڪُل مؤسڪي (Woiceich Skalmowski)، (xxxiv) رُٿ لائيلاسمٿ (Ruth, Laila Scmidt)، (xxxv) جورج مورگنسٽيئرن (George Morgenstiesne)، (xxxvi) پروفيسر گئنوئڪسي (Prof:Gankovsky)، (xxxvii) ڪارل ييتمار (Karl

(xxxix) ،(Prof: Mitchell) پروفيسر مچل (xxxviii) ،Yetmar)
پروفيسر ٽُربياني (Prof: Turbiani)، (xxxx) ڊاڪٽر اي –ٽرومپ
(Dr.E.Trumpp)، (xxxxi) ڊاڪٽر ايچ–ٽي–سورلي
(Dr.H.T.Sorley)، (xxxxii) جورج اسٽئڪ (George Stack)،
(xxxxiii) ڪئپٽن شرٽ (Captain Shirt)، (xxxxvi) ڊاڪٽر شمل
(Dr. Schimmel)،(xxxxv)ڊاڪٽر رايا ييگورا (Dr. Raya
Yegorava)، (xxxxvi)ڊاڪٽر شئڪ(Dr. Shackale) ، (xxxxvii)
ڊاڪٽر هير ماٺ (Dr. Hiremath).

(3) الانا، غلام علي، ڊاڪٽر "ثقافتي ورثو"، ڪنديارو روشني پبليڪيشن، 1999ع

(4) محمد پرويش شاهينِ "ڪلام ڪوهستان" (لوگ اور زبان)، منگوره، سوات ، شعيب سنز پبلشرز 1989ع، ص ـ 41.

(5) مهر عبدالحق، ڊاڪٽر "ملتاني زبان اور اُس کان اردو سي تعلق" ، ص ـ 90

(6) Baloch, N.A. Dr. some lesser known dialects of Kohistan, an article published in Muhammad Shahidullah Felicitation Vol: Edited by Muhammad Enamul Haq. Dacca, Asiatic society of Pakistan pp 50_55

(7) Colin, P. Masica, The Indo Aryan Language, Cambridge Language Survey, Cambridge 1991, p p 430_433, 436 & 440.

ٻيو پڙهڻ لاءِ: الانا، غلام علي، ڊاڪٽر: "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي"، ڇاپو ٽيون، ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1995ع، ص

ٻيو پڙهڻ لاءِ: داد محمد، بروهي، ڊاڪٽر: "سبيءَ جي ٻولي" ، حيدرآباد، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، 1992ع، 1413هه، ص ص 6 ۽ 29

(8) Grierson G. A . Lingustic Survey of India, reprinted with new name (linguistic survey of Pakistan), Vol: III, Part II, Op. Cit PP2& 137.
(10) Grierson, G.A. Op. Cit, ref:9.
(11) John Buddul, Tribes of Hindookoosh, reprinted, Lahore, Ali Kamran Publishers, 1986. Also see: George Morgenstieme, Dr. Report on a Linguistic Mission to North – Western India, Karachi, reprinted by Indus publication, 1930, pp. 42_50
(12)Ibid.
(13) محمد پرويش شاهين: ”ڪالام ڪوهستان“ . حوالو 4، ص 69.
(14) ايضاً، ص 199.
(15) محمد پرويش شاهين: حوالو 4، ص 3.2
(16) ايضاً، ص 3. 2
(17) ايضاً، ص 21.
(18) ايضاً، ص 221
(19) ايضاً
(20) الانا غلام علي، ڊاڪٽر: سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد، حيدرآباد، زيب ادبي مرڪز 1974، ص 116.
Also see: Ibid, “Origin & growth of Sindhi Language”, under print, Institute of Sindhology.
(21) Grierson, G.A. Op. Cit, ref: 8, p. 173
(22)Grierson, G.A Op. Cit, ref: 8
(24) Ibid
(25) Lewis, B. and others, “The Encyclopaedia of Islam”, Vol: II, Leiden E. J. Brill, 1965, p. 1122.

(26) Belleno, H. W, "The Races of Afghanistan" reprinted by Sang_e_Meel publications, Lahore 1979, p_21.
(27)Ibid.
(28) نبي بخش خان، بلوچ، ڊاڪٽر: "سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي تاريخ" ، ڇاپو ٽيون، ڄامشورو، پاڪستان اسٽڊي سينٽر، 1993ع، ص 39.
(29) غلام رسول مير جت ؛"جت جي تاريخ"، ٽنڊو الهيار ، 1933ع، ص ص 25 ۽ 31.
(30) ايضاً
(31) ايضاً
(32) ايضاً ، ص _ 45
(33) جيٺلي مرليڌر، ڊاڪٽر: انٽرويو مهراڻ 1/1991ع، ص 187
(34) Mir Ahmedyar Khan, "Inside Balochistan", a Biography, Karachi, Royal Book Company, 1977, P_143
(35) محمد پرويش شاهين: حوالو 4، ص 313
(36) ايضاً ، ص – 7. 3
(37) انور بيگ اعواڻ: "دهني ادب اور ثقافت، چکوال، ضلع جهلم، بزم ثقافت چڪوال، 1986ع ص 146.
(38) ايضاً
(39) Hunter, W.W. "Imperial Gazetteer of India". Vol: IX, Second editon, 1881, P44
(40) Lewis, B. & others Op. Cit, ref: 25. P. 1.2
(41) Bellew, H.W. Op.Cit, 26.
(42) Ibid
(43) Ibid
(44) غلام رسول مير جت: حوالو 29، ص 6

(45) Sigria Westphal, Dr. & Heinz Westphall. Dr. "Jats of Pakistan",Berline, Dunker and Humbolt, 1964, p_104 Vol: I, George Routledge and sons Ltd:, 1914, pp. 52_ 55 & 88_89.

(46) Ibid, Also see: Tod, J. "annalsand autiqints of rajasthan".

(47) غلام رسول، مير جت، حوالو ڏنو ويو آهي،

(48) Bellew, H. w op. Cit. ref: 26, P_65.

(49) انور بيگ اعواڻ: حوالو نمبر 37، ص 146

(50)Bellew, H.W. Op. Cit, ref: 26, p _65.

(51) Cencus report of Makran District of Balochistan. 1961, pp. 1_14

(52) ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر: سنڌي ٻوليءَ جو جيڪب آبادي لهجو مخزن پيار محبت، سنڌ هارس ائنڊ ڪئٽل شو جيڪب آباد، 1988ع، ص 20

(53) الانا، غلام علي، ڊاڪٽر : "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي"، ٻيو ڇاپو ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1983ع، ص 122.

(54) Bellew, H.W. Op. Cit. ref: 15, p _ 65

(55) مولائي شيدائي: "جنت السنڌ"، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، 1958ع، ص 22

(56) الانا غلام علي، ڊاڪٽر : ڏسو حوالو 53، ص 123.

(57)ايضاً

(58) داد محمد بروهي، ڊاڪٽر : "سبيءَ جي ٻولي"، حيدراباد، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، 199ع، ص 6

۽ پڙ انور رومان، پروفيسر : "بلوچستان ڪي قبائل"، اردو ترجمو بينظير انٽر پرائيزز پبلشرس، ڪوئٽه 87_1986ع

(59) Balochistan District Gazetteer Series, Makran, Karachi, Vol_IV, the Time Press 1907, p p: 47_72
(60) Ibid, p: 86
(61) Ibid, P: 95
(62) الانا غلام علي، ڊاڪٽر: حوالو نمبر 62 ۾ 53
(63) ايضاً، ”لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ“، ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1977ع، ص 113
(64) داد محمد بروهي، حوالو 58، ص 114
(65) حوالو 62، ص 114
(66) Grierson, G. sir, Op, Cit, ref:7, p. 137
(67) Colin P. Masica, Dr. The indo Aryan Languages, Cambridge, 1991, p. 428
(68) Ref: 44, p. 104
(69) داد محمد بروهي، ڊاڪٽر : حوالو 57، ص 27
(70) غلام رسول مير جت : حوالو 29، ص 13
(72) Grierson G. Op. Cit, ref:8
(73) Ibid
(74) Colin Masica, Dr. ref:67
(75) Sig. Westphal, Dr. & Heinz Westphal Dr., See ref:45
(76) داد محمد بروهي، ڊاڪٽر : ڏسو حوالو 57
(77) غلام رسول مير جت: حوالو 29 ۾ 70
(78) ايضاً
(79) Baloch, N.A. Dr. some Lesser Known dialects of Kohistan, Op. Cit. ref:3
(80) Grierson, G, Op .Cit, ref:8

(81) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر : ڏسو حوالو 28، ص 39

(82) ايضاً

(83) ايضاً، ص 41

(84) ايضاً

(85) ڀيرو مل آڏواڻي: ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“

(86) Caldwell

(87) Ibid

(88) Ibid

(89) Ibid

(90) غلام رسول مير جت: ڏسو حوالو

(91) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر : ڏسو حوالو 28، ص 43

(مهراڻ 2001/2)